ماہنامہ

# شریعت

سکر

## سوانح حیات نمبر



جلد ۹ شمارو ۱-۴

ماهنامه

# شريعت

سکر

ايڊيٽر:-
عبدالوهاب چاچڙ

صفحا سرورق سميت ۵۰۰
قيمت ۴۰ رپيا
اڌ لاءِ ۲۵ رپيا
ڇهن مهينن لاءِ ۱۴ رپيا
سعودي عرب ۾ سال لاءِ
۵۰/- رپيا پاڪستاني

ذوالحج ۱۴۰۱ھ
مطابق
آڪٽوبر ۱۹۸۱ع

## سوانح حيات نمبر

| | |
|---|---|
| سنڌ جي ڇهن ضلعن | |
| سکر | ۵ |
| شڪارپور | ۱۰۰ |
| جيڪب آباد | ۱۸۵ |
| لاڙڪاڻو | ۲۴۱ |
| دادو | ۴۰۵ |
| خيرپور | ۳۹۵ |

جي چوڏهين صدي هجري ۾ فوت ٿيل برک علماءِ دين جي حالات زندگي تي مشتمل هڪ مستند ۽ تحقيقي جامع دستاويز آهي- انهن لفظن جي حقيقت ڪتاب پڙهڻ سان کلندي.

سنڌي ساهت سال ۾ ڇپيو

ايڊيٽر سان ملڻ جو هنڌ:- مدرسه عربيه دارالعلوم الشرعيه نزد مختيارڪاري آفيس روهڙي.

هيءُ رسالو عبدالوهاب چاچڙ يونائيٽيڊ پيڪيجز لميٽيڊ سکر مان ڇپائي دفتر ماهنامه "شريعت" گلشن عيدگاه سکر مان پڌرو ڪيو.

## ضلع جيڪب آباد

## ضلع دادو

# سوانح حيات نمبر جا خاص مرڪز

ضلع سکر:- مدرسه دارالعلوم الشرعيه نزد مختياري آفيس روهڙي .

ضلع شڪارپور:- مولانا غلام قادر مدرسه احياءالعلوم قادريه شڪارپور .

ضلع جيڪب آباد:- مولانا محمد اسماعيل مدرسه قاسم العلوم جيڪب آباد،
٢- مولانا محمد اعظم الحسيني ڪنڌڪوٽ .

ضلع لاڙڪاڻو:- قاري اميرالدين مدرسه اشاعت القرآن دودائي روڊ لاڙڪاڻو .

ضلع دادو:- مولانا تاج محمد ڪوهارو- خيرپور ناٿن شاهه ٢- مولانا عبدالرحمان
مدرسه تاج العلوم سيوهڻ .

ضلع خيرپور:- اقبال احمد ڏوڪر- ڏوڪر محله خيرپور .

ضلع نوابشاهه:- پروفيسر عبدالرؤف ميمڻ- گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهه . ٢- مولانا
شاهه محمد عباسي خطيب واپڊا اسٽاپ ڪالوني نوشهرو فيروز .

ضلع سانگهڙ:- مولانا عبدالهادي ڪپڙا بازار سانگهڙ .

ضلع ٿرپارڪر:- مولانا حڪيم دين محمد مهرپور خاص .

ضلع حيدرآباد:- ادبيات تاڪ چاڙهي حيدرآباد .

ضلع بدين:- مولوي عبيدالله ملاح بدين .

ضلع ٺٽو:- مدرسه دارالفيوض سجاول .

اضلاع ڪراچي:- مولانا عزيزالله مدرسه مظهرالعلوم ڪڍو ڪراچي .

نوٽ:- مستقل خريدارن ڏانهن سندن حساب لکي موڪلبو، ان مطابق باقي پيسا ڏيئي
انهن مرڪزن ڪان پنهنجو پرچو حاصل ڪن- اداره

# پنهنجي پچار

اڄ نه اوطاقن ۾، جوڳيان سندي ذات
ڏيهان ڏورڻ ڏک سين، روئن سڄي رات
تن جنين جي تات، سي لاهوتي لڏي ويا (حضرت شاه)

## ٽلين جي ڪاڻ ڪري نه سگهان ڳالهڙي

سنڌ ملڪ سدائين علم و فضل ۽ جهاد و تبليغ جو مرڪز رهيو آهي. پهرين ۽ ٻي صدي جي سنڌي محدثن ۽ امامن کان وٺي گذريل صدي تائين علمي تسلسل ۽ روحاني ربط هلندو آيو آهي. دين جي جيتري خدمت سنڌ مان ٿي آهي ايتري شايد ئي ڪنهن ٻئي عجمي ملڪ کي نصيب ٿي هجي. پر مورخن دين جي انهن پرچمدارن سان انصاف نه ڪيو ۽ انهن جو حق ثنا ادا نه ڪيو. بقول حضرت مرشدنا هاليجوي قدس سره "حضرت شاه ولي الله جي دور ۾ سنڌ اندر ڪيئي شاه صاحب جي هم پله علماء موجود هئا" پر انهن جو ذڪر ڪٿي آهي؟ خير! اهو دور اسان کان اڳي جو آهي.

چوڏهين صدي هجري اسان جي آڏو هلندي پوري ٿي. ان جي اندر سنڌ جي ڪهڙن عالمن جون ديني ۽ علمي ڪاوشون اکين اڳيان ٿي گذريون. اسان به ٻين مورخن جيان قاصر ليکبا سين جيڪڏهن انهن جو ذڪر خير نه ڪيو سين. انهيءَ احساس اسان کي مجبور ڪيو ته مشڪل حالتن هوندي ماهنامه شريعت جو هڪ ضخيم خاص نمبر شايع ڪجي جنهن ۾ صدي جي علماء سنڌ جون مفصل حياتيون ڏنيون وڃن. جيئن وس آهر

ڪجهہ نہ ڪجهہ حق ادا ٿي وڃي. اسان جو ارادو هو تہ سڄي سنڌ جي علماء جو بيان هڪ ئي شماري ۾ آڻيون ۽ ڪم شروع ڪرڻ سان احساس ٿيو تہ جميع علماء سنڌ جا احوال ۽ ڪمال هڪ شماري ۾ نہ ماپي سگهندا. جاکوڙ مان ھي بہ پتو پيو تہ سنڌ جا سوين اهڙا علماء ٿي گذريا آهن جن مان هرهڪ لاءِ جدا ضخيم نمبر جي ضرورت آهي. ان کان علاوه احوال جي جمع ۽ تحقيق ۾ دشواريون بہ، ان تي مجبور ڪيو تہ سنڌ کي ٻن حصن ۾ ورهائي هرهڪ لاءِ الڳ نمبر تيار ڪيو وڃي. ان ڪري هن نمبر ۾ ڇهن ضلعن جي عالمن سڳورن کي آندو ويو آهي.

اسان کي قوم جي ٻي حسي معلوم هئي پر ايتري نہ جيڪا اکين ڏٺي سون.

تذڪره جي جواز سمجهائڻ ۽ احوال جي حاصل ڪرڻ ۾ اسان کي در در جون ٺوڪرون کائڻيون پيون. ڇهن ضلعن جي شهرن ۽ ڪيترن دور دراز ڳوٺن تائين پاپياده پهچي علماء جي متعلقن کي منٿون ڪري احوال ورتو ائٿون. اهڙين افسوسناڪ حالتن ۾ بہ سنڌ خالي نہ آهي. ڪيترا شعور وارا ۽ ڪم ڪندڙن جا همدرد ماڻهو موجود آهن. ضلع لاڙڪاڻہ جي حضرت مولانا قاضي محمد ابراهيم ڪارڙائي ۽ دادو ضلع جي پياري دوست مولانا تاج محمد کوهاري ۽ مولانا نثار احمد بهاولپوري جا سونتي تمام وڏا احسان آهن. انهن جي تعاون ۽ همدردي منهنجي ڪم ۽ همت ۾ تقويت ڏني. فجزاهم الله خيرا.

گهڻي جدوجهد کان پوءِ بہ ڪي ٻرک عالم رهجي ويا آهن. دادو ضلع جي استادالعلماء حضرت مولانا محمد حسن کوسہ جوهي واري جو احوال نہ ملي سگهيو ان لاءِ جوهي ۾ سڄو ڏينهن صرف ڪيم پر نتيجو ڪجهہ بہ نہ نڪتو. مولانا نظرمحمد ساوند (ڪنڊڪوٽ) ۽ مولانا عبدالله شاه فتاحي (خيرپور) جو احوال بہ نہ ملي سگهيو. ان ۾ سندن وارثن ۽ تعلقدارن جو قصور آهي. تعلقدارن جي عدم تعاون ڪري ڪن جيد عالمن ۽ چوٽي جي بزرگن جو احوال رسالہ جي پاڙي ۾ ڏنو ويو آهي جن جي متعلقين کي جيتري ملامت ڪجي ٿوري آهي.

جمع ۽ تحقيق احوال ۾ مسلڪ جي تعصب کي وچ ۾ نہ آندو ويو آهي. مخالف خيالن وارن معروف عالمن جو احوال بہ فراخ دلي سان ڏنو ويو آهي جيئن تاريخ حقيقت سان مزين رهي.

علماء جي احوال کي سند سان آندو ويو آهي. ڪوشش ڪري سندن ڪنهن معتبر ۽ قريبي وارث يا خاص تعلقدار شاگرد کان احوال ورتو اٿم. ڪتابن تان ب احوال نقل ڪيا اٿم. مضمون جي آخر ۾ لکندڙ يا ڪتاب جو نالو حوالي طور آندو ويو آهي. هڪ شخص بابت جدا جدا ماڻهن جا ڏنل احوال ب جدا جدا حوالن سان آندا ويا آهن. جيڪي حالات مونکي ذاتي طور تي معلوم آهن اهي مون پنهنجي نالي سان نقل ڪيا آهن.

اسان فهرست کي آسان طريقي سان بڻايو آهي. هر ضلع جي علماء کي ذڪر يا مرتبي جي لحاظ سان نه پر ابجد جي حساب سان مرتب ڪيو ويو آهي جيئن ڪنهن ب مخصوص عالم جي احوال لهڻ ۾ ڏکيائي نه ٿئي.

سوانح حيات نمبر اسان جي اندازي کان گهڻو تاخير سان شايع ٿيو. مواد جو جمع ۽ ڇپائي جون مشڪلاتون تاخير جون باعث ٿيون جنهن ڪري پڙهندڙن کي ڏکي انتظار ۽ شديد اشتياق جي تڪليف سهڻي پئي. انشاءالله تعالى هن عظيم الشان نمبر جي مطالعي سان ان تڪليف جا نشان مٽجي ويندا. اڳتي لاء عزم آهي ته رسالو باقاعدگي سان شايع ٿيندو رهندو.

سنڌ جي هيٺين ضلعن جي علماء جا احوال جلدي موڪليا وڃن جيئن سوانح حيات جي ٻي حصي جي تياري شروع ڪئي وڃي. ان لاء سڀني عالمن ۽ تاريخدانن کي سخت تاڪيد ڪجي ٿو. اميد ته سڀ ان سڌ ورنائڻ ۾ پس و پيش نه ڪندا - نواب شاه، سانگهڙ، حيدرآباد، بدين، ٿرپارڪر، ٺٽو ۽ ڪراچي.

عبدالوهاب چاچڙ

# وارا وڄائي ويا

سليم ڳاڙهوي

سچ سنڌڙيءَ جا سڏائي ويا — زماني ۾ وارا وڄائي ويا!
نرالا نظارا پسائي ويا — صدي چوڏهينءَ کي سجائي ويا!
ڪڪر علم وارا وسائي ويا — ٻنا فيض وارا ٻڙهائي ويا!
زمين تي ستارا وڇائي ويا — زماني مان ظلمت مٽائي ويا!
غلاميءَ جا قصا ڪٽائي ويا — رهائيءَ جا ليکا لکائي ويا!
مشقت جا ميدان ملهائي ويا — رياضت جي رنگت رچائي ويا!
مروت جا موتي ورهائي ويا — محبت جا ميلا مچائي ويا!
ديانت جا بادل وسائي ويا — صداقت جا سبزا ڇائي ويا!
شريعت جي شوڪت پسائي ويا — طريقت جي طاقت وڌائي ويا!
سبق معرفت جا سُڻائي ويا — حقيقت جون شمعون جلائي ويا!
ڪرامت جا رستا بنائي ويا — جلالت جا جلوا پسائي ويا!
شجاعت جا نعرا لڳائي ويا — شهادت جا رُتبا پرائي ويا!
هدايت جون ٻوليون ٻُڌائي ويا — حلاوت جي دولت لٽائي ويا!
لياقت جا چشما وهائي ويا — ذهانت جا ڏوڪا وڄائي ويا!
عدالت ۾ حق سچ سڻائي ويا — وڪالت جا واهڙ وهائي ويا!
سخاوت جا بربط وڄائي ويا — سعادت جا نغما سُڻائي ويا!
سيادت جا ڪوتل ڪُڏائي ويا — سياست کي سچ تي هلائي ويا!
فراست جي عزت وڌائي ويا — فضيلت جا دريا وهائي ويا!
بلاغت جا گلشن ڦُلائي ويا — فصاحت جون هيراز کهلائي ويا!
شرافت جون ڇوليون لڳائي ويا — شرارت جون ٻڙان پٽائي ويا!
روايت جي حڪمت رهائي ويا — نيابت جي نوبت وڄائي ويا!
ذلالت جا نقشا مٽائي ويا — دجالت جي شدت گهٽائي ويا!
عداوت جا پاندا ڀڃائي ويا — خجالت جا لاشا لٽائي ويا!
رسالت جي رفعت مڃائي ويا — جماعت جي عظمت وڌائي ويا!

ويا مرد هو باعمل، بامراد،
صدي چوڏهين زنده، پائنده باد!

# ضلع سکر

## حضرت حافظ محمد صديق رحہ

اسان جي سونهاريءَ سنڌ ۾ ماضيءَ قريب ۾ جيڪي ڪامل ولي ۽ اهل الله ٿي گذريا آهن، انهن ۾ حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊوي رحہ جو اسم مبارڪ خاص طرح ذڪر لائق آهي. حافظ صاحب جن شريعت جي پيرويءَ ۽ اتباع سنت جا سخت پابند هئا. اهو ئي سبب آهي جو کين پنهنجي وقت جو غوث جنيد سڏيو ويندو آهي حافظ صاحب جي ديني عظمت جو اندازو هن ڳالهه مان به لڳائي سگهجي ٿو جو اسان جي علائقي جا ٽي مشهور ۽ معروف عالم بزرگ (١) سراج السالڪين حضرت مولانا غلام محمد دينپوري (٢) رئيس الموحدين حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽي ۽ (٣) امام الانقلاب حضرت مولانا عبيدالله صاحب سنڌي سندن فيض يافته آهن.

حافظ صاحب ذات جا قريشي هئا. * سندن وڏا عربستان جا رهاڪو هئا. اتان هجرت ڪري ڪيچ مڪران جي رستي سنڌ ۾ داخل ٿيا هئا ۽ ڀرچونڊي شريف جي ويجهو اتر طرف ٻن ٽن ميلن جي مفاصلي تي ان وقت جي شاهراه جي ڀرسان سڪونت اختيار ڪئي هئائون. حضرت حافظ صاحب جي والد جو نالو ميان محمد ملوڪ هو جيڪو راهڪي ڪري پنهنجو گذر سفر ڪندو هو. ميان محمد ملوڪ صاحب اتي رهندڙ سما قوم مان شادي ڪئي جنهن مان ٻه فرزند تولد ٿيا. هڪ محمد صديق ۽ ٻيو الله بخش. اهو محمد صديق اڳتي هلي حافظ محمد صديق ڀرچونڊويءَ جي مبارڪ نالي سان هن سنسار ۾ ناميارو ٿيو. جنهن جي فيض ۽ عرفان جي چشمي مان هزارين اجايل سيراب ٿيا ۽ لکين ڀٽڪيل ۽ بدڪار انسان حق ۽ سچ جي واٽ تي گامزن ٿيا. حافظ صاحب جي ولادت جو صحيح سن معلوم نه ٿي سگهيو آهي، پر اندازو اهو آهي ته سندن ولادت اٽڪل روءِ ١٢٢٤ھ ۾ ٿي هوندي. حافظ صاحب جو والد، سندن ننڍپڻ ۾ ئي سفر آخرت ڏانهن ڪوچ ڪري چڪو هو. هينئر سندن والده ماجده تي هن ٻارڙي جي پرورش ۽ پالنا جو بار اچي پيو. والده ماجده کين ڀريائين ڳوٺ جي

---

* مشهور ۽ معروف روايتن موجب پاڻ سميجه قوم مان هئا. ايڊيٽر

هڪ حافظ صاحب وٽ قرآن شريف پڙهڻ لاءِ ويهاريو پر ستت ئي علم جي تحصيل لاءِ بهاولپور رياست جي احمدپور لمه علائقي جي هڪ ڳوٺ جندو ماڙي جي مدرسي ۾ داخل ٿيا.

انهن ئي ڏينهن ۾ ميان محمدحسن شاه، روضي ڌڻي رحه جي حڪم، وجب سوئي شريف کي پنهنجو مسڪن بنائي هدايت ۽ رهنمائي جو ڏيئو روشن ڪيو جنهن جي نور جي لاٽن چوڏس کي منور ڪري ڇڏيو. حافظ صاحب ان مدرسي کي خيرآباد چئي ميان محمد حسن شاه جي خدمت ۾ ظاهري ۽ باطني علمن جي تڪميل لاءِ اچي حاضر ٿيا. هتي ئي حافظ صاحب جن ظاهري ۽ باطني علمن ۾ ڪمال حاصل ڪيو ۽ پنهنجي مرشد وٽان خلافت جي خلعت عطا ٿين. خلافت جو خرقو جڏهن عطا ٿيو تڏهن ته مرشد سڳوري کين ارشاد فرمايو ته هاڻي وڃي خدا جي خلق کي هدايت ڪرا

حافظ محمد صديق صاحب مرشد جي حڪم جي تعميل ۾ موجوده ڀرچونڊي ڳوٺ کي اچي پنهنجو مسڪن بنايو ۽ دعوت ۽ تبليغ جي ڪم ۾ مشغول ٿي ويا. فقيرن ۽ درويشن جي آمد شروع ٿي وئي. هزارين ماڻهو اچي، ذڪر اذڪار وٺي لڳا. ڪيترائي ڪنيل دلين وارا، پنهنجي دلين تان زنگ ۽ ڪٽ لهرائڻ آيا.

تماڪو ۽ نسوار کي حضرت حافظ صاحب رحه تمام گهڻو خراب سمجهندا هئا ۽ نسواري پيش امام جي پٺيان نماز پڙهڻ کان پاسو ڪندا هئا. جنهن کوه تي تماڪ جي ٻوک هوندي هئي (احتياطاً) ان کوه جي پاڻي مان وضو به نه ڪندا هئا. جنهن شاديءَ ۾ دهل دماما هوندا هئا ته نه رڳو پاڻ ان ۾ شرڪت نه ڪندا هئا پر پنهنجي جماعت کي به ان ۾ شريڪ ٿيڻ کان منع ڪندا هئا. حافظ صاحب جي شريعت جي اتباع ۽ بلند اخلاقيءَ بابت ٻه چار واقعا هيٺ ڏجن ٿا:-

حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊوي کي هڪ عالم جيڪو سندن مريد هو دعوت ڏني. حضرت جن پنهنجي جماعت سميت ان ڳوٺ ڏانهن ويا ۽ مسجد ۾ قيام فرمايائون. ڳوٺ جا ڪيترائي ماڻهو سندن زيارت لاءِ اچي گڏ ٿيا. ان ميڙ ۾ هڪ ننڍڙو ڇوڪرو به هيو جنهن جي هٿن ۾ چانديءَ جا ڪُنگڻ پيل هئا. حضرت حافظ صاحب جي جڏهن نظر ان ڇوڪري تي پيئي ته پڇيائون هي ڇوڪرو ڪنهن جو آهي؟ ماڻهن ورانيو ته جنهن مولوي صاحب توهان جي دعوت جهلي آهي، هيءُ ڇوڪرو ان جو پٽ آهي. حافظ جن مولوي صاحب کي مخاطب ٿي ڪري فرمايو ته مولوي صاحب! چاندي جا

زيور تہ مردن کي پائڻ حرام آھن. مولوي صاحب وراڻيو سائين! ھن جي ناني؏ مجبور ڪري پارايا آھن. حضرت جن سخت ناراض ٿيا ۽ پنھنجي جماعت کي فرمايائون تہ ھلو ھتي الله جو دين نہ آھي، ناني؏ جو دين آھي. چنانچہ ان وقت ئي پنھنجي جماعت وٺي ھليا ويا.

حضرت حافظ صاحب جن وٽ ھڪ دفعو ڪوڙو گدرو آيو ۽ اھو سڄو پاڻ کائي ويا باقي صرف ھڪ ڦاڪ پنھنجي مريد کي ڏنائون ۽ چيائون تہ وٽ تون بہ چکي ڏس، متان چوين تہ اڄ مون کي پنھنجو حصو نہ مليو. ھن جڏھن اھا ڦاڪ زبان تي رکي تہ ٿو ٿو ڪري اڇلي ڇڏيائين. پاڻ ان تي فرمايائون تہ جيڪو روزانو مٺا موڪليندو ھيو اڄ ان ڪوڙو موڪليو آھي ۽ تون اھو اڇلائين ٿو؟

حضرت حافظ صاحب نماز جي امامت پڻ ڪندا ھئا. ھڪ دفعي ھڪ مھمان عالم کي نماز پڙھائڻ لاء پنھنجي مصلي تي بيھاريائون. حضرت جن جو ھڪ فدائي مريد اھا ڳالھہ برداشت نہ ڪري سگھيو ۽ مصلو ڪڍي پٽي ويو ۽ چيائين تہ منھنجي سائين؏ جي مصلي تي ڪو ڌاريو ماڻھو ڇو بيھي؟ حضرت حافظ صاحب پنھنجي پٽڪي مان ھڪ ٽڪرو ڦاڙي مصلي جي جاء تي وڇايو ۽ ان عالم سڳوري کي ان تي بيھاريائون.

**وفات**:- حضرت حافظ محمد صديق پرچونڊوي تاريخ ١٠ جمادي الثاني سال ١٣٠٨ھ ۾ وفات ڪئي. کين جامع مسجد جي متصل دفن ڪيو ويو.

(مضمون عبدالرحمان جتوئي ماھنامہ شريعت ج ۵ ش ١)

مان اڪيلائي ۾ نماز پڙھڻ شروع ڪئي تہ مونکي مناجات ۾ بي مثال لذت آئي سن ١٣٠٤ھ ۾ رمضان جا ڪجھہ روزا رکيم پر ظاھر ٿيڻ جي ڀَوَ کان پيا روزا نہ رکيم. مونکي اسلام جي اظھار جو شوق وڌي ويو پر پڇڻ جي بہ ڪا صورت سمجھہ ۾ نہ ٿي آئي پوء حضرت يونس؏ واري دعا پڙھڻ شروع ڪيم لا الہ الا انت سبحانڪ اني ڪنت من الظالمين پوء الله تعاليٰ ذوالقعد ١٣٠٤ھ ۾ اسباب لاھي ڏنا. مان پنھنجي ھلائڻي مان لڪي نڪتس ۽ سنڌ ۾ اچي اسلام جو اعلان ڪيم ان وقت منھنجي عمر سورھن سال ھئي. مان پنھنجو نالو عبيدالله رکيو. ان کانپوء سيدالعارفين الحافظ محمد صديق قدس سره وٽ آيس. مونکي ڪلمہ توحيد (ذڪر) جي تلقين ڪيائون. مان سندن ھٿن تي صفر ١٣٠٥ھ ۾ بيعت ڪئي. منھنجو مرشد راشدي طريقي جو امام ھو. اھو طريقو جيلاني شاخ جي قادري طريقي ۽ الآدميہ الاحسنيہ شاخ جي نقشبندي مجددي طريقي

جو جامع آهي. پاڻ سني حنفي هئا. ۽ مولانا محمد اسماعيل شهيد جي طريقي تي شرڪ ۽ بدعت کان روڪيندا هئا. منهنجو مرشد، صدر شهيد (حضرت شاه اسماعيل شهيد) جي صحبت ۾ رهيو هو جڏهن اهي افغانستان ڏانهن ويندي سنڌ مان ٽپيا هئا. انهن جي صحبت مان فيض حاصل ڪيو هئائين. رضي الله عنهم اجمعين.

مان سندن صحبت ۾ ٻه مهينا رهيس. انهن سان گڏ جماعت نماز ۾ شريڪ ٿيندو هوس. انهن جي حلقہ ذڪر ۾ شامل ٿيندو هوس. مختلف محفلن ۾ هدايتن وارا سندن الفاظ ٻڌندو هوس. پاڻ والد وانگر شفقت سان منهنجو خيال ڪندا هئا تنهن ڪري سندن ڳالهائڻ جي ميٺاج ۽ سندن صحبت جي لذت مون کان ڪڏهن نہ وسري. جڏهن کانئن جدا ٿيس تہ انهيءَ صحبت جو محسوس اثر ٿيم ۽ مان گويا ڏسي رهيو هوس تہ مان هيبت واري هڪ اهڙي روشني کان هليو ويو آهيان جيڪا شفقت سان وچڙيل هئي. انهيءَ معرفت جو ان وقت پورو يقين ٿيو جڏهن مان شيخنا شيخ الاسلام مولانا رشيد احمد گنگوهي سان مليس چو تہ ان جي صحبت ۾ ٻہ اهڙو ئي اثر ۽ نور پاتم. (سيدالعارفين جي) انهي صالح ميلاپ جي برڪت سان اسلامي معاشرو منهنجي دل جي گهراين ۾ ايهي ويو ۽ مان پاڻ کي انهيءَ جماعت جو هڪ رڪن محسوس ڪيو. مونکي خبر پئي تہ (پڙهڻ لاءِ وڃڻ بعد) سيد العارفين منهنجي متعلق پڇندا رهيا ۽ منهنجي لاءِ دعائون گهرندا رهيا جن مان ڪن دعائن جي قبوليت مون پنهنجي اکين سان ڏٺي مثلاً هي دعا تہ "الله تعاليٰ عبيدالله کي علم جي اندر راسخ علماء تي اعتماد ڪرڻ جي توفيق ڏئي!" الله تعاليٰ جي فضل ۾ اميد اٿم تہ سندن پيون ٻہ سڀ دعائون قبول ڪندو!

تحفة الهند ۽ تقوية الايمان ۾ پڙهيو هوم تہ جاهل مسلمانن ۾ هندستان جي مجوسين وانگر شرڪ عام آهي. پوءِ سنڌ ۾ سيد العارفين جي جماعت ڏٺم تہ اهي حنفي هئا ۽ شرڪ کان بالڪل بري هئا. وري جماعت اهل حديث کي ڏٺم تہ اهي شرڪ جي رد ۾ گهڻو سخت هئا. مان ڏٺو تہ ويجهي ڳوٺن مان اهل حديث سيدالعارفين جي مسجد ۾ ايندا هئا. رڪوع وغيره ۾ هٿ کڻندا هئا ۽ ڏاڍيان آمين چوندا هئا. مان ڏٺو تہ اهي ٻئي جماعتون شرڪ جي رد ۾ ۽ مولانا سيد محمد اسماعيل شهيد جي احترام ۾ موافق هيون. جڏهن مان ملتان پهتس تہ هڪ حنفي جماعت ڏٺم جيڪي شرڪ ۽ بدعت ۾ ملوث هئا ۽ اهي مولانا محمد اسماعيل شهيد سان بغض رکندڙ هئا. جڏهن دارالعلوم ديوبند جي جماعت کي ڏٺم تہ اهي سيد العارفين جي مسلڪ جي قريب هئا هن نشاني

سان ته اهي ۽ حنفي هئا ۽ مولانا محمد اسماعيل شهيد جي تعريف ڪندا هئا انهن سان ملڻ ۽ منهنجو سينو کلي پيو (اها سيدالعارفين جي دعاء جي قبوليت هئي).

(ٽن سالن ۾ علوم جي فراغت بعد) دل جي انتشار دفع ڪرڻ لاءِ ارادو ڪيم ته سيدالعارفين ڏانهن وڃان جيئن سندن صحبت مان راحت حاصل ڪريان. دهلي کان هلي سيدالعارفين جي جاءِ پرچونڊي پهتم ۽ سيدالعارفين رضي الله عنه منهنجي پهچڻ کان ڏه ڏينهن اڳ ۾ فوت ٿي چڪا هئا پوءِ ته اچان منهنجا غم وڌي ويا. ۽ سندن خاص صحبت يافتن مولانا ابوالسراج غلام محمد نظام الدين دينپوري ۽ مولانا ابوالحسن تاج محمود علاءالدين امروٽي ظاهري ۽ باطني تربيت ڏانهن ڌيان ڏنو.

(التمهيد لتعريف ائمة التجديد تصنيف حضرت مولانا عبيدالله سنڌي ص ۹-۱۰ ۽ ۱۴)

# مولانا عبدالرحمان ساڪرو

جيئن سکر جي ارگرد ڪنڪري، موئي، پرچونڊي ۽ امروٽ شريف علم و عرفان جا اڏا هئا جتان توحيد جي طالبن کي شراب معرفت جا لبريز جام ملندا هئا تهڙي طرح ۱۹ صدي جي آخر ۾ حضرت مولانا عبدالرحمان جي وجود مسعود ڪري سکر شهر رحمت ۽ برڪت جو اڏو بڻجي ويو. مولانا عبدالرحمان صاحب جا وڏا اصل بغداد کان آيا هئا. مولانا صاحب ظاهري ناس وڪڻندو هو ۽ باطني فيض جا وٽس خزانا هئا.

مولانا عبدالرحمان صاحب جي تعليم جو پتو ٻن ڪتابن تان پنجي سگهي ٿو (۱) قدوة الواصلين حضرت خواجه محمد حسن صاحب قدس سره ولد عمدة العارفين حضرت خواجه عبدالرحمان صاحب فاروقي مجددي قدس سره جي مقدس نسب جو سلسلو ڏهن واسطن سان حضرت مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي سان ملي ٿو. حضرت امام رباني جو پاڪيزه سلسلو ٽيهن پيڙهين سان حضرت فاروق اعظم سان ملي ٿو خواجه عبدالرحمان مجددي ۽ سندس پٽ خواجه محمد حسن ٻئي مجاهد بزرگ هئا خواجه عبدالرحمان مجددي جي وفات جو سال ۱۳۱۵ه (۱۸۹۷ع) آهي ۽ سندس مزار لڪڙ کان ۾ ميل اتر طرف ڪنجي لڪر تي آهي ۽ خواجه محمد حسن جي وفات جو سال ۱۳۶۵ه (۱۹۴۵ع) آهي سندس مزار پنهنجي والد جي روضي جي اپرندي ۾ آهي. خواجه محمد حسن جي شاگردن مان خواجه عبدالله جان ڪتاب "مونس المخلصين" لکيو جنهن ۾ پوري تفصيل سان سندن

سوانح حيات تي روشني وڌل آهي (٢) ٻيو ڪتاب خواجه محمد حسن مجددي جو لکيل "تذڪره الصلحاء" آهي جنهن ۾ ٻنهنجي همعصر اهل‌الله بزرگن جو ذڪر پوري تشريح سان بيان ڪيل آهي. هي رسالو نهايت قابل قدر ۽ اهڙو مقبول آهي جو اردو ۾ به ان جو ترجمو صوفي عبدالرحيم صاحب ڪاڪتي واري ڪراچي مان ڇپرائي مفت شايع ڪيو. هن رسالي ۾ ان دور جي عربستان، افغانستان، بلوچستان، هندستان ۽ سنڌ جي قابل ذڪر علماء ۽ صلحاء جو به ذڪر ڏنل آهي ۽ حضرت عبدالرحمان ساڪرو جو به قدري بيان ڏنل آهي.

حضرت عبدالرحمان ساڪرو مشهور عالم، فاضل ۽ ولي ڪامل هو ۽ سندن استاد مخدوم محمد صاحب مجذوب سيوهاڻي قلندري رح هو جو صاحب جذب هو ۽ ١٢٢٧ھ (١٨٩٩ع) ۾ وفات ڪيائين. ١٩ صدي جي آخر ۾ سکر ۾ ٻه درسگاهون هيون جتي قال رسول الله جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو پهرين درسگاه سکر پراڻي ۾ جامع خيرالدين گيلاني هئي. ٻي سکر شهر جي قلب ۽ جگر ۾ مولانا عبدالرحمان جي جامع مسجد. انهن کان قديم بکر ۾ مخدوم نوح جو مڪتب هو جو پوءِ انقلاب دهر جي ڪري منجهي ويو هو. سکر پراڻي ۽ سکر نئين جي درسگاهن ۾ فارسي ۽ عربي تعليم شاگردن کي ملندي هئي ۽ ٻئي درسگاهون حڪومت وٽ رجسٽرڊ هيون ۽ هتي جي فارغ التحصيل شاگردن کي سرڪاري دفترن ۾ جلد نوڪري ملندي هئي. ماستر شيخ حبيب‌الله، مولوي عبدالرحمان جي درگاه جو شاگرد هو. راقم الحروف جو ذاتي تجربو آهي ته ماستر صاحب فارسي اهڙي طرح ڳالهائيندو هو جڻ سندس گهر جي ٻاني آهي. مولوي عبدالرحمان بين المملڪتي شهرت رکندڙ هو چنانچه ببئي، حجاز، عراق ۽ شام تائين سندس علميت ۽ برڪتن جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ ايندو هو ۽ انهن ملڪن ۾ سندس معتقدن جو بيحد گهڻو تعداد هو. جيڪي شاگرد يا معتقد مولوي صاحب سان حج ڪرڻ ويندا هئا اتان موٽندي جهوليون روپين سان ڀري موٽندا هئا.

سال ١٨٩٥-٩٦ع ۾ سکر شهر ۾ سخت پليگ پئي ماڻهو شهر ڇڏي ڀڄي ويا ۽ مولوي صاحب وڏي همت سان شهروارين جي خدمت ڪندا رهيا ۽ لاوارثن جو ڪفن دفن جو انتظام ڪندا رهيا. چاڪاڻ ته ماڻهو بيمارن کي گهر ۾ ڇڏي ٻاهران تالو هڻي ڀڄي ويندا هئا. جڏهن مردن جي بدبوءِ اٿندي هئي ته حڪومت قفل ڀڃائي گهرن جا وسلا ساڙائي ڇڏيندي هئي. انهيءَ پليگ ۾ هن ڪامل بزرگ ۽ ولي الله وفات

ڪئي، جنازو ڪي مسلمانن شيخ شينهن آرائين جي قبرستان ۾ دفنائڻ جو ارادو ڪيو پر ڊاڪٽرن ۽ حڪومت اعتراض آندو، توڙي جو شهر خالي ٿي ويو ۽ جنازي سان هزارين مسلمانن جو هجوم هو، نوعيت ايتري حد ڪي پهتي جو پوليس جو اڳالو اچي پهتو ۽ خونريز هنگامي جو امڪان هو مگر سکر جي مخلص ليڊر بابو شيخ محمد سليمان جي تدبير سان معاملو خير و خوبي سان ختم ٿي ويو، مسلمانن ڪي ڪليڪٽر شيخ شينهن جي قبرستان ۾ جنازو ڪي دفنائڻ جي اجازت ڏني، انالله و انا اليه راجعون

## حضرت عبدالرحمان جي همعصر بزرگن جا نالا

حضرت عبدالرحمان ساڪرو جي همعصر بزرگن جا نالا ڏيون ٿا ته انهيءَ وقت ڪهڙا بزرگ هئا (۱) الحاج محمد عثمان شاه بخاري متوفي ۱۳۲۵ھ (۱۹۰۷ء) لڪ ميرپور خاص (۲) حاجي آخوند سچيڏنو بختيارپوري تعلقہ سيوهڻ وفات ۱۳۱۲ھ(۱۸۹۴ء) (۳) حاجي محمد ابراهيم نظاماڻي نر جو ڳوٺ تعلقہ ٽنڊو محمد خان وفات ۱۳۲۰ھ(۱۹۰۲ء) (۴) ميان محمد هاشم درس ڳوٺ ڪلوڙي تعلقہ ٽنڊو محمد خان وفات ۱۳۲۰ھ(۱۹۰۲ء) (۵) حاجي عبدالواحد بوبڪ (تعلقہ سيوهڻ) (۶) حضرت مولانا تاج الدين چوٽاروي (ضلع سانگهڙ) ۱۳۳۸ھ (۱۹۱۹ء) (۷) حاجي محمد احسان جروار بلوچ ڳوٺ جروار (تعلقہ ٽنڊوالهيار) وفات ۱۳۲۰ھ (۱۹۰۲ء) (۸) حاجي حافظ ميان ابوبڪر سيوهڻي جو واڍن جي پڙ حيدرآباد ۾ رهندو هو وفات ۱۳۱۲ھ (۱۸۹۴ء) (۹) حڪيم سيد الحاج ميران محمد شاه الحسيني ٽکڙائي وفات ۱۳۰۹ھ (۱۸۹۱ء) (۱۰) حاجي سليمان ٽکڙائي وفات ۱۳۱۳ھ (۱۸۸۹ء) (۱۱) حاجي ميان محمد طيب ميمڻ ۱۳۳۰ھ(۱۹۱۱ء) (۱۲) مولانا نور محمد شهدادڪوٽي وفات ۱۲۹۶ھ

**عطاءالله:-** مولانا عطاءالله مولانا عبدالرحمان ساڪرو جو ڀائيجو هو وقت جو ڪامل ولي ٿي گذريو آهي.

**عبدالڪريم:-** مولوي عبدالڪريم ولد الحاج مولانا عبدالرحمان ۱۹۰۷ء کان عيدگاهه جو پيش امام ٿي رهيو ان ڪانپوءِ سندس وفات ڪانپوءِ پوئين ۾ ڪوبہ اهڙو عالم ڪونہ ٿيو جو پيش امامي ڪري سگهي، سندس فرزند مولانا غلام محمد عيدگاه جو پيش امام ٿي رهيو.

**عبدالحڪيم:-** مولانا الحاج عبدالرحمان جو پيو پٽ الحاج ميان عبدالحڪيم ٺيڪيدار ڪيس ٻہ پٽ عبدالعزيز ۽ عبدالغفور هئا.

**غلام محمد:-** مولوي حڪيم غلام محمد ولد مولوي عبدالڪريم سکر بندر

تي حڪمت ڪندو هو راقم جو دوست هو.

احمد:- مولوي احمد ولد مولانا عطاءالله صاحب هن وقت مختيارڪار آهي. ١٩٣٠ع ۾ ١٩٣٩ع کان متاثر ٿي مولانا عبدالرحمان جا پوٽيان وچ شهر مان لڏي پراڻي سکر وڃي ويٺا. مسجد شريف قائم ۽ دائم آهي.

اڄ نہ اوطاقن ۾ سنڌن جوڳين ذات
ساري سناسين ڪي رنم ساري رات
مون جنهين جي تات، سي لاهوتي لڏي ويا (شاه رحہ)

(تاريخ سکر از مولانا شيدائي قلمي ج ٢ ص ٢٠٦- ٢٠٨)

مولوي عبدالرحمان بزرگ شريعت جو پابند ۽ بي‌نفس درويش هو. نئين سکر جي شروع شروع آباد ٿيڻ وقت پنهنجي والد مولوي ڪمال‌الدين سان گڏجي بلوچستان مان اچي درياءَ بندر تي رهيو. سنڌ جي مشهور عالم مولانا خليفہ محمد يعقوب همايوني کان ديني علمن جي دستاربندي ڪيل هيس ۽ نقشبندي طريقي ۾ خواجہ عبدالقيوم مجددي قنڌاري جو بيعت ٿيل هو. هو وڏو مهمان نواز هو. ڪيترائي مسافر سندس دسترخوان مان کائيندا هئا. هن جي هٽ تي ڪيترائي هندو مسلمان ٿيا. ان سلسلي ۾ ان تي ڪيئي مقدما بہ ٿيا. شروع ۾ درس ڏيندو هو پر پوءِ درس ڇڏي خدمت خلق ۾ مشغول رهيو. فقير قادر بخش بيدل مولانا وٽ پڙهيو هو. شرح جامي پڙهندي "عشق" جي لفظ تي بيدل ڳوڙها ڳاڙيندي مولانا کي چيو سائين اهو لفظ تہ زمين ۽ آسمان کان بہ ڳرو ٿو لڳيم. هاڻي وڌيڪ پڙهڻ بس! حضرت امروٽي سان ان جون صحبتون رهيون. مخدوم مجذوب سيوهڻي کان بہ ڪجهہ پرايائين. مولوي عبدالقادر قاسم‌پوري سان ان جون ملاقاتون رهيون. پير سيد حزب‌الله شاه پاڳارو مولانا جو گهڻو احترام ڪندو هو. سندن وفات ٢٣ شوال ١٣١٤هہ طاعون جي بيماري ۾ ستر ورهين کان بہ وڌي ڄمار ۾ ٿي. مولوي محمد صالح ڏڪڻائي ان جو مرثيہ تاريخ چيو هو. (مشاهير سنڌ از مولانا وفائي رحہ ج ١ ص ٢٢٥)

روايت آهي تہ حضرت مولانا تاج محمود امروٽي رحہ مولانا عبدالرحمان وٽ ايندا هئا مولانا عبدالرحمان کين بشارتون ڏنايون. بعد ۾ مولانا امروٽي رحہ پراڻي سکر ۾ مدرسہ قاسم‌العلوم جاري ڪيو هو جنهن ۾ ديوبند جا فاضل عالم رکيا هئائون. ترڪ موالات جي تحريڪ ۾ علماء جي گرفتارين سبب مدرسو ٽٽي ويو جنهن کي پاڻ کولڻ کي

۾ ڪٽي ويا ۽ حضرت پير فخرالدين شاه ۽ پير شير محمد شاه جي سپرد ڪيائون جيڪو اڄان تائين قائم آهي. مونکي ياد آهي ته ان مدرسه جي ڪن ديگرن تي مولانا عبدالرحمان سکر واري جو نالو لکيل آهي. ان جو مطلب ٿيو ته پراڻي سکر وارو مدرسو به مولانا عبدالرحمان جي مدرسه جي تجديد هو.

مولانا عبدالرحمان رحه بندر روڊ تي نڪرندا هئا. ان زماني ۾ بندر روڊ صاف ڪليل ۽ تفريح جهڙو هوندو هو. ڪنهن غير مسلم عورت يا مرد تي نظر وجهي ڪڏهن چوندا هئا هي ماڻهو به باه ۾ سڙڻ جهڙا آهن؟ ان چوڻ سان ان تي بيهوشي طاري ٿيندي هئي. ان کي مولانا وٽ کڻي ايندا هئا. ڪلمو پڙهائڻ سان ان کي هوش ايندو هو. ان ڪري انگريز گورنمينٽ هندن جي گهر تي مولانا تي بندر روڊ ڏانهن وڃڻ جي بندش وجهي ڇڏي هئي.

مولانا جنهن مسجد ۾ پڙهائيندا هئا اها هينئر مدينه مسجد جي نالي سان ڪپڙي بازار ۾ اوقاف تحت هلي ٿي. ان ۾ هڪ کوه آهي جيڪو هاڻي بند پيو آهي. چوندا آهن اهو مولانا کان اڳي ڪنهن ڪسبياڻي ٺهرايو هو مولانا جن ان مان وضو نه ڪندا هئا بلڪ درياء مان پاڻي گهرائي ان مان وضو ڪندا هئا. حضرت مولانا محمد قاسم نانوتوي رحه درياء رستي سکر مان لنگهيا هئا ته مولانا عبدالرحمان وٽ ٽي ڏينهن رهي پيا هئا.

# قاضي محمد عثمان چاچڙ ۽ ان جون عالمانه نهاڻيون

راڄنپور:- اباوڙي شهر جي اولهه ۾ ڏيڍ ميل جي پنڌ تي هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي. اوائلي دور ۾ راڄنپور رانوتي (اباوڙي تعلقي جي هڪ شهر) جي پر ۾ هو پر درياء جي پاڻ ڪري اهو شهر، لڳ ۾ اچي پڌائون.

وري چام پنيو جي چوڻ تي اتان منتقل ڪري موجوده جڳهه تي اچي پڌائون. انهيءَ شهر جو مکيه عنصر چاچڙ قوم جي راڄڌڻي پاڙي جو هڪ علمي گهراڻو هو. شايد نالي جو سبب به اهو ئي آهي.

انهيءَ خاندان ۾ علم و عرفان ته گهڻو پراڻو آهي جنهن جو علم العلم الخير وٽ آهي. البت موجوده راڄنپور پڌجڻ مهل انهيءَ خانواده جو چشم و چراغ مولانا

دين محمد هو جيڪو تيرهين صديءَ جو وڏي ڪان وڏو فاضل ۽ اهل دل هو غالباً ظاهري علم پنهنجي وڏن ڪان ۽ باطني فيض گهوٽڪي جي سيدن ڪان مليو هوس. انهيءَ بزرگ جي قبر جامع مسجد گهوٽڪي جي ڏکڻ ۾ ٺلهي واري مقبره ۾ آهي.

مولانا دين محمد کي ٻه پٽ مولانا قاضي عثمان ۽ مولانا الهڏيوايو عرف مولانا يار محمد ۽ ٻه نياڻيون بيبي صلاح خاتون ۽ بيبي واليڏني عرف ماءُ جي سائڻ هيون.

اهي ٻئي زنده دل ۽ خدا رسيده بزرگياڻيون هيون. بيبي صلاح خاتون سجدي جي حالت ۾ فوت ٿي.

بيبي واليڏني هن گهراڻي جي ٻهرين خاتون آهي جنهن مقامي زالن ۾ ديني تعليم جو بنياد وڌو ۽ مڪمل درسگاه قائم ڪيو جيڪو اڄ تائين انهيءَ نيڪ خاندان جي نيڪ عورتن جي همت سان هليو پيو اچي.

مولانا قاضي محمد عثمان:- هيءُ بزرگ مولانا دين محمد جو وڏو فرزند هو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد بزرگوار ڪان حاصل ڪيائين باقي اعليٰ تعليم ڪٿان حاصل ڪيائين؟ انهيءَ بابت ڪابه وثوق جهڙي روايت نه ملي آهي.

وقت جو علامه، عارف بالله ۽ قاضي هو.

روحاني فيض پنهنجي والد وانگر صاحبن جي لوءِ يعني گهوٽڪي جي سيدن سڳورن ڪان ورتائين.

پيري مريدي جي مروج طريقي ڪان ڪنارو ڪندو هو. پر تنهن هوندي به وٽن عقيدتمندن جو هڪ وڏو هجوم نظر ايندو هو.

بهاولپور جي نواب ڪيس صادق‌آباد جو قاضي مقرر ڪيو هو. مولانا جن جمع جي ڏينهن اوڏانهن وڃي هفتي جا فيصلا نبيري ايندا هئا.

روايت آهي ته هڪ شر بلوچ تي چوري جي تهمت هئي. برادري جي ماڻهن ڪيس چڪي تي چاڙهيو. هڪ پير سلامتيءَ سان ڪڍي، پيو ڪڍندي پاڻين کي گار ڏنائين ۽ چيائين ته مان توهان کي ڪونه چيو هو ته مان چور نه آهيان؟ باه مان سلامتيءَ سان نڪتو البت هڪ پير لاسائجي پيس. ماڻهو حيران ٿيا ته آخر ڪهڙو فيصلو ڪجي باه مان نڪري به آيو آهي ۽ ڪجهه اثر به اٿس.

اهو فيصلو قاضي صاحب وٽ کڻي آيا. قاضي صاحب فتويٰ ڏني ته هيءُ چور نه آهي باقي هڪ پير کي لاس، گار ڏيڻ جي ڪري آئي اٿس.

قاضي صاحب جو جلال ۽ رعب:- قاضي محمد عثمان وٽ اخير عمر ۾ علماء جو هڪ فيصلو آيو. سڀ عالم ادب وچان گوڏا ڀڃي ويٺا. حضرت مولانا عليشير لڪپوري رحه هڪ گوڏو مٿي ڪري ويٺو. قاضي صاحب ڇهڪ هڻي فرمايس ته مولانا سبق نه ٿو پڙهائين. هي شرعي فيصلو آهي ادب سان ويهه!

ڪرامتون:- راڇنپور شريف جي ويجهو هڪ مشهور ٻيلو هوندو هو جنهنکي شينهن جو ٻيلو ڪوٺيو ويندو هو ڇوته انهيءَ ۾ شينهن رهندا هئا.

قاضي صاحب جن جون مينهون جيڪي اڍائي سئو کن هيون. ٻاڙهن ڏنار انهيءَ ٻيلي ۾ چاريندا هئا. روزانو ٽپهريءَ جو وضوء مهل شينهن ڪنڌ ڏاري اچي ويهندو هو. جڏهن قاضي صاحب کيس فرمائيندو هو ته امان فلاڻي سڪر توکي ڏني تڏهن اٿي هليو ويندو هو ۽ ٻيلي ۾ اها سڪر ماري کائيندو هو.

هيءَ به مشهور آهي ته جڏهن ڪو چور قاضي صاحب جن جون مينهون ڪاهيندو هو ته اهي مينهون سڪ ۾ ڪچي ٻوڙيون هيون يا نر سان ٻڌجي وينديون هيون يا انهن جي ناسن مان خطرناڪ نانگ نروار ٿيندا هئا.

اولاد:- قاضي محمد عثمان رحه کي نرينه اولاد ڪونه هو باقي کيس چار نياڻيون هيون ٻيبي غلام فاطمه عرف بادشاه خاتون، عظيم خاتون، هاجران خاتون ۽ عظمت خاتون اهي چاريئي عورتون زهد ۽ تقويٰ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيون. انهن مان ٻيبي هاجران خاتون گهوٽڪي جي ٻيبين جي استاد هئي. گهڻي وقت کان هيءَ طريقو رهيو ته راڇنپور شريف کي باطني فيض گهوٽڪي کان ۽ گهوٽڪي کي ظاهري فيض راڇنپور شريف کان ملندو رهيو. مردن کي مردن کان ۽ زالن کي زالن کان.

هڪ دفعو اها مائي هاجران بيمار ٿي ٻيلي گهوٽڪي جي صاحبات کي چيائين ته مان آچر ڏينهن توهان وٽ موٽي ايندس. واقعي انهيءَ اهل دل عورت جو جنازو آچر ڏينهن گهوٽڪي پهتو. انهن چئن ڀينرن مان گهوٽڪي ۾ صرف اها مدفون آهي باقي ٽيئي راڇنپور جي ويجهو ميان سلطان جي قبرستان ۾ دفن ٿيل آهن.

ٻيبي غلام فاطمه:- پنهنجي ڀينرن ۾ باطني فيض ۾ ممتاز هئي. حافظ القرآن هئڻ سان گڏ عالمه به هئي. بدائع منظوم بر زبان ياد هوس ۽ ٻيا ڪتاب به پڙهيل هئي. ظاهري علوم کان پوء باطني ڪمالات ۾ ايترو ته بلند ٿي جو صاحبن جي لوه کان کيس خرقه خلافت مليو ٿوري وقت ۾ خلق خدا جي رجوعات ٿي مرد توڙي عورتون

جوق درجوق فيض حاصل ڪرڻ لاءِ اچڻ لڳا. ٻردي جي پٺيان مردن کي وعظ، نصيحت ۽ تلقين فرمائيندي هئي. ٻردي جو ايڏو اهتمام ڪندي هئي جو اندرين ڪوٽ ۾ به ٻرقعي سان گذاريندي هئي.

ارد گرد جون عورتون هر وقت خدمت ۾ گذاريندڙيون هيون. جمع جي ڏينهن وعظ و نصيحت جي خصوصي مجلس قائم ڪندي هئي ۽ عورتن کي تراويح به پڙهائيندي هئي. انهيءَ لاءِ اندر هڪ عاليشان مسجد لهرايائين جا اڄ به پنهنجي منارن سان پري کان نمايان آهي.

مسجد جي تعمير لاءِ شهر کان هڪ ميل پري سرن جو کورو پچايو ويو ۽ باوضو قطار وارن دست بدست ۽ بسم الله پڙهندي اهي سرون مسجد تائين پهچايون ۽ رازن به انهيءَ طريقي سان اوساري ڪئي.

ڳوٺ جي عورتن تي لازم هو ته هو نماز انهيءَ مسجد ۾ ادا ڪن ۽ رمضان شريف ۾ قرآن ڪريم جو ختم تراويح ۾ ٻڌن تان ته ناپاڪي جي حالتن ۾ به مٿن لازم هو ته مسجد جي ٻاهران ويهي قرآن ڪريم ٻڌن. خلاف ورزي ۽ سستي ڪندڙن لاءِ مناسب سزا مقرر هئي.

رمضان شريف جي پوئين ڏهاڪي ۾ ڏهاڪو کن عورتون هميشه اعتڪاف ۾ ويهنديون هيون.

قاضي صاحب کي بادشاهه خاتون جو اهو بيعت ۽ ارشاد وارو سلسلو ناپسند هو جڏهن پاڻ مرد هوندي به انهيءَ کان پاسو ڪندو هو ته پوءِ پنهنجي نياڻي جي انهي طريقي کي ڪيئن برداشت ڪندو. پر بيبي سائڻ به پنهنجي وس ۾ نه هئي.

بيبي سائڻ جي انهيءَ ڪيفيت کي بدلائڻ لاءِ قاضي صاحب ميان محڪم الدين انڙ کي گهرايو. ميان صاحب رات جو هڪ لنگ تي ويهي وظائف پڙهيا ۽ دعائون گهريون. صبح جو قاضي صاحب کي چيائين ته اسان پنهنجي وظائف سان انهي ڪيفيت جي پيڙ کي ڪجهه هٽايو آهي اميد ته آهستي آهستي تبديلي اچي ويندي.

پر ميان صاحب جي وڃڻ کان پوءِ تبديلي ته پري آهي هٽان بيبي سائڻ جي ڪيفيت ۾ اضافو ٿيڻ لڳو.

سندن شادي حافظ محمد عارف (موجوده محمد عارف جي ڏاڏي) سان ٿيل هئي. ذڪر الله ۾ محو هئڻ ڪري ازدواجي معاملات ۾ ڪا خاص دلچسپي ڪا نه هئن ۽ ڪو اولاد به ڪو نه ٿين.

حافظ صاحب کي ٻي شادي جي اجازت ڏنائين ۽ حافظ صاحب جند وڏي چاچڙ جي ڌيءَ سان نڪاح ڪيو جنهن مان سنڌ جو وڏو عالم مولانا عبدالحليم پيدا ٿيو ۽ مولانا عبدالحليم جو فرزند ميان محمد عارف حال حيات آهي ۽ پنهنجي وڏن جي طريقي تي قائم آهي.

جند وڏو اصل ۾ گهوٽڪي تعلقي جي مانجهي جي ڳوٺ جو هو. مائٽن کان ڪاوڙجي رياست بهاولپور جي الهآباد شهر ۾ وڃي رهيو هو.

همعصر:- حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊي شريف، حضرت حسن شاه سوئي شريف، مولانا محمد ابراهيم سرحد (گهوٽڪي جي لڳ) وارو، صاحبن جي لوء جا بزرگ سندن دوست هئا.

حضرت حافظ محمد صديق رح. جڏهن راڃنپور ۾ ايندا هئا ته ادب ۽ احترام کان ڳوٺ جي ٻاهران جتي مبارڪ هٿ ۾ کڻندا هئا.

پاڻ جماعت کي فرمائيندا هئا ته جي ڪنهن کي رباني عالم ڏسڻا هجن ته راڃنپور شريف جي قاضي محمد عثمان ۽ مولانا يار محمد کي ڏسي.

مدفن:- قاضي صاحب جي وفات جي تاريخ معلوم نه ٿي سگهي آهي. باقي سندن قبر مبارڪ راڃنپور شريف جي خانقاه ۾ آهي.

(مضمون مولانا محمد اسماعيل ڪنڊوي شريعت ج ١ ش ٧)

# مولانا يار محمد چاچڙ

هيءُ بزرگ، حضرت مولانا دين محمد جو ننڍو فرزند هو.

تعليم:- تقريباً سموري تعليم پنهنجي وڏي ڀاءُ قاضي محمد عثمان کان پرايائين. فراغت کان پوءِ تدريس جو سلسلو شروع ڪيائين. ٿورن ڏينهن ۾ راڃنپور شريف جو مدرسو هن علائقي جي ممتاز درسگاهن کان به فائق ٿي ويو.

جنهن دور ۾ ڀرچونڊي شريف باطني فيض جو مرڪز ۽ عرفان جو منبع هو انهيءَ وقت ۾ علامه الدهر ۽ استاد الڪل حضرت مولانا يار محمد جي تدريس جي ڪري راڃنپور ظاهري علوم جو ۽ فنون شرعيه جو منتهي بڻيل هو. هن صدي جي سنڌي عالمن جو هڪ وڏو انگ حديث ۽ فقه ۾ (بالواسطه يا بلا واسطه) راڃنپور سان متعلق آهي.

**زهد و توڪل:-** روايت آهي ته هڪ ڀيري جيئن ئي گهر ۾ داخل ٿيا ته سندن طبيعت خراب ٿي ۽ فرمائڻ لڳا ته شايد اڄ اسانجي گهر ۾ ڏونڍي (پئسو) آهي جاچ ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته گهر جي ڪنهن جاري ۾ چار آنا پيل هئا. انهيءَ وقت ئي حڪم ڪيائون ته اهي گهر مان ڪڍي خيرات ڪيا وڃن.

راڄپور شريف جي ويجهو اوڀر ۾ شيخ محمد طاهر ڏکهڙوچو جي قبر آهي صبح روزانو حضرت جن اوڏانهن وڃي مزار تي ختمو پڙهي پوءِ انهيءَ قبرستان مان سگر لاهي ايندا هئا. طالب علمن کي سگرن جي مٺ مٺ ڏيئي پوءِ اڃي پاڙهيندا هـئا. اهو سڀ ڪجهه اناج جي نه هئڻ ڪري ڪندا هئا. ڪڏهن ته گهر ۾ سمورو هفتو ٻه دانگي نه چڙهندي هئي.

انهيءَ هوندي به ڳوٺ جي باقي رهاڪن کان طالبعلمن جو لباس تازو هوندو هو ۽ ويحسبهم الجاهل اغنياء من التعفف جو عين مصداق هئا.

**جذبہ حريت:-** تعليمي سلسلي سان گڏ سندن طبيعت جهاد جي جذبہ سان ڀڻ رنگيل هئي. عوام کي آزاديءَ جو احساس ڏيارڻ لاءِ مختلف اپاءَ وٺندا رهيا ۽ اهو سندن خاص پروگرام هو.

عوام ۾ بيحد مقبوليت جي بنا تي انگريز سرڪار گهرائجي وئي ۽ پنهنجي چاڙتن (وطن دشمنن) جي ذريعي حضرت جن کي زهر ڏيڻ جو ناڪام منصوبو رٿيو هو. انهي ڪري جڏهن به ٻاهر نڪرندا هئا ته پاڻ سان هڪ ڪستو سان کڻندا هئا جيڪو زهر سڃاڻڻ لاءِ ڏهيل هو ۽ زهر وارو کاڌو پوڻ شرط ڦاٽي پوندو هو. اهو ڪستو مدرسہ عثمانيہ راڄپور شريف ۾ يادگار موجود آهي.

**تصوف:-** باطني ڪمالات ۾ به بلند مقام رکندا هئا. ڪين اهو فيض صاحبن جي لوڙه يعني کهوڙڪي جي سيدن کان مليو هو.

انهيءَ خاندان جو عالم رشيد احمد راوي آهي ته جنيد وقت حضرت مولانا حمادالله هاليجوي رح مون سان ڳالهائيندي هڪ ڀيري فرمايو ته "جڏهن مان ننڍپڻ ۾ کهوڙڪي واري مدرسہ ۾ پڙهندو هوم تنهن وقت توهان جي ڏاڏي بزرگوار يار محمد جي زيارت ٿي. جڏهن اوهان جو ڏاڏو کهوڙڪي ۾ آيو ته هي عام چوپول ٿي ويو ته راڄپور جو هڪ اهڙو بزرگ آيو آهي جنهن جا هڏ به ذڪر ڪندا آهن. اسان پنهنجي استاد

کان اجازت وٺي بزرگ جي زيارت ڪئي. انهيءَ وقت اهڙا ان ڇا ڇاٺون ته انسان جا
هڏا به ذڪر ڪندا آهن. ۽ هاڻي ڪل پيئي آهي ته واقعي معرفت واري انسان جا
هڏ به ذڪر ڪندا آهن.

مولانا جي فضيلت جو اندازو لڳائڻ لاءِ هي ڪافي آهي ته حضرت حافظ صاحب
پرچونڊوي قدس سره وفات کان ڪجهه اڳ ۾ پنهنجي پاٺي ميان عبدالله کي به وصيتون
فرمايون (١) ته وفات کان پوءِ مونکي تڙ مولانا قاضي محمد عثمان ڏياري ۽ نماز جنازه
مولانا يار محمد پڙهائي (٢) ته عبدالله! منهنجي مائٽن جي ڀارت اٿيئي مائٽن کان مراد
سمجا نه سمجهه بلڪ منهنجا روحاني مائٽ راڇنپور شريف جا ڇاڇڙ بزرگ آهن. انهن
جو ادب ۽ احترام ڪج!

**شاگرد:-** حضرت مولانا جا شاگرد ته گهڻ کان ڀاهر آهن البت انهن مان ڪي
مشاهير ذڪر ڪريون ٿا.

قطب الارشاد حضرت مولانا صالح محمد رحه سجاده نشين درگاه سوئي شريف، حضرت
مولانا تاج محمود امروٽي، حضرت مولانا خليفه غلام محمد صاحب دينپوري رحه، حضرت
مولانا نظر محمد پنگوي، مولانا خدا بخش پٽو رحه، (حضرت قاري محمد عيسيٰ مرحوم جو
والد) ۽ انهيءَ وقت جا ٻيا لکپوري پڏا عالم، مولانا عليشير لکپوري رحه، مولانا عبداللطيف
منگريو ٽر وارو، مولانا محمد علي مهر ڪاهي وارو ۽ پوئين زماني ۾ حضرت پير فخرالدين
شاه رحه گهوٽڪي ۽ حضرت مولانا نور محمد رحه گهوٽڪي به حضرت جن وٽ
ڪجهه پڙهيا هئا.

حضرت مولانا نظر محمد جي شاگردن مولانا قمرالدين صاحب انڙ ۽ مولانا
نورمحمد صاحب ڪنڊوي، ۽ انهن جي شاگردن سنڌ ۽ هند جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين علم
جو فيضان ڪيو.

**وفات:-** سنڌ جو هيءَ روشن انسان جيڪو علم جو سج ۽ معرفت جو مينار
هو. (ياد رهي ته صاحب عرفان هوندي به پنهنجي وڏي پاءُ ۽ استاد وانگر پيري مريدي
جي مروج سلسلي کان پاسيرو رهيو) حضرت حافظ رحه کان ڏورو پوءِ دارالبقاء ڏانهن
راهي ٿيو سندن قبر مبارڪ خانقاه راڇنپور شريف ۾ آهي.

(مضمون مولانا محمد اسماعيل ڪنڊوي ماهنامه شريعت ج ١ ص ٩)

# مولانا عبدالحليم راڄنپوري

مولانا مولوي عبدالحليم چاچڙ رح. راڄنپوري سن ١٣٠۴هه ۾ راڄنپور شريف ۾ پيدا ٿيا. والد بزرگوار جو نالو حافظ محمد عارف هو. ابتدائي تعليم سنڌ جي تاريخي درسگاه دارالعلوم عثمانيه راڄنپور شريف ۾ مولانا يار محمد صاحب وٽ حفظ قرآن ڪيائون ۽ پوءِ مولوي علي شير لڪپوري وٽ تعليم حاصل ڪيائون. ڪجهه وقت هتي تعليم حاصل ڪرڻ بعد مولانا موصوف لاهور ۾ پڙهڻ هليا ويا. ڪهڙي مدرسي ۾ تعليم ورتائون اهو مولانا جن جي ڊائري مان معلوم نه آهي. لاهور ۾ ٻي سال رهڻ بعد مولانا صاحب ياغستان ۾ (جيڪو هن وقت روس جي تسلط هيٺ آهي) حضرت مولانا عبدالوهاب ڪولاچي جيڪب آبادي وٽ تعليم حاصل ڪئي ۽ اتي تعليم پوري ڪيائون. پوءِ مولانا جن سمرقند ۽ بخارا جي تاريخي شهرن جي زيارت ڪان مشرف ٿيا جيڪي ان وقت علم و عرفان جا مرڪز هئا. مولانا موصوف انهيءَ سفر ۾ پشتو زبان چڱي طرح سکيا. جڏهن مولانا عبدالوهاب ياغستان مان واپس آيا ته مولانا موصوف پنهنجي استاد سان گڏ وطن واپس آيا. ڪجهه وقت راڄنپور شريف ۾ آرام ورتائون بعدم دوره حديث پڙهڻ لاءِ دهلي هليا ويا. اتي هڪ سال رهي بعد ۾ راڄنپور شريف واپس ٿيا. ڪجهه وقت ڳوٺ رهيا پوءِ دارالعلوم ديوبند شريف ۾ داخل ٿيا. ان وقت حضرت شيخ الهند مولانا محمود الحسن رح جن جو زمانو هو. ٻه سال اتي تعليم ورتائون. بعد ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ راڄنپور شريف ۾ پڙهائي جو سلسلو شروع ڪيائون. جتي ڪافي عالم فيض يافته ٿيا. جيئن ته مولانا عبدالحڪيم راڄنپوري، مولوي عبدالمجيد پيو ڏيتا پيا ۽ حضرت مولانا الحاج عبدالهادي دين پوري رح وغيره. ان بعد ڪجهه وقت تعلقه ڪشمور جي شهر بخشاپور جي جامع مسجد ۾ مدرسي جو ڪم شروع ڪيائون. ڪافي عرصو تعليم ڏيندا رهيا. پوءِ شهر روهڙي جي لوڪو شيڊ ۾ خطيب هئا. جتان مولانا موصوف حج بيت الله شريف لاءِ روانا ٿيا واپسي ۾ اچي روهڙي رهيا. گهڻو زمانو اتي گذاريائون. آخري عمر پنهنجي گهر ۾ گذاريائون. مولانا هڪ وڏو عالم ۽ فاضل هيو. سنڌي، فارسي، عربي، پشتو ۽ بلوچي جو بهترين شاعر هيو پنهنجي شعرن جي مجموعي جو نالو دردنامون رکيو هئائون جو ڪتاب آخري عمر ۾ ختم ڪري ڇڏيائين. منهنجي روڪڻ تي فرمايائون پٽ! اهو منهنجو ذاتي معاملو آهي. انهيءَ ۾ تنهنجو ڪو به دخل نه

آهي، البت ڪي سنڌي شعر مان اوتاريا هئا سي موجود آهن. حضرت مولانا جي بيعت جو سلسلو حضرت خليفه غلام محمد صاحب رحه دين پور وارن سان هيو. تصوف جي اسرار تي مولانا کي گهڻي معلومات ۽ درڪ هو.

وفات:- حضرت مولانا صاحب ١٣٨٤ھ ۾ سرطان جي موذي مرض ۾ مبتلا ٿيا. آخر گهڻي علاج معالج کان پوءِ ١٧ رمضان المبارڪ بروز ڇنڇر بوقت صبح انتقال فرمايو. جسد خاڪي راڃنپور شريف جي مضافات ۾ ميان سلطان رحه جي مقام ۾ دفن ڪيو ويو. جيڪو آڏي بنگلا روڊ کان اولهه طرف ٻن فرلانگن تي واقع آهي.

مولانا صاحب کي ٽي شاديون هيون جيڪي مولانا صاحب جي حياتي ۾ گذاري ويون. وڏي گهر مان هڪ ڌيءُ ۽ ننڍي گهر مان هڪ پٽ محمد عارف ڇڏيائون. مون (محمد عارف) کي چار پٽ آهن وڏو پٽ عبداللطيف مولوي آهي ۽ ٻيو نمبر حافظ آهي ۽ ٻه ننڍا شروعاتي تعليم ۾ مشغول آهن.

(ميان محمد عارف بن مولانا عبدالحليم راڃنپوري)

# مولانا عليشير لڪپوري

هي بزرگ اٽڪل ١٢٩٨ھ لڪپور تعلقه اباوڙي ۾ پيدا ٿيا هئا. والدصاحب جي نالي جو مونکي پتو نه پيو آهي.

ابتدائي تعليم ڳوٺ راڃنپور شريف ۾ حضرت مولانا يار محمد عرف ميان الهڏوايو صاحب وٽ شروع ڪيائون تان ته تڪميل علم جي به راڃنپور شريف ۾ ٿي. ان کان پوءِ مولانا پنهنجي ڳوٺ لڪپور ۾ ديني درسگاهه کوليو جتي عربي فارسي جي تعليم جو ڪم شروع ڪيائون جتي ڪافي بزرگن ۽ عالمن علم پرايو. جيئن مولانا عبدالحليم راڃنپوري ۽ پير عبدالرحمان پرچوندوي سندن شاگرد آهن. حضرت مولانا جو بيعت جو سلسلو حضرت امروٽي رحه سان هيو. ۽ پاڻ به وقت جا برگزيده بزرگ هئا. ظاهري علم ۽ باطني علم جا حڪيم هئا. آخري عمر ۾ پاڻ حج جي سفر تي سعودية روانه ٿيا واپس اچڻ تي پنهنجي ڳوٺ ۾ وفات ڪيائون. اٽڪل ١٩٤٢ع ۾ دنيا مان لاڏائو ڪري ويا. سندن قبر لڪپور ڳوٺ جي هڪ مقام ۾ آهي. اولاد ۾ ٻه پٽ هئا هڪ مولوي محمد مسلم صاحب جيڪو فوت ٿي ويو ان کي پٽ عبدالرشيد آهي.

٢- مولوي حسن جان جيڪو زنده آهي. جنهن کي چار ٻٽ ۽ هڪ نياڻي آهي.
(ميان محمد عارف راڄپوري)

# مولانا عبدالحڪيم راڄپوري رحه

هي بزرگ سن ١٠ رمضان المبارڪ ١٣١٨ ھ ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ راڄپور شريف ۾ پيدا ٿيا. والد محترم جو نالو مولانا غلام رسول بن مولانا يارمحمد هو. ابتدائي تعليم پنهنجي مدرسي راڄپور شريف ۾ حضرت مولانا عبدالحليم کان ورتائون. بعد ۾ ڪجهه وقت قاسم العلوم گهوٽڪي ۾ مولانا نور محمد صاحب جن وٽ پڙهيا شايد ٻن سالن بعد مولانا عبدالحڪيم ڪراچي مدرسه مظهرالعلوم کڏي ۾ مولانا محمد صادق وٽ داخل ٿيا. ڪجهه وقت اتي تعليم حاصل ڪرڻ بعد مدو شڪارپور ۾ مولانا اميد علي جن وٽ دستاربندي ڪيائون. پوءِ اعليٰ تعليم لاءِ دارالعلوم ديوبند شريف روانا ٿيا خبر ناهي ته ان وقت ديوبند ۾ جو زمانو هو. اتان فارغ ٿي پنهن جي ڳوٺ جي مدرسي عثمانيه ۾ پڙهائي جو سلسلو شروع ڪيائون. ڪجهه وقت هتي رهڻ کان پوءِ لوڪو شيڊ روهڙي جي قديم جامع مسجد ۾ خطيب مقرر ٿيا بعد ۾ جتي مولانا عبدالحليم رهيا مولانا عبدالحليم ڪانپوري هينئر مولوي رشيد احمد رهي ٿو. مولانا موصوف تمام وڏي صلاحيتن جو مالڪ هو زاهد ۽ عابد هجڻ سان گڏ تمام برجستو عالم ۽ فاضل ٻه هيو. آريه سماج وارن سان ڪافي مناظره ڪيائين جنهن ۾ هڪ مناظرو لاهور شهر ۾ رکيل هو جيڪو رامچندر سان ٿيو. اهو مناظره سرڪاري طرح هاءِ ڪورٽ جي جج اڳيان ٿيو هيو. جنهن ۾ مولانا شمس الحق رحه ٻه موجود هئا جيڪي ان وقت مناظره پڙهائڻ جا قابل استاد تسليم ڪيا ويندا هئا جنهن جو مولانا عبدالحڪيم شاگرد ٻه هو. بعد ۾ مولانا شمس الحق رحه صادق آباد جي پرسان رهيا ۽ اتي ئي فوت ٿي ويا. مولانا صاحب رامچندر کي پنهنجي علمي دلائلن سان ڪوڙو ڪيو ۽ انگريز جج مولانا جي حق ۾ فيصلو ڏنو ۽ رام چندر هارايو. مولانا صاحب ان زماني ۾ سائنسي ايجاد ۾ ٻه طبع آزمائي ڪندا هئا جيئن ته ڪانن جي جهاز کي تيار ڪري اڏائيندا هئا. مولانا يار محمد جي روايت مطابق پاڻ فرمائيندا هئا جيڪڏهن مون وٽ آلات هجن ته هوائي جهاز ۽ بجلي تيار ڪرڻ ڪا ڏکي ڳالهه نه آهي. مولانا صاحب هڪ وڏو ڪاتب

هيو۔ جنهن جو رسم الخط تمام اچي نموني جو هو. مولانا صاحب مهرون ۾ تمام سهڻيون تيار ڪندا هئا.

سياسي زندگي :- مولانا موصوف حضرت امروٽي رح. جن جي زماني ۾ سياسي ڪم حضرت جي حڪم مطابق ڪندا هئا. خلافت واري زماني ۾ مولانا صاحب حضرت امروٽي رح. جي قيادت ۾ گهڻو ڪم ڪيو. ازانسواءِ سکر شهر جي ڪرڙي ٽاڻي واري مسجد جي اڳيان هڪ قبو آهي جنهن ۾ هڪ ڪتبو لڳل هو جنهن مان ثابت ٿيو ٿي ته جيڪا مسجد هيٺئر قبي جي اولهه طرف واقع آهي اهو مسافرخانو هو. مولانا صاحب اهو ڪتبو رات جو لاهي درياهه ۾ داخل ڪيو ۽ انهيءَ مسافرخاني کي مسجد قرار ڏنو ويو جيڪا اڄ به موجود آهي.

مولانا موصوف جن جو بيعت جو سلسلو حضرت خليفه غلام محمد رح. دينپوري جن سان هيو.

مولانا صاحب آخري عمر ۾ لوڪو شيڊ روهڙي سان سفر مڪه شريف ۽ مدينه منوره ڏانهن روانا ٿيا. حج ڪان موٽڻ بعد لوڪو شيڊ روهڙي پهتا ۽ اتي مولانا کي گردي جي تڪليف ٿي. ٢٢ ربيع الثاني ١٣٥٧ھ ۾ روهڙي لوڪو شيڊ ۾ وفات ڪيائون ۽ ريلوي بند جي اتر طرف اروڙ روڊ جي اولهه طرف مقام آهي اتي مدفون آهي. مولانا صاحب کي اولاد ڪونه هيو.

(ميان محمد عارف بن حضرت مولانا عبدالحليم راڄپوري)

## مولانا محمد اسماعيل پنهور

استاد العلماء علامه محمد اسماعيل بن ملا ڪمن جو خاندان سادات گهوٽڪي جي خدام مان هئا. اهو خاندان اصل ۾ ڪوٽ بوهلي تعلقه اٻاوڙي جو آهي. سنڌن وڏي ڏاڏي ملا محمود متقي کي حضرت سيد موسيٰ شاهه وڏي گهرائي جامع مسجد گهوٽڪي جو پهاريدار ڪري رکيو. ملا محمود جي بزرگي ۽ تقويٰ جا ڪيئي واقعا مشهور آهن.

مولانا جن الڪل روءِ ١٢٩١-٩٢ھ ۾ تولد ٿيا. گهوٽڪي کان ٽي ميل اولهه طرف ڪوٽ حسين پيلي ۾ چارڻ جو هڪ مشهور مدرسو هو جتي ان زماني ۾ مولانا

کھور محمد ۾ سنڌس پاڻ مولانا ولي محمد درس ڏيندا هئا. مولانا جن ابتدائي پارسي جي تعليم اتي ورتي. ان دور ۾ حضرت مولانا قمرالدين انڙ جامع مسجد گهوٽڪي واري مدرسي ۾ پڙهائيندا هئا. مولانا جن صرف ۽ نحو جا شروعاتي ڪتاب اتي پڙهيا پوءِ مولانا قمرالدين رح. ملا ڪمن سان سگ جي مسئلي تي ناراض ٿيا جنهن ڪري مولانا محمد اسماعيل پنگ ۾ مولانا نظر محمد انڙ وٽ ويا جيڪي مولانا قمرالدين جا به استاد هئا. پر مولانا قمرالدين جي منع سبب مولانا نظر محمد به کين نه پڙهايو. مولانا محمد اسماعيل دين پور شريف ويا. حضرت مولانا غلام محمد قدس سره جن کيس مشورو ڏنو ته منهنجي عبدالله پير جهنڊي ۾ مدرسو کوليو آهي اتي وڃي پڙهه! حضرت جن کيس تاڪيدي خط به عنايت ڪيو. مولانا پير جهنڊي وڃي پڙهيا استاد الڪل مولانا محمد لغاري به اتي پڙهائيندا هئا جيڪي سنئون سڌو محدث مولانا نذير حسين دهلوي جا شاگرد هئا. پيا به جيد عالم ان مدرسه ۾ پڙهائيندا هئا. مولانا جن وڏا ڪتاب پير جهنڊي ۾ پڙهيا. منطق ڪبري لاءِ مولانا سنڌي رح. کيس مدرسه نعمانيه شاهي مسجد لاهور موڪليو جتي استاد المعقول مولانا غلام احمد پڙهائيندا هئا جيڪي خيرآبادي علماء جا شاگرد هئا. مولانا محمد اسماعيل جن چوندا هئا ته مولانا غلام احمد جو حضرت شيخ الهند سان خاص تعلق هو تبرڪاً کين پنهنجي مدرسي ۾ گهرائيندا به هئا. حضرت شيخ الهند رح. منطق جي شائق طلباء کي مولانا غلام احمد ڏانهن ۽ مولانا غلام احمد رح. حديث پڙهڻ لاءِ حضرت شيخ الهند ڏانهن موڪليندا هئا مولانا جن فرمائيندا هئا ته لاهور ۾ مون ايتري محنت ڪئي جو مطالعو ڪندي اکيون ڳري پيون بدن ڏٻرو ڪمزور ٿي پيو. پاڙي ۾ هڪ عورت کي رحم آيو ان گهر کارائي کجهه صحت جو سامان مهيا ڪيو. اکين تي اهو اثر پڇاڙيءَ تائين رهيو. مولانا جن کي پڙهڻ جو ايترو شوق هو جو پير جهنڊي کان لاهور ويندي گهوٽڪي ۾ نه لٿا پاڪ پنهنجي والد کي تار ڪئي هئائون ته سان فلاڻي گاڏي ۾ وڃان ٿو. اوهان منهنجي پٽ محمود حسن کي اسٽيشن تي ڪٺي اچي ديدار ڪرائجو. لاهور مان فارغ ٿي دوره حديث حضرت مولانا محمودالحسن شيخ الهند رح. وٽ دارالعلوم ديوبند ۾ پڙهيا. مولانا جن چوندا هئا ته مدرسه جي جامع مسجد جو سنگ بنياد ان سال پيو. ان لاءِ مولانا مسعوداحمد بن حضرت گنگوهي رح. کي گهرايو هئائون. جڏهن مولانا جن فارغ ٿي گهوٽڪي پهتا ته مولانا غلام احمد رح. ملا ڪمن کي مبارڪباد جو خط لکيو جنهن ۾ هي ته

لکيائون ته اوهان کي مبارڪ هجي جو اوهان جو پٽ پڙهيو پر افسوس اٿم ته منهنجو پٽ نه پڙهيو. مولاناجن گهوٽڪي جي ان نيڪ سيرت سيدن حضرت پير فخرالدين شاهه ۽ سندس ننڍي ڀاءُ حضرت قاري سيد شير محمد شاهه کي ٿاڻه پون وٽي ويا ۽ حضرت مولانا اشرف علي ٿانوي رحه سان انهن جو تعلق ڳنڍيايو. انهن ٻنهي پيرن جو حضرت امروٽي سان به گهرو تعلق هو ان ڪري ته حضرت امروٽي رحه پرائي سکر وارو پنهنجو مدرسو گهوٽڪي منتقل ڪري سندن حـــوالي ڪيو. سيد قاري شير محمد شاهه جي شادي جي موقعي تي مولانا جن حضرت مولانا خليل احمد سهارنپوري ۽ حضرت مولانا مرتضيٰ حسن چاندپوري جن کي گهوٽڪي وٺي آيا هئا. هڪ ڀيري مولانا جن ڪتابن ۾ ان نسخن جي تلاش ڪئي جيڪي ڪين مولانا خليل احمد سهارنپوري وجه مـــعاش لاءِ ڏنا هئا هڪ چاندي جو نسخو هو ۽ ٻيو قوة جوه پر اهي ٻئي نسخا ڪوئي چورائـــي ڪٽي ويو. مولانا جن بحر عالم هوندي اهڙا ته سادا هوندا هئا جو ڪوئي نه سمجهندو ته هي ڪو عالم آهي. پاڻ خوش طبع به هئا. سبق پاڙهيندي طلباء سان ڪـل ٻوڪ به ڪندا هئا. اها خوش طبعي ڪين مولانا محمد لغاري کان ورثي ۾ مليي هين. مولانا جن کان ڪوئي طالب علم دعا گهرائيندو هو ته ان کي ناراض ٿي چوندا هئا ادب ادب وڃي محنت ڪر اهائي دعا آهي. مولانا جي حضرت سنڌي رحه سان ڏاڍي عقيدت هئي. هڪ ڀيري ڪنهن پڇيس ته مفتي ڪفايت الله علم ۾ مٿي يا مولانا سنڌي رحه فرمايائون سنڌي مٿي. وري مولانا انور شاهه لاءِ پڇائين ته به فرمايائون سنڌي مٿي. سائل پڇندو ويو ۽ مولانا مٿي مٿي چوندا ويا. پير شير محمد شاهه سائل کي روڪيو ته مولاناجن حضرت سنڌي رحه جي محبت ۾ آهن اوهان اهي سوال بند ڪريو! مولانا جن فرمائيندا هئا مان حضرت شيخ الهند کان پوءِ دارالعلوم ديوبند گهمڻ ويم (حضرت مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جن جو چوڻ آهي ته اسان دوره حديث پڙهندا هئاسين ته ان زماني ۾ مولانا جن اتي آيا هئا) ڏٺم ته مولانا حسين احمد موتين جي هار وانگر مربوط ڏکهي تقريـر ٿي ڪئي پر اسان جو شيخ محمود (الحسن) نهايت مختصر ۽ جامع تقرير ڪندا هئا. مولانا محمد ابراهيم بلياني رحه لاءِ مولانا جن چيو ان کي پڙهائڻ اچـــي ٿو. مولانا اعزاز علي هدايه ٿي پڙهائي ان تي خوش نه ٿيا. مولانا جن جامع مسجد گهوٽڪي ۾ درس ڏيڻ شروع ڪيو هو پر بيهوده ماڻهن جـــي بد تميزي سبب اتي تعليم هلائـي نه سگهيا ۽ پوءِ مدرسه قاسم العلوم ۾ ۽ پنهنجي گهر پڙهائيندا هئا. هڪ ڀيري سندن

فرزند عبدالقيوم فوت ٿي ويو اهو ڪين سهڻي پڻ ڪان وڌيڪ پيارو هو. ان زماني ۾ مان گهر ۾ وڃڻ پڙهڻ ويندو هوس. مان عذر خواهي لاءِ ڀيرين ڏينهن خدمت ۾ ويس. پاڻ فرمايائون عبدالحي! سبق پڙهه! ڳوڙها ڳاڙيندا رهـــيا ۽ سبق به پڙهائيندا رهيا. فرمائيندا هئا عبدالقيوم اهڙو ته فرمانبردار هو جو پنهنجي سموري ڄمار جو اڌ منهنجي قدمن ۾ ۽ اڌ پنهنجي والده جي قدمن ۾ اچي رکندو هو. مونکي اهڙي فرمانبردار پٽ جو سخت صدمو آهي پر جڏهن حضرت رسول‌الله صلي‌الله عليه وسلم جي وفات تي صحابه ڪرام تي آيل صدمو ياد پوي ٿو ته منهنجو غم بالڪل هلڪو ٿي ٿو. مــولانا جن طالبن تي عبارت پڙهڻ ۽ نحوي اصولن جو ڏاڍو خيال رکندا هئا پنهنجي پٽ مولوي مسعود مرحوم ڪي ڀيريون مشڪواة شريف بنا ترجمي جي صرف عبارت پڙهايائون. منطق ۽ فلسفه جا امام هئا. تصريح ۽ شرح چغميني هيئت جا ذڪيا ڪتاب ڪره تي اهڙي طرح سمجهائيندا هئا جو چڻ ته شاگرد پاڻ آسمان جو سير پيو ڪري صدرا ۽ شمس بازغه خار جي مثالن پٿرن ۽ ٺڪرن ۾ سمجهائيندا هئا جنهن مان عقلي مسئلا واضح ٿي ويندا هئا فرمائيندا هئا اهو مولوي ڪهڙي ڪم جو جيڪو پٿرن ۽ ٺڪرن مان پنهنجي صدرا نه ٺاهي. هر ذڪئي ڪتاب پڙهائڻ ۾ خوشي محسوس ڪــندا هئا. هڪ ڀيري مون کي چيائون دارالعلوم ديوبند جون سندون ٻه قسم هونديون هيون. محض دينيات جي ماهر لاءِ لفظ اسه علي الشيطان لکيو ويندو هو ۽ جيڪو دينيات سان گڏ معقولات ۾ به ماهر هجي ان جي سند ۾ اشد علي الشيطان لکيو ويندو هو. هدايه تسي ته وڏي دسترس هين. سڄي هدايه معقولي طرز تي صغريٰ، ڪبريٰ ٺاهي پڙهائيندا هئا. سندن شاگرد رشيد مولانا مظهرالدين انيڙ چون ته مان هدايه پڙهي آهي ته انکي فرمايائون هدايه توکي مان پڙهائيندس. هدايه معقول انداز ۾ پڙهايائون. مولانا عبدالحي لکنوي جي حاشيه کي هيچ سمجهندا هئا. مولانا جن فرمائيندا هئا استادن جي خدمت کي عار نه سمجهجي. پاڻ طالبن کي ٿورا سبق شروع ڪرائيندا هئا. فرمائيندا هئا خذ حرفا قل الفا (هڪ اکر وٺ پر هزار ڀيرا دهراءِ). فرمائيندا هئا ذڪي ۽ غبي ۾ ذهن جو فرق آهي جيڪڏهن ذڪي هڪ ڀيرو ڏٺي ۽ غبي ڏه ڀيرا دهرائي ته ٻئي هڪ جهــڙا هوندا. مولانا جن ڏاڍي محنت ڪئي. مدرسه دارالرشاد پير جهنڊي ۾ سڪا ٽڪر پسائي ارم ڪري ناشتو ڪيائون. محنت جي ڪري دارالعلوم ديوبند جي ششماهي امتحان ۾ ٧٠ طالب علمن مان پهريون نمبر آيا. پاڻ هر ڪتاب کي مطالعي سان پڙهائيندا هئا

توڙي ڪريما هجي. علم طب جا ماهر ۽ چڱا تجربيڪار حڪيم هئا. ميزان الطب سندن درس ۾ شامل هئي. جامع مسجد جي خطابت به ڪيائون خطاب ۾ عورتن جي مسئلن تي گهڻو زور ڏيندا هئا چوندا هئا ٻار جي تربيت جو پهريون ادارو ماءُ جي جهولي آهي. انهن جي اصلاح سان ٻار جو اصلاح ٿيندو. محقق عالم مولانا مظهرالدين سندن ارشد تلامذه مان آهي. ان چيو "مولانا ڪورائي ڪجهه تعليم ترڪ ڪئي ته پريشان ٿيم. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي دلداري ڏني ته استاد جو بدل گهوٽڪي ۾ مولانا محمد اسماعيل موجود آهي. مان وٽن چار سال پڙهيم مون کي ايڏو ته سندن تعليم مان حظ آيو جو ڇاڙي تائين ڪين نه ڇڏيم. سنڌ ۽ پنجاب ۾ مون اهڙو عالم اڪين نه ڏٺو".

**شاگرد:-** استاد العلماء حضرت مولانا اميد علي جيڪبآبادي، مولانا نورمحمد انڙ، مولانا خوش محمد ميروخاني، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، رئيس الموحدين مولانا قاري محمد عيسيٰ، مولانا عبدالحق پنوهر، فخر سادات سيد پير فخرالدين شاه، حضرت قاري سيد شير محمد شاه (جنهن کي جيد عالمن حج جي مسائل ۾ امام تسليم ڪيو هو ۽ سنڌ ۾ قرائت جي فن کي به انهن ئي عام ڪيو. مولانا قاري محمد ميهڙ وارو به سندن شاگرد هو.) حضرت مولانا عبدالحليم راڄپوري وغيرهم.

**اولاد:-** ٻاڻ ٽي شاديون ڪيائون. پهرين گهر مان مولوي محمود حسن ۽ مولوي عبدالرحمان ٿيا. مولوي عبدالرحمان ذي استعداد عالم هو پر پڙهايائين ٿورو. حيدرآباد ۾ اسڪول ٽيچر هو. بيمار ٿي گهر آيو ۽ فوت ٿي ويو. ٻي شادي ڳوٺ پرچوندي مان ڪيائون جنهن مان عبدالقيوم، مولوي مسعود ۽ مولوي اسرائيل ٿيا. مولانا جن کي چار نياڻيون به آهن. فرزندن مان به مولوي محمود حسن ۽ مولوي اسرائيل حال حيات آهن. مولانا جن غالباً ١٣٧٦ھ ۾ راه رباني وٺي هليا ويا ۽ جامع مسجد جي قبرستان ۾ دفن ڪيا ويا.

(مولانا عبدالحي الحسيني گهوٽڪي)

منهنجي چاچي مولوي محمد يوسف ٻڌايو ته حضرت امروٽي رحه ضعيفي حالت ۾ جامع مسجد ۾ آيا. سورة والعصر جي تلاوت ڪري اعلان ڪيائون ته ان جو ترجمو ۽ تفسير مولانا محمد اسماعيل ٻڌائيندا. مولانا عرض ڪيو ته سائين مون کي ايتري همت ڪونهي. پوءِ مولانا احمد علي لاهوري ان جو تفسير بيان ڪيو.

مولانا جن ضعف حالت ۾ به جامع مسجد کان مدرسه قاسم العلوم ۾ روزانه پنڌ اچي درس ڏيندا هئا. مونکي اها سعادت نصيب ٿي جو منهنجي پارسي ڪتابن جو امتحان حضرت مولانا جن ورتو هو. (عبدالوهاب چاچڙ)

## مولانا قمرالدين انڙ

منهنجو والد مرحوم حضرت مولانا قمرالدين پٽ رازقڏنو پٽ رحيمڏنو، سنڌ جي گهڻي پاڳي عالمن سڳورن جو استاد هو. پنيءاقل تعلقي جي چوچڙي شهر کان اڏائي ميل ڪن اتر اوله، تي ڪوٽ تربت (انهيءَ ڪوٽ جي پر ۾ ڪنهن لنجار فقير جي تربت آهي انهيءَ ڪري ان ڪوٽ کي تربت چيو ويندو آهي) ۾ سنه ـــ دن ولادت ٿي باقي سنه ولادت اسان کي معلوم نه آهي.

طلب علم:- پارسي ۽ عربيءَ جا ابتدائي ڪتاب پنهنجي چاچي ميان الهڏنه وٽ پڙهيا (ميان الهڏنو ولد رحيمڏنو جيڪو منهنجو نانو به ٿئي، وقت جو سٺو عالم ۽ زبردست صوفي ۽ ماهر ڪاتب هو. فنون وغيره ۾ ان جا ڪيترائي ڪتاب لکيل موجود آهن ميان صاحبان جي خاندان ۾ ان جا لکيل وظيفا به موجود آهن. هن قرآن مجيد جا به ڪيترائي نسخا لکيا) ان کان پوءِ رستم ۾ مولانا عبدالستار رستمي وٽ وڃي پڙهيا. انهيءَ دوران مٿن عشق مجازي جو غلبو ٿي ويو. پڙهڻ ڇڏائجي وين. عشق مجازي کان عشق حقيقي ڏانهن ٽپي ويا. نيٺ سندن والده، ميان محڪم الدين صاحب سيراني انڙ رحه جي ننگر ۾ وڃي رهي ۽ پنهنجي پٽ جي انهيءَ حال جي شڪايت ڪيائين. ميان صاحب جي دعا سان عشقيه حالت ختم ٿي. پاڻ چوندا هئا ته اچان ستين منزل رهندي هئي ته عشق ختم ٿي ويو. پوءِ پنجاب ۾ وڃي پڙهيا ۽ ديري غازيخان ۾ به پڙهيا. پاڻ اتي خيالي پڙهندا هئا ته هڪ پيري سندن استاد فرمايو سبحاني جيڪو عبارت پڙهي اهو خيالي جي انهيءَ مقام جو چڱي طرح مطالعو ڪري پڙهڻ جي موقعي تي سمجهائي ۽ حل ڪري. پاڻ فرمائيندا هئا ته عبارت پڙهڻ جو وارو منهنجو هو سو سڄي رات مطالعو ڪري مقام حل ڪيم پر مٿي ۾ سور پنجـــي ويو. حضرت مولانا عبدالڪريم ڪورائي مرحوم اهو مقام ڏسيندا هئا. ان دور ۾ پنجاب جي عالمن جو

دستور هو ته جيڪو عالم، عبدالغفور ۽ خيالي پڙهائيندو هو سو پنهنجي مدرسي تي جهنڊو کوڙي ڇڏيندو هو. سنڌ جا عالم، شهرت کان پاسو ڪندا هئا تنهنڪري سنڌ ۾ جهنڊي کوڙڻ جو رواج ڪونه هو.

ديري غازيخان کان پوءِ پنگ ۾ حضرت مولانا نظر محمد وٽ معقولات ۽ ٻيا فنون اچي پڙهيائون. ۽ حديث به اتي پڙهي تڪميل ڪيائون. انهيءَ دور ۾ حديث جي ڪتابن مان ڇڙو مشڪواة شريف ۽ بخاري جي پاءُ جو خالي ترجمو پڙهايو ويندو هو. اڳي سنڌ جا عالم، حديث ۾ مختصر تقرير ڪندا هئا جيئن مولانا ابوالحسن سنڌي ۽ محمد عابد سنڌي جي حاشين مان ظاهر آهي.

تعليم :- پڙهڻ کان فارغ ٿي پهريون گهوٽڪي جي جامع مسجد واري مدرسي ۾ پڙهائڻ لاءِ ويٺا. اهو مدرسو، مسجد جي پڊ ۾ هو. پندرهن سال کن اتي رهيا. وعظ ۾ حق چوندا هئا. انهيءَ حق گوئي جي ڪري مسجد ۽ مدرسي جي متولي سيدن سان اختلاف ٿي پيو. پير، نهايت غلط رويو هلڻ لڳا سو مولانا جن وڃڻ لاءِ تيار ٿيا مگر جماعت وڃڻ نه ٿي ڏنو. نيٺ ميان محڪم الدين سيراني رحه جي حڪم سان چپ چپاتي هليا ويا. سامان ڪٺائي رات جو هن ڪري هليا ويا جو ڪين ڏينهن جو ماڻهو وڃڻ نه ڏين ها! گهوٽڪي کي ڇڏي، ميان شمس الدين انڍڙ جي ڳوٺ ۾ اچي رهيا جنهن کي انڍڙ، اوڍاريون ڳوٺ سڏيندا آهن. ناسازي جي ڪري اتان به ڇڏي ميان امان الله جي ڳوٺ ۾ اچي رهيا جنهن کي درياهه پائي ويو آهي. پوءِ خيال ٿين ته هجرت ڪري حرمين شريفين ۾ وڃي رهان. ميان محڪم الدين سرچيو ته متن حج فرض ڪونهي. مولانا جي وڃڻ ڪري اسان علم کان محروم رهجي ويندا سون. سو ميان صاحب شادي جو بندوبست ڪيو ۽ هجرت نه ڪرڻ جو مشورو ڏنائون. مولانا، پنهنجي مرشد جي راءِ نه ٽاري سگهيا ۽ رهي پيا. شادي پنهنجي چاچي جي ڌيءَ سان ٿين. ميان صاحب نهايت سادي نموني اها شادي ڪرائي ڇڏي. پوءِ مولانا جن اتي ئي پڙهائيندا رهيا. حضرت مولانا عبدالڪريم ڪورائي به اتي ئي پڙهيو هو. گهوٽڪي واري دور ۾ به تمام گهڻا شاگرد، فارغ التحصيل ڪيائون. اسان وٽ هڪ پوڪ هوندو هو جنهن ۾ ٽيهارو کن عالمن جا نالا لکيل هئا جيڪي گهوٽڪي ۾ مولانا جن وٽ فارغ ٿيا. مولانا نور محمد چاچڙ ڪنڊوي ۽ مولانا محمد اسماعيل پنو گهوٽڪي ۾ وٽن پڙهيا هئا. مولانا مير محمد نورنگي (ميان غلام رسول پيڙي چانڊيه وارو جيڪو پوءِ لاڙڪاڻي جي

لاهوري محلي ۾ اچي رهو سو مولانا نورنگي جو شاگرد هو) مولانا محمد حسين ٺٽوي، ميان غلام حيدر شاه پنهواري وارو ۽ مولانا جان محمد تماچاڻين وارو ٻه سندن شاگردن مان آهن.

**تصنيف:-** (١) دافع نحو جي فن ۾ ڪافيه جو اختصار لکيائون مگر ڪافيه جي جن عبارتن تي اعتراض آهن انهن ۾ ترميم يا اضافو ڪيو اٿن جيئن ته ڪافيه ۾ ڪلام جي هيءَ تعريف آيل آهي "الڪلام ما تضمن ڪلمتين بالاسناد" ان تي مشهور اعتراض آهي ته محققن جي راءِ موجب جمله شرطيه ۾ بين الطرفين اسناد ۽ حڪم آهي نه اجزاء جي اندر جيئن ڪن عالمن جو خيال آهي ته محققن جي انهيءَ راءِ موجب جمله شرطيه ڪلمتين تي نه پر جملتين تي مشتمل آهي ۽ ڪافيه جي تعريف ان ڪـــي شامل نه آهي. تنهن ڪري مولانا مرحوم جن دافع ۾ ان جي بجاءِ هيءَ تعريف آندي "الڪلام ما تضمن ڪلمتين او الجملتين بالاسناد" (٢) "رافعه شرح دافع" نهايت گهاٽــن اڪرن سان لکيائون انجي تڪميل ۽ صفائي کان اڳ ۾ فوت ٿي ويا. اهو ڪتاب ناقص ٻه آهي ۽ نظر ثاني ۽ صفائي کان ٻه رهيل آهي. سنهنجي وڏي ڀاءُ ميان انورالدين مرحوم صاف اکرن ۾ نقل ڪيو مگر اهو نقل، غلطين سان ڀريل آهي چوته ميان انورالدين، ڪافيه پڙهڻ دوران اهو نقل ڪيو هو. سو چاڻ جي ڪمي ۽ اصل جي صاف نه هجڻ ڪري نقل ۾ تمام گهڻيون غلطيون ٿيل آهن (٣) رساله قمريه منطقي مسائل جو متن آهي. ان ۾ هيٺين مروج ڪتابن جا سڀ مسئلا اچي ٿا وڃن ۽ ان ۾ ڪجهه وڌيڪ مسئلا به آهن. (٤) شمسيه شرح قمريه. (٥) علم بيان ۾ استعاره ۽ مجاز مرسل متعلق عربي ۾ هڪ رسالو اٿن ۽ ان تي پارسي ۾ حاشيو به لکيو هئائون. پاڻ شوقين طالبن کي سبقاً اهو رسالو پڙهائيندا هئا.

**تصوف:-** مولانا، ذڪر ۽ وظائف پڙهندا رهندا هئا. باطني ڪمال حاصل هون. حضرت امروٽي رح. بنا ذڪر ڏيڻ جي، مريد ڪرڻ جي ڪين اجازت ٻه ڏني هئي مگر پاڻ مريد ڪرڻ کان پاسيرا رهيا.

**سياسي تحريڪون:-** پاڻ تحريڪن کان پاسيرا رهيا. چوندا آهن ته هڪ ڀيري تعلقه جي مختيارڪار، مولانا جن کي گهرائي چيوته توهان تحريڪي مولوين جي خلاف ڪفر جي فتوي لکي ڏيو. مولانا پڇيس ته ان فتوي مان توکي ڪهڙو فائدو رسندو؟ چيائين اسان انهيءَ فتوي ذريعي، انهن مولوين کي بدنام ڪنداسون ۽ انهن جي زور

کي گهٽائيندا سون. مولانا مرحوم جن (جان ڇڏائڻ لاءِ) کيس چيو ته توهان جو دماغ خراب ٿيو آهي جو توهان انهن مولوين کان ڏڄو ٿا. ملا ويچارا توهان کي ڪهڙو نقصان پهچائيندا. اهڙيءَ طرح توهان پريشان ٿيا آهيو. اهڙي طرح غلط فتوي ڏيڻ کان پاڻ کي بچائي ويا. جڏهن حضرت امروٽي رحه اها خبر پڏي تڏهن فرمايائون ته مان اتي هجان ها ته مولانا قمرالدين جي ڏاڙهي ڇميان ها. هيءَ به روايت آهي ته مولانا قمرالدين مرحوم کان ڪنهن پڇيو ته هي تحريڪي عالم، توهان جي نظر ۾ ڪيئن آهن؟ فرمايائون "ادا! اهي ته سچ چون ٿا پر اسان جيل جي پڙ کان ڇپ آهيون" حضرت امروٽي رحه انهن لفظن ٻڌڻ تي ڏاڙهي چمڻ لاءِ چيو هو. ايڏي وڏي عالم کان ايتري تائيد به حضرت امروٽي رحه جي نظر ۾ تمام وڏي شئي هئي.

**اولاد:-** مولانا کي چار پٽ هئا (١) انورالدين (٢) مظهرالدين (٣) ظهيرالدين (٤) سعدالدين، سعدالدين مولانا جي زندگي ۾، ننڍي هوندي فوت ٿي ويو. ظهرالدين مولانا جي وفات کان پوءِ گلستان پڙهندي وفات پاتي. انورالدين، والد صاحب وٽ ڪافيه پڙهندو هو. مولانا جن جي وفات کان پوءِ مولانا ڪورائي کيس پاڻ سان وٺي ويو ۽ کيس نحومير کان پڙهائڻ شروع ڪيائين ڪنزالدقائق، ڪافيه ۽ قال اقول تائين پڙهي، تعليم ڇڏي گهر اچي رهيو شادي شده هو سو گهر جي سنڀال ۾ مشغول ٿيو. ڪجهه وقت کان پوءِ ان جي به وفات ٿي وئي.

**وفات:-** وفات جو سال مونکي ياد نه آهي البت حضرت امروٽي رحه جي وفات کان گهڻو پوءِ فوت ٿيا. تعزيت جي موقعي تي حضرت مولانا ڪورائي جي چوڻ سان مولانا بهائي جي پٽ مولانا عبدالرحمان ضيائي، مولانا جي وفات تي هڪ نظم چيو هو جنهن ۾ وفات جي تاريخ به ڄاڻايل آهي. اهو نظم اسان وٽ محفوظ هو مگر هاڻي هٿ نه ٿو اچي. مولانا جن ڇيڇڙي ۾ ميان ٻگي شير جي مقام ۾ مدفون آهن.

(مضمون حضرت مولانا مظهرالدين انڊڙ ماهنامه شريعت ج ٣ ص ١٢

# مولانا نور محمد عادلپوري رحه

مولانا نور محمد قوم جا ملڪ هئا سندن والد ماجد جو نالو حاجي محمد ابراهيم هو. سندن ولادت ١٢٩٢ھ ۾ ٿي.

**تعليم:-** ننڍي هوندي ئي قرآن شريف پنهنجي والد صاحب وٽ پڙهي، حسين ايلي

(گهوٽڪي ڪان اولهه ۾ ڏهن ميلن تي آهي) ۾ ان وقت جي مشهور مدرسي اندر داخل ٿيا. عربي ۽ فارسي جي علوم دينيه جي تڪميل اتي ڪيائون.

مولانا جن فرمائيندا هئا ته مون ڪي ننڍين عمر ۾ سخت سيٺر نڪتي هئي. اچان سيٺر جي لاغري ۽ ڪمزوريءَ ڪان نڪتو ئي نه هيم بلڪ سيٺر جا چيچڪا ڪچا ئي هئا ته حسين پيلي جي مدرسي ۾ هئم. ان وقت مسجد جي اڏاوت جو ڪم شروع هو. اوساري ڪانسواءِ پيو سڄو ڪم، طالب علم ڪندا هئا. ٻئي ڪان ڪهڙيون سرون به طالب علم، مٿي تي کڻي ايندا هئا. مان ڪمزور حالـــت ۾ به طالبن سان گڏ سرون کنيون.

ڳوٺ مان جيڪا ماني گڏ ٿيندي هئي سا به طالبن ۾ پوري نه پوندي هئي. ٻاجهي ته تمام ٿورڙي ملندي هئي جيڪا ڏکر جي پيالن ۾ وجهي کائيندا هئاسين. ٻاجهي کپي وينديي هئي ته خالي پيالن ۾ گرهه گهمائي کائيــندا هئاسين. ڪڏهن ته گرهه گهمائيندي پيالا ڀڃي به پوندا هئا.

دستاربندي ڪان پوءِ ٻنيءِ عاقل تعلقي جي حسين چاچـڙ ڳوٺ ۾ فارسي پڙهائڻ شروع ڪيائون. ڳوٺ جو وڏيرو ڪجهه اگهاڙي ڪري ۽ ڪجهه پنهنجي آن مان هڪ خرار سالانه مولانا جن کي ڏيندو هو. پاڻ ويهارو سال يا ڪجهه گهٽ وڌ اتي تعليم ڏيندا رهيا. پوءِ عادلپور جو وڏيرو امير بخش خان ڏاريجو، عادلپور جي قديمي مدرسي لاءِ کين وٺي آيو ۽ مولانا کي ساڳيو سال ۾ هڪ خرار آن ڏيندو رهيو. مولانا عربي ۽ فارسي پاڙهيندو رهيو. طالب علم گهڻا ئي ويا ۽ طالبن جي لاءِ ڳوٺ مان ماني اگهاڙي وينديي هئي.

مولانا عادلپور ۾ ملا مڪتب به شروع ڪيو هو ۽ گورنمينٽ جي طرفان کين هڪ معاون ماسٽر به مليل هو. مولانا کي حڪومت جي ٻاران سالانه گرانٽ ملندي هئي. مگر جڏهن خلافت تحريڪ جي هلچل دوران ترڪ موالات جو فيصلو ٿيو (يعني ته گورنمينٽ سان ڪوبه تعاون نه ڪيو وڃي) مولانا مڪتب بند ڪري ڇڏيو. ان بعد عادلپور ڇڏي مدرسه قاسم العلوم گهوٽڪي ۾ ماهوار ويه روپيا پگهار تي فارسي جا معلم مقرر ٿيا. ان وقت اتي عربي جو استاد، حضرت مولانا نور محمد انڍڙ مرحوم هو مدرسه قاسم العلوم ۾ چار پنج سال تعليم ڏنائون. وري به مرحوم امير بخش خان ڏاريجو مولانا کي منٿون ڪري، عادلپور وٺي ويو ۽ ساڳي طرح سالانه ١٢-١٣ ٽوڪا آن

ڏيندو رهيو. مگر ڪجهه سالن بعد، رغبت ڍري ٿي ۽ امير بخش پاڻ به وفات ڪري
ويو، سو مدرسه جي خدمت ۾ اها دلچسپي نه رهي. پاڻ وري به ملا مڪتب جاري
ڪيائون ۽ ساڳي طرح گورنمينٽ پاران هڪ يا ٻه نائب ملندا رهيا ۽ سال ۾ ڪيس
هزار جي قريب گرانٽ ملندي هئي. ان سان گڏ فارسي ۽ عربي تعليم جو سلسلو به
ساڳيو رهندو آيو. ١٩٤٣ع ڌاري ڪن ڳوٺاڻن جي دشمني ڪري مڪتب ڇڏيائون
۽ پاڻ ڪمزور حالت ۾ اتي ئي رهيا ۽ ١٩٤٤ع ۾ هن بي بقا جهان کان عالم بقا
ڏانهن راهي ٿيا.

**شاگرد:-** مولانا جن جا شاگرد تمام گهڻا هئا پر انهن مان هڪڙو ئي لکڻ
جهڙو آهي يعني غوث دوران حضرت مولانا حمادالله قدس سره. جو حضرت جن، فارسي،
مولانا مرحوم وٽ پڙهيا هئا. ماستر ڪريم بخش چاچڙ، ”حضرت هاليجوي“ منظوم ۾
چيو آهي:-

پارسي پرائڻ لاءِ اڳتي پيو پنڌ پوڻ
آخوند عبدالرحيم، مولانا نور محمد وٽ ٿيو وڃڻ
هڪ خيرپوري پيو عادلپوري هنڌ گهرجي نه ڇڏڻ

”نئين زندگي“ (سيپٽمبر ١٩٦٢ع) اندر آيل مضمون ۾ علامه قاسمي به
ائين لکيو آهي.

**خوشنويسي:-** مولانا مرحوم اعليٰ درجي جو خوشخط هو. حضرت مولانا تاج
محمود امروٽي قدس سره سان بيعت ڪئي هئائون ۽ حضرت امروٽي کين ڏاڍو ڀائيندا
هئا. مولانا کي پاڻ وٽ ڪجهه ڏينهن رهائي، قرآن مجيد لکرايو هئائون. مولانا مرحوم
هڪ قرآن مجيد بمعه ترجمي جي لکيو هو جيڪو سکر جي تڌهوڪي مشهور ڪتب
فروش هريسنگهه، لاهور مان ڇپرايو هو. ان جا نسخا هن وقت به ڪن دوستن وٽ
محفوظ آهن جنهن جي غلطين تي علماء سنڌ فتويٰ به جاري ڪئي هئي. هريسنگهه
مذڪور، ٻيا به ڪيترا ڪتاب، مولانا کان لکائي ڇپرايا هئا. جناب حاجي محمود احسن
هالجوي جي ڪتبخاني ۾ ڪي اهڙا قلمي ڪتاب موجود آهن جيڪي مولانا مرحوم
جي هٿ جا لکيل آهن جيئن ته خلاصه حدود امراض، فرهنگ ڪبير ۽ خلاصة الاوزان.
اهي ٽيئي ڪتاب حضرت مولانا عبدالقادر ڀنواري واري جي تصنيف آهن. ڏسو منهن
جو مضمون ماهنامه ”الولي“ بابت ماهه جون- جولاءِ ١٩٧٥ع ۾.

**شاعري:-** مولانا مرحوم ۾ين ڪمالات سان گڏ عمده قسم جو شاعر ۽ هو. مولانا مرحوم فارسي ۽ سنڌي ۾ ڪيترائي شعر چيا آهن. مولانا پنهنجي پٽ عبدالحڪيم جي چوڻ تي درس نظامي جي مشهور فقهي ڪتاب "نامہ حق" تصنيف مولانا شرف الدين بخاري ٿم آچي جو سنڌي ۾ منظوم ترجمو ڪيو ۽ "تهذيب" واري سعد تفتازاني جي پٽ وانگر ڪتاب جي لکت ڪان اڳ ئي عبدالحڪيم فوت ٿي ويو. سندن شاعري جو نمونو ماهنامہ شريعت ج ٣ ش ٦ ۾ اچي چڪو آهي.

(عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا عبدالعزيز ٽريچاٽوي

حضرت امروٽي رحہ جا جيڪي مشهور ۽ بزرگ خليفا آهن انهن ۾ حضرت مولانا عبدالعزيز صاحب ٽريچاٽوي رحہ ۽ هڪ آهي. هڪ خاص خصوصيت جيڪا مولانا صاحب کي ٻين سڀني خليفن کان ممتاز ڪري ٿي اها آهي پنهنجي مرشد جي قربت- حضرت مولانا عبدالعزيز صاحب سالن جا سال پنهنجي مرشد جي حضور ۾ رهيو ۽ ان عرصي دوران درگاه جو سمورو انتظام ۽ لنگر جي خدمت بجا آڻيندو رهيو. هن مختصر مضمون ۾ ان پلاري بزرگ جو ذڪر خير ڪريان ٿو.

حضرت مولانا عبدالعزيز صاحب ذات جا "شيخ" هئا ۽ "ٽريچاٽي" تعلقہ پنوعاقل جا ويٺل هئا. سندن والد جو نالو مولوي محمد حيات آهي جيڪو روحانيت جو مالڪ ۽ ديني علمن جو چڱو ڄاڻو هو. مولانا عبدالعزيز صاحب ابتدائي تعليم پنهنجي والد ماجد کان حاصل ڪئي. ان بعد تعلقي پنيعاقل جي هڪ ڳوٺ "پنهواري" ۾ مولانا عبدالقادر صاحب جي مدرسي ۾ داخل ٿيا. مولانا صاحب ظاهري علم کان سواءِ طريقت جو ۾ سلسلو رکندا هئا ۽ سندن ئي صحبت ۾ مولانا عبدالعزيز صاحب جو طريقت ڏانهن لاڙو ٿيو. جڏهن مولانا صاحب پنهواري ۾ عربي تعليم پرائي رهيا هئا تڏهن قطب الاقطاب حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽي رحہ جي بزرگي ۽ ڪمال جي شهرت سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر پهچي چڪي هئي. مولانا صاحب پنهواري واري مدرسي کي الوداع چئي امروٽ شريف ۾ اچي حضرت امروٽي جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ درگاه ۾ هڪ خادم جي حيثيت سان رهڻ لڳا. ان عرصي ۾ حضرت مولانا عبيدالله سنڌي دارالعلوم

ديوبند شريف کان فارغ التحصيل ٿي امروٽ شريف آيا ۽ اتي هڪ ديني مدرسو ۽ اسلامي اشاعت گهر کوليائون. مولانا عبدالعزيز صاحب رحه جن ان مدرسي ۾ مولانا سنڌي کان شاه ولي الله جو فلسفو پڙهيا ۽ اشاعت گهر ۾ خاص دلچسپي ورتائون. مولانا صاحب ترت ئي تصوف جا مرحلا طي ڪيا ۽ کين خلافت سان نوازيو ويو.

حضرت مولانا عبدالعزيز صاحب حضرت امروٽيءَ جي حياتيءَ ۾ ڪافي عرصو امروٽ شريف ۾ رهيا. ننگر جي خدمت ڪانسواءِ پنهنجي مرشد سان گڏ تبليغي، سماجي ۽ سياسي ڪمن ۾ خاص ڪري "خلافت تحريڪ" ۾ تمام گهڻو حصو ورتائون. پاڻ انگريزن جا سخت مخالف هئا. ان ڪري سندن خلاف سخت تقريرون ڪندا هئا. انهيءَ ڪري کين ڪجهه وقت لاءِ جيل ۾ وجهو پيو.

حضرت امروٽي رحه جي رحلت بعد بادل ناخواسته امروٽ شريف کي خيرباد چئي پنهنجي ڳوٺ ڏيرچاٽي هليا آيا ۽ اتي دين جي، تبليغ ۽ ذڪر اذڪار جو سلسلو شروع ڪري ڏنائون. ٿورڙي ئي عرصي اندر سندن مريدن جو تعداد هزارن تائين پهچي ويو. ان ڪانسواءِ سياست ۽ سماجي ڪمن ۾ به بهرو وٺندا رهيا. مولانا صاحب جن ڪيترن ئي ديني مدرسن جي سرپرستي فرمائي ۽ مختلف سياسي جماعتن ۾ حصو وٺندا رهيا. مسجد منزل گاه جي هلچل جي دوران ڪن هندن جي غلط شڪايتن سبب کين گرفتار ڪري "خانپور ڪنوري" ۾ نظربند ڪيو ويو. پوءِ جيئن ته اهي شڪايتون بي بنياد هيون ان ڪري جلد ئي کين آزاد ڪيو ويو.

مولانا صاحب مهمان نواز، خوش اخلاق، همدرد ۽ خوش طبع هئا. مهمانن جي خدمت پنهنجي هٿن سان پاڻ ڪندا هئا. مهمانن ۽ غريب مسافرن جي خدمت ڪندي ڏاڍا سرها ٿيندا هئا. پاڻ گهڻو ڪري پنهنجن مريدن ۽ مهمانن سان گڏ هيٺ ويهي کاڌو کائيندا هئا. خدا جي وحدانيت ۽ رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جي سنت جي اتباع تي خاص زور ڏيندا هئا. شرڪ ۽ بدعت جا سخت مخالف هئا.

حضرت مولانا عبدالعزيز جي همعصر عالمن ۽ بزرگن جو تعداد تمام گهڻو آهي. جيئن ته حضرت مولانا حمادالله هاليجي شريف، حضرت مولانا محمد صالح پائنجي شريف، حضرت مولانا احمد علي لاهور، حضرت مولانا عبدالڪريم صاحب محمدپوري عرف کهاڙو، ميان دين محمد شاه نور محمد شجراع، مولوي عبدالڪريم صاحب چشتي شڪارپور، ميان نظام الدين شاه امروٽ شريف، مولانا قاضي حبيب الله ليڙهي شريف وغيره.

سنڌ جو هي عالم ۽ بزرگ تاريخ ٦- آگسٽ ١٩٥٠ع آچر ڏينهن اجل جي قاصد کي لبيڪ چئي عالم جاوداني ڏانهن روانو ٿيو. انالله وانا اليه راجعون. شال الله پاڪ جون رحمتون ۽ برڪتون سندن قبر پاڪ تي هجن. (آمين)

سندن چار فرزند آهن (١) مولوي محمد (٢) مولوي محمد حسين (٣) مولوي محمد يحيٰ ۽ (٤) مولوي محمد هارون. سندن چارئي فرزند دين جي تبليغ ۽ اسلام جي اشاعت لاءِ پاڻ پتوڙيندا رهن ٿا ۽ پنهنجي والد جي پاريل شمع کي روشن رکيون ٿا اچن. سندن خاندان جي ٻين عالمن جو بيان اڳتي ايندو.

(عبدالرحمان جتوئي- ان مضمون جو گهڻو مدار لماهي مهراڻ جو سوانح حيات نمبر آهي ۽ ماهنامه شريعت ج ٢ ش ١٢ ۾ ڇپيو هو.)

# ميان محمد صالح بائيجوي رح

قطب الاقطاب حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽي رح جا جيڪي مشهور ۽ بزرگ خليفا ٿي گذريا آهن، ميان محمد صالح صاحب بائجي شريف وارو به انهن مان هڪ آهي. هڪ خاص خصوصيت جيڪا ميان صاحب کي ٻين سڀني خليفن کان نروار ڪري ٿي اها آهي سندن اميري. خليفي صاحب اميري هوندي به فقيري اختيار ڪئي ۽ ايتري قدر شريعت جو اتباع ڪيائون جو ڪين حضرت امروٽي رح وٽان خلافت جي خلعت عطا ٿي. ميان محمد صالح صاحب ذات جا ڏاريجا هئا ۽ اها قوم پنوعاقل تعلقي ۾ چڱي تعداد ۾ آباد آهي. ان قوم وارن جو اڪثر پيشو زميندار ي آهي چوندا آهن ته هيءَ قوم اصل ۾ راٺوڙ راجپوت هئي ۽ حضرت غوث بهاؤالحق ملتاني سهروردي رح وٽ (سندن خليفن جي معرفت) اسلام جي حلقي ۾ داخل ٿي هئي. هڪ ٻي روايت آهي ته هن قوم بابا فريدالدين گنج شڪر چشتي رح جي هٿ مبارڪ تي اسلام قبول ڪيو هو.

وڏو ڏاڏو:- حضرت خليفي صاحب جن جو جد اعليٰ حضرت شيخ المشائخ بايزيد ثاني مشهور بزرگ ۽ ولي ٿي گذريو آهي. هيءُ بزرگ پنوعاقل شهر کان ڏکڻ طرف هڪ ميل پنڌ تي ريل جي بند جي پرسان موجوده پير احمد سلطان لڳ بائجي پراڻي جو ساڪن هيو. هي بزرگ نائين صدي هجري ۾ ٿي گذريو آهي. "بائجي" اصل ۾

"بايزيد جي" هئي جيڪا منجهي سنجهي بانجهي ٿي وئي. انگريزن جي رڪارڊ جي داخلا مطابق "بايزيد جي" تعلقي ننڊاپور ضلعي شڪارپور ۾ شامل هئي.

شيخ المشائخ بايزيد رحه ڪن سببن جي ڪري اتان لڏي اچي موجوده سلطانپور ڳوٺ جي پرسان سڪونت اختيار ڪئي ۽ اتي ئي وفات ڪيائون ۽ سندن مقبرو به اتي ئي آهي.

جيئن مٿي ڇاڻايو ويو آهي ته ڏاريجا قوم بنيادي طرح زميندار پيشو رکندڙ آهي ان ڪري خليفي صاحب جن جا وڏا به مسلسل پنهنجي تر جا زميندار رهندا پئي آيا. خليفي صاحب جي والد جو نالو ميان خدا بخش هو. کيس ٻه فرزند هئا وڏو تماچي خان ۽ ننڍو ميان محمد صالح صاحب. ميان صاحب جي ولادت جي صحيح تاريخ معلوم ٿي نه سگهي آهي. اندازو اهو آهي ته پاڻ اوڻويهين عيسوي صدي جي پٺين اڌ جي پهرين ڏهاڪي (١٨٥٠-١٨٦٠ع) درميان تولد ٿيا هئا.

ميان صاحب شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي هڪ عالم مولوي جمال الدين پنهي وٽ حاصل ڪئي. ميان صاحب قرآن شريف ۽ فارسي نصابه جا سڀ ڪتاب اتي پڙهيا. ان مختصر تعليم جي حصول بعد ميان محمد صالح پنهنجي ابائي ڌنڌي يعني زميندار سان مشغول ٿيا. خليفه صاحب جن ننڍپڻ کان ئي سخي طبيعت، ڪشاده هٿ، بلند اخلاق، مهربان طبع ۽ واعدي جا سچا ۽ پڪا هئا. البت جواني جي زماني ۾ کين ملھ، وڙهڻ سان شغف رهيو ۽ وڏن وڏن ميلن ۽ ملاکڙن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا رهيا. پر ستت ئي ان شوق کان دل ڀڄي پئي ۽ سندن طبيعت الله وارن جي صحبت ڏانهن مائل ٿيڻ لڳي. مولانا عبدالرحمان سکر واري ۽ ملا محمد عباس پنهي گگل واري سان سندن صحبتون ۽ ملاقاتون رهنديون پئي آيون ۽ انهن وٽان ديني سرمايو حاصل ڪندا پئي رهيا.

ملا محمد عباس پنهو گگل وارو رئيس الموحدين حضرت مولانا تاج محمود امروٽي جو مريد هو ۽ اڪثر سندن خدمت ۾ امروٽ شريف ويندو رهندو هو ۽ موٽي تي ميان صاحب سان حضرت امروٽيءَ جون ڳالهيون ڪندو رهندو هو. آخرڪار ملا صاحب جي ترغيب تي ميان صاحب جن حضرت امروٽيءَ جا مريد ٿيا ۽ ٿورڙي وقت اندر حضرت امروٽيءَ جن ميان صاحب کي خلافت جو خرقو عنايت ڪيو ۽ کين سند به لکي ڏني، جيڪا بانجهي شريف جي سجاده نشين وٽ موجود آهي. اها اڪل ١٣١٠ هجري سن جي ڳالهه

آهي. هڪ روايت مطابق ميان صاحب حضرت امروٽيءَ جا پهريان خليفا هئا. ميان صاحب عمر ۾ حضرت جن کان ٻه يا ٽي سال وڏا پڻ هئا. اها پڻ روايت آهي ته ٺٽي عاقل طرف جي ايندڙ فقيرن کي حضرت امروٽي تلقين ڪندا هئا ته هاڻي هيڏانهن اچڻ جي تڪليف نه ڪندا ڪريو ۽ توهان ٻانڃي شريف ويندا ڪريو.

بس پوءِ ته ٻانڃي ۾ دين جي بهاري لڳي ويئي. فيض جو درياهه ڇوليون ڏيڻ لڳو ڪيترائي هن فيض جي چشمي مان سيراب ٿي ويا. جيئن ته (١) مخدوم غلام رسول ساڪن تعلقو سکر. هي ڀلارو سندن حياتي دوران فوت ٿي ويو هيو، (٢) مولانا محمد حيات ناڙيءَ وارو، (٣) سيد صابل شاه ساڪن سيد ڳوٺ تعلقو ٺٽو عاقل (٤) شيخ ولي محمد فقير ڳوٺ دادلوءِ تعلقو ٺٽو عاقل. اهي ٽيئي بزرگ سندن وفات بعد جلدي فوت ٿيا هئا.

ميان صاحب گفتگو جا ڏاڍا قابل هئا. سندن گفتار اونهي ۽ صوفيانه رنگ جي هوندي هئي سندن اطوار شاهانه هوندا هئا. پوشاڪ گهڻو ڪري اوڇي پائيندا هئا، خوراڪ سادي کائيندا هئا. لنگر عام هوندو هو. ڪنهن کي به ماني کارائڻ کانسواءِ هرگز نه ڇڏيندا هئا. دل جا نهايت سخي ۽ طبع جا حليم هئا.

هن چشمه جو دوسخا، معدن خلق و صفا، مخزن صدق و وفا تاريخ ١٩ ربيع الاول ١٣٦١ هجري مطابق ٦ اپريل ١٩٤٢ع سومر جي رات عشا وقت هن فاني جهان مان رحلت ڪئي. انالله و انا اليه راجعون.

ميان صاحب ٻه شاديون ڪيون هيون. پهرين شادي ڦوهه جوانيءَ جي وقت ڪئي هئائون جنهن مان ڪين هڪ فرزند ميان محمد ابراهيم نالي تولد ٿيو. ميان صاحب ڏاڍو ڀلارو، نهايت ديندار، طبع جو سادو ۽ تارڪ الدنيا شخص هو. ميان محمد ابراهيم ١٩٦٤ع ۾ اٺهتر ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

خليفي صاحب ٻي شادي وڏيءَ عمر ۾ ڪئي هئي. جنهن مان کين هڪ فرزند ۽ هڪ نياڻي ٿي. نياڻي سنت ٿي گذاري وئي، باقي سندن فرزند موجوده سجاده نشين الحاج ميان عبدالستار صاحب جن آهن، جيڪي خدا جي خلق کي دين جي واٽ ڏسيندا رهن ٿا ۽ پنهنجي والد جي پاريل ڏيئي جي وٽ سوريندا رهن ٿا.

(مضمون عبدالرحمان جتوئي الهدادائوي ماهنامه شريعت ج ٧ ش ٤)

# مولانا نور محمد چاچڙ

مولانا نور محمد ولد ملا ڪرڙ ولد يعقوب ولد يوسف. راڄنپوري عالمن وانگر هيءُ بزرگ به راڄڌڀي پاڙي مان هو. سنڌس ولادت جو سن معلوم نه آهي. شعور واري عمر ۾ اچڻ بعد مائٽن ڪيس حسين پيلي (تعلقه گهوٽڪي) ۾ چارڻ قوم جي عالمن جي مدرسي ۾ ويهاريو. فارسي سڀ اتي پڙهيو. عربي تعليم لاءِ خواجه غلام فريد مرحوم جي مدرسي ۾ داخل ٿيو ۽ مولانا غلام رسول وٽ پڙهيو. مولانا جي پسر ڪلان مولوي محمد يوسف جو چوڻ آهي ته ذهين هئڻ ڪري خواجه صاحب، مولانا صاحب کي ڏاڍو پيارو گهرندا هئا. ۽ ڪيس هميشه مولانا سنڌي ڪري سڏيندا هئا ۽ مولانا لاءِ دعائون به گهرندا هئا. هڪ ڀيري طالبن، دعوي ڪئي ته استاد ڪاڏي خوراڪ ۾ اسان جو حق ڪائي ٿا وڃن. خواجه صاحب فيصلو ڪيو. مولانا نور محمد کان پڇا ڪيائين مولانا استادن جي حق ۾ ڳالهايو. انهيءَ تي خواجه صاحب ڏاڍو خوش ٿيا. پر مولانا سيد حبيب الله شاه (مهتمم مدرسه قاسم العلوم گهوٽڪي. مولانا مرحوم جو شاگرد هو) مولانا مرحوم جن کان نقل ڪندا هئا ته ان وقت خواجه صاحب گهٽ نڪرندا هئا ۽ هڪ ڀيري اسٽيشن تي خواجه صاحب جي زيارت ٿي وئي. والله اعلم بالصواب. ان کان پوءِ پنگ ۾ حضرت مولانا نظر محمد انڍڙ وٽ پڙهيا ۽ آخري ڪتاب حضرت مولانا قمرالدين انڍڙ وٽ ميان جي ڳوٺ (تعلقه پنوعاقل) ۾ پڙهيا. مولانا غلام مصطفي قاسمي صاحب، حضرت مولانا عبدالڪريم ڪورائي مرحوم کان نقل ڪندا آهن ته هڪ ڀيري ڪتاب عبدالغفور (حاشيه شرح جامي) جي ڪنهن مقام ۾ استاد قمرالدين مرحوم جن منجهي پيا. شاگردن کان پڇيائون ته، توهان مان اهو مقام ڪنهن سمجهيو آهي؟ سڀ طالب علم چپ ٿي ويا البت مولوي نور محمد ڪنڊوي چيو سائين! مون سمجهيو آهي. مولانا قمرالدين جي حڪم سان مولوي صاحب جن اهو مقام بالڪل صحيح ۽ واضح ڪري سمجهايو. مولانا قمرالدين مرحوم ڏاڍو خوش ٿيا. ۱۸-۱۹ سال عمر ۾ مولانا نور محمد صاحب جن مولانا قمرالدين مرحوم وٽان فراغت حاصل ڪري پنهنجي ڳوٺ ڪنڊو چاچڙ ۾ مدرسه قائم ڪري تعليم شروع ڪيائون. مذڪوره مدرسه ۾ وڏن ڪتابن وارا مختلف علائقن جا تقريباً ۸۰ طالب علم رهندا هئا. مولانا جن صبح جي نماز کان سمهڻ تائين پڙهائيندا رهندا هئا. هيٺين تعليم لاءِ وڏن شاگردن کان

۾ ڪم ولندا هئا. مولانا جن اهو سڄو ڪم في سبيل الله ٿي ڪيو. ڳوٺ وارن ۾ وڏي همت ڪئي جو ڳوٺ جي هر گهر کي طالب ورهائي ڏنا ويا جن کي گهر جي ڀاتين وانگر سمجهيو ويندو هو. انهن جي ماني، ڪپڙن ڌوئڻ وغيره جو سڄو ذمو ڳوٺ وارن پنهنجي مٿان کنيو هو. انهيءَ مدرسي مان تمام گهڻا عالم پيدا ٿيا، جيئن ديره اسماعيل خان جو مولانا محمد عمر (جيڪو گهڻو وقت غوث پور ۾ رهي پوءِ ديره ڏانهن موٽي ويو) لس ٻيلي جو مولوي ابوبڪر، ميان ڳوٺ جو محسن شاه، ڀاڳ ناڙي جو مولوي عبدالرزاق، مولوي محمد قاسم چاچڙ، مولوي عبدالڪريم (ڳڙهي عادل شاه) مولوي در محمد جمالي وغيره. مولوي عبدالواحد سنڌي، سيد موسيٰ شاه گهوٽڪي وارو ۽ سيد حبيب الله شاه گهوٽڪي وارو ۽ ٻيا هزارين عالم وٽن پڙهيا هئا. هڪ سال مدرسي قاسم العلوم ۾ به پڙهايو هئائون. پنجن ڇهن ۽ قادرپور ۾ پڙهايو هئائون. پڙهائي دوران ڪتابن جي تصحيح ۽ مختصر حاشيه لکڻ جي به کين عادت هئي. سندن وفات کانپوءِ سنت ڳوٺ کي باه لڳي جنهن ۾ مولانا جو عظيم ڪتب خانو به شهيد ٿي ويو تنهن ڪري سندن تصنيف جو ڪوبه پتو نه ٿو لڳي. پرچوندي واري بزرگ ميان عبدالله صاحب پنهنجي پٽ ميان عبدالرحمان مرحوم جي تعليم لاءِ ڪجهه وقت مولانا نور محمد کي پرچوندي ۾ رهايو هو.

مولانا جو روحاني ۽ سياسي تعلق حضرت سائين امروٽي رح سان هو. حضرت امروٽي کين تمام گهڻو ڀائيندا هئا. حضرت امروٽي رح، مولانا کي پنهنجو تبرڪ (جتي ۽ سٽڻ) عنايت ڪيو هو. مولانا جن جي وصيت مطابق اهو تبرڪ قبر ۾ گڏ رکيو ويو. دفن جي موقعي تي علماء، انهيءَ ۾ مختلف ٿي پيا ته اها وصيت شريعت جي مطابق آهي يا نه؟ مولانا عبدالرزاق مرحوم صدر مدرس قاسم العلوم گهوٽڪي معاملو هن طرح نبيريو ته، وصيت ڪندڙ تمام وڏو عالم، فقيه ۽ مفتي هو. انجي وصيت خود شرعي جواز لاءِ انجي فتويٰ آهي. تنهن ڪري وصيت پوري ڪئي وڃي. حضرت امروٽي جي گهري تعلق سبب حضرت مولانا قمرالدين مرحوم مولانا جن کان ناراض هئا. ناراضگي جو ٻيو سبب هيءُ به هو ته، جڏهن مولانا نور محمد جن فارغ ٿي اچي پنهنجو درسگاه کوليو تڏهن مولانا قمرالدين جي مدرسي جا گهڻا طالب علم مولانا نور محمد ڏانهن هليا ويا. مولانا جن پنهنجي وقت جي چوٽيءَ جي عالمن ۾ شمار ٿيندا هئا. فتوائن ۾ حضرت لکنوي ۽ حضرت همايوني کي مقدم رکندا هئا. فتويٰ ۾ سندن پنهنجو به

وڏو مقام هو. خاص موڪل زمين جي اندر وراثت هلي سگهي ٿي يا نه؟ اهو سوال ڪنهن مئجسٽريٽ پڇيو هو جنهن وٽ انهيءَ قسم جو ڪيس هلندڙ هو. مولانا جن وراثت جي فتويٰ ڏني. مدرسه دارالعلوم ديوبند شريف جي علماء ڪرام عدم وراثت جي فتويٰ جاري ڪئي. مولانا نور محمد جن جوابي فتويٰ صادر فرمائي ۽ مولانا مير محمد نورنگي مرحوم به مولانا مرحوم جي تائيد ڪئي. خاص موڪل زمين جو تعلق سنڌ سان هو تنهن ڪري مئجسٽريٽ صاحب انهيءَ بابت سنڌ جي علماء جي فتويٰ کي ترجيح ڏني.

پيرچونڊي شريف ۾ ميان عبدالله مرحوم اضحيه ۾ اٺ ڪهايا. انهيءَ موقعي تي مولوي عليشير لڪپوري مرحوم ٽن تڪبيرن (ٽن سيرن ڏيڻ) لاءِ چيو مولانا نور محمد فرمايو ته ٻين جانورن وانگر اٺ کي به هڪ ئي سير ڏيڻي آهي. گهڻا عالم موجود هئا. بحث هليو نيٺ مولانا نور محمد جي فتويٰ صحيح نڪتي.

ڪوٽ داد لغاري (تعلقه ميرپور ماٿيلو) ۾ حنفين ۽ غير مقلدن جو مناظرو رکيل هو. حنفين پاران مولانا اميد علي مناظر هو. مگر ڪتابن نه هئڻ سبب ڏاڍو تنگ ٿيو. ايتري ۾ مولانا نور محمد مرحوم ڪتابن سميت پهچي ويو. مولانا جي پهچڻ تي ڪيس مخالف ڌر چيو اسان بس ڪئي. توهان سان مناظرو ڪرڻ نه ٿا گهرون. پوءِ مولاناجن مولانا اميد علي کي فرمايو هٿيارن بناءِ جنگ نه ڪرڻ گهرجي.

مولانا جن جا پنهنجي دور جي وڏن عالمن ۽ بزرگن سان گهرا تعلقات هئا. حضرت امروٽي جي وفات کان پوءِ پاڻ ميان محمد صالح بائجي شريف وارن وٽ گهڻو ايندا هئا. مون حضرت هاليجوي قدس سره کان حضرت مولانا مرحوم بابت پڇا ڪئي پاڻ فرمايائون توهان جو ڏاڍو مولانا نور محمد، اسان جو دوست ۽ تمام وڏو عالم هو. سکر ۾ گهڻو ڪري حضرت مولانا عبدالرحمان سکر واري جي خلف مولوي عبدالڪريم وٽ رهندا هئا وقت جا حاڪم به مولانا جو گهڻو احترام ڪندا هئا. رياست ٽونڪ جي والي خاندان سان شهزادو محمد خان انهيءَ وقت سکر ضلع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ پوءِ ڊپٽي ڪمشنر ٿي آيو. اهو علمي ذوق جو ماڻهو هو. منطق ۽ فلسفي جا ذڪيا مقام مولانا کان پڇندو هو ۽ مولانا جو ڏاڍو معتقد ٿي رهيو.

**اولاد:-** ڪين چند نياڻيون ۽ ٽي پٽ ٿيا. (١) مولوي محمد يوسف انهيءَ وڏي پٽ جي نالي سان ابو يوسف ڪنيت هين. مولوي يوسف پارسي جو ماهر آهي باقي

عربي علوم سان سندس تعلق گهٽ آهي. آمرن ۽ جابرن سان مقابلا ڪرڻ انجو خاص مشغلو آهي. (۲) مولوي عبدالقادر مرحوم عالم ۽ فقيه هو. ڪهڙو پنهنجي والد بزرگوار وٽ پڙهيو. سان ان جو اڪيلو پٽ آهيان ۽ منهنجا ٻي ننڍا ڀائر ننڍپڻ ۾ فوت ٿي ويا. (۳) عبدالعزيز ڪهڙو پڙهيل نہ آهي. مولوي محمد اسماعيل مولانا مرحوم جي هڪڙي نياڻي سان ۽ مولوي صوفي الهہ بخش سندس ٻي نياڻي جو اولاد آهن.

**وفات:-** مورخہ ۵ سيپٽمبر ۱۹۳۹ع ۾ سندن وفات ٿي ۽ گهوٽڪي شهر جي مشهور قبرستان (مبارڪ شاه نهري جي مقام) ۾ پنهنجي رشتيدارن سان گڏ مدفون آهن.

(مضمون عبدالوهاب چاچڙ ماهنامہ شريعت ج ۵ ش ۳)

# حضرت والد ماجد مولانا عبدالقادر چاچڙ قدس سره

والد رحمۃالله عليہ جن پاڻ پنهنجي ولادت جي تاريخ ۱۴ شعبان ۱۳۲۷ھ مطابق ۳۱ آگسٽ ۱۹۰۹ع سومر ڏينهن لکي آهي. تعليم پنهنجي والد ماجد مولانا نور محمد کان حاصل ڪيائون. مخدوم محمد هاشم مهر پڏايو تہ اوهان جو والد ۽ مان اوهان جي ڏاڏي وٽ ۱۹۲۷ع ۾ ڪافيہ گڏ پڙهندا هئاسين. ان سال مولانا جن مدرسہ قاسم العلوم ۾ پڙهائيندا هئا. والد صاحب دوره حديث ڪونہ پڙهي سگهيا. پاڻ فقه ۽ پارسي جا ماهر هئا. هڪ ڀيري مولانا اشرف علي ٿانوي رحہ ڏانهن مسجع خط لکيائون. مولانا ٿانوي پنهنجي عادت موجب لکيو تہ اوهان جي خط ۾ تڪلف ٿيل آهي تنهنڪري اوهان سادو خط لکو تہ مان ان جو جواب ڏيان. والد رحہ ڪنهن ڪم لاءِ حضرت مولانا غلام محمد دينپوري کان وظيفو ورتو. ڪجهہ وقت کانپوءِ مونٽي اچي شڪايت ڪيائون تہ سائين ڪم ڪونہ ٿيو. پاڻ جلال ۾ آيا فرمايائون پنهنجي ڏاڙهي ڪي نہ ٿو ڏسين سنت تي پوري آهي؟ وري شڪايت ٿو ڪرين تہ ڪم نہ ٿيو. والد رحہ اتان سڌا حضرت مولانا مرشدنا هاليجوي قدس سره جي خدمت ۾ آيا. انهن قصيده برده جو عمل ڏسين ڪم ترت ٿي ويو. پاڻ حضرت جن جا گهرا عقيدتمند ۽ تعلقدار رهيا. حضرت جن جي تربيت ۾ رنگ ڏيکاريو. اعليٰ درجي جا متقي عالم ٿي پيا. بزرگن جا وظيفا ۽ طبي نسخا مختلف ڪتابن جي حواشي تي لکيا اٿن. پنهنجي ڳوٺ ۾ قرآن مجيد ۽ پارسي پڙهائيندا هئا ۽ ملا مڪتب ۾ کوليو هئائون جنهن ۾ ۷۰-۸۰ شاگرد ۽ شاگرديائون

داخل هيون. محنت ۾ توجهه جي ڪري والد رحه جا ٻڌعيل نمايان حيثيت وارا آهن. عورتن جي تعليم جو خاص اونو هوندو هين. حضرت مرشدنا هاليجوي ۾ پيرا اسان جي گهر آيا هئا ۾ منهنجي والده ماجده .(اداماالله ظلها علينا) ۾ اتي بيعت ڪئي هئي. والده سگوري ٻڌايو ته حضرت جن شرع مطابق عورتن جي زباني بيعت تي اڪتفا ڪندا هئا حضرت جن جي تعلق تي ڏاڏو سائين رحه خوش نه هو. ڏاڏي سائين جـــو تعلق ۽ بيعت حضرت امروٽي سان هئي ۾ پوء حضرت ميان محمد صالح ٻائيجوي سان گهڻي سنگت هين. ۾ ٻابا سائين حضرت هاليجوي رحه جا گرويده هئا. طب ۾ فقهي مسائل تي سوين صفحن جا سندن لکيل نوٽ مجلد ڪتابن جي اڳين ۾ پوئين خالي پنن تي ڪنڊريا پيا آهن. علم فرائض جي عربي رسالي تي مبسوط پارسي حاشيه سندن لکيل آهي. قصيده برده جو بهترين پارسي ترجمو لکيو اٿن. ان ترجمي جو خطبو آخر ۾ ڏنو اٿن. خطبه جا آخري الفاظ هي آهن ”چون عنايت رباني توفيق رفيق ساخت خامه رو بنگارش نهاد و بعرصه نيم ماه بتاريخ بيست و ششم جمادي الاول سن يک هزار سه صد پنجاه و هفتم هجري فراغت دست داد“ والد رحه هڪ هنڌ لکيو آهي ”ورد سوره فاتحه از مرشدي ﷺ حمادالله دامت فيوضاته براِئے هر مشڪل ڪافـــي- بعد از نماز مغرب بشرط ڪه در هر جا ڪه فرض خوانده باشند ازان جا پائے بديگر سمت نه جنباند بلڪه سنت و نفـــل نيز درانجا خوانده و آنجانشسته ۱۴۰ بار فاتحه مع تسميه و آمين خوانده دعا ميخواسته باشند تا چهل روز بلا ناغه خوانده گذارند پس حق عز و جل در هر امر بوقيت ڪه پسنديده اوست آساني خواهد ڪرد“ هڪ هنڌ لکن ٿا ”از حضرت دينپوري در حق بنده عبدالقادر: آپ صبح ڪو ايک تولہ جوائن ليڪر اسکو گهوٹ ڪر بہت ڪم ميٹها ڪرڪے پی ليا ڪريں او تعاليٰ شانہ رياح کا افاقہ فرمائينگے“ پاڻ حضرت پير فخرالدين شاه رحه ۾ خاص طرح حضرت پير شير محمد شاه رحه سان فقهي مسائل تي خط و ڪتابت ذريعي بحث ۾ ڪندا هئا. پيءُ سادات سندن گهڻو احترام ڪندا هئا ۾ والد رحه جي ۾ انهن ۾ گهڻي حجت هوندي هئي. والدرحه حضرت پير فخرالدين شاه رحه ڪي عريضه لکيو ته هي خط ۾ ٽڪليون لفافي ۾ وجهي دارالاشاعت ديوبند موڪليو ۾ منهنجي صحت لاءِ دعا ۾ گهرو. حضرت پير صاحب جواب ۾ لکيو ”جناب عالي! ”حسب الحڪم لفافہ ميں ٹڪٹ اس فقير نے ہاتهہ سے بند ڪروا ڪر ديوبند ارسال ڪئے ہيں- آپ ڪے حق ميں دعاگو ہوں“ حضرت ٿانوي رحه جي وفات تي انهي سادات ڪي لکيائون ”عاليجناب فيضمآب سيد حاجي فخرالدين شاه و حاجي شير ﷺ شاه

دام بقائکم و ارشادکم! سلام مسنون. بعد از اظهار حسرت و حزن میگویم کہ جزاکماللہ في محيالسنة و حکیمالامة ﷺ اشرف علي رحمہاللہ رحمة و اسعة دائمة آمين! والسلام علیٰ من اتبع الهدیٰ و التزم متابعة المصطفیٰ. تازه عرض تہ پيشي حضرات هي تعزيت نامو قبول فرمائيندا. محمد عبدالقادر چاچڙ از ديہ خام گهوٽکي

پير صاحبان جوب ۾ لکيو: "وعليکم السلام. بيشک يہ احوال انتقال حضرت کا جان سوز خبر ہے. ربالعالمين انہوں کو اعلیٰ مراتب فرمائے. آپ بھی دعا فرمائيں. فخرالدين. ننڍي پير صاحب ان جي ڀيڻيان لکيو: از شير محمد سلام مسنون معروض بہ ض جي اشکال تي حضرت پير شير محمد شاه والد رحہ کـــي هک مبسوط ۽ مـدلل خط لکيو. ان جي آخر ۾ لکيائون تہ "اهو مسئلو لکڻ سان نہ پر سامهون ويهي مشق ڪرڻ سان سمجهہ ۾ ايندو" والد رحہ پارسي ۽ سنڌي جـا شاعر بہ هئا. ڪتابن جي مطالعي جا نهايت شوقين هئا. پاڻ ماهر طبيب بہ هئا چوندا آهن هڪ پيري طب جي ڪتاب جو سميات وارو مقام پڙهي رهيا هئا تہ سندن اکيان ماني ڪائڻ لاءِ رکي وئي. ماني ڏسي شڪجي پيا تہ ان ۾ زهر آهي. ڪکر پچي ڪتي کي وڌائون تہ اهو اُتي مري پيو. شربتن ۽ جلابن ۾ بہ ڪافي پنهنجو ايجاد ڪيو هئائون.

اولاد:- والد رحہ ڀهرين گهر واري کي ڇڏيو ان ڪانپوءِ بي شـادي ڪيائون اولاد سڀ بي گهر مان ٽين پـــنج نياڻيون ٽيون جن مان چـار حال حيات آهـن ۽ خدا جي فضل سان سڀ اولاد واريون آهن هڪ ننڍي هوندي فوت ٿي وئي ۽ چار پٽ ٽين وڏو احقر عبدالوهاب. ٻيو عبدالحق. ٽيون عبدالواحد ۽ چوٿون عبدالرزاق ٽيئي ننڍا پائر سندن وصال کان پوءِ ستت ئي فوت ٿي ويا. منهنجي لاءِ والد رحہ ايتري تہ گهڻي الحاح سان دعا گهرندا هئا جو منهنجي والده ماجده کين چوندي هئي تہ ڇرين ۽ پينو فقيرن وانگر ڪٿي حالت بڻائي اٿيئي! والد رحہ جهڻڪ ڏيندي منهنجي والده کي چوندا هئا توکان تہ ڪونہ ٿو پڇان جنهن کان پڇان ٿو اهو ڪونہ ٿو ٿڪي ۽ نہ ٿو ڪاوڙجي تون ڇو ٿي تنگ ٿئين. دعا سدائين هيءَ گهرندا هئا "اي منهنجا الله منهنجي هن ٻچڙي کي عمل صالح ۽ علم نافع عطا ڪر!".

وفات:- ڦره جوانيءَ ۾ پيشاب جي ڪثرت ۽ پٺن جي درد ۾ مبتلا ٿيا. حضرت هاليجوي رحہ کي وظيفا شفاء لاءِ موڪليا هئا جيڪي پڙهي پاڻي تي شوڪاري ڪـن پياريا ويندا هئا پر حڪم ربي سان تاريخ ١٤ مئي ١٩٤٨ع مطابق ٢٤-٦-١٣٦٧ھ وفات پاتائون.

ان وقت منهنجي عمر ٥ سال هئي. ۽ سندن عمر ٤٠ سال هئي. سندن قبر مقام نهري‌شاه ۾ آهي. قرآن شريف جا ڪجھ سبق ب مونکي پڙهايا هئائون. ١٥ سالن کان پوءِ مان حضرت هاليجوي رحه جي خدمت ۾ پهتس ان وچ ۾ اسان جي خاندان جو ڪوئي فرد سندن حضور ۾ ن ويو هو. منهنجي اچڻ تي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ سڄي خاندان بابت ناليوار پڇا ڪيائون. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا نور محمد انڍڙ

مولانا نور محمد انڍڙ بن الهنواز بن مع، عرف ميهو فقير بن راضو فقير ڳوٺ شاهو انڍڙ ۾ ١٨٨٦ع ۾ ڄائو. جتي سندس والد صاحب جون زمينون هيون تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ تعلقي اباوڙي جي ڳوٺ لڪپور ۾ مولانا علي‌شير لڪپوري وٽ، لاڙڪاڻو شهر لڳ خالد ڳوٺ ۾ مولانا نورنگاڻي وٽ ۽ ٿيڙهي ۾ سائين حمادالله هاليجوي جي خدمت ۾ پڙهيائين. سال ١٩٢٢ع ۾ دارالعلوم ديوبند ويا جتي ٧ شوال ١٣٤٢ھ ۾ داخلا ورتائون جيئن ت حضرت امروٽي رحه جي خصوصي سفارش سان ويل هئا ان ڪري ڪين مدرسي جي عام طالب علمن بنسبت امتيازي حيثيت مليل هئي. سندن استادن ۾ مولانا انور شاه ڪشميري، مولانا عزيزالرحمان، مولانا اعزاز علي، مولانا رسول خان صاحب، مولانا اصغر حسين ۽ مولانا محمد ابراهيم بلياوي شامل آهن.

هاليجي شريف جي هڪ ٻئي عالم مولانا عبيدالله انڍڙ ب سائس گڏ دوره حديث پڙهيو. شعبان ١٣٤٣ھ ۾ دارالعلوم ديوبند کان فارغ التحصيل ٿيا. مولانا نور محمد پنهنجي استادن مان جنهن کان وڌيڪ متاثر ٿيا سو مولانا انور شاه ڪشميري هو. سندس علميت قابليت ۽ ذهانت کي تمام گهڻو ساراهيندا هئا.

حج بيت‌الله:- مولانا نور محمد سال ١٩٢٦ع ۾ حج لاءِ روانا ٿيا انهن ڏينهن ۾ حاجين جي قافلن سان رستي جي آس‌پاس رهندڙ بدوي شرارتون ڪندا هئا ۽ خاص ڪري احرام جي حالت ۾ ت انهن کي تنگ ڪرڻ جو ڪافي وجھ ملندو هو. مولانا جن جي قافلي سان هڪ بدوي هٿ چراند ڪرڻ لڳو پيا حاجي سڳورا احرام جي ڪري سڀ ڪجھ برداشت ڪندا رهيا مگر والد صاحب جن ان بدوي کي ڏسي مار ڏيئي ڀڄائي ڪڍيو ۽ مڪ شريف ۾ پهچي احرام جي خلاف ورزي جو جرمانو ڀري ڏنائون سندن سموري سفر جو خرچ ٣٠٠ روپيه آيو.

**تدريس و تبليغ:-** ديوبند واري مدرسي کان واپس اچي ميان جي شهر ۾ سرهندي پيرن وٽ پڙهائڻ شروع ڪيائون. تنهن بعد ڪجهه سالن لاءِ دادلوءِ (تعلقه نوشهروفيروز) ۾ رهيا ان کان پوءِ گهوٽڪي جي مدرسه قاسم العلوم ۾ پڙهائڻ لاءِ آيا. اهو مدرسو اڳي مسجد جي اتر طرف پير عارف شاه جي ديري ۾ هيو ۽ بعد ۾ موجوده مدرسه قاسم العلوم جي جاءِ تي منتقل ڪيو ويو. ڪجهه وقت کان پوءِ مدرسي کان ڇڏي ڳوٺ ابراهيم انڍڙ تعلقه نوشهروفيروز ۾ پنهنجي گهر رهڻ لڳا مگر اجان هڪ سال مس گذريو جو پير محمد موسيٰ شاه جيلاني کين گهوٽڪي هلڻ لاءِ مجبور ڪيو ۽ شهر جي ٨٤ ڏينن واري مشهور جامع مسجد ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائون. اتان ڇڏڻ کان پوءِ اٽڪل ١٠ ورهيه خانپور (تعلقه ميرپور ماٿيلو) جي پرسان ڳوٺ حاجي رحمت خان گبول ۾ گذاريائون. سال ١٩٤١ع ڌاري مدرسه قاسم العلوم گهوٽڪي ۾ وري اچي تدريس جو ڪم شروع ڪيائون ١٩٤٥ع کان ١٩٥٢ع تائين تاريخي شهر روهڙي ۾ تبليغي خدمتون سرانجام ڏنائون. سندن قائم ڪيل تنظيم انجمن نورالاسلام جي طرفان هن وقت به روهڙي شهر ۾ تبليغ ۽ درس قرآن جو سلسلو هلندو پيو اچي. ١٩٥٢ ع ۾ ٻيهر مدرسه قاسم العلوم گهوٽڪي ڪي اچي آباد ڪيائون. ١٩٦٠ع تائين شيخ الحديث ۽ صدر مدرس جا فرائض سرانجام ڏيندا رهيا. ان کانپوءِ مولانا صاحب پنهنجي زندگي جا باقي ڏينهن مدرسه جي لڳ پنهنجي گهر ۾ گذاريا.

**وفات:-** سندن وفات جي تاريخ ١٢ محرم الحرام ١٣٨٦ھ مطابق ٧ مئي ١٩٦٦ع آهي سندن قبر گهوٽڪي جي مشهور قبرستان خاڪي شاه ۾ آهي.

**نڪاح ۽ اولاد:-** حضرت والد صاحب ٣ نڪاح ڪيا ٢ پنهنجي هڪ عزيز فقير محمد آچر جون نياڻيون هڪٻئي پٺيان ۽ هڪ قطب زمان حضرت هاليجوي رح جي سڀ کان وڏي نياڻي. حضرت والد صاحب ۽ مولانا حماد الله هاليجوي پاڻ ۾ سڳا ڀڦڙت ماروٽ هئا. والد صاحب جو ڏاڏو معه فقير حضرت هاليجوي جو نانو هيو. رشتيداري ۽ استاد شاگردي جي تعلق کانسواءِ والد صاحب جي تقويٰ ۽ حياءَ ڏسي حضرت هاليجوي کين پنهنجو نياڻو بنايو. برادريءَ کان ٻاهر کين ڪيترائي سڱ آڇيا ويا پر غير ڪفو هئڻ ڪري نڪاح نه ڪيائون برادري کان ٻاهر رشتيداري ڪرڻ نقصان سمجهندا هئا البته هڪ مائي صاحبه جي سخت مجبور ڪرڻ تي نڪاح ڪيائون پر پوءِ پردي جي پابندي نه ڪرڻ سبب کيس طلاق ڏيئي ڇڏيائون.

والد صاحب کي ٿنهي گهرن مان ٨ نياڻيون ۽ ٩ پٽ ٿيا.

**ذريعه اولاد:-** مولانا نذير حسين، ماستر عبدالسلام، ماستر عبدالمالڪ، مولانا عبدالباري، حافظ محمد انور، مولوي حافظ فضل الله، حافظ صبغت الله، حافظ عبدالرب ۽ هڪ ننڍي هوندي ئي فوت ٿي ويو. مولانا عبدالباري دارالعلوم ديوبند جو فاضل، ظاهري ۽ باطني علوم جو ماهر هو ٢٠ مارچ ١٩٥٨ع ۾ ٣٣ سالن جي عمر ۾ فوت ٿي ويو. ٻيا سڀ فرزند زنده آهن ۽ پنهنجي ڪاروبار ۾ ۽ ديني خدمت ۾ مشغول آهن. مولانا نذيرحسين عربي ٽيچر جي حيثيت ۾ رٽائر ٿيا آهن مجلس تحفظ ختم نبوت جا مرڪزي رڪن آهن ۽ جامع مسجد پنوعاقل جي مدرسه محي السنة جا باني آهن عبدالسلام ۽ عبدالمالڪ پرائمري استاد آهن ۽ تبليغي جماعت ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺندا آهن. حافظ محمد انور گهوٽڪي ۾ ڊي-اي-وي هاءِ اسڪول جا هيڊ ماستر آهن پنهنجي محلي جي مسجد ۾ امامت ۽ ديني تعليم ڏيندا آهن علوم عربيه ۾ پڻ چڱي مهارت اٿن. حافظ عبدالرب گهوٽڪي زرعي ورڪشاپ ۾ ملازم آهي والد صاحب پنهنجي اولاد کي ديني ۽ دنيوي ٻنهي تعليمن سان آراسته ڪيو. سندن خاندان ۾ ٥ پٽ، ١٢ پوٽا، ٨ ڏوهٽا ۽ ٢ ڏوهٽيون قرآن پاڪ جا حافظ آهن.

**انگريزن خلاف جهاد:-** حضرت امروٽي رح، جي مشن هئي ته اسلام جي سڀ کان خطرناڪ دشمن انگريز کي ملڪ مان تڙي ڪڍجي. مولانا حمادالله سان گڏ حضرت والد جن به حضرت امروٽي جي خاص مقربين مان هئا ان ڪري ساڻن قدم سان قدمَ ملائي هلندا هئا. والد صاحب تقرير ۽ عام گفتگو ذريعي انگريز جي مخالفت ڪندا هئا انگريزي دور ۾ ڪليڪٽر وڏي آفت سمجهيو ويندو هو. انجي ملاقات لاءِ پرياڻين پڙيوالي وٽ حاضري پرڻي پوندي هئي پڙيوالو پاڻهن کان وٺي در جي پاهران جتي لهرائي پوءِ اڳتي ڇڏيندو هو صاحب جي دربار ۾ هٿ ٻڌي بيهڻو پوندو هو جيستائين صاحب بهادر نظر شفقت فرمائي. ڪرسي تي ويهڻ لاءِ خاص لسٽ هوندي هئي انهي کان سواءِ ڪوبه ڪرسيءَ تي ويهڻ جي لائق نه هوندو هو. اهو هو ڪليڪٽر جي دربار جو طريقو.

انهيءَ دور ۾ سکر ۾ گبن نالي هڪ انگريز ڪليڪٽر ٿي آيو ان هندن جي اثر

۾ اچي ڳئون جي ڪوس تي پابندي وڌي. والد صاحب ان جي خلاف احتجاجي تقريرون ڪيون ۽ دورا ڪري پابندي ختم ڪرڻ جو مطالبو ڪيو.

هندن وڏو شور مچايو. گبن صاحب نوٽيس ذريعي والد صاحب جي طلبي ڪئي. حضرت امروٽي جي هدايت تي والد صاحب انگريز حڪومت جي آداب خلاف مڏو وڃي بنا اطلاع جي جتي سميت سنڌس سامهون پيل ڪرسي تي ويهي رهيو صاحب بهادر ڏاڍي خار کاڌي پڇيائين ته ڪير آهين بنا اطلاع اندر ڪيئن آئين ۽ بغير اجازت ڪرسي تي ڇو ويٺو آهين؟ حضرت صاحب فرمايو ته تنهنجو نوٽيس مليو تون گهرايو آهي مان پاڻ ڪونه آيو آهيان جو اجازت وٺندو وتان جيڪڏهن ڪو ڪم آهي ته ٻڌاءِ نه ته مان واپس وڃان ٿو مونکي تنهنجي ملڻ جو شوق ڪونه آهي. گبن سمجهي ويو ته هي آواز مولانا نور محمد اڪيلي جو نه آهي. پر ساري سنڌ جو آهي. تنهن وري چيو ٻڌو آهي ته اوهان ماڻهن ۾ بغاوت پکيڙيو ٿا. مولانا صاحب فرمايو اسان پنهنجو حق گهرون ٿا بغاوت نٿا پکيڙيون هي ملڪ اسان جو آهي نه توهان جو اسان آزادي گهرون ٿا. ان ڪانسواءِ هندو. مسلمانن ۾ فساد پيدا ڪرڻ لاءِ توهان ڳائي گوشت پائڻ تي پابندي وڌي آهي اسان ان تي احتجاج ڪريون ٿا مولانا جن جي حاضر جوابي ۽ جرئت کان مرعوب ٿي هي چئي رخصت ڪيائين ته ڀلا وڃو بغاوت نه ڪريو.

**هجرت افغانستان:-** انگريز گورنمينٽ جي غاصبانه قبضي ۽ اسلامي خلافت دشمني تي احتجاج ڪرڻ لاءِ هجرت جي تحريڪ شروع ٿي هڪ معاهده مطابق هندستان کان مسلمان هجرت ڪري افغانستان پهچندا ۽ افغان حڪومت هٿيار ڏيئي کين جهاد لاءِ تيار ڪندي. ان تحريڪ ۾ والد صاحب جن ڀرپور حصو ورتو. مگر جيئن ٽيڙ ناڙي وڪرو ڪري روانا ٿي پشاور تائين مس پهتا ته اها تحريڪ ختم ٿي ويئي.

**ترڪ موالات:-** ان تحريڪ ۾ به ڀرپور حصو ورتائون مڪتبه رشيديه ساهيوال مان ان موضوع تي هڪ ڪتاب ڇپيو آهي ان ۾ سنڌ جي ٻين عالمن سان گڏ مدرسه قاسم العلوم گهوٽڪي جي صدر مدرس مولانا نور محمد انڙ جي صحيح به پيل آهي.

**تدريس:-** والد صاحب تدريس سان گڏوگڏ طالب علمن جي تربيت تي به پورو پورو توجهه ڏيندا هئا. تربيت ۾ شفقت ۽ سختيءَ جو ملئل جليل طريقو هوندو هو. شفقت ايتري قدر هوندي هئي جو طالبن سان کل ڀوڳ ڪندا رهندا هئا. گفتگو نرم

هوندي هئي سندن ضروريات زندگي جو حتي الامڪان خيال رکندا هئا. گهر ۾ ڏڌ هوندو هو ته لسي جو وڏو ديڳڙو مدرسه لاءِ پرائي پاڻ سيني طالبن کي ورهائي ڏيندا هئا ڪو طالب بيمار هوندو ۽ ڪاڏي ۾ پرهيز هوندس ته ان لاءِ ڪاڏو گهران تيار ڪرائيندا هئا. طالبن جي دوا درمل جو خاص خيال رکندا هئا. ان شفقت هوندي به انتظام ۾ سخت هوندا هئا. نماز ۽ اخلاق ڏانهن خاص توجهه ڏيندا هئا. نماز تي نه پهچڻ واري کي سزا ڏيندا هئا ۽ شاگردن جي جسماني تربيت جو خاص خيال هوندو هون. مدرسه جا وڏا طالب عصر جي نماز کان پوءِ ميدان ۾ ملهون. ڪوڏي ڪوڏي ۽ ڊوڙون پائڻ ۾ مشغول هوندا هئا. انهن غير نصابي سرگرمين سان گڏ طلبا جي تعليمي امور جي به سختي سان نگراني ڪندا هئا ته جيئن ڪو به شاگرد پڙهائي يا مطالعي جي وقت ۾ پيا ڪم نه ڪري.

**قوم جي اصلاح:** - اسان جي قوم اندر ۾ فقيري سان گڏ جهالت سبب ڪيتريون ئي غير شرعي رسمون ڪاهي پيون هيون جن ۾ بي پردگي، اوليائن تي سکون باسڻ ۽ زالين مڙسين حضرت پير موسى نواب رحه جي مزار تي حاضري پرڻ ۽ پيون جاهلانه رسمون هيون. اندر ۾ قوم جي عيسائي پاڙي ۾ سي ڪان پهريان سائين هاليجوي رحه ديني تعليم حاصل ڪئي ۽ انهن ڪانپوءِ حضرت والد صاحب به پڙهڻ شروع ڪيو ۽ انهن پنهي گڏجي انهن بيهوده رسمن خلاف جهاد شروع ڪيو. سختي ۽ نرمي سان گڏيل جدوجهد ۽ محنت جي نتيجي ۾ انهن جي زندگي سان لاڳو معاملات ۾ تمام غيرشرعي رسمون به نڪري ويون. انهن سيني عيسائين جي گهرن ۾ شرعي پردو جاري ڪيو جنهن موجب عورت پنهنجي ڏير، سوٽ، ماسات ۽ هر ان عزيز کان به پردو ڪري ٿي جو سندس محرم نه آهي.

**تبليغ ۽ اصلاح المسلمين:** - عام مسلمانن جي اصلاح لاءِ مولانا جن تقريرن، درس قرآن ۽ ذاتي رابطه رکڻ ذريعي تمام گهڻي ڪوشش ڪئي. سندن تقرير مٺي ۽ درد سان پريل هوندي هئي تقرير ۾ قرآن ۽ حديث جا احڪام مناسبت سان سنڌي شعر ڪجهه عبرت ڏيندڙ قصا ۽ سبق آموز کلائيندڙ ٽوٽڪا به پيش ڪندا هئا. عام فهم معياري سنڌي ۾ نهايت ئي دلڪش وعظ هوندو هو. روهڙي ۾ درس قرآن جو سلسلو شروع ڪيائون جنهن ۾ هر طرف جا ماڻهو وڏي تعداد ۾ شريڪ ٿيندا هئا ۽ سندن زندگي ۾ درس قرآن انقلاب آندو. گهوٽڪي ۾ به مسجد ۾ صبح جي نماز کان پوءِ

درس قرآن ڏيندا هئا جنهن ۾ طالبن کانسواءِ پاڙي جا شيخ ۽ شهر جا ماڻهو تمام گهڻي چاهہ سان شريڪ ٿيندا هئا. عام ماڻهن سان سندن برتاءُ ۽ خوش خلقي تبليغ جو وڏو ڪردار ادا ڪيو. هرهڪ جي خدمت ڪرڻ ۽ ڏکويلن سان همدردي ۽ ضرورتمندن جي مدد ڪرڻ سبب هر طبقہ جا ماڻهو سندن قرب ۾ سڪون ۽ قرار محسوس ڪندا هئا. غريب مسلمانن کي واڻين جي وياج تي ڏنل قرض کان آجو ڪرائڻ لاءِ حتي الامڪان سندن اوڌر سوڌر جي مدد ڪندا هئا ۽ قرض جي وصولي ۾ ڏاڍي سهوليت ڏيندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن نقصان بہ برداشت ڪرڻو پوندو هون.

**فيصلا ۽ فتويٰ:-** گهوٽڪي ۾ مدرسہ جي لڳ رهندڙ شيخ، پٺاڻ، ڪوري ۽ پڻ هجن يا روهڙي جا شيخ ۽ قاضي اهي پنهنجي برادري جا معمولي توڙي اهم نوعيت جا فيصلا والد صاحب کان طئي ڪرائيندا هئا. پير فخرالدين شاهہ ۽ پير موسيٰ شاهہ جي مريدن يا هارين ۾ پيدا ٿيندڙ جهڳڙن نبيرڻ لاءِ مٺيان پير صاحب مولانا نور محمد جون خدمتون حاصل ڪندا هئا. پنهنجي برادري ۾ بہ سندن فيصلي کي وڏي اهميت حاصل هئي فتويٰ جي باب ۾ خاص ڪري ميراث ۾ سندن مهارت پنهنجو مٽ پاڻ هئي. ڪين مسئلو پڌائڻ لاءِ ڪتاب کولڻ جي ضرورت پيش نہ ايندي هئي. فقه جي ڪتابن جون عبارتون زباني ياد هون. ١٩٦٠ع ۾ جيتوڻيڪ پڙهائي ڇڏي ڏنائون ۽ بيمار بہ رهڻ لڳا تنهن هوندي بہ فتويٰ ۽ تحرير جو ڪم جاري رهيو سخت تڪليف جي حالت ۾ بہ ڏنئي کان ڏکيو مسئلو پوري اعتماد سان پڌائيندا هئا. هڪ دفعي اهڙي تڪليف جي حالت ۾ ڪجهہ ماڻهو مسئلو پڇڻ آيا مان ڪين تڪليف ڏيڻ مناسب نہ سمجهي ۽ ڪتاب کولي جاچ ڪري ان مسئلي جو جواب ڪاغذ تي لکيم ۽ والدصاحب کي پڙهي پڌايم پر انهن ان مسئلي جي جيڪا وضاحت ڪئي تنهن موجب منهنجو لکيل جواب غلط هيو ۽ سندن هدايت تي پيهر جواب لکيم.

**تقويٰ ۽ مسلڪ جي پابندي:-** پاڻ عابد، متقي ۽ حنفي مسلڪ جا سخت پابند هئا ۽ شرع جي ڳالهہ ۾ ڪابہ نرم پاليسي اختيار ڪرڻ لاءِ تيار نہ هوندا هئا جيڪو ماڻهو ڪانئن قرض ولندو هو تہ ان وٽان نہ ماني کائيندا هئا ۽ نہ وري ڪانئس ڪا سوکڙي قبول ڪندا هئا جيستائين اهو ماڻهو قرضدار رهي پر جيڪڏهن اهو مقروض محتاج هجي ۽ ان جي موڪليل سوکڙي موٽائي نہ سگهن تہ پوءِ ان جو حساب ڪري لکي ڇڏيندا ۽ اوترو انهيءَ جي قرض مان ڪاٽي ڇڏيندا هئا. انهيءَ احتياط لاءِ

امام اعظم رح جي مثال کي پنهنجي دليل طور پيش ڪندا هئا. امام ابو حنيفه رح کان ماڻهن سان ڳالهه ڪئي ته هڪ شخص جي دروازي تي ويا ته سندس جاءِ جي ڇاڇي ڪان پري تي اس ۾ ويهي رهيا ۽ ڇانوَ تي پڌايائون ته ڇونڪه ان گهر جي مالڪ ڏانهن منهنجو قرض آهي تنهنڪري مان مناسب نٿو سمجهان ته ان جي ڪنهن به شيءِ سان نفعو وٺان متان وياج ۾ شمار نه ٿئي.

ڳوٺن ۾ جمعو:- امام اعظم رح جي تحقيق مطابق ننڍن ڳوٺن ۾ جمعه جي نماز پڙهڻ جائز نه آهي. حضرت امروٽي سائين ۽ سندس صحبت ۾ رهندڙ ٻيا ڪيترا عالم سنڌ جي مخصوص حالات جي ڪري ڳوٺن ۾ جمعه نماز پڙهندا هئا. سائين جن هاليجوي هڪ پيري فرمايو ته سنڌ جي خاص حالتن ۽ ضرورتن جي ڪري سنڌ جي قاضي القضاة مخدوم نوح رح ٻين امامن جي مسلڪ مطابق ڳوٺن ۾ جمعو قائم ڪرڻ جو فيصلو ڏنو آهي ۽ اهڙو فيصلو شرعاً نافذ آهي. مگر حضرت والد صاحب امام اعظم جي مسلڪ تي قائل رهيا ۽ زندگي ڀر ڪڏهن به ڪنهن ڳوٺ ۾ جمعي جي نماز نه پڙهيائون ۽ ڪوشش ڪري اهڙي وقت شهر ۾ پهچندا هئا. اتفاقاً اهڙي هنڌ رهڻو پئجي وڃي ته نفل جي نيت ڪري جماعت سان شريڪ ٿيندا هئا ۽ بعد ۾ ظهر جو فرض ۴ رڪعتون پڙهي ڇڏيندا هئا. ( مولوي عبدالمعيد عيساڻي )

حضرت استاد مولانا نور محمد وٽ مون قرآن پاڪ جو ترجمو ۽ ڪجهه پارسي ڪتاب پڙهيا هئا. حضرت پير فخرالدين شاه فرمائيندا هئا ته مولانا نور محمد جي ذهانت ۽ قابليت ايتري بلند آهي جو دارالعلوم ديوبند جي صدر مدرس ٿيڻ جو اهل آهي. لواري جي حج ختم ڪرائڻ لاءِ پاڻ جيل ۾ ويا هئا. اهو پاڻ پڌايو هئائون. مولانا جن حضرت مولانا محمد اسماعيل پنهور وٽ به پڙهيا هئا. (عبدالوهاب چاچڙ )

## مولانا عبدالباري

پيدائش:- مولانا نور محمد انڙ جي فرزند ۽ حضرت هاليجوي جي ڏوهٽي مولانا عبدالباري جي ولادت سال ١٩٢٥ع ۾ هاليجي شريف ۾ ٿي ۽ تقريباً ٢٠ ڏينهن ڪانپوءِ

ڪھوڙڪي ۾ آيا جڏھن سندس عمر ٥ سالن جي ٿي تہ قائدو ڪٺي ڳوٺ ابراھيم انڙ تعلقہ پنوعاقل جي ميانجي امير بخش وٽ پڙھڻ ويٺو ۽ ٿوري وقت ۾ قرآن شريف پورو ڪيائين ان ڪانپوءِ پين پارن کي پڙ واري پرداد ڳوٺ جي اسڪول ڏانھن ويندو ڏسي پاڻ بہ پڙھڻ شروع ڪيائين اتي سنڌي ٣ درجا پڙھيائين تہ والد صاحب سان گڏجي ڪيس رحمتخان ڳبول جي ڳوٺ وڃڻو پيو ڳوٺ رحمت خان ۾ استاد حافظ ؒ ملڪ صاحب ڪھوڙڪي وارو بہ پڙھائيندو ھو مولانا عبدالباري پنھنجن مامن حاجي محمود احسن ۽ حافظ محمود اسعد سان گڏ استاد حافظ صاحب وٽ قرآن شريف ياد ڪرڻ شروع شروع ڪيو۔ قرآن شريف پورو ڪري وري اسڪول ۾ داخل ٿيو مگر بيمار ٿيڻ سبب اسڪول ڇڏي ڏنائين۔ صحتمند ٿيڻ تي مدرسہ قاسم العلوم ڪھوڙڪي ۾ پڙھڻ شروع ڪيائين مگر جلد ئي پيھر بيمار ٿيو ۽ ڪيس ھاليجي شريف اماڻيو ويو پورا پارھن مهينا سخت بيمار رهيو جنھن دوران ڪافي عرصو بيھوش پيو ھوندو ھو۔ سندس نظر بالڪل ختم ٿي ويئي ھئي ۽ ڪافي دعائن ۽ دوائن ڪانپوءِ ڪيس نظر پوڻ لڳي ۽ وري پڙھڻ شروع ڪيائين۔ دستاربندي جامعہ دارالھديٰ حبيب آباد (ٺيڙھي) مان ڪيائين۔ ان ڪانپوءِ ٢٠ سالن جي عمر ۾ دارالعلوم ديوبند مان دوره حديث پڙھي دستاربندي ڪيائين۔

**تدريس ۽ تبليغ:-** ١٩٤٦ع ۾ چڪ (تعلقہ سکر) ۾ پڙھائڻ شروع ڪيائون ۽ ڪجھہ عرصو کھڙن (تعلقہ گمبٽ) ۾ پڙھايائون۔ سال ١٩٥٠ع ۾ پيرڳوٺ جي ھاءِ اسڪول ۾ عربي ٽيچر مقرر ٿيو جتي فيبروري ١٩٥٣ع تائين پڙھائيندو رهيو۔ ان عرصي ۾ پيرڳوٺ ۽ آسپاس جي ماڻھن ۾ دين ۽ ديني تعليم لاءِ زبردست چاھہ پيدا ڪيائون مسجد سالار ڪوه ۾ ديني تعليم جو مرڪز قائم ڪيائون جيڪو اڄ بہ ھڪ عاليشان مدرسہ جي صورت ۾ تعليمي خدمتون سرانجام ڏيندي سنڌن ياد ڪي قائم رکيو اچي ٿو۔

ان تعليمي مرڪز ۾ اسڪول جا شاگرد، استاد، دڪاندار، مزدور ۽ ھر طبقي جا ماڻھو ديني تعليم حاصل ڪرڻ ايندا ھئا ١٩٥٣ع جي مارچ مهيني ۾ تحريڪ ختم نبوت جي سلسلي ۾ گرفتار ٿي اٽڪل ماڏا ڇھہ مهينا سينٽرل جيل سکر ۾ گذاريائين جيل مان آزاد ٿي اسڪول مان استعفيٰ ڏيئي مدرسہ تعليم الدين پريالوءِ ۾ پڙھائڻ شروع ڪيائون جيڪو ان وقت دين محمد شاه واري مسجد ۾ ھوندو ھو جتان پوءِ پريالوءَ جي جامع مسجد ۾ منتقل ٿيو۔ ١٩٥٧ع ۾ پريالوءَ ڇڏي مدرسہ قاسم العلوم ڪھوڙڪي ۾ پڙھائڻ لڳا ١٩ يا ٢٠ مارچ ١٩٥٨ع ۾ اسر مھل سنڌن روح پرواز ڪري وڃي

مالڪ حقيقي سان مليو ۽ جسم خاڪي شاه قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**نڪاح ۽ اولاد:-** سندن نڪاح ميان عبدالرحيم انڙ جي نياڻي سان ٿيو جيڪو سنڌ جي برک عالم دين مولانا قطب الدين انڙ جو والد هو مولانا عبدالباري جي نشاني هڪ پٽ آهي جو سندس وفات کان اٽڪل ۵ مهينا پوءِ ڄايو ان جو نالو پاڻ اڳ ۾ ئي زبير احمد رکيو هئائون. زبير احمد قرآن پاڪ جو حافظ آهي ۽ مدرسه مظهرالعلوم کڏه ڪراچي ۾ پڙهي رهيو آهي. سندس ۳۳ ساله زندگي جيل ۾ يا پڙهائي ۾ يا تبليغ ۾ مصروف گذري. هو بيڪ وقت انقلابي رهنما، مهربان استاد ۽ دردمند مبلغ هيو.

**تحريڪ تحفظ ختم نبوت:-** ۱۹۵۳ع واري مشهور تحريڪ تحفظ ختم نبوت ۾ مولانا جن ميرپورخاص مان هڪ وڏو جٿو تيار ڪري ڪراچي پهتا اتي کين گرفتار ڪري شهر کان ٻاهر غيرآباد جاين تي ڇڏو ڪري آيا انهن موٽي گهوٽڪي آيا ۽ مختلف هنڌن تي تقريرون ڪري ماڻهن کي گرفتاري لاءِ تيار ڪندا رهيا. ۲۸ فبروري ۱۹۵۳ع تي سندس وڏو ڀاءُ مولانا نذير حسين گرفتار ٿي چڪو هيو ۽ انهي ڪانسواءِ سيد عطاالله شاه بخاري ۽ ڪيترا ٻيا مذهبي رهنما مارچ جي شروع تائين جيل پهچي چڪا هئا. ان ڳالهه کين ڏاڍو بيقرار ڪيو ۽ چوندا هئا ته عطاالله شاه جهڙا قيد جي ڪوٺڙي ۾ بند هجن ته اسان پنهنجي گهرن ۾ بسترن تي ڪيئن آرام ڪري ٿا سگهون نيٺ کين مارچ مهيني جي وچ ڌاري گرفتار ڪري سينٽرل جيل سکر جي ڦاسي گهاٽ ۾ رکيو ويو جيل ۾ نه پاڻ آرام ڪيائون ۽ نه وري جيل جي عملدارن کي آرام ڪرڻ ڏنائون. سندن ماني دروازي کان اندر ڪري رکي ويندي هئي جنهن مان حسب ضرورت ٻه چار گراهه کائي ساڳي جاءِ تي اهڙي طرح رکي ڇڏيندا هئا جو ماني آڻڻ وارو ائين سمجهندو هو ته مولانا ماني نٿو کائي ويتر جو ڪو آفيسر اچي ته ان کي اهڙي رڪ ڏين جو چٽڪ، اٿي ويهي نٿا سگهن جنهن مان انهن اهو سمجهيو ته مولانا بک هڙتال ڪئي آهي نيٺ کين وڏي ڀاءُ مولانا نذير حسين جي وارڊ ۾ پهچايائون جنهن انهن کــــي خاطري ڏني ته مان ان جي بک هڙتال ختم ڪرائيندس. مولانا صاحب پنهنجي ڀاءُ کي حقيقت ٻڌائي ته مان بک هڙتال ڪونه ڪئي هئي ٻر چڙو ختم نبوت جي مخالف حڪومت کي پريشان ڪرڻ لاءِ اهڙو طريقو اختيار ڪيو هيم. جيل جي اندر سندن مصروفيت ٻه وارن قيدين کي تبليغ ڪرڻ يا تلاوت قرآن هئي. ويهي ڪري يا بيٺل يا پنهنجي وارڊ ۾ گهمندي قرآن پڙهندا رهندا هئا ۽ رات جو ٻه ڪافي وقت

نماز ۾ بيهي قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندا هئا. روزانه قرآن پاڪ جو ختم ڪرڻ سندن اهڙو معمول هيو جو بيماري ۽ تڪليف ۾ به ان ۾ ڪو فرق نه آئيندا هئا. اٽڪل ساڍا ڇهه مهينا جيل ۾ گذارڻ کانپوءِ کين آزاد ڪيو ويو.

**بحيثيت استاد:-** استاد جي حيثيت ۾ سندن طريقڪار ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو (١) اسڪول ۾ استاد جي حيثيت (٢) ديني مدارس جي استاد جي حيثيت (٣) عام شهري ياشندن جي استاد جي حيثيت.

**اسڪول ۾ استاد:-** ضلع سکر لوڪلبورڊ جي چيف آفيسر جو چوڻ آهي ته جڏهن مان مولوي عبدالباري کي ڏٺو ته مون نئي سمجهيو ته هي سادو ڇوڪر ڪو مولوي ٿي سگهي ٿو يا ڪنهن اسڪول ۾ هڪ ڏينهن لاءِ به پڙهائي سگهي ٿو پر جيئن ته سندس والد مان انکي نوڪري ڏيڻ لاءِ واعدو ڪري چڪو هيم سو مجبوراً کيس پيرگوٺ هاءِ اسڪول ۾ آرڊر ڏنم ۽ مونکي پورو يقين هيو ته پهرين ڏينهن ئي شاگرد تنگ ڪري کيس اسڪول ڇڏائيندا مگر ڪجهه عرصي بعد اسڪول جي انسپيڪشن لاءِ ويم ته اسڪول جو تمام اسٽاف سندس پڙهائي ۽ انتظامي اهليت جو مداح هيو ۽ شاگرد سندس ضابط ۾ ٿي ڏٺم.

مولانا عبدالباري اسڪول جي شاگردن کي دين جي بنيادي اصولن کان واقف ڪندا هئا کين اخلاقي ۽ مذهبي تربيت. نماز جي پابندي ڪرائڻ سان گڏ نظم ۽ ضبط جو پابند بڻائيندا هئا. اسڪول ۾ يا بازار ۾ ڪنهن شاگرد کي شرارت ڪندي ڏسندا هئا ته ان کي هدايت به ڪندا هئا ۽ سزا به ڏيندا هئا. چڱن ڪمن ڪري سندن همت افزائي ڪري دل وڌندا هئا. اهو ئي سبب آهي جو شاگردن جي دلين ۾ هيبت سان گڏ ان لاءِ عقيدت ۽ احترام به رهندو هيو. پارن ۾ اصلاح ڏسي انهن جا والدين يا اسڪول جا پيا استاد مولانا سان بيپناهه عقيدت رکندا هئا. شاگرد نماز جا عادي بنجي ويا ۽ ازخود مسجدن ۾ وڃي قرآن شريف جي تعليم پڙهڻ لڳا.

**ديني مدارس جي استاد جي حيثيت ۾:-** سندن پڙهائي جو طريقو عام استادن کان مختلف هوندو هيو. هو پڙهائڻ وقت ڪتاب جي عبارتن تي تقرير يا عجيب و غريب نڪته بيان ڪرڻ بدران شاگردن ۾ ڪتاب سمجهڻ جو ملڪو پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا هو شاگرد کان عبارت پڙهائيندا هئا ۽ جتي غلطي ڪندو هيو ته ڪانئس پڇندا هئا ته ان لفظ کي اعراب ڪهڙو اچي ٿو؟ عبارت پڙهڻ کان پوءِ

شاگرد کي ترجمو ڪرڻ ۽ جملا جو مطلب ٻڌائڻ لاءِ چوندا هئا ۽ جيڪڏهن غلطي ڪري ته سندس توجه ڇڪائيندا هئا ۽ کيس مطالعو ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪندا هئا جنهنڪري شاگرد مطالعي وقت ڪتاب کي صحيح سمجهي ايندا هئا ۽ انهن ۾ استعداد پيدا ٿيندو هو.

**عام شهري باشندن جي استاد جي حيثيت ۾ :-** مٿي ذڪر ڪيل اسڪول ۽ مدارس ۾ باقاعده تعليم ڏيڻ کانسواءِ ڪاروباري ۽ ملازم پيشه عام شهرين جي تعليم لاءِ پيرڳوٺ جي سالار ڪوه واري مسجد ۾ هڪ مرڪز قائم ڪيائون جتي قرآن پاڪ جو لفظي ترجمو ۽ مولانا عبدالستار خان جو جوڙيل ڪتاب "عربی کا معلم" پڙهايو ويندو هو. پڙهائي جا اوقات مغرب کان عشاء تائين اٽڪل ڀڳ ڪلاڪ ۽ صبح جي نماز کان پوءِ اٽڪل ڏيڍ ڪلاڪ ڪن هيو. انهيءَ وقت مسجد ڪراڙن ۽ نوجوان شاگردن سان ڀري پئي هوندي هئي. هن درسگاه جي خصوصيت اها هئي جو انهن ۾ پيءُ ۽ پٽ، پوٽو ۽ ڏاڏو ٻه هم درس هوندا هئا ان مرڪز جي زير نگراني شهر جي ٻين مسجدن ۾ به انهيءَ طرز تي پڙهائڻ جو بندوبست ڪيو ويو. مولانا اميرالدين به گهڻا سال انهيءَ مرڪز ۾ پڙهائيندو رهيو. قرآن پاڪ جي معنيٰ پڙهڻ جي ڪري پيرڳوٺ جي عام شهرين ۾ تمام سٺي تبديلي آئي.

**ذاتي خوبيون :-** پنهنجي والدين ۽ وڏن ڀائرن جو تمام گهڻو ادب ڪندو هيو. سندن راءِ کي ڪڏهن به رد نه ڪندو هيو. سندن آڏو پنهنجي تڪليف ظاهر نه ڪندو هو ۽ نه وري پيءُ ماءُ کي پنهنجي ضرورت ٻڌائيندو. کيس جيڪا پگهار ملندي هئي ته ان سان بغير ڪنهن پائي ڪپائڻ جي سموري بابا سائين جي آڏو رکندو هو ۽ جيڪا پنج ڏهه روپيا خرچي ملندي هيس تنهن سان به بچائي ننڍن ڀائرن تي خرچ ڪندو هو. پيءُ ماءُ جي آڏو ڪنڌ جهڪائي نهايت ادب سان گفتگو ڪندو هو جيئن هڪ ڇوٽو نوڪر پنهنجي نهايت ئي ڪاوڙيل حاڪم سان پيش ايندو آهي. مٽن مائٽن ۾ پاڻ کان عمر يا مٽي جي لحاظ کان وڏن سان ادب ۽ ننڍن سان شفقت سان پيش ايندو هيو. سندس ڪوشش هئي ته پنهنجي مائٽن جي ٻارن کي پاڻ سان ولي ديني مدرسن ۾ داخل ڪن. ۽ ڪوشش سان ڪافي ٻارن ان وٽ يا ٻين مدرسن ۾ پڙهڻ شروع ڪيو. پنهنجي ننڍن ڀائرن سان حافظ محمد انور کي سندس ملازمت جي مصروفيت هوندي به چڱا ڪتاب پڙهايائين ۽ ننڍي ڀاءُ فضل الله ابو عبدالمعيد) کسي ڪن سالن

۾ درس نظامي پڙهائي دارالهديٰ ٺيڙهي ڏانهن دوره حديث لاءِ موڪليائون.

( ابو عبدالمعيد عيسائي )

# مولانا محمد اسماعيل سومرو

مولانا موصوف جي جنم جي تاريخ معلوم نه سگهي آهي. اندازي موجب هاڻ ۱۴ صدي هجري جي ابتدا ۾ پيدا ٿيا. مولانا جي جنم جو هنڌ ڪوٺلو مرزا لڳ ٻاگو پنو تعلقه اٻاوڙو ضلع سکر آهي. هاڻ قوم جا سومره هئا. سندن والد جو نالو مياں اللہ رکيو هو. ميان اللہ رکيو هڪ نيڪ مرد، پرهيزگار، متقي ۽ تهجدگذار هو. اهو ڳئنگ مين هو. پنهنجي زندگي ريلوي جي ملازمت ۾ بسر ڪيائين. حضرت حافظ محمد صديق رحه ڀرچونڊي شريف وارن جو مريد هو. پنهن جي پياري پٽ کي ديني تعليم ڏيارڻ لاءِ ديني مدرسي ڳوٺ جهنگل ملڪ تعلقه اٻاوڙه ۾ داخل ڪيائين جنهن ۾ مولانا محمد اسحاق پنو پڙهائيندو هو. ڪجهه وقت اتي رهي ڪانپوء اتان چڙهي مدرسه نعمانيه لاهور ۾ تعليم حاصل ڪيائون. اتان ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيائون ته وڏي مسافري جي ڪري والدين جي ناراضگي سبب وري موٽي اچي ساڳي مدرسه جهنگل ملڪ ۾ تعليم جاري ڪيائون. مگر ڳوٺ جي ويجهڙائي ڪري تعليم ۾ خلل پيو پوي. والدين جي اجازت بغير اتان نڪري ويا. ڪيترو وقت گم هئا. عزيز اقربا ڳولي ڳولي ٿڪجي پيا. آخر خبر پئي ته مدرسه ديرجهنڊي ۾ تعليم وٺي رهيا آهن. ان وقت ۾ حديث ۽ تفسير مولانا عبيداللہ سنڌي پڙهائيندا هئا. مولانا خليل اللہ جيڪي هن وقت ايسو ڊيڪري ڏهرڪي جي جامع مسجد جا خطيب آهن تن جا هم سبق هئا. اتان سندن والد ميان اللہ رکيو زوري وٺي آيو. جو هاڻ ڳوٺ اچڻ تائين روئيندا آيا. ٻاهر وڃڻ ڪان والد صاحب ناراض ٿيندا هئا تنهڪري لکپور تعلقه اوباوڙه ۾ مولانا عليشير (جيڪي وقت جا ولي هئا. راڄپور اٻاوڙي واري جي ڪن عالمن جي شاگرد ۽ ڪن جا استاد هئا ۽ ميان عبداللہ صاحب ڀرچونڊي شريف وارن جا استاد هئا). ان وقت ۾ ڀرچونڊي شريف جي بزرگن جا فرزند ۽ راڄپور جي عالمن جا ٻار به تعليم وٺندا هئا جن مان مولانا عبدالحليم صاحب چاچڙ به هئا. ڪيترا طالب افغانستان، هندستان ۽ بنگال جا تعليم وٺندا هئا. مولانا نور محمد انڙ به ان ڏينهن ۾ پڙهندا هئا. جتي

مولانا پنهنجي تعليم جي تڪميل ڪئي. ظاهري تعليم پوري ڪري باطني علم لاءِ وقت جي ولي حضرت مولانا تاج محمود امروٽي جي خدمت ۾ ڪجهه وقت گذاريائون. اتان باطني فيض وٺي پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ آيا. جتان نئين ڪوٽ جا لاڙڪ زميندار مولانا کي پنهنجي ڳوٺ لڏائي ويا اتي درس تدريس جو ڪم شروع ڪيائون. مسجد جا خطيب ۽ پيش امام ٿي رهيا. وڏا مقرر ۽ مبلغ مشهور ٿيا. واعظ تبليغ ۾ ڪڏهن به ڪنهن کان هڪ پيسو به نه ورتائون. هميشه سادگيءَ سان گذاريندا هئا. سادو لٽو پائيندا هئا. سادو کاڌو کائيندا هئا. اڪثر پيادل سفر ڪندا هئا ڪو سواري وٺي ايندو هو ته ناراضگي جو اظهار ڪندا هئا جيڪڏهن پيا ماڻهو پيادل هوندا هئا ته پاڻ گهوڙي تي نه چڙهندا هئا. جيڪڏهن ڪو تنگ ڪندو هو ته کيس چوندا هئا ته تون هل مان پوءِ ايندس. پاڻ تقرير ۾ فرمائيندا هئا ته مولوين کي تقرير تي ڪجهه به نه ڏيندا ڪريو. پاڻ به اصل ڪجهه نه وٺندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا ڪرايه جا مولوي حق ڪڏهن به چئي نه سگهندا. تقريرن تي وڃڻ ڪري مدرسه جو ڪم گهٽ ٿي ويو پوءِ فتوي جو ڪم شروع ڪيائون. فتوي ۾ به ايڏا ته ماهر ۽ مشهور ٿي ويا جو پرچوندي ۾ به مولانا جي فتوي تي عمل ٿيندو هو. هميشه مولانا کان فتوي گهرائيندا هئا. جج به ڪيترا فيصلا مولانا ڏانهن موڪليندا هئا. ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڪمشنر به شرعي فيصلا مولانا ڏانهن موڪليندا هئا. فتوي لکڻ جو ڪوبه اجورو ڪونه وٺندا هئا. وڏن ماڻهن سان ملڻ کان ڏاڍو پاسو ڪندا هئا. کين فرمائيندا هئا ته اوهان جي اچڻ ۾ مونکي تڪليف ٿيندي آهي ۽ وقت ضايع ٿيندو آهي. وڏن ماڻهن جا نذرانه به قبول نه ڪندا هئا. سڄي زندگي غريبي ۽ مسڪيني ۾ گذاريائون زمين جو هڪ پارو به هٿ نه ڪيائون. وڏا آفيسر سندن معتقد هئا مگر انهن کان ڪڏهن به فائدو نه ورتائون. مولانا جي ڪوشش سان هتي هڪ عاليشان مسجد جڙي تيار ٿي جنهن ۾ مولانا جا پنهنجا توحيد ۽ حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جي تعريف جا شعر لکيل آهن. مولانا جا شعر عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌي ۾ چيل آهن. مولانا جي فتوائن جو هڪ وڏو رڪارڊ آهي. مولانا صحابه ڪرام جي دشمنن سان مناظره به ڪندا هئا اهي مناظره شروعاتي دور ۾ ڪندا هئا. پڇاڙيءَ ۾ وصيت فرمائي ويا ته منهنجي قبر عام قبرستان ۾ ڪجو ڪابه امتيازي صورت نه هجي قبر ڪچي هجي. منهنجي لاءِ بخشش جي دعا گهرندا رهندا. پوين ۳ فرزند ۽ ۲ نياڻيون ڇڏي ويا جن سڀني جون شاديون ٿيل آهن

جن مان ۲ عالم آهن. هڪ مولوي عبدالعزيز ۽ ٻيو عبدالحڪيم. مولوي عبدالعزيز مسجد جو خطيب ۽ پيش امام آهي حڪمت جو ڪم به ڪندو آهي. مولوي عبدالحڪيم دڪانداري جو ڌنڌو ڪري. هاڻ وڃي پنهنجي رب سان ملاقاتي ٿيا.

( حافظ محمد اسماعيل ڪاڇو. ڏهرڪي )

# مولانا حافظ محمد يونس رحه

تعلق گهوٽڪي ۾ ڳوٺ جهنگل گهوٽو ۾ پيدا ٿيا سندن والد جو نالو حاجي پيلو هو ۽ پير خدا بخش شاه ان جو نالو ڦيرائي نور محمد رکيو اهو اولياءِڪرام جو صحبتي ۽ خدمتگذار هو. پنهنجي ڳوٺ کي مدرسي حفظ القرآن رحمو والي ۾ داخل ڪيائين جتي حافظ محمد موچاري پڙهائيندو هو. اهو ۽ حافظ محمد عثمان عمر ڏيڏي وارو استادالڪل حافظ شير محمد مشوري جا شاگرد هئا جنهن کي سيدالعارفين حافظ محمد صديق ڀرچونڊوي پڙهايو هو. حفظ القرآن کان پوءِ حسين پيلي ۾ عبدالستار خان ۽ محمد فقير گهوٽو وٽ پارسي شروع ڪيائون. پارسي ۾ سندس چاچي ملا آدم به مولوي صاحب کي چڱي مدد ڏني. فارسي جي تڪميل لاءِ مولانا نور محمد عاداپوري وٽ ويا. ڪجهه تعليم حضرت مولانا محمد اسماعيل پنڻ ۽ حضرت مولانا نور محمد انڍڙ کان به پرايائون. حضرت پير فخرالدين شاه فرمائيندا هئا ته مولانا نور محمد انڍڙ دارالعلوم ديوبند جي صدر مدرسي جي لائق آهن.

والد صاحب (مولانا محمد يونس) ۽ نومسلم شيخ خوش محمد (جنهن کي پوءِ هاليجي شريف ويندي سندس سالن پيلي جي اندر شهيد ڪري ڇڏيو) حضرت امروٽي رحه وٽ علم جي دعا گهرائڻ ويا. حضرت امروٽي رحه مولانا عليشير لڪپوري کي لکيو ته هي ۽ منهنجا ٻئي اچن ٿا انهن جي پارت اٿو. مولانا جن ڪين وڏي شفقت سان پڙهايو. حافظ محمد يونس ختم قرآن جو اتي پڙهيو ماڻهن خيراتون ۽ عطيا ڏنا. مولانا لڪپوري حافظ صاحب کي چيو اوهان ڪجهه نه وٺو ته اوهان کي گهڻي برڪت پوندي. ان کانپوءِ حافظ صاحب ڪڏهن به تراويح ۾ ختم ڪرڻ تي ڪجهه نه ورتو. تان ته ڳوٺ وارن جو ڪير به قبول نه ڪندا هئا. مولانا جن آخري ڪتاب حضرت مولانا اسعد علي جيڪب آبادي وٽ پڙهيا. فراغت کانپوءِ مدرسه قاسم العلوم ۾ پڙهائڻ شروع ڪيو.

پارسي ۽ ارشادالصرف ۾ تہ يڪتاءِ زمانہ ھئا. حضرت مولانا قاري محمد عيسيٰ ۽ مولانا عبدالحق پڻ ہہ ڪجھہ وقت وٽن پڙھيا ھئا. مولانا جن پنھنجي بزرگن جا تمام گھڻو عقيدت مند ھئا۔ ڳالھہ ڪندا آھن تہ ڪنھن ماڻھو رستي ويندي درڳاھ سان منھنجي ولادت جي خبر ڏني. ان کي چيائون ادا تنھنجو نالو ڇا آھي؟ ان چيو سدورو. مولانا جن فرمايو خدا ڪندو منھنجو پٽ بہ سدورو ٿيندو. منھنجو نالو نصرالله رکيائون پر جڏھن شرح وقايہ پڙھائيندي مولانا عبدالحي لکنوي جو علم بحر ڏٺائون تہ منھنجو نالو بہ عبدالحي رکيائون ۽ پڙھڻ جي شروعات حضرت ھاليجوي کان ڪرايائون جو حضرت جن پارسي جو سبق مونکي پاڙھي علم جي شروعات ڪئي ۽ دستاربندي بہ پنھنجي ھٿن سڳورن سان ڪرايائون. جڏھن مونکي ديوبند موڪليائون ان وقت حالتون ٺيڪ نہ ھيون تقسيم واري خونريزي جا اثرات موجود ھئا پر ان ھوندي بہ مون کي حضرت مدني جي خدمت ۾ روانو ڪيائون. مولانا جن ڪن سببن ڪري مدرسہ قاسم العلوم کي ڇڏي گھر وجي رھيا. مولانا غلام رسول چنو، باغ چنہ کان ھنڌ اچي ڳوٺ سان سبق وٺي گھر موٽي ويندو ھو. پوءِ مولانا غلام رسول چنو ڪين مدرسہ مظھرالعلوم باغ چنہ وٺي ويا ۽ اتي ڪجھہ وقت درس ڏنائون. پوءِ حضرت پير فخرالدين شاھ ۽ حضرت مولانا عبدالرزاق جي حڪم سان پاڻ مدرسہ قاسم العلوم گھوٽڪي جا سفير مقرر ٿيا. ديانت ۽ امانت ۾ مثالي ھئا. ھڪ پيري سندن کيسي ۾ پيل مدرسي جي قلم سان ڪجھہ لکڻ چاھيم تہ جھٽ کسي ورتائون ۽ تنبيہ ڪندي فرمايائون دارالعلوم ديوبند مان ھن لاءِ پڙھي آيا آھيو تہ مدرسي جي امانت ۾ خيانت ڪريو. آخري عمر ۾ مجذوبيت جي حالت ۾ ھئا سندن وفات سومر ڏينھن ٢٥ محرم ١٣٩٨ھ ۾ ٿي. کيس پنج فرزند آھن (١) "شيخ الحديث حضرت مولانا" عبدالحي حسيني فاضل دارالعلوم ديوبند (٢) عبدالعزيز (٣) عبدالقادر (٤) حافظ نور محمد سفير مدرسہ قاسم العلوم گھوٽڪي (٥) عبدالخالق ۽ ھڪ نياڻي آھي جيڪا مولوي قاري حافظ عبدالرحيم گھوٽہ جي نڪاح ۾ آھي. (حضرت مولانا عبدالحي بن مولانا محمد يونس رحہ)

## مولانا در محمد گھوٽہ

ھيءُ بزرگ ڳوٺ مراد گھوٽہ ۾ پيدا ٿيو ۽ اھو ميانجي ڪوڙل جو پيو نمبر پٽ ھو. مراد ڳوٺ ڪنھن زماني ۾ جيد عالمن جو مولد ۽ منشا ھو. حضرت مولانا

محمد ڪامل ڪنڀاري ۽ حضرت مولانا محمد حيات ڪنڀاري ۽ ٻيا بزرگ اصل ۾ ان ڳوٺ جا آهن جن جو ذڪر عمدة الآثار في تاريخ ڪنڀار ۽ الرحيم (حيدرآباد) جي مشاهير نمبر ۾ آهي. مولوي دُرمحمد مرحوم جو تعلق به انهيءَ خاندان سان آهي. اهو گهڻو علم مولانا محمد يونس سان گڏ پڙهيو ۽ ڪجهه وقت ميانجي احمد (شيخائي واري) وٽ به پڙهيو. ١٥ رمضان المبارڪ ١٣ ھ ۾ وفات پاتائين ڪيس ٽي پٽ آهن (١) مولوي عبدالحليم جيڪو عربي ٽيچر آهي (٢) حافظ عبدالقيوم ٽيون پٽ مجذوب آهي ۽ ٻه نياٽيون به آهن. ( حافظ نور محمد گهوڙو )

## مولانا حافظ استاد ثناءالله سنگهڙ

مولانا ثناءالله ذات جا سنگهڙ هئا. تعلقه گهوٽڪي ۾ ٻيرل سنگهڙ ڳوٺ ۾ تولد ٿيا. سندس مائٽ سڀ جاهل ۽ جرائم پيشه ماڻهو هئا. سندن اصلي نالو سانوڻ هو. مولوي محمد قاسم چاچڙ وٽ قرآن مجيد ناظره ۽ ڪجهه حفظ ڪيائون. مولانا محمد قاسم چاچڙ ان جو نالو ڦيرائي ثناءالله رکيو. مولانا ثناءالله گهڻو حفظ القرآن حافظ حاجي محمد عثمان وٽ عمر ڏهي ۾ ڪيو. ان سال مسلمانن هندن جا عام ڌاڙا هنيا هئا. پارسي عادلپور ۾ مولانا نور محمد ملڪ وٽ پڙهيا ۽ ڪجهه نئين ڪوٽ ۾ مولانا محمد اسماعيل سومري وٽ به پڙهيو. ان کان علاوه مولانا اميد علي، مولانا نور محمد انڍڙ ۽ مولانا عبدالرزاق وٽ به پڙهيا. فنون جا آخري ڪتاب داد لغاري ۾ مولانا عبدالمجيد چاڪي وٽ پڙهيا. جڏهن مان صرف پڙهڻ لاءِ داد لغاري ويم تڏهن مولانا عبدالمجيد پنجاب پڙهڻ لاءِ ويو هو ۽ مولوي ثناءالله طالبن کي سبق ڏيندو هو. ان ان کانپوءِ اسان پيئي مولانا عبدالمجيد سان گڏ ڳوٺ علي شاه تعلقه سکر ۾ آياسين. ان مدرسه ۾ مولانا اميد علي ۽ مولانا عبدالرزاق به پڙهائي چڪا هئا. ان کانپوءِ اسان پيئي سومراڻي آياسين. مولانا ثناءالله اڳ ۾ به اتي پڙهي چڪو هو. مولانا محمد يعقوب جي والد مولانا عبدالحي وٽ پڙهياسين. ڪجهه وقت مولانا علي محمد ڪاڪيپوڻ وٽ به پڙهياسين. جهنجا ڳوٺ (تعلقه ڪنڊڪوٽ ۾) مولانا فقير محمد وٽ به پڙهڻ ٿيو. ان کانپوءِ مولانا ثناءالله اسان کان جدا ٿي گماٽي (رياست بهاولپور) ۾ مولانا حبيب الله

وٽ وڃي پڙهيا ۽ اتي ئي فارغ ٿيا. فارغ ٿي مدرسه قاسم العلوم گهوٽڪي ۾ گهڻو عرصو پڙهايائون. پوءِ مدرسه مدينة العلوم پنوعاقل ۾ ڪجھ وقت پڙهائو ۽ وري قاسم العلوم گهوٽڪي ۾ پوءِ صادق ڳوٺ لڳ قادرپور ۾ پوءِ ڪجهه وقت مدرسه دارالسعادت قادرپور ۾ پوءِ آخر تائيـــن صادق ڳوٺ ۾ پڙهائيندا رهيا ۽ تاريخ ٢٢-١-١٩٧٣ع مطابق ١٧-١٢-١٣٩٢ه ۾ وفات ڪيائون پٺيان پٽ ايوب ۽ حبيب الله اٿن جيڪي پڙهي رهيا آهن. حضرت مولانا نهايت متقي هئا مشڪوڪ مال هٿن سبب مائٽن جي گهر جي ماني نه کائيندا هئا. پڙهڻ واري زمانـــي موڪل جا ڏينهن عمر ڏهي ۾ حافظ محمد عثمان وٽ گـــذاريندا هئا. سندن شاگرد بي شمار آهن. (حافظ دوست علي لکي)

منهنجي فارسي ۽ عربي جي ابتدائي تعليم مدرسه قاسم العلوم گهوٽڪي ۾ حضرت استاد مولانا ثناءالله وٽ ٿي. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا عبدالمجيد ڀيو رحه

قريباً ١٣١٥ه ڳوٺ ڏيتا ڀيو تعلقه اباوڙه ۾ تولد ٿيا والد جو نالو مياجي احمددين هو. ٤-٥ سالن بعد سندن والد ميانجي احمد دين ڪنهن سبب سان اصلوڪي ڳوٺ مان لڏي تعلقه ڪشمور ضلع جيڪب آباد جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ بنڊ ۾ وڃي سڪونت اختيار ڪئي جتي ابتدائي قرآن پاڪ جي تعليم پنهنجي والد وٽ شروع ڪيائون. مولانا جو اصل نالو محمد عيسيٰ هيو. جڏهن ١١-١٢ ورهين جي عمر جا ٿيا ته انهيءَ ڳوٺ ۾ سيد حاجي شير محمد شاه رحه آيا. ميانجي احمد دين پنهنجي پٽ محمد عيسيٰ سميت سلام ويو حضرت پير صاحب جن ميانجي صاحب کي چيو ته تون پنهنجو پٽ اسانجي حوالي ڪر ته ڪيس تعليم ڏياري وڃي. جو پار ذهين ۽ فهيم نظر ٿو اچي تڏهن سندن والد صاحب خوشي سان انهي آڇ کي قبول ڪيو حضرت پير صاحب جن کين مدرسه قاسم العلوم ۾ داخل ڪرايو ۽ ڪفالت پنهنجي ذمه فرمايائون. دوران تعليم سندن هم سبقي مولانا قاري محمد عيسيٰ پنو ۽ مولانا محمد عالم پسنو ميرپوري ۽ پيا هئا. جيئن ته ساڳئي مدرسي ۾ هم سبقي ۽ هم نام به فرد ٿي پيا. انهيءَ ڪري پير صاحب

جن محمد عيسیٰ پيءِ جو نالو تبديل ڪري عبدالمجيد رکيو.

سندن استادِ اکرام:- حضرت مولانا عليشير لڪپوري، حضرت مولانا اميد علي رحہ حضرت مولانا نور محمد انهڙ ۽ حضرت مولانا شمس الحق افغاني مدظلہ العالي.

فن قرائت:- حضرت پير سائين شهر محمد شاه کان حاصل ڪيائون بعد ۾ حضرت پير سائين جي معيت ۾ ٿاڻي ڀون ويا جتي تبرڪ طور چند اسباق حضرت مولانا اشرفعلي ٿانوي رحہ کان حاصل ڪيائون.

آخري دستاربندي:- مدرسہ قاسم العلوم گهوٽڪي ۾ ٿي. فراغت بعد پنهنجي ڳوٺ ۾ تعليم ڏيڻ شروع ڪيائون جتان تمام گهڻا انسان فيضياب ٿيا آهن. آخر ٣٥-٣٦ ورهيہ عمر ۾ کين قرآن پاڪ جي حفظ ڪرڻ جو شوق ٿيو پوءِ بغير استاد جي محنت ڪيائون. نهايت ذڪي هئڻ ڪري چئن مهينن ۽ ١٥ ڏينهن ۾ پورو حفظ قرآن ڪيائون پوءِ سڄي عمر رمضان المبارڪ ۾ ختم قرآن بغير ڪنهن لالچ جي پڙهائيندا رهيا. آخر تقريباً ٥٠ ورهين جي عمر ۾ اصلوڪي آبائي ڳوٺ ڏيٺا پيءِ ۾ سڪونت اختيار ڪيائون.

علمي خدمت:- ان کانپوءِ ڳوٺ پير نادر شاه تعلقہ اباوڙه ۾ هڪ مدرسي جو بنياد وڌائون جتي باقي حياتي جا ڏينهن عربي، فارسي ۽ حفظ قرآن مجيد جي تعليم ڏيندا رهيا. سال ١٩٥٦ء ۾ الله تعاليٰ کين حج بيت الله جي نعمت کان نوازيو. پاڻ عابد زاهد ۽ تهجد گذار هئا. سال ١٩٦٠ء ۾ قرآن پاڪ جو سبق پڙهائيندي کين گردي جو دورو پيو يڪدم گهر پهتا پڇي ڏينهن ١٠ بجي ڏينهن جو ڳالهائڻ بند ڪيائون ۽ تلاوت قرآن پاڪ زبان تي جاري ٿي ويئي اڌ ڪلاڪ کن اهو معاملو هليو هلندي تلاوت ۾ دم پرواز ڪيون. سندن بيعت حضرت امروٽي سان هئي. سندن وفات بعد حضرت هاليجوي سان تعلق ڳنڍيائون. (عبدالرحمان بن مولانا مرحوم)

ميان يار محمد راڄپوري ۽ مولانا جي هم سبقي مولوي محمد عالم سومري جو چوڻ آهي تہ مولانا عبدالمجيد پيءِ گهڻو وقت قاسم العلوم گهوٽڪي ۾ ۽ ڪجهہ وقت مدرسہ مظهرالعلوم کڏو ڪراچي ۾ پڙهيا ۽ فراغت شڪارپور ۾ مولانا اميد علي وٽ حاصل ڪيائون. ميان يار محمد جو چوڻ آهي تہ مولانا عبدالحڪيم، مولانا عبداللطيف راڄپوري، قاري محمد عيسیٰ پٽ، مولانا عبدالحق پٽو ۽ مولانا عبدالمجيد پيءِ انهن مدرسن ۾ گڏ پڙهيا ۽ گڏ فارغ ٿيا. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا محمد قاسم چاچڙ

مولانا محمد قاسم بن ملا مانڪ بن ميوو بن جلال بن پرتو بن اسحاق عرف ساک. ساکائي انهيءَ ساک ڏانهن منسوب آهن. مولانا صاحب چوڏهين صدي جي شروعات ۾ ڳوٺ مانڪ چاچڙ ۾ ڄائو. ملا سائينداد سندس ننڍو ڀاءُ هو. قرآن مجيد جي تعليم مهانجي محمد هاشم وٽ پرايائين. سنڌي فائنل قادرپور مان ڪيائين. ان زماني ۾ قادرپور جو اسڪول سنڌ جي مکيه اسڪولن مان هڪ هو. فارسي ۽ گهڻي عربي تعليم مولانا نور محمد چاچڙ وٽ ڪنڊي جي ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائين. جامع مسجد گهوٽڪي ۾ هڪ رياستي عالم وٽ به پڙهيا. مولانا عبدالحليم چاچڙ وٽ غوث پور ۾ ڏني ڏنهٖ شاه جي مدرسه ۾ به ڪجهه تعليم ورتائون. فراغت مدرسه قاسم العلوم گهوٽڪي ۾ حاصل ڪيائون. فراغت کانپوءِ ڪجهه وقت مدرسه مظهرالعلوم کڏي ۾ رهي مولانا محمد صادق کان امام غزالي جا ڪي ڪتاب سمجهيا. ڪراچي کان موٽي ڳوٺ ۾ پنهنجو مدرسو کوليائون. مولانا شير محمد جتوئي تائبي مکر وارا، مولانا عبدالقادر بن مولانا نور محمد چاچڙ، مولانا غلام حيدر ملاح، مولوي محمد صالح عاجز ايڊيٽر هفت روزه "صبح صادق"، سيد موسيٰ شاه گهوٽڪي وارو، مولانا نظر محمد ساوند رحه ۽ ٻيا سندس شاگرد آهن. مولانا ثناءالله مرحوم به قرآن ڪريم ناظره مولانا محمد قاسم وٽ پڙهيو.

خانگڙه واري بزرگ مولانا احمد رحه مشڪواة شريف جو سنڌي ترجمو ڪرايو هو. مولوي محمد قاسم ۽ پنهنجي استاد مولانا نور محمد چاچڙ سان گڏ مترجمين ۾ شامل هو. ١٩٢٤ع ۾ ملا مڪتب شروع ڪيائون. گهڻو وقت گرانٽ ڪونه ونندو هو. هڪ پيري ڪونهٖ ۾ مولوي صاحب کي انگريزن گرفتار ڪيو هو پر چشمي واري پير صاحب جي ضمانت تي آزاد ٿيا. حقيقت ۾ مولوي صاحب ڪونهٖ ڪجهه ڪيو هو.

سندن بيعت حضرت مولانا خليل احمد سهارنپوري رحه سان هئي. آخر ۾ حضرت هاليجوي رحه سان تعلق ٿين. جمادي الاول ١٣٨٧ھ ۾ وفات ڪيائون ۽ پنهنجي خاندان جي قبرستان مسافر (لڳ قادرپور) ۾ دفن ٿيا. کين چار پٽ ۽ ٽي نياڻيون هيون جن مان ٻه پٽ مولوي حاجي محمد ۽ محمد عيسيٰ ۽ هڪ نياڻي حال حيات آهن.

مولوي حاجي محمد ۽ محمد عيسيٰ)

# مولوي خدا بخش پٽو

**خاندان:**۔ مولوي خدا بخش جو ڏاڏو ساماڻو عرف مولوي عثمان هو جنهن کي نگهن کٽي دهلي وڪيو. اتفاق سان اپاوڙي جو ماڻهو اتي مليس ان کيس ڇڏائي آزاد ڪرايو. ساماڻي کي پڙهڻ جو شوق جاڳيو. فتح پوري مسجد (دهلي) ۾ داخل ٿيو اهو دور غالباً حضرت شاه عبدالعزيز محدث دهلوي جو هو. صدر سعيد حضرت مولانا عبدالحي وٽ به ڪجهه پڙهيو. مولانا محمد عثمان کان روايت آهي ته اسان ڏاڏي محنت ڪئي سموري مدرسي ۾ اسان به طالب علم زياده محنتي هئاسين مان صرف بيت الخلاء ۾ وڃڻ مهل مطالعي کان رهجي ويندو هوس ٻيو سنگتي مون کان زور محنتي هو. محنت به بک تي هوندي هئي. هڪ ڏينهن مشهور سياح بزرگ محڪم الدين سيراني آيو ۽ مسجد ۾ آرام ڪرڻ لڳو. ان جا ڪن ڪجهه وڏا هئا طالب علم شرارت ڪري ان جي ڪنن ۾ ڪانيون هڻڻ لڳا ان بزرگ چيو بابا مان صبح جي نماز مدينه منوره ۾ پڙهي هتي پهتو آهيان مونکي ڪجهه آرام ڪرڻ ڏيو. اسان چيو واه ايڏو وڏو بزرگ آهين ۽ اسان تڪليفن ۾ آهيون. چيائين اوهان کي ڪهڙي تڪليف آهي. اسان بک جي شڪايت ڪئي. ان چيو اوهان مان هڪڙو ”ذي کهل“ جي هڪ تسبيح پڙهي ته اها تڪليف دور ٿي ويندي. بزرگ هليو ويو. شام جو سڀ کان پهريون منهنجي پڙهڻ جو وارو هو مان اها تسبيح پڙهي ته سڄي دهلي الٽي پيئي مختلف طعام ماڻهو کڻي آيا. ايتري قدر جو مسجد جي اڱڻ ۾ گنجائش نه رهي. اسان به مصيبت ۾ اچي وياسين ته ماني کائون يا مطالعو ڪريون. بزرگ صاحب اللفظ هو. ان لفظ جو تاثير ڏاڏي محمد عثمان کان پوءِ به گهڻو عرصو اسان جي خاندان ۾ رهيو. مولانا عثمان رياضي اقيلدس ۽ ٻين فنن ۾ ماهر ٿي فارغ ٿي مونيا ۽ ڪوٽ مٺڻ ۾ خواجه غلام فريد جي ڏاڏي خواجه محمد عاقل جي مدرسه ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائون. ڪافي زمانو پڙهائي پنهنجي آبائي ڳوٺ عيدن پٽ موٽي آيا ۽ اپاوڙي ۾ حڪومت پاران قاضي مقرر ٿيا. کين ٣ پٽ ٿيا مولوي نظام الدين، مولوي عبدالنبي ۽ مولوي عبدالرسول. ڄامن ڏهرن جي مسجد ۾ رهيا پنهنجو ماهيو مال به هين. اتي به درس تدريس جو ڪم جاري رهيو. قاضي صاحب جي وفات بعد **مولوي نظام الدين** درس ڏيڻ شروع ڪيو. تمام گهڻا طالب علم فيضياب ٿيا جن مان حضرت مولانا عبدالحليم ڪنڊوي (جيڪي مولانا محمد يعقوب

والد مولانا مفتي عبدالغفور همايوني جا استاد هئا، مولانا قاضي عثمان راڄنپوري ۽ مولانا يار محمد راڄنپوري نمايان آهن. اهو خاندان شاه وليالله جي گهراڻي جو قريبي تعلقدار آهي. ۽ مولانا عبدالحليم ڪنڊوي ۽ راڄنپوري علماء هڪ واسطي سان حضرت شاه عبدالعزيز محدث دهلوي ۽ صدر سعيد حضرت مولانا عبدالحي جا شاگرد آهن اهو عبدالحي حضرت مولانا شاه عبدالعزيز جو نياٽو ۽ خاص شاگرد هو. (ٻڙ راڄنپوري خاندان جي معلومات مطابق مولانا عثمان ۽ مولانا يار محمد راڄنپوري مولانا نظامالدين وٽ ڪونه پڙهيا هئا. مولانا يار محمد جنهن جي ڪري راڄنپور علمي فيضان ۾ زياده مشهور ٿيو پنهنجي والد وٽ ۽ پنهنجي ڀاءُ وٽ پڙهيو. ايڊيٽر) مولانا جو گهر اباوڙي ۾ ڪورين واري مسجد وٽ هو. مولانا ڀاهر ويل هئا. گهر ۾ سندن ٻه پٽ نورالله ۽ ضياءالله، هڪ نياڻي ۽ گهر واري حمل سان موجود هئا ته اوچتو گهر ڪري پيو ۽ سوري گهر جا ڀاتي شهيد ٿي ويا. مولانا جن حضرت ايوب عليهالسلام وانگر صبر ڪيو. ڪتبخانو سڙي ويو ان حادثي تي به صبر ڪيائون. ان وقت مولانا جي عمر ۸۰ سال هئي. ان بعد ڀاڻ مائٽيلي مائٽن ڏانهن گهمڻ ويا ته هڪ عورت چيس مولوي صاحب مون کي خدا پاڪ نياڻي ڏني ته اها توکي پرڻائينديس. خدا جو شان ان کي نياڻي ٿي. ان جو نالو سيائي رکيائين ۽ مولانا جن ۹۲ ورهيه عمر ۾ شادي ڪئي. مولانا کي ان مان ٽي پٽ نورالله، ضياءالله ۽ خدا بخش ۽ هڪ نياڻي ٿي. مولانا جو تعلق تصوف ۾ خواجه صاحب جي خاندان سان هو. خواجه محمد عاقل کي ٻه پٽ هئا. خواجه عبدالحق ۽ خواجه خدا بخش. اتفاق سان خواجه خدا بخش جي وفات جي موقعي تي مولانا جو ليون پٽ ڄائو ان تي پنهنجي مرشد جو نالو رکيائون.

مولانا جن پنهنجي حياتي ۾ نياڻي پرڻائي ويا هئا ۽ گهر واري به فوت ٿي چڪي هئي. مولانا جي وفات بعد سندن ننهي ٽنهي کي راڄنپوري عالم وٺي ويا. انهن جي پرورش ڪيائون ۽ انهن کي تعليم به ڏنائون. ٻه پٽ تورو پڙهيا باقي مولوي حافظ خدا بخش شرح وقايه تائين اتي تعلم ورتي ۽ ان جي شادي مولوي عبدالواحد پٽ جي ڌيءَ سان ٿي. شادي کانپوءِ پنهنجي اصلي ڳوٺ عيدن پٽ ۾ مولوي يار محمد ليه واري کي ٽي سال رهائي ان وٽ علم جي تڪميل ڪيائين. مولوي خدا بخش پنهن جي راڄنپوري استادن ۽ محسنن جي وڏي خدمت ۽ ادب ڪندو هو. سدائين ختم اتي پڙهندو هو. تراويح پڙهائي پنهنجي ڳوٺ موٽي ايندو هو ۽ گهر واريءَ کان پڙو

جهڳائي لسي ۽ مکڻ کٿي امر جو اچي پنهنجي استادن کي روزو رکائيندو هو. راڄنپور ۾ پڙهڻ واري وقت ان جا هم سبق هئا مولوي عليشير لکپوري، مولوي غلام قادر پڻ، مولوي سليمان پڻ ۽ مولوي عبدالرئوف مهر. راڄنپوري عالمن جي مائٽي اڄ به هئي. اوڏانهن پنهنجا پار موڪليندا هئا ته مولوي خدا بخش کي انهن سان گڏ موڪليندا هئا. تصوف ۾ سندن تعلق حضرت حافظ پرچونڊوي رحه سان هو. سندن وفات بعد حضرت دينپوري ۽ حضرت امروٽي سان ٿيو. مولوي خدابخش مولانا عبدالغفور همايوني سان ملڻ ويو. ان کي چيائين مان مولوي نظام الدين پڻ جو پٽ آهيان. مولانا همايوني کانئس پڇيو ته تون مولوي نظام الدين جو پٽ آهين اهو ڪنهن جو پٽ هو. چيائين اهو مولانا عثمان جو پٽ هو. مولانا همايوني ٽي پيرا مولوي صاحب کان پڇيو. پوءِ پنهنجي خليفن کي چيائون مولوي خدا بخش اسان جي استادي گهراڻي جو عالم آهي جيتري تائين هتي آهي مصلو ان جو آهي (مولانا همايوني جو والد ۽ استاد مولانا محمد يعقوب همايوني مولانا عبدالحليم ڪندوي جو ۽ اهو مولانا نظام الدين پڻ جو شاگرد هو).

فراغت کانپوءِ گهڻو وقت پنهنجي ڳوٺ عيدن پڻ ۾ پڙهايائون پوءِ قحط سالي سبب بوزدارن واري ڳوٺ محمد شاه ۾ ٽي سال پڙهيائون. ان کانپوءِ هيبت (تعلقه ڪنڊڪوٽ) ۾ ٻه چار مهينا رهيا. پير محمد شاه سندن چڱي خدمت ڪئي پر عقائد جي اختلاف سبب اتي رهڻ پسند نه ڪيائون. اڄ کان سٺ سال اڳي هيبت کي ڇڏي ڳوٺ رئيس عمر پڻ (تعلقه ڪشمور) ۾ آيا ۽ حضرت پرچونڊوي رحه جي مريد فقير غلام محمد پڻ جي ننڍڙي مسجد ۾ درس ڏيڻ لڳا. حضرت پير فخر الدين شاه ۽ پير قاري شير محمد شاه ان ڳوٺ ۾ گهڻو ايندا هئا انهن، (ٽنهي ڀائرن) حاجي قادربخش خان حاجي بلند خان ۽ حاجي غلام محمد خان کي چئي مولوي خدا بخش کي سندن وڏي مسجد ۾ مقرر ڪرايو. ٽيه سال متواتر اتي تدريس هلايائين. مولوي خدا بخش پنهنجي ٽنهي پٽن مولوي عبدالواحد، قاري محمد عيسيٰ ۽ مولوي عبدالحق کي سنڌي ۽ فارسي پڙهائي مدرسه قاسم لعلوم ۾ داخل ڪيو ۽ ٻه سال پوءِ پنهنجي پوٽي مولوي عبدالغفور کي به انهن سان گڏي ڇڏيو. آخري عمر ۾ مولوي خدا بخش پنهنجي ڳوٺ موٽي آيو ۽ ٽن ايڏانئي سالن کانپوءِ ١٣٦٠هه ڌاري پنهنجي ڳوٺ عيدن پڻ ۾ فوت ٿيو. مولوي صاحب حضرت ٿانوي جا ڪتاب گهڻو پڙهندو هو. تحريڪ خلافت ۾ گهڻو حصو

ورتائون. ٻراج واري مشهور مسجد جي تحريڪ ۾ پنهنجي مرشد سان گڏ هو ۽ ڪفن مٿي سان ٻڌي نڪتو هو. (مولوي عبدالغفور بن مولوي عبدالواحد پڻ)

# مولانا قاري محمد عيسيٰ

قاري محمد عيسيٰ بن مولوي خدا بخش بن مولانا نظام الدين بن مولانا قاضي عثمان پنو غالباً ١٩٠٠ع ۾ پيدا ٿيو. پارسي پنهنجي والد وٽ پڙهيو ۽ عربي ڪهڻي مدرسه قاسم العلوم ۾ پڙهيو ۽ تڪميل به اتي ڪيائين ۽ ڪجهه لاهور ۾ مولانا شمس الحق وٽ به پڙهيو. پهريون قاري صاحب مدرسه قاسم العلوم جو سفير مقرر ٿيو پوءِ سفارت ڇڏي تبليغي سلسلو شروع ڪيائون سنڌ، بلوچستان ۽ رياست بهاولپور ۾ توحيد جي تبليغ ڪندو رهيو. نهايت حق گو مخلص ۽ جرئتمند واعظ هو. سندس ٽي پٽ مولوي عبيدالله، حافظ عبدالاحد ۽ مولوي عبدالصمد آهن. سندن وفات ١٥ رجب ١٣٨٣ھ ۾ ٿي. (مولوي عبدالغفور پڻ)

حضرت قاري صاحب سنڌ ۾ جيڪا توحيد ۽ اصلاح جي خدمت ڪئي ان جو نظير ملڻ مشڪل آهي. حضرت هاليجوي قدس سره جن قاري صاحب کي هڪ سند لکي ڏني هئي ته قاري محمد عيسيٰ جنهن سهڻي انداز سان قرآن سمجهائي ٿو اهڙو مشڪل سان ٻي ڪو بيان ڪندو هوندو. ڪنهن باطل قوت سان ٽڪر لاءِ ڪوئي به ڪيس خط لکندو ته هڪدم اچي اتي پهچندو. ان جي اصلاح جا اثرات گهرا موجود آهن. قاري صاحب جڏهن به هاليجي شريف ۾ ايندو هو ته پاڻ بزرگ صبح جي نماز پڙهائي کيس ڪرسي رکائي ڏيندا هئا ۽ قاري صاحب روزانو وعظ ڪندو هو. قاري صاحب تلخ لفظ به ڳالهائيندا هئا پر مٺان جو سهڻي انداز سان قرآن جي آيت پڙهندا هئا ته تتل دل ٺري ويندي هئي. ميان يار محمد راڄپوري ۽ ٻين ذريعن سان معلوم ٿيو آهي ته مولانا قاري محمد عيسيٰ، مولانا عبدالحڪيم راڄپوري ۽ مولانا عبدالمجيد پيو مولانا امجد علي وٽ مدرسه مولوي جهان خان شڪارپور ۾ فارغ ٿيا. مولوي محمد عالم سومره جنهن به انهن سان گڏ دستار فضيلت ٻڌي ان چيو ته حضرت مولانا تاج محمود امروٽي رحه اسان کي دستار ٻڌائي هئي. ايڊيٽر)

# مولانا عبدالحق پٽو

مولوي خدا بخش پنهنجي پٽ مولوي عبدالحق کي فراغت کانپوءِ دارالعلوم ديوبند موڪليو ۽ دارالعلوم ۾ تازو اختلاف ٿي پيو هو ۽ مولانا انور شاهه ڪاشميري ديوبند ڇڏي ڏابيل ۾ وڃي رهيا ۽ مولانا شبير احمد عثماني به انهي پڙهائڻ لڳو هو. مولانا عبدالحق ديوبند ۾ پهچي اتان ڏابيل ويو ۽ انهن ٻنهي بزرگن وٽ دوره حديث پڙهيو. اتان موٽي ۴ سال سجاول ۾ رهي مولانا شمس الحق افغاني وٽ قرآن پاڪ جو تفسير پڙهيو ۽ اهي تقريرون به قلمبند ڪيائين. پوءِ مدرسه قاسم العلوم کهوڙڪي ۾ ڪجهه سال استاد ٿي رهيو ۽ ٿورو وقت سفير به ٿيو. پوءِ اتان ڇڏي لوڪو شيڊ بدين جي جامع مسجد ۾ اچي رهيا ۽ سڄي زندگي بدين ۾ رهي توحيد جي پرچار ڪندا رهيا پنهنجي وڏي پاءِ وانگر حق گو عالم هئا. ان علائقي ۾ مولانا تمام گهڻو اصلاح ڪيو. سندس حق گوئي جا واقعا ضرب المثل آهن. ايوب خان جي زماني ۾ نوابشاهه جي هڪ مسجد اندر حڪومت خلاف تقرير ڪرڻ جي پاداش ۾ مارشل لا ڪورٽ کين ۵ هزار روپيه ڏنڊ يا ڇهه مهينا ٽيپ ڏني. هڪ رات جيل ۾ گذاريائون صبح جو سندن هڪ شاگرد ۽ معتقد عبدالفتاح ملڪ بدين واري ۵ هزار روپيه ڏيئي مولانا کي آزاد ڪرايو. مولانا جن جنرل امراءِ خان مارشل لا ائڊمنسٽريٽر زون بي وٽ ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي. مولانا جن، پنهنجي پاڻيي مولوي عبدالغفور کي ساڻ ڪري ساڻس وڃي ڪورٽ ۾ مليا. امراءِ خان جي پڇا ڪرڻ تي ته توهان نوابشاهه ۾ تقرير ڪئي آهي؟ مولانا عبدالحق چيو هائو. وري پڇيائين ته اوهان ايوب خان کي گهٽ وڌ ڳالهايو هو. مولانا فرمايو بالڪل مون هي لفظ چيا هئا ته، حضرت عمر فاروق رض، رعيت جو پهريدار هو. پنهنجي ننڊ ڦٽائي رعيت کي آرام ڪرائيندو هو. اڄ مٿين حاڪم کان وٺي هيٺين آفيسرن تائين ڪنهن کي به رعيت جو خيال نه آهي. امراءِ خان چيو لڪون ايوب خان گڏجي ته به حضرت فاروق رض، جي برابر نه آهن. مولانا توهان صحيح چيو آهي وڃو اوهان آزاد آهيو. مولانا جي واپسي کان به اڳي ڏنڊ واري پيسن واپس ڪرڻ جو بندوبست ٿي چڪو هو. مولانا جن ۱۹٦۵ع ۾ بدين جي اندر فوت ٿيا.

(مولوي عبدالغفور پٽو)

# مولانا عبدالقادر پنهواري وارو

مولانا عبدالقادر بن محمد بن محمد فاضل انهيءَ هڪ علمي گهراڻي ۾ پيدا ٿيا. موجوده مولوي محمد فاضل تائين (جيڪو سندن پوٽو آهي) ست پيڙهيون عالم باعمل ٿيندا آيا آهن انهن مان زياده شهرت ۽ ڪمال مولانا عبدالقادر کي حاصل ٿيو. مولانا جن جو تولد قاسم پور (لڳ سانگي) ۾ ٿيو. علم سمورو مولانا خليفه محمد يعقوب همايوني وٽ پڙهيا. مولانا عبدالرحمان سکر وارا، مولانا عبد الله (سوراڻي)، مولانا عبدالستار رستمي ۽ مولانا عبدالغفار (والد مولانا احمد) خانگڙه وارو سندن هم استاد هئا. فراغت بعد پنهنجي ڳوٺ قاسم پور ۾ پڙهائيندا رهيا پوءِ پنهواري جا سيد کين پنهواري وٺي ويا اتي مدرسي تمام گهڻي شهرت ورتي ۽ وفات تائين اتي رهيا. مولانا وٽ جن تعليم ورتي تن مان ڪي مکيه شخصيتون هي آهن حضرت مولانا ابوالحسن تاج محمود امروٽي رحمة، مولانا عبدالعزيز ڏيچاڻوي، مولانا احمد ڏيچاڻوي، مولوي غلام حيدر شاه، مولانا حڪيم قائم الدين ۽ ان جو پاءُ حڪيم عبدالڪريم، مولوي عيسيٰ ۽ ان جو پٽ مولوي فيض الڪريم، پيرزادو غلام محمد ۽ ٻيا. حضرت امروٽي جو ساڻن ايترو تعلق هو جو قرآن مجيد جو ترجمو ڪري مولانا عبدالقادر کي ڏيکاريائون ان کان پوءِ ڇاپي ۾ آندائون پر وچ ۾ هڪ مسئلو اچي ويو جنهن تعلقات کي خراب ڪيو. مولانا عبدالقادر جي وڏي نياڻي مائي سانل باقاعده فارغ التحصيل عالمه ۽ ولايت واري عورت هئي. ان جو رشتو حضرت امروٽي سان طي ٿيو هو پر انهيءَ قوم جي سخت مخالفت سبب مولانا عبدالقادر حضرت امروٽي کي جواب ڏنو. بيبي سانل به ٻي ڪنهن سان شادي ڪرڻ کان جواب ڏنو ۽ ڪنواري فوت ٿي وئي. مائي سانل ڪرامتن واري عورت هئي. حضرت امروٽي سان ايڏي وڏي زيادتي ٿي ته به پنهنجي استاد جو احترام ڪندا رهيا. مولوي فاضل هدايوته مان ٿيڙهي ۾ پڙهندو هوم ته حضرت امروٽي اتي آيا. منهنجي پڇا ڪيائون مون کي گهراڻي هڪ سبق پڙهايائون گوياڪ استاد جي پڙهائڻ وارو احسان لاٿائون. مولوي فاضل (بن مولوي غلام محمد بن مولانا عبدالقادر) سندن پوٽو آهي ان وقت هڏ بو ته حضرت امروٽي ڪابل واري هجرت جي تياري واري وقت مونکي گهرايائون. مونکي

فرمايائون اسماء حسنيٰ ياد ڪر ته توکي ان جي اجازت ڏيان. مولانا عثمان ڪوري ۽ حڪيم قائم الدين وارن مون کي آهستي چيو ڪيمياء گهر ڪيمياء گهر. انهن سمجهيو ته استادزادي جو انگل ضرور پورو ڪندا. مان به پارانئي ڪندي چيو سائين مونکي ڪيميا جو نسخو ڏيو. فرمايائون ابا اجان تون ان لائق نه ٿيو آهي. مولوي فاضل هي به ٻڌايو ته مان جڏهن به امروٽ شريف ويم ته مونکي سدائين گڏ ماني کارائيندا هئا حضرت امروٽي جو اهو ڪمال تحمل هو جو جنهن خاندان سندن عالمه ۽ صاحب ولايت مگ روڪي ڇڏي جڏهن ته طرفين ۾ بي انداز چاهت به هئي ۽ استادي رشتي سبب ان خاندان سان اها فياضي روا رکيائون. مولوي فاضل چيو حضرت هاليجوي رحه فرمايو مان مولانا وٽ پڙهڻ لاءِ آيو هيم ۽ پاڻ ضعيف ٿي چڪا هئا ان ڪري اتي ڪونه پڙهيم. مولانا جن عامل به وڏا هئا ۽ انهن جي دعا به مقبول هئي. مولوي فاضل ٻڌايو ته شاه مردان شاه اول (متوفي ۷-۳-۱۳۲۹هه) ۾ پيرا دعا لاءِ خدمت ۾ آيو پهريون پيرو رات جو آيو. مولانا کان تعويذ گهريائين جو هڪ ٽي پائرن اختلاف ڪيو هو. مولانا جن جو باطني سلسلو سرهندي خاندان سان هو. پاڻ خواجه نظام الدين سرهندي شڪارپوري جا مريد هئا. پاڻ شاعر به هئا. سندن شعر آهي:

نام مــن عبـدالقادر اسـت — بن محمد بن محمد فاضل است

پنهنجي شاگرد حامد شاه شڪارپوري کي فرمايائون دلائل الخيرات جي اجازت وٺ ته ڪڏهن بک نه لڳي. ان چيو سائين مونکي اجازت ڏيو ته زمين جي ڪشت ڪريان جو آساني سان ملي ٿي. فرمايائون چڱو اتي واٽ تي هڪ کوه کٽاءِ جنهن تي هي لکرائي ڇڏ:

نو بکنديد چاه حامد شاه — بر توڪل خداء بر سر راه

تصنيف:- مولوي فاضل چيو اسان وٽ مولانا جو هڪ وڏو بياض آهي جنهن ۾ طبي ۽ علمي فوائد لکيل آهن- مدرسه دارالعلوم حماديه هاليجي شريف ۾ پڙهائڻ واري زماني ۾ اتي مولانا جا ٽي طبي ڪتاب منهنجي مطالعي ۾ آيا (۱) خلاصه حدود امراض (۲) فرهنگ ڪبير (۳) خلاصة الاوزان انهن ٽنهي ڪتابن جو ڪاتب حضرت مولانا نور محمد عادلپوري رحه آهي. انهن ڪتابن ۾ جاءِ بجاءِ پنهنجي استاد مولانا ﷺ يعقوب همايوني جا نسخا نقل ڪيا اٿن.

اولاد:- هڪ پٽ مولوي غلام محمد جيڪو سندن حياتي ۾ فوت ٿي ويو (مولوي

غلام محمد مرحوم جو ٻٽ مولوي فاضل حال حيات آهي جيڪو مولانا حبيب الله ڏيڙهي وارن، مولانا قمرالدين انڙ ۽ مولانا جان محمد تماچاڻي وارن وٽ پڙهيو آهي) ۽ ٽي نياڻيون هيون وڏي ڀيڻ ساڻن عالمه ۽ وليه هئي. ان جي نسبت حضرت امروٽي سان ٿيل هئي پر شادي ۾ رڪاوٽون ٿيون ۽ ان نيڪ عورت ڄمارڙي تائين ٻيو ڪو رشتو قبول نه ڪيو. ٻي هاليجي شريف ۾ پرڻيل هئي فقير مالڪڏنو ان جو ٻٽ ۽ فقير احمد دين ۽ شرف الدين ان جا پوٽا آهن ۽ ٽين نصرالله انڙ کي ڏنل هئي. مولانا جن ۴ ذوالحج ۱۳۲۸ھ ۾ فوت ٿيا پنهواري جي قريب مقام ۾ مدفون آهن. (عبدالوهاب)

# مولانا محمد ابراهيم سرحد وارو

حضرت مولانا محمد ابراهيم پيو پراڻي سرحد (تعلقه گهوڙڪي) ۾ پيدا ٿيو. ٻاڻ يتيم هئا. سندس والده ان کي رڍن چارڻ ۾ صرف ڪيو. حافظ سليمان پيه جو سرحد ۾ وڏو مدرسو هو ان مائي صاحبه کي چيو ته هي ٻار رڍن چارڻ جهڙو نه آهي اهو منهن جي حوالي ڪر ته انکي تعليم ڏيان. مائي چيو اسان غريب آهيون مان بيوه ۽ هي يتيم ٻار آهي اسان کي گذران به ته ڪرڻو آهي. حافظ صاحب چيو منهنجي حياتي تائين تون اسان وٽ ره ۽ کاڌ پيءُ. مولوي صاحب قرآن پاڪ اتي ياد ڪيو ۽ پارسي عادلپور جي مدرسي ۾ وڃي پڙهيو. اهو چاچڙ عالمن جو قديمي مدرسو هو. ٻاڻ چاچڙ قوم جي عالمن وٽ پارسي مڪمل ڪيائون.

کهڙن جا مخدوم قاضي به هئا ۽ درگاهن کان خراج وصول ڪرڻ تي به مامور هئا. ان سلسلي ۾ کهڙن جو مخدوم عادلپور ۾ آيو. اهو بزرگ مولوي محمد ابراهيم کان متاثر ٿيو سندس استاد کي چيائين ته هي طالب علم اسان کي ڏيو ته اسان وٽ پارسي پڙهائي ۽ ٻاڻ اتي عربي پڙهي. مولوي صاحب کهڙن ويو ۽ دستاربندي به اتي ڪيائين. غالباً مخدوم محمد عاقل سندن استاد هو. دستاربندي کانپوءِ عربي به اتي پڙهائيندا رهيا. ميان محمد جامي انڙ اتي آيو. محڪم الدين سيراني ان جو ٻٽ هو. ياد رهي ته اصلي محڪم الدين سيراني صاحب السير ڪرل قوم جو سمه سٽه جي طرف جو ٿي گذريو هو. نالي جي شراڪت سبب هن کي به سيراني چوندا هئا. ميان جامي رح، مخدومن کي چيو اسان کي ڪو عالم ڏيو جيڪو اسان جي ٻارن کي ديني علم

پڙهائي جو اسان وٽ فقر ته آهي پر علم ڪونهي. مخدوم صاحب وعدو ڪيو. ميان صاحب جي نظر مولوي محمد ابراهيم تي پيئي. مخدوم صاحب کي چيائين اسان کي هي مولوي صاحب ڏيو! مخدوم صاحب چيو اسان پاڻ اهو طلب ڪري ورتو آهي پر ميان صاحب جي اصرار تي مولوي صاحب کي ميان جامي جي حوالي ڪيائون ٽي سال ميان جامي وٽ پڙهايائون. ميان صاحب چين اوهان مون کان خلافت وٺو پر مولوي صاحب انڪار ڪيو جي اوهان مان منهنجي طبيعت نه ملي آهي. اوهان جا ڪي طريقا شرعا صحيح نه آهن جيئن سماع. ان کانپوءِ مولوي صاحب ميان صاحب کان موڪلائي حرمين شريفين جي پيدل سفر تي روانا ٿيا. ميان صاحب انهن کي سفر خرچ لاءِ اٺ آنا ڏنا جيڪي ان وقت سندس کيسي ۾ هئا. انهيءَ سفر ۾ ستر ڄڻن جو قافلو ٿي ويو پر سفر جي سختين ۾ پيا سڀ آهستي آهستي مري ويا باقي ٽي ڄڻا وڃي بچيا انهن مان ٻه حافظ هئا ۽ مولوي صاحب حافظ ۽ عالم هو. اڃ ۽ بک وگهي اهي بيهوش ٿي ويا انهن کي جبل جي ڇانو ۾ سهاري پاڻ جبل تي چڙهي آبادي جي تلاش ڪئي هڪ عرب عورت کي رڍون ۽ ٻڪريون چاريندي ڏٺائون ان وٽ پاڻيءَ جي گهر ڪئي. مائي هن عجمي کي ايندو ڏسي پاڻي هاري ڇڏيو. مولوي صاحب مائي سان عربي ۾ ڳالهايو. ان سمجهيو ته هي پڙهيل آهي.

عورت- تون قرآن مجيد پڙهيو آهي؟
مولوي صاحب- هائو مان حافظ آهيان.
عورت- تون حديث نبوي پڙهيو آهين؟
مولوي صاحب- هائو مان عالم آهيان.

عورت- تون حافظ ۽ عالم آهين پوءِ به پاڻي ۽ ماني لاءِ پيو رلين. تو وٽ ته ڪا حقيقت ئي ڪونهي. هي آيتون اٿئي اهي پڙهندو ره ته اڃ ۽ بک جو مسئلو ئي پيدا نه ٿيندو. ۽ هي وظيفو حرمين پاڪ جي فلاڻي هنڌ پڙهندين ته توکي رسول الله صلي الله عليه وسلم جي زيارت ٿيندي.

ان کانپوءِ ماني ۽ پاڻي کين هرهنڌ ٿي مليا ۽ ڪا به دقت پيش نه ٿي آئي ۽ سفر جي ٿڪاوٽ به نه پيئي ٿئي. پاڻ ايران، عراق ۽ شام واري رستي سان ويا هئا. مديني ۾ پيئي سنگتي کانئن جدا ٿي ويا. پاڻ ٽي سال اتي رهيا ۽ ٽي حج ڪيائون. اتي کين اشارو مليو ته ميان جامي کان خلافت وٺوا. موٽندي پهريون ميان جامي وٽ ويا

۽ ان کان خلافت وٺي سرحد ۾ اچي پنهنجو مدرسو جاري ڪيائون. ٤٢ سال کن اهو مدرسو هلايائون ۽ تعليم ڏنائون. طالب علم ڳرڻ مان مانيون وٺندا هئا. ڪڏهن ڇڙو ڳجرن جو ساڳ ۽ کائيندا هئا. پاڻ جمعہ جي ڏينهن پيدل عادلپور ويندا هئا. سيد مبارڪ شاه بغدادي، ماٺيلي جي ويجهو پنهنجي ڏاڏي ۽ سرحد جي وچهو ميان سم (اهو مبارڪ شاه يا موسيٰ شاه جي دور جو آهي) تي فاتحہ پڙهي سرحد موٽي ايندا هئا. جتي هينئر دفن ٿيل آهن اتي هڪ وڏي ڪنڊي هوندي هئي جنهن هيٺان ڏنار صفائي ڪري آرام ڪندا هئا. مولوي صاحب ۽ هڪ ڏينهن ٿڪاوٽ ۽ گرمي سبب اتي اچي ويٺا ڏنار پر واري ڳوٺ جا ڌڪڻ هئا مولوي صاحب انهن کي چيو اوهان وڏيري بهادر کي وڃي چئو تہ پاڻي کڻي اچي ايتري تائين مان اوهان جي مال جو خيال رکندس. بهادر خان انهن کان مولوي صاحب جا پار پڇيا تہ سمجهي ويو تہ مولوي سرحدي آهي. گهوڙو سنجي ۽ مٽو پاڻي ٺاهي اچي پهتو. مولوي صاحب چيو وڏيرا ڪو وقت ايندو هي جاءِ آباد ٿيندي ۽ ڪو فقير هتي ايندو. پاڻ ١٣٠٣ھ ۾ فوت ٿيا ۽ سرحد ۾ ئي دفن ٿيا. ٩٧-١٨٩٨ع ۾ درياه سرحد کي پاڻي ويو. ٢٢ سالن بعد مولوي صاحب جو لاش سلامت نڪتو ان کي پيتي ۾ وجهي چڪل ديه جي هڪ دڙي تي ان پيتي کي رکيو ويو جو سچو ملڪ پاڻي هو. ڪٿي دفن جي جاءِ نہ هئي. پاڻي لهي ويو تہ اهو (مولوي جو ڳوٺ) منظور ٿيو ۽ ان ڪنڊيءَ واري هنڌ دفن ٿيا. ان وقت اهو وڏيرو جيئرو هو.

مولوي محمد ابراهيم، حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊوي رحہ ۽ حضرت مولانا عبدالرحمان سکر وارا پاڻ ۾ گهاٽا دوست هئا مولوي محمد ابراهيم ۽ حضرت حافظ رحہ گهٽو ڪري گڏ سفر ڪندا هئا ۽ ڪنهن غير شرعي ڪم جي خلاف ۾ گڏ ڪام ڪندا هئا.

سندن خلفاء ۽ شاگردن ۾ حضرت مولانا نظر محمد انڊڙ پنگ وارو ممتاز آهي. مولوي صاحب تقريباً سمورو علم مولوي سرحدي وٽ پڙهيو ۽ خلافت ۾ اتان مليس. هڪ عجيب نموني سان حافظ ۾ اتي ٿيو. پير ڏٺيءَ ڏنہ شاه غوثپوري مولوي صاحب کي لکيو تہ اسان ڏانهن ڪو عالم موڪل. مولانا جن مولوي نظر محمد کي موڪليو. مولانانظرمحمد شعبان جي اجاڙي ۾ پهتو. پير صاحب انکي موٽائي موڪليو تہ مولوي صاحب رمضان ڪانهوءِ اچي اسان کي في الحال حافظ گهرجي. مولوي سرحدي جي ڪرامت آهي جو

جلال ۾ اچي مولانا نظر محمد کي ستن ڏينهن ۾ سمورو قرآن پاڪ ياد ڪرائي پير صاحب ڏانهن موڪليو ته عالم به هي اٿيئي ته حافظ به. مولانا نظر محمد جو معمول هو ته ٻهربون ختم غوثپور ۾، پيو سرحد ۾ ۽ ٽيون پنهنجي ڳوٺ پنڱ ۾ پڙهندو هو. ميان سيد مولوي سلطان علي شاه صادق ڳوٺي به سندس خليفو هو.

**اولاد** :- مولوي صاحب کي ٻه نياٽيون هيون. هڪ ميان مولوي صالح محمد کي پرڻايائون جيڪو سندن پاڻيٽو هو ۽ وفات بعد اهو سجاده نشين ٿيو. ميان صالح محمد کي ٽي نياٽيون هيون. موجوده سجاده نشين ميان شفيع محمد مولوي صالح جي وڏي نياڻي جو پٽ آهي. (ميان شفيع محمد سجاده نشين)

# مولوي سلطان علي شاه

مولوي ميان سلطان علي شاه جيلاني اصل ۾ ملهار مغلان ضلع جهلم جا هئا. خانپور جي قاضي خاندان کان علم حاصل ڪيائون. پنجاب ۾ بڙے مولوي صاحب سان مشهور هئا ۽ فتويٰ ۾ به مشهور هئا. شروعات ۾ سرڪاري ملازمت ڪيائون پر هن جي خود داري سبب انگريز حڪومت هن کي نوڪري مان ڪڍي ڇڏيو. انهيءَ عار کان ته گهر ڪهڙو منهن ولي وڃان سنڌ ڏانهن ايندڙ ٻيڙيءَ تي چڙهي آيو ملاحن کان پڇيائين ته سنڌ ۾ ڪو اهل الله آهي؟ انهن مولوي محمد ابراهيم سرحد واري جو ڏس ڏنو. ان زماني ۾ درياءُ سرحد جي لڳ وهندو هو. مولوي سلطان علي شاه، سرحد ۾ آيو ته ان تي مولوي سرحد واري جو رنگ چڙهي ويو ۽ اتي ئي رهي پيو. انهيءَ رهڻ دوران حضرت مولانا عبدالرحمان سڪر واري سان به ان جون صحبتون رهيون ۽ پنهي بزرگن کان فيض ۽ اجازت مليس. مطلب ته سهروردي طريقي جو سني عالم ۽ ڪامل هو. مولوي محمد ابراهيم جي وفات بعد مولانا عبدالرحمان وٽ ايندا رهندا هئا مولانا عبدالرحمان کان موڪلائي حرمين شريفين ويا ۽ ٻه حج ڪيائون.

چتو مياڻي (صادق ڳوٺ لڳ قادرپور) ۾ رهڻ جو سبب هيءُ ٿيو ته مولوي عبدالغفور ڪوري جي ماءُ پنهنجي پٽ کي مولوي محمد ابراهيم وٽ ولي ويٺي ته هن کي پڙهايو. مولوي صاحب، ميان سلطان علي شاه کي چيو ته هن کي تون پڙهاءِ. مولوي سلطان علي شاه عرض ڪيو ته مائين مان هتي اوهان کان فيض

ولڻ آيو آهيان پڙهائڻ نہ ڪونہ آيو آهيان پر مولوي صاحب ان کي حڪم ڏيئي چتو مياڻي ۾ رهايو ته اتي رهي هن پار کي پڙهاءِ. مولوي عبدالغفور به ڪافي زمانو ٿيو جو فوت ٿي ويو آهي. پاڻ گهڻو وقت چتو مياڻي ۾ رهندا هئا ۽ ڪڏهن ضلع جهلم به ويندا هئا پنهنجي زمين جي سنڀال ۽ مائٽن سان تعلق رکندا آيا. تر جا ماڻهو گهڻي تعداد ۾ سندن مريد آهن پاڻ ۹ فبروري ۱۹۳۷ع ۾ فوت ٿيا ۽ صادق ڪوٽ ۾ ئي دفن ٿيل آهن. ڪين هڪ پٽ مولوي منظور احمد هو. مدرسہ نعمانيہ دهلي ۽ نعمانيہ لاهور ۾ پڙهيو. امرتسر ۾ به پڙهيو. پير حيدر شاه بخاري چشتي (ضلع جهلم) کان فيض ورتائين. مقرر به هو. خضر وزارت جي خلاف پنجاب ۾ خوب تقريرون ڪيائين. پاڻ شاعر به هو. مهجور ان جو تخلص هو. سنڌي، پنجابي ۽ اردو ۾ شعر چيو اٿس. ان جي تصنيف به آهي جن مان هڪ ڪتاب الاسرار الخفيه في علم الکيمياء مطبوعه آهي سندس وفات ۱۲ فبروري ۱۹۷۴ع تي ٿي کيس به هڪ پٽ ميان محمد حنيف آهي. (ميان محمد حنيف)

مياں محمد حنيف ڪتابن جو شائق آهي- هن جو ذاتي ڪتبخانو ڏسڻوائق آهي.

# شيخ الشيوخ حضرت مولانا حماد الله هاليجوي رحہ

انڙ قوم جي عيسائي پاڙي جا هئا. انڙ قوم جو روحاني سلسلو سهروردي رهيو آهي جو موسيٰ نواب رحہ جـــي وساطت سان شيخ بهاوالدين زکريا ملتاني رحہ ســان انهن جو تعلق آهي پر هن بزرگ قادري طريقي کي رائج ڪيو. سندن ولادت تقريباً ۱۳۰۱ھ آهي. سندن خاندان علمي هو. ابتدائي تعليم قرآن ڪريم آخوند ابراهيم وٽ ۽ پارسي آخوند عبدالرحيم ڪلهوڙي (بچہ ڪوٽ واري) ۽ مولانا نور محمد عادلپوري وٽ حاصل ڪيائون. حضرت استاد مظهرالدين جـــي ناني ميان الله ڏنہ وٽ به پڙهيا هئا. عربي جا ابتدائي ڪتاب مولانا واصل محمد بروهي رحہ ۽ مولانا نور محمد سومرائي انڙ وٽ پڙهيا. حضرت مولانا قمرالدين انڙ وٽ جامعہ مسجد گهوڙڪي ۾ ا. پڙهيا اتي مشڪواة پڙهندا هئا پر حديث پڙهڻ سان گريو ٿيندو هيو ۽ مشڪواة نہ پڙهي سگهيا. مولانا عليشير لکپوري وٽ اهو علم حاصل ڪيائون. روحاني تعلق لاءِ حيدرآباد پاسي ڪنهن بزرگ وٽ ويا پر ان جي ها هو هي واري طرز ذڪر کان مطمئن نہ ٿيا

۽ رات جو مدرسہ دارالرشاد پير جهنڊي ۾ اچي رهيا ارادو هين تہ مولانا سنڌي کان ڪجهہ پرائجي پر صبح جو مولانا سنڌي جي درس قرآن کان مطمئن نہ ٿيا ۽ هليا آيا. حضرت جن مولانا محمد لغاري استادالڪل وٽ ۽ سومرائي شريف ۾ مولانا عبدالقادر وٽ بہ پڙهيا هئا. هڪ روايت آهي تہ پاڻ حسين پيلي (تعلقہ گهوڙڪي) جي چارڻ علماء وٽ بہ فارسي پڙهيا هئا. حضرت استاد جو چوڻ آهي تہ دستاربندي راڄپور ۾ ڪيائون پر صحيح نہ آهي.حضرت جن ڪجهہ وقت هاليجي شريف پڙهايو پوءِ ٽيڙهي ۾ پڙهايائون مولانا حبيب الله، مولانا نور محمد انڊڙ، مولانا عبيدالله انڊڙ ۽ پيا اتي وٽن پڙهيا هئا. پاڻ شروع کان ئي تصوف ڏانهن مائل هئا پر ڪنهن طريقي يا پير طريقت تي مطمئن نہ هئا. احاديث ۾ آيل اذڪار ڪندا رهندا هئا ۽ ڪنهن ڪامل جي تلاش ۾ هئا حضرت مولانا تاج محمود امروٽي رحہ ان وقت اوج ۾ هئا پر انڊڙ قوم جا علماء حضرت امروٽي سان مانوس نہ هئا خاص ڪري مولانا عبدالقادر پنهواري واري جي ڪري، حضرت جن بہ حضرت امروٽي جا معتقد نہ هئا. ٽيڙهي ۾ حضرت امروٽي جا گهڻا معتقد ۽ مريد هئا پسگردائي جي هڪ فقير عبدالغني حضرت هاليجوي کي حضرت امروٽي ڏانهن هلڻ لاءِ تيار ڪيو پوءِ تہ پهچڻ جي دير هئي، پاڻ اتي رهي پيا ۽ ٿوري عرصي ۾ خلافت حاصل ڪري ورتائون، روايت آهي تہ حضرت امروٽي رحہ هڪ وصيت لکي ويا هئا تہ سونڪان پوءِ مولوي حماد الله منهنجي جاءِ تي ويهي ماڻهن جي ارشاد جو ڪم سنڀالي پر حضرت امروٽي جي وفات بعد اها وصيت گم ڪئي وئي، حضرت جن تبليغ لاءِ تمام گهڻو سفر ڪندا هئا. اٺ تي چڙهي ٻري ٻري تبليغ ڪندا هئا. خلافت تحريڪ، لواري جي جڙتو حج خلاف تحريڪ ۽ ٻين ملڪي ۽ ديني تحريڪن ۾ ڀرپور حصو وٺندا رهيا. هاليجي شريف ۾ ويهي حضرت جن جيترو قوم جو اعتقادي ۽ عملي اصلاح ڪيو آهي اهو ورلي ڪنهن کان ٿيو هوندو، انڊڙ قوم ۽ ٻين فقيرن ۾ شرعي پردي جي پابندي رائج ڪيائون جنهن کي ڏسي ماڻهو حيرت ۾ پئجي ويا، پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان جا علماء سندن سڳي ۾ هئا. سنڌ جا سؤ فيصد علماء سندن مريد ۽ پروانا هئا. اها وڏي ڪمال جي علامت آهي، توحيد جي ايتري گهڻي پرچار ڪيائون جو سنڌ جي هڪ وڏي حصي کي موحد بڻائي ڇڏيائون. حضرت جن جو گهڻو فيض حضرت مولانا خليفہ احمد دين مرحوم کي نصيب ٿيو، مولوي فياض نور زمان (ڪراچي) مولانا عبدالعزيز پانڊوي رحہ، مولانا عبدالڪريم قريشي (پير شريف) ۽ مولانا حافظ

محمود اسعد ۾ چگو فيض ورتو. ١٣٦٨ھ ۾ حضرت جن حرمين شريفين ويا ته عرب جا ماٺهو انبوه ڪري فيض يافته ٿيندا رهيا. پاڻ تعليم، تبليغ ۽ ارشاد سان گڏ تصنيف ۾ ڪئي اٺن لغات القرآن ۽ هشت مسائل ڇپيل آهن. ڪشاف تي حاشيو لکيو اٿن. قصيده بانت سعاد جو شرح، سبع معلقات جو حاشيو، قصيده برده جو شرح، نظم اسماء حسنيٰ للشيخ عبدالقادر الجيلاني رحه جو شرح ۽ سندن لکيل آهن. آخري عمر ۾ جماعت جي اصرار تي جمعه نماز کانپوءِ تفسيري رنگ ۾ تقرير الحمد کان شروع ڪيائون اها تقرير مدرسه دارالهديٰ ٺيڙهي طرفان باقاعده قلم بند ڪرائي وئي هئي پر اها هن وقت نااهلن جي هٿ اچي وئي آهي ۽ ڇپجڻ ۾ آيو آهي ته ان ۾ خيانتون ڪيون ويون آهن. مرشد هاليجوي طويل علالت بعد مورخه ١٢ ذوالقعد ١٣٨١ھ مطابق ٠٨ اپريل ١٩٦٢ع تي فوت ٿي ويا. انالله وانا اليه راجعون. شائق نظاماڻي هن مصرع سان تاريخ وفات بيان ڪئي آهي. ”حامد ذات حق حماد الله“ (١٣٨١ھ) (عبدالوهاب چاچڙ)

حضرت مولانا يوسف بنوري محدث رحه جا تاثرات:- الشيخ العارف الزاهد المحدث الفقيه حماد الله بن محمود بن حماد الله هاليجوي. هاليجي ڏانهن نسبت آهي. اهو سنڌ جي ضلع سکر ۾ پنوعاقل تعلقي جو هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي. اهو ڳوٺ حضرت شيخ رحه جي رهڻ جو هنڌ هو. اتي هڪ مسجد ٺهرايائين ۽ حجرا به. پاڻ سن ١٣٠٠ھ ۾ پيدا ٿيا. پنهنجي علائقي ۾ وڏا ٿيا ۽ پنهنجي دور جي علماء کان علم پڙهيائون. عالم ۽ استاد ٿيا ڪيترا سال پڙهايائون ۽ تدريس سان گڏ تصنيف ۾ مشغول رهيا. علم جي ممتاز مقام تي پهتا. علم ۽ تدريس جي شروعات ۾ سندن طبيعت صوفين جي ذوق کان پاسيري هئي تان ته الله تعاليٰ کين توفيق ڏني جو شيخ ڪبير عارف عظيم الشيخ تاج محمود امروٽي جي هٿ تي بيعت ڪيائون. امروٽي، امروٽ شريف ڏانهن منسوب آهي جيڪو سکر سنڌ جي علائقي جو هڪ ڳوٺ آهي. حضرت امروٽي رحه طريقه قادريه ۾ پنهنجي زماني وارن سڀني کان وڌيڪ ڪامل هئا. انهيءَ بيعت سان کين ويجهڙائي وارو مضبوط رابطو حاصل ٿيو ۽ سندن باطني نسبت ڪامل طرح جاري ٿي. پاڻ سندن افضل خليفه بڻيا ۽ کين بيعت ۽ ارشاد جي عام اجازت ملي تان ته پنهنجي شيخ جي حياتيءَ ۾ مسند خلافت تي جلوه گر ٿيا. سندن مرشد جي حڪم سان ماڻهو حضرت حماد الله جي بيعت ڪندا هئا سندن مرشد فرمائيندا هئا ته مکي حماد الله کڻي ويو

باقي ماڻهن لاءِ لسي چڏي وئي. پنهنجي ڳوٺ ۾ چاليهه سال مرشد ۽ رهنما ٿيجي رهيو عبادت، ارشاد، وعظ، افتاءَ ۽ سمجهائي ۾ مشغول رهيا. مرشد سائين ڪڏهن پاڻ کي ابوالاسعاد جي ڪنيت سان تعبير ڪري نالو محمد حماد پيش ڪندا هئا.

پاڻ رحمةالله عليه عابد، زاهد، بردبار، باوقار، رياءَ کان بنه پري ۽ منهنجي معلومات ۾ آيل سڀني عالم ۽ نيڪي وارن کان وڌيڪ زاهد هئا. مريدن ۽ طالبن لاءِ تمام گهڻو حليم هئا. پاڻ صحيح ۽ صريح ڪشف وارا هئا. خلق جي نفعي پهچائڻ ۾ سخت حريص هئا. پاڻ عالمن ۽ فقيرن سان محبت رکندا هئا. دنيادارن ۽ آسودن توڙي وڏي عهديدارن جو دنيا ۽ عهدي جي ڪري سندن دل ۾ ڪو به مقام نه هو. پاڻ سختين ۽ ڏکن تي صبر ڪندڙ هئا. سندن زندگي، ڏکن سان ڀريل هئي ڪاڏي ۽ پيتي جي لذتن کان پري هئا. صبح جي نماز پڙهائي ماڻهن لاءِ ويهي رهندا هئا. انهن کان بيعت وٺندا هئا کين ذڪر اذڪار ۽ منقول دعائون ڏسيندا هئا حاجت روائي واريون دعائون پڻ ڏيندا هئا. کين دوائون به ڏسيندا هئا. پاڻ حاذق حڪيم هئا. وٽن دوائون ۽ مجرب علاج موجود هوندا هئا. وٽن ڪيترا سنڌ جا ڪورا چٽ به ايندا هئا. چوندا هئا سائين مان بيمار آهيان منهن جي لاءِ دعا گهرا! هٿ کڻي ان لاءِ دعا گهرندا هئا پوءِ وري اهو ماڻهو چوندو سائين تعويذ به لکي ڏيو. ان کي تعويذ به لکي ڏيندا هئا. وري چوندو سائين منهنجي بيماري لاءِ ڪا دوا به ڏسيو انکي ڏاڍي وضاحت سان دوا ڏسيندا هئا.

دوائن ملائڻ، انهن جو ڳاهڻ ۽ استعمال ڪرڻ سڀ انکي سمجهائيندا هئا وري چوندو سائين مون وٽ پيسو ڪونهي جنهن سان اهي دوائون خريد ڪريان مهرباني فرمائي منهنجي مدد ڪريو. پوءِ انکي ضرورت جيترا پيسا ڏيندا هئا. اهي سوال ۽ جوڙجاڙ گهڻو وقت وٺندا هئا مگر ڪڏهن به اسان ان کي مونجهه ۽ بيزاري ڪونه ڏٺي. اهي تڪليفون نهايت خوشي سان برداشت ڪندا هئا ۽ هميشه لااله الاالله جو ورد ڪندا رهندا هئا. اهي آهن سندن اهي عادتون جيڪي مون ڏٺيون. سندن خلق ۽ بردباري ڏاڍي عجيب هئي، سندن سخاوت ۽ مهرباني وڌيڪ عجب ۾ وڌو. سندن اهو طريقو منجهند تائين هو. پوءِ ڪلاڪ ڏيڍ لاءِ گهر ۾ ويندا هئا پوءِ پيشين نماز لاءِ نڪرندا هئا نماز پڙهائي ٻيهري تائين قرآن ڪريم جي تلاوت ۾ مشغول رهندا هئا. ٻيهري جي نماز کان پوءِ ويهي خط پڙهندا هئا ۽ انهن جا جواب ڏيندا هئا ۽ پيچيده مسئلن بابت

فتوى ڏيندا هئا. ڪڏهن فتوى پيو ڪوئي لکندو هـو پوءِ اها فتوى کين پڙهي ٻڌائي ويندي هئي جيئن ان تي صحيح ڪن يا اصلاح جي ضرورت هجي ته ان جي تصحيح ۽ اصلاح ڪن سانجهي نماز تائين اهو سلسلو هلندو هو. سانجهيءَ نماز بعد پاڻ ماڻهن ڏانهن منهن ڪري ويهندا هئا ۽ ماڻهو ٻه حلقو ٻڌي ويهندا هئا ۽ قادري طريقي جو ذڪر ڪندا هئا ۽ ماڻهو سندن اتباع ڪندا هئا. توجه جي تاثير ۾ ڏاڍا قوي هئا. مان هڪ رات مجلس ۾ اهڙو تجربو ڪيو. ذڪر جو اهو سلسلو عشاء جي ٻانگ تائين هلندو هو. ان کانپوءِ خدام کي چوندا هئا ته مهمانن کي ماني کارائن ۽ بسترا مهيا ڪن. ان کانپوءِ گهر هليا ويندا هئا. سندن اهو حال حياتي جي پڇاڙي تائين قائم رهيو يعني عبادت، ارشاد ۽ خدمت خلق. ان ۾ نه ڪڏهن مونجهيا ٿيا ۽ نه ڪڏهن بيزار ٿيا. سبحان الله. ذالڪ فضل الله يوتيه من يشاء والله ذوالفضل العظيم

مطلب ته شيخ حماد الله رحه عالم، عارف، زاهد، عابد، علوم و معارف ۾ محقق ۽ ذڪر جي اسرار ۽ خواص جو واقف هـو. اولياء ۽ علماء مان ورلي ڪوئي ان جي مقابلي جو هو. پاڻ حاذق طبيب هدايت وارو مرشـد سنت نبويه ڪريمه جـو تعبدار شريعت جي اتباع جو شوقين هو. پاڻ ذات پاڪ جي تجلي جي بلند مرتبي تي فائـز هو صفات جي تجلي کان مٿي هو. انهيءَ ڪالهه کان مستغني هو جو ڪوئي ان کي سڃاڻي يا ان کان فيض پرائي. مونکي ڪوبه اهڙو ماڻهو معلوم نه آهي جيڪو ان جي خصوصيات ۽ فضائل ۾ برابر هجي البت اسان جو شيخ عارف ديوبندي مولانا عزيزالرحمان نقشبندي انجي برابر ٿي سگهي ٿو. اسان جو اهو شيخ عارف ديوبندي جڏهن ١٣٤٧ هه ۾ فوت ٿيو ته اسان جي شيخ امام العصر رحه حضرت مولانا انور شاه رحه فرمايو:

”هماری جماعت میں جو سب سے افضل عندالله تهے چل بسے۔“

مان چوان ٿو عارف سنڌي کي همعصرن مان گهٽ ڪنهن سڃاتو ۽ ڪنهن ٻه ان کان پوري طرح باطني ڪمالات جـو استفادو نه ڪيو ۽ منهنجي خيال ۾ سندن همٿ مبارڪ تي ڪنهن ٻه سلوڪ جا مرحلا طي نه ڪيا. الله تعالى مٿس رحمت ڪري. ان کان راضي رهي ۽ ان کي خوش رکي ۽ جنت ۾ ان جي جاءِ ڪري. (مقدمه لغات القرآن مان ڪي ٽڪرا اهو مقدمو مولانا بنوري رحه جو آهي).

# مولانا نور محمد سومراڻي انڊڙ

سندن ولادت ۽ وفات جون تاريخون ياد نه آهن. ٻان ڳوٺ ڇپڙ انڊڙ تعلقه ٻنوعاقل جا هئا. ننڍپڻ ۾ ئي پنجاب يا ٻي ڪنهن طرف تعليم لاءِ هليا ويا هئا. حياتيءَ جو وڏو عرصو ٻاهر گذاري ٥٠-٥٥ ورهيه عمر ۾ گهر موٽي آيا. هن کي ڪنهن ٻه ڪونه سڃاتو. البت هن جي ٻارن پٽن ۽ وڏن جي سڃاڻپ ۽ نالن ڪڻڻ سان پڪ ٿي ته هي اهوئي نور محمد آهي جيڪو ننڍپڻ هوندي غائب ٿي ويو هو. نهايت عابد، زاهد ۽ حق گو ۽ بيباڪ عالم هو. ڏاڍو گريو گهڻو هوندو هو. قرآن پاڪ جي تعليم کي گهڻو عام ڪيائين. پنهنجي ڳوٺ جي جامع مسجد ۽ جمعه جسڪاڻي ڳوٺ جي وڏي مسجد مولانا ٻان بنا ٻچائي ڳوٺ وارن کان ڪجهه وصول ڪئي بغير تعمير ڪرايون. ڳوٺ واري مسجد ١٣٢٠هه ۾ مڪمل ٿي. ان مسجد تي حضرت مولانا حمادالله رحه جا هي هٿ اکر لکيل آهن "قد بني هذه الجنة مولانا استادي زبدة العلماء ميان نور محمد انڊڙ في التاريخ التاسعة من شهر جمادي الاول في السنة الهجرية ثلاثة عشر ماة و عشرون سنة. رقمه تلميذ ملا حماد عفي الله عنه. ان سان گڏ حضرت جن ٻه حديثون به مسجد تي لکي ڇڏيون آهن جن جي ڇاڙي ۾ لکيل آهي رقمه محمد حماد غفرالله له. هڪ حديث جي آخر ۾ لکيل آهي ڪذا سمعت عن استادي مولانا واصل محمد بروهي (عبارت مان ظاهر آهي ته ان زماني ۾ حضرت جن وچولا ڪتاب پڙهندا هوندا. ايڊيٽر) مشهور آهي ته ڳوٺ واري جامع مسجد جي لاءِ ڇاپل ٺهي ۾ ٻيلي جون ڪاٺيون استعمال ڪرڻ تي ٻني عاقل جي مختارڪار مولانا کي گهرايو. مختارڪار هندو هو. مولانا اتي پهتا ته پٽيوالي کين اندر وڃڻ کان روڪيو. مولانا ان کي چيو ته تون مون کي اندر روڪين اندر سوئر ويٺو آهي جو ڪائيندو؟ ائين چئي مولانا اندر هليو ويو ا هي لفظ مختارڪار به ٻڌا. اندر هڪوري جو هڪ شاهه صاحب به ويٺو هو. مولانا مختارڪار کي چيو ٻچا توکي شرم نه ٿو ٿئي جو خدا جي گهر ٺاهڻ تي گهرايو اٿئي. مسجد به خدا جي. ٻيلو به خدا جو. جهنگ پٺهين جو آهي ته ٻوءِ ٻلي گهراءِ. مختارڪار گهرائجي ويو. ويتر شاهه صاحب انکي چيو خبردار اهو ڪاريهر نانگ اٿئي متان ڪجهه ڪڇيو آهن. مختارڪار مولانا کان معافي ورتي پٽيوالي کي پنج روپيه ڏيئي ٽوڪرو مٺائي جو گهرائي مولانا کي ڏنو. مولانا جن هندو جي هٿ جي مٺائي نه ڪائيندا هئا ٻر جماعت لاءِ اهو ٽوڪرو

ڪٺي آيا. مولانا جن توحيد جا پروانا هئا. ڪئي ڀ ڪنهن وڻ جي ٻوڙا ٻڌندا هئا ته هڪدم پنهنجي خادم سميت ڪهاڙو کڻي هلندا ۽ وڃي اهو وڻ وڍي ڦٽو ڪندا هئا شادي ڪوٺ ڪيائون. سندن قبر ٻگي شير مقام ۾ آهي. (مولوي محمد اسحاق انڍڙ)

حضرت استادي مولانا مظهرالدين مدظله جن جو خيال آهي ته اهو مولوي صاحب فاضل ديوبند هو. (ايڊيٽر)

حاجي مولوي رحيم بخش سومرائي:- ابتدائي تعليم حضرت هاليجوي رح. کان ورتائون ۽ باقي ڪتاب مولانا حبيب‌الله ٽيڙهي وارن وٽ پڙهيا. مٿن وجد جو غلبو گهڻو هوندو هو. ان بزرگ کي مسجدن ٺاهڻ جو ڏاڍو شوق هو. ٻيلارن جي روڊ تي هڪ مسجد ۽ ٻني ۽ صالحاڻي جي وچ تي ٻه مسجدون ۽ صالحاڻي لڳ عيدگاه ۽ هڪ کوه صالحاڻي ۽ ٻني درميان ۽ هڪ کوه عيدگاه لڳ کٽايائين. ان بزرگ جي بيعت حضرت امروٽي سان هئي پوءِ حضرت هاليجوي رح. سان بيعت ڪيائون ١٧ صفر ١٣٧٧ھ تي وفات ڪيائون. (مولوي محمد اسحاق)

# مولانا محمد صادق انڍڙ

مولانا محمد صادق عرف سنهڙو مولوي ولد ميانجي چنيسر ولد ميان پليڏنو انڍڙ. سندن ولادت وڏڻ ڳوٺ تعلقه ٻني‌عاقل ۾ ٿي. قرآن پاڪ جي تعليم آخوند محمد ابراهيم (مولاناعبيدالله‌انڍڙ جي ابي) وٽ حاصل ڪيائون. ڪرم‌الدين ۽ عمرالدين جي والده کين قرآن پڙهائيندي هئي. مولانا جن خدا کان دعا گهري اها دعا قبول ٿي ۽ سندس ذهن کلي پيو. ڳوٺ سعدلي انڍڙ ۾ ملا حبيب‌الله وٽ ٻه ابتدائي تعليم ورتائون. مولوي محمد واصل بروهي وٽ رڪ اسٽيشن لڳ ٻ پڙهيا هئا. ڳوٺ خالد ضلع لاڙڪاڻه ۾ ٻه پڙهيا هئا. مولانا قمرالدين انڍڙ وٽ مشڪواة وغيره پڙهيا هئا ۽ فراغت استادالڪل مولانا محمد لغاري وٽ مدرسه دارالرشاد پير جهنڊه ۾ ڪيائون. مولانا محمد رح محدث نذير حسين دهلوي کان علم حديث ورتو هو. مولانا محمد صادق جو ڏاڏو ميان پليڏنه باڪمال زاهد ۽ سخاوت ۾ مشهور هو. سڄي مهرڪي ان جي عزت ڪندي هئي. اصل ۾ ڪمال واه تي ويٺو هو اتان کيس محمد ابراهيم مهر لڏائي وڏڻ مهر وٺي آيو. والدين جي فوت ٿيڻ بعد مولانا محمد صادق وڏڻ مهر کــــي ڇڏي آيو ۽ ڳوٺ

محمد ابراهيم لڳ ڀڳ صالحاڻي ۾ تعليم جو ڪم شروع ڪيائون. ڪافي عرصي کانپوءِ حضرت هاليجوي رحه جي مشوري سان مولانا قطب الدين ۽ مولوي محمود حسين کين هالیجي وٺي آيا. ڪامل مرحوم جي جاءِ خالي ٿي هئي جنهن ۾ ان کي ويهاريو ويو جنهن ۾ هن وقت سندس اولاد رهي ٿو. ڇهه سال اتي تعليم ڏيڻ بعد ۾ مدرسو ڪوليائون جو اڄ ان به هلي ٿو. ديني مدرسي سان گڏ ملا اسڪول به کوليائون. حافظ محمد ۽ حافظ محمد ابراهيم سبائر ڪنز تائين مولانا سنهڙي وٽ اتي پڙهيا ۽ باقي تعليم دارالهدى ٺيڙهي مان پرائي فارغ ٿيا. سندس نينگر حافظ احمد حسن به شرح جامي تائين اتي پڙهي پوءِ ٺيڙهي ويو. حضرت هاليجوي رحه کين سوني تند چوندا هئا. وفات مهل فرمايائون سنڌ جو هڪ جهنڊو ڪري پيو. مسئلن پڇڻ لاءِ پاڻ ماڻهن کي مولانا محمد صادق ڏانهن به اشارو ڪندا هئا. سندن روحاني تعلق حضرت امروٽي سان هو. مشهور آهي ته پاڻ حضرت امروٽي جا مجاز هئا. حضرت امروٽي سان انهن جو گهرو تعلق هو جو سندس پٽ مولوي ابوبڪر جو ٺهڙ به امروٽ ۾ ٿيو هو. هجرت تحريڪ ۾ مولانا جن پنهنجا ٻچڙ وٺي روانگي لاءِ تيار ٿيا ته هجرت جو سلسلو ختم ٿي ويو. پاڻ ڪرامت وارا بزرگ هئا تر جا زميندار ۽ عام ماڻهو خاص ڪري لوهي مبارڪپور جا مهتم، وڏڻ مهر جا مهر ۽ ووڳهڙ سندس گهڻو معتقد هئا. سندن وفات تقريباً ١٩٥٥ع ۾ ٿي ۽ هاليجي شريف جي مقام پير صلاحي ۾ مدفون آهن.

اولاد:- مولانا کي ٽي پٽ ٿيا مولوي ابوبڪر، حافظ احمد حسن فارغ التحصيل عالم هو. فقيرالله ۽ ٻه نياڻيون ٿيون امينه زوجه عطا محمد ۽ جويره زوجه حاجي محمد احسن. مولانا جي گهر واري حال حيات آهي. مولوي فقيرالله کي چار پٽ ۽ ٻه نياڻيون آهن ۽ مولوي ابوبڪر کي ٻه پٽ مولوي فاروق احمد (عالم ۽ واعظ خطيب مسجد شاهي بازار ٽنو عاقل) ۽ مولوي رفيق احمد ۽ هڪ نياڻي صفيه زوجه مولوي ابراهيم ولد مولوي عبدالحڪيم. مولانا محمد صادق جو هڪ ڀاءُ عبدالوارث عرف وارثڏنو هو جنهن جو پٽ مولوي عبدالواحد سنڌي استاد جامعه مليه دهلي ۽ سابق ايڊيٽر ماهنامه نئين زندگي ڪراچي ۾ رهي ٿو مولوي عبدالواحد سنڌي جو هڪ پٽ آصف جيلاني انٽرنيشنل جنگ لنڊن جو چيف ايڊيٽر آهي. (مولوي فاروق احمد)

# مولوي محمد عثمان قاضي

هيءُ بزرگ مولوي محمد عثمان بن ميان عبدالرحمان ذات ڪوري (قاضي) ويٺل ڳوٺ عالي واهڻ شهر پنار تعلق ٺٽو عاقل جا هئا. اصلي علي واهڻ ٻانجي ويو ان ڪانپوءِ موجوده جاءِ تي اچي ويو. سندن ابتدائي تعليم پنهنجي والد صاحب وٽ ٿي ان ڪان پوءِ مٿين تعليم لاءِ ڪٿي ڪٿي ويا. آخري تعليم مولانا نبي بخش عودي وارن وٽ حاصل ڪيائون فارغ التحصيل ٿيڻ لاءِ ديوبند جو سفر اختيار ڪيائون اتي تعليم حاصل ڪري اتان مدينه منوره جو سفر ڪيائون اتي ٢ سال تعليم ڏنائون ته ڪين شاديءَ لاءِ ڳوٺ گهرايو ويو ۽ اتي تعليم ڏيندا رهيا ڪجهه وقت ڪان پوءِ وري ٻيهر مدينه منوره جو سفر اختيار ڪيائون اتي وري ٽي سال تعليم ڏنائون ان ڪانپوءِ حضرت امروٽي جن ڪين گهرائي ورتو جو عرب جي حڪومت شريف جي هٿ هئي. بهرحال پاڻ اتان ڪتابن جو وڏو ذخيرو ڪٺي اچي پهتا ۽ ڪجهه وقت خلافت جي تحريڪ ۾ ڪم ڪيائون ۽ ان ڪان پوءِ عمر پور جيڪا ٺل جي قريب آهي اتي تعليم ڏنائون ۽ پوءِ ڪين حضرت امروٽي رح جي حڪم سان چڪ ۾ جا سندن جامع ٺهرايل هئي ان ۾ مدرسو کوليو ويو اتي تعليم ڏيندا رهيا حضرت جن جي وفات ڪان پوءِ شهر ڳريچاڻي ۾ سڪونت اختيار ڪيائون ۽ اتي تعليم ڏنائون. نهايت متوڪل ۽ شب خيز بزرگ هو ۽ نهايت وڏو عالم دين هو. ان وقت جا بي مثال عالم هئا ۽ هر تعليم ۾ مهارت رکندڙ هئا فقه جا ته گويا امام هئا اهڙا پيچيده مسئلا حل ڪري ڇڏي ويا جو ٻين ڪنهن عالم کان ڪونه ٿي سگهيا جيئن ته مفقود جو مسئلو، طلاق مڪره جو مسئلو، طلاق صغير، يعني مڪره جي طلاق جي وقوع جي خلاف هئا، صغير جي طلاق جي وقوع جا قائل هئا ۽ مفقود جي متعلق امام مالڪ رح جي مسلڪ تي فتويٰ ڏيندا هئا. مولانا جي فتوائن جو مجموعو فتاويٰ عثماني جي نالي سان اسان وٽ محفوظ آهي. شمائل ترمذي جو سندن سنڌي ترجمو ڇپيل آهي. تفسير تنويرالايمان جي تڪميل به مولانا جن ڪئي هئي جو ته تڪميل کان اڳ ۾ مولانا محمد عثمان نورنگ زاده فوت ٿي ويو هو مولانا [illegible] مدني رح جيڪو قرآن مجيد جو ترجمو ڪيو هو ان ۾ به ڪجهه مولانا جو حصو آهي. مولانا جا شاگرد بي انداز آهن.

اولاد:- مولانا کي ٻه پٽ هئا (١) شمس الدين اهو شهيد ٿي ويو (٢) عبدالقادر

نرچ ۾ رهي ٿو ۽ هڪ نياڻي آهي نرچ جي قبرستان ۾ دفن آهن. (مولوي عبدالواحد شيخ)

دارالعلوم ديوبند ۾ ڪجهه وقت شيخ الهند وٽ پڙهيا. حضرت جي ڪاري ٿيڻ وڃڻ بعد حضرت ڪشميري وٽ تڪميل ڪيائون. (مولانا محمد يعقوب مهر)

# مولوي احمد صاحب شيخ

مولانا صاحب جي ابتدائي تعليم پنهنجي والد صاحب وٽ ٿي ان ڪان بعد پنهواري تعلقہ پنوعاقل جي ڳوٺ ۾ مولانا عبدالقادر جن وٽ تعليم ورتي ۽ حڪمت جو ڪم مولانا دين محمد ڳوٺ دفر تعلقہ پنوعاقل ۾ حاصل ڪيائون ۽ علوم جي تڪميل استاذالڪل مولانا محمد لغاري وٽ ڪيائون.

فارغ ٿيڻ ڪان بعد پنهنجي ڳوٺ ۾ (جيئن ته بزرگان دين جو سلسلو تعليم جو هيو يعني بنا عوض جي تعليم ڏيندا هئا) تعليم ڏيڻ شروع ڪيائون ۽ وجہ معاش سندن حڪمت جو ڪم هيو نهايت بزرگ ۽ متبحر عالم هو ۽ دين ۽ تعليم جو ايڏو ته شوق هون جو پنهنجي وقت ۾ پنهنجي قوم جي ڪنهن به فرد کي علم ڪان خالي نه ڇڏيائون ۽ ديني غيرت ايڏي هوندي هين جو رسم و رواج کي نهايت سختيءَ سان بند ڪرائي ڇڏيائون اسان جي قوم ۾ اڳ پردو نه هوندو هو مگر جڏهن مولانا صاحب فارغ ٿي دين جو ڪم شروع ڪيائون پنهنجي قوم کي باقاعده شرعي پردو ڪرائي ڇڏيائون جيڪو اڄ تائين موجود آهي پنهنجي ساري زندگي تعليم ۾ گذاري ويا ۽ پنهنجي پويان ٻه پٽ نهايت قابل عالم ڇڏيا جن مان هڪ مولوي محمد عثمان جيڪو نوابشاه ۾ ڪاروبار ڪندو هو ٻيو ڊاڪٽر محمد عمر سکر ۾ ڊاڪٽري ڪندو هو.

سندن پيدائش انهن جي ڪتبہ مان معلوم ٿي ته سن ١٣١١ ھ هئي. پاڻ تقريباً ٨٠ ورهيہ جي عمر ۾ وفات پاتائون.

مولانا احمد پٽ آخوند محمد حيات بن گل محمد بن نور محمد (اهو شيخاڻي تعلقہ موري ڪان ڇڏي ٽريچاڻي آيو). ٽريچاڻي اڳ ۾ روهڙي جي ويجهو هئي علمواهہ جي قريب پوءِ پيرمراد ڳوٺ وٽ بڌو ويو جيڪو منڊو دائره جي قريب آهي. پيرمراد زندگي ۾ ڪڏهن برقعو نه لاٿو. ان ڪانپوءِ موجوده خاڪون جي ڳوٺ سليمان وٽ بڌي وئي پوءِ موجوده هنڌ قائم ٿي. اهي انتقال درياءَ جي پاڻي سبب ٿيا. هن هنڌ ڳوٺ بڌڻ ڪان اڳ ۾ اسان جي ڏاڏي، حضرت امروٽي ڪان پڇيو ته مائون! درياءَ

ڀاڳ کاڌن نہ ٿو ڇڏي. هاڻي ڪٿي ڀڄون. پاڻ مراقبو ڪري فرمايائون ميرانپور جو ڏورو ڪٿي آهي. چيائون هتان ويجهو آهي. پاڻ فرمايائون تہ پوءِ خدا تي ڀروسو ڪري هتي ڪوٽ ٻڌو. مولانا عبدالعزيز رحہ مولانا احمد جو پاڻ هو پيا بہ هون ڀائر محمد قاسم، محمد پريل، گل محمد، محمد حسين. (مولوي عبدالواحد شيخ)

## داد لغاريءَ جا علماءَ

**مولانا محمد يعقوب:-** مولوي صاحب وڏو عالم، فاضل ۽ قومي ڪارڪن هو. پارسي ۽ سنڌي شاعر هو. سندس تخلص سامي هو. مولوي بهائي، سامي جو مرهون منت هو. سامي جا ڪيترا شعر تضمين طور تي پنهنجي ديوان ۾ آندا اٿس. پرچونڊي وارن بزرگن جو خليفو هو. غريبن ۽ محتاجن جي مدد سندس خاص مشغلو هو. ڏهن ڪوهن جي اندر گهمندو هو ۽ حاجتمندن جون ضرورتون معلوم ڪري اهي پوريون ڪندو هو. رامو ڏيڍ ڪي بہ واڻين کان ان ولي ڏنائين. هارين ڪي ترغيب ڏيندو هو تہ گڏجي جوڙا وهايو ۽ گڏجي ڪم ڪريو. مولانا عبدالله لغاري فرمايو اسان ڪي ان جي انهيءَ تحريڪ جو قدر روس ۾ پيو. مولوي عبدالله رحہ چيو منهنجي چمن کان ٿورو ٻوءِ مولانا محمد يعقوب وفات پاتي. سندس وفات ١٢٨٩ هہ ۾ ٿي.

**مولانا محمد امين لغاري:-** داد لغاري جو وڏو عالم ۽ فاضل ٿي گذريو آهي.

**مولوي محمد يعقوب:-** مولوي محمد يعقوب ولد مولوي محمد امين لغاري ١٧ رجب ١٣١٥ هہ ۾ داد لغاري ۾ ڄائو. پرائمري تعليم داد لغاري اسڪول ۾ ورتائون پيءُ کان ضروري ديني شروعاتي تعليم ورتي بعد، عربي ۽ فارسي مڪلوٽ گنج ۽ پير جهنڊي ۾ پڙهيا. فارسي ۾ ڪريما، گلستان، رحيما بوستان ۽ سڪندر پڙهيا. عربي ۾ بہ حديث، فقه ۽ تفسير وغيره پڙهيا. تعليم کان فارغ ٿي پنهنجي پيءُ جي مدرسي ۾ درس ڏيڻ شروع ڪيائون.

مولوي صاحب وڏو عالم ۽ شاعر هو. فارسي ۾ سندس ٦ تصنيفون آهن. ردالملحدين، رحيما، نام حق، توحيدالحق، سراج العقائد ۽ نصح الحق. هي سڀ ڪتاب قلمي صورت ۾ موجود آهن ۽ الڪل ٢ سئو صفحن کان بہ مٿي آهن. فارسي کانسواءِ سنڌي ۾ بہ سندس ٣ ڪتاب آهن. خطبهٔ انوارالحق، خطبات سنڌي ۽ ديوان يعقوبي- هنن ٽنهي

ڪتابن ۾ مولوي صاحب غزل، ڪافيون، مولود ۽ خطبا لکيا آهن. سندس ڪتاب سوز و گداز، ذڪر، ولولو، فراق، تغزل ۽ تصوف موجود آهي.

**مولوي محمد هاشم:-** مولوي محمد هاشم خشڪ، مولوي محمد امين وٽ عربي ۽ فارسي پڙهيا وٽس پنهنجو ذاتي ڪتبخانو هو. سندس فارسي جا اڪر تمام سهڻا ۽ عمدا هئا. مولوي يعقوب سندس دوست ۽ همعصر هو. ڪانئس پنهنجا فارسي ڪتاب لکرائيندو هو. هڪ نظم ۾، مولوي هاشم لاءِ هي شعر چيو:

از يعقوب است اين ابيات پر مشڪ بود راقم محمد هاشم خشڪ (دادا سنڌي)

**مولوي محمد يعقوب:-** هي صاحب داد لغاري جي پرسان ڳوٺ پانڌي ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو نيازي هو. پاڻ عربي، فارسي ۽ سنڌي جا وڏا عالم هئا. پانڌي جي ڳوٺ ۾ هڪ مدرسو "دارالهدي" کولي ڳوٺ جو نالو بدلائي سنت آباد رکيائون. پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ دارالاشاعت به قائم ڪيائون جتي ڪيترائي ڪتاب ۽ رسالا ڇپرايائون جن مان صفات الاهي، فتح محمدي، خطبه سنڌي، گلزار سنت ۽ رسالہ بي‌نمازي مشهور آهن. پاڻ کي "ناظم جمعيت التاليف و دارالاشاعت" ڪري لکندا هيا. مولوي صاحب سرائڪي جا شاعر به هيا ۽ حڪمت جو ڌنڌو به ڪندا هيا. (دادا سنڌي)

**مولوي عبدالعزيز:-** مولوي عبدالعزيز ولد مولوي محمد يعقوب داد لغاري ۾ ١٨ ذوالقعد ١٣٢٢ھ ۾ ڄائو. پرائمري اسڪول داد لغاري مان ٤ درجا سنڌي پڙهيا. ان کانپوءِ ديني تعليم پنهنجي پيءُ جي مدرسي مان حاصل ڪيائون. قرآن شريف کان سواءِ فارسي ۾ ڪريما ۽ سڪندر پڙهيا. مولوي صاحب سنڌي جو وڏو عالم ۽ شاعر هو. شاعري ڪيس ورثي ۾ ملي هئي. پاڻ هڪ سئو کان وڌيڪ سنڌي ۽ سرائڪي شعر چيا اٿن. سندن مڪمل بياض موجود آهي. شاعري ۾ تخلص "عزيزؔ" رکيائون مولود، ڪافيون، غزل ۽ نظم چيا اٿس. هڪ نظم "احوال زمانہ" مشهور آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪين شعر تي ڪيڏو درڪ هو. ۽ ان ۾ سماج جي پوري عڪاسي ٿيل آهي. هي نظم علم عروض جي مطابق چيل آهي:

١- ڏنگا پنڪا پڌن لوفر مڃان ڏاڙهيون مکن هر هر
ڪٽي سوٽيون گهمن بازر وتن ٿا ملڪ کي بگاڙي

٢- ڪرن شاديون ماري جهمريون نڇائن بي حيا ڪنجريون
دهل ڏڪڙ ۽ جنجريون وڄائن خوب دهلاري

| | |
|---|---|
| ٣- ملا واعظ ڪرن پون ڪي | سڏارن ڪين ٿا من ڪي |
| ادا افسوس آ تن ڪي | وعظ تن جو آ بيڪاري |
| ٤- زاني نشائي جوئا وارا | لٽائن گهر پنهنجا گهر سارا |
| آهن شيطان جا پيارا | اٿن شيطان سان ياري |

(دادا سنڌي)

عزيزن ٢ جمادي الاولي ١٣٧٥ھ ۾ وفات ڪئي.

**مولوي عبدالمجيد:-** مولوي عبدالمجيد ولد محمد صادق قريشي ١٩٠٢ء ۾ ڳوٺ ڏوپا تعلقه گهوٽڪي ۾ ڄاوا. ننڍڻ ۾ ئي لڏي داد لغاري ۾ اچي رهيا جتان جي پرائمري اسڪول مان ١٩٢١ء ۾ فائينل پاس ڪري، ماستري ورتائون. پر پوءِ خلافت تحريڪ دوران، حضرت امروٽي جي دست بيعت ٿيڻ کانپوءِ نوڪري ڇڏي ديني تعليم ڏانهن ڌيان ڏنائون. ريتي ۾ قرآن شريف ميان نور محمد سومري وٽ پڙهيا. عربي ۽ فارسي جي وڌيڪ تعليم وٺڻ لاءِ پير جهنڊي، داد لغاري ۽ گهوٽڪي ويا. پنجاب جي مختلف ضلعن ملتان، مظفر ڳڙهه، ميانوالي، گجرات، گوجرانواله ۽ لاهور ۾ به پڙهيا. اتي سندن استادن ۾ مولانا عبدالرزاق، مولانا احمد علي لاهوري ۽ مولانا غلام رسول گجراتي هيا. سنڌ ۾ مولانا عبدالقادر لغاري، مولانا نور محمد ۽ مولانا محمد هاشم استاد هين. ان کانپوءِ اعليٰ ديني تعليم لاءِ ديوبند ويا جتي حضرت مولانا سيد حسين احمد مدني، مولانا اعزاز علي اديب ۽ مولانا محمد ابراهيم بلياوي معقولي وٽ پڙهيا. ۽ اتي دستار بندي ڪيائون.

ديوبند کان موٽي اچڻ کانپوءِ داد لغاري ۾ "مدرسه نورالاسلام" جو بنياد وجهي ٢٥ سالن تائين پاڙهيندا رهيا. ان کانسواءِ ڏهه سال سنڌ جي پين شهرن گهوٽڪي، تعلقه سکر ۽ تعلقه سانگهڙ ۾ تعليم ڏيندا رهيا. گهڻو عرصو پنجاب جي ديني مدرسن ۾ ڪم ڪندا رهيا جتي "استاد سنڌي" جي نالي سان مشهور هيا. اتي ئي پاڻ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم شروع ڪيائون. جن ۾ عربي، فارسي ۽ اردو ڪتاب اچي وڃن ٿا. ڪجهه ڪتاب پنجاب ۾ به ڇپرايائون. مولوي صاحب کي علم صرف و نحو ۽ منطق تي عبور حاصل هو ان ڪري ڪيترائي ڪتاب انهيءَ موضوع تي لکيائون. سندن هيٺيان ڪتاب ڇپيا آهن. (١) صرف و نحو- عربي زبان ۾ لکيل هي ڪتاب ١٩٣٠ء ۾ لاهور ۾ ڇپيو. (٢) فارسي ۾ قانون صرفي تي حاشيو- هي ڪتاب ١٩٣٥ء ملتان ۾ ڇپيو. (٣) اردو ۾ صرف و نحو- هي ڪتاب ١٩٦٧ء ۾ صادق آباد ۾ ڇپيو. ان کانسواءِ ڪيترن

عربي ڪتابن تي حاشيا لکيائين. مولوي صاحب اعليٰ پائي جا مبلغ ۽ مقرر هيا. سندن تقرير اثرانگيز ۽ ناصحانه هوندي هئي. سندن طبيعت ۾ ظرافت ۽ مزاح هوندو هو ان ڪري عوام سندن تقريرون شوق سان ٻڌندو هو. مولوي صاحب سٺو شاعر به هو. ۱۹۳۰ع کان شاعري شروع ڪيائون جيڪا عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌي ۾ هوندي هئي. مرحوم شاه فيصل کي سندس زندگي ۾ هڪ عربي قصيدو موڪليو هئائون جنهن کان متاثر ٿي شاه کين سعوديه ۾ اقامي ڏيڻ لاءِ لکيو هو. سندس ڪيترو ئي ڪلام گم ٿي ويو آهي- مولوي صاحب سٺو حڪيم به هو. داد لغاري ۾ "شفاخانه رشيديه" کوليائون. سندس هڪ اردو نظم "تجارت" جا ڪجهه اشعار هي آهن. سندن تخلص "عبد" هو.

مبارک صد مبارک ہو تمہیں اے زمرہ مسلم ۔ کہ پھر زندہ کیا تم نے تجارت حرفت مسلم
ہمارے پیشوا کامل نبی مرسل کا شیوا تھا ۔ دلائی یاد پھر تم نے ھمیں یہ سنت مسلم
غلامی اور کھیتی ‌میں سمجھتے ہیں فخر اپنا ۔ اس میں گم ہوئی عزت بدل گئی ھمت مسلم
الاھی "عبد" اور عاجز تیرے در کا سوالی ہے ۔ کہ دنیا میں رہے قائم وہ پھر رفعت مسلم

مولوي صاحب ۱۶ نومبر ۱۹۷۳ع تي وفات ڪري ويا. (دادا سنڌي)

منهنجو استاد مولانا عبدالمجيد چاڪي تدريس ۾ مشهور هو. البت وچ ۾ خلو دماغ ٿيڻ سبب ۱۵-۱۶ سال پڙهائي ڇڏي ڏنائين ان کانپوءِ پيهر مدرسه قاسم العلوم کهوڙڪي ۾ غالباً ۶۲-۱۹۶۳ع ۾ پڙهائڻ آيا. ان وقت مان وٽن ڪي ڪتاب پڙهيا. (عبدالوهاب)

**مولوي محمد هاشم:-** داد لغاري جي ايراضي جو بيباڪ حق گو ۽ مخلص مبلغ مولوي محمد هاشم ولد حاجي الله بخش لغاري. هو سچ ۽ حق هر وڏي ماڻهوءَ کي چٽي ڏيندو هو. ان ڪري کيس "مولوي ڪهاڙو" چوندا هيا. قاطع البدعات و الشرڪ مولوي محمد هاشم شروعاتي تعليم پانڌي جي ڳوٺ ۾ مولوي يعقوب وٽ ورتي ۽ ڪجهه ديني تعليم رياست بهاولپور ۾ ورتائون. داد لغاري ۾ جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي آيا تڏهن مولوي صاحب کي پاڻ سان گڏ پير جهنڊي وٺي ويا. اتي ڪجهه تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ ديوبند ويا جتي انقلابي رنگ چڙهيو ۽ آزادي جي مفهوم کي سمجهيائون. خلافت تحريڪ جي زماني ۾ سهارنپور جيل ۾ ڪجهه وقت رهيا. ديوبند کان موٽي اچڻ کانپوءِ داد لغاري کان ۷ فرلانگن تي ٽالهي ڳوٺ ۾ مدرسو کولي درس ڏيڻ لڳا پر سندن گهڻو رجحان تبليغ ڏانهن هيو ان ڪري اڪثر سفر ۾ رهندا

هئا. ٻري ٻري تائين وڃي سماجي رسومات، بدعات ۽ شرڪ جي پاڙ پٽڻ لاءِ ڪوششون ڪندا هئا. تحريڪ ختم نبوت ۾ به خاص حصو ورتائون. ٿورو وقت ٿيندو جو پاڻ گذاري ويا آهن. (دادا سنڌي)

**مولوي محمد ابراهيم:-** مولوي محمد ابراهيم ولد مولوي محمد هاشم لغاري ١ محرم ١٣٤١هه ۾ ڄاوا. شروعاتي تعليم پنهنجي والد جي مدرسي ۾ ورتائون. عربي ۽ فارسي مولوي عبدالمجيد قريشي وٽ پڙهيا. عربي جي ڪجهه تعليم وزيرآباد ۾ مولوي محمد رمضان وٽ به پڙهيا. بعد ۾ عربي جي تڪميل مولوي نور محمد ۽ مولوي عبدالرزاق وٽ ڪيائون. ڪجهه عرصو صادق آباد ۾ به تعليم حاصل ڪرڻ ۾ گذاريائون. فارغ التحصيل ٿيڻ کانپوءِ مولوي عبدالمجيد جي مدرسي ۾ درس ڏيڻ شروع ڪيائون، جتي ڪجهه وقت کان پوءِ مهتمم ٿيا ۽ مدرسي جو سارو انتظام پاڻ هلائڻ لڳا. ١٩٥٩ع ۾ حضرت مولانا حمادالله صاحب جن جي حڪم سان داد لغاري جو مدرسو پنهنجي ڀاءُ مولوي محمد طيب جي حوالي ڪري، ميرپور ماٿيلي جي شهر ۾ "مدرسه انوارالعلوم" جو بنياد وڌائون. هاڻي هي مدرسو مولوي سلطان احمد ۽ سندن فرزند مولوي محمد اسحاق جي نظرداري هيٺ پنهنجي عاليشان عمارت ۾ هلي رهيو آهي.

مولوي محمد ابراهيم صاحب وڏو ديني عالم هيو. سندس گفتگو بصيرت افروز هوندي هئي. هو اعليٰ پائي جا مبلغ هئا. سياسي شعور، ديني جذبو، ملي تڙپ ۽ قومي احساس رکندڙ هئا. ١٩٥٧ع جي ختم نبوت تحريڪ ۾ به خاص حصو ورتائون. مولوي صاحب ١١ ذوالقعد ١٣٩١هه ۾ گذاري ويا. (دادا سنڌي)

**مولوي محمد رمضان:-** مولوي محمد رمضان ولد الهڏنو خان لغاري، غازي دڙي (الڳ داد لغاري) جا رهندڙ هيا. پاڻ عالم دين ۽ مبلغ اسلام هئا. ڪجهه وقت کانپوءِ پنجاب جي وزيرآباد شهر ڏانهن لڏي ويا جتي مدرسو به کوليائون. دين جي اشاعت ۽ توسيع ۾ سندن وڏو هٿ هو. تحريڪ ختم نبوت ۾ خاص حصو ورتائون. پنجاب ۾ سندن ڪافي مريد آهن.

ماضي قريب ۾ گذاري ويا آهن. (دادا سنڌي)

# مولانا بهاءالدين بهائي

سنڌ جو سعدي، مولانا بهاءالدين ولد جلال الدين پتافي ١٢٣٩هه ۾ ڳوٺ نصير ڪولي تعلقه گهوٽڪي ۾ ڄاوا. قرآن شريف هڪ مائي وٽ پڙهيا. فارسي مولوي حسين بخش

وٽ ۾ عربي جي تحصيل علي‌اڪبر شاه وٽ ڪيائون. ان ڪانپوءِ رئيس مٺا خان لغاري جي دعوت تي داد لغاري جي پرسان مدرسو کولي درس و تدريس جو ڪم شروع ڪيائون. هتان ئي مولانا صاحب جي عالمانه زندگي جو آغاز ٿيو ۽ تصنيفات جو شغل شروع ڪيائون. ڪجهه وقت ڪانپوءِ داد لغاري کان ٥ ميل اوله طرف ڳوٺ بهاءالدين پڏائي اتي مدرسو کولي تعليم ڏيڻ لڳا. پاڻ ١٣٥٢هه ۾ وفات ڪري ويا.

مولانا بهائي طريقت ۾ خواجه غلام فريد جو مريد هو ۽ دوستن ۾ مولانا همايوني، حضرت حافظ محمد صديق پرچونڊوي ۽ پير پاڳاره حضرت شاه مردان شاه اول هئا. مولانا وڏو عالم ۽ شاعر هو. فارسي ۾ ڪين وڏي مهارت حاصل هئي جنهن ۾ سندن ١٨ تصنيفون آهن. سندن اڪثر فارسي ڪتاب رياست بهاولپور جي نواب ۽ وزير جي حڪمن تحت ڇپيا. پير شاه مردان شاه ڪين هڪ دستي پريس وٺي ڏني جا "مطبع راشديه" جي نالي سان سنهنجي ڳوٺ ۾ قائم ڪيائون جنهن کي "مطبع بهائيه" به چيو هو. جنهن ۾ ڪجهه ڪتاب شايع به ٿيا. اهڙي طرح هن صحافت جي ميدان ۾ به پاڻ کي چڱو موکيو. بعد ۾ هي پريس سيلاب ۾ لڙهي ويئي. سندن تصنيفن جو تفصيل هن ريت آهي.

(الف) **فارسي ڪتاب:-** (١) بدرالعروض (٢) تذکرة القوافي (٣) ياد خدا (٤) خورد و خواب (٥) مثنوي (٦) ديوان نعتيه (٧) ديوان بهائي (٨) سرمايه اخلاق حسنه (٩) ما شهيدان (١٠) مناجات بقاضي الحاجات (١١) ڪريما بهائي (١٢) اسرارالعلوم يعني در منظوم (١٣) مجمع القوائد (١٤) داستانه عاشقانه (١٥) مرآة الخيال (١٦) چهل حديث- هي سيئي فارسي ڪتاب ڇپيل آهن. باقي به ڪتاب اڻ ڇپيل آهن.

(ب) **سنڌي ڪتاب:-** (١) تنبيه الڪاملين (٢) بلال‌نامو (٣) ڏاچي‌نامو (٤) خطبات بهائي- هي ڪتاب "مطبع بهائيه" مان شايع ٿيا. فارسي ڪتاب تذڪره القوافي ۽ مرآة الخيال به مطبع بهائيه مان ڇپيا. (دادا سنڌي)

مولانا بهائي گهوڙڪي جي جامع مسجد ۾ سيد علي اڪبر شاه وٽ فارسي ۽ عربي جي تڪميل ڪئي ۽ اتي ئي درس ڏيڻ شروع ڪيو. ان بعد هيبت شهيد (تعلقه ڪنڌڪوٽ) ۾ رمضان شاه جي مدرسي ۾ پڙهايائين ان ڪانپوءِ داد لغاري طرف آيو. مولانا جي پٽن مان محمد بخش خيالي جنهن جي ڪريما خيالي حاجي رحيم بخش وزير رياست بهاولپور جي ڪوشش سان ١٩١٠ع ۾ صادق‌الانوار پريس صادق‌آباد مان شايع ٿي، عالم هو ۽ سنهنجي پيءُ وٽ پڙهيو ۽ مولانا عبدالرحمان ضيائي به چڱو عالم هو

جنهن جو ذڪر اچي ٿو. مولانا بهائي جي شاگردن مان مولانا عبدالمجيد چاڪي قريشي ۽ ٻيا عالم ڪافي آهن. مولانا بهائي جو تذڪرو مهراڻ جي سوانح حيات نمبر ۾ اچي چڪو آهي. حضرت پير حزب الله شاه پاڳاري سان سندن آخر عمر ۾ مليو هو ۽ پير صاحب سندس قدر ڪيو. مولانا محمد ابراهيم سرحد واري سان به تعلق هين. سردار گل محمد زيب سان آخر عمر ۾ مليو هو. طريقت ۾ خواجه غلام فريد سان تعلق هيس. سندس ٦ ٽي پٽ چڱا فاضل ٿيا مولوي محمد يوسف، جلال الدين، مولوي محمد بخش خيالي، ماستر احمد دين، مولوي محمد اعظم سراجي ۽ مولوي عبدالرحمان ضيائي ٢١ ڪتاب سندس تصنيف آهن. داد لغاري جي عالمن شيخ سعدي رحه جي ڪتابن خاص ڪري ڪريما جي مقابلي ۾ خوب تصنيفون ڪيون آهن ۽ تقريباً داد لغاري جي هر شاعر عالم ان ڏس ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. (عبدالوهاب)

**مولوي محمد بخش خيالي:-** هي صاحب، مولانا بهائي جو ٽيون نمبر پٽ هو. قرآن شريف ۽ فارسي پنهنجي والد جي مدرسي ۾ پڙهيو. فارسي جو وڏو عالم ۽ شاعر هو. فارسي ۾ سندس ڪتاب "ڪريما خيالي" حاجي رحيم بخش وزير رياست بهاولپور جي حڪم سان ١٩١٠ع ۾ صادق الانوار پريس صادق آباد مان ڇپيو. پاڻ سنڌي جو شاعر به هو. سندس تخلص "خيالي" هو. مولود گهڻا چيا اٿس.

اهو محبوب مولي جو — اهو مطلوب مولي جو
اهو مرغوب مولي جو — سو رهبر رهنما آهي

خيالي ٧ جمادي الاول ١٣٣٨هه ڄائو ۽ ١٨ ربيع الاول ١٣٧٦هه ۾ گذاري ويو. (دادا سنڌي)

## مولانا عبدالرحمان "ضيائي"

مولانا بهائي جو پٽ مولانا عبدالرحمان "ضيائي" ميرپور ماٿيلي جو مشهور عالم، علوم دينيه جو فاضل ۽ شاعر شخص ٿي گذريو آهي. سندس فارسي ۽ سنڌي شاعري پختي، معياري ۽ قديم رنگ ۾ مشتمل آهي. پاڻ عربي ۽ فارسي زبانن جو چڱو ڄاڻو هو.

مولانا عبدالرحمان "ضيائي" مرحوم جي ولادت صفر ١٣١٨هه ۾ تعلقه ميرپور ماٿيلي ۾ ٿي. سندس پرورش پنهنجي والد جي نظرداري هيٺ ٿي. تنهنڪري پاڻ ننڍي هوندي

ڪان ئي بااخلاق ۽ باشعور هوندو هو. ”ضيائي“ مرحوم ننڍپڻ ۾ ئي ناظران قرآن شريف پنهنجي والده وٽ پڙهيو، جيڪا نهايت پارسا ۽ پرهيزگار هئي. فارسي ۾ ڪريما، رحيما، گلستان، بوستان ۽ سڪندر ڪتاب پنهنجي والد وٽ پڙهيائين. عربي جي تعليم مولانا محمد قاسم صاحب ڳڙهي ياسيني وٽ به ورتائين. ۽ مولانا عبدالڪريم ڪورائي (تعلقه قمبر) وٽ مٿين تعليم مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽو ۽ مولانا قاضي محمد ابراهيم ڪارڙائي سان گڏ پوري ڪيائين. آخر ۾ دستاربندي حضرت مولانا حافظ محمد ابراهيم ڳڙهي ياسيني وارن وٽ ڪيائين.

تعليم پرائڻ جي دوران پاڻ شادي ڪيائين جنهن مان ڪيس ٽي پٽ آهن. وڏو فرزند حافظ محمد يوسف قرآن شريف جو حافظ آهي. تعليم مڪمل ڪرڻ بعد پاڻ مختلف مقامات تي درس و تدريس جو ڪم پڻ ڪيائين. ڪجهه وقت ٻاهر رهڻ بعد واپس اچي پنهنجي والد بزرگوار جي قائم ڪيل مدرسي ۾ آخر عمر تائين تعليم ڏنائين سن ١٩٧٨ع ۾ فوت ٿيو ۽ پنهنجي والد جي پير ۾ دفن ٿيو.

مولانا ”ضيائي“ مرحوم جون ڪيتريون ئي پارسي ۽ سنڌي تصنيفون آهن جن مان هيٺيون قابل ذڪر آهن.

(١) روائع العروض شرح بدرالعروض. فارسي ۾ آهي هي ڪتاب بهاولپور ۾ ڇپيو.

(٢) القول الڪافي في شرح تذڪرة القوافي. هي ڪتاب فارسي ۾ علم قافيه متعلق اڻ ڇپيل آهي.

(٣) مجموع الغزليات. هي سنڌي ۽ فارسي غزلن تي مشتمل آهي. انهي مجموعي جا ڪيترائي غزل روزانه الوحيد ۽ روزانه مهراڻ ۾ ڇپيل آهن. (الطاف سومرو دادائي)

مولانا ضيائي همايون ۾ مولوي عبدالباقي مرحوم جي پڻ ڪسي ڪجهه وقت تائين پڙهائيندو رهيو. مولانا جي بيعت مولانا عمرجان نقشبندي سان هئي. مولانا سينئي ڪان ننڍو پاڻ هو. (عبدالوهاب چاچڙ)

نوٽ:. داد لغاري تعلقه ميرپور ماٿيلي جا ٽي چوٽيءَ جا عالم حضرت استادالڪل مولانا محمد لغاري، عظيم مجاهد مولانا عبدالله لغاري ۽ استاد العلماء مولانا عبدالقادر لغاري انهن جو ذڪر سانگهڙ ضلع ۾ ايندو. ادارو

# مولانا قاضي عبدالرزاق

سندن ولادت روهڙي ۾ مورخه ١٨ سيپٽمبر ١٨٩٢ع ۾ ٿي. ابتدائي تعليم روهڙي جي اسڪول ۽ مدرسه مان حاصل ڪيائون. ١٩٠٥ع ڌاري خيرپور ميرس ۾ انگريزي

پڙهڻ لاءِ اسڪول ۾ داخل ٿيا جنهن کي هاڻي ناز هاءِ اسڪول چئجي ٿو. ان وقت مسلمان تعليم ۾ پوئتي هئا. خيرپور جي وزيرن سردار محمد يعقوب ۽ سردار محمد ابراهيم ڪوشش ڪري اهو اسڪول کوليو هو ۽ ڪيترين ئي فري بورڊون ۽ اسڪالرشپون قائم ڪيون هيون سن ١٩٠٨ع ۾ سنڌ مدرسة الاسلام ۾ داخل ٿيا ۽ ١٩١٢ع تائين مئٽرڪ پاس ڪري ورتائون. هڪ رات امـــام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي رح جي انگريزن جي خلاف ولوله انگيز تقرير خالقڏنه هال ۾ ٻڌائون ته هن جو خيال ئي تبديل ٿي ويو. انگريزي تعليم ڦٽي ڪري مدرسه دارالرشاد پير جهنڊي ۾ اچي داخل ٿيو. مولانا عبيدالله سنڌي وٽ قرآن ڪريم جو تفسير پڙهڻ لڳا. اتي جي ٻن ٻين استادن مولانا اڪرم هالائي ۽ مولانا عبدالله لغاري سان به واقفيت ٿي. تعليم جو اهو سلسلو گهڻو وقت نه هلي سگهيو جو حضرت شيخ الهند رح جي حڪم سان مولانا عبيدالله سنڌي پنهنجي شاگرد مولانا عبدالله لغاري کي ساڻ ڪري ١٩١٤ع ۾ افغانستان هليو ويو. قاضي صاحب پير جهنڊي کان لاهور پهتو ۽ مولانا احمد علي لاهوري وٽ پڙهڻ شروع ڪيائين سال کن اتي پڙهي ١٩١٦ع ۾ گهر موٽي آيا ۽ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ طرفان مسلم بورڊنگ هائوس سکر ۾ ماستر مقرر ٿيا. ١٩١٨ع ۾ ڪين ســنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي ۾ عربي جا استاد ڪري رکيا ويا. ان زماني ۾ علامه ڊاڪٽر دائودپوٽه آخري سالن ۾ پڙهي رهيو هو. مولانا عبدالرزاق جـــو مٿن گهڻو اثر هو ۽ عـلامه صاحب پنهنجي تصنيفن ۾ ڪيس پنهنجو استاد مڃيو آهي. قاضي صاحب سنڌ مدرسه جي شاگردن ۾ ديني تعليم، شرعي پابندي، شرڪ، بدعت ۽ توهمات کان نفرت ويهارڻ لاءِ ڏاڍي محنت ڪئي. سن ١٩١٩ع کان ١٩٣٦ع تائين سنڌ مدرسه ۾ استاد رهيا، پوءِ بيماري جي ڪري سنڌ مدرسه جي ملازمت ڇڏي الوحيد اخبار جا نائب ايڊيٽر ٿيا. ١٩٣٦ع ۾ سنڌ بمبئي کان الگ ٿي ان موقعي تي جيڪو سنڌ آزاد نمبر الوحيد جو ڪڍيو ويو هو ان ۾ قاضي صاحب جو به چڱو حصو آهي. ان زماني ۾ مولانا دين محمد وفائي الوحيد جو چيف ايڊيٽر ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي سرپرست هو. ان کان اڳ ۾ جنوري ١٩٣٠ع ۾ پاڻ علمي دنيا * نالي هڪ ماهوار رسالو جاري ڪيو هئائون ان جي پهرين شماري ۾

* علمي دنيا جا (ٻي پرچي فيبروري ١٩٣٠ع کانسواءِ) باقي پنج پهريان پرچا مون وٽ محفوظ آهن- عبدالوهاب چاچڙ

مشاهير جي حالات ۽ تصويرن جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽا جن جا پنهنجي تصوير موڪلي آهي ان تي پنهنجي قلم سان هي اکر ٻه لکيا اٿس "تلميذڪ السابق عمر محمد دائود پوٽہ" ان وقت علامہ پاڻ سنڌ مدرسہ جو پرنسپال هو. رسالي جو دفتر نزديڪ موتي لال ٿيئٽر ڪراچي هو. ان رسالي جو مالڪ هڪ علم دوست حاجي مير محمد بلوچ ايم-ايل-سي هو- جنهن پيا ٻه ڪيترائي ديني ۽ اصلاحي ڪتاب ڇپرايا هئا. ١٩٣٩ع ۾ قاضي صاحب پيھر سنڌ مدرسہ جو معلم العربيه مقرر ٿيو. سن ١٩٤٩ع ڌاري قاضي صاحب سنڌ مدرسہ جي ملازمت ڇڏي علامہ دائودپوٽہ جي آڇ تي ڪراچي جي مشهور اين-جي-وي هاءِ اسڪول ۾ عربي ٽيچر ٿيا. سن ١٩٥٧ع جي آخر ۾ ٦٥ ورهيہ ڄمار ۾ هر قسم جي ملازمت کان آجا ٿي تصنيف ۾ مشغول ٿيا. قاضي صاحب جن پنهنجي ڪتابن نيڪال ڪرڻ لاءِ سنڌ جو گشت ڪندا هئا تہ هن بنده کي ہہ شرف ميزباني بخشيندا هئا ۽ مورخہ ١٩ مئي ١٩٦١ع جمعہ جي ڏينهن صبح جي اذان جو ڪلمون پڙهي واصل بالله ٿيا.

قاضي صاحب، حضرت امروٽي ۽ مولانا سنڌي جو تمام گهڻو عقيدتمند هو. ورلي ڪا اهڙي محفل هوندي جنهن ۾ انهن جو ذڪر خير نہ ڪيو هجي. نهايت متوڪل امين ۽ خوددار هئا. سنت جي اتباع ۾ گهڻو سخت هئا. نصيحت ڪندي فرمائيندا هئا تہ انسان لاءِ اهو ڪافي آهي جو اسوه رسول جي پوئواري ڪري ۽ حقوق العباد جو پورو خيال رکي جو انهن حقن بابت سخت پڇاڻو ٿيندو.

**تصنيف**:- ١٩٣١-٣٢-٣٣ع ۾ ڪاميابي رسالو جاري رکيائون جنهن جا ڪيترا پرچا ناپيد آهن- ان کان اڳ ۾ ١٩٣٠ع ۾ علمي دنيا جو ايڊيٽر هو- (٢) سنڌي تفسير ۽ ترجمو (٣) تفسير معلم القرآن سنڌي (٤) فتح الرحمان سوره فاتحہ جو تفسير (٥) رسالہ بي نماز (٦) پياري نبي جي حڪمت ڀري ڳالهہ (٧) مقاصد اسلام (٨) ديني نصاب ڀاڱو ١-٢ (٩) اسان جو پيارو نبي (١٠) بزرگ هستين جو احوال (١١) معلم العربية (١٢) عربي نصاب انٽر آرٽ وارن لاءِ. (مسٽر ڪريم بخش چنہ جو مضمون ڇنڊڇاڻ الرحيم آگسٽ ٧٢ع اختصار ۽ اضافي سان)

**مولوي احمد مڪراني**:- مولوي احمد ۽ سندس ڀاءُ منشي جان محمد عالم ۽ فاضل هئا. سندن والد بندر تي مسجد ٺاهي جيڪا مڪراني مسجد سان مشهور آهي. اها محلي وارن مڪرانين جي خرچ تي هلندي رهي. مولوي احمد جيڪو قرآني تعليم جو

جيد عالم ۽ مفسر هو اهو ان مسجد جو پيش‌امام هو ۽ ان کانپوءِ سندس نالي مولوي خير محمد ولد جان محمد پيش‌امام ۽ مسجد جو نگران مقرر ٿيو (تاريخ سکر از مولائي شيدائي ج ٢ ص ٢٠٢ قلمي ملڪيت سنڌي ادبي بورڊ)

مولوي محمد عظيم پٺو:- غريب‌آباد واري اڇي مسجد (سفيد مسجد) جو پيش‌امام وڏو عالم ۽ پرهيزگار هو. راقم (مولائي شيدائي) وٽس ابتدائي تعليم ورتي. (ايضاً)

## مولانا حافظ عبدالحميد پٺو

حافظ صاحب ذات جو پٺو هو ۽ سندن وڏا سابق بهاولپور رياست جا ويٺل هئا اتان هجرت ڪري اڇي اروڙ تعلقه روهڙي ضلع سکر ۾ آباد ٿيا. اهو وثوق سان چئي نٿو سگهجي ته سندن آباءَ و اجداد ڪڏهن بهاولپور کي خيرباد چئي سنڌ ۾ آيا اندازو اهو آهي ته هو اوڻويهين صدي جي ابتدائي سالن ۾ اروڙ وارد ٿيا هئا. حافظ صاحب جي والد جو نالو ميان جان محمد هو جيڪو قرآن شريف جو حافظ هو، ڏاڏي جو نالو ميان محمد عارف هو جيڪو پڻ حافظ قرآن هو. حافظ صاحب جو والد نهايت متقي ۽ پرهيزگار شخص هو هن جو اروڙ ۾ هڪ مدرسو هو جتي ديني تعليم جي تدريس ٿيندي هئي. حافظ صاحب ڪن سببن جي ڪري اروڙ کي الوداع چئي اچي سکر وسايو ۽ سکر جي مشهور سياسي ۽ سماجي شخصيت سردار علي شاه جي مسجد ۾ پيش امام مقرر ٿيو.

حافظ صاحب جو اروڙ ۾ محرم ١٣١٩ھ هجري (اگست ١٩٠١ع) ۾ تولد ٿيو حافظ صاحب پارسي ۽ عربي جا ابتدائي ڪتاب پنهنجي والد وٽ پڙهيا. ان دوران قرآن شريف به حفظ ڪري ورتائون. وڌيڪ عربي تعليم سنڌ جي مشهور ديني درسگاه دارالهديٰ ٺيڙهي ضلع خيرپور ميرس ۾ سنڌ جي برک ۽ ناميارى عالم الحاج مولانا قاضي حبيب‌الله صاحب کان حاصل ڪيائون. فراغت بعد پنهنجو وقت تعليم، تدريس ۽ ديني خدمتن ۾ گذارڻ لڳا. ان بعد سنت ٿي حافظ صاحب سکر مان هفتيوار اخبار "المنار" نالي جاري ڪئي جنهن سان مرڻ گهڙيءَ تائين نيهن ۽ ناتو نڀائيندا آيا. حافظ صاحب وطن جي آزادي ۽ بين ملڪي ۽ سماجي ڪمن ۾ ڀرپور حصو وٺندا رهيا سکر بئراج جي ڪئنالن جي کوٽائي دوران جڏهن ڪجهه مسجدون واهن سامهون

اچي ويون جنهن ۾ مسجدن جي شهيد ٿيڻ جو خطرو هو تہ سنڌ جي مسلمانن قطب الاقطاب حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽيءَ جي اڳوائيءَ هيٺ مسجدن جي حفاظت لاءِ هڪ تنظيم "تحريڪ تحفظ مساجد" قائم ڪئي جنهن ۾ مولانا حافظ عبدالحميد ڀرپور حصو ورتو. مسجد منزل گاه واري ڏکئي معاملي ۾ بہ حافظ صاحب ڀونتي نہ هو. هن صاحب ان معاملي کي سياسي انتقام واري ٻاسي ڇڪي وڃڻ کان روڪڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو.

حافظ صاحب جو تصنيف ۽ تاليف وارو پهلو بہ نهايت درخشان آهي. هن سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي ديني ڪتاب تصنيف ڪيا. انهن مان "تحفة الفقيه" تمام گهڻو مشهور آهي. هن ڪتاب ۾ سليس ۽ عام فهم نموني فقهي مسئلن جو نچوڙ پيش ڪيو ويو آهي جنهن مان گهٽ پڙهيل ڪان وٺي عالمن تائين فائدو حاصل ڪري رهيا آهن.

آخرڪار اهو عالم، آزادي، همت، دليري ۽ بي باڪيءَ جو مجسمو پنهنجن دوستن، عزيزن ۽ سنڌ جي مسلمانن کي مفارقت جو داغ ڏيئي ٩ مئي ١٩٧٥ع ۾ اهڙي ڏورانهين سفر تي روانو ٿيو جتان ڪوبہ مسافر اڄ تائين ڪونہ موٽيو آهي.

حريفـــان بادها خوردند رفتند
تهي خمخانها کـــردند رفتند

رشيد پٽ وڪيل ۽ انجي ٻين پٽن چڱو دنيوي مقام حاصل ڪيو آهي. (عبدالرحمان جتوئي)

# مولوي محمد عثمان ۽ مولوي ڊاڪٽر عمر شيخ ٽرپچاڏوي

مولوي عثمان :- هن صاحب ابتدائي تعليم پنهنجي والد مولانا احمد بن آخوند محمد حيات بن گل محمد وٽ حاصل ڪئي. سندس والد مولانا احمد، حضرت مولانا خليفہ عبدالعزيز جو پاٽ هو. ان کان بعد پير جهنڊي ۾ درس نظامي پورو ڪيائون. سندن والد صاحب فوت ٿي ويو هو ان ڪري وجہ معاش جي تلاش ۾ نوابشاه شهر ۾ ڪپڙي جو دڪان کوليائون ۽ پنهنجو وقت بسر ڪندا رهيا. وفات تاريخ ١٩ جمادي الاول ١٣٧٧ھ مطابق ١٢-١٢-١٩٥٧ع ۾ ٿي. اولاد ۾ ٽي پٽ ڇڏي ويا. ڊاڪٽر رشيد احمد، ڊاڪٽر عزيز احمد ۽ ڊاڪٽر مشتاق احمد.

ڊاڪٽر محمد عمر:- هي نهايت ذهين هو سندس والد صاحب ننڍي هوندي فوت ٿي ويو هو سندس ڏاڏي مولوي محمد عثمان ان جي پرورش ڪئي ۽ ان جي تعليم جاري رکيائون سندن ابتدائي تعليم والد صاحب وٽ ٿي باقي سڄي تعليم دارالهديٰ ٺيڙهي ۾ ۽ مٿيان ڪتاب پير جهنڊي ۾ مڪمل ڪيائين.

ان کان پوءِ طبيه ڪاليج لاهور ۾ داخلا ورتائين اتي ڪورس پورو ڪري پنهنجي ڳوٺ ۾ اسپتال کوليائون. سال پن کان پوءِ سکر ۾ ڪرايه تي جاءِ وٺي اتي اسپتال کوليائين ڪاروبار سان گڏ خدمت خلق جو نهايت اونو هوندو هو پهريان ٿي سکر ۾ تحريڪ پرده شروع ڪيائين ته ڪابه عورت بازار ۾ نه اچي جيڪڏهن ڪنهن مجبوري ڪري اچي ته پوءِ برقعه ۾ اچي ان ۾ هو صاحب ڪامياب ويو ۽ تقريباً ۲سال ڪن عورت بازار ۾ نظر نه آئي. ان ڪانپوءِ احرار ۾ ڪم ڪرڻ لڳو ايتري دلچسپي هوندي هئي جو ٿوري عرصي ۾ صوبي جو صدر ٿيو. سياست ۾ ڪين خاص دلچسپي هئي ۽ تعارف ۽ دوستي به گهڻي هئي مگر ذهن ڪي ڪڏهن به نه بدلايائون. جميعة علماء هند ۽ تحريڪ آزادي جي عماءَ جا عاشق هوا. مولانا آزاد ۽ مولانا عبيدالله سنڌي ڪي پنهنجو اڳواڻ ڪري مڃيندا هوا. آخر تائين پنهنجي ڊاڪٽري کي اوج تائين پهچائي ڇڏيائون ايترا ته ذهين هئا جو جيڪڏهن تعليم جو ڪم ڪن ها ته سندن مثالي نه هجي ها اهي الفاظ مولانا قطب الدين جا آهن جيڪي سندن هم سبقي هئا. بهرحال پنهنجي زندگي چڱي ماحول ۾ گذاري ويا. پويان ٻه پٽ ڊاڪٽر جاويد احمد ۽ ڊاڪٽر ظهير احمد ڇڏي ويا سکر ۾ سندن قائم ڪيل اسپتال جاري آهي.

**وفات:-** ۱۵ جولاءِ ۱۹۶۸ع مطابق ۸ جمادي الاول ۱۳۹۰ھ ۾ ٿي. زياده انهن جا حالات ڪتاب قلمي حالات الشيخ ۾ موجود آهي جو بنده لکيو آهي. (مولوي عبدالواحد)

## حافظ عبدالحميد ٽريچاٽوي

هي ميان نور محمد بن گل محمد جو پٽ آهي. ابتدائي تعليم ۽ ان سان گڏ فارسي تعليم مولانا احمد صاحب وٽ پڙهيا پوءِ حفظ لاءِ هيڏي هوڏي ڦرندي آخرڪار امروٽ شريف ۾ حافظ عبدالقادر وٽ حفظ پورو ڪيائون. فارغ ٿي ڳوٺ ۾ ديني تعليم، فارسي ۽ حفظ قرآن پاڪ جو ڪرائيندا رهيا سندن حلقهٔ درس ۾ ستر اسي حفاظ رهندا هئا ۽ ساري زندگي في سبيل الله تعليم ڏيندا رهيا ۽ حڪمت جو ڪم پنهنجي استاد

مولانا احمد ۽ مولانا دين محمد دفر واري وٽ سکيا هئا. اچ تائين ٻ ساري ٻسکردائي جا اسان کي استاد جو پٽ جاڻي نهايت ادب سان پيش ايندا آهن ۽ ننڍي وڏي ماڻهو جي زبان تي استاد سائين جو لقب ياد آهي.

هي نهايت متقي ۽ پرهيزگار بزرگ هئا جن کي حضرت امروٽي، حضرت لاهوري ۽ حضرت ميان محمد صالح ٻائنجوي رح. کان فيض مليل هو مگر پاڻ گمنام زندگي ۾ گذاريندا رهيا ڪنهن کي ٻ ان حالات کان واقف نہ ڪرايو هئائون. خلافت تحريڪ ۾ گرانٽ ڇڏي ڏني هئائون ۽ حڪمت تي گذارو ڪري تعليم مفت ۾ ڏيندا رهيا. ۴ ڊسمبر ۱۹۶۳ع ۱۷ رجب ۱۳۸۳ھ تي فوت ٿيا. پويان پنج پٽ ڊاڪٽر عبدالرحيم، مولوي عبدالرحمان، مولوي عبدالواحد، ڊاڪٽر عبدالرزاق ۽ ميان عبدالروف ڇڏي ويا. (مولوي عبدالواحد)

## مولوي ابوبڪر شبلي ٽريچاڙوي

مولوي يحيٰ جو پٽ ۽ مولانا عبدالعزيز صاحب جو پوٽو آهي. تمام ننڍي عمر ۾ علم حاصل ڪيائين. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتائين ۽ مٿين تعليم ٻاهر مدارس ۾ ورتائين جيئن تہ چڪ ۽ ڏيڙهي وغيره. آخر ۾ ملتان ڪتاب خيرالمدارس ملتان ۾ ختم ڪيائين ۽ دستار فضيلت ٻ اتي ڪيائين ديني تعليم سان گڏ انگريزي بي.اي ٻ ڪيائين. پوءِ عربي ٽيچر ٿي تصنيفات جو ڪم شروع ڪيائين ۽ عربي گرامر جا ڪتاب لکي گورنمينٽ کان انعام حاصل ڪيائين. آخر ۾ اداره تحقيقات اسلامي ۾ ملازم ٿي (اهو صدر ايوب جو زمانو هو). اسلام آباد ۾ نوڪري ڏيڻ لڳو مگر ٽيءِ جو عارضو ٿي پيو جنهن ڪري سفر نہ ڪري سگهيو ۽ آخري حياتي گهر ۾ گذاريائين سندس وفات ۷ مارچ ۱۹۶۷ع سومر ڏينهن ٿي. پٺيان نياڻيون ڇڏي ويو. (مولوي عبدالواحد)

## مولانا عبدالغفار ۽ مولانا احمد خانگڙهي

مولانا عبدالغفار خانگڙھ تعلقہ ميرپور ماٿيلو جو عالم ۽ حافظ هو. ٻن طريقن قادري ۽ نقشبندي جو فيض يافتہ هو. هو حج ٻ ڪري آيو هو. مولانا محمد يعقوب همايوني وٽان دستاربندي ڪري اچي خانگڙھ ۾ درسگاه کوليائين ۽ ۱۳۲۵ھ ۾ فوت ٿي ويو.

مولانا ٻهائي ان جي وفات جي تاريخ جو قطعو لکيو هو جيڪو بياض احمدي سان گڏ ڇپيل آهي. (عبدالوهاب چاچڙ)

**مولانا احمد:-** مولانا احمد يار درگاه جو باني هو. سندس والد بزرگوار جو نالو عبدالغفار هو ۽ ذات جو مهر هو. ديني تعليم پنهنجي والد کان پرائي فارغ التحصيل ٿيو. ٣٠ سالن جي عمر ۾ حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊويءَ جو مريد ٿيو مرشد سان ڪمال محبت هيس ۽ سندس ساراهه ۾ ڪيترو ڪلام چيو اٿس. شريعت جو پابند هو. سندس ڪيترائي مريد ۽ معتقد ٿيا ٦٣ ورهين جي عمر ۾ ٢٣ شوال ١٣٥٣ھ مطابق ١٩٣٤ع فوت ٿيو. سندس وفات تي مشهور شاعر مولانا بهائي جي پٽ محمد عظيم سراجي قطعه تاريخ چيا آهن. سنڌي جو سٺو شاعر هو انجو شعر ڪتابڙن جي شڪل ۾ ڇپيو به آهي. هن جو ڪلام بيتن، سي حرفين، مناجاتن، مدحن، مولودن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي. ادبي ۽ فني لحاظ کان سندس ڪلام جو درجو بلند آهي- ڪن غزلن ۾ پارسي ۽ سنڌي مصرعن جو حسين امتزاج پيش ڪيو اٿس. (تذڪره شعراء سکر از ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ ص ١٦٨)

اهڙي طرح مولانا عبدالرحمان ضيائي به قطعه تاريخ چيو آهي سراجي ۽ ضيائي جا قطعا بياض احمدي ۾ آيل آهن. مولانا احمد مشڪواة شريف جو سنڌي ترجمو ۽ حاشيه مرآة التشريح ٧ جلدن ۾ تر جي جيد عالمن کان تيار ڪرايو هو انهن ۾ منهنجو ڏاڏو مولانا نور محمد مرحوم به شامل هو. اهو شرح نوري (٥٠٠) تعداد ۾ عباسي پريس ڪراچي مان مولوي شير محمد گلال ٥ ذوالقعد سن ١٣٥١ھ يعني مولانا احمد جي وفات کان ٻه سال اڳ ڇپايو هو. ان تي ڪي حاشيا مولانا احمد جا پنهنجا به آهن. سندن زندگي ۾ ڇپيل مشڪواه شريف مترجم جي سرورق تي هيءَ عبارت لکيل آهي "حسب الحڪم حضرت پير روشن ضمير جناب حضرت هادينا مرشدنا مولانا مطلوب الاحد محبوب الصمد حضرت احمد سجاده نشين درگاه عاليجاه حضرت خانگڙه شريف دام الله برڪاتهم و حياتهم"

اهي پيشي بزرگ عالم متشرع هئا. هاڻي اهو حال آهي جو مان بزرگن جي حالات حاصل ڪرڻ لاءِ سجاده نشين وٽ ويم ۽ انتهائي مايوسي ۽ بي پهري سان موٽيم ۽ مان سمجهان ٿو ته نمبر واري سفرن مان محرومي ۽ تڪليفن سان ڀريل اهو منفرد قسم جو سفر هو. (عبدالوهاب چاچڙ)

# ضلع شڪارپور

## حضرت مولانا ابوالحسن سيد تاج محمود امروٽي قدس سره

حضرت مولانا تاج محمود صاحب امروٽيءَ جي ولادت تعلقه روهڙيءَ جي هڪ ڳوٺ، ڳاڙهي موريءَ جي پرسان ديواني ۾ ٿي هئي. (هي علائقو ان وقت تعلقه روهڙي ضلع سکر ۾ شامل هو پر هن وقت اهو علائقو تعلقه ۽ ضلع خيرپور ميرس ۾ آهي.) سندن ولادت جي تاريخ صحيح طور تي معلوم نه ٿي سگهي آهي. اندازو آهي ته هاڻ ١٨ صدي جي ٻي اڌ جي شروعاتي سالن ۾ تولد ٿيا. محققن جي خيال ۾ اهو سن١٨٥٩ع مطابق ١٢٧٦ھ ٿي سگهي ٿو.

حضرت امروٽي صاحب جن حسب نسب جي لحاظ کان سيد هئا. حضرت جن جو خاندان پنهنجي تر ۾ رشد ۽ هدايت جو مرڪز هو. سندن والد حضرت مولانا سيد عبدالقادر ظاهري ۽ باطني علمن ۾ باڪمال بزرگ هو. حضرت مولانا تاج محمود امروٽي شروعاتي تعليم پنهنجي والد صاحب کان حاصل ڪئي. ظاهري علمن جي تڪميل حضرت مولانا عبدالقادر پنهواري (تعلقه ٻنوعاقل) وٽ حاصل ڪئي. شرعي علمن جي تحصيل بعد حضرت امروٽي باطني علمن حاصل ڪرڻ لاءِ ان وقت جي مشهور عالم ۽ ولي الله حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊوي جن جي دست مبارڪ تي بيعت ڪئي ۽ لڳاتار رياضت کانپوءِ تمام ٿوري وقت اندر کين خلافت جو خرقو پهرايو ويو. جڏهن حضرت مولانا تاج محمود امروٽي روحاني تربيت جي سلسلي ۾ مقيم هئا ته انهن ئي ڏينهن يعني ١٨٨٧ع مطابق ١٣٠٥ھ ۾ حضرت مولانا عبيدالله سنڌي ڀرچونڊي ۾ تشريف فرما ٿيا. اتيئي پنهي ڀلارن جو پاڻ ۾ تعارف ٿيو.

خلافت ملڻ کانپوءِ حضرت مولانا امروٽي پنهنجي مرشد جي حڪم سان "امروٽ شريف" تعلقي ڳڙهي ياسين ضلع سکر (هن وقت ضلع شڪارپور) کي پنهنجي مستقل رهائشگاهه بنايو ۽ دعوت الي الله ۽ دعوت الي الاصلاح لاءِ پاڻ پتوڙيندا رهيا.

**علمي ۽ ادبي خدمتون:-** حضرت مولانا تاج محمود امروٽي مسلمانن جي سياسي ۽ سماجي پستيءَ جو علاج ديني تعليم اندر سمجهيو تنهنڪري حضرت امروٽي سڀ کان

ڀريائين هڪ ديني مدرسو قائم ڪيو. هن درسگاه جي نصاب ۾ حديث، تفسير سان گڏ شاه ولي الله جي تصنيفن کي ٻڻ شامل ڪيو. پريس ۽ نشر و اشاعت جي سڀني ذريعن ۽ وسيلن تي غير مسلمن جو قبضو هو، مسلمانن جا سڀ مذهبي ڪتاب حتيٰ ڪ قرآن شريف ٻ غير مسلمن جي پريسن ۾ ڇپيا هئا. جڏهن ١٣٠٨ھ مطابق ١٨٩٠ع ۾ حضرت مولانا عبيدالله سنڌي رحه ديوبند مان فارغ التحصيل ٿي سنڌ ۾ واپس آيو ته سندن اچڻ کان فقط ڏهه ڏينهن اڳ ۾ حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊوي هن دنيا مان لاڏائو ڪري چڪا هئا. ان ڪري مولانا سنڌي ڀرچونڊيءَ کان ٿيندا "امروٽ شريف" آيا انيئي سڪونت اختيار ڪيائون. حضرت مولانا تاج محمود امروٽي، مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي پريس قائم ڪرڻ جي صلاح ڏني ۽ "محمودالمطابع" نالي پريس قائم ٿي جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جا ڪيترائي ڪتاب ڇپيا ۽ هن پريس مان "هدايت الاخوان" نالي هڪ سنڌي ماهوار رسالو ڪجهه وقت تائين شايع ٿيندو رهيو.

حضرت مولانا تاج محمود امروٽي جن وقت جا بهترين اديب ۽ شاعر هئا. سندن تخلص "حسن" هو. قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو (١٣١٢ھ) سندن نثر نگاريءَ جو هڪ بهترين نمونو آهي. اهڙيءَ طرح شعروشاعريءَ ۾ سندن لکيل ڪتاب "پريت نامو" ۽ "مولود شريف" هڪ وڏي شاهڪار جو درجو رکن ٿا. "پريت نامه ۾ يوسف زليخا جي قصي کي جنهن سوز ۽ گداز سان لکيو ويو آهي اهو هڪ اعليٰ مقام رکي ٿو. امروٽ شريف ۾ ديني درسگاه، اشاعت گهر ۽ مولانا امروٽي جي روحاني، سياسي ۽ مجاهدانہ تربيت سنڌ جي مسلمانن ۾ جيڪو شعور پيدا ڪيو انجو نتيجو خلافت ۽ آزاديءَ جي تحريڪن ۾ ظاهر ٿيو، جنهن ۾ سنڌ جي مسلمانن چڱو ڀلو حصو ورتو. هتان ئي حضرت امروٽي جي سياسي زندگي شروع ٿئي ٿي.

**سياسي زندگي:-** سال ١٩١٤ع (١٣١٢ھ) ۾ حضرت شيخ الهند مولانا محمودالحسن رحه هندستان کي آزاد ڪرائڻ لاءِ هڪ خفيه تحريڪ هلائي جنهن ۾ هندن ٻ حصو ورتو. انهن ڏينهن ۾ شيخ الهند رحه جو شاگرد، وڏو عالم ۽ انقلابي حضرت مولانا عبيدالله سنڌي، ڀرچونڊي جي مدرسي جو مهتمم هو. آزاديءَ جي ان تحريڪ جي سلسلي ۾ سال ١٩١٥ع (١٣٣٣ھ) ۾ ڪيس انگريزن خلاف محاذ قائم ڪرڻ لاءِ ڪابل موڪليو ويو. ان تحريڪ جي سلسلي ۾ ملڪ اندر جيڪي مرڪز قائم ڪيا ويا هئا، تن مان ٻ سنڌ ۾ ٻ هئا.

هڪ "امروٽ شريف" ضلع سکر (موجوده شڪارپور ضلع) ۾ هو جنهن جو امير حضرت مولانا تاج محمود امروٽي هو۔ ٻي مرڪز سنڌ ۽ بلوچستان لاءِ هو. پيو مرڪز ڪراچي ۾ هو جنهن جو امير حضرت مولانا محمد صادق ڪڏي وارو هو. اهـا تحريڪ جيڪا "ريشمي رومال" جي ناليسان مشهور آهي. سال ١٩١٧ع (١٣٣٦هه) ۾ ناڪام ٿي ويئي. مولانا عبيدالله سنڌي ٢٥ سال جلاوطن رهڻ ڪانپوءِ ١٩٣٩ع (١٣٥٨هه) ۾ شهيد الله بخش جي ڪوشش سان وطن واپس آيو.

يورپ جي استعماري طاقتن خاص طرح سان انگريزن، ترڪن جي خلاف جيڪي سازشون شروع ڪيون هيون تن جي مد نظر خلافت ۽ حرمين شريفين جو تحفظ ضروري هو۔ انهيءَ لاءِ گڏيل هندستان جي مسلمانن ١٩١٩ع (١٣٣٧هه) ۾ "آل انڊيا خلافت ڪاميٽي" قائم ڪئي. سنڌ جي مشهور سياسي ليڊر غلام محمد خان ڀرڳڙي مرحوم خلافت تحريڪ کي وڏي تقويت ڏني. اهوئي سبب هو جو ڪيس ١٩٢٠ع ۾ "آل انڊيا خلافت ڪانفرنس" جو صدر چونڊيو ويو۔ ان سال حيدرآباد ۾ "خلافت" جو پهريون اجلاس ٿيو۔ ان ڪانپوءِ سيوهڻ ۾، ساڳي سال جي اپريل ۾، "خلافت" جو جلسو ٿيو جنهن جي صدارت مولانا عبدالڪريم درس ڪئي. ساڳي سال ۾ وري لاڙڪاڻي ۾ "آل انڊيا خلافت ڪانفرنس" جو جلسو ٿيو جنهن جي صدارت پير صاحب جهنڊي واري ڪئي۔ انهيءَ سال ٢-٣مئي وري جيڪب آباد ۾ خلافت جو جلسو، حضرت مولانا تاج محمود امروٽي جي زير صدارت ٿيو. جيڪب آباد واري جلسي ڪانپوءِ "هجرت تحريڪ" وڏي زور شوز سان شروع ٿي جنهن جو ليڊر "رئيس المهاجرين" جان محمد خان جوڻيجو مرحوم هو ان جي سرڪردگيءَ ۾ سنڌ جا هزارين مسلمان پنهنجو مال متاع وڪڻي افغانستان روانا ٿيا.

هجرت تحريڪ ته ختم ٿي ويئي پر پوءِ سنڌ ۾ خلافت تحريڪ پوري زور شور سان جاري رهي۔ تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ ١٩٢٠ع ۾ حاجي سر عبدالله هارون ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي جي ڪوشش سان روزانه "الوحيد" ڪراچي جاري ٿي۔ جنهن کي خلافت تحريڪ جو ترجمان بنايو ويو. ان ڪانپوءِ غلام محمد خان ڀرڳڙي مرحوم حاجي سر عبدالله هارون، مولانا محمد صادق ڪڏي وارو، حضرت مولانا تاج محمود امروٽي پير تراب علي شاه، پير صاحب جهنڊي وارو، شيخ عبدالمجيد سنڌي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، اسدالله ٽکڙائي، قاضي خدا بخش ۽ ٻين ڪيترن اڳواڻن هن تحريڪ ۾ حصو ورتو،

آل انڊيا خلافت ڪاميٽي ۽ ڪانگريس جي گڏيل اجلاس ۾ برطانيه جي خلاف جيڪا "ترڪ موالات" جي تحريڪ منظور ٿي هئي سا دراصل جان محمد خان جوڻيجي جي تحريڪ هئي ۽ حضرت مولانا تاج محمود امروٽيءَ پيش ڪئي هئي. هجرت تحريڪ ۾ سنڌ جي مسلمانن جيڪو حصو ورتو ۽ قربانيون ڏنيون تن جو نظير هن برصغير جي تحريڪ آزاديءَ جي تاريخ پيش ڪرڻ کان قاصر آهي.

اڄ کان ٦٠ سال اڳ جو واقعو آهي جڏهن سال ١٩٢٠ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ خلافت ڪانفرنس منعقد ٿي هئي. هن ڪانفرنس ۾ مولانا شوڪت علي، مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا عبدالباري فرنگي محلي به آيا هئا. سنڌ مان مرحوم غلام محمد ڀرڳڙي، حضرت مولانا تاج محمود امروٽي ۽ ٻيا ڪيترا علماء ۽ مشائخ شامل هئا. ڪانفرنس جو صدر حضرت پير رشدالله شاه جهنڊي وارو هو ۽ آجيان ڪاميٽي جو چيرمن پير تراب علي شاه راشدي قمبر وارو هو. رئيس جان محمد خان جوڻيجو جيڪو بعد ۾ "هجرت تحريڪ" جو اڳواڻ بڻيو سو هن ڪانفرنس جو روح روان بڻيو هو.

ڪانفرنس هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو ته سنڌ جا اڳواڻ وفد جي صورت ۾ وڃي بمبئي جي گورنر سان ملاقات ڪن ۽ کين چون ته خلافت جو معاملو هڪ نجو اسلامي مذهبي معاملو آهي جنهن ۾ دست اندازي ڪرڻ کان سنڌ جي سرڪاري ڪامورن کي روڪيو وڃي. ٺهراءَ مطابق وفد ريل جي رستي بمبئي روانو ٿيو. وفد ۾ ٻين کان سواءِ حضرت مولانا تاج محمود امروٽي، غلام محمد خان ڀرڳڙي، پير تراب علي شاه راشدي ۽ پير علي انور شاه راشدي شامل هئا. ٻي ڏينهن گاڏي اچي مارواڙ ڀالي اسٽيشن تي پهتي. سنڌن وفد مان هڪ ميمبر شيخ نور محمد گاڏيءَ مان لهي، پليٽ فارم تي گهمندو رهيو. جهٽ پلڪ کانپوءِ اکين مان ڳوڙها ڳاڙيندو موٽي آيو ۽ اچي احوال ڪيائين ته جڏهن ريل آبو روڊ اسٽيشن تي پهچندي ته ان وقت وفد وارو گاڏو خالي ڪرايو ويندو، ڇوته ان گاڏي ۾ ترڪ قيدي آڻي وهاريا ويندا جن کي جنگ دوران گرفتار ڪري "آبو جيل" ۾ قيد ڪيو ويو هو ۽ هاڻي کين آبو جيل مان ڪڍي بمبئيءَ موڪلڻو اٿن.

حضرت مولانا تاج محمود امروٽي اهو احوال ٻڌي فتوي ڏني ته ترڪ قيدين کي انگريزن جي حوالات ۾ ڏسي، کين آزاد ڪرائڻ فرض ٿيندو. تنهنڪري عملي طور جهاد ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي. وفد جي ٻي ڪنهن ميمبر کي مجال ڪانه هئي

جو امروٽي صاحب جي فتويٰ ڪان منهن موڙي، اصول جي ڳالهه هئي. اسلام جو سوال هو. وند وارن وٽ سواءِ لٺين ۽ لڪڙين جي ٻيو ڪجهه هٿيار ڪونه هو. رستي هلندي سورهيه سر ڏيڻ لاءِ تياريون ڪندا رهيا، وضو ڪيائون، ڪپڙا بدلايائون، لٺيون لڪڻ ساهيائون ۽ ڪنڌ ۾ قرآن وڌائون. ريل جڏهن مقرر وقت تي آبو اسٽيشن تي پهتي ته مجاهد لٺيون کنيو ڌوڪيندا گاڏيءَ سان نڪري پيا. هيڏانهن ڏٺائون، هوڏانهن واجهايائون، پليٽ فارم جي ڪنهڙي مٿان ڪنڌ ڪڍي تڪيائون، پر ترڪ قيدين جو ڪٿي به نالو نشان ڪونه هٿ آين. اڌ منو ڪلاڪ گاڏي ترسي. سارو وقت کهوٽ ڳهٽ جهليو بيٺا هئا پر ترڪ قيدي ڪونه آيا. آخري وقت تائين به نه پهتا. لاچار مجاهد موٽي گاڏيءَ ۾ چڙهي پيا ۽ گاڏي بمبئي طرف رواني ٿي ويئي.

هن مرد مجاهد، اسلام جون خدمتون سرانجام ڏيندي اڱاري ڏينهن ۵ نومبر ۱۹۲۹ع مطابق ۲ جمادي الثاني ۱۳۴۸ھ تي هن فاني جهان سان لاڏاڻو ڪيو. (دل عبدالحي "راهي")

ابتدائي قرآن شريف جي تعليم آخوند محمد قاسم سومره کان ورتائين ۽ پارسي تعليم مولوي عبدالقادر پنهواري واري کان ۽ عربي تعليم جي تڪميل پنجاب جي جدا جدا مدرسن مان ولي طريقت ۾ قدم رکيائون. حقيقت ڪري طريقت ۾ سندس دل صغيرسنيءَ کان ئي ميلان ڪيو جو سندس والد ماجد ميان عبدالقادر شاه عرف پورل شاه ذاڪر درويش ۽ باخدا هو. جن جي تربيت ۽ تعليم ڪري سندس طبيعت جو ميلان ايڏانهن هو ۽ ذڪر خدا سان ننڍي کان ولي مشاغل ۽ تقويٰ ۽ ورع تي عامل هئا. آخر استخاره ڪيائين جنهن ڪري خواب ۾ هڪ بزرگ جي زيارت ٿين ۽ انهن کان علم باطني ۽ فيض ملڻ جو اشارو ٿين پوءِ ته سفر اختيار ڪيائين ۽ مشهور خانقاهون سنڌ ۽ پنجاب جون ڏسندا بزرگن جون زيارتون ڪندا رهيا. سڀني خانقاهن تي خواب ۾ ڏٺل بزرگ جون صفتون نه ڏسي ڪنهن به خانقاه تي بيعت نه ڪيائون. آخر ۾ سوئي شريف آيا جتي بزرگ ميان حسن شاه صاحب جي ناسازي طبع ڪري حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊي شريف وارا ڪانئن طبع پرسي لاءِ آيل هئا. امروٽ شريف وارن کي جڏهن حافظ صاحب عليه رحمة جي زيارت ٿي ته ساڳيون صفتون ۽ خواب وارو حليو سائن پورو آيو جنهن ڪري حضرت قبله امروٽي جن سندس خدمت ۾ شامل ٿي ڀرچونڊي شريف اچي بيعت ڪيائين ۽ مريد ٿيا. فقط ادائي مهينن جي قليل عرصي ۾ علم باطني جي تڪميل ڪيائين. ان ڪانپوءِ حضرت حافظ صاحب جن امر فرمايئن ته هاڻي اوهان

امروٽ وڃي رهو ۽ اتي وڃي دين خدا جي خدمت ڪريو ۽ پيون ٻه ڪيترين ئي نصيحتون فرمائي کين رخصت ڪيائون. پاڻ امروٽ آيا ۽ فقير سندس خدمت ۾ پرچونڊي شريف کان حضرت حافظ صاحب جن ڏنا هئا جن سان گڏجي اچي پنهنجي خانقاه تي رهيا. انهيءَ جاءِ تي سندن ڏاڏي جو مقبرو آهي. هو وڏو باڪمال ۽ عارف شخص هو انهيءَ ڪري ان جاءِ تي خلق جي آمد گهڻي هئي. خاص ڪري سومر تي گهڻي مخلوق ايندي هئي وڏو ميلو لڳندو هو. ماڻهو سڪان ڪٺي اتي اچي وڏيون وڏيون ٻاسون پوريون ڪندا هئا ۽ ڀنگ نوشي جو سخت زور رهندو هو ان ڪانسواءِ پيون بدعتون جو اڄڪلهه جي پيرن تي آهن سي سڀ عام جام ٿينديون هيون. حضرت مولانا جن چند ايام انهيءَ ڳالهه تي ويچار ڪندا رهيا. پاڻ هڪ مسجد ۾ رهڻ لڳا ۽ باهر ساري خانقاه تي بدعتن جو غلبو هو. آخر هڪ ڏينهن جلالي آئي ۽ اول اچي ڏنڊا ڪرنڊا پڇي ٻرزا ڪيائون ۽ پوءِ ڀنگوڙن کي ماري تڙي ڇڏيائون. پاڻ فقيرن سميت انهيءَ جاءِ کي ڪولي اها مٽي ڪڍي ان جي بجاءِ بنجهون وجهي متان ڪچا ٺاهي انهن ۾ رهڻ لڳا. پاڻ مسجد لاءِ سرون وجهندا هئا ۽ ٻه فقير مٽي ٺاهي کين ڏيندا هئا. مسجد جون سرون پوريون ڪري مسجد ڪچين سرن جي ٺاهيائون. ان کان پوءِ وري ٻيهر پڪين سرن سان مسجد ٺاهيائون. هاڻوڪي مسجد ان کانپوءِ ٽئين ڀيري ٺاهي ويئي آهي. ڀرين ڀرين ڪوه جو سندن خانقاه جي اوير کان شهر ۾ آهي اهو کٽايل آهي. انهيءَ ڪوه کي هن طرح کٽايائون جو مولانا عبدالرحمان سکر وارو ملاقات لاءِ امروٽ شريف ايندو هو. هڪ دفعي دستور موجب مولانا صاحب آيو ۽ مقبري ڏي ختمي ڏيڻ لاءِ ويو. موٽي آيو ۽ اچي حضرت سائين کي چيائين ته اوهان کي ڪوه جي تمام گهڻي ضرورت آهي اوهان جي ڪوه جون پوريون سرون موجود آهن. پاڻ فرمايون اسان وٽ ڪوه لاءِ سرون اصل ڪين آهن. مولانا صاحب فرمايو ته اوهان جي وڏن تي قبو ڍهيل هو ۽ ليٽ اچڻ ڪري پيو آهي اهي سرون ڪوه ۾ لڳايو. فقيرن اها ڳالهه ٻڌي مولانا کان فتوي پڇي ونگ لاءِ وٺ وڌيائون ۽ ڪوه جي ڪم کي لڳي ويا. قاضي محمد ابراهيم قريشي کهڙن جو ويٺل ڳالهه ٿو ڪري ته ان ڪوه جي تياري وقت فرمايائون ننگر ۾ پيسو ٻه ڪونه آهي ڪوه تي خرچ ته ضرور لڳندو سو ڪيئن ڪجي؟ ايتري ۾ هڪ شخص آيو جو ظاهر ۾ هندو پئي ڏسڻ ۾ آيو اچي حضرت صاحب کي روبرو جي هڪ ڳنڍ رومال ۾ ٻڌل ڏني ۽ چيائين هي پيسا اٿو

ڪوه ڪٽايو. پاڻ پيسا ورتائون هو شخص غائب ٿي ويو ۽ اسان ڪڏهن اهو ماڻهو ڏٺو ئي اڪي ڏٺل هو. پيسا ڪيڏي ڳڻيا ويا ته ڇهه سئو روپيه هئا. ڪوه تيار ٿي ويو. (مولانا حافظ محمد هاشم خلافتي ويٺل نئون ڳوٺ رڪ اسٽيشن جو مضمون جيڪو مولانا چشتي رحه جي هفت روزه پيغام شڪارپور جي خاص امروٽي نمبر ٢٥ نومبر ١٩٢٩ع ۾ ڇپيو ۽ مولانا ان کي خود نوشت "منهنجي صحافتي زندگي" ۾ موٽايو.)

متاثر ڪندڙ بزرگن مان سڀ کان اول ۽ سڀ کان زياده قابل ذڪر ۽ لائق افتخار نالو سنڌ جي مشهور ۽ مقتدر هستي سيدالعلماء رئيس الموحدين، ولي ڪامل حضرت شاه مولانا ابوالحسن مولوي سيد تاج محمود صاحب بزرگ امروٽي (رحه) جو نالو آهي.

حضرت امروٽي عليه رحمة قادري طريقه جو وڏو باڪمال خدا رسيده پير هو. حضرت بابرڪت رئيس الاولياء حضرت حافظ محمد صديق رحه ڀرچونڊي شريف واري بزرگ جو خليفو هو. توحيد ۽ سنت جو وڏو باثر ۽ ڪامياب مبلغ هو. پنهنجي قال ۽ حال ۾، گفتار ۽ ڪردار ۾، ظاهر ۽ باطن ۾، علم ۽ عمل ۾، شريعت ۽ طريقت ۾ سلف صالحين (اڳين بزرگ هستين) جو زنده ۽ ناقابل انڪار مثال ۽ نمونو هو. وڏو صاحب جذب، ڪشف و ڪرامت جو ڌڻي هو. سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جي گوشي گوشي ۾ هزارن جي تعداد ۾ علماء خواه عام مسلمان سندس مريد ۽ شيدائي موجود آهن. سندس هٿ تي هزارن جي تعداد ۾ غير مسلم ڪلمه توحيد پڙهي اسلام جي حلقي ۾ داخل ٿيا. سندس فيض و تلقين و ارشاد جي برڪت سان ڳوٺن جا ڳوٺ سموري جا سمورا، شرڪ ۽ بدعت جي عقيدن ۽ ڪڌن ڪرتوتن کان توبه ڪري پابند شريعت ٿي هميشه لاءِ روزه، نماز، ذڪر خدا ۽ تلاوت ڪلام پاڪ ۾ مشغول ٿيا. اڪين ڏٺا واقعات سامهون آهن جو سوين ماڻهو فاسق، فاجر، شرابي، جواري ۽ اچڙا سندن خدمت ۾ اچي هميشه لاءِ انهن گندن فعلن کان بيزار ٿي ويا ۽ وڃي ياد الاهي ۾ جنبي ويا.

سندس زبان تي هروقت خدا ۽ رسول پاڪ جو ئي ذڪر خير هوندو هو. هميشه ٿوري ٿوري وقفه تي بار بار فرمائيندا هئا ته "جيڪڏهن مسلمان مسلمان ٿيڻ گهرن ٿا ته صحابن سڳورن جي زندگي کي سامهون رکن. صحابن سڳورن جي زندگي اسلام جي مڪمل تصوير آهي. صحابه سڳورن جي زندگي قرآن جو تفسير آهي". اهي جملا گويا سندن تڪيه ڪلام هو. سندس مجلس گفتار ۾ تمام وڏو حصو اصحابن جي حالات ۽

ڪارنامن جي بيان تي خرچ ٿيندو هو. اهڙي طرح حضرت صاحب مجلس ۾ ويٺل مسلمانن ۾ اسلام جو حقيقي روح ڦوڪيندا رهندا هئا.

حضرت صاحب انگريزن ۽ انگريزي اقتدار ۽ انگريزي سلطنت جو وڏو سرگرم ۽ زبردست مخالف هو. سندن عقيدو هو ته هن وقت مشرق ۽ مغرب ۾ اسلام ۽ مسلمانن جو وڏو دشمن ۽ بيحد خطرناڪ ۽ چالباز دشمن انگريز ۽ انگريزي اقتدار آهي. حضرت فرمائيندو هو ته سڀ نصراني حڪومتون اگرچه اسلام ۽ مسلمانن جون هڪيون دشمن آهن، پر انهن سڀني ۾ سڀ کان وڌيڪ نقصان پهچائيندڙ ۽ ڪٽيل دشمن انگريز آهي.

حضرت صاحب آزادي ۽ حريت جو علمبردار هو. دين ۽ قوم جي راه جو وڏو مجاهد هو. جهاد سندن زندگيءَ جو مکيه اصول هو. جهاد کي هو اسلام جو روح سمجهندا هئا ۽ توحيد کي اسلام جو قلب! حضرت وڏو بيخوف دلير ۽ بهادر هو. توحيد تي ڳالهائيندي عام خلق جي پرواه نه ڪندو هو ۽ جهاد تي ڳالهائيندي سرڪار ۽ سرڪاري عملدارن جو ڪو خيال نه رکندو هو.

الله تعاليٰ جي ذات پاڪ جي امداد ۽ دستگيريءَ تي ڪيس ڏاڍو آسرو ۽ اعتماد هوندو هو. هروقت ڏوري ڏوري ڳالهه تي دعا گهرندو هو. حاضر ماڻهن مان ڪو عرض ڪري ته قبلا سائين! خوش نثو گذاريان يا ڪو چوي ته منهنجو ابو يا ادو بيمار آهي يا ڪو چوي ته فلاڻو ٻاهر ويو يا ڪو چوي ته فلاڻو اچي نه سگهيو، سلام ۽ نياز عرض رکيائين. مطلب ته اهڙن سڀني جملن کان پوءِ گويا حضرت صاحب جي عادت هئي ته دعا گهرندا هئا. دعائن جو سلسلو قائم هوندو هو. هڪ وقت وجهه وٺي واندو ڏسي عرض ڪيم ته ايتري ڏوري وقت ۾ اها ڪهڙي دعا گهرندا آهيو. حضرت فرمايو ته "اللهم اياڪ نعبد و اياڪ نستعين و صلي الله عليٰ حبيبه محمد و آله و اصحابه اجمعين".

حضرت خوش طبع، متواضع، ڪشاده رو، روادار، نرم دل ۽ مهمان نواز ته هڪ ئي هئا. سڀ ڪنهن سان اهڙو ته مهربان ۽ ڪريم ٿي هلندا هئا جو هرهڪ سندن بلند اخلاق ۽ شفقت کي ڏسي چوندو هو ته حضرت صاحب رحم ۽ شفقت جو پتلو آهي.

اگرچه هندن جي مسلمان ٿيڻ جو سلسلو جاري هوندو هو پر وٽس هندن مردن خواه عورتن جو اچڻ ڪثرت سان ٿيندو هو. دعا گهرائڻ ۽ تعويذ وٺڻ لاءِ عام جام ايندا هوا. حضرت صاحب سائن بيحد پيار ۽ قرب سان پيش ايندو هو. سائن کلندو ۽ کلائيندو هو سندن ٻارن کي خرچيون ۽ شيون ڏيندو هو.

حضرت قومي ڪم ڪندڙن ۽ اسلامي مبلغن جو ڏاڍو قدر ڪندو هو. ڪين ڏاڍي محبت ڏيندو هو. سندن حوصلہ افزائي ڪندو هو. ڪين مخفي طور مالي مدد بہ ڏيندو هو.

حضرت مولانا بہراج جي واهن ۾ ايندڙ مسجدين جي بقا ۽ سلامتي لاءِ بيحد، بيمثال ۽ زوردار جهاد شروع ڪيو. انگريز سرڪار جي طاقت ۽ تڪبر جي مدنظر تي سڀڪو پيو چوندو هو تہ بزرگ اجايو ٿو اهو زور ڪپائي، ٿيندو ڪجهہ بہ نہ. مونکي ياد آهي تہ مون جڏهن اهو احوال پيش ڪيو تڏهن ڏاڙهي مبارڪ تي هٿ ڦيرائي بزرگ فرمايو تہ ”بابا مولوي چشتي منهنجي حي ۽ قادر قيوم خدا جي فضل ۽ مدد سان سڀ ڪجهہ ٿيندو، انشاءالله فتح اسان جي آهي.“ خلق حيران رهجي ويئي ۽ ڪين بزرگ جو خدا رسيده هجڻ محسوس ٿيو جڏهن گهڻي وقت ۽ چڪتاڻ ڪانپوءِ سرڪار بهادر پنهنجي سموري فرعوني طاقت هوندي بہ هڪ ساده پوش بوريہ نشين درويش تاج محمود رح. جي اڳيان گوڏا جهڪايا ۽ مسجدن جي بچاءَ جو اعلان ڪيو. هي بندو گنهگار انهيءَ تحريڪ ۾ پنهنجي آقا ۽ بزرگ مولانا امروٽيءَ سان شريڪ هو. ان زماني ۾ منهنجي اخبار هفتيوار ”پيغام“ نڪرندي هئي. هڪ پرچي ۾ مون هڪ مضمون لکيو ”حفاظت مساجد“ جي سري سان، جنهن ۾ هي چند سٽون الله تعاليٰ جي توفيق سان منهنجي قلم لکيون:

”مسلمانو! جيڪڏهن اسان جي زندگيءَ ۾ مسجديون برباد ڪيون ويون ۽ اسان خاموش رهياسون تہ خدا پاڪ جا فرشتا ۽ آسمان جا تارا اسان تي ڦٽڪار ڪندا. ۲- جيڪڏهن اسان پنهنجي جان، مال ۽ اولاد عيال جي حفاظت ڪري سگهون ٿا، مگر مسجدن جي حفاظت نٿا ڪريون تہ سنڌو نديءَ ۾ غرق ٿيو نہ ٿيون. ۳- جيڪڏهن خدا پاڪ ۽ رسول پاڪ جو دل ۾ پيار اٿو تہ پنهنجو رت بہراج واربن مسجدين جي حرمت ۽ حفاظت تي قربان ڪري ڪٺور سرڪار جو ڪنڌ جهڪو ڪريو!!“

اها اخبار حضرت کي سندن فرموده موجب مان پڙهي ٻڌائي. پاڻ رنا ۽ جوش وچان اٿي ۽ مونکي بہ اٿاري ڀاڪر پائي منهنجي نرڙ ۽ ڏاڙهي تي چميون ڏنائون ۽ وري چيائون تہ ”شابس ڙي بابا مولوي چشتي شاباس. منهنجي دل ٺاري وڌءِ!“

حضرت مولانا عبدالڪريم چشتي رح. جو مضمون ماهنامہ نئين زندگي جون ١٩٥٨ع ۾ ڇپيو ۽ تازو ماهنامہ پيغام ڪراچي مولانا جي خود نوشت جي وچم انگي نقل ڪيو)

پيغام واري زماني ۾ سنڌ اندر هڪ زبردست ڏکيو ۽ اهم معاملو درپيش ٿيو. انهيءَ وقت بڙاج جي واهن جي کوٽائي ٿي رهي هئي. ان سلسلي ۾ روهڙي تعلقي ۾ هڪ، سکر تعلقي ۾ ٻه، ڳڙهي ياسين تعلقي ۾ ٽين مسجد ٽٽي وئي. ٽئي مسجدون واهن جي وچ ۾ پئي آيون. مسلمانن ان تي اعتراض ورتو. حضرت مولانا بزرگ امروٽ شريف واري ان تحريڪ جي اڳواڻي ڪئي. هيءَ ٻندو ۾ حضرت سائين جو هڪ سپاهي هو. سنڌس رهبري هيٺ اهر سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ڳوٺن ۾ انهيءَ نسبت ٿينديون جلسن ۾ جيڪي حضرت مرحوم جي صدارت ۾ اڳواڻيءَ هيٺ ٿي ٿيا هي ٻندو شامل رهيو. هڪ خاص پرچو "پيغام" بنام "حفاظت مساجد نمبر" شايع ڪيو ويو هو. ان پرچي جي ايڊيٽوريل جا هيٺيان ٽي ٽڪرا قابل مطالعه آهن جن مان ان وقت جي جذبات جو اندازو لڳائي ٿو سگهجي. ۱- مسلمانو! جيڪڏهن اسان جي زندگي ۾ مسجدون برباد ڪيون ويون ۽ اسان خاموش رهياسون ته خدا جا فرشتا ۽ آسمان جا ستارا اسان تي ڦٽڪار ڪندا.

۲- جيڪڏهن اسان پنهن جي جان مال، اولاد ۽ عيال جي حفاظت ڪري ٿا سگهون مگر مسجدن جي حفاظت اسان کان نٿي پڄي سگهي ته سنڌو نديءَ ۾ غرق ڇو نٿا ٿيون؟

۳- جيڪڏهن خدا پاڪ ۽ رسول پاڪ جو دل ۾ پيار اٿو ته پنهنجو رت بڙاج وارين مسجدن جي حرمت ۽ حفاظت تي قربان ڪري ڪفور سرڪار جو ڪنڌ جهڪو ڪريو!!

الله جي قدرت! حضرت سائين بزرگ امروٽي جي برڪت ۽ ڪرامت ۽ سندس جهاد جو اثر اهو ٿيو جو سنڌ سرڪار برطانيه سرڪار جي اڻپناه طاقت ۽ فرعوني اقتدار ۽ استبداد هوندي هڪ بوريه نشين جوڙي پوش درويش ولي‌الله جي اڳيان واقعي ڪنڌ نمايو. واهن کي ڦيرائڻ ته مشڪل هو مگر سرڪار بزرگ سان ان ريت مصالحت ڪئي جو واهن جي وچ ۾ سيمينٽ، بجري ۽ پڪين سرن سان مسجدن کي چوگرد پختو ڪري ڇڏيو ۽ هميشه قائم رکڻ جو واعدو ڪيو. (خود نوشت مولانا چشتي رحه ماهوار پيغام ڪراچي مارچ ۱۹۸۰ع)

حضرت امروٽي جي ابتدائي تعليم گهٽن هنڌن تي ٿي. پنجاب جي مختلف مدرسن ۾ ۽ اباوڙه تعلقي جي راڄپور واري مدرسي ۾ پين جاين سومرالي ۽ پنهواري وغيره تي تعليم ورتائون.

مولانا عبدالرحمان سکر واري ٻاڪر ٻائي پنهنجو جهاد ۽ غير مسلمن کي اسلام تي آڻڻ وارو فيض عنايت ڪيو هو. خواب ۾ مليل اشاري مطابق پرچونڊي شريف وڃي خلافت ورتائون. حضرت امروٽي جو ڪيل ترجمه قرآن خير جاري ۽ سنڌ وارن تي سندن احسان عظيم آهي. سندن وڏا خليفه حضرت هاليجوي رحه هئا. مولانا احمد علي لاهوري، مولانا عبدالعزيز ٽريچاٽوي ۽ ميان محمد صالح ٻانجوي ۽ ٻيا به خليفا هئا. ڇڏو ويو آهي ته امروٽ شريف جي اندر رشد و هدايت لاءِ حضرت هاليجوي رحه کي حڪم لکت ۾ ڪري ويا هئا مگر اها لکت ظاهر نه ٿي. حضرت امروٽي رحه علماء جا مرجع هئا مطلب ته مرشدالعلماء هئا. اهو رنگ حضرت هاليجوي رحه تي به چڙهيو. سندن فرزند حسن شاه ننڍڙي عمر ۾ فوت ٿي ويو. حضرت امروٽي جو مسجدن جي حفاظت وارو جهاد مثالي ڪارنامو هو. حضرت امروٽي جي زندگي جا عظيم ۽ ڪثير پهلو آهن جو ان لاءِ هڪ وڏي ڪتاب جي ضرورت آهي. سنڌ جي جانشين پيرن جو ان ٻاسي ڪوئي ڏيان نه آهي. ريشمي رومال تحريڪ بابت انگريز گورنمينٽ جي رڪارڊ ۾ حضرت امروٽي ر. لاءِ لکيل آهي ”سنڌ ۾ ٻيو نمبر ان جو زبردست اثر آهي جو چڙو مولوي همايون جي اثر کان گهٽ آهي. اهو ڪڏهه ڪراچي جي مولوي محمد صادق جو دوست آهي جيڪو هائي ڪاروار ۾ نظربند آهي. خيال آهي ته انهيءَ مولوي عبيدالله جي فرار افغانستان ۾ ان جي مدد ڪئي هئي. ان جا هزارين پيروڪار آهن جن ۾ وڏا وڏا زميندار، پليڊر ۽ سرڪاري ملازم شامل آهن. جنودر ٻاني، جي فهرست ۾ ليفٽنٽ جنرل آهي“ مولانا همايوني ۽ ان جا همنوا انگريزن جي فائدي ۾ هئا ان ڪري انگريز آفيسر کي ان جو اثر وڏيڪ نظر آيو آهي ۽ نه ته حضرت امروٽي جو اثر پهريون نمبر هو.

حضرت امروٽي رحه جي سنڌي شاعري پريت نامه ۽ مولودن ۾ عام ماڻهن ڏٺي آهي ۽ سنڌي ادب ۽ علمي اوچائي قرآن پاڪ جي ترجمي مان پڌري آهي جيڪو اڳي لاهور مان ۽ هاڻي تاج ڪمپني ڪراچي مان ڇپيو آهي. پر سندن پارسي نظم جو نمونو مون کي هڪ پراڻي ڪتاب ۾ مليو. حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحه جو ڪتاب فتح القوي في نسب النبي“ مولوي محمد عثمان مالڪ مطبع فيض عثماني ڪراچي ١٣٠٣ هه ۾ ڇاپيو هو. ان قطعه تاريخ حضرت امروٽي رحه کان لکايو هو جيڪو ڪتاب جي آخر ۾ هن طرح آيل آهي.

تاريخ طبع ڪتاب مستطاب فتح القوي في نسب النبي طبعزاد فاني الوجود تاج محمود سڪنه عمروٽ شريف ڪهنه ضلع شڪارپور.

ڪتاب مستطاب فيض عالم — بذڪر نسب آن سردار آدم
تعالى الله چه زيبا اين ضيائيست — دل عشاق را زان بس بهائيست
ز تصنيف لطيف نيڪ فرجام — محمد هاشم مخدوم انام
بطبع فيض عثماني مڪرم — طبع گرديد اين نسب مفخم
چو اين مسڪين ز سال طبع آن جست — خرد از هوش خود بيرون زدل رفت
پيام آورد ڪاين شد نسب مڪتوب — هميشه باد از دلهاء مرغوب ١٣٠٣

(عبدالوهاب چاچڙ)

# الحاج مولانا حڪيم عبدالڪريم چشتي رحه

مولانا حڪيم محمد عبدالڪريم چشتي مرحوم سال ١٣١٤ھ مطابق ١٨٩٦ع شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو عبدالله هو، جيڪو تمام نيڪ ۽ صوم و صلواة جو پابند هو. سندس نسب جو سلسلو، هڪ نيڪ ۽ پرهيزگار پانهي حافظ صاحبڏني سان ملي ٿو جيڪو حضرت محمد امين شاه چشتي شڪارپوري جي خليفن مان هو. (مولانا پنهنجي نسب جو حوالو پاڻ ڏنو آهي) تنهن ڪري مولانا پاڻ کي هميشه چشتي لکندو هو.

مولانا صاحب جي ابتدائي تعليم سندس هڪ قريبي مائٽ مولوي غلام رسول وٽ ٿي. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مولانا چشتي خليفي عبدالغفور وٽ وڃي حاضر ٿيو. خليفو صاحب پنهنجي وقت جو سٺو عالم ٿي گذريو آهي. عبدالغفور صاحب طب جي فن جو ماهر ۽ قال ۽ حال جو صاحب هو. چشتي صاحب فارسيءَ جا ڪتاب خليفه عبدالغفور وٽ پڙهيا. ان ڪان بعد مولانا صاحب عربي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ وڪٽوريا جوبلي عربي اسڪول شڪارپور ۾ داخل ٿيو. ان وقت هن اسڪول ۾ استاد العلماء مولانا عبدالرحمان ميمڻ استاد اول جي حيثيت ۾ ڪم ڪري رهيو هو. ان فياض استاد جي صحبت ۾، مولانا چشتي پنهنجا علمي مرحلا طئي ڪندو رهيو. مولانا چشتي پنهنجي تعليم ١٣٣٦ھ مطابق ١٩١٧ع ۾ مڪمل ڪئي.

ڪجهه وقت ڪان پوءِ مولانا صاحب ٿوري وقت لاءِ طبابت جو ڌنڌو اختيار ڪيو.

جڏهن سال ١٣٣٦هه (١٩١٧ع) ۾ هندستان ۾ آزاديءَ جي ڀرپور لهر آئي ته شڪارپور جي هيڏي ساري آباديءَ مان فقط مولانا صاحب آزادي جي تحريڪ ۾ شامل ٿي حقيقت جو اظهار ڪيو. سال ١٣٣٧هه مطابق ١٩١٨ع ۾ پنهنجي وطن جي آزاديءَ خاطر ڪانگريس ۾ شامل ٿيو. ان دور ۾ چشتي صاحب "انجمن مجاهدين اسلام" جو بنياد وڌو جنهن جو مقصد هو ته اسلامي وڏن موقعن تي علماء دين جي ڪارنامن کي عوام اڳيان پيش ڪري، غير شرعي رواج ۽ رسمون ختم ڪيون وڃن. مولانا جي هن خدمت جو عوام خيرمقدم ڪيو. سال ١٩٣٩ع ۾ شڪارپور ۾ "عيد ميلادالنبي" جي موقعي تي مولانا ڀرپور تقرير ڪئي. ائين پيو معلوم ٿئي ته هي خطيب اڪيلي هلي فن خطابت جو هيرو ثابت ٿيندو. ۽ ٿيو به ائين سنڌ وارن سندس قدر ۽ قيمت کي سڃاڻي "سحبان سنڌ" جو لقب ڏنو.

مولانا جي تقريرن ۾ عجيب جوش ۽ خروش هوندو هو ان ڪري سنڌ گورنمينٽ هن کان تنگ اچي ويئي. جيڪب آباد ۾ هڪ تقرير جي سلسلي ۾ ڪيس هڪ مهينو قيد جي سزا ملي. جڏهن شڪارپور جيل مان نڪتو ته سکر ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ جي طرفان ڪيس تقرير ڪرڻ جي ممانعت جو تنبيهه نامو جاري ڪيو ويو. پر هن مرد مجاهد حڪم جي تعميل پنهنجي توهين سمجهي. هن هڪ سياسي جلسي ۾ قرآن مجيد جي "سورة حشر" جو تفسير پڌائيندي احرار جي صحيح مقصد کي بيان ڪيو. پوءِ جڏهن شڪارپور پهتا ته ڪيس گرفتار ڪيو ويو ۽ مٿس ڪيس هلائي، ٤ مهينا قيد جي سزا ڏني ويئي. مولانا ڪيترائي ڀيرا جيل ۾ ويو.

ان وقت مولانا چشتي صاحب جو وڏو ڪارنامو هيءُ هيو ته هن سنجوڳي شيخن ۾ پنهنجي تقريرن سان صحيح اسلامي روح کي بيدار ڪيو. تبليغ اسلام جو جوش سندس دل ۾ ايترو ته هو جو ماه جماديالاول ١٣٤٢هه (نومبر ١٩٢٣ع) ۾ سندس ئي ڪوششن سان "جميعت العلماء صوبه سنڌ" جو اجلاس شڪارپور ۾ سڏايو ويو جنهن جي صدارت پير غلام مجدد صاحب ڪئي. هن جلسي ۾ الڪل هڪ سئو عالمن شرڪت ڪئي.

جمعيت العلماء جي هن موقعي تي مولانا جي گهري واقفيت سنڌ جي پڻ اولي العزم شخصيتن سان ٿي جن مان هڪ محسن قوم حضرت مولانا تاج محمود امروٽي صاحب

هو، جنهن جي پاڪيزه سيرت مولانا عبيدالله سنڌي جهڙيون لازوال شهرت رکندڙ هستيون پيدا ڪيون ۽ پيو خانبهادر الله بخش سومرو جيڪو پنهنجي روشني جي انتها تي پهچي ڪان اڀ ۾ ٿي خوني شفق ۾ هميشه لاءِ غروب ٿي ويو.

جيئن جيئن وقت گذرندو ويو مولانا چشتي سنڌ جي مسلمانن جي توجهه جو مرڪز بڻبو ويو. تبليغ جي ضرورت کي محسوس ڪندي هن شڪارپور ۾ سال ١٣٤٣ھ مطابق ١٩٢٤ع ڌاري "انجمن اشاعت اسلام" ۽ "جمعية التبليغ" جي ادارن جو بنياد وڌو، جنهن جو حقيقي روح روان پاڻ هو.

سال ١٣٤٥ھ (١٩٢٦ع) ۾ مولانا شوڪت علي جي وساطت سان، انگريز گورنمينٽ حج جي دستور موجب اجازت ڏني. مختلف صوبن جي خلافت ڪاميٽين جا نمائندا حج لاءِ موڪليا ويا، انهيءَ لاءِ ته سلطان ابن سعود بابت جيڪي حقيقتون پڌريون وڃن ٿيون، انهن جي تحقيقات ڪئي وڃي. مولانا چشتي کي سنڌ جو نمائندو چونڊي موڪليو ويو. خدام الحجاج جو ڪيس صدر مقرر ڪيو ويو. سلطان ابن سعود سندس وڏي مرحبا ڪئي. ان موقعي تي خلافت طرفان ٢٠ هزار روپيه ۽ اناج حڪومت کي ڏنو ته اها امداد ارض المقدس جي مستحقين ۾ ورهائي وڃي.

مولانا صاحب پهرين ١٣٥١ھ (١٩٣٢ع) ۽ ٻيون ڀيرو سال ١٣٥٢ھ (١٩٣٣ع) ۾ حج ڪيو. آخري ڀيري حجاز جي وزير مال جي استدعا تي هن مڪي شريف جي هڪ اهم جلسي ۾ "حجازي سياست" تي هڪ تقرير ڪئي، جنهن کي اتان جي اخبار "ام القرىٰ" باقاعدي شايع ڪيو ۽ مولانا صاحب کي انجي علم ۽ فضل تي مبارڪباد پيش ڪئي.

ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته مولانا پنهنجي حياتيءَ جو سمورو حصو سنڌ جي هر سياسي ۽ اسلامي تحريڪ ۾ مخلصانه ڪم ڪندي گذاري ڇڏيو. مولانا چشتي مرحوم جا حضرت مولانا تاج محمود امروٽي، مولانا همايوني، بزرگ هاليجوي، مولانا محمدصادق کڏو ۽ ٻين ممتاز ۽ مايه ناز برک عالمن سان به گهاٽا تعلقات هئا. مٿين بزرگن ۽ مرحوم چشتي صاحب بي لوث خدمت ڪري آئينده نسل لاءِ قابل تقليد نمونو ڇڏيو آهي.

سنڌ جي هن عظيم سپوت تاريخ ١٦ ذوالقعد ١٣٨٣ھ مطابق ٢١ مارچ ١٩٦٤ع سومر ڏينهن سفر آخرت اختيار ڪيو. (نئين زندگي ملي ۽ جون ١٩٦٤ع تان ولي موڪليندڙ دل عبدالحي "راهي")

حضرت مولانا چشتي رح، وفات کان ۵ سال اڳ ۾ مسٽر ڪريم بخش خالد جي
چوڻ تي پنهنجي صحافتي زندگي تي هڪ ڊگهو مضمون لکي خالد صاحب جي حوالي
ڪيو ان مان ۽ سه ماهي مهراڻ جي سوانح حيات نمبر مان معلوم ٿئي ٿو ته مولانا
جي ولادت ۱۸۹۸ع ۾ ٿي آهي. مولانا چشتي انهيءَ خود نوشت ۾ لکي ٿو ته "مان خليفه
حاجي عبدالغفور وٽ پارسي ۽ طب پڙهندو هوس ته ان وقت رئيس شمس الدين خان بلهڙي
جي هفتيوار اخبار آفتاب (سکر) ۽ بابو شيخ عبدالعزيز محمد سليمان جي هفتيوار اخبار
الحق (سکر) جو باقاعده مطالعو ڪندو هوس. ۱۹۱۹ع ۾ انگريزن فتح جو جشن ملهايو
ته هندستان جي عوام ۾ انگريز جي خلاف نفرت وڌي وئي. مان ان وقت ويهن ايڪويهن
ورهين جو هوس. امروٽ شريف جي بزرگ مولانا مرحوم شاه ابوالحسن تاج محمود مان
اسان جا خانداني تعلقات محبت هئا. مرحوم مولانا دين محمد وفائي سان راڻيپور جي جيلاني
پيرن صاحبن جي معرفت اسان جي استاد محترم حضرت مولانا مولوي عبدالرحمان ميمڻ
جا تعلقات محبت قائم هئا. مرحوم بزرگ امروٽي مولوي وفائي ۽ ٻين رفيقن سان گڏجي
خلافت ڪاميٽي برپا ڪرڻ لاءِ شڪارپور تشريف فرما ٿيا سندن اثر ۽ محبت ذريعي خلافت
ڪميٽي ۾ شريڪ ٿيس ۽ خلافت ڪميٽي جو سيڪريٽري چونڊيو ويس آگسٽ ۱۹۲۷ع
۾ جيڪب آباد مان هفت روزه صداقت جاري ڪيم. ست مهينا هلائي فبروري ۱۹۲۸ع
ڪانپور الحنيف جي ايڊيٽر وڏيري ڪريم بخش ڪانوري ماستر جي سپرد ڪيم. صداقت
جي شروعات تي حضرت امروٽي هي لکيو "بيحد ضرورت پئي محسوس ٿي ته ابر سنڌ ۾
اهڙي ڪا اخبار جاري ڪئي وڃي جنهن ۾ خصوصيت سان (۱) اسلام جي پاڪ ڪتاب
قرآن شريف ۽ پاڪ پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وسلم جي خوبين ۽ ڪماليتن تي روشني
وڌي وڃي (۲) اسلام جي تعليم جو پيغام ڏنو وڃي (۳) سندن اصلاح لاءِ جدوجهد
ڪئي وڃي (۴) مسلمانن کي تجارت ڏانهن متوجه ڪيو وڃي. الله تعاليٰ اوهان کي
نيڪ توفيق عطا ڪندو. اوهان صداقت جي ذريعي اهي خدمتون انشاالله تعاليٰ احسن
طريقي سان سرانجام ڪندا" آگسٽ ۱۹۲۸ع ۾ شڪارپور مان هفتيوار پيغام جاري ڪيم
جو ٻه سال ڪاميابي سان هلائي بند ڪيم. ۱۹۳۳ع مولانا وفائي حج تي ويو ته روزنامه
الوحيد ڪراچي جو آخر فبروري ۱۹۳۳ع کان مئي ۱۹۳۳ع تائين عارضي طرح ايڊيٽر
ٿي ڪم ڪيم. ۱۹۴۲ع ۾ شهيد الله بخش، پير الاهي بخش ۽ ٻين گڏجي ڪراچي مان
روزنامه آزاد جاري ڪئي ۽ ان جو چيف ايڊيٽر مونکي مقرر ڪيائون. ۱۹۴۴ع تائين

مان چيف ايڊيٽر رهيو ان وچ ۾ مرحوم الله بخش شهيد ٿي ويو. جي-ايم سيد وارن ڪراچي مان روزنامہ قرباني جاري ڪئي ٧ مارچ ١٩٤٦ع کان چند مهينا مان ان جو چيف ايڊيٽر ٿيو پن ورهين کان پوء وري ڪراچي آيو ۽ روزنامہ مجاهد جو چيف ايڊيٽر ٿيو پوء مولوي محمد صالح عاجز ۽ نياز همايوني سان گڏجي شڪارپور مان هفتيوار جمهور جاري ڪئي سون. حاجي محمود خادم ۽ ٻين دوستن جي رفاقت سان لاڙڪاڻہ مان ٣ جنوري ١٩٤٩ع کان هفتيوار پاڪستان جاري ڪيو مان ان جو چيف ايڊيٽر ۽ عبد عاقلي ايڊيٽر هو. ٨-٩ مهينا ان جو چيف ايڊيٽر رهيو" اهو ان طويل خود نوشت جو تت آهي جيڪو پيغام ڪراچي مارچ ١٩٨٠ع ۾ ڇپيو آهي. مولانا ٥٥ کن عاليشان ڪتاب لکيا آهن جن مان ست ڪتاب پارسي ۾ ۽ باقي سنڌي ۾ آهن (١) هدايات محمدي (٢) انوار محمدي (٣) حـــالات محمدي (٤) ڪمالات محمدي (٥) احسانات محمدي (٦) وصال محمدي (٧) حبيب خدا (٨) آئينہ حق (٩) تلوار حق (١٠)آفتاب حق (١١) صراط مستقيم (١٢) برهان رباني (١٣) حجت حقاني (١٤) اهلبيت المومنين (١٥) شهيد ڪربلا (١٦) قضيہ ڪربلا (١٧) امام اعظم (١٨) امام شافعي (١٩)محبوب سبحاني (٢٠) امام رباني (٢١) سلطان الهند (٢٢) بيان المعراج (٢٣) نـور خدا (٢٤) جواهرات (٢٥) تعليم الاسلام (٢٦) مجاهد اســلام (٢٧) اولياء اسلام (٢٨) رهبر حج (٢٩) علامات قيامت (٣٠) امير معاويہ رضہ (٣١) تقديس الرسول (٣٢) پيـــغام محبت (٣٣) جواب لاجواب (٣٤) عملن جو انجام (٣٥) مجموعہ وظائف (٣٦) ڪتاب النڪاح (٣٧) هداية المسلمين (٣٨) ميلاد النبي (٣٩) باطل نبوت (٤٠) طاهرات (٤١) قرآني دعائون (٤٢) پيغمبري دعائون (٤٣) مجربات چشتيہ (٤٤) پنج سورة مترجم (٤٥) شفاء الاسقام (٤٦) عبدالڪريم (٤٧) معجزا محمدي. پارسي (١) قرب قيامت (٢) معاملہ باغ فدڪ (٣) القول المقبول (٤) القول الاظهر (٥) التلقين و الهداية (٦) ڪشف الغطاء (٧) رافع الحجب. اها فهرست شهاب الدين چشتي ايڊيٽر شهباز شڪارپور جي مضمون ۾ آهي جيڪو ٿماهي مهراڻ جي سوانح حيات نمبر ١٩٥٧ع ۾ ڇپيو هو. ان ۾ ١٤ نمبر اهلبيت المومنين غالباً "امهات المومنين" ڪتاب آهي نالي ۾ غلطي ٿي وئي آهي. مرحوم لطف الله بدوي پنهنجي مضمون ۾ (جنهن کي دل "راهي" مختصر ڪري موڪليو آهي) عشق رسول ڪتاب جو به ذڪر ڪيو آهي ۽ هــي به لکيو اٿس تہ "آخر ۾ مولانا "شاهاڻو ڪلام" ذهن پاڻ ۾ جوڙيو جنهن ۾ شاه ڀٽائي رحہ جي ڪلام جي تعريف،

انتخاب ۽ تشريح آهي. بالڪل آخر ۾ فداء الاسلام لکيائين جيڪو ١٩٦١ع ۾ ڇپيو". (عبدالوهاب چاچڙ)

# علامه علي محمد ڪاڪيپوٽه

تعليم:- مولانا علي محمد صاحب ابتدائي تعليم قرآن پاڪ ۽ پارسيءَ جي پنهنجي چاچي آخوند ميان غلام الرسول کان حاصل ڪئي. آخوند صاحب سنڌي ۽ فارسي جو جيد عالم هو. وڏا وڏا امير ۽ مشائخ پنهنجي اولاد جي تعليم لاءِ کيس گهرائيندا هئا. مير هزار خان کوسو پنهنجي پٽ راڄ رحيم خان لاءِ کين رکيو ۽ تعليم جي صلي ۾ تاحيات زندگي آخوند صاحب کي نقد ۽ جنس جو وظيفو ملندو رهندو هو. آخوند صاحب کي وقت جي مشهور طبيب، حڪيم ميان نظام الدين قريشي تعلقي لاڙڪاڻه قصبه دودي ۾ پنهنجي فرزند ميان شهاب الدين لاءِ گهرائي کيس معلم مقرر ڪيو. مولانا علي محمد ان وقت ننڍڙو نينگرو هو، پنهنجي چاچي سان گڏ دودي ۾ آيو هو. آخوند صاحب هن ننڍي نينگر کي ڳوٺ سنهڙي متصل دوده، حضرت محمد ڪامل وٽ جو حضرت نورنگي جو شاگرد هو ابتدائي تعليم عربي لاءِ ڇڏيو، ان وقت دوده ۾ حڪيم صاحب جي وڏي پاءِ علامه ميان خير محمد جو پڻ وڏو مدرسو هو جنهن ۾ گهڻائي عربي خواه فارسي جا شاگرد رهندا هئا پر آخوند صاحب، پنهنجي پائٽيي کي مولانا محمد ڪامل وٽ رهايو.

هي راقم به اصل ڳوٺ دوده جو رهاڪو آهي، مولانا علي محمد پنهنجي چاچي آخوند غلام الرسول وٽ ايندو رهندو هو، اتان مولانا سان منهنجي سڃاڻ شروع ٿي ۽ سٽ ٿي اها سڃاڻ گهرن لاڳاپن ۾ تبديل ٿي ويئي اسين پيئي ننڍي ڏهي جا هئاسون. پر مولانا صاحب مون کان وڏو نظر ايندو هو. ابتدائي ڪتابن جي تعليم کان پوءِ مولانا مرحوم سنهڙي کي ڇڏي، حضرت مولانا مير محمد نورنگي جي خاص شاگرد مولانا غلام الرسول جن وٽ ڳوٺ پيڙي چانڊيه ۾ شرح جامي ۽ ٻيا ڪتاب شروع ڪيا. علامه غلام الرسول درس، تدريس ۾ وڏي شهرت جا مالڪ آهن، هاڻي ته گهڻو پيرسن ٿي ويا آهن ۽ دائم مريض به رهن ٿا، ان دور ۾ سندن مدرسو وڏو مرڪز هو پري پري کان ذهين طالب ڇڪجي پيڙو چانڊيو ۾ پڙهڻ لاءِ ايندا هئا. مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽه جي ڪا قسمت چڱي هئي جو شروع کان کين فائق استاد ملندا رهيا، پيڙو چانڊيو

۾ مولانا مرحوم گھڻو پرايو ۽ انهن جي علمي پياس اڃا اجهن واري نہ هئي، ماڻهہ سنڌ جي هڪيئي عظيم عالم علامہ ڪورائي جنهن جهڙا محقق عالم برصغير پاڪ و هند ۾ ڪي ڳاڻ ڳڻيا ملندا، انهن کان فيض پرائڻ لاءِ ڪور سليمان تعلقہ قمبر ۾ پهچي ويا.

ڪور سليمان تعلقي قمبر جو هڪ ننڍو ڳوٺ آهي جتي خلافت تحريڪ ڪانپوءِ مولانا سيد تراب علي شاھ جن جي تحريڪ سان هڪ عربي مدرسو قائم ٿيو هو، مولانا نورنگي جي مشوره ۽ صلاح سان علامہ عبدالڪريم کي ان مدرسي ۾ مدرس مقرر ڪيو ويو، علامہ موصوف اصل ۾ پاڳارو پٽو لڳ آباد تعلقو رتو ديرو جا رهاڪو هئا ۽ محراب‌پور جمالي ۾ سندس فيض جو درياھ جاري هو اتان مولانا کي لڏائي ڪور سليمان ۾ آندو ويو، مولانا صاحب ڪڏهن بہ محراب‌پور کي نہ ڇڏي ها پر مولانا نورنگيءَ کان ننڍائپ ۾ ڪجهہ تعليم ورتي هئائون ان ڪري سندن وڏو ادب ۽ احترام ڪندا هئا، مولانا نورنگيءَ کي انڪار نہ ڪري سگهيا ۽ ڪور سليمان هليا آيا، انهيءَ نسبت ڪري اڳتي هلي علامہ ڪورائيءَ سان مشهور ٿيا، علامہ ڪورائي جي جنهن تعليم ڏني هوندي ان کي اهو اندازو ٿيو هوندو تہ قديم سنڌ ۾ لٽي ۽ پڻ جاين تي جيڪي وڏا سنڌي عالم عالمي شهرت جا ڌڻي گذريا آهن، مولانا ڪورائي صاحب انهن جو نمونو هئا.

مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽو کي اهڙو جيد ۽ محقق استاد ملي ويو پوءِ تہ ڏينهن رات ڪري علم کي لڳي ويا ۽ سالن جا سال اتي رهي فيض پرايائون، ان وچ ۾ علامہ ڪورائي ٿوري وقت لاءِ ڪور سليمان کي ڇڏي آهاد انڙ ۾ حاجي غلام قادر ۽ حاجي غلام عمر انڙ جي مدرسي ۾ صدر مدرس مقرر ٿيا اتي بہ مولانا علي محمد استاد سان گڏ آيو ۽ پيا هيٺان طالب علم هئا. مولانا دوست محمد مرحوم، مولانا عبدالرحمان ضيائي، مولانا عبدالعزيز پانڊو قبو، مولانا شاھ محمد هڪڙو، مولانا علي بخش تونيو، هيءَ راقم بہ ان مدرسي ۾ هيو ۽ ابتدائي ڪتاب شروع هئا. ڪجهہ وقت پوءِ پنهنجي شاگردن سميت ڪور سليمان کان واپس آيا.

مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽو ڪور سليمان ۾ گهڻو عرصو رهي وڏو ملڪو هٿ ڪيائين، جيڪر پاڻ ڪور سليمان کي نہ ڇڏي ها پر علامہ ڪورائي ناغا گهٽا ڪندا هئا. ان ڪري مولانا ڪاڪيپوٽو اتان ڇڏي پنجاب ويو، رياست بهاولپور ۾ ڪوٽ‌چنيءَ ۾ مولانا حبيب‌الله وٽ بہ رهيا پر جيڪو مزو کين ڪور سليمان ۾ مليو اهو پنجاب ۾ ڪٿي بہ کين نہ مليو. نيٺ هڪ سڄو سال اٿين ڦرندو پوءِ وڃي دارالعلوم ديوبند پهتا

جو دنيا ۾ وڏو اسلامي علمي مرڪز آهي، اتي رهي عربي ادب ۽ منقول جي وڏن ڪتابن جي تعليم حاصل ڪري، دوره حديث جو شيخ العرب و العجم مولانا حسين احمد مدني وٽ پڙهيائون، دارالعلوم ديوبند جو مشهور منطقي عالم مولانا محمد ابراهيم ۽ شيخ الادب مولانا اعزاز علي ٻئي استاد، مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽي کي هڪ وڏو ذهين شاگرد ڄاڻي ڪيس گهڻو پائيندا هئا. دارالعلوم ديوبند مان فارغ ٿي ڪجهه وقت اچي پنهنجي ڳوٺ ڪاڪيپوٽي لڳ ڳڙهي ياسين ۾ درس شروع ڪيائون ۽ اوچتو ڪيس طب ۽ ٻين امتحانن جو شوق جاڳيو، دهلي هليا ويا اتي استاد الاطباء مولانا حڪيم جميل الدين دهلوي کان طب جو دورو پڙهيائون ۽ مشرقي علومن جي امتحانن لاءِ اورنٽيل ڪاليج فتحپوري ۾ داخل ٿي مولوي فاضل ۽ منشي فاضل امتحانن ۾ ويٺا، مولوي فاضل امتحانن ۾ اها اعليٰ ڪاميابي حاصل ڪيائون جو کين پنجاب يونيورسٽي طرفان اورنٽيل ڪاليج لاهور ۾ اسڪالرشپ تي فيلو ڪري کنيو ويو. سنڌ جو هي ٻهريون نوجوان عالم هو جنهن مولوي فاضل امتحان پاس ڪيو ۽ ان کان پوءِ هن بزرگ عالم جي تقليد ۾ علامه ڪورائي جي ٻئي شاگرد مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ساڪن دهلي مان اهو امتحان پاس ڪيو ۽ ساري دهلي ۾ اول آيو.

مولانا ڪاڪيپوٽي لاهور جي قيام واري زماني ۾ ڊاڪٽر سر محمد اقبال جا استاد پڻ ٿيا. ڊاڪٽر صاحب کي قديم فلسفه تي يورپ ۾ ڪو ليڪچر ڏيڻو هو ان جي معلومات لاءِ مولانا محمد شفيع پرنسپل اورنٽيل ڪاليج لاهور کي ڪنهن جيد عالم لاءِ لکيائون، ڪاليج طرفان مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽي کي موڪليو ويو، ڊاڪٽر صاحب پهرين ته مولانا کان اهو امتحان ورتو جو کيس شمس بازغه جي هڪ عبارت جي ترجمي لاءِ چيو مولانا اتي جو اتي کيس ترجمو ڪري ڏيکاريو. جو ڊاڪٽر صاحب کي ڏاڍو پسند آيو پوءِ ته روزانو مولانا صاحب ڊاڪٽر اقبال ڏانهن ويندو رهندو هو ۽ ڊاڪٽر اقبال استفاده کان پوءِ مولانا علي محمد صاحب کي پنهنجي طرفان اهڙو سرٽيفڪيٽ پڻ ڏنو. هن کانپوءِ علامه موصوف پنهنجي وطن وريو. ڪجهه وقت درس نظامي ڏيندا رهيا، ان وچ ۾ لاڙڪاڻي مدرسي ۾ عربي استاد جي جاءِ خالي ٿي، لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ کي ڪافي اميدوارن جون درخواستون پهتيون هيون، مولانا علي محمد به درخواست موڪلي هئي، ان وقت جو پريزيڊنٽ نواب نبي بخش خان ڀٽو هو جنهن مولانا علي محمد جي درخواست سان گڏ ڊاڪٽر سر محمد اقبال جو سرٽيفڪيٽ

ڏسي اها درخواست قبول ڪئي. مولانا علي محمد ڇگو عرصو اتي گذاريو، ان کان پوءِ وري مدرسن جي ماحول ڏانهن وريا ۽ ڪيترن ئي عربي مدرسن ۾ صدر مدرس يا شيخ الحديث ٿي تعليم ڏيندا رهيا، جن مان مکيه هيٺيان مدرسا آهن: (١) دارالسعادت گورو ڀوڙ تعلقو شڪارپور (٢) علي شاه جو ڳوٺ (٣) مدرسه مظهرالعلوم کڏو ڪراچي (۴) دارالفيوض ڪنڊڪوٽ (۵) پنهنجو ڳوٺ (٦) شاه ولي الله ڪاليج منصوره تعلقو هالا.

مولانا علي محمد ۾ خشيت ايزدي ۽ خشوع ڪيترو هو، ان جو اندازو هن مان لڳائي سگهو ٿا جو مون کي مولانا پير نثار احمد سرهندي شڪارپوري جن ٻڌايو ته مولانا ڪاڪيپوٽا، حرمين شريفين ۾ مون سان گڏ هئا، سڄو ڏينهن ڪعبة الله اندر نفل، تلاوت ڪلام پاڪ ۽ گريه زاري ۾ گذاريندا هئا. جڏهن مدينه منوره ۾ پهتاسون ته مولانا جي حالت رقت قلبيءَ ۾ هن حد کي وڃي پهتي جو روئندا هئا ته ايڏا سڏڪا ڀري روئندا هئا جو ڇهن ڪو ننڍو ٻار ٿو روئي، سڄو ڏينهن صلواة پڙهندا هئا، پير صاحب جو چوڻ آهي ته حرمين شريفين ۾ مولانا علي محمد جي حالت مون سيني کان نرالي ڏٺي. (ڊاڪٽر غلام حيدر گهانگهرو ٽماهي الرحيم ١٩٦٨-٢)

علامه علي محمد ولد بهادر خان سال ١٩٠٠ع ۾ ڳوٺ مارون ڪاڪيپوٽا تعلقه ڳڙهي ياسين ۾ پيدا ٿيا. لاهور ۾ رهڻ دوران علامه اقبال کي زمان ۽ مڪان جي فلسفيانه تحقيق مڪمل ڪرڻ ۾ هٿي ڪي ڏسڻ جو مسئلو به چوندا آهن. ان لاءِ سيد سليمان ندوي سان به خط و ڪتابت ڪئي هئائين مگر پوري نه ٿي. مولانا ڊاڪٽر محمد شفيع پرنسپل اورئنٽيل ڪاليج سان مشورو ڪيائين ۽ ڪاليج جي لائبرري به ڏنائين ته فلسفه جا پراڻا ڪتاب سڀ علامه علي محمد مطالعه لاءِ ورتا آهن. مولوي محمد شفيع جي مشوري سان علامه علي محمد ڊاڪٽر اقبال کي فلسفه سمجهائڻ تي مامور ٿيو. پڙهڻ کان فارغ ٿي ١٩٣٨ع ۾ پنهنجي ڳوٺ پهتا ۽ پنهنجي چاچي سان گڏ پڙهائڻ لڳا ۽ شادي به ڪيائون. ١٩۴٢ع ۾ پوڙ آئي جنهن ڪري اتان لڏي رستم لڳ ڳوٺ علي شاه ۾ رهي درس شروع ڪيائين. مولانا عالم بي مثال هجڻ سان گڏ طب جا ماهر به هئا سندن لائبرري ۾ طب جا جهونا ڪتاب پيا آهن. مولانا جن عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌي جا وڏا شاعر هئا. حضرت امروٽي رح جي وفات تي هڪ عربي مرثيو چيو هئائون جيڪو ان زماني ۾ الوحيد ۾ ڇپيو هو. ان جو مطلع هو: "بڪت عيني علیٰ شيخ ڪبير جري دمعي ڪماء من غدير" ان جي فارسي شعر

جو نمونو: مريض عشق ساماني نہ دارد جنون دارد بيابانے نہ دارد

١٩٦١ع ۾ جرمنيءَ جي مشهور محققہ پروفيسر اينمري شمل ڳڙهي ياسين ۾ آغا بدرالدين دراني جي جاءِ تي مولانا سان مليءَ عربي سنڌي ادب تي گفتگو ڪيو مولانا کان ايترو متاثر ٿي جو خط ۾ مولانا کي پنهنجو استاد تسليم ڪيو اٿس. مولانا جن ابن دريد جي شعرن جو شرح لکيو آهي. لاهور اورنٽيل ڪاليج ميگزين ۾ عرب شاعري تي سندن ڪيترا مقالا شايع ٿيا هئا مولانا جن قرآن مجيد خطي ۽ لکيوهو جنهن جا آخري ٥ پاره ڪٽل آهن. ١٩٦٣ع ۾ مولانا حج بيت الله ڪيو. ان مبارڪ سفر جون يادگيريون ۽ نوٽ ڪيون اٿس. سال ١٩٦٦ع جي آخر ۾ مولانا کي پيشاب جي تڪليف ٿي. جنوري ١٩٦٧ع ڪراچي سان آپريشن ڪرايو ويو آخر ١ مارچ ١٩٦٧ع تي وفات پاتائون. (ضياءالدين ڪاڪيپوٽا)

مدرسہ مظهرالحق نصرپور ۾ ۽ پڙهايو اٿن. پٽيان ۽ پٽ ۽ ٽي نياڻيون ڇڏي ويا آهن. علم عروض ۾ مولانا بهائي ڪان فيض ورتائون. (الرحيم)

## مولانا خليفہ احمد دين

حضرت خليفہ احمد دين ولد الهداد ڪيهر ضلع جيڪب آباد ۾ نور واه تسي آباد لڳ ڪيهرن جي ڳوٺ ۾ ڄاوا سندن والد صاحب ننڍي هوندي فوت ٿي ويو. چاچو سندن پرورش ڪندو هو. ننڍي هوندي ڳئون چاريندا هئا پوءِ پڇي وڃي پڙهيا. طالب علمي واري زماني ۾ ۽ پاڻ ڪمائي کائيندا هئا. مولانا نبي بخش عودوي ۽ مولانا محمد اسماعيل عودوي وٽ پڙهيا. مولانا عبدالڪريم غوثپوري ۽ مولانا شيخ شفيع الدين فاضل ديوبند ٽلائي وٽ ۽ پڙهيا. مولانا محمد صالح شيخ دينپور واري وٽ ۽ مولانا رحيم بخش سومره وٽ ۽ پڙهيا. آخري ڪتاب مولانا عبدالحڪيم وٽ پڙهي فارغ ٿيا. فراغت ڪانپوه مدرسہ دارالسعادت گورو پهوڙ ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائون. ١٣٥٧ھ تائين رهيا. پاڻ ان مدرسي جا مدرس هئا ۽ ڪجھ وقت مدرسي جي نظامت ۽ محرري ۽ اضافي طور تي سنڀاليائون جيئن مدرسي جي رڪارڊ سان ظاهر آهي پوءِ حضرت سائين هاليجوي رحہ جي حڪم ۽ مولانا محمد عالم پهوڙ جي والد ڳوٺ جي جڳي مڙس جرار پهوڙ جي گهر تي ڳوٺ جرار پهوڙ ۾ اچي مدرسو کوليائون ۽ پڇاڙي تائين ان مدرسہ ۾ ٿي رهيا. مولانا جن جي شاگردن سان حضرت مولانا محمد عالم، هيءَ بندو،

مولانا عبدالهادي (خانپور)، مولوي عبدالحميد هڪڙو (خانپور)، مولوي عبدالعزيز قاسمي مولانا غلام رسول ڀهوڙ ۽ ٻيا ڪيئي علماء دين آهن.

**سلوڪ:-** طالب علمي جي زماني ۾ حضرت امروٽي قدس سره سان بيعت ڪئي هئائون. پاڻ هدايہ اخيرين پڙهندا هئا جو حضرت امروٽي جو وصال ٿيو. فرمائيندا هئا تہ ”وفات واري رات مان امروٽ شريف ۾ هيس سخت اونداهي رات ويتر مينهن بہ پئي پيو حضرت جن مون کي فرمايو تہ ديواني وڃي سنهنجي مانڍن کي وٺي اچ. اسان جي موٽي اچڻ کان اڳي حضرت وصال ڪري چڪا هئا“ حضرت امروٽي رح جي وفات بعد حضرت هاليجوي رح جي خدمت ۾ آيا اتي ئي سلوڪ جون منزلون طئي ڪري خلافت ورتائون. حضرت هاليجوي ڪڏهن ڪڏهن خليفہ بہ ڪوٺيندا هئا. پاڻ ماڻهن کي انهن ڏانهن موڪليندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ خليفہ صاحب وقت جو قلندر آهي. پاڻ بناڪنهن بہ تردد جي حضرت جن جا خليفہ اڪبر آهن. خليفہ صاحب جن حج تي ويا اتي سال کن رهيا. مولانا بدر عالم ميرٺي رح کان حديث جي اجازت ورتائون. موٽڻ جو خواب ۾ اشارو ٿين. پاڻ موٽي آيا ۽ واردات جو تمام گهڻو ذڪر ڪندا هئا. حضرت جن جي تنبيه تي رڪجي ويا. حضرت هاليجوي رح جي وفات کانپوء ڪافي علماء خليفہ مرحوم ڏانهن رجوع ٿيا ۽ بيعت ڪيائون جيئن مولانا محمد مراد، مولانا عبدالوهاب چاچڙ، مولانا فيض محمد ڏول، مولانا حضورالدين، هيءُ بندو ۽ ٻيا علماء.

**تبليغ:-** تعليم ۽ تزڪيہ سان گڏ تبليغ جو ڏاڍو اونو هوندو هين. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پيدل يا سواري تي تمام گهڻو پهچندا هئا. شروع ۾ گڏہ تي سواري ڪري تبليغ تي پهچندا هئا پوء منهنجي والد صاحب آڏيري گهوڙي ڏني ۽ ٿر لسبڻ تي گهوڙي موٽائي ڏنائون ۽ پهاڻ پاڻ جهليائون. جهاد جو ڏاڍو شوق هين ١٩٥٣ع ۾ ختم نبوت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائون. رفض، بدعت، مودوديت ۽ هر باطل جو زندگي ڀر مقابلو ڪندا رهيا. پاڻ آخر دم تائين جمعية جا ڊويزنل امير هئا ۽ انهن جي زماني ۾ مير صبح صادق خان کوسو ڊويزنل ناظم عمومي رهيا. ١٩٦٧ع واري ڍاڪا جي اجلاس ۾ منهنجي پاران حضرت مولانا عبدالڪريم ٻير وارن کي موڪليو هئائون.

پاڻ نهايت متوڪل علي الله ۽ سنت جا سخت پابند هئا. گوري ڀهوڙ جي مدرسہ جي رڪارڊ ڏسڻ مان معلوم ٿيو تہ خليفہ مرحوم منهنجي معمولي ناغن جي بہ پگهار پاڻ ڪاٽي حساب لاهيندا هئا. پاڻ ٿي مدرسہ کوليائون مدرسہ جرار ڀهوڙ، مفتاح العلوم

خانپور ۽ مصطفائيه شڪارپور ۾ سفير هڪ ۾ نه رکيائون. ڪلن اڳاڙي لاءِ ڪانئن ٻڌيم فرمايائون خالق جي خزاني ۾ ڪوڙي نه آهي. مخلوق جي در تي ڪستو ڪٽي نه وڃو. حضرت امروٽي واري جلال جو اثر طبيعت ۾ هين ۾ تواضع ۽ انابت به گهڻي هين. پاڻ مستجاب الدعوات ۽ صاحب ڪرامات هئا. جيڪي ملندو هو اهو مدرسه ۾ داخل ڪندا هئا ۽ پنهنجي ڪجهه به ملڪيت نه ٺاهيائون.

**تصنيف:-** ترتيب الخلافة تي هڪ رسالو لکيو هئائون. علامات قيامت ۽ اذڪار تي به مسودا اٿن.

**وفات:-** ڏل طرف حاجي عبدالستار ڪوسه جي ڳوٺ تبليغ لاءِ ويل هئا. ١٧ ربيع الاول ١٣٨٩ھ مطابق ١٩٦٩ع خميس رات عشاء نماز ڪانپوءِ دورو پيو ۽ فوت ٿي ويا. پنهن جي مدرسه جرار پهوڙ جي پر ۾ مدفون آهن. سندن جانشين مولانا محمد عالم آهن. خليفه صاحب شادي ڪئي هئي ان مان هڪ پٽ به ٿيو هو. اهليه ۽ پٽ جرار پهوڙ جي ابتدائي ڏينهن ۾ فوت ٿي ويا. وري ٻي شادي نه ڪيائون. (مولانا غلام قادر شڪارپور)

حضرت خليفه رحه اخير عمر ۾ اکين جو آپريشن ڊاڪٽر نثار احمد پٺاڻ کان مير صبح صادق خان جي تعاون سان ڪرايو هو ۽ آپريشن کان پوءِ ڪافي ڏينهن مير صاحب جي جاءِ تي رهيا هئا. حضرت هاليجوي رحه جي اثر صحبت سان ميرصاحب ۾ ديني ۽ علمي ذوق ۽ علماء ۽ مدارس جي خدمت جو جذبو پيدا ٿيو. حضرت جن علماء کي وصيت به ڪري ويا هئا ته هي هڪ وڏيرو هٿ آيو اٿو ان کي پڃائي نه ڪجو. ان ڪري سمجهدار ۽ مخلص علماء مير صاحب جو گهڻو خيال رکندا هئا ۽ ميرصاحب سان گهرا تعلقات رکيائون ۽ انجي علمي ۽ ديني ذوق جو قدر ڪيائون. خليفه مرحوم ۾ سياسي حالات جو چڱو شعور هو. پاڻ ون يونٽ ڪانپوءِ وعظ ۾ فرمائيندا هئا ته پنجاب ڪان هي ياجوج ماجوج نڪتا آهن خدا پناه ۾ رکي. فرمائيندا هئا ته هي بالڪل صحيح آهي ته پنجابي هڪ ته پاڻين ڏون جي هوون ڏون ته هي جهڳو هي تون. سندن رسالو البراهين علي ترتيب خلافة الخلفاء الراشدين علمي مجلس سنڌ وارن ١٩٧٦ع ۾ ڇپرايو هو. (عبدالوهاب چاچڙ)

## مولانا محسن شاه

وڏااصل اچ شريف ڪان آيل آهن. شاه جلال سرخ پوش جي خاندان مان آهي. سندن وڏا اچ کي ڇڏي بلوچستان ۾ ملڙي جي پاسي اچي رهيا اتي ان جي اجداد

جون قبرون ۽ موجود آهن. سيد عظمت شاه جي مـــزار ۽ خانقاه مشهور آهي. مولانا جو والد سيد محمود شاه پراڻي نصيرآباد آيو جيڪو ان وقت قلات جي نيابت هو. هاڻي نصيرآباد پاڻ ڦٽي ويو آهي ۽ ان جي جاءِ تي جهٽ پٽ آباد ٿيو آهي. نصيرآباد ۾ سيد محمود شاه جي مزار آهي. سيد محمود شاه کي ٻه پٽ هئا سيد مولوي عبدالنبي شاه ۽ سيد مولوي محسن شاه. سيد محسن شاه ننڍو هو ته سندن والد فوت ٿي ويو. والد جي وفات بعد ڪجهه وقت پنهنجي وڏي ڀاءُ وٽ رهيو. پر طالب علمي جي شوق ۾ گهران نڪتا ۽ پنجاب جي مختلف مدرسن ۾ تعليم حاصل ڪندا رهيا. جــتي ۽ ڪنهن فن جو ماهر عالم معلوم ٿيندو هو اتي وڃي پهچندا هئا. مولوين جي وسطي ۾ پڙهيا غالباً مولوي عبدالرزاق نالي عالم وٽ پڙهيا. راولپنڊي ڀاسي گولڙه شريف ۾ پير مهر علي شاه جي مدرسه ۾ به پڙهيا. آخري طرح سهارنپور ويا اتي ئي دستاربند ٿي واپس آيا. ١۴ سال سانده علم حاصل ڪيائون انهيءَ سڄي عرصي ۾ گهر نه موٽيا هئا. طالب علمي جي دور ۾ جتي به ويندا هئا شاه سنڌي سان مشهور ٿــي ويندا هئا. فرمائيندا هئا پنجاب جي هڪ مدرسه ۾ داخل ٿيم اتي ماني جي ڏاڍي تڪليف هئي ۽ ٽي ڪيا حصي ۾ ايندا هئا. ڳوٺ جي زميندار زمين جو هڪ نمبر مدرسه جــي حوالي ڪيو هو ان ۾ چڻان هئا. جڏهن بک تنگ ڪندي هئي ته ان نمبر ۾ وڃي ڦونڊيون کائــي گذارو ڪندا هئاسين.

موٽي آيا ته سندن ڀاءُ ڍکهي (بلوچستان) ۾ سڪونت پذير هو اتي رهي ڪجهه وقت درس ڏنائون. ميان جي ڳوٺ ۾ به سادات سيد شاهنواز شاه ۽ سيد نور محمد شاه رهندا هئا جن جو تعلق حافظ محمد صديق رح، ڀرچونڊي شريف وارن سان هو. انهيءَ جا مريد هئا. سيد نور محمد شاه جي پٽ سيد قطب شاه جي نياڻي ســان مولانا محسن شاه شادي ڪئي. ان زماني ۾ ميان جي ڳوٺ ۾ مياڻن جو مدرسو هو جنهن ۾ پنجاب جو هڪ عالم پڙهائيندو هو. ميان جي ڳوٺ ۾ پن قسمن جا مياڻا آهن هڪڙا پهنيار آهن ۽ ٻيا مهر. مدرسو پهنيارن جو هو. ان وقت مدرسي جو متولي ميان آدم هــو. مولانا محسن شاه جي تدريس ٿوري وقت ۾ مشهور ٿي وئي. ميان آدم مولانا کــي پنهنجي مدرسي لاءِ اصرار ڪيو. مولانا جن جو به ميان جي ڳوٺ سان رشتيداري جو تعلق ٿي چڪو هو ان ڪري مولانا جن ان مدرسه ۾ اچي رهيا. اهو مدرسه مياڻن واري جامع مسجد وٽ هو. ان وقت سندن عمر ٣٦ ورهيه، ڪن هئي ۽ سال ١٩-١٩٢٠ع هو. مولانا

جن جي ولادت اٺويهين صدي جي نائين ڏهي ۾ ٿي آهي. ڪجهه وقت مدرسه ۾ رهيا پر پوءِ پنهنجي جاءِ، مدرسو ۽ مسجد ٺهرايائون. سندن مسجد واري جاءِ تي حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊي رح نماز پڙهي هئي ان زماني ۾ اتي واريءَ جا دڙا هئا پوءِ فرمايائون ڳوٺ ۾ سيدن جا پڻ گهر هئا آهن اميد آهي ته هتي علمي چهچٽو ٿيندو. جڏهن پنهنجي مدرسه ۽ مسجد ۾ آيا ته طالب علم ڪي هن مدرسه ۾ رهندا هئا ۽ ڪي جامع مسجد ۾ پر تعليم مولانا کان وٺندا هئا ۽ جامع مسجد واري مدرسه ۾ حفظالقرآن جو استاد رهندو هو ان حد تائين اهو مدرسو هن وقت به قائم آهي. مولانا وارو مدرسو هن وقت ڦٽي چڪو آهي. مولانا جن حديث، تفسير، منطق ۽ خاص طرح نحو ۾مشهور هئا. فقه ۾ به چڱي مهارت هين. ذبح فوق العقده بابت همايوني مولوين سان مناظرو ڪيو هئائون انهيءَ زبردست مناظريجي هڪ نشست ١٧-٨-١٣٣٩ھ همايون ۾ ۽ ٻي ڳوٺ ميرو خان ڪوسه ۾ ٿي. تمام گهڻا علماء گڏ ٿيا. مولانا خوش محمد ميروخاني خاص طرح مولانا محسن شاه جو ان ۾ معاون هو. حضرت مولانا مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رح جي واضح جـواز واري فتويٰ سان معامـلو ختم ٿيو. ڳڙهي ياسين جـي مولوين غلط بياني تي مشتمل هڪ رسالو شايع ڪيو هو جنهن ۾ مناظري جـو غلط احوال ڇاپيائون. مولانا محسن شاه وارن صحيح احوال شايع ڪيو هو. پاڻ اڄان جامع مسجد ۾ رهندا هئا ڪابل ڏانهن هجرت جو دور هو. حضرت مولانا تاج محمود امروٽي رح هجرت جي فرضيت جا قائل هئا ۽ مولانا محسن شاه انجي استحباب جا قائل هئا. حضرت امروٽي علماء ساڻ ڪري مولانا وٽ آيا. مدرسه جي مٿين ڪمره ۾ خاص علماء اڪيلا ٿي مسئلہ تي بحث ڪيائون. مشهور ائين آهي ته حضرت امروٽي رح جن فرمايو مولانا محسن شاه جي ڳالهه صحيح آهي. مولانا جن وٽ ٻياندازاً ماڻهو پڙهيا. مون کي ياد آهي ته علامه دائودپوٽه جڏهن سنڌ جـي تعليمات جو ڊائريڪٽر ٿيو ۽ اهو پهريون مسلمان ڊائريڪٽر هو ته اهو ميان جي ڳوٺ ۾ والد رح جي مدرسه ۾ آيو مان ان وقت چڱا ڪتاب پڙهندو هوس. مان ڊاڪٽر صاحب کي عربي ۾ سپاسنامو پيش ڪيو ان سپاسنامه جو اصلاح ڪندي والد رح فرمايو ته سئو طالب علم مون وٽان دستار فضيلت ٻڌي چڪا آهن. سندن شاگردن مان ڪي هي آهن قاضي محمد بخش ڪهڙڪ، مولوي تاج محمد (خان قلات جو استاد)، مولوي عبدالرب شاه (مڪران)، مولانا اشرف شاه (پير پٺ ضلع ٺٽو)، مولوي الهداد (لوٽي لڪ سبي)، مولوي نور محمد ڪوسو، مولوي الهبخش

ناڙي وارو، مولوي عبدالحي مهاڻو (ميان جو ڳوٺ)، مولوي يار محمد ڀنيار جنهن مهائن جي جامع مسجد جي امامت ۽ قرآني تعليم سنڀالي. باقي جمعه ۽ عيد مولانا محسن شاه پاڻ پڙهائيندو هو.

وفات ۽ اولاد :- مولانا جن ١٩٥٠ع ڌاري فوت ٿي ويا. پٺيان ٻه پٽ سيد غوث علي شاه شان بخاري ۽ سيد شوڪت علي شاه ۽ ست نياڻيون ڇڏي ويا. شان بخاري پنهنجي والد وٽ دستاربندي ڪئي هئي ۽ ايل ايل بي پرائيويٽ تعليم سان ڪيائين. شان بخاري کي ٽي پٽ محسن شاه عرف ناصر علي شاه، اظهار علي شاه ۽ ارشد علي شاه ۽ ڇهه نياڻيون آهن جن مان ٽي وڏيون پرڻيل آهن ۽ ٽي ننڍيون آهن شوڪت علي شاه اي-ايف-سي آهي ان کي پنج پٽ ۽ چار نياڻيون آهن. (شان بخاري بن مولانا سيد محسن شاه).

چاچي مولوي محمد يوسف جو چوڻ آهي ته مولانا محسن شاه، حضرت مولانا نورالله چاچڙ ڪنڊوي جو شاگرد آهي. مولانا محسن شاه سهارنپور مان پڙهي آيو ان ڪري مٿس علماء ديوبند جو اثر هو. لواري واري فتني خلاف حضرت شيخ العرب و العجم شيخ الاسلام مدني رحه جيڪا فتويٰ جميعة العلماء جي اجلاس ۾ لکي هئي ان تي سنڌ ۽ هند جي عالمن جون صحيحون پيون ان تي ٻه مولانا محسن شاه ۽ سندس شاگرد مولانا اشرف شاه پير پڳائي صحيحون پاتيون. اها فتويٰ صحيحن سميت ڇپيل آهي.

مولانا در محمد ڏول ۽ مولوي شيخ شفيع الدين ٻه مولانا جي شاگردن مان آهن. مولانا جي مهر ۾ هيءَ عبارت هوندي هئي "خلق ايزد را محمد محسن است" سندن وفات تي مولوي محمد ابراهيم ياسيني تاريخ وفات بيان ڪئي آهي. تاريخ وفات سيدمحسن شاه ٢٥ صفر ١٣٦٩ھ

گفت بهر سال و صالش هاشمي صاحب جمال    سيد محسن علي در سايهٔ رحمان رسيد

# حضرت مولانا محمد صالح شيخ

مولانا هندو مذهب کان مسلمان ٿيو. سندن بيان آهي ته "آءٌ اسڪول ۾ لکي قرآن شريف جو ترجمو پڙهندو هيس ۽ جهنم جي ڏڪن کان متاثر ٿيندو رهندو هيس خفيه مسلمان ٿيس پوءِ جڏهن بلوغ ۾ آيس ۽ مون جي ساول هئي ته حضرت تاج الاولياء

مولانا سيد تاج محمود امروٽي جي هٿ تي ڪليل مسلمان ٿيس. مائٽن صغير هجڻ جو ڪيس ڪيو مگر سيشن جج سکر انهن کي ٺڪرائي ڇڏيو ته هي ڪبير آهي. ڪجهه وقت حضرت امروٽي رح جي خدمت ۾ رهيس پوءِ خيال ٿيم ته علم کان سواءِ رهڻ ٺيڪ نه آهي پوءِ حضرت امروٽي رح جي مشوره سان مدرسه عربيه سومراٽي شريف وڃي رهيس ۽ درس نظامي پورو ڪيم". سندن طبيعت تي ملڪيت جو غلبو هيو مجالس ۾ اڪثر ويهڻ پسند نه ڪندا هئا فقه سان خاص دلچسپي رکندا هئا. مسئلي پڇائڻ ۾ ڪتاب ڏسڻ جي ضرورت نه هوندي هين. ابتدائي دور ۾ تعليم جو ڪم ڪندا هيا. سندن شاگردن مان حضرت مولانا خليفه احمدالدين به هئا. خليفه صاحب رح جن فرمائيندا هئا ته حضرت مستجاب الدعوات هئا. پاڻ وفات جي وقت پڇايائون ته حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽي رح جي خدمت ۾ سومراٽي کان پنڌ ايندو ويندو هيس پاڻ به آنا مونکي خرچ لاءِ ڏيندا هئا جنهن مان ڪاغذ يا مس قلم وغيره وٺندو هيس ۽ فرمائيندا هئا ته جڏهن ڪا گهرج ٿئي ته اسان کي چوندو ڪر. هڪڙي دفعي لڏا ڪونه هئا خط لکيم پاڻ به روپيا موڪليائون جن مان چولو سٿڻ وغيره ڏاهيم. جڏهن امروٽ شريف آيم ته پاڻ فرمايائون ته پٽ محمد صالح جيڪو تون مون کي خط لکيو اهو منهنجي سيني ۾ تير هيو پنهنجي رب کان نه پيو گهرين؟

مون عرض ڪيو ته آئينده توبه آهي اوهان پاڻ فرمايو هو تنهن موجب مان لکيو پوءِ فرمايائون پٽ اهي لڏا لاهي ڪنهن ڪـي ڏي ۽ هي لڏا پاءِ. اهي لڏا پنهنجي گهران موڪليائون ۽ چيائون ته هي پاءِ. مولانا فرمائيندا هئا ته پانهون جهڙو پنهنجي رب ۾ گمان رکندو آهي رب سائون انهيءَ سان اهڙو هلندو آهي مونکي رب پاڪ ۾ اميد آهي ته مونکي بخشيندو ڇوته هو غفور آهي ۽ ڪجهه اسباب به اهڙا آهن مان الله تعاليٰ جي فرائض بجا آڻڻ ۾ هميشه ڪوشش ڪئي آهي ڪنهن جابر زميندار سان سنگت نه رکي آهي ڪنهن مسئلي ۾ طرفداري نه ڪئي آهي انهيءَ ڪري به منهنجو گمان الله تعاليٰ ۾ آهي ته مون کي بخشيندو. آخر وقت ۾ ٣ سال بيمار رهيا. آخري ڏهه مهينا دستن جي مرض ۾ گذريا ۽ انهيءَ نازڪ حالت ۾ به ڪائي نماز قضا نه ٿي وصيت فرمايائون ته منهنجي مٿان ٻن سالن جا روزا آهن فديو ادا ڪري ڏجو غالباً ٽي يا چار نمازون موت جي غشي جي حالت ۾ قضا ٿي ويون جن جو به فديو ڏنو ويو.

ولادت:- سندن آبائي ڳوٺ لين ڏاهو (موجوده حسين آباد) خيرپور ميرس هيو جيڪو

خيرپور کان تقريباً ڇهن ميلن جي مفاصلي تي آهي.

تعليم:- ١٩٠١ع ۾ پرائمري تعليم اسڪول لين ڏاهو حسين آباد ۾ پڙهڻ شروع ڪيائون ١٩٠٥ع ۾ ماستر محمد اسماعيل مرحوم ڀرپالي واري جي معرفت اسلامي ڪتابن جو مطالعو شروع ڪيائين. اهو ماستر صاحب حضرت امروٽي رح جو خاص مريد هو ان سان گڏ حضرت امروٽي رح جو سنڌي ترجمو قرآن شريف به خفيه پڙهندو هو. ١٩٠٧ ۾ هندو رواج موجب شادي ڪرائي وئي تنهن بعد ماستر محمد اسماعيل مرحوم جي ذريعي حضرت امروٽي رح جي خدمت ۾ اچي مسلمان ٿيا تنهن بعد سکر سيشن جج وٽ ١٩٠٨ع ۾ سندن اقرباء صغير هجڻ جو ڪيس داخل ڪيو تنهن تي جج اها دعوي ڊڪرائي ڪيس ڪيهر قرار ڏنو انهيءَ ڪشمڪش جي خلاصي بعد پاڻ امروٽ شريف کي پنهنجو اصلي گهر قرار ڏيئي قرآن شريف پڙهيا ۽ تعليم لاءِ سومراڻي ويا. مولانا عبدالحڪيم سومرو سان گڏ پڙهيا.

دارالرشاد پير جهنڊه ۾ مولانا سنڌي وٽ تفسير پڙهنا. ان وقت مولانا احمد علي لاهوري به پڙهندو هو ۽ امين سان مشهور هو. طالب پنهنجون شيون پيسا وغيره ان وٽ رکندا هئا.

پاڻ پهريون امروٽ شريف ۾ قرآن مجيد پڙهائيندا هئا. ان کانپوءِ محمدپور اڏي ۾ پڙهايائون ۽ پوءِ ڪوٽ ڏينپور تعلقه شڪارپور ۾ آيا ۽ آخر عمر تائين اتي رهيا. سندن شاگرد بيشمار آهن جيئن ته حضرت خليفه احمد دين رح، مولوي قادر بخش ڪوسو (ڪوٽ خان محمد ڪوسو لڳ ٻيڪاري)، مولوي محمد عالم وڪرو، مولوي الحاج محمد عمر، مولوي عبدالوهاب، مولوي شان محمد، مولوي نظام الدين، مولانا خليفه عبدالڪريم اهي پنج ئي اروهي ڏينپور جا آهن، مولانا عبدالڪريم ڪهاڙو، مولوي محمد عظيم ميمڻ، مولوي محمد عالم، آخوند عبيدالله ڪوري، مولانا عبدالڪريم پٺاڻ اهي چارئي شڪارپوري آهن، مولوي عبدالڪريم لڳ سلطانڪوٽ ۽ مولوي نبي بخش (نئون شاخ تعلقه رتوديرو).

سفر هند:- ٿهاڻه ڀون ۾ حضرت مولانا ٿانوي کين ٣ راتيون اصرار ڪري رهايو. دارالعلوم ديوبند ۾ حضرت مولانا سيد حسين احمد مدني رح سان ملاقات ڪئي.

هجرت:- حضرت امروٽي رح واري تحريڪ هجرت ۾ ڏينپور جا مکيه ماڻهو سڀ هجرت ڪري افغانستان ويا هئا مولانا جن به هجرت ڪري هليا ويا هئا اتي کين

نهائي ۾ چائي هئي جا اتي ئي فوت ٿي وئي.

شادي :- بروهي قوم جي هڪ يتيم ڇوڪري سان شادي ڪيائون.

اولاد :- ٽي پٽ مولانا عبدالله، مولانا عبدالرحمان، قاري مولوي حافظ محمد حسن ۽ نهائيون جن مان هڪ افغانستان ۾ فوت ٿي وئي. حافظ محمد حسن ۾ فوت ٿي ويو آهي ان کي هڪ پٽ محمد طيب آهي.

مولانا عبدالله نور محمد شجراه ۾ پڙهيا ۽ اتي ئي فارغ ٿيا. کين چار پٽ حافظ عبدالسلام، مولوي عبدالباري، عبدالشڪور، احمد حسن ۽ ٽي نيائيون آهن.

مولوي عبدالرحمان کي چار پٽ ۽ پنج نيائيون آهن. ياد رهي ته مولانا محمد صالح کي هندڪي زماني ۾ هڪ پار ٿيو هو ۽ اهو ننڍپڻ ۾ فوت ٿي ويو. (مولوي عبدالباري بن مولوي عبدالله بن مولانا محمد صالح شيخ)

# حضرت مولانا عبدالله (يعقوب) سومراڻي وارا

سومراڻي شريف کي علم و فيضان جو چشمو بنائڻ واري خاندان جو تعلق مهرن جي ڏيراج پاڙي سان آهي. اهي اصل ولهار (رياست بهاولپور) جا هئا. ولهار ۾ انهي خاندان جي مسجد ۽ لهيل آهي. انهيءَ خاندان جو وڏو محمد حيات مال سانگي اتان لڏي اچي سومراڻي (لڳ رستم) ويٺو. مولانا عبدالقيوم بن مولانا عبدالستار بن ملا حامد بن اسماعيل جو چوڻ هو ته اسان محمد حيات جي ستين پيڙهي آهيون. انهيءَ خاندان جي علمي شهرت مولانا محمد يعقوب کان شروع ٿي اگرچه سندس والد ملا حامد به عالم ٿيو معلوم ٿئي ٿو ته مدرسه ڪنزالعلوم سومراڻي جي مخطوطات ۾ شرح تهذيب لعبدالله يزدي جو مبسوط حاشيه زبدة المنطق تصنيف علامه مير نجم الدين رضوي ملا حامد بن اسماعيل پنهنجي هٿن سان لکي عيد اضحيٰ جي نماز کانپوءِ سن ١١٦٩ھ ۾ لکي پورو ڪيو انهيءَ ڪتبخاني ۾ تمام گهڻا مخطوطات آهن. حضرت مخدوم جعفر بوبڪاني جو ڪتاب ارشادالصادقين موجود آهي جيڪو ١٣٠ صفحا آهي. مولانا روح الله بن بابوجي بن موسيٰ سنڌي جي ڪتابت سان صفر ١٠٣٥ھ جو لکيل غاية التحقيق شرح ڪافيه ۾ موجود آهي. سيد موسيٰ شاه گهوڙڪي واري جو رسالو پنهنجي خاندان جي ذڪر تي مشتمل ۾ اتي آهي.

مولانا محمد يعقوب جي ولادت جو سن معلوم نہ ٿي سگھيو البت مشهور آهي تہ پاڻ هڪ سئو ويهہ ورهيہ عمر پائي ١٣٣٠ھ ڌاران پوءِ فوت ٿيا. ان حساب سان تيرهين صدي جي پهرين ڏهاڪي ۾ سندن تولد ٿيو هوندو. مولانا جن سمورو علم همايون ۾ مولانا محمد يعقوب وٽ حاصل ڪيو. جوندا آهن تہ مدرسي ۾ ڪاڏي جي ڏاڍي تڪليف هوندي هئي ايتري قدر جو ٻڪٽيءَ ۾ پٽ ملندو هو ۽ سندن ننڍو ڀاءُ مولانا عبدالستار بہ گڏ هو. مولانا ان ڪي پنهنجو حصو پٽ جو بہ ڏيندا هئا جيئن ننڍڙو ڀاءُ بکٽي نہ هجي پر عبدالستار رهي نہ سگھيو گهر موٽي آيو. مولانا يعقوب جو چوڻ هو تہ ٽن چئن ڏينهن ڪانپوءِ ڪاڪوس ايندو هو جيڪو پڪريءَ جي ڦينگڻين وانگر هوندو هو حضرت خليفہ محمد يعقوب استاد سان هرنام هو تنهنڪري شاگردن مولوي صاحب جو نالو عبدالله رکيو ۽ پوءِ ان نالي سان مشهور ٿي ويو. پڇاڙي تائين مولانا پاڻ کي عبدالله چوائيندو هو. سندس پٽ مولانا عبدالله عبدالغفور جي ڪتابت ڪري آخر ۾ لکيو آهي "تمام شد حاشيہ عبدالغفور تابحث موضوعات بوقت اشراق روز عيدضحيٰ تاريخ دوئم ١٣٠٩ھ از دست آسي پر معاصي عبدالله بن فياض الزمان وحيد الاوان حضرتنا و استاذنا مـولانا عبدالله بن ملا حامد سڪنہ قريہ سومراٽي. مولانا عبدالله جي مٿان لکيل آهي "اسم شريف اصلي مولوي محمد يعقوب". مولانا همايوني وٽان ٤ شاگرد گڏ فارغ ٿيا. مولاناعبدالله مولانا نور محمد شهدادڪوٽي، مولانا عبدالرحمان سکري ۽ مولانا عبدالقادر انڙ پنهواري وارو. اڳي دستور هوندو هو تہ دستار فضيلت ٻڌڻ مهل استاد پنهنجي شاگردکي چوندو هو تہ هن وقت تنهنجي لاءِ هڪ دعا ضرور قبول ٿيندي پڇاءِ تہ تنهنجي لاءِ ڪهڙي دعا گهرون. مولانا عبدالله چيو سائين اسان جي خاندان ۾ علم ۽ مدرسہ جو شوق باقي رهي جيئن مدرسي کي هلائيندا اچن. مولانا نور محمد چيو اسان جي فتويٰ جي شهرت چوڌاري وڃي. مولانا عبدالرحمان چيو الله تعاليٰ حق گوئي جي توفيق ڏئي ۽ مولانا عبدالقادر چيو عمليات ۾ مهارت ٿئي. خدا جي مهرباني سان سڀني جي حق ۾ دعا قبول ٿي. مولانا عبدالله طالبن کـي هڪ سبق پڙهائيندا هئا. جڏهن سندن فرزند مولانا عبدالقادر بہ سبق شروع ڪرايا تہ ان کي چوندو هو ابا! بہ سبقن پڙهڻ وارن طالبن کي ڇا حاصل ٿيندو. مولانا جي وفات ١٣٣٠ھ ڌاران چند سال پوءِ ٿـي. مولانا جن آخير عمر ۾ پيرسني سبب ڪونہ پڙهائيندا هئا ۽ تعليم سندن لائق ۽ فائق پٽن جي حوالي هئي.

مولانا جا شاگرد:- (۱) سندن ننڍو ڀاءُ مولانا عبدالستار، سندن ٻه فرزند (۲) مولانا عبدالقادر ۽ (۳) مولانا عبدالله (۴) مولانا عبدالغفور همايوني. مولانا محمديعقوب همايوني جي وفات کانپوءِ مولانا عبدالله همايون ۾ رهي مولانا عبدالغفور کي پڙهايو. مولوي عبدالباقي مرحوم ان جي تصديق ڪندو هو. مشهور آهي ته هڪ ڀيري مولانا عبدالغفور شڪارپور آيو. مولانا عبدالله رحه استاد زاده سان ملڻ لاءِ ويو. مولانا عبدالله نهايت ساده هوندو هو. خليفن مولانا کي ملڻ لاءِ نه ڇڏيو پوءِ افسوس ڪندي فرمايائون مولوي صاحب کي اسان پڙهايو پر ان کي اها جهنڊ ته اسان ڪونه سڃاڻي ٿو هڪ ڀيري مولانا عبدالله همايون ويا. مولانا عبدالغفور صحيح بخاري ويٺــي پڙهائي. مولانا عبدالله چيس هي لفظ ڇاپي جي غلطي سبب اچي ويو آهي. اصل عبارت ائين نه آهي. مختلف ڇاپن وارا ڪتاب ڏٺا ويا سڀني ۾ ساڳيو لفظ هو. مولانا همايونـي چيو استاد سائين اوهان هاڻي پوڙها ٿي ويا آهيو. مولانا کي ان جو سخت صدمو ٿيو. مولانا جي موٽي اچڻ کان پوءِ مولانا همايوني هڪ قديم قلمي نسخي کــي ڏٺو ته واقعي مولانا عبدالله جي ڳالهه صحيح هئي. مولانا همايوني کي سڄي زندگي پنهنجي استاد کي چيل انهيءَ نازيبا لفظ جو افسوس هو ۽ معافي جو هڪ خط به لکيو هئائين (۵) مولوي صوبدار خان ڏاريجو عادلپوري. چوندا آهن ته اهو مختارڪار هو. سومراڻي وٽان لنگهه مدرسي ۾ تعليم ڏسي اتي ئي نوڪري کان استعفا ڏيئي اتي رهي پيو ۽ فارغ التحصيل ٿيو. ان جي ڪتابت سان ڪيترا ڪتاب موجود آهن. هڪ ڪتاب ۱۲۷۴ھ ۾ لکيو ائائين. هڪ هنڌ پنهنجي چشتي سلسلي جو بيان ڪندي آخر ۾ لکي ٿو ”الاهي بحرمة شيخ المشائخ قطب السالڪين غياث العاشقين المتخلق باخلاق الله المتصف باوصاف الله فاني في الله قاضي في خلق الله حضرت شيخ محمد عاقل رضي الله عنه الاهي بحرمت و ڪرامت و غربت خاڪراه درد مندان فقير خدا بخش عاقبت برادر شان صوبدار بخير گردان“ اهو قاضي محمدعاقل سنڌي ڪوٽمٺڻ وارو چشتي بزرگ ۽ خواجه غلام فريد جو پڙڏاڏو هو. ان جي وفات ۱۲۲۹ھ ۾ ٿي (۶) مولانا محمد حسن جتوئي اهــو ست سال مدينه منوره ۾ رهيو ۽ مدني سان مشهور ٿيو (۷) مولانا عطاءالله ناڙي واله (۸) مولاناعبدالله ناڙيواله (۹) مولانا غلام عمر سوني جتوئي وارو (۱۰) سيد تاج محمود امروٽي (۱۱) مولانا محمد عمر ناڙي واله (۱۲) مولانا نظر محمد ڪوسو محبت پور وارو (۱۳) مولوي قائم الدين نزد لکي

(١٤) مولوي محمد هاشم ڳڙهي ياسيني (١٥) مولوي نبي بخش (ڀورڙي) (١٦) مولانا عبدالوارث ڪوسو ناڙي وارو (١٧) ميان عبدالله پرچونڊي وارو ۽ ٻيا.

ٻائر ۽ اولاد :- ملا حامد بن اسماعيل کي ۴ پٽ هئا مولانا محمد يعقوب عرف عبدالله- محمد ايوب- محمد دائود- مولانا عبدالستار. محمد ايوب کي چار پٽ هئا عبدالحق، عبدالخالق، عبدالڪريم ۽ حامد جيڪو ننڍي هوندي مري ويو. عبدالحق کي ٻه پٽ ٿيا عبيدالله، نور محمد ۽ عبدالرحمان. عبدالخالق کي عبدالحڪيم ۽ ان کي ملا حامد نالي پٽ ٿيو. عبدالڪريم کي پٽ ايوب ۽ نياڻي ٿي. محمد دائود کي هڪ نياڻي ٿي جيڪا مولانا عبدالقيوم بن مولانا عبدالستار جي ڀرين گهر واري ٿي. مولانا عبدالستار ۽ ان جي اولاد جو ذڪر مستقل ڏنو ويندو. مولانا محمد يعقوب کي ٻه پٽ مولانا عبدالقادر ۽ مولانا عبدالله ۽ هڪ نياڻي هئي. (مولانا محمد يعقوب بن مولانا عبدالحي بن مولانا عبدالله بن مولانا يعقوب)

مولوي در محمد خاڪ الرحيم جي مشاهير نمبر ۾ مولانا عبدالله ۽ مولانا عبدالستار کي مولانا نور محمد شهدادڪوٽي جو شاگرد لکيو آهي. سومراٽي جي خانداني روايتن ۽ مولانا وفائي جي تذڪره مشاهير سنڌ جي روايت موجب مولانا نور محمد آخري طرح دستاربندي مولانا محمد يعقوب همايوني وٽ ڪئي آهي ٻاڪ مولانا عبدالله وارن سان گڏ فارغ ٿيو آهي تنهنڪري خاڪ صاحب جو بيان صحيح نظر نٿو اچي. (عبدالوهاب چاچڙ)

## مولانا عبدالقادر سومراٽي شريف

مولانا جي ولادت ڪڏهن ٿي؟ معلوم نه آهي. مولانا سمورو علم پنهنجي والد ماجد وٽ پڙهيا ۽ پنهنجي مدرسي ۾ مدرس ٿيا. سندن والد ماجد پوڙهو ٿيو ته مدرسه جو سمورو ذمو مولانا تي آيو. ان جي زماني ۾ مدرسي وڏيڪ شهرت ورتي. ڪاڏي ٻيتي جي تڪليف هوندي ته وڏي محنت سان تعليم ڏنائون. سندن ڪنيت ابو محمدحسن هئي. حسن ننڍي هوندي ئي فوت ٿي ويو. اهو نسالو حضرت امروٽي جي ارزند جي نالي سان مطابقت لاءِ رکيو هئائون. سندن روحاني تعلق حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊي واري سان هو. جڏهن حضرت امروٽي رحہ خلافت ولي آيا ته مولاناجن حضرت حافظ رحہ کان اجازت ورتي ته مولانا امروٽي سان تعلق رکان جو ڪوٽ جي ويجهو نه

آهي، پوءِ حضرت امروٽي رحہ سان بيعت ڪيائون، چوندا آهن تہ مولانا جن حضرت امروٽي جا پهريان خليفہ آهن. مولانا جي شاگرد رشيد مولانا محمد موسيٰ آرائين واري چيو "جڏهن مان ۱۲۹۸ھ ۾ آيم تہ مولانا عبدالقادر پڙهائيندا هئا. صاحبدل مخلص عالم فاضل صاحب ڪرامات تارڪ الدنيا حضرت امروٽي جو خليفو هو" سندن شاگردن جو حلقو وسيع آهي. (۱) مولانا محمد صالح شيخ ديهووري (۲) مولانا عطاءالله انڙ پنوعاقل (۳) مولانا عبدالڪريم ڪورائي گهٽو وقت مولانا وٽ پڙهيو ۽ مولانا منطق ڪبريٰ نہ پڙهائيندا هئا جو طبيعت تي ان جو بوجھ ٿيندو هو. مولانا ڪورائي ڪبريٰ مولانا قمرالدين انڙ وٽ پڙهي وري آخري ڪتابن لاءِ مولانا عبدالقادر وٽ موٽي آيا ايڏي وڏي ذهين شاگرد کي بہ صرف ۽ سبق پڙهائيندا هئا (۴) مولانا محمد ڪامل سنهڙي وارو (۵) مولانا عبدالحڪيم سومرو شڪارپور ۾ (۶) ان جو پٽ مولانا رحيم بخش سومرو. مولانا عبدالحڪيم چوندو هو تہ شرح جامي پڙهندو هوس تہ مولانا وٽ آيس. مولانا جن فرمايو جيڪر شرح ماة ۾ هداية النحو پيهر پڙهہ. هداية النحو ۾ سڄو ملڪو پيدا ٿيو (۷) مولانا واصل محمد بروهي (۸) مولوي محمد موسيٰ پٽو (آرائين) (۹) مولوي محمد موسيٰ وارو (۱۰) مولوي محمد يوسف محمدا باغ (۱۱) مولوي عبدالغفور عمرڪوٽي (۱۲) ميان نظام الدين شاه امروٽي (۱۳) ميان عبدالرحمان بروهي (۱۴) مولانا عبدالغفور (حضرت هاليجوي رحہ جو چاچو). حضرت آقا هاليجوي رحہ فرمائيندا هئا تہ اسان جي طهر جي موقعي تي اسان جو چاچو مولوي عبدالغفور سومراٽي کان فارغ ٿي آيو. مولوي صاحب پنهنجي استادن کي دعوت ڪئي هئي سومراٽي جا ٽيئي بزرگ هاليجي آيا هئا (۱۵) مولوي عبدالله چڪ (۱۶) مولوي غلام رسول شاه چڪ (۱۷) مولوي محمد اسماعيل ميان جو ڳوٺ (۱۸) مولوي غلام رسول جتوئي (۱۹) مولوي گل محمد ميان جو ڳوٺ (۲۰) مولوي عبدالواحد سيٽار چڪ (۲۱) مولوي غلام رسول لکي (۲۲) مولوي عبدالرحيم لکي (۲۳) مولوي عبدالله پير شريف (۲۴) مولوي مير محمد پنجاب (۲۵) مولانا مير محمد نورنگي (۲۶) مولوي غلام يحيٰ بروهي خاراني (۲۷) مولانا نيڪ محمد بروهي خاراني ۲۸) مولوي عرض محمد بروهي خاراني (۲۹) مولوي عبدالغفور مهرآباد عامل (۳۰) مولوي محمد صادق پهوڙ (۳۱) مولوي عبدالله شيخ محمدا باغ (۳۲) مولانا محمود عمرڪوٽي (۳۳) مولانا عبدالله نـــاڙي (۳۴) مولانا غلام محمد ڪمال ديره (۳۶) مولوي عبدالرحيم ڪانوري ميان جو ڳوٺ.

وفات:- مولانا جن ١٣٣٠ھ ۾ عام وبا ۾ فوت ٿيا. مولانا محمد عثمان ڪوري ٽريچاڻي وارو چوندو هو مولانا جن خدا پاڪ کان دعا گهري هئي ته خدايا خلق تي آيل هي وبائي مصيبت هٽائڻ لاءِ منهنجو سر قبول پوي ته حاضر آهي. خدا جي قدرت رات جو مولانا وفات ڪري ويا ۽ ان ڪانپوءِ وبا ختم ٿي وئي. والله اعلم بالصواب.

اولاد:- پٽ ننڍي هوندي ئي فوت ٿي ويو باقي هڪ نياڻي هئي جيڪا مولانا عبدالقيوم جي گهر ۾ آئي. (مولانا محمد يعقوب)

حضرت استاد مولانا مظهرالدين فرمايو ته حضرت هاليجوي رحه مولانا عبدالقادرسومراٽي واري وٽ پڙهيا هئا. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا عبدالله سومراٽي

مولانا محمد يعقوب عرف مولانا عبدالله جا فرزند آهن. ان جي ولادت جو سن به معلوم نه ٿي سگهيو آهي. اهي بزرگ گمنامي کي پسند ڪندا هئا. ڪيئي ڪتاب نقل ڪيا اٿن پر آخر ۾ پنهنجو پورو نالو ۽ ڪتابت جو سن به نه لکيو اٿــن. اهو بزرگ به پنهنجي والد ماجد وٽ پڙهيو ۽ اتي ئي پڙهائيندو رهيو. جڏهن ١٣٢٠ھ ۾ مولانا عبدالستار فوت ٿيو ته مولانا عبدالله رستم واري مدرسي ۾ پڙهائڻ ويـو وري ١٣٣٠ھ ۾ مولانا عبدالقادر جـي وفات بعد سومراٽي واري مدرسي ۾ موٽـي آيا. مولانا عبدالله به پنهنجي ڀيڻ، چاچي ۽ وڏي پاءُ وانگر نهايت جيد ۽ ذهين عالم هو. حضرت هاليجوي رحه فرمائيندا هئا ته مان ۽ مولوي سنهڙو (مولانا محمد صادق) پڙهـڻ لاءِ نڪتاسين. رستم ۾ آياسين طالبن چيو قحط آهي ماني جـــي سخت تنگي آهي. اوهان رهي نه سگهندا. اسان سومراٽي جو ارادو ڪيو ته طالبن چيو اتي ته اڃان وڌيڪ تنگي آهي. اسان کي ابراهيم ڪوٽ جو ڏس ڏنائون اتي مولانا واصل محمد بروهي پڙهائيندو هو. اتي به ماني جـي تنگي هئي ويلي تي جيڪا ماني ملندي هئي اهي ٽڪر تري مس پريندا هئا پر قسمت سان ڪوٽ اچون ۽ والـده ڪڪڙ ۽ مکڻ ڪارائي ته اهـي انهن ٽڪرن جهڙو مزو نه ڏين. شرح جامي جو سبق پڙهندي منادئ جـي بحث ۾ قالوا ياالله ۾ اسان منجهي پياسين استاد به منجهي پيو. فرمايائون سومراٽي هلي استادن کان پڇنداسين. اسان اسـتاد سميت سومراٽي آياسين ته مولانا عبدالقادر سبـق پڙهائي

رهيا هئا. فرمايائون سبق پورو ڪري سمجهايان ٿو. ايتري ۾ مولانا عبدالله رستم واري مدرسي ڏانهن وڃڻ لاءِ نڪتا رستي ۾ استاد مولانا واصل محمد ڏچندي (جو مولانا ڏاڏا جلالي هئا) شرح جامي کولي اهو مقام پڇيو. مولانا جن اها عبارت ڳالهي ۽ پڙهندي هليا ويا وڏيڪ ڪجهه به نه چيائون. اسان جو ان عبارت کي ڏٺو ته ڪو مونجهارو ئي نه رهيو. دراصل ڇاپي ۾ غلطي هئي ۽ اها غلطي اڄ تائين هلندي پيئي اچي. مولانا جي هٿ جو لکيل عبدالغفور جنهن جو بيان اڳ ۾ ٿي آيو ان تي مولانا جا پنهنجا به ڪافي حاشيه لڳل آهن. مولانا جن حضرت امروٽي کي ڏاڏا پيارا هوندا هئا. مولانا صاحب حال بزرگ هئا. مولانا جن ۱۳۳۷ھ ۾ فوت ٿيا.

سندن شاگرد:- سندن شاگرد به تمام گهڻا هئا. سومرائي جي چوگرد پيلو هو. آبادي بالڪل ڪونه هئي. قحط جو زمانو هو ته به مدرسي ۾ ۶۰ کن مسافر طالب علم رهندا هئا. ڪي شاگرد هي هئا (۱) مولانا محمد پناه آباد ضلع جيڪب آباد (۲) مولانا در محمد ڊول ڳل (۳) مولانا محمد مراد بروهي نزد زتو ديرو (۴) مولانا جان محمد پيرزادو گوسڙجي (۵) مولانا عبيدالله انڊڙ هاليجي (۶) مولانا سنهڙو (محمد صادق) هاليجي.

اولاد:- مولانا کي هڪ پٽ مولانا عبدالحي ۽ ٻه نياڻيون هيون. (مولانا محمد يعقوب)

# مولانا عبدالحي سومراڻي

مولانا عبدالحي بن مولانا عبدالله سن ۱۳۳۱ھ ۾ متولد ٿيا. ننڍڙا هئا جو سندن والد فوت ٿي ويو. مولانا عبدالقيوم بن مولانا عبدالستار جيڪو رستم ۾ پڙهائيندو هو ان جي ڪفالت ۾ رهيا. مولانا عبدالقيوم رستم ۽ سومرائي جا پيئي مدرسا ۽ يتيم جي سنڀال ڪندو رهيو. ان جي تعليم لاءِ مولانا واصل محمد کي سومرائي ۾ رهايو. مولانا در محمد بروهي رتائي فارغ ٿيو ته مولانا محمد واصل جي جاءِ تي پنهنجي استاد زاده کي پڙهائيندو رهيو. تقريباً ۹ سال پڙهايائين. ان وقت به ڪاڏي جي تنگي هئي. مولانا عبدالحي ۱۳۴۹ھ ۾ فارغ ٿي پنهنجي وڏن جي جاءِ تي پڙهائڻ شروع ڪيائين. توڙي دائم المرض ۽ صاحب فراش هو ته به تعليم ڏاڍي شوق ۽ ذوق سان جاري رکيائين. پاڻ نهايت ذهين ۽ صالح هئا. حضرت هاليجوي رحه مونکي چيو اوهان جو والد نهايت

ذهين هو ۽ اوهان جي خاندان ۾ ذهانت موروثي آهي. مولانا عبدالقيوم سندن استاد ۽ هو ۽ سهرو ٻ. ان جي نگراني ۽ تربيت ۾ وڏو اثر ڏيکاريو. مولانا عبدالحي جي بيعت حضرت هاليجوي رحہ سان هئي. مولانا گرده جي درد ۾ ٢٥ سال عمر ۾ ١٣٥٦ھ ڌاري فوت ٿيو. حضرت هاليجوي رحہ سندس تعزيت تي آيا ۽ قبرستان ۾ کيس ختمو چوڻ ويا. موٽي اچي فرمايائون اسان جو جيڪو ذمو هو اهو اسان پورو ڪيو. سندس شاگردن مان ڪي هي آهن. (١) مولوي عبدالحق ڪوسو (٢) مولانا ثناءالله سنگھڙ (٣) حافظ سلطان محمود ٻروهي خاراني (٤) مولانا نهال‌الدين پيرَ (٥) مولانا در محمد ٻروهي خاراني. شاگردن جو ايترو ته مولانا سان تعلق هو جو مولوي ثناءالله جيڪو ان وقت پڙهندو هو ان دفن واري وقت بي‌اختيار دانهون ڪيون ته استاد جي جاءِ تي مونکي پوريو. استاد ڪي ڪيئن ٿا دفنايو؟

اولاد :- مولانا ڪي ٻه پٽ محمديعقوب ۽ مولوي عبدالقادر آهن. ٽيون پٽ عبدالله هو جيڪو ننڍي هوندي فوت ٿي ويو. (مولانا محمد يعقوب)

مولانا محمد يعقوب کي هڪ پٽ مولوي عبدالله ۽ ٻه نياڻيون آهن ۽ مولوي عبدالقادر کي هڪ پٽ مولوي عبدالحي ۽ هڪ نياڻي آهي. حضرت مولانا عبدالحي رحہ سٺو شاعر ۽ صاحب تصنيف هو. پڙهڻ واري زماني کان تصنيف ۽ شعر شروع ڪيو هئائين. اکر ۽ اهڙا ائين جهڙا موتيءَ جا داڻا. ڪتابت جو اهڙو انداز ائين جو ڇاپي ۽ خط جو فرق محسوس نہ ٿيندو. سندن ڪتابن جي مٿي ۾ گلڪاري ۽ سياهي ۽ سفيد عنوان. هيٺان هي لکيو ائين "در مطبع محمدي سومرالي شريف مطبوع شد" اگرچہ اتي ڪائي مطبع ڪونہ هئي ۽ نہ اهي ڪتاب طبع ٿيل آهن پر پڙهندڙ کي مغالطو ضرور ٿيندو.

تصنيف :- نحو جي مسائل تي هڪ مبسوط پارسي نظم ۾ ڪتاب لکيو ائين. مفعول مطلق تي پهتا آهن ۽ آخري پنا خالي رهيا پيا آهن. سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ عمر وفا نہ ڪرڻ سبب ڪتاب تڪميل تي نہ پهتو. (٢) نحو جي مسائل تي سندن پيو ٻہ منظوم پارسي رسالو آهي "عين النحو". ١٠ محرم ١٣٤٨ھ ۾ پورو ٿيو. (٣) ماة عامل منظوم جي طرز تي "صد عامل مع حل ترڪيب ڪامل" اهو ٻہ تقريباً ساڳيئي سال لکيو ويو ۽ اهو ٻہ منظوم آهي (٤) "مفيدالمطلبين في حل القوانين" اهو رسالو صرفي قوانين ۾ پارسي نظم آهي. اهو ١٣٤٧ھ ۾ لکيو ويو. (٥) فقه ۾ منظوم پارسي "نقدالحق"

ڪتاب الحج پورو ڪري ڪتاب النڪاح جو عنوان ٻه لکيو اٿس پر شايد عمر پوري نه ڪري. ڪتاب پورو نه ٿي سگهيو اهي سڀ رسالا سومرائي جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهن. (عبدالوهاب چاچڙ)

# حضرت مولانا عبدالستار رستمي

ملا حامد بن اسماعيل جو چوٿون نمبر پٽ مولانا عبدالستار ضرور تيرهين صدي جي ٽين ڏهاڪي ۾ ڄائو هوندو. مولانا عبدالستار همايون شريف ۾ ڪجهه وقت پڙهيو هو پر بک جي شدت سبب گهر موٽي آيو ۽ پنهنجي وڏي ڀاءُ مولانا عبدالله وٽ پڙهيو جڏهن اهو فارغ ٿي آيو. فراغت کانپوءِ مولانا عبدالستار رستم ۾ پنهنجو مدرسو کوليو ۽ ان مدرسي ڏاڍي ترقي ڪئي. مولانا عبدالستار ڪتاب به نقل ڪيا آهن علامه فناري جي يڪروزي مولانا عبدالستار ٢٤ شوال ١٢٧٨ھ ۾ لکي آهي ۽ توضيح ١٣١١ھ ۾ نقل ڪئي آهي ان جي آخر ۾ آهي "تمت ڪتاب التوضيح علي يدالمسڪين يوم الخميس وقت الضحيٰ لتاسع ذي الحجة المنخرط والمنسلڪ في سلڪ سنة احد عشر بعد الالف و ثلاث ماة ١٤ جون ١٨٩٤ء ببلدة رستم من مضافات السڪهر الشمال علىٰ عشرة اميال ڪاملة"

شاگرد:- (١) حضرت مولانا نظر محمد پنگ وارو (٢) مولانا قمرالدين انڙ (٣) مولانا عبدالوهاب ڪولاچي (٤) خليفه صاحبڏنو پنو ڪنڊڪوٽ (٥) مولوي قادر بخش صحبت پور (٦) مولوي نور محمد ڪوسو هيبت شهيد (٧) مولوي عبدالرئوف خانپور (٨) مولوي عبدالغفور خانپور.

وفات:- مولانا جن کي ٻڙري جو عارضو ٿيو. ملتان ويا علاج لاءِ اتي ئي ١٣٢٠ھ ۾ فوت ٿيا. مولانا سان سندس پٽ عبدالقيوم ۽ ڪي ٻر جا زميندار هئا. مولانا کي اتي امانت طور پيتي ۾ بند ڪري دفنائي آيا. جڏهن سومرائي موٽي آيا ته بزرگن فرمايو نقل مناسب نه آهي جتي فوت ٿيا اتي ئي مدفون هجن اهو ئي صحيح آهي.

اولاد:- هڪ پٽ مولانا عبدالقيوم ۽ هڪ نياڻي هئي. (مولانا محمد يعقوب)

مولانا عبدالستار لاءِ مهراڻ سوانح حيات نمبر ۽ الرحيم مشاهير نمبر ۾ لکيل آهي ته انهيءَ مولانا محمد يعقوب همايوني وٽان فراغت لڌي سندن پوٽي حافظ عبدالمجيد جي

۾ اهائي راھ آهي ۽ خاندان جي مکيہ عالم مولانا يعقوب جو خيال اهو آهي جيڪو گذري آيو. مولانا دين محمد وفائي ۾ مولانا محمد يعقوب جي شاگردن ۾ مولانا عبدالستار کي شمار نہ ڪيو آهي والله اعلم بالصواب. ڪروزي جي آخر ۾ مولانا پنهنجو نالو لکيو آهي. ان جي پڇڙ ۾ لکيل آهي "تاريخ وفات نامہ حضرت فياض زمان مولانا واولانا مولوي محمد عبدالستار رستمي ١٥ ماه ربيع الاول ١٣٢٠ه و تربت وي در قريہ ملتان شريف". سومراٽي شريف جي ڪتبخانہ ۾ قصيده بدءالامالي ١٢٠١ه جو لکيل آهي ۽ ان جو لکندڙ عبدالستار نالي ڪوئي عالم آهي. ٿي سگهي ٿو تہ انهيءَ خاندان ۾ ان نالي ٻيو بہ ڪو عالم گذريو هجي ۽ موجوده خاندان کي ان جو علم نہ هجي.
(عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا عبدالقيوم رستمي

مولانا عبدالقيوم ١٣٠٠ه ۾ پيدا ٿيا. ويهن ورهين جا هئا تہ سندن والد فوت ٿي ويو. ١٣٢٠ه کان ١٣٣٠ه تائين سومراٽي ۾ پڙهيا. اهو مولانا عبدالقادر جو دور هو. مولانا عبدالقادر جي وفات بعد مولانا عبدالله رستم کي چنڊي سومراٽي آيا ۽ مولانا عبدالقيوم رستم واري مدرسہ کي وڃي سنڀاليو ۽ اتي تعليم شروع ڪيائون تان تہ ٢محرم ١٣٨٠ه ۾ فوت ٿيا. سندن روحاني تعلق آغا محمد عمر جان چشم واري سان هو. مولانا همايوني سان بہ تعلق هو پر پوءِ حضرت امروٽي سان تعلق ٿين. حضرت هاليجوي رحہ سان بہ تعلق هين. خليفہ احمددين رحہ سان بہ گهاٽا تعلقات رهيا. ڪڏهن گڏبا هئا تہ ڪمره ۾ اڪيلا ٿي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪچهري ڪندا هئا. وفات کان پوءِ حضرت خليفہ صاحب جن ٿي ڏينهن سومراٽي ۾ اچي رهيا.

اولاد:- ٽي پٽ (١) مولوي عبدالستار اهو ۽ مولوي محمد يعقوب ١٣٧١ه ۾ سومراٽي ۾ مولانا محمد عثمان ڪوري ڏريچاٺوي وٽ فارغ ٿيا. مولوي عبدالستار رستم ۾ پڙهائيندو رهيو ۽ دير سان فوت ٿي ويو. (٢) حافظ عبدالمجيد (٣) سعيد احمد ۽ ٽي نياڻيون. مولانا عبدالستار جا ٻہ پٽ آهن فيض القيوم ۽ عبدالقيوم. حافظ عبدالمجيد کي ٽي پٽ عبدالحميد، عبدالحنان ۽ عبدالمنان ۽ ٻہ نياڻيون آهن. سعيد احمد کي ٽي پٽ آهن عبدالسميع، عبدالواسع ۽ عبدالصمد. (حافظ عبدالمجيد ۽ مولانا محمد يعقوب)

# مولانا محمد موسيٰ پنھور

مولانا محمد موسيٰ آرائين وارو تقريباً ١٢٨٢ھ ڌاري ڄائو هو ۽ چوندو هو ته مان ١٦ سالن جي عمر ۾ پڙهڻ شروع ڪيو ۽ ١٦ سال پڙهيم ۽ هي ٻه فرمائيندا هئا ته ١٢٩٨ھ ۾ سومرائي پڙهڻ لاءِ آيم ته مولانا عبدالقادر پڙهائيندا هئا. آرائين ڇڪ پاسي شهر هو جيڪو ١٩٤٢ع واري ليٽ ۾ برباد ٿي ويو ۽ هاڻي موجود ڪونهي. مولانا گهڻو وقت سومرائي ۾ پڙهيو. ڪجهه وقت ڪوٽ مٺڻ ۾ هليو ويو هو پر سڄت ٿي موٽي آيو. آخري ڪتاب مولاناعبدالله ٻنگل ديرائي وٽ پڙهي دستاربندي ڪيائين.مولانا نظر محمد پنگ وارو مولانا موسيٰ وٽ گهڻو آيو. مٽ ڪير جو پيتائين ۽ پٺي مٽ ۾ لسي وجهائي صبح جو اهو ڏهي جو مٽ سمورو پيتائين. مولانامحمدموسيٰ جي پٽ جي شادي تي مولانا عبدالله ٻنگل ديرائي آيو ۽ ٻيا علماءَ ٻه آيا هئا. قبي جامي جي هڪ مولوياڻڊ سوال ڪيو ته مبني جي آخر ۾ فرندي آهي ته ٻوءَ ماهي جـي زبر سڪون ۾ ڪيئن بدلجي وئي. سڀ چپ ٿي ويا. جڏهن اها ڳالهه مولانا ڪورائي کي ٻڌي ته فرمايائون مولوي ٻه چريا آهن. مبني جي آخر عاملن جي ڪري نه بدلبيَ آهي. ماهي ۾ تبديلي وقف جي ڪري آئي آهي نه عامل جي ڪري. مولانا جن هڪ جمع چڏي پٺي جمع تي سومرائي ايندا هئا. حضرت مولانا مظهرالدين ۽ ٻيا علماءَ ان وٽ پڙهيا. سندن وفات ١٣٧٩ھ ڌاري ٿي. (حضرت علامہ استاد مظهرالدين ۽ مولانا محمد يعقوب جي معلومات)

# مولانا جان محمد ٽماچاڻي وارو

مولوي جان محمد قريشي ولد مرحوم محمد چٽل ڳوٺ فراشن ۾ ٻهرين ذوالحج ١٣١١ھ ۾ تولد ٿيا. سندن حسب نسب حضرت ابوبڪر صديق رض ســان ٣١ پشت ۾ ملي ٿو.

حضرت جن جو وڏو ميان محمد صديق مڪ معظم ۾ رهندو هو ۽ ساري زندگي دين جي خدمت ۾ گذاريائون.

ميان محمد صديق دين جي خدمت خاطر پنهنجي محبوب وطن کي الوداع ڪري ٻاهرين ملڪن ڏي نڪتا. شهر شهر ۾ دين جي تبليغ ڪندا اچي ٻاگڙجيءَ جي شهر

۾ وارد ٿيا جتي مدرسو کولي دين جي خدمت ۾ لڳي ويا ڪجهه عرصي گذارڻ بعد کين الهام ٿيو ته فراشن ۾ مدرسو کوليو. هنن حڪم جي تعميل ڪري يڪدم اچي فراشن ۾ مدرسو کوليو. آخري زندگيءَ جا ڏينهن گذاري وڃي پنهنجي رب کي رسيا. سندن پوٽو محمد عثمان مسند افروز ٿيا. مخدوم محمد عثمان پنهنجي وقت جو اولياءالله ٿي گذريا آهن. هن صاحب جون ڪيتريون ڪرامتون آهن.

حضرت مولوي جان محمد مخدوم صاحب جي سترهين پشت مان آهن. مولوي صاحب جڏهن تولد ٿيو ته سندن ڏاڏو ميان محمد عاقل حج تي ويل هئا. اتي کين خواب ٿيو ته اوهان کي پوٽو ڄمندو جنهن جو نالو جان محمد رکجو جو هو دين جي خدمت خاطر پنهنجي جان وقف ڪندو. جڏهن ستن سالن جا ٿيا ته قرآن شريف ڏاڏي وٽ پڙهڻ شروع ڪيائون ۽ هن جي وفات بعد باقي رهيل گهر ۾ پڙهي پورو ڪيائون.

جڏهن پندرهن سالن جا ٿيا ته پنهنجي والده کان اجازت وٺي ديني علم سکڻ خاطر سوبراڻي (رستم) جي پرسان مولوي عبدالڪريم صاحب جن جي مدرسي ۾ داخل ٿيا. مولوي عبدالڪريم جي اجازت سان وڌيڪ علم حاصل ڪرڻ لاءِ روجهان محمود آباد ۽ مولوين جي وستي پنجاب ۾ به ديني علم سکڻ لاءِ ويا جنهن مدرسي لاءِ ٻڌندا هئا ته اتي پڙهائي سٺي ۽ وڏا عالم آهن ته يڪدم اوڏانهن تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويندا هئا.

ظاهري علم جي دستاربندي ۱۹۱۷ع ۾ حضرت مولانا قمرالدين انڙ وٽ ڪيائون ۽ فارغ ٿيڻ بعد ڳوٺ ۾ اچي مدرسو کوليائون.

چوندا آهن ڪڏهن به ويلا پاڻ نه کائيندا هئا مگر ڪڏهن به سوال نه ڪندا هئا چوندا هئا ته سوال ڪرڻ حرام آهي. ۵۰ کن شاگردن جو لٽو ڪپڙو کاڌ خوراڪ رب جي حوالي توڪل تي هوء مولوي صاحب کي پنهنجن وڏن جي زمين پنج جريب هئي ۽ اجان تائين آهي جا به غيرآباد هئي. مولوي صاحب جن هر جمعي ڏينهن نماز کان پوءِ اعلان ڪندا هئا ته جيڪي به اوهان چندو ڏيو ٿا تنهن جو حساب ڪتاب ڪنهن به وقت مقرر ٿيل شاگردن کان معلوم ڪري سگهو ٿا.

مولوي صاحب جن کي معلوم ٿيو ته تماچاڻي ڳوٺ جي اتر ۾ جهنگ آهي جنهن جهنگ ۾ ماڻهن جو عقيدو آهي ته ان جهنگ ۾ جن ڀوت ۽ اگرو پير آهي جيڪو ماڻهو ان جهنگ جي ويجهو ويندو يا اتان ڪا ڪاٺي ڪپيندو ته مٺو پيو هوندو. ماڻهن

۾ ان بابت وڏا وڏا گمان ۽ شڪ ۽ شبها هئا جنهن ڪري اوڏانهن ڪو به ڪونه ويندو هو.

انهيءَ شرڪ ۽ بدعقيدي جو رواج گهڻي عرصي کان چالو هو مولوي صاحب کي دل ۾ ڏاڍي تڙپ پيدا ٿي ته انهيءَ شرڪ جي پاڙ پٽي ڪڍجي آخر هڪ ڏينهن پڪو ارادو ڪري سهي سنهڙي ڳوٺ مان نڪتا ڳوٺ وارن تمام گهڻو سمجهايو منٿون ڪيون ته نه وڃو مگر باز نه آيا ۽ گمراه انسانن کي راه راست تـي آڻڻ لاءِ پڪو ارادو ڪري ڳوٺ کي الوداع ڪري تماچاڻي آيا. تماچاڻيءَ جي ڳوٺ وارن کي جڏهن مولوي صاحب جي اچڻ جي خبر پئي ته ڏاڍو خوش ٿيا ۽ ماڻهن جا ٽولا ٽولا ٿي اچي سندن آجيان مرحبا ڪئي ڳوٺ جو زميندار به خوشيءَ سان اچي مليو.

ماڻهن کي جڏهن مولوي صاحب جي ارادي جو احوال معلوم ٿيو ته زميندار ۽ ڳوٺ جي معزز ماڻهن مولوي صاحب کي عرض ڪيو ته قبلا اوهان انهيءَ جهنگ کي ڇڏي ڏيو نه ته نقصان پائيندا اسان اوهان کي انهيءَ جاءِ کان پٽي جاءِ انهيءَ ايراضي کان وڌيڪ ڏيون ٿا مدرسہ مسجد ۽ حجرا ٺاهي ڏيڻ لاءِ تيار آهيون ۽ طالبن جو خرچ ۽ اوهان جي پگهار وغيره اسان جي ذمي آهي اوهان ڪو خيال نه ڪريو مگر انهيءَ جهنگ جي ويجهو نه وڃو جو اتي اڳرو پير آهي جن پوت آهي مگر مولوي صاحب انڪار ڪيو ته انهيءَ جـاءِ تي مدرسو ٺهندو. نيٺ اهو جهنگ ڪپائي اتي مدرسو ٺاهيائون. ماڻهو حسرت سان ڏسندا رهـيا جهنگ ڪٽجي ويو مسجد ۽ مدرسو ٺهي ويو ڪاڏي ويو اڳرو پير ڪاڏي ويا جن پوت. رات ڏينهن انهيءَ جاءِ تي الله جو ذڪر جاري هو ۽ قرآن شريف جي پڙهڻ جا آواز اچي رهيا هئا طالب علم آرام سان رهڻ لڳا.

مدرسي ۾ تعليم زور شور سان جاري هئي حفظ قرآن شريف وارن لاءِ جدا حافظ قرآن مقرر هو. مولوي صاحب جن حڪمت جو ڪم به ڪندا هئا انهيءَ مان جيڪا ڪمائي ٿيندي هئي سا ساري مدرسي ۽ طالب علمن تي خرچ ڪندا هئا. ماڻهن کان مدرسہ لاءِ چندو نه گهرندا هئا.

مولوي صاحب جن کي روحاني ۽ باطني علم حاصل ڪرڻ لاءِ ڏاڍي دل ۾ تڙپ هوندي هئي جنهن ڪري مولوي صاحب جن حضرت مولوي عبداللطيف قاضي نقشبندي جي دست بيعت ڪئي جو بزرگ مينهڻ جي ڪاهي قمبر ڳوٺ جي لڳ رهندو هو.

١٩٥٧ء ۾ حج لاءِ ويندي بغداد پهتا اتي ۽ حضرت پيران پير رحه جي درگاه جي گادي نشين سيد يوسف شاه مولانا کي پاڻ وٽ رهايو ۽ قادري سلسلي جي خلافت جو خرقه عنايت ڪيو. ان ڪانپوءِ عام ماڻهن کي قادري طريقي جو ذڪر ڏسيندا هئا ۽ ڪن خاص ماڻهن کي نقشبندي طريقو ٻه ڏسيندا هئا.

وفات:- معدي جي سوڄ ۽ بخار جي ڪري مورخه ٢١ جماديالثاني ١٢٩٤ھ ذڪر ڪندي هي جهان ڇڏيائون. سندن وڏو پٽ حڪيم محمد دائود ۽ پوٽا قمرالدين ۽ حڪيم فيض محمد حڪمت جي ڪم ۾ لڳل آهن. (عبدالمالڪ قريشي روهڙي)

حضرت استاد مولانا مظهرالدين صرف ۽ نحو جا ابتدائي ڪتاب مولانا جان محمد وٽ پڙهيا. مولانا جان محمد صرف مولانا حافظ محمد ڪامل سنهڙي واري وٽ پڙهيو هو. (عبدالوهاب چاچڙ)

# حافظ مولانا محمد هاشم قاسمي

مولانا محمد هاشم قاسمي مرحوم جو جنم ١٨٨٩ء ۾ ڳوٺ قلپوٽو نزد ٻنگل ديرو تعلقه رتوديري ضلع لاڙڪاڻو ۾ ٿيو. سندن والد حاجي الله بخش حڪمت جو ڪم ڪندو هو ۽ آس پاس جي ڳوٺن جو معتبر ۽ معزز ماڻهو ليکيو ويندو هو.

مولانا صاحب جن پنهنجي ابتدائي تعليم پنهن جي ڳوٺ جي مسجد کان شروع ڪئي ۽ پنهن جي مامي ملا محمد عمر کان قرآن شريف حفظ ڪيو. ان کان بعد ٻنگل ديره ۾ مولانا عبدالله وٽ ۽ مولانا خوش محمد وٽ ميرو خان ۾ ۽ مولانا عبدالقادر پنهواري ۽ مولوي محمد قاسم ڳڙهي ياسين واري وٽ درس نظامي ختم ڪري اچي حضرت قبله مولانا تاج محمود امروٽي جي هٿ تي بيعت ڪئي ۽ ڪانئن حديث جي دوري لاءِ ديوبند وڃڻ جي اجازت گهريائين. بزرگن ڪيس چيو ته پٽ! هي وقت انگريزن جي خلاف جهاد ڪرڻ جو آهي- تون ٻه جهاد لاءِ تيار ٿي ۽ ماڻهن کي ٻه تيار ڪر- اهو هجرت جو دور هو. باقي اسان دعا ڪريون ٿا ته تون ديوبند جيڪي ڪجهه پڙهڻ وڃي ٿو اهو هتي تون پنهنجي کي پڙهائيندين.

بزرگن جي دعا صحيح ثابت ٿي جو ته اسحاق ديري تعلقي ڳڙهي ياسين جي مدرسه ۾ مولانا محمد هاشم طالب علمن کي تفسير ۽ حديث پڙهائيندا هئا ۽ اهي شاگرد

سنڌ، بلوچستان ۽ هندستان جي ٻين علائقن مان پڙهڻ ايندا هئا.

بزرگ امروٽي کين هميشه پٽا ڪري سڏ ڪندا هئا.

حضرت امروٽي قبلہ جن جهاد لاءِ گهوڙا ٻ گڏ ڪندا هئا جيڪو هو پالنا ۽ سنڀال لاءِ اسحاق ديري تعلقہ گڙهي ياسين جي هڪ نيڪ دل زميندار حاجي محمد حاتم ڏهر وٽ موڪليندا هئا. حاجي محمد حاتم امروٽي بزرگن جو خاص مريد هو. بزرگن مولانا محمد هاشم جن کي حڪم ڪيو ته هو ٻ اسحاق ديري ۾ وڃي رهن، مدرسو ٻ قائم ڪن ۽ جهاد لاءِ تبليغ ٻ ڪن. مولانا صاحب جو هي مدرسو پنهنجي زماني جو هڪ مشهور درسگاه هو ۽ انهيءَ مدرسي جا تعليم يافته اڄ ڪلهه جا وڏا عالم آهن.

خلافت تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان ڪم ڪرڻ سبب سال ۱۹۲۱ع ڌاري مولانا تي برطانيہ سرڪار بغاوت جو مقدمو قائم ڪيو ۽ کين ٻ سال قيد جي سزا ڏني.

جيل مان آزاد ٿيڻ بعد ٻ مرشد جي ارشاد مطابق تبليغ ۽ تدريس سان گڏوگڏ انگريزن جي خلاف تحريڪ ۾ زوردار ڪم ڪندا رهيا.

مولانا صاحب جن سان جلسن ۾ قومي نغمن چوڻ لاءِ چار نوجوان هوندا هئا جن کي قبلہ امروٽي جن "بلبلان خلافت" جو خطاب عطا ڪيو هو. هي بلبلان خلافت پنهنجي مڌر آواز ۽ جوشيلن نغمن سان عوام کي قطع تعلقات ۽ هجرت لاءِ بلڪل تيار ڪري ڇڏيندا هئا. هي بلبلان خلافت ٻ مولانا سان گڏ سرڪار برطانيہ جي بليڪ لسٽ تي هوندا هئا.

امروٽي بزرگن جي انتقال ۽ حاجي محمد حاتم جي فوت ٿيڻ بعد اسحاق ديري کان سندن دل کڄي ٿي پئي ۽ پاڻ اتان لڏي اچي نئين ڳوٺ لڳ رڪ اسٽيشن اچي ويٺا. هتي انجمن مجاهدان اسلام جي نالي سان هڪ تبليغي ادارو قائم ڪري مرشد سڳوري جي مشن کي ڪاميابي سان هلائيندا رهيا.

مولانا صاحب جن تدريس ۽ تبليغ سان گڏ تصنيف جو ٻ ڪجهه ڪم ڪيو. سندن ڪتاب بنات الرسول، قبلہ جو مسئلو ۽ احياء القلوب (اهو ڪتاب شيخ عبدالحق محدث رحہ جي ڪتاب جذب القلوب جي مدد ۽ طرز تي مدينہ منوره جي تاريخ آهي) انهيءَ زماني جي مشهور ڪتابن مان هئا پر افسوس جو اهي اڄ ڪلهه ناپيد آهن.

مولانا صاحب پنهنجي زماني جو لاثاني مقرر ليکيو ويندو هو ۽ مٿن ۱۹۳۹ع ۾

١٩٤٠ع ۾ ٻه دفعا خوني حملا به ٿيا مگر ٻئي دفعا قدرتاً بچي ويا مگر شديد زخمن جي ڪري پهرين دفعي ستو مهينو ۽ ٻئي دفعي هڪ مهينو سول اسپتال سکر ۾ علاج لاءِ داخل رهيا.

ريشمي رومال تحريڪ جو هي مجاهد ۽ سرڪار برطانيه جو دشمن نمبر هڪ مارچ ١٩٤٠ع ۾ پنهنجي مالڪ حقيقي ڏانهن راهي ٿيو. پٺيان ٻه پٽ حاجي محڪم الدين قاسمي ۽ مسٽر رڪن الدين قاسمي وڪيل ۽ چار ڌيئر ڇڏي ويا. (مسٽر رڪن الدين قاسمي)

# مولانا محمد قاسم رڪوي

مولوي محمد قاسم سن ١٨٨٧ع ۾ قلپوٽا تعلقي رتيديري ۾ حڪيم حاجي الله بخش جي گهر پيدا ٿيا. تعليم جي ابتدا پنهنجي ڳوٺ جي مسجد کان ڪيائون. بعد ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ مولانا محمد هاشم سان گڏ بنگلديري ۾ عربيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ شروع ڪيائون. ان کانپوءِ ميروخان. ڳڙهي ياسين ۽ پنهوا ريءَ ۾ تعليم وٺي درس نظامي ختم ڪري بنگلديري لڳ ڏني واهڻ ڳوٺ ۾ درس تدريس جو ڪم شروع ڪيائون

ڳڙهي ياسين جي مدرسي ۾ داخلا وقت هڪ عجيب و غريب واقعو ٿيو. مولانا صاحب پنهنجي ننڍي ڀاءُ مولوي محمد هاشم سان گڏ ڳڙهي ياسين جي مدرسي ۾ داخلا لاءِ ويا. ليڪن مدرسي جي صدر مدرس مولانا محمد قاسم ياسينوي مدرسي ۾ شاگردن جي ڪثرت سبب کين داخلا ڏيڻ کان معذوري ظاهر ڪئي. ٻئي ڀائر نااميد ٿي ڳوٺ واپس آيا. مولانا محمد قاسم ڏاڍو مغموم ۽ دل شڪسته رهڻ لڳو. ليڪن چند ڏينهن بعد کين خواب ۾ بشارت ملي ته ٻئي ڀائر ڳڙهي ياسين وڃو ۽ اوهان جي داخلا ٿي ويندي. ٻئي ڀائر ڳڙهي ياسين آيا ۽ مولانا ياسينوي کين ڏسي مرڪيو ۽ کين چيائين ته اوهان فلاڻي ڪمري ۾ وڃي رهو.

مولانا موصوف ڏني واهڻ ۾ سالن جا سال پڙهائيندو رهيو ۽ گهڻي عرصي بعد جڏهن سندن ننڍو ڀاءُ مولوي محمد هاشم نئين ڳوٺ ۾ اچي رهيو ته مولانا موصوف به ڏني واهڻ کي ڇڏي اچي رڪ ۾ سڪونت پذير ٿيو ۽ اتي عربي مدرسو قائم ڪري تعليم ڏيڻ لڳو ۽ زندگي جي آخري ڏينهن تائين اتي تعليم ڏيندو رهيو.

مولانا صاحب فارسيءَ ۾ ڪافي شعر چيو آهي پر افسوس جو ان مان ڪجهه به

هاڻي موجود نہ آهي. گهڻو ڪري اهو مواد ۱۹۴۲ع جي پوڙ ۾ اڙهي ختم ٿي ويو ڇو تہ مولانا صاحب انهيءَ زماني ۾ رڪ ۾ سڪونت پذير هو.

مولانا مرحوم هڪ وڏو عابد ۽ خدا ترس بزرگ هو. دنيا جي الڪين ڀڄڪين کان دور پنهنجي مالڪ حقيقي جي رضامنديءَ ۾ ڪوشان رهندو هو. سندن سڄو وقت درس تدريس يا عبادت الاهي ۾ گذرندو هو. پئسي جي خواهش يا آرام واري زندگيءَ کان ڪوهين پري ڀڄندو هو.

مولانا صاحب عاليشان خوش‌خط هو. سندن سنڌي خواه فارسي لفظ چڻڪ موتيءَ جا داڻا هوندا هئا.

سياست يا نمايش سندن طبع جي بالڪل مخالف شيون هيون.

هي درويش منش ۽ عالم باعمل بزرگ ۱۹۴۷ع ۾ پنهنجي رب سان وڃي مليو.

مولانا صاحب کي هڪ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ هئي. سندن پٽ تہ مولانا جي بعد جلد فوت ٿي ويو باقي سندن ڌيءَ راقم الحروف جي گهر واري آهي. (رڪن الدين قاسمي)

# مولانا عبدالغفور همايوني رحہ

اسان جي سونهاريءَ سنڌ ۾ چوڏهين صدي هجريءَ ۾ جيڪي مشهور ۽ مقتدر علمي شخصيتون ٿي گذريون آهن، مولانا عبدالغفور همايوني رحہ جو اسم مبارڪ بہ انهن ۾ شامل آهي. مولانا صاحب گهڻين ئي خوبين جا مالڪ هئا پاڻ هڪ ئي وقت عالم فقيه، مفتي، مؤرخ، حڪيم، شاعر، اديب، اهل الله ۽ اهل دل هئا.

مولانا صاحب جو والد حضرت خليفو مولانا محمد يعقوب صاحب هو جيڪو مشهور عالم ۽ نامارو مدرس ٿي گذريو آهي. خليفو صاحب ذات جو پيچوهو ابڙو هو ۽ اصل "ڇت" رياست قلات (بلوچستان) جو ويٺل هو. خليفي صاحب جن والي قلات مير نصير خان جي وقت ۾ پنهنجي استاد مولانا عبدالحليم ڪنڊوي سان گڏ اهاڻي ڳوٺ مان لڏي جيڪب آباد جي ويجهو آباد جي ڳوٺ ۾ سڪونت اختيار ڪئي. ڪجهہ وقت کان پوءِ همايون جي پر زميندارن غازي خان سومري ۽ مسو خان سڏائي جي استدعا تي مولانا ڪنڊوي رحہ ۽ خليفہ صاحب رحہ همايون ۾ اچي رهيا ۽ اتي ئي پنهنجو مدرسو قائم ڪيائون پوءِ مولانا ڪنڊوي وڃي روهڙي رهيو ۽ همايون جو مدرسو مولانا محمد يعقوب جي حوالي ڪيو.

مولانا عبدالغفور جي ولادت هن ئي شهر (همايون) ۾ سن ۱۲۶۰ هجري مطابق ۱۸۴۴ع ۾ ٿي. مولانا صاحب علم پنهنجي والد ماجد وٽ حاصـــل ڪندا رهيا. سن ۱۲۷۳ھ (۱۸۵٦ع) ۾ جڏهن سندن والد وفات ڪئي ته ان وقت مولانا همايوني جي عمر ۱۴ سال هئي ۽ پاڻ شرح جامي جو حاشيو "عبدالغفور" پڙهندا هئا. باقي رهيل علم پنهنجي والد بزرگوار جي هڪ شاگرد رشيد مولوي سلطان محمد سيتپوري پنجابي* کان حاصل ڪيو. فراغت بعد مولانا صاحب پنهنجي والد جي مدرسي ۾ پڙهائڻ شروع ڪيو. ٿورڙي ئي عرصي اندر مولانا جي علمي شهرت ملڪان ملڪ پکڙجي وئـــي ۽ ڪيترائي طالب علم علم پرائڻ لاءِ اچي ڪٺا ٿيا. مولانا وٽان سوين طالب علم فارغ ٿيا جن مان ڪي مشهور عالم ٿـــي گذريا آهـــن. جيئن ته مولوي نبي بخش هودوي، مولوي محمد قاســم گڙهي ياسين وارو، سيد زين‌العابدين شاه افغانستاني، مولوي حافظ محمد حيات قريشي شڪارپوري، مولوي عبدالرحمان ميمڻ شڪارپوري، مولوي محمد مبارڪ ميان ڳـوٺ وارو، مولوي محمد يعقوب بلوچستاني، مولوي محمد اسماعيل شاهـلائي، مولوي عبدالرحمان ڏامراهه ۽ مولوي دين محمد ٻٽوي وغيره.

فقه ۽ فتويٰ ۾ مولانا همايوني تمام گهڻو بلند هو. بلوچستان جا حڪمران شرعي فتوائن لاءِ مولانا ڏانهن رجوع ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن شاهي جرڳن نبيرڻ لاءِ مولانا کي بلوچستان ڏانهن به گهرائيندا هئا. مولانا همايوني جا پنهنجي همعصر عالمن مان حاجي حسن‌الله صديقي پاٽائي، مولانا پير سيد رشدالله جهنڊي واري، مولانا عبدالله ٻنگل ديرائي ۽ مولانا ارشاد حسين رامپوري سان وڏا وڏا تحريري مناظرا ٿيندا هئا.

مولانا صاحب ۷۵ ورهين جي عمر ۾ ۱۱ رمضان المبارڪ ۱۳۳٦ھ (جون ۱۹۱۸) جمعه رات تي وفات پاتي ۽ پنهنجي والد بزرگوار جي پاسي ۾ مدفون ٿيا. مولانا دين محمد "اديب" فيروز شاهي مولانا همايوني جي وفات جو مادو هيئين طرح ڪڍيو آهي:-

چو اسم و نيز مسماش بود عبد غفور

سر وفات بدان از سر يقيـــن مغفور (۱۳۳٦)

اولاد:- مولانا صاحب کي پٽ جو اولاد ڪونه هو، انڪري سندن وفات بعد سندن ڏوهٽو ميان عبدالباقي مسند نشين ٿيو جيڪو هڪ عالم دين ۽ مفتي هو. ميان صاحب ۱۳۸۳ھ (۱۹٦۳ع) ڌاري رحلت ڪئي. ان کانپوءِ ميان صاحب جـــو فرزند ميان عبدالباري درگاه جو وارث ٿيو.

تصانيف:- مولانا صاحب عربي، فارسي، سنڌي ۽ هندي ٻولين ۾ شاعري ڪئي آهي. سندن تخلص "مفتون" هيو. همايوني صاحب جي سنڌي غزلن ۽ ڪافين جو مجموعو "ديوان مفتون" نالي ڪيترا دفعا ڇپجي چڪو آهي. باقي "ديوان مفتون" عربي، فارسي ۽ هندي شعرن وارو گم ٿي ويو آهي. مولانا جون فتوائون هزارن جي تعداد ۾ آهن جن مان فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ ٻه جلد شايع ٿيا هئا. مولانا جي طبي لغت "فرهنگ همايوني" شايع ٿيل آهي. ان ڪانسواءِ فقه ۾ سندن ٻيا ٻه ڪتاب آهن جيڪي اڃا تائين ڇاپي هيٺ نه آيا آهن.

مولانا صاحب گوشه نشين رهندا هئا. سندن رهڻي يڪسوئي ۽ خلوت نشيني جي هوندي هئي. در تي دربان بيٺل هوندو هو، واري سان اجازت موجب ماڻهو زيارت يا ملاقات لاءِ ايندا هئا. سنڌ جو بزرگ عالم، اديب ۽ مؤرخ مشهور ڪتاب "تذڪره مشاهير سنڌ" ۾ مولانا همايوني بابت هن طرح راقم آهي "مولانا صاحب ڪڏهن به ڪنهن کي هٿ نه ڏيندو هو. قلم يا ڪتاب کي به چادر اندران هٿ ۾ جهلي پوءِ ڏسندو هو. تمام گهٽ ڳالهائيندو هو سواءِ پڇڻ جي ڪنهن به شي جو جواب ڪونه ڏيندو هو، نماز جو ايترو گهڻو پابند ڪونه هو ۽ نه وري ڪنهن ماڻهوءَ کي ازخود نيڪ يا بد ڪم کان روڪيندو هو. جنهن ڪري سندس حياتيءَ ۾ ئي همايون جي شهر ۾ بي ديني تمام گهڻي وڌي ويل هئي. چوندا هئا ته مولانا همايوني کي حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن خواب ۾ هٿ ملايو آهي تنهن ڪري ٻئي ڪنهن کي به هٿ ڏيڻ روا نه آهي. مگر اها ڳالهه غلط آهي. حڪيم مولوي عبدالرزاق ترائي واري بيان ڪيو ته مولانا همايوني کان مان پاڻ پڇيو ته اوهان جو هٿ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم سان ملايل آهي ڇا؟ جو هاڻي ٻين کي هٿ ئي نٿا ڏيو يا ڪنهن شي کي ڇهيو به نٿا؟ جواب ۾ فرمايائين مون کي حضرت صديق اڪبر ۽ ڪن اصحابن جو خواب ۾ ديدار ڪيل آهي ۽ بس! ٻيا ڪيترا اهڙا ٻه واقعا ٿيا جو ڪن حالتن ۾ ڪنهن بيمار جي نبض ڏٺائون ته برابر هڪ سو گهڙي پاڻيءَ سان هٿ ڌوئاريندا هئا، تڏهن مس هٿ جي صفائيءَ جو يقين ايندو هون." (عبدالرحمان جتوئي)

مولانا عبدالغفور همايوني ٻهريون مولانا محمد يعقوب عرف عبدالله سومرائي واري وٽ پڙهيا جو اهو بزرگ پنهنجي استاد خليفه محمد يعقوب جي وفات بعد همايون ۾ رهي پنهنجي استاد زاده کي پڙهائيندو رهيو. مولانا همايوني جو تحريري مباحثو دارالعلوم

ديوبند ۾ مولانا ٿانوي رحہ سان ۽ ڏيندو رهندو هو. ڪن فتوائن ۾ مولانا همايوني جي تحقيق پٽاندر مولانا ٿانوي رجوع به ڪيو هو. مولانا همايوني احتياطالظهر جي مسئلي ۾ سخت موقف رکندو هو. حضرت مولانا عبيدالله سنڌي رحہ امروٽ شريف ۾ رهڻ واري زماني ۾ ڳوٺن ۾ جمعہ جي جواز ۽ احتياط الظهر پڙهڻ جي عدم جواز تي اعليٰ درجي جو عربي ۾ ڪتاب ازالة الشبهة عن فرضية الجمعة" ١٣١٢ھ ۾ تصنيف ڪيو جيڪو اردو ترجمي سميت ١٣١٧ھ مطبع احمدي لاهور مان ڇپيو هو. مولانا سنڌي اهو ڪتاب تحصيل علم کان ٩سال پوءِ لکيو آهي پر اهو ڪتاب پنهنجي مضامين ۽ طرز استدلال ۾ نهايت حيرت انگيز ۽ لاجواب آهي. ان جي جواب لکڻ لاءِ مولانا همايوني قلم کنيو. توڙي مولانا همايوني صحيح جواب نہ ڏيئي سگهيو آهي پر هن جـي انداز ۽ علمي اغلوطات جو ڪيس داد ڏيو. مولانا همايوني حمد کانپوءِ لکي ٿو "اما بعد فقد وصل الي رسالة من تصنيف الشيخ عبيداللهامروتي التي صنفها في المنع عن الظهر الاحتياطيفوجدتها كبيت العنكبوت بل اكثر قصورا" آخـــر ۾ لکي ٿـو "قد تمت بعون الله تعاليٰ و حسن توفيقه الرسالة المسماة بالفوائد الملهمة في رد ازالة الشبهة و الحمد لله اولا و آخرا وظاهرا و باطنا" (الفقير عبدالغفور همايوني)- مدرسہ قاسم العلوم گهوٽڪي ۾ هڪ مجموعہ آهي جنهن جي منڍ ۾ ازالة الشبهة ۽ ان کانپوءِ پنج قلمي رسالا آهن جيڪي تصنيف مولانا همايوني جي ۽ ڪتابت مولانا مفتي سعدالله خيرپوري جي آهن. (١) الفوائد الملهمة في رد ازالة الشبهة- صفحا ١-٣- آخر ۾ ڪاتب لکي ٿو تمت يوم الثلاثاء لعشر خلون من صفر المظفر ١٣٢٢ھ في بلدة خيرپور عند اقامتي فيها للافتاء فقط محمد سعدالله (٢) جواب فتويٰ مولوي عبدالغني ڪڌهري- ان رسالي ۾ احتياط الظهر جـي منع جو جواب آهي. ان ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو "و ايضاً صرح به صاحـب الانواع اعني المولوي محمـد اللاهوري قد صنف انواع ترجمة لفتاويٰ عالمگيري حيث قال" جهـان هـون سب کفار- جائز ہے مسلمانان ليون جمعہ گذار" انتهت عبارة الانواع- ان جي ڪتابت ۾ ١٠ صفر ١٣٢٢ھ ۾ پوري ٿي. ان مان معلوم ٿيو تہ فتاويٰ عالمگيري جو پنجابي منظوم ترجمو ٿيو هو. (٣) الدر المنثور في رد منڪري الاستمداد من اصحاب القبور- ان جي ڪتابت ۾ اٺاري ڏينهن ١٦ يا ١٧ صفر ١٣٢٢ھ ۾ ٿي. ان ۾ سماع موتيٰ جي اثبات تي گهڻو زور ڏنو ويو آهي- مفتي سعدالله رحہ جا ترديدي حاشيہ ۾ ڪنارن تي لڳل آهن.

(٤) التنبيه العظيم لمولوي فيض الڪريم- ڳوٺن ۾ جمعه پڙهڻ جي جواب ۾ آهي. ان جي ڪتابت ۽ ١٦ يا ١٧ صفر ١٣٢٢ھ ٿي. (٥) اثنا عشريه اهو منجي المومنين جي رد ۾ لکيل آهي. اهو رسالو ۽ مفتي سعدالله انصاري خيرپور ۾ خميس ڏينهن ١٥ جمادي الاول ١٣٢٣ھ ۾ لکيو هو. مفتي صاحب جا اکر نه آهن پر موتين جا داڻا آهن. دوست محترم نياز همايوني سنڌ جي طبي تاريخ ۾ مولانا همايوني جي ڪتاب مجربات همايوني جو ذڪر ۽ ڪيو آهي. تذڪره شعراء سکر ۾ ٻين ٻن ڪتابن رسالہ حساب هندسہ ۽ بهار عشق فارسي (مثنوي) جو ذڪر ڪيو ويو آهن. سنڌ جي زمين خراجي آهي ان موضوع تي مولانا جو هڪ تحقيقي رسالو ۽ لکيل آهي جيڪو مفتي رشيد احمد ڪراچي واري پنهنجي مجموعه فتاوي احسن الفتاوی ۾ سمورو نقل ڪيو آهي. مولانا همايوني اخير عمر ۾ وهمي ٿي پيا هئا. نماز لاءِ ۽ ٻاهر ڪونه نڪرنـدا هئا. هڪ ڀيري حضرت امروٽي سان شڪارپور يارڪ اسٽيشن تي مليا. ڳالهه ڪري عصر نماز جو وقت هو. حضرت امروٽي فرمايس تنهنجا مريد چوندا آهن ته سائين ! مدينه وڃي نماز پڙهندو آهي نماز پڙهاءِ ته مريدن جـا غلط خيال ختم ٿين. مولانا ڳهٽا ئي عذر ڪيا پر انت امامت ڪري نما زپڙهايائون. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولوي عبدالباقي همايوني

مولوي عبدالباقي بن ميان محمود بن ميان محمد شريف ڀيڇوهه اصل ويٺل ڪريم بخش ضلع جيڪب آباد جا آهن. ميان محمود ۽ ان جو وڏو ڀاءُ ميان عبدالله همايون ۾ مولانا عبدالغفور وٽ پڙهندا هئا. ميان محمود فارغ التحصيل ٿيو ته همايوني صاحب کيس پنهنجو نياٺو بڻايو. مولانا عبدالغفور همايوني کي صرف ٻه نياٽيون هيون. ننڍي ننڍي هوندي فوت ٿي وئي ۽ وڏي نياٽي پنهنجي قوم جي انهيءَ عالم کي سڏي پرڻايائون ميان محمود کي ٻه پٽ مولوي عبدالباقي- ميان عبدالهادي ۽ ٽي نياٽيون ٿيون. مولوي عبدالباقي ١٣٢٧ھ ۾ ڄائو ۽ اڃان ۹ سالن جو هو ته سندس نانو فوت ٿي ويو. سندس والده مولوي محمد قاسم ياسيني کي چيو ته توهان هتي رهي منهنجي ٻار کي پڙهاءِ پر ان معذرت ڪئي ۽ پنهنجي شاگرد ۽ ننڍي ڀاءُ مولوي محمد ابراهيم کي همايون ۾ رهايو جنهن مولوي عبدالباقي کي سڄو علم پڙهايو. دستار بندي ڪري پنهنجي استاد

سان گڏ پڙهائڻ لڳو ۽ پنهنجي ناني جي گادي ۾ سنڀاليندو رهيو. مولوي صاحب فتويٰ جو چڱو ماهر هو. ڪوئي مسئلو پڇندو هو ته مراقبو ڪري سوچي يڪدم چوندو ته فلاڻي ڪتاب جو فلاڻو صفحو ڏسو. اهو مسئلو ان ڪتاب جي انهيءَ صفحي مان حل ٿيندو هو. مولوي صاحب وٽ ڪيترائي ماڻهو علم حاصل ڪري ويا. پنهنجي پٽن جي پارسي تعليم لاءِ مولانا عبدالرحمان ضيائي کي رکيو هئائون. سندس پٽ مولوي عبدالباري ۽ مولوي حڪيم صدرالدين ننڍا هئا ته ڊاڪٽر دائود پوٽه همايون ۾ آيو اهو ان وقت سنڌ جو تعليمي ڊائريڪٽر هو. مولوي محمد ابراهيم انهن ٻنهي ننڍڙن شاگردن کي ست اٺ سوال جواب عربي ۾ سيکاريا. ڊاڪٽر صاحب آڏو هڪ پڇي ۽ ٻيو ان جو جواب ڏي. اهي مختصر سوال ۽ جواب ڊاڪٽر صاحب جي آمد ۽ شخصيت متعلق هئا. علامه ڏاڍو خوش ٿيو. علامه انهن ٻارن کان پڇيو ته خاف دراصل ڇه بود. ٻارن چيو خاف دراصل خيوف بود. علامه چيو نه دراصل خَوف بود. ٻارن ڪٿي مات ڪئي. سندن استاد ۾ ويٺو هو. پوءِ پنهنجي جاءِ تي مولوي محمد ابراهيم ۽ مولوي عبدالباقي علامه کي سمجهايو ته خاف دراصل خيوف هو. ان تي علامه فرمايو مولانا! اوهانجي عربي باقاعده ۽ اسان جي عربي بيقاعده آهي.

وفات:- مولوي عبدالباقي سومر ڏينهن ٢۴ محرم ١٣٨٣ھ ۾ فوت ٿيو ان جي وفات جي تاريخ مولوي محمد ابراهيم ياسيني چئي آهي.

آه افسوس که آن فاضل فياض جهان — آنکه بادين نبي بود هميشه مشغول
مسند آرائي بسجاده غـــوث عالـم — مرجع خلق خدا بود وهم اصحاب عقول
بيست چارم تاريخ مــــحرم بوده — که دران پيک اجل برسر اوکرد نزول
جستجو چونــکه نمودم زبرائے تاريخ — گشت ز عالم افلاک ندائے موصـول
"زاهدے هادي عـــلامه عبدالباقي" — بجنان جاء گزين است احباب رسول

اولاد:- ۵ پٽ مولوي عبدالباري (سجاده نشين)، مولوي حڪيم صدرالدين، محمد ايوب، اعجاز احمد، الطاف احمد ۽ هڪ ناٺي جيڪا ميان محمود جي ڀائٽي جي پٽ مولا بخش کي ڏنائين. اهو ۾ هتي پڙهيو ۽ شادي ڪري هتي ٿي رهي پيو. مولوي عبدالباري کي ٦ پٽ ارشاد احمد عرف بابو، محمود، نياز احمد، زبير احمد، طفيل احمد عبدالباقي عرف بابا ۽ سهيل احمد ۽ چار نياڻيون آهن. مولوي صدرالدين کي ٻه پٽ شمس الدين علاءالدين ۽ هڪ ناٺي آهي. (مولوي حڪيم صدرالدين)

# مولانا حڪيم فضل الله

مولوي فضل الله بن ڏاتر ڏنو سومرو شڪارپور ۾ ڄائو. ان جو خاندان قديمي شڪارپوري آهي. مولانا عبدالرحمان ميمڻ شڪارپوري وٽ پڙهيا. دوره حديث مولانا عبدالحڪيم وٽ پڙهيا ان مدرسه ۾ جيڪو ان پاڻ قائم ڪيو هو. ڪجهه وقت دارالعلوم ديوبند ۾ به پڙهيا. دهلي ۾ اجمل خان وٽ طب پڙهيا. فارغ ٿي حڪمت جو ڪم شروع ڪيائون ۽ ان ۾ وڏو ڪمال حاصل ٿين. ابتدا ۾ شريعت جي پوري پابندي نہ ڪندا هئا پر مولانا اشرف علي ٿانوي ره. جي صحبت ان ۾ تبديلي آندي. سال ۾ هڪ مهينو ٿانہ ڀون وڃي رهندا هئا. اتان اجـــازت بہ مليل هين. شڪارپور ۾ مدرسه اشرفيہ جاري ڪيائون مولانا قاري محمد ميهڙ وارو بہ ان ۾ پڙهائيندو هو ۽ مدرسي کي چڱي ترقي وٺرايائون جيڪو اڄ تائين هلي رهيو آهي. ١٩٣١ع ۾ حج ڪيائون وري ١٩٦٠ع کان پوءِ سانده ست حج ڪيائون. پاڻ ڏاڍا نيڪ هئا ٣٥ سالن کان وٺي روزانہ بلا ناغہ ڏه پاره قرآن پاڪ جا تلاوت ڪندا هئا ۽ روزانہ ٢٥ هزار ڀيرا اسم ذات پڙهندا هئا. تهجد بہ ڪڏهن قضا نہ ٿين سفر جي دوران ريل گاڏي ۾ بہ اهي معمول نہ گسايائون. ١٩٧٢ع ۾ ٧٢ ورهيہ عمر ۾ وفات ڪاتائون.

اولاد:- ڇهہ پٽ مولوي حبيب الله، ثناءالله، مولوي لطف الله، حڪيم بشيراحمد، حڪيم نذير احمد ۽ ظفر احمد. هڪ نياڻي جيڪا عبدالسميع سومره جــي نڪاح ۾ آهي. (مولوي لطف الله)

# مولانا الاهي بخش اعوانؒ

مولوي الاهي بخش بن وڏيرو غوث بخش بن مير محمد بن عبدالحق اعوانؒ اصل پنجاب پاسي جا هئا. ميرن جي صاحبي ۾ شڪارپور ۾ اچي رهيا. مولوي صاحب ١٩٠٠ع جي لڳ ڀڳ ڄائو. شڪارپور ۾ سنڌي ۽ ڪجهہ انگريزي پڙهي سکر ويو ۽ نم جي چاڙهي وٽ سلاوٽن واري مسجد جي مدرسي ۾ رهندو هو ۽ انگريزي بہ پڙهندو هو. ان وقت سندس شادي ٿيل هئي. سکر ۾ رهندي هن جي طبيعت ۾ ڦيرو آيو ۽ اتان پيجي امروٽ شريف هليو ويو. پيءُ کي ان جي ڪا سڌ ني نہ رهي. حضرت امروٽي جي خدمت ۾

رهيو ۽ اتي علم پڙهڻ لڳو. مهينو کن پڇس ڳوليو نيٺ سکر جي سنگتين جي ڏس تي امروٽ شريف ۾ اچي پٽ سان مليو. حضرت امروٽي چيس وڏيرا! هيءُ فقير آهي هن جو لاڙو دين ڏي آهي هن کي زور سان انگريزي چو ٿو پڙهائين؟ هو نہ ٿو پڙهڻ گهري روئي اچي دانهن ڏني اٿس. وڏيري چيو سائين! جيئن مالڪ جي مرضي پر گهر تہ اچي. امروٽ شريف ۾ پڙهندو رهيو. گهر ايندو هو تہ چادر جي جهنڊ ماري هلندو هو. گهٽ ملندو هو ۽ گهٽ ڳالهائيندو هو. پوءِ ڪجهہ وقت مولوي خليفہ يار محمد وٽ پڙهيو وري امروٽ شريف موٽي ويو ۽ اتي ئي ڪتاب پورا ڪيائين. حضرت جن جي معرفت دارالعلوم ديوبند ويو. مولانا اشرف علي ٿانوي رح. وٽ بہ ڪجهہ وقت رهيو. حضرت جن جي معرفت طبي علم لاءِ اجمل خان جي طبيہ ڪاليج دهلي ۾ داخل ٿيو حڪمت ۽ ڊاڪٽري پڙهيا اتي ڊاڪٽري بہ اردو ۾ پڙهائي ويندي هئي. ٥ سال ان ڪاليج ۾ پڙهي ڊگري ورتائين. ان ڪانپوءِ دهلي جي وڏن حڪيمن، ڊاڪٽرن ۽ عالمن سان رهاڻيون ڪيائين. دهلي جي مشهور نابينا حڪيم عبدالوهاب کان بہ استفاده ڪيائين. اهو نابينا حڪيم حيدرآباد دکن جو فيملي حڪيم ٿي رهيو هو. ان ڪانپوءِ حضرت امروٽي رح. جي مشوري سان شڪارپور ۾ پنهنجو دواخانو کوليائين ان جو افتتاح حضرت امروٽي پاڻ ڪيو هو ان موقعي تي حضرت مولانا غلام محمد دينپوري ۽ سيد قاري شير محمد شاه گهوٽڪي وارو ۽ ٻيا عالم آيا هئا. قاري صاحب رح. سان مولوي صاحب جو گهاٽو تعلق هو. مولانا جو دواخانہ اشرفيہ مشهور هو دوائن جي فهرست ڇپيل هوندي هئي. مولانا جن تعليم بہ جاري رکي. پاڙي جي مسجد ۾ صبح جو درس قرآن ڏيندا هئا ۽ امام بہ هئا. ٦٣-١٩٦٤ع ۾ فوت ٿيا.

مولانا جا بہ سڳا ڀائر آهن وڏيرو حسين بخش جيڪو سکر لوڪلبورڊ جو ممبر ۽ شڪارپور ميونسپالٽي جو چيئرمن رهي چڪو آهي- بشير احمد- مولوي صاحب کي هڪ پٽ خورشيد احمد ۽ هڪ ڌيءُ آهي ۽ وڏيري حسين بخش کي بہ پٽ وحيد احمد ۽ واجد علي ۽ هڪ نياڻي آهي (وڏيرو حسين بخش اعوان)

# مولانا حڪيم الاهي بخش سومرو

مولوي صاحب جي ولادت شڪارپور شهر ۾ سن ١٩١٢ع ۾ ٿي- ننڍي هوندي والد کيس سنڌي اسڪول نادر واري (هائي قاضي محلہ پرائمري اسڪول) ۾ داخل ڪيو-

نڍي هوندي کان ئي پنهنجي ذهين دماغ ۽ قابليت سبب سنڌي چوٿون درجو پهريون نمبر کڻي سان پاس ڪيائين. انهيءَ وقت جي هندو استادن سندن والد صاحب کي گهرائي مولوي صاحب کي اسڪالرشپ درماهه ۲ روپيه ڏيڻ جو ٻڌايو ۽ صلاح ڏني ته مولوي صاحب کي انگريزي پڙهڻ لاءِ انگريزي اسڪول ۾ داخل ڪرائجي. مولوي صاحب جيئن ته حضرت مولانا تاج محمود امروٽي جو صحبتي ۽ مريد هو تنهنڪري ننڍڙي نينگر کي حضرت جن وٽ ولي وٺي ويو ۽ سائين جن کي حقيقت ڪيائين ۽ آئينده لاءِ مشورو پڻ گهريائين. حضرت امروٽي رحه ننڍڙي الاهي بخش کي پاڻ وٽ وهاري سندس والد کي مخاطب ٿي چيو ته پٽ! انگريزن جو علم پڙهي ڇا ڪندو. کيس ديني علم پڙهايو. ائين چئي ڪريما جو ڪتاب کڻي الاهي بخش کي سبق شروع ڪرايو ۽ هڪ ٻن ورقن ڪانپوءِ پويان ۲ ورق پڙهائي دعا ڪيائون ته شال سٺو عالم ٿئي. بزرگ جي دعا سان مولوي صاحب جن ۱۸ سالن جي ننڍڙي عمر ۾ فارغ ٿي دستار بندي ڪيائين. سندن استاد سندن سؤٽ مولوي عبدالعلي ولد مولوي نبي بخش عودوي هو ۽ وقت بوقت مولوي نبي بخش ۲ کين پنهنجي علم جي فيض سان واس ڏيندا رهيا. مولوي نبي بخش عودوي مولوي الاهي بخش کي پنهنجو اٺون پٽ ڪري ليکيندا هئا.

مولوي الاهي بخش جي دستاربندي ڪرڻ ڪانپوءِ سندن والد وري کين حضرت تاج محمود امروٽي جن وٽ ولي ويا ۽ عرض ڪيائون ته سائين هاڻي ڪوس ڇا ڪرڻ گهرجي. بزرگ جن دعا جا هٿ کڻي مولوي الاهي بخش کي چيو ته پٽ! حڪمت سک ۽ الله تعاليٰ ڊوڙ سان ڏن ڪندو ۽ ٿيو ۲ ائين. مولوي الاهي بخش جيڪب آباد جي حڪيم قائم الدين وٽ حڪمت سکڻ ويو ۽ پنهنجي ذهانت ۽ خداداد لياقت سبب ڇهن مهينن جي قليل عرصي ۾ حڪمت سکي ورتي ۽ سکر تعلقه جي محمدا باغ ڳوٺ ۾ حڪمت شروع ڪيائين. سن ۱۹۳۶ع ڌاري مولوي صاحب پنهنجو مطب تعلقه سکر جي رستم ڳوٺ ۾ کوليو ۽ سن ۱۹۵۶ع تائين رستم ۾ حڪمت ڪندا رهيا. ۱۹۵۶ع ۾ سندن والد کي فالج ٿي پيو تنهنڪري پنهنجي والد جي خدمت ۽ علاج جي خاطر رستم واري ۲۰ سالن جي مطب کي خيرباد چيو ۽ شڪارپور تعلقه جي خانپور ڳوٺ ۾ مطب کوليائين. ۽ شڪارپور کان خانپور واري مطب ۾ روزانه سندن اچڻ وڃڻ

ٿيندو رهيو ۽ اهڙي نموني حقوق والدين ۽ پورو ڪندا رهيا ۽ گذر معاش ۾.

مولوي الاهي بخش نہ صرف عالم دين هئا پر عالم باعمل متقي، انصاف پسند ۽ هئا. حق گو ۽ هڪڙائي هئا کهڙي ۾ ڏکي وقت سچ چوڻ کان ڪين رهندا هئا. قادري سلسلي ۾ حضرت امروٽي ڪانهوء خليفي محمد صالح رح ٻانڀي وارن سان وابستہ هئا. سندن وفات ١٨ جنوري ١٩٦٠ع بروز سومر شڪارپور ۾ ٿي. (پروفيسر عبدالقدوس شڪارپوري)

## سيد دين محمد شاه (نور محمد شجراه)

سيد باغ علي شاه کي پنج پٽ هئا ميان نصيرشاه، مبارڪ شاه، حميد شاه، منصب شاه ۽ دين محمد شاه. انهن مان دين محمد شاه صاحب ولايت بزرگ ٿي گذريو آهي. پاڻ ١٨٥٣ع ڌاري تولد ٿيا. جوانيء ۾ کيتيء جو ڪم ڪندا هئا. ٢٥ سالن جي عمر ۾ حافظ محمد صديق ڀرچونڊوي رح. سان تعلق ٿين. ۽ مهينا سانده اتي رهي ذڪر ڪمايائون. پوء ڪين مرشد اشارو ڪيو تہ مولانا تاج محمود امروٽي سان تعلق رکو. اتان امروٽ شريف آيا ۽ ٣-٤ مهينا ذڪر ۽ رياضت ڪيائون حضرت امروٽي ڪين اجازت عنايت ڪئي ۽ پنهنجي ڳوٺ وڃي رهڻ جـــي تلقين ڪئي. هتي اچي ذڪر اذڪار کي لڳي ويا. ماڻهن سان همدردي ۽ ڀلائي ۾ ۽ گهڻو ڪوشان رهيا. شروعات ۾ ڪين ڪجهہ ڏکيائي ٿي پر آهستي آهستي نالو روشن ٿي ويو ۽ ماڻهن جي رجوعات ۽ عقيدت وڌندي وئي. هڪ فقير سهتڪ بکئي شاهيء لڳ دعوت ڪئي. بزرگن کي ايڏو جلال هو جو ڳوٺ جا ماڻهو جيڪي تقريباً سڀ جرائم پيشہ هئا ڳوٺ ڇڏي ڀڄي ويا ايتري قدر جو دعوتي ۽ دنيا ڪاهي آيو ۽ چيائين سائين هي جماعت کان تيار ڪرايو ماڻ ماني جو بندوبست ڪريان جو ماني ۽ پاڇي لاء ماڻهو ڪونهي پوء آهستي آهستي اهي بکئي بزرگن کان متاثر ٿيا ۽ پڪا جماعتي بڻجي پيا. پاڻ نهايت حق گو هئا ۽ سندن صحبتين ۾ ۽ اهو رنگ هو. هڪ ڀيري حضرت امروٽي کي خانبهادر الہ بخش اڌي جي دعوت هئي. ان سفر ۾ سيد دين محمد شاه ۽ انجو تعلقدار فقير عبدالڪريم ملڪ (عبدالغني شاه جو سهرو) ۽ ساڻ هو. بنگلي جي جنهن ڪمره ۾ بزرگ رهيل هئا ان جي ڀر واري ڪمره ۾ خانصاحب جـو وڏو پٽ محمد پناه خان گراموفون رکيو ويٺو

هو جيڪو شوق مان تازو ولي آيو هو. فقير عبدالڪريم هاسو ڪٽي ان فوني ڪيپرزا پرزا ڪري ڇڏيو. خانصاحب کي غصو آيو پر حضرت امروٽي جي ڪري ڪجهه نه سگهيو. ٻاهران تر ۾ صلح ۽ امن جي ڳالهه ڪرشش ولندا هـئا ۽ زميندار به سندن چڱي تعظيم ڪندا هئا. هڪ ڀيري محمد خان بنگلاڻي ۽ سردار نبي بخش ڀوتو جي وچ ۾ هڪ پاڻهي ڪٽڻ تي تڪرار ٿي پيو. ٻئي ڌريون زوريون هيون وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويون پر سيد دين محمد شاهه جي وچ ۾ اچڻ سان صلح ٿيو.

اولاد:- وڏي گهر مان هڪ پٽ محسن شاهه ۽ هڪ نياڻي ٿي ۽ ٻئي گهر مان ٽي پٽ ٿيا عمر شاهه، عثمان شاهه ۽ جعفر شاهه. محسن شاهه ۽ عثمان شاهه فوت ٿي ويا آهن محسن شاهه کي پٽ عبدالجبار شاهه ۽ ٻه نياڻيون آهن ۽ عثمان شاهه کي ٻه پٽ محسن شاهه ۽ احسان شاهه ۽ ٤ نياڻيون آهن. جعفر شاهه جيڪو هـن وقت مسند نشين آهي ان کي ٥ پٽ آهن دين محمد شاهه عرف شبير احمد شاهه، نثار احمد شاهه، مولوي رشيد احمد شاهه جيڪو هن وقت مدرسه هاشميه ۾ استاد آهي، خورشيد احمد شاهه ۽ سراج احمد شاهه نياڻي هئي پر فوت ٿي وئي. عمر شاهه کي ٻه پٽ عبدالنبي شاهه ۽ شفاعت احمد شاهه آهي ۽ نياڻي فوت ٿي وئي. عمر شاهه ١٩٥٢ع ۾ تاج اخبار هفت روزه جاري ڪئي ۽ ٻن سالن کـان پوءِ ان جو ڊڪليريشن رد ٿيو ته سرور هفت روزه جاري ڪيائين ٥ سالن بعد ١٩٥٨ع واري مارشل لا ۾ ان جو ڊڪليريشن سکر ضلع جي ٽيرهن اخبارن سان گڏ ختم ٿي ويو. ان کان پوءِ مختلف اخبارن جو مضمون نگار ٿي رهيو.

سيد دين محمد شاهه عام وبا (ماري) ۾ ١٩١٨ع ڌاري فوت ٿيو. (سيد عمر شاهه ۽ سيد شوڪت علي شاهه)

## مولانا سيد عابد شاهه (نور محمد شجراه)

مولوي عابد شاهه بن عبدالحميد شاهه بن باغ شاهه. سيد دين محمد شاهه جو ڀائٽيو هو. ان جي تعليم عودي ۾ مولانا نبي بخش سومره وٽ، ميان جي ڳوٺ ۾ سيد مولانا محسن شاهه وٽ پوءِ جونگل ۾ مولانا در محمد ڏول وٽ ٿي. دستاربندي به اتي ڪيائين. پنهنجي ڳوٺ ۾ تعليم ڏيڻ لڳو. سيد عمر شاهه ۽ ٻيا ان جا شاگرد آهن. وعظ ۽ تبليغ جو شوقين هو ان لاءِ سفر به گهڻو ڪندو هو. ٦٢-١٩٦٣ع ۾ فوت ٿيو. عمر تقريباً ٧٥ سال هئي.

اولاد:- ٣ پٽ عبدالعزيز شاهہ الاهي بخش شاهہ ۽ عبدالڪريم شاهہ ۽ هڪ نياڻي هئي جيڪا فوت ٿي وئي. (سيد عمر شاهہ ۽ سيد شوڪت علي شاهہ)

## مولانا سيد حزب الله شاهہ (نور محمد شجراهہ)

مولوي سيد حزب الله شاهہ بن منصب علي شاهہ بن باغ علي شاهہ. اهو ٻہ ميان دين محمد شاهہ جو پاڻيٽيو هو. اهو ٻہ شروعات ۾ مولانا نبي بخش عودوي وٽ پڙهيو ميان جي ڳوٺ ۾ محسن شاهہ وٽ ٻہ پڙهيو پوءِ مولانا درمحمد ڏول وٽ جونگل ۾ پڙهي اتي دستاربندي ڪيائين. پاڻ تمام سٺو ڪاتب هو. عودي ۾ مولانا نبي بخش ڪانپوهہ شاهہ صاحب پڙهائيندو هو پوءِ تعلق خانپور جي ڳوٺ امور علي شاهہ ۾ پڙهائيندو رهيو ۽ ٦٥ سالن عمر ۾ ١٥ جون ١٩٦٣ع جمعہ ڏينهن فوت ٿيا. پٺيان هڪ پٽ ثناءالله شاهہ ۽ ٻہ نياڻيون ڇڏي ويا. (عمر شاهہ ۽ ثناءالله شاهہ)

## حافظ عبدالغني شاهہ (نور محمد شجراهہ)

حافظ عبدالغني شاهہ بن منصب علي شاهہ بن باغ علي شاهہ جي ولادت واري هفتي ۾ سندن والد فوت ٿي ويو. حضرت امروٽي رحہ ان جي ڪفالت ۽ پرورش ڪئي. حافظ عبدالرحمان شيخ وٽ محمدا باغ ۾ حفظ ڪرڻ لڳو. ڳوٺ سوڍي بنگلاڻي ۾ محمد يوسف سومري وٽ ٻہ حفظ ڪيائين ۽ حفظ جي تڪميل امروٽ شريف جي مدرسہ ۾ ڪيائين پوءِ پارسي ۽ ڪجهہ عربي ٻہ امروٽ شريف ۾ پڙهيو. پوءِ پريون ٣٤-١٩٣٥ع ۾ مدرسہ دارالسعادت ڳوري پوڙ ۾ سفير مقرر ٿيو ۽ آخر ۾ مهتمم ٿيو ۽ نور محمد شجراهہ ۾ مدرسي جي اجراء ڪان پوءِ ٻہ گهڻي وقت تائين ٻنهن مدرسن جو مهتمم رهيو. دراصل سفارت واري زماني ۾ ٻہ مدرسہ جي سڄي سنڀال عبدالغني شاهہ ڪندو هو. شاهہ صاحب نهايت محنتي ۽ هوشيار هو. مدرسن کي وڏي اوج تي پهچائي ويو. ١٩٣٧ع جي اخبارن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان سال ٽن مهينن لاءِ حضرت مولانا احمد علي لاهوري کي ڳوري پوڙ ۾ رهائي علماء لاءِ تفسير جو دورو رکيو هئائين جنهن ۾ ٣٠ عالم شريڪ ٿيا هئا. سندس دور ۾ مدرسہ دارالسعادت جا هي استاد رهيا آهن مولانا عبدالحڪيم سومرو، مولانا

علي محمد ڪاڪيپوٽا، مولانا قطب الدين انڙ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، خليفہ احمد دين ۽ ڀيا، نور محمد شجراه ۾ سيد عابد شاه ۽ مولوي نهال الدين ميمڻ پڙهائيندا هئا ۾ ١٣٦١ھ ۾ سيد عبدالغني شاه اتي جامعہ هاشميہ جو بنياد وڌو جنهن جو پهريون صدر مدرس حضرت مولانا مظهرالدين انڙ هورا ۹ سال رهيو. سندس دور ۾ حضرت مولانا حافظ محمود اسعدي، مولوي اميرالدين انڙ، مولوي عبدالسبحان ٻجاراڻي، مولوي عبدالجبار پيچوهو فارغ ٿيا ۽ مولوي عزيزالله جروار، مولوي محمد صالح عاجز ايڊيٽر هفت روزه صبح صادق، سنڌ جو بزرگ شاعر نياز همايوني ۽ رشيد احمد لاشاري بہ پڙهندا هئا. مولانا مظهرالدين کان پوءِ مولانا عبدالحڪيم سومرو ۶ سال صدر مدرس رهيو. ان کان پوءِ مختلف علماءَ پڙهائيندا رهيا هن وقت مولانا عبدالله مهر صدر مدرس ۽ مولانا رشيد احمد شاه ثاني مدرس آهي. پهريون مدرسو ميان دين محمد شاه جي جوڙيل مسجد ۽ ان سان ملحق قبن واري حجرن ۾ هلندو رهيو ۽ تنگي سبب مدرسہ جي نئين عمارت جو بنياد ١٩٤٤ع ۾ وڌو ويو سنگ بنياد واري موقعي تي امام الانقلاب حضرت مولانا عبيدالله سنڌي، حضرت مولانا حمادالله هاليجوي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ مولانا عبدالعزيز پاڻڊوي شريڪ هئا. مولانا سنڌي ان موقعي تي جيڪا تائيدي عبارت لکي آهي ان ۾ سن ١٩ مئي ٩٤٤ هندي لکيو اٿن. شاه صاحب هڪ مدرسو خانپور ۾ بہ جاري ڪيو هو جنهن جو صدر مدرس حضرت مولانا عبدالعزيز رتي ديري وارا هئا. نور محمد شجراه ۾ وڏا بزرگ تشريف آور ٿيندا رهيا حضرت مولانا سنڌي، مولانا بنوري، مولانا احتشام الحق ٿانوي، حضرت هاليجوي، قاضي احسان احمد شجاع آبادي ۽ ٻين عمدا تعريفي نوٽ لکيا آهن. حضرت هاليجوي جا تہ غالباً ٽي نوٽ جدا جدا وقتن ۾ لکيل آهن. حضرت هاليجوي رحہ دستاربندي جي هڪ جلسي ۾ بہ آيا آهن. انهن بزرگن کان علاوه حضرت سيد فخرالدين شاه گهوٽڪي واري، علامہ دائودپوٽا، مولانا قاسمي ۽ مولانا پاڻڊوي جا بہ تحسيني نوٽ لکيل آهن. مدرسہ هاشميہ مدينہ يونيورسٽي سان ملحق آهي ۽ مدينہ يونيورسٽي جي اندر پاڪستان مان ان جي سند اي ڪلاس مڃي ويندي آهي. شاه صاحب کي چنده ڪرڻ جو بہ هڪ عجيب طريقو هو. هو وڏن نوابن، سردارن ۽ ڪامورن کان سالانہ وصولي ڪري بوڪ تي ڪانئس نوٽ ۽ صحيح لکرائيندو هو تہ مان هر سال هيترو چندو ڏيندو رهندم. سيد عبدالغني شاه علماءَ جي هڪ گڏجاڻي رکي هئي نور محمد شجراه ۾ انجي صدارت مولانا قاسمي ڪئي ان ۾ مجلس اصلاح اللسان

العربي قائم ڪئي ويئي جنهن جو مقصد هو مدرسن ۽ طلباء جي اندر عربي تقرير ۽ تحرير جو ملڪو پيدا ڪرڻ. حضرت هاليجوي رح. پاڻ نه اچي سگهيا پر تائيد ۽ همدردي جو پيغام لکي موڪليائون. ان مجلس جا ممبر سڄي سنڌ ۾ لاهيا ويا. ڊاڪٽر دائودپوٽي تائيدي خط موڪليو. سيد فخرالدين شاه گهوٽڪي وارا ۽ پيا ممبر ٿيا.

وفات ۽ اولاد:- هفتہ اخير جمادي الثاني ١٩٦٨ع سومر ڏينهن فوت ٿيا. پٺيان هڪ پٽ سيد شوڪت علي شاه ۽ ٽي نياڻيون ڇڏي ويا. سيد شوڪت علي شاه هن وقت مدرسہ جو مهتمم آهي. سرڪاري نوڪري ۾ پرائمري ماستر بہ آهي. حضرت مولانا مظهرالدين ۽ مولانا عبدالحڪيم وٽ مشڪواة تائين پڙهيو آهي. ڪيس لياقت علي شاه، اعجازعلي شاه، امتيازعلي شاه، ايازعلي شاه، آفتاب احمد شاه ۽ عبدالغني شاه عرف اخلاق احمد شاه ۽ ٽي نياڻيون آهن. عبدالغني شاه صاحب جا ٣ پاڻر هٿا ميهر شاه، حزب الله شاه ۽ سعيدعلي شاه حزب الله شاه جو بيان ٽي آيو. سعيد علي شاه کي ٤ پٽ ميهر علي شاه، محمد علي شاه، نعمت الله شاه ۽ نصرالله شاه ۽ هڪ نياڻي ٿي. (سيد شوڪت علي شاه)

## مولانا صدرالدين شاه (جونگل)

مولوي صدرالدين شاه مرادپور (جونگل) جو هو. جونگل ۾ مولانا عابد شاه وارن سان گڏ مولانا در محمد وٽ پڙهيو. ان وقت مدرسہ جو مهتمم سندس والد شرف الدين شاه هو. فارغ ٿي تنظيم اخبار جاري ڪيائين. چار سال ميان عبدالرحمان پرچونڊوي جي سرپرستي ۾ هلايائين ۽ پوءِ آخر عمر تائين پاڻ هلائيندو رهيو. ١٩٧٥ع ۾ ٦٥ سال عمر ۾ فوت ٿيو. (سيد عمر شاه)

جامع، هاشميہ جو ڪتب خانو ڏسڻ وٽان آهي ان ۾ فتح القدير ۽ هدايہ قلمي آهن ۽ مختصر ابن حاجب جي شرح عضد جو مبسوط ۽ عمدو حاشيہ خطيبي بہ قلمي موجود آهي. (عبدالوهاب چاچڙ)

## مولوي عبدالرحمان نبي آبادي

نبي آباد تعلقہ ڪڙهي ياسين ۾ هڪ واهڻ آهي. هيءَ بزرگ نندي چمار ۾ انهي ڳوٺ جي زميندارن جي خواهش سان اچي مقيم ٿيو. مولوي والهڏنہ پنهنجي ديري واري وٽانءِ مولوي محمد مبارڪ جندي ديري واري وٽان علم حاصل ڪيائين. ڪجھ مٿيان ڪتاب

خليفه محمد يعقوب همايوني وٽان به پڙهيو. جدا جدا فقيرن وٽان قادري طريقي ۾ شغل حاصل ڪيائين. آخر ۾ مخدوم پير بخش محمدپوري وٽان خلافت ۽ اجازت مليس. سڄي حياتي توڪل سان گذاريائين ڪتابن جو هڪ وڏو ذخيرو پنهنجي قلم سان لکي جمع ڪيائين جنهن مان ڪيترا ڪتاب راقم فقير دين محمد وفائي وٽ موجود آهن.

هي بزرگ سنڌي ۽ پارسي جو شاعر هو. عمليات، تعويذات ۽ طب جو وڏو ڄاڻو هو ۽ انهن فنن تي جدا جدا ڪتاب لکيا اٿس تر ۾ وڏو اثر هيس ۽ معتقدن جو وڏو حلقو هيس. ٦٣ ورهيه عمر ۾ سن ١٣٠١ھ ۾ فوت ٿيو. پنهنجي نرينه اولاد ڪونه ڇڏي ويو. البت ان جا پاڻيا موجود آهن. (تذڪره مشاهير سنڌ از وفائي رحه)

# مولانا حڪيم عبدالرزاق ٽرائي

مولانا جن ابتدائي تعليم پنهنجي والد صاحب وٽ ورتائون. پوءِ جنڊي ديري ۾ مولوي محمد حسين پنهور وٽ پڙهيو. پوءِ مولانا عبدالغفور همايوني وٽ به تبرڪ خاطر ڪجهه پڙهي فارغ التحصيل ٿيو. حڪمت پنهنجي والد وٽ سکيا. تجربي ۽ لياقت سان ان فن ۾ چڱي شهرت حاصل ٿين. ٽي پيرا حج ڪيو هئائون. حرمين شريفين جي علماء سان تعلقات هين. مولانا حديث ۽ فقه ۾ چڱي مهارت رکندا هئا. جفر جــو علم به ڄاڻندا هئا پر ان کي ڪم نه آڻيندا هئا بلڪ ٻين کي به جهلیندا هئا. حرمين شريفين جي ڪن بزرگن کان تخسير جو ڪو عمل مليل هو. ان ڪري مسخرات گهڻي هٿي گهٽ ڳالهائيندا هئا. درس و تدريس ۾ گهڻو گذاريندا هئا. مولانا خادم حسين جتوئي سندس شاگرد هو.

وفات :- ١٣٣١ھ ۾ پنهنجي ڳوٺ ٽرائي (تعلقه ڳڙهي ياسين ۽ رتي ديري جي ڏنگ تي آهي) ۾ وفات ڪيائون. ڪيترن شاگردن تاريخ وفات لاءِ شعر چيا جن مان مولوي محمد صالح ڏکڻائي نمايان آهي پٺيان هڪ نياڻي ۽ پٽ قاضي محمد رفيق ڇڏي ويا. (حاشيه تذڪره مشاهير سنڌ)

# مولوي محمد يوسف انصاري

حافظ مولوي عبدالرزاق انصاري جو پٽ محمدا باغ ۾ ڄائو. قرآن مجيد پنهنجي ڳوٺ ۾ حافظ قاري غلام رسول وٽ پڙهيو. حافظ عبدالرحمان شيخ به ان وٽ پڙهيو

هو عربي ۽ پارسي سموري سومراٽي ۾ مولانا عبدالستار ۽ مولانا عبدالقادر وٽ پڙهيو. فارغ ٿي پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائين ۽ سڄي زندگي اتي ئي پڙهائيندو رهيو. مولوي عبدالواحد مري جي ڪب آبادي اتي دستاربندي ڪئي هئي. مولوي محمد بروهي ۽ حافظ غلام نبي ڪنڊي واهه وارو وٽن پڙهيا هئا. ۱۹۴۲ع واري وڏي سيلاب جي وقت ۾ فوت ٿيا. پٺيان صرف ٻه نياڻيون ڇڏي ويا جن مان هڪ عبدالحڪيم جي اهليه ۽ ٻي عبدالرحيم جي گهر ۾ آهي. (مولوي حڪيم عبدالقادر ۽ مولوي عبدالستار انصاري چڪ)

# مولوي محمود انصاري

مولوي محمود پٽ حاجي محمد پناه تقريباً ۱۸۸۰ع ۾ تولد ٿيو. تعليم سڄي عودي‌ء ۾ مولانا نبي بخش وٽ ورتائون ۽ اتي ئي فارغ التحصيل ٿيا. فراغت ڪانپوء بهار خان ٻجاراڻي جي ڳوٺ ۾ ڏه سال پڙهايائون. مولوي خدا بخش ٿل وارو ۽ مولوي عبدالڪريم ٻهلڪاڻي ۽ ٻيا اتي پڙهيا هئا. ان ڪانپوء الف خان ٻجاراڻي جي ڳوٺ ۾ ٻه ڏه سال پڙهايائون ان کان پوء ڳڙهـي قيصر خان بوزدار (تعلقه ميرپور ماٿيلو) ۾ سيد محمد شاه جي مدرسه ۾ پڙهايائون باقي وقت ڳوٺ ۾ گذاريائون. ۱۹۵۲ع ۾ چڪ لڏي آيا اتي ٻه تعليم ڏيندا رهيا ۽ ۱۹۵۵ع ۾ فوت ٿيا.

اولاد :- سندن گهر ۾ مولوي محمد يوسف انصاري جي ڀيڻ هئي ان مان ڪيس ۲ پٽ ٿيا مولوي عبدالستار ۽ مولوي حڪيم عبدالقادر- انهن تي اهي نالا سندن مامي مولوي محمد يوسف پنهنجي استادن جي ياد ۾ رکيا هئا. مولوي عبدالستار کي ۳ پٽ محمد حسن- عبدالخالق ۽ محمد عباس عرف عبدالفتاح ۽ ٻه نياڻيون آهن- مولوي عبدالقادر کي ٦ پٽ صبغة الله- عبدالرشيد- محمود- عبدالرزاق- سعيد احمد- عبدالرحمان ۽ پنج نياڻيون آهن. (ايضاً)

# مولوي عبدالڪريم شاه

مولوي عبدالڪريم شاه ۱۲۸۵ه جي لڳ ڀڳ چڪ ۾ پيدا ٿيا. سندن گهڻي تعليم سومراٽي ۾ ٿي ۽ ڪجهه ڪتاب مولانا عبدالغفور همايوني وٽ ٻه پڙهيا. پوء دارالعلوم ديوبند ويا اتي پڙهيا ۽ پوء مدينه عاليه هليا ويا. اتي ڪافي وقت پڙهائيندا رهيا.

اتان موٽي آيا ته ڳڙهي تيغي ۾ ۽ غوث پور ۾ پڙهائيندا رهيا. سندن مريدن جو حلقو به اتي گهڻو آهي. پاڻ مولانا همايوني سان دست بيعت هئا. طبيعت خدمت خلق ۾ رچيل هئي. هندو هجي يا مسلمان. مرد هجي يا عورت جيڪو به چوندو سائين مولوي صاحب هي ڪم آهي هلو! ته هليا ويندا حڪمت جا به ماهر هئا. بيمارن جي گهر وڃي علاج ڪندا هئا. خدا پاڪ تي پوري توڪل هين. سندن پٽ مولوي غلام رسول شاه زمين ورتي ته ان تي ناراض ٿيا ته توکي خدا تي ڀروسو ڪونهي. پاڻ راسخ العقيده سني هئا ۽ مسئلن ۾ مولانا همايوني جا همخيال هئا. ١٣٦٥ھ ۾ اسي ورهن عمر ۾ فوت ٿيا. پٺيان ٻه پٽ ڇڏي ويا مولوي غلام رسول شاه ۽ مولوي عبدالعزيز شاه اهي ٻئي ٻه سومراٽي ۾ پڙهي فارغ ٿيا ۽ مولانا همايوني جا مريد ٿيا. اهي به راسخ العقيده سني هئا ۽ مسئلن ۾ مولانا همايوني جا پوئلڳ هئا. مولوي غلام رسول شاه اگسٽ ١٩٣٣ع ۾ فوت ٿيو پٺيان ٽي پٽ عبدالڪريم شاه، حسين شاه ۽ حسن شاه ۽ هڪ نياٽي ڇڏي ويا. عبدالڪريم شاه تي سندس ڏاڏي مولانا عبدالڪريم شاه پاڻ پنهنجو نالو رکيو هو جو پاڻ بيمار هئا ۽ فرمايائون الاهي ڪيتري عمر آهي مان پنهنجو نالو هن ننڍڙي پوٽي تي رکان ٿو. مولوي عبدالعزيز شاه ١٩٥٥ع ۾ فوت ٿيو پٺيان هڪ پٽ انور علي شاه ڇڏي ويو. (محمد حسين شاه بن مولوي غلام رسول شاه)

## مولانا عبدالغفور مهر

مولوي عبدالغفور بن آخوند محمد صديق. آخوند صاحب اصل ۾ خان ڳوٺ جو هو جيڪو چڪ جي پاسي هو ۽ سندس وڏي خان جي نالي ڏانهن منسوب هو. ڳوٺ پاڻي جي نذر ٿي ويو ته پوءِ اچي موڙائي ۾ رهيا. آخوند صاحب کي ٻه پٽ هئا آخوند محمد قاسم ۽ مولوي عبدالغفور ان سڄو علم مولانا نبي بخش عودوي وٽ پڙهيو. مولوي عبدالغفور فارغ ٿي علي شاه جي ڳوٺ (اهو ڳوٺ به چڪ جي پاسي ڪچي ۾ آهي) ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائون ۽ سموري زندگي اتي پڙهائيندا رهيا. بيمار ٿيا ته پنهنجي مائٽ ۽ سالي مولانا حڪيم قائم الدين وٽ جيڪب آباد ۾ رهڻ لڳا ۽ حڪيم صاحب سندن علاج شروع ڪيو پر ڪين ٿي ايءَ ٿي پئي ۽ اتي ئي فوت ٿيا. جيڪب آباد جي ٻاهرين قبرستان ۾ مدفون آهن. سندن وفات ٣١ اگسٽ ١٩٤٣ع مطابق ٣٠ شعبان ١٣٦٢ھ ۾ ٿي.

اولاد :- مولوي صاحب کي ٽي ڌيئر (١) اشرف خاتون وڏيري پور بخش جي گهر واري. مسٽر نذير احمد وڪيل ان جو پٽ آهي. (٢) بشارت‌خاتون زوجه عبدالمجيد ان جو پٽ محمد صالح پلاوٽو آهي (٣) شرافت خاتون پاڻ سيڪنڊري تعليم جي ليڊر آهي ۽ اها مولانا حڪيم قائم‌الدين جي پٽ يعني پنهنجي ماروٽ ڊاڪٽر محي‌الدين جي اهليه آهي ان جو پٽ ڊاڪٽري پڙهي رهيو آهي.

ڳوٺ علي شاه ۾ پڙهائڻ دوران مولوي حڪيم عبدالستار چنو مطول ۽ مشڪواة تائين سمورو علم وٽن پڙهي دستاربند ٿيو. حڪيم صاحب مولوي صاحب جو پهريو هو. اهو دارالعلوم ديوبند ۾ حضرت مدني رح. وٽ دوره حديث پڙهي طبيه ڪاليج ۾ داخل ٿيو ان کان اڳ ۾ حڪيم قائم‌الدين وٽ به طب پڙهيو هو. دارالعلوم ديوبند ۾ مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽو، مولانا عبدالحق رباني، مولوي محمد پنوي، مولوي احمد منياروي ۽ مولوي الاهي بخش اعوان به ان سان گڏ هئا. ٽي سال طبيه ڪاليج ۾ پڙهيو. حڪيم اجمل خان جي استاد حڪيم جميل خان وٽ سندن جاءِ تي به پڙهندو رهيو. ١٩٢٨ع ۾ سنڌ وٺي موٽي آيو. شڪارپور ۾ پنهنجو مطب کوليائين. ان وٽ وڏا علماء ايندا رهيا مولانا نورمحمد چاچڙ ڪنڊوي به پيرا وٽس آيو هو. سندس استاد حڪيم قائم‌الدين پنهنجو هڪ مريض مولوي صدرالدين علاج لاءِ وٽس موڪليو ان جي پارت ڪيائين حڪيم صاحب آخر ۾ لکيو "هميشه اهل علم سان مروت سان هلندا ڪريو" حڪيم صاحب اهو خط ٢-٥-١٩٥٤ع ۾ لکيو. حڪيم عبدالستار کي ڇهه پٽ آهن. (١) بشير احمد پروڊيوسر ٽيليويزن (٢) منظور احمد اڳ ۾ يو.بي.ايل جو منيجر زونل منيجر (وائس پريزيڊنٽ) هو ۽ هاڻي مارشل موٽرس جو جنرل منيجر آهي (٣) بشيراحمد اسسٽنٽ انجنيئر ميونسپل شڪارپور (٤) نذير احمد سب ايڊيٽر هلال پاڪستان (٥) نثار احمد ڪيشيئر يو.بي.ايل (٦) منير احمد بي-اي پاس ۽ ٻه نياڻيون آهن (١) حاجاڻي زيب‌النساء زوجه ڊاڪٽر عبدالقادر پنهور پير جو ڳوٺ (٢) افروز بيگم زوجه وحيد احمد پاڻيٽيو مولانا الاهي بخش اعوان. (اهو سمورو احوال حڪيم مولوي عبدالستار چنه کان مليو)

# مولانا محمد هاشم پاسيني

مولانا جي ولادت سن ١٢٥٩هه مطابق ١٨٤٣ع ۾ شهدادڪوٽ ضلع لاڙڪاڻه ۾ ٿي هئي. مولانا کي ديني علم پرائڻ لاءِ پري پنڌ نه ڪرڻو پيو سندن ٿي شهر ۾ سنڌ

جو ناميارو عالم استاد العلماء مولانا نور محمد شهداد ڪوٽي درس ڏيندا هئا. مولانا ان مدرسي ۾ داخلا ورتي ۽ سمورو علم اول ڪان وٺي آخر تائين مولانا شهداد ڪوٽيءَ ڪان حاصل ڪري فضيلت جي دستار ٻڌائون. مولانا محمد هاشم صاحب فارغ التحصيل ٿيڻ ڪانپوءِ شهداد ڪوٽ شهر جي ويجهو "ڀرمي" نالي ڳوٺ ۾ ديني مدرسو کولي تعليم ڏيڻ لڳا جنهن ۾ منو سؤ کن طالب علم هڪ ئي وقت مختلف سبقن ۾ پڙهندا هئا. مولانا صاحب نهايت محنت ۽ جانفشانيءَ سان شاگردن کي علمي فيض پهچائيندا رهيا. چون ٿا ته پره ڦٽيءَ کان به اڳ ۾ درس ڏيڻ شروع ڪندا هئا ۽ ضروري حاجتن کانسواءِ عشا جي نماز تائين درس ڏيندارهندا هئا. پري پري کان علم جاپياسا ڪهي اچي مولانا صاحب کان علم پرائڻ لڳا. ڪجهه وقت بعد مولانا صاحب کي ڪنڀاري بزرگ حضرت مولانا تاج محمد پنهنجي فرزند ميان گل حسن جي پڙهائيءَ لاءِ پنهنجي ڳوٺ وٺي آيا. ڪنڀارن ۾ به مولانا صاحب جي مدرسي ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جا سوين شاگرد علم محمدي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪٺا ٿيا. جڏهن بزرگ جي فرزند علم جـــي تڪميل ڪئي ته بلوچستان جي هڪ سردار نواب اسدالله خان رئيساڻي جي خواهش تي ڪجهه وقت لاءِ رئيساڻين جي جاگير "محرم" جي شهر ۾ مولانا صاحب قضا جـي عهدي تي فائز رهيا. آخر ناڙي جي علائقي ۾ پاڻيءَ جي قلت ۽ گرميءَ جـي شدت سبب اتان چڙهي سنڌ ڏانهن واپس وريا. ڳڙهي ياسين جي هڪ زميندار خانصاحب الله بخش خان دراني جي استدعا تي سندس شـهر ۾ ديني مدرسو کوليائون جنهن ۾ دور دراز کـان شاگرد علم پرائڻ لاءِ اچڻ لڳا. مولانا صاحب پنهنجي حيات مستعار جي اختتام تائين هن مدرسي ۾ علمي نور جي ضيا پاشي ڪندا رهيا. آخرڪار سنڌ جو هي مشهور عالم مفتي، قاضي ۽ فقيه ١٩ شوال ١٣٢٢ھ (ڊسمبر ١٩٠٤ع) ۾ عالم فنا کان عالم بقا ڏانهن رهسپار ٿيو. سندن تاريخ وفات ميان عبدالله متخلص به "هندي" جي هيٺين شعر مان نڪري ٿي:-

جست هندي چون ســـال رحلت او،
گفت هاتف "شد اندرون بهشت" ١٣٢٢ھ

مولانا محمد هاشم جن، حضرت مولانا تاج محمد صاحب ڪنڀار شريـف واري بزرگ جي دست مبارڪ تي بيعت ڪئي هئائون. نماز روزي جا سخت پابند، شب خيز،

عابد، زاهد ۽ متقي انسان هئا. علماء ڪرام ۽ صوفياء عظام جي عزت ڪندڙ ۽ صلحاء جي صحبت ۾ دلي مسرت ۽ قلبي تسڪين حاصل ٿيندي هين.

مولانا پنهنجي پٺيان ٽي فرزند (١) مولانا حاجي محمد صالح متوفي ١٣٦٣ھ (٢) مولانا محمد قاسم ۽ (٣) مولانا محمد ابراهيم ڇڏيائون.

شاگرد:- مولانا گل حسن سجاده نشين ڪنڀار شريف، (٢) حضرت مولانا عبدالله رتوديرو (٣) مولوي ڪريمداد ساڪن ٽوڙهي (تعلقو قمبر) (٤) مولانا غلام محمد ڏگهه (تعلقو قمبر) وارو (٥) مولانا محمد قاسم ڳڙهي ياسيني (سندن فرزند). (٦) مولانا تاج محمد بلوچستاني (٧) مولانا جمال الدين بلوچستاني (٨) مولانا ڪمال الدين سيوهاڻي (٩) مولانا عنايت صاحب آگرو.

علم و فضل:- مولانا جن ادبي علمن ۽ فقه ۾ ڏاڍا پڙ هئا. فتويٰ نويسي ۽ قضا جو سٺو محاورو هون. مولانا صاحب جو پنهنجي همعصر عالمن مان مخدوم حاجي حسن الله پاٽائيءَ سان هندستان جي دارالحرب يا دارالاسلام هجڻ تي وڏا تحريري مناظرا ٿيندا رهيا. مولانا جو رايو هو ته هندستان دارالاسلام آهي ۽ مخدوم صاحب جي فتويٰ ان جي ابتڙ هئي. مولانا شاعريءَ جو به سٺو ذوق رکندا هئا. مولانا جن درس و تدريس ۽ فتويٰ نويسي جي شغل کانسواءِ تصنيف و تاليف جو سلسلو به جاري رکندا آيا. سندن جي ڪي تصنيفون زماني جي دستبرد کان محفوظ رهيون آهن انهن جا نالا هن طرح آهن:-
(١) ”تذر“ بابت هڪ رسالو- (٢) مائة عامل تي حاشيو ۽ ترڪيب، (٣- ٦) هداية النحو، بديع الميزان، ايساغوجي ۽ صرف بهائيءَ تي حاشيا. (عبدالرحمان جتوئي)

مولانا مخدوم غلام مصطفيٰ محمد پور (تعلقہ گهوٽڪي) وارو به مولانا محمد هاشم وٽ پڙهي فارغ ٿيو. ان زماني ۾ سنڌ ۾ ٻن قسمن جا عالم هئا (١) عقيدن ۽ حق گوئي ۾ پڪا ۽ مضبوط. ملڪي سياسي حالات کان باخبر ۽ ملڪي غيرت وارا اهي تمام گهٽا هئا انهن کي امروٽي علماء چيو ويندو هو (٢) انهن کانسواءِ ڪمزور ۽ انگريز گورنمينٽ جي خوشنودي لاءِ ڪم ڪندڙ اهي ٿورا هئا ۽ انهن کي همايوني جماعت چيو ويندو هو- مولوي محمد هاشم ۽ ان جا پٽ انهيءَ پوئين قسم مان هئا. مولوي محمد قاسم ۽ مولوي محمد ابراهيم بنا نرينه اولاد جي فوت ٿي ويا باقي ميان محمد صالح کي ٻه پٽ ٿيا ۽ ان جا ٻه پوٽا ميان منظور احمد ۽ ميان منصور احمد ڪراچي

۾ رهندا آهن- مولانا محمد هاشم جي سوٽ جي پٽ ميان امام بخش جو پٽ مولوي نجم الدين متوفي ٢٦ ذوالقعد ١٣٩٩ھ مولانا محمد قاسم وٽ پڙهي فارغ ٿيو. ان جو پٽ مولوي محمد قاسم هن وقت مسند نشين آهي. مولانا محمد هاشم ذات جو سومرو هو. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولوي محمد قاسم پاسيني

مولانا محمد هاشم جو پٽ ١٦ ربيع الآخر ١٣٠٥ھ ۾ تولد ٿيو. تعليم سوري پنهنجي والد صاحب کان ورتائين البت ميبذي، توضيح سع تلويح ۽ مطول مولانا عبدالغفور همايوني وٽ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو. پارسي جو سٺو شاعر هو. ادب عربي ۾ بي‌مثال هو. فتوىٰ جي وڏي مهارت هيس. مولانا عبدالغفور همايوني جي وفات کان پوءِ بلوچستان ۽ شمالي سنڌ جون فتوائون کانئس پڇيون وينديون هيون عام ماڻهون جو مرجع هو. درس و تدريس جو ڪم به جاري رکيو آيو. نقشبندي طريقي ۾ خواجه عبدالرحمان لڪڙائي سان تعلق هين. سندس فتوائن جو مجموعه فتاوىٰ قاسميه ١ جلد ۾ پيرا ڇپجي چڪي آهي. سندس شاگرد تمام گهڻا آهن جن مان ڪي هي آهن سندس پاٽ مولانا محمد ابراهيم، مولوي صاحبداد سلطان ڪوٽي جامع فتاوىٰ قاسميه، مولانا احمد قاضي مڪران، مولانا ولي محمد قاضي منڙي بلوچستان، مولوي محمد حسين مدير الحنيف جيڪب‌آباد، مولانا حافظ محمد هاشم اسحاق ديرائي ۽ مولانا دين محمد وفائي.

وفات:- سندس وفات ٤٤ سال عمر ۾ ١٧ ذوالقعد ١٣٤٩ھ ۾ ٿي. سندس وفات تي مولانا قاضي محمد ابراهيم ڪارڙائي، مولانا محمد عظيم شيدا ۽ پون شعر چيا هئا. (تذڪره مشاهير سنڌ ۽ ان جو حاشيو)

فتاوىٰ قاسمي جو مون مطالعو ڪيو آهي. ان ۾ ڪافي غلطيون آهن. مون کي مولانا جي علميت جو جيڪو تصور هو اهو بالڪل ڪمزور ٿي ويو. (عبدالوهاب چاچڙ)

تصنيفات:- فتاوىٰ قاسمي هڪ جلد ڇپيل آهي ۽ ڇهن پنجن جلدن جيترين قلمي فتوائون موجود آهن- رساله در باره تقليد- الفاظ القرآن با معنىٰ پارسي ناتمام- مجموعه اشعار- عمدة الآثار في تاريخ ڪنبار- اهو ڇپيل آهي. (مهراڻ سوانح حيات نمبر)

# مولوي محمد ابراهيم پاسيني

مولانا محمد هاشم جو پيو نمبر پٽ ١٣٠٧ﻫ ۾ ڄائو. ابتدائي ڪتاب پنهنجي والد وٽ ۽ باقي سمورو علم پنهنجي وڏي ڀاءُ مولوي محمد قاسم پاسيني وٽ پڙهيو. مولانا عبدالغفور همايوني جي ڏوهٽي مولوي عبدالباقي مرحوم جي تعليم لاءِ همايون ۾ رهايو ويو هو. مولوي محمد قاسم جي وفات کان پوءِ ڳڙهي پاسين ۾ اچي پنهنجي ابي ۽ ڀاءُ جو مدرسو سنڀاليائين.

تصنيف:- تمام ڳهڻي تصنيف ڪيائين جن مان هي ڪتاب ڇپيل آهن (١) ترجمه مشڪواة ربع اول (٢) ازالة الارتياب پارسي (٣) حڪم فوٽو گرافي عربي (٤) قوت الايمان (٥) العقول الصواب (٦) مناسب حج (٧) لباس النبي (٨) تعليم المسلمين (٩) هداية العباد فيما يتعلق بالضاد اهي ٦ رسالا سنڌي ۾ آهن (١٠) جماعة ثانيه پارسي (١١) آداب رسول (١٢) ما مريدان اهي ٽيئي منظوم پارسي آهن. (ايضاً)

مولوي محمد ابراهيم جي تاريخ وفات معلوم نه ٿي سگهي. مولوي صاحب جو نالو تمام وڏو هو پر ان جي تصنيف پڙهڻ مان اندازو ٿئي ٿو ته هو تمام سطحي قسم جو عالم هو. ان جو استدلال به سفسطي قسم جو هو. حضرت مولانا احمد علي رحه ڳڙهي پاسين وارن مولوين جو ناطقه بند ڪري ڇڏيو هو ۽ ڪٿي به مولانا جو نالو ٻڌندا ته ان پاسي رخ ئي نه ڪندا هئا. انهن جو ڪتب خانو بهترين آهي پر جنهن کي ان جو ڏسڻ نصيب ٿئي. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا واصل محمد بروهي رحه

مولوي صاحب جي والد جو نالو ميان محمد مراد لهڙي بروهي هو ۽ سندس آبائي وطن ڳوٺ سچو متصل لنڊسي اسٽيشن ضلع سبي صوبو بلوچستان هو. ميان محمد مراد کي اتي ڪجهه باراني زمين هئي، جيڪا وڏي تي ٿيندي هئي. جيڪڏهن مينهن وسندو هو ته زمين آباد ٿيندي هئي ورنه غيرآباد رهندي هئي ان ڪري سندس مالي حالت اهڙي سٺي نه هئي. مولوي محمد واصل ان ئي ڳوٺ ۾ تولد ٿيو. اگرچه پاڻ پڙهيل ڪونه هو تاهم ڪيس پنهنجي فرزند کي ديني تعليم ڏيارڻ جو ڏاڍو شوق هو.

مولوي صاحب قرآن شريف پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهيو. مولوي صاحب وڌيڪ ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي اباڻي ڳوٺ کي الوداع چئي سنڌ ڏانهن راهي ٿيو. تن ڏينهن ۾ رستم ۽ سومراڻي جي ڳوٺن ۾ ديني مدرسا هئا. رستم ۾ مولانا عبدالستار ۽ سومراڻي ۾ مولانا عبدالله ۽ مولانا عبدالقادر جهڙا مشهور عالم درس ڏيندا هئا. انهن مدرسن جي شهرت ٻڌي مولوي صاحب انهن شهرن ۾ تعليم پرائڻ جو عزم ڪيو. مولوي صاحب جن ڪجهه وقت رستم ۾ ۽ باقي وقت سومراڻي جي مدرسي ۾ تعليم حاصل ڪري دستار بندي ڪئي ان کان پوءِ سنڌ کي پنهنجو مستقل مسڪن بنايو. مولوي صاحب مرحوم سنڌ جي ڪيترن ئي مدرسن ۾ تعليم ڏني. ڪجهه وقت سومراڻي جي مدرسي ۾، ڪجهه وقت ابراهيم ڳوٺ متصل چڪ ۾ تعليم ڏيندا رهيا. هن ئي مدرسي ۾ حضرت مولانا حمادالله هاليجوي رح. مولوي صاحب وٽ عربيءَ جا ڪجهه ڪتاب پڙهيا هئا. ان بعد ڳوٺ علي شاهه، مسو ڀوڙ (هن ڳوٺ جي جتوئين سان شادي ڪيائون ته لڏي اتي اچي رهيا ۽ ڀچاڙي تائين رهيا)، ڳوٺ غازي ڀوڙ ۽ ڳاڙهو مقام (تعلقو خانپور) جي مدرسن ۽ مڪتبن ۾ پڙهائيندا رهيا. مولوي صاحب مرحوم متوڪل شخص هو، دنيوي لالچ جو وٽن نالو نشان ئي ڪونه هو ان ڪري گهڻن مدرسن ۾ مفت ۽ ڪن مدرسن ۾ معمولي پگهار تي پڙهائيندا رهيا. مولوي صاحب مرحوم تمام وڏي عمر لڏي سندن عمر هڪ سؤ ورهين کان به تجاوز ڪري وئي هئي. سندس هوش ۽ حواس ٺيڪ هئا البته پويان ڪجهه مهينا فاتر العقل ٿي ويا هئا. مولوي صاحب ١٢٧٥هه ۾ وفات ڪئي. سندن جنازي نماز سندن نياڻي مرحوم ميان عبدالله جتوئي پڙهائي. کين ڳاڙهي مقام ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو. مولانا جن بي غرض، خود دار، حق گو ۽ حق پسند هئا. صحيح ۽ سچي ڳالهه روبرو چئي ڏيندا هئا چاهي اهو ڪيڏو به وڏو ماڻهو چونه هجي.

سيدنا حضرت عثمان ذوالنورين رض جي سنت تي عمل ڪندي پنهنجن عزيزن سان نهايت محبت ۽ مروت سان پيش ايندا هئا. انهن جي هڙون توڙي وڙون مدد ڪندا هئا. پاڻ سادو کائيندا هئا ۽ سادو هنڍائيندا هئا. دنيوي عيش عشرت ۽ لٽ لانگر کان وڙن ويندا هئا. ڪپڙا به معمولي فقط به جوڙا هوندا هين. گهر به معمولي لهيل هون جيڪو مختصر سامان تي مشتمل هو. شريعت تي سختيءَ سان عمل ڪندا هئا ۽ هميشه اهڙي قسم جي دعا گهرندا رهندا هئا. هڪ ماڻهو بنده راقم الحروف کي

پڙايو ته مولوي صاحب هميشه هيءَ دعـــا گهرندا هئا: اللهم ثبت قدمي علي الصراط المستقيم ابدآ ابدا. مولوي صاحب تهجدگذار هئا. آڌيءَ رات جو اٿي پنهنجي مالڪ جي ياد ۾ مشغول ٿي ويندا هئا ۽ اڪثر ڪري ته تهجد جي نماز بعد ويٺا ذڪر ڪندا هئا تان ته صبح جي نماز جو وقت اچي ويندو هو.

مولوي صاحب مستجاب الدعوات هوندا هئا. جيتري قدر مونکي معلوم ٿيو آهي ته سندن دعائون بارگاه ايزدي ۾ قبول ٿينديون هيون. ڪيترائي ماڻهو ڪانئن دعائن گهرائڻ لاءِ ايندا هئا. طبيعت جا جلالي هوندا هئا ڪين ڪوئي تڪليف ڏيندو هو ته بيساخته ٻاراتي جا الفاظ نڪري ويندا هئا ۽ بالسرالله اهي پورا ٿيندا هئا ان ڪري ماڻهو ڪانئن ڏاڍو ڊڄندا هئا. پاڻ آسيب زده ماڻهن جو علاج به ڪندا هئا.

اولاد:- مولانا ٻي شاديون ڪيون هڪ سومرائي شريف جي ملڪتوم مان ڪيائون ان مان ڪيس ٢ پٽ ۽ ٣ نياڻيون ٿيون جيڪي سڀ ننڍي ئي فوت ٿي ويا ان زماني ۾ پاڻ اتي پڙهائيندا هئا ۽ گهر به اتي هو. وري پنهنجي قوم مان شادي ڪيائون ان مان ٦ نياڻيون ٿيون وري جتوئي قوم مان پرڻيا ۽ انڪري سومرائي مان لڏي نئين مائٽن وٽ اچي ويٺا ۽ پوڙهپ ۾ روزانه اتان پنڌ اچي سومرائي ۾ پنهنجي استاد زادن کي پڙهائيندا هئا. ان مان ڪيس هڪ پٽ عبدالفتاح ۽ هڪ نياڻي ٿي. عبدالفتاح مامن سان گڏ ١٩٦٤ع ۾ لڏي اچي الهداداڻي لڳ ڳوٺ ۾ اچي رهيو ۽ اتي دڪان هلائي رهيو آهي. (عبدالرحمان جتوئي)

مولانا جي شاگردن مان مولانا محمد صادق عرف سنهڙو انڙ به آهي.

# مولوي ڄام سوڍرو

مولوي ڄام سن ١٢٦٢ھ ۾ ڳوٺ حاجي خان ڪلهوڙو تعلقه خانپور ضلع شڪارپور ۾ تولد ٿيا. سندس والد آخوند محمد دائود اهل الله هو. اصل ۾ ڳوٺ موڻائي مهر ۾ ويٺا هئا پر درياهه جي اٿل پٿل جي ڪري آخوند صاحب ١٢٠٨ھ ۾ موڻائي مهر کي ڇڏي هن ڳوٺ ۾ اچي رهيو. قرآن پاڪ پنهنجي والد وٽ پڙهي پوءِ سومرائي جي مدرسي ڪنزالعلوم ۾ داخل ٿيو. اتي ٻه اٺ سال ڪن پڙهيو. پوءِ پنهنجي ڳوٺائي مولوي غلام رسول ڪلهوڙي سان گڏجي جامع مسجد گهوٽڪي واري مدرسي ۾ ڪافي

زمانو پڙهندا رهيا. پوءِ دارالعلوم ديوبند ويو ۽ حضرت شيخ الهند رح. وٽ فراغت حاصل ڪيائين. حضرت شيخ الهند رح. جي حڪم سان مولوي چام سهارنپور ويو ۽ مولانا فيض الحسن کي حماسه جي شرح لکڻ ۾ مدد ڪيائين. مولانا فيض الحسن حضرت گنگوهي جو شاگرد هو ۽ دارالعلوم ديوبند ۾ به پڙهيو هو. مولوي چام ڏاڍو متوڪل ۽ شرع جو پابند هو. توحيد جو پڪو ۽ بدعت جي سخت خلاف هو.

وفات ۽ اولاد:- مولوي چام ٨١ سالن عمر ۾ ۴ رجب ١٣۴٣ھ مطابق ١٩٢٥ء ۾ فوت ٿيو. کيس ست پٽ ۽ پنج نياڻيون هيون. پٽن مان محمد حسن "مسڪين" متوفي ١٥ شعبان ١٣٩٦ھ ۽ حافظ حاجي جمال الدين صاحب اولاد ٿيا ۽ ٻن نياڻين جي شادي ٿي هڪ حاجي محمد خان مرحوم ۽ هڪ ماستر محمد پريل جي عقد ۾ آئي. محمد حسن "مسڪين" کي هڪ پٽ ڊاڪٽر عبدالخالق سومرو "راز" ۽ ٽي نياڻيون ٿيون جن مان هڪ ماستر عبدالڪريم جي عقد ۾ ٻي مولا بخش ۽ ٽين ماستر غلام اڪبر جي عقد ۾ آيون. ٻوئيون ٻيئي حافظ القرآن آهن. حافظ حاجي جمال الدين کي اٺ پٽ ۽ ست نياڻيون ٿيون. پٽن مان ٽي حافظ آهن. حافظ الهه بخش، حافظ رحيم بخش ۽ حافظ نبي بخش. حافظ مولوي رحيم بخش مدرسه سراج العلوم ڳوٺ حاجي خان ڪلهوڙي جو مهتمم ۽ صدر مدرس آهي. (تلخيص مضمون ڊاڪٽر عبدالخالق "راز")

ڳوٺ جي هڪ پوڙهي ٻڌايو ته ملا چام چوندو هو سان ۽ مولوي غلام رسول ٢٢ سال جامع مسجد گهوٽڪي ۾ پڙهياسين. خاندان جي ماڻهن کان هي به معلوم ٿيو ته مولوي چام حضرت امروٽي رح. جو حد کان وڌيڪ معتقد ۽ مريد هو. مهينن جا مهينا امروٽ شريف ۾ رهيو پيو هوندو هو. حضرت استاد مولانا مظهرالدين به ٻڌايو ته ملا چام حضرت شيخ الهند جو شاگرد هو. (عبدالوهاب چاچڙ)

حاجي خان ڪلهوڙي جي ڳوٺ جا ٻه ٻيا عالم به گذريا آهن **مولوي غلام رسول ڪلهوڙو** جيڪو گهڻو وقت ملا چام رح. سان گڏ پڙهيو ۽ **مولوي علي بخش ڪلهوڙو** جيڪو مولانا نبي بخش عودوي وٽ پڙهي فارغ ٿيو انهن جا تفصيلي احوال نه ملي سگهيا.

**مولوي محمد صادق:-** ٻن گلشير پوڙ ڳوٺ غازي پوڙ لڳ خانپور اهو بزرگ عودي ۾ به پڙهيو ۽ مولانا خوش محمد ميروخاني وٽ به پڙهيو ۽ اتي ئي دستاربندي ڪيائين.

ميان جي ڳوٺ ۾ ۽ ڪهراڻا مياڻن جا آهن هڪڙا پنهيارجن ۾ مولانا محمد دائود ۽ ان جو پٽ مولانا عبدالحي گذريو آهي جنهن جو سنڌي رسالو عمدة المناسڪ لکيل آهي اهو اڳي ڇپيو هو، ان جي وفات جي تاريخ مولوي محمد ابراهيم ياسيني چئي هئي

گفت ناظم سال و صلش را" بجود ايزدي
رفت عبدالحي از دنيا سو دارالسلام"

بجود ڪان آخر بيت تائين ١٣٥٦ھ نڪري ٿو. مولانا ٧ جماديالثاني ١٣٥٦ھ ۾ فوت ٿيو. ميان مبارڪ همايون جو پڙهيل هو. مولوي عبدالحئي مولوي محسن شاه وٽ پڙهيو هو. مهر مياڻن مان مولوي محمد اسماعيل ٻي گذريو آهــي اهو ۽ مولانا محسن شاه وٽ پڙهيو هو. انهن بزرگن جا تفصيلي حالات نہ ملي سگهيا.

مولوي عطا محمد ڀوڙ :- گوري ڀوڙ جي ڳڪ جو ويٺل هو. گوري ڀوڙ ۾ ۽ پڙهائيندو هو. مشهور صرفي هو. ان جو احوال ٻہ نہ ملي سگهيو.

# مولوي خليل الله مهر

مولوي خليل الله ولد مولوي محمد ايوب ولد مولوي محمد يوسف ولد ملا خدا بخش ولد محمد اسماعيل ولد محمد يوسف ولد مولوي محمد ايوب. سندن خاندان کي ايوبي سڏيندا هئا. سندن ذات ڏيراجا مهر هئي.

اڳي سنڌو نديءَ کي بند نہ هوندا هئا ان ڪري سندن وڏا ڪنهن وقت بهاولپور ۾ ڪنهن وقت پنيءاقل جي آس پاس تہ ڪڏهن خانپور ۾ رستم ۾ گذاريندا هئا. سندن هٿ ۾ گهڻيون زمينون هيون ان ڪري ميان سيد عادو شاه وٽ پنهنجي زمين ۾ ڪوٽ ڳڙهي عادو شاه نالو رکي مستقل ٿي ويٺا سندن ڪوه ڳڙهي عادو شاه خانپور ۾ هئا. هن وقت تائين خانپور جي اوڀر پاسي وڏو واه شير محمد مهر سان مشهور آهي.

مولوي خليل الله تاريخ ٢٤ رمضان شريف ١٢٩٦ھ ۾ ڪوٽ ڳڙهي عادو شاه ۾ ڄمي ٿيو. مولوي محمد ايوب تمام نيڪ بندو هو. سڀ ماڻهو سندس ادب ڪندا هئا. انهن جا فيصلا ٻہ ڪندا هئا. ان پاڻ پنهنجي پٽ مولوي خليل کــي قرآن شريف ۽ ابتدائي ديني ڪتابن جي تعليم ڏني. ان بعد مولانا عبدالقادر انڙ پنهواري واري وٽ ڪجهہ ديني تعليم حاصل ڪئي. ان وقت حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽي ۾ اتي

تعليم وٺندا هئا. جڏهن حضرت امروٽي رحه تعليم پوري ڪئي ۽ امروٽ شريف ۾ وڃي رهيا ۽ اتي تعليم ڏيڻ شروع ڪيائون ته مولوي خليل الله علم جي تحصيل حضرت امروٽي رحه وٽ امروٽ شريف ۾ ڪئي. حضرت امروٽي رحه جو مولوي خليل الله سان ايترو پيار هوندو هو جو ڪيس پنهنجو پٽ سڏيندا هئا. جڏهن ڪجهه مونجهارا ٿيندا هئا ته مولوي خليل الله اهڙو سهڻو ۽ کلائيندڙ گفتگو ڪندا هئا جو سندن طبيعت کلي پوندي هئي.

علم جي تحصيل ڪري ڳڙهي عادو شاه ڳوٺ ۾ ديني مدرسو کوليو ۵ سال ديني تعليم ڏنائون. ڳوٺ ڳڙهي عادو شاه ۾ وڏي جامع مسجد تيار ڪرايائون ۽ مدرسه ۾ هڪ ننڍو کوهه به کٽايائون.

١- مولوي غلام رسول مخدوم (ٻرڻ ڳوٺ) ٢- مولوي غلام حيدر شاه پنهواري ٣- حڪيم قائم الدين مهر (موٽائي پوء جيڪب آباد رهيو) ٤- وڏيرو غلام نبي مهر موٽائي ٥- مولوي فضل احمد انڙ ٦- حضرت مولانا حمادالله انڙ رحه جهڙا مشهور ماڻهو وٽس پڙهيا هئا.

مولوي خليل الله رحه تمام سخي هوندا هئا ۽ حڪيم به اهڙا هئا جو فقط ڏسڻ سان بيماري پڌائيندا هئا سندن هٿ شفا تمام مشهور هئي- سندن ڪم زميدداري هو ١١ ديهن ۾ زمين هئي. زمين جي پيدائش مان ڏهون حصو خيرات ڪندا هئا. ننڍن يتيم ٻارن ۽ بيواه عورتن کي آن، پئسا، ڪپڙا ۽ دوائون خيراتي ڏيندا هئا- راهڪن مان ٻڌي ڳوٺن سان ڪندا هئا- راهڪ آن جون ڳوٺيون ڀري ورهاست ڪندا هئا يا وڏيون ڪاريون ڪاڻ جون ٿهيل ان سان آن ورهائيندا هئا- دوائون گهوڙي تي خورجين ۾ وجهي عام ماڻهن کي ڏيندا هئا ۽ جي ڪو واٽ تي بيمار ملندو هو ته ان کي دوا به مفت ڏيندا هئا ۽ رک جي سامان لاءِ ٻه ٻه ٽي روپيه ڪيسي مان ڪڍي ڏيندا هئا اهڙي ريت غريبن جي مدد ڪندا هئا هن وقت هزارين آدمي ياد ڪري ڳوڙها ڳاڙيندا آهن ۽ دعائون ڪندا آهن.

سندن گفتگو ۽ ٻولڪن جي تعريف ننڍي وڏي جي وات ۾ هلندي آهي ۽ ماڻهن جا فيصلا به ڪندا هئا ديني به ۽ دنيوي به.

وفات:- مولوي خليل الله رحه ٦٣ سالن جي عمر گذاري آخر ۾ ڪين گڏه ڳڙ جي بيماري ٿي ان جي آپريشن سول اسپتال سکر ۾ ٿي- سواءِ نشي جي ڊاڪٽرن آپريشن

ڪئي. ڊاڪٽر عجب ۾ پئجي ويا ته آفرين مولوي صاحب کي آهي جو آپريشن وقت عضوو به نه چوريو. پر ان آپريشن مان فائدو ڪونه ٿيو. آخر ٢٥ شعبان ١٣٥٩ھ ۾ وفات ڪيائون.

اولاد:- ١١ پٽ ۽ ٥ نياڻيون هيون. ٧ پٽ ۽ ٢ نياڻيون ننڍي هوندي فوت ٿي ويا باقي ٤ پٽ محمد يوسف، عبيدالله، محمد ايوب ۽ محمد حسين ۽ ٣ نياڻيون وڏي عمر تي پهتا. سندس پٽ گهڻو ديني علم ڪونه پڙهيا. هن وقت سندس هڪ پٽ رٽائر ماستر محمد حسين حال حيات آهي ان کي ٨ پٽ ۽ ٤ نياڻيون آهن سندس ننڍو پٽ حفيظالله ديني تعليم وٺي رهيو آهي. (محمد حسين بن مولانا خليل‌الله مهر)

مولوي خليل‌الله طب به پنهواري ۾ پنهنجي استاد کان سکيو هو ۽ ماهر حڪيم هو. حضرت امروٽي سان بيعت هئس. پاڻ گهڻو سياح هو. واعظ به زبردست هو. حضرت امروٽي حڪم ڪيو ته مولوي خليل تقرير ڪري. خليل نالي هڪ مولوي اٿيو. پاڻ فرمايائون نه. مولوي خليل مهر تقرير ڪري. مزاحيه طبيعت هين. ان جي مزاح جا قصا تمام گهڻا ۽ عجيب و غريب آهن. ڪيترن مزاحن ۾ وڏيون نصيحتون ۽ علمي نڪتا آهن ۽ ڪي مزاح عامي به آهن. حضرت امروٽي رحه کي جڏهن طبيعت تي قبض طاري ٿيندو هو ته مولوي خليل کي سڏ ڪندا هئا. اهو سمجهي ويندو هو ته ٿي اهڙا پوڪ ڪندو هو جو حضرت جن کلي ويهندا هئا ۽ طبيعت ۾ سبط اچي ايندو هو. ان ڪري ته هڪ پيري حضرت امروٽي کي وضو ڪندي مولوي خليل جي ڪا ڳالهه ياد آئي ته بار بار مولوي خليل جي طرف ڏانهن چنبا هڻندي فرمائيندا رهيا مولوي خليل خدا جي رحمت هجيئي. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا دوست محمد

مولانا دوست محمد جن ذات جا ڏيٿا هئا، ليڪن سندن آباء و اجداد ٽالپرن جي صاحبيءَ واري زماني ۾ قضا جي عهدي تي فائز هئا تنهنڪري هو "قاضي" سان مشهور ٿيا. سندن وڏا اصل سيوهڻ طرف جا ويٺل هئا ۽ روزگار جي سانگي يا ٻئي ڪنهن سبب اتان نقل مڪاني ڪري اچي مرزا پور ۾ سڪونت پذير ٿيا.

مولانا صاحب جي نسب جو سلسلو سندن وڏي ڏاڏي (جيڪو قضا جي منصب تي متمڪن هو) تائين هن طرح آهي: مولانا قاضي دوست محمد ولد آخوند حاجي ولد ميان غوث محمد ولد قاضي مفتي نور محمد رحه.

مولانا صاحب جي ولادت تقريباً ١٣٤٠هه (١٩٢٢ء) مرزا پور ۾ ٿي. قرآن شريف ۽ سنڌيءَ جا ڇهه درجا ڳوٺ ۾ پڙهي ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مرزا پور جي بالڪل متصل "دڙي جي ڳوٺ" ۾ مولوي فيض محمد ڏکڻ جي مدرسي ۾ داخل ٿيا فارسي ۽ عربيءَ جا ڪتاب هن مدرسي ۾ پڙهي پوءِ دارالهديٰ ٺيڙهي ۾ تحصيل علم لاءِ پهتا. هن مدرسي ۾ رهي مولانا صاحب باقي رهيل سمورا ڪتاب پڙهي دستاربند ٿيا. جيئن ته مولانا صاحب جي مالي حالت بهتر نه هئي ان ڪري تعليم وٺڻ سان گڏ مدرسي جي سنڌي اسڪول ۾ ماستري به ڪندا هئا. مولانا صاحب سنڌيءَ جا ماهر هئا ۽ سندن آکر به موتين جهڙا سهڻا هئا ان ڪري سنڌي اسڪول کي نهايت ترقي وٺرايائون. مولانا صاحب هن مدرسي ۾ اٽڪل ١٠ سال کن رهيا ۽ آخر سن ١٣٦٤هه (١٩٤٥ء) ۾ تعليم مڪمل ڪري فارغ التحصيل ٿيا. فراغت بعد پنهنجي ڳوٺ ۾ اچي جامع مسجد ۾ مدرسو کولي پڄاڻي تائين اتي تعليم ڏيندا رهيا. شروعات ۾ ته جا طالبعلم پڙهندا هئا پوءِ جڏهن مدرسي ۽ مولانا جي شهرت ٿي ۽ ٻاهريان طالب علم به رهڻ لڳا ته ڳوٺ وارن جي اعانت سان مسجد جي پر ۾ مدرسي جا ڪمرا تعمير ڪيا ويا. موڪل واري مهيني ۾ پاڻ مدرسي جي خرچ پکي لاءِ چندو به ڪندا هئا آخري ٻن ٽن سالن ۾ تعليم جو نظام قائم نه رهي سگهيو جو لڳاتار ڪي واقعا رونما ٿيا جن مولانا کي پريشانين ۾ مبتلا ڪيو (١) مولانا جي اهليه جو انتقال ٿيو ۽ ننڍڙن ٻارڙن جي پرورش جو بار مولانا تي اچي ويو (٢) مولانا جي زمين پاڻيوارن هڙپ ڪري ڇڏي ان به مولانا کي مالي پريشاني ڏني (٣) مولانا جو جوان ۽ ڪمائيندڙ پٽ قتل ڪيو ويو اهي اسباب هئا مولانا جي پريشاني ۽ ڪمزوري جا. آخرڪار مولانا کي مٿن پريشانن جي بيماري ورتو ۽ سول اسپتال لاڙڪاڻي ۾ اڳاري ڏينهن ١٣ ربيع الاول ١٣٩٦هه مطابق مارچ ١٩٧٦ء فوت ٿي ويا سندس جنازو ڳوٺ آندو ويو اوري پري جا عوام ۽ علماء جنازي ۾ شريڪ ٿيا ٺيڙهي جا سڀ استاد پڻ شريڪ ٿيا. مولانا جي اوصاف جو بيان نه ٿو ڪري سگهجي. مشهور شاعر نثار بزمي جي هنن لفظن تي اڪتفا ڪريان ٿو "مولانا دوست محمد وڏو مهمان نواز، حليم طبع، سلو مقرر، پنهن جو ستايل، عزيزن جو آڌاريل، وقت ڪان اڳي وساميل، تقرير و تحرير جو ماهر هو". (عبدالرحمان جتوئي)

## حڪيم مولوي عبدالرحيم

شڪارپور جي قريشي خاندان سان هو. اهو خاندان پراڻي زماني کان طب سان تعلق رکندو پئي آيو. هي پاڻ ڏيڍ سال جو هو ته سندس والد فوت ٿي ويو. ابتدائي تعليم پنهنجي چاچي مولوي نورالدين کان ورتائين پوءِ مولانا نور محمد شهداد ڪوٽي وٽان فارغ التحصيل ٿيو.

طب جي مڪمل تعليم حڪيم مولوي عبدالرؤف حيدرآباد وٽان حاصل ڪيائين. ٻهرين پنهنجي چاچي جو مطب هلائيندو هو پر سير و سياحت سانگي ملتان ويو جتي هڪ رئيس جي علاج ڪرڻ بعد سندس زور پرڻ تي اتي ئي رهي پيو.

طب ۾ ڪافي شهرت وارو هو. جيڪب آباد، حيدرآباد ۽ ٻين علائقن جا ماڻهو ملتان تائين سندس معتقد هئا. ملتان وڃڻ کان پوءِ بهاولپور، پنجاب ۽ جهنگ سيال جا ماڻهو هن ڏانهن رجوع ٿيندا رهيا جن ۾ غريب ۽ امير سڀ هئا. ١٩٠٥ع ڌاري ملتان ۾ وفات ڪري ويو. سندس پٽ حڪيم مولوي خدا بخش هاڻي انهيءَ بزرگ جو جانشين ٿي ملتان ۾ رهي ٿو. (سنڌ جي طبي تاريخ از جناب نياز همايوني)

## حڪيم مولوي گل محمد صديقي

اصل ترائي جو هو اتان لڏي اچي مدنجي ۾ ويٺو ١٩٤٢ع واري پوڏ ۾ آغا بدرالدين دراني جي چوڻ تي ڳڙهي ياسين ۾ آيو. ديني تعليم جي تحصيل مولانا مير محمد جاکوراڻي نورنگي وٽ ڪيائين. هن جو خاندان طبيب خاندان ڪري ليکيو ويندو هو. نبض شناسي ۽ تشخيص ۾ وڏو ماهر هو. دهلي جي مشهور نابينا حڪيم سان سندس دوستاڻا تعلقات هئا. سندس ڪي قلمي ڪتاب پوٽين وٽ محفوظ آهن. سندس ٻئي پٽ به حڪيم هئا. (ايضاً)

## مولانا حافظ عبدالرحمان شيخ

سنڌ جي هن عظيم بزرگ جا وڏا اصل شيخاڻين جي ڳوٺ جا رهاڪو هندو هئا جيڪو کهوڙڪي تعلقي ۾ آهي- سندن دل ۾ حق جي تلاش ۽ جستجو هئي جنهن کين اسلام جي طرف راغب ڪيو.

هڪ ڏينهن شهر جي ٻاهران پاڻي پريندي سندن ملاقات حضرت مولانا غلام رسول

جن سان ٿي، ۽ انهن سان گڏجي قطب الاقطاب حضرت مولانا تاج محمود امروٽي رح. جن جي خدمت ۾ اچي توحيد جو ڪلمو پڙهي اسلام جي دولت سان سرفراز ٿيا.

مولانا امروٽي رح. سندن نالو عبدالرحمان رکيو. هن جي صلاحيتن جو اندازو حضرت جن کي ٿي چڪو هو تنهن ڪري سندن تعليم و تربيت لاءِ حضرت مولانا غلام رسول جن کي خصوصي تاڪيد ڪيو. مولانا غلام رسول جن محمدا باغ جي ڳوٺ ۾ آيا جيڪو چڪ پرڳڻي کان ٿي ڪوه اتر ۾ آهي.

مشهور آهي ته مولانا غلام رسول جن عامل بزرگ هئا انهن وٽ هڪ ڪلمدان هو انهيءَ ۾ رهين، آڏين ۽ پولين جون ڍڳريون لڳل هيون ڪيترا دفعا اتان ڪڍڻ بعد به ڍڳريون پنهنجي اصلي ڍڳ جيتريون لڳنديون هيون. هر روز ڪپڙا بدلائڻ سندن عادت هئي ڪين ڪپڙن جا ٣٥ يا ٤٠ جوڙا هئا.

اها حقيقت به تمام مشهور آهي ته هڪ ڏينهن مولانا عبدالرحمان جن سومهڻي جي نماز پئي پڙهائي اچانڪ ڪٿان ڪاريهر نانگ ظاهر ٿيو ۽ وڃي اچي مولانا جن جي پنيءَ ۾ ويڙهجي ويو. آهستي آهستي وٽ ڏنگ لڳو. وڻن ڏنگ سان تڪليف جي شدت ۾ بي پناه اضافو ٿيو. آخرڪار مولانا جن نماز پڄي درد کان بيقرار ٿي مصلي تي ويهي رهيا نانگ ڦڻ ڪڍي زور زور سان ڦوڪون ڏيڻ لڳو جي جماعت پريشان، شاگرد غمناڪ حالت ۾ هرهڪ کي تشويش ليڪن مولاناغلام رسول پرسڪون ويٺو رهيو ۽ سڀني کي تاڪيد ڪندو رهيو ته صبر ڪريو هي نانگ وغيره ناهي. انکي مارڻ جي ڪوشش نه ڪريو. نيٺ نانگ پنهنجو وڪڙ ڍرو ڪيو ۽ مولوي صاحب کي ڇڏي حجري ڏانهن هليو ويو. جماعت وارا ان کي ڏسڻ لاءِ اندر داخل ٿيا ته ڪنهن به شي جو نشان ڪونه هو.

حضرت حافظ عبدالرحمان درويش طبع هئا دنيا سان گهٽ تعلق هو سندن سڄو وقت تعليم و تدريس ۾ گذرندو هو. سندن نيڪي، شرافت ۽ درويشانه روش ڪري پري پري جا شاگرد الله جي ڪتاب ڪلام الله جو درس وٺندا هئا. مشهور آهي ته سائين جن وٽ جن به تعليم وٺندا هئا.

الله تعاليٰ سندن آواز ۾ اها شيريني ۽ درد رکيو هو جو ٻڌندڙ بي اختيار روئي ڏيندا هئا. اهو به مشهور آهي ته جڏهن پاڻ رمضان المبارڪ ۾ الله جي ڪلام جي تلاوت تراويح ۾ ڪندا هئا ته ڳوٺ جون هندو عورتون پنهنجن ڪولن تي چڙهي

الله جو ڪلام پڙھنديون هيون. ڏين جي ۾ن روشن ستاري جمادي الثاني ١٣٣٤ھ ۾ خميس رات اسر مهل وفات ڪيائين. (عبدالقادر "انور" شيخ خيرپور)

مولانا حافظ عبدالرحمان آخري ڪتاب پڙھي فراغت سومرائي ۾ ڪئي ۽ سومرائي سان ان جي خاص نسبت هئي. مولانا جو محمدا باغ ۾ حفظ القرآن جو مدرسو تمام گھڻو مشهور هو ۽ ان جو فيض تمام گھڻو وسيع هو. ان جو پٽ مولانا عبدالغفار به چڱو عالم عامل ۽ خفيه هنرن جو ماهر هو. مسٽر عبدالقادر انور مولانا عبدالرحمان جو پوٽو آهي سندس هڪ ڀاءُ عربي ديني تعليم وٺي رهيو آهي. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولوي خادم حسين جتوئي

مولانا خادم حسين جي والد جو نالو محمد جيئل هو. پاڻ ذات جا جتوئي بلوچ هئا. سندن نسبي سلسلو ڪلهوڙا خاندان جي آخري حڪمران ميان عبدالنبي جي سپه سالار ڏڱاڻي خان جتوئي ڏانهن پهچي ٿو. مولانا صاحب جي ولادت تقريباً ١٨٦٨ع ڌاري ڳوٺ شاهپور متصل مدئجي تعلقو ڳڙھي ياسين ضلع شڪارپور ۾ ٿي هئي. سندن گهراڻو خوشحال هو انڪري مولانا جي ننڍي ٿهي نهايت سک ۽ ناز و نعمت سان بسر ٿي. ان سان گڏ ديندار گهراڻو به هو ان ڪري جڏهن پڙهڻ جيترا ٿيا ته ڪون ڳوٺ جندي ديري ۾ مولانا جان محمد صاحب ڀٽي جي مدرسي ۾ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. جتي پنج ڪتابي کان وٺي سڪندر نامي تائين فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائون. ان کانپوءِ ڳوٺ ترائيءَ (متصل مدئجي) ۾ مولانا قاضي عبدالرزاق جي مدرسي ۾ داخل ٿيا. جتي صرف، نحو ۽ فقه جا ڪجهه ڪتاب پڙهيائون. ان بعد علم جي تحصيل لاءِ رتيديري جو رخ ڪيائون جتي سنڌ جي ناميواري عالم مولانا عبدالله صاحب نوناريءَ اڳيان زانوئِ تلمذته ڪيائون. هن مدرسي جو ماحول مولانا کي نهايت پسند آيو ۽ سندس طبيعت کي به سڪون حاصل ٿيو. هتي درس نظامي سمورو پورو ڪري فارغ ٿيا. دستاربنديءَ کان پوءِ مولانا کي اهڃاڻ به وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ جو خيال ٿيو. سابق رياست بهاولپور جي ڀنگ شهر ۾ جڳ مشهور فلسفي ۽ منطقي عالم نظر محمد اندڙ کان انڪل ٿي سال فلسفو، علم ڪلام ۽ منطق پڙهندا رهيا ۽ آخر انهن ٽنهي علمن ۾ مڪمل دسترس ۽ مهارت حاصل ڪري پنهنجي وطن مالوف ڏانهن واپس وريا.

**درس و تدريس:-** ڀنگ مان واپس ورڻ کانپوءِ مولانا صاحب رتيديري ۾ پنهن جي استاد جي مدرسي ۾ درس ڏيڻ شروع ڪيو. تقريباً ٽن سالن کانپوءِ سن ١٩٠٠ع ۾ رتيديري کي خيرباد چئي اوستہ پليڏنہ آباد تعلقو ۽ ضلع جيڪبآباد جي ديني مدرسہ ۾ صدر مدرس مقرر ٿيا، اهو مدرسو ان ڳوٺ جي مخير زميندار اوستہ ڪريم ڏنو خان جي زير نگراني هلي رهيو هو. هتي مولانا صاحب جي علم ۽ فضل جو چرچو سڄي علائقي ۾ مشهور ٿيو ۽ سنڌ جي مختلف هنڌن تان طالب علم ڪهي اچي وٽن علم پرائڻ لڳا. اهو ديني شغل ١٠ سال پوري زور شور سان جاري رهيو ۽ آخر ١٩١٠ع ۾ مدرسي جي باني ۽ مهتمم سان ڪن ڳالهين تي اختلاف سبب ناراض ٿي پليڏنہآباد کان منهن موڙي جيڪبآباد ڏانهن رهسپار ٿيا. جيڪبآباد ۾ پنهنجن دوستن ۽ ڀلي خواهن جي مشوري ۽ تعاون سان جامع مسجد ۾ مدرسو قائم ڪري پڙهائي شروع ڪري ڏنائون. هن شهر ۾ ته سندن علمي شهرت وڌيڪ مشهور ٿي. ڪيترن مدرسن مان طالب علم ڇڏي مولانا وٽ تحصيل ڪرڻ لاءِ اچڻ لڳا. سنڌ ۽ بلوچستان جا سوين ڪتابي هن علمي شمع جي نور مان منور ٿيڻ لڳا.

سن ١٩١٥ع ۾ سنڌ جي مشهور سياستدان ۽ مدبر شهيد الله بخش سومري جي والد محمد عمر سومري جي اصرار تي وري اوستہ پليڏنہ آباد کي اچي آباد ڪيائون ۽ اوستي ڪريمڏني جي وفات (١٩٢٤ع) تائين هن مدرسہ ۾ تعليم ڏيندا رهيا. اوستہ صاحب جي رحلت بعد سندس وارثن ۾ جائداد جي تقسيم تي تڪرار ٿي پيو ۽ ان ڪري مدرسي جو نظام درهم برهم ۽ ڊانوا ڊول ٿي ويو. ان بدانتظامي ۽ گهوٽالي جي ڪري مدرسي جا شاگرد آهستي آهستي ڀڄڻ لڳا. اها حالت ڏسي مولانا پليڏني آباد کي خدا حافظ چئي رتيديري ۾ سڪونت اختيار ڪئي ۽ پنهنجن دوستن جي اعانت سان پنهنجو مدرسو قائم ڪري تدريس شروع ڪري ڏنائون.

تاريخ ١٥ شوال ١٣٤٨ھ مطابق ١٥ مارچ ١٩٣٠ع تي اجل جي قاصد کي لبيڪ چئي، عالم بقا ڏانهن راهي ٿيا.

مولانا مرحوم کي سندن وصيت موجب جندي ديري ۾ مسجد شريف جي ويجهو سندن شروعاتي استاد مولانا جان محمد صاحب ڀٽي رحہ جي مزار جي متصل سپرد خاڪ ڪيو ويو.

**شاگرد:-** مولانا خادم حسين رحہ صاحب فراغت کان وٺي وفات تائين مختلف

مدرسن ۾ علم محمدي پڙهائيندا رهيا ۽ ولن ڪيترن ئي شاگردن علم حاصل ڪيو جن مان ڪيئي ناميارا علماء ٿــي گذريا آهن. جيئن تہ (١) مولانا عبدالله درخاني مشڪاف بلوچستان، (٢) مولانا قاضي عبدالعزيز مستونگ (٣) مولانا قاضي حبيب الله لسٻيلو، (٤) قاضي صاحبداد سلطان ڪوٽ، (٥) مولوي عبدالواحد ڪوسو جيڪب آباد، (٦) مولوي در محمد ٿل، (٧) مولوي رحيم بخش سومرو شڪارپور (٨ مولانا عبدالحڪيم شڪارپور، (٩) مولوي قاضي عطا محمد ڳڙهي ياسين، (١٠) مولانا دين محمد وفائي، (١١) مولوي عبدالعزيز اوڍو متصل رتوديرو، (١٢) مولوي شهاب الدين بلوچ خيرپور ميرس، (١٣) مولوي عبدالڪريم عباسي، مفتي خيرپور ميرس (١٤) مولوي سلطان احمد جتوئي رتوديرو، (١٥) حضرت مولانا عبدالعزيز رتوديرو ۽ (١٦) مولوي محمد سليمان واعظ ٺرڙي محبت.

**اولاد:-** مولانا جــن هڪ شادي ڪئي جنهن مان ڪوس ٽــي پٽ (١) مولوي نذير حسين مشهور هاري ليڊر ۽ ظريف الطبع هو ۽ لاڏاڻو ڪري ويو آهي (٢) ميان بشير حسين رتيديري ۾ رهندو آهي ۽ مينهن جــو واڙو اٿس. (٣) مسٽر امير حسين ايل-ايل-بي وڪيل ۽ هڪ نيائي تولد ٿي، جيڪا سنڌ جي مشهور ۽ ناميار واعظي مولوي سلطان احمد جتوئي رح، جي عقد ۾ آئي. (عبدالرحمان جتوئي)

## مولوي حافظ محمد حيات صديقي

مولوي محمد حيات رح، حضرت غوث بهاءالحق زڪريا ملتاني رح جي خاندان مان هڪ سٺو عالم ۽ مفتي ٿي گذريو آهي. سندس ولادت شڪارپور ۾ تقريباً ١٢٦٥ھ ڌاري ٿي. سندن والد **مولوي احمدي** ، پنهنجي دور جو مقتدر عالم ۽ جلالي بزرگ هو ان جي وفات ١٣٠٣ھ ۾ ٿي سروري تلاء واري مقام ۾ مدفون آهي. مولوي صاحب سندس ٻيون نمبر پٽ هو. مولوي احمدي پنهنجي مدرسي ۾ جيڪو متصل مسجد مطلبائي جي هو انهيءَ ذهين ۽ لائق پٽ کي تعليم ڏني ۽ اتي ئي فارغ ٿيو. ان زماني ۾ انگريز سرڪار جي گرانٽ سان شڪارپور ۾ ديني علمن جــو هڪ گذيل مدرسو "وڪٽوريہ جوبلي انسٽيٽيوٽ" نالي کوليو ويو هو جنهن جو مهتمم سيد بهادر علي هو. مولوي محمد حيات ان مدرسي جو استاد ٿيو ۽ ٿوري وقت ۾ ملازمت کان دل برداشتہ

تي پيا ۽ پنهنجي خانداني مدرسي ۾ في سبيل الله تعليم ڏين لڳا ۽ گذران لاءِ تجارت شروع ڪيائون. واپار واري ڪوٺي تي به فارغ وقت ۾ فتويٰ نويسي جو ڪم ڪندا رهندا هئا. پاڻ مقبول ۽ معتبر مفتي هئا. مولانا عبدالغفور همايوني به ان جي افتاء کي مڃيندو هو.

شاگرد:- مولوي محمد حيات وٽ گهڻن جيد عالمن تعليم ورتي جن مان ڪي ناميارا عالم هي آهن مولوي خليفه يار محمد قريشي، مولانا عبدالرحمان ميمڻ، خليفه عبدالحميد ۽ قاضي سيد عبدالغفور.

وفات ۽ اولاد:- ٤ جمادي الاول ١٣٤٠هه ۾ فوت ٿيا ۽ وصيت مطابق درگاه امين شاه چشتي ۾ دفن ڪيا ويا. ڪسين ٽي پٽ ۽ هڪ نياڻي هئي. پٽ هئا (١) مولوي عبدالصمد جنهن تحصيل علم ديني جي دوران لڪي انگريزي پڙهيو مئٽرڪ پاس ڪري اعليٰ تعليم لاءِ بمبئي هليو ويو. پارسي ۾ امتيازي حيثيت سان ايم-اي پاس ڪري اتي ڪاليج ۾ پروفيسر ٿيو. ڊاڙ واڙ ڪاليج ۾ به پروفيسر ٿي رهيو. هند جي تقسيم تي ته پناهگير ٿي ڪراچي آيو ۽ سنڌ مسلم ڪاليج جو ۽ پوءِ اسلاميه ڪاليج جو پرنسپل ٿيو. سياحت جو شوقين هو ايران جي سفر تي انگريزي ۾ ڪتاب لکيائين "ماڊرن ايران" هو گهڻين ٻولين جو ڄاڻو هو. فبروري ١٩٥٧ع ۾ ٧٥ ورهيه ڄمار هيس جو هڪ حادثي ۾ گذاري ويو. کيس ٥ نياڻيون ۽ هڪ پٽ مولوي عبدالباقي وڪيل آهي. مولوي گويا انهن جي ذات تي چڪي آهي. (٢) مولوي عبدالاحد لاولد فوت ٿيو (٣) حافظ عبدالرؤف ان کي هڪ پٽ نذير احمد ۽ هڪ نياڻي آهي. (پروفيسر نذير احمد صديقي بن حافظ عبدالرؤف جي مضمون جو خلاصو. اهو مضمون ميگزين نخلستان ١٩٨٠ع شڪارپور ۾ ڇپيو هو.)

# مولانا عبدالرحمان ميمڻ

مولوي عبدالرحمان ولد خليفو محمد بچل ميمڻ ٢٣ ذوالحج ١٢٩٩هه ۾ شڪارپور ۾ تولد ٿيا. ۽ تاريخ ٨ ربيع الثاني ١٣٤٠هه ۾ شڪارپور ۾ ٤٠ سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائون.

مولانا صاحب ٢٣ سالن جي ڄمار ۾ تحصيل علم ڪري دستار فضيلت ٻڌي ان

ڪاڻهوءَ ١٧ ورهيه لاڳيتا درس و تدريس ۾ مشغول رهيا. مولانا مرحوم جن بزرگن کان فيض حاصل ڪيو تن ۾ حضرت مولوي حافظ محمد حيات قريشي شڪارپوري، علامه مفتي عبدالغفور همايوني جا اسماء گرامي قابل ذڪر آهن.

هيٺيان بزرگ مولانا جا همعصر هئا (١) مولانا سيد قاضي بهادر شاه چشتي (٢) مولانا حڪيم عبدالرحيم شڪارپور (٣) خليفو يار محمد قريشي (٤) مولوي غلام رسول چشتي شڪارپور (٥) مولانا جهان خان دراني شڪارپور (٦) حضرت مير علي نواز شاه علوي شڪارپور.

مولانا مرحوم جون ڪي تصنيفون هي آهن (١) فضائل سيدالمرسلين صلعم (سنڌي) (٢) فضائل خلفاء راشدين رض. (٣) مجموعه فتاويٰ (فارسي) (٤) مجموعه رسائل (عربي).

مولانا صاحب قادري سلسلي ۾ پير سيد غلام محي الدين راڻيپور واري جا مريد هيا.

مولانا صاحب جا شاگرد:- مرحوم مولوي عبدالڪريم چشتي (٢) مرحوم حڪيم فضل الله سومرو شڪارپور (٣) حڪيم مولوي رحمت الله ميمڻ (٤) مولانا پير فضل احمد سرهندي (٥) مولوي حافظ محمد موسيٰ مڪراني (٦ سنڌن ننڍو ڀاءُ مولانا عبدالحق ميمڻ سنڌن وفات جو سال هن مصرع مان نڪري ٿو.

" داد حق فردوس ۾ عبدالرحمان "

نرينه اولاد ڪين صرف هڪ فرزند ميان ڪرم الله ميمڻ آهي. (مولانا غلام قادر شڪارپور)

هن مضمون جو گهڻو حصو سماهي مهراڻ جي سوانح حيات نمبر ۾ موجود آهي.

# مير علي نواز علوي رحه

علوي خاندان جو مورث اعليٰ حضرت فقيرالله شاه علوي نقشبندي جيڪو پنهن جي وقت جو وڏو اهل الله هو، اهو مير صاحب جو پڙ ڏاڏو هو. شاه صاحب اصل جلال آباد (افغانستان) جو ويٺل هو جتان سن ١٧٣٢ع ۾ هجرت ڪري ميان نور محمد ڪلهوڙي جي صاحبي واري دور ۾ سنڌ ۾ آيو. ڪجهه وقت لڳي ۾ رهڻ بعد شڪارپور ڏانهن منتقل ٿيا ۽ هن ئي شهر ۾ هميشه لاءِ سڪونت اختيار ڪيائون. حضرت صاحب پنهنجي دور جي وڏن عالمن ۽ فاضلن مان هڪ هو. بزرگي جي لحاظ کان سنڌس وڏو

مرتبو ۽ مقام هو. ايتري قدر جو ان دور جو عظيم فاتح ۽ حڪمران احمد شاه ابدالي سندس مريد ۽ معتقد هو. ابدالي مرحوم پاڻيپٽ جي ٽين جنگ تي وڃڻ ڪان اڳ ۾ بهريائين شڪارپور اچي فتح لاءِ حضرت صاحب ڪسان دعا گهرائي هئائين. سنڌ جو حاڪم ميان سرفراز ڪلهوڙو ٻه شرعي مسئلن لاءِ هن بزرگ ڏانهن رجوع ڪندو هو. حضرت فقيرالله شاه علويءَ جو فرزند ميان حفظالله ٻه وڏي پائي جو عالم ۽ بلند مرتبي جو بزرگ هو.

مير علي نواز صاحب جي والد جو اسم گرامي مير فخرالدين آهي، هو حضرت فقيرالله شاه جو پوٽو هو. مير فخرالدين صاحب علم و ادب جو ماهر ۽ وڏي درجي جو حاذق حڪيم هو. مير صاحب خيرپور رياست جي والي مير علي مراد خان ٽالپر جي دور حڪومت ۾ ڪجھ عرصو رياست جـو وزير ٿي رهيو هو. مير فخرالدين جو وڏو فرزند مير شاهنواز ١٢٦٨هه ۾ ڄائو. مير علي نواز پنهنجي وڏي ڀاءُ کان ٻه سال پوءِ يعني ١٢٧٠هه ۾ تولد ٿيو. سندس تعليم ۽ تربيت جي باري ۾ تفصيل سان احوال معلوم نه ٿي سگهيو آهي، مگر سندس تصنيف ڪيل ڪتابن تي نظر ڪرڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته مروجه درس نظاميءَ جي چڱيءَ طرح تحصيل ڪيل هئس ۽ ان کان علاوه سندس وڏن جي ڪتب خاني ۾ جيڪي عربي ۽ فارسيءَ جا اعليٰ پائي جا ڪتاب رکيل هئا اهي مير صاحب وڏي چاه سان پڙهي تمام سٺو علمي مقام حاصل ڪري ورتو هيو. مير صاحب ڪيترين ئي ٻولين ۾ ڪامل دسترس رکندو هو. هو سنڌي ٻولي کانسواءِ عربي، فارسي ۽ سرائڪي ٻوليـــن ۾ تمام پڙ هو. شعر و شاعري ۽ علم و ادب ڏانهن رجحان ته مير صاحب جو ننڍپڻ کان ئي هو. پيو سنڌس خاص مشغلو هو علم طب. هو طب ۽ حڪمت ۾ سٺي قابليت ۽ ڄاڻ رکندو هو ۽ ان فن ذريعي پنهنجي ساري عمر عوام‌الناس جي خدمت ڪندو رهيو. مرحوم علم طب تـي ڪيترائي ڪتاب لکيا جيڪي اڄڪلهه ناياب ٿي چڪا آهن.

طبي ۽ علمي مشغولين سان گڏوگڏ مير صاحب مقامي سياست سان ٻه دلچسپي رکندو هو. ١٩١١ع ۾ هو شڪارپور ميونسپالٽيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ چونڊيو ويو ۽ زندگي جي اختتام تائين ان عهدي تي فائز رهندو آيو. ان منصب ذريعي شهر واسين جي دل و جان سان خدمت سرانجام ڏنائين. سال ١٩١٧ع ۾ جڏهن برسات، وبائي موسمي تپ ۽ پليگ شڪارپور ۾ تباهي مچائي ڏني، ان وقت مير صاحب بي سهارا، نادار ۽

بيڪس انسانن جي خدمت لاءِ پنهنجو ذاتي آرام قربان ڪري ڇڏيو هو ۽ هو رات ڏينهن انهن گهٽين ۽ محلن ۾ گشت ڪندو رهندو هو جتي موت ۽ ماتمي آواز ڪان سواءِ ٻي ڪا ڳالهه نظر ڪانه ايندي هئي. هڪ هڪ گهڙيءَ ۾ ڪيئي جانيون اجل جو شڪار ٿي رهيون هيون. ٻي وارث لاش جنهن جي ڪنهن مالڪي ۽ ٻرگهور نه ٿي ڪئي، مير صاحب انهن جو وارث بڻجي انهن جي ڪفن دفن جو انتظام پنهنجي خرچ سان ڪرڻ لڳو. اها عظيم خدمت آهي جنهن جي باعث مير صاحب شڪارپور جي باشندن جي دلين ۾ پنهنجو غير فاني مقام حاصل ڪري ورتو. سال ١٩١٨ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ پنچ ڪورٽن جو سرشتو رواج ۾ آندو ويو تڏهن شڪارپور جي پنچ ڪورٽ جو چيئرمن علوي صاحب کي چونڊيو ويو.

آخر هي علم ۽ ادب جو عرفان جنوري ١٩٢٠ع ۾ داعيءُ اجل کي لبيڪ چئي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو. مير صاحب کــي اولاد ڪانه ٿي، ان ڪري سندس وارث مير صاحب جو ڀائٽيو مير علي احمد ٿيو، جيڪو ڀڻ جواني ۾ فوت ٿي ويو.

تصانيف:- مير صاحب ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيا، پر اهي اڄڪلهه ناياب ٿي چڪا آهن. مير صاحب جي ڪن مشهور ڪتابن جا نالا هن ريت آهن:-

(١) البشارة لاهل الاشارة (هن ڪتاب ۾ التحيات ۾ آڱر کڻڻ جي ثبوت ۾ دليل ڏنل آهن) (٢) ڪليات علوي (مير صاحب جي فارسي، سنڌي، اردو ۽ هندي اشعار جو مجموعو) (٣) ڪليات طب هــن ۾ طبي احوال ۽ مجرب دوائن جا نسخا آهن. (عبدالرحمان جتوئي)

مير صاحب جو اهو احوال گهٽي ڀاڱي سماهي مهراڻ جي سوانح حيات نمبر مان ورتل آهي. مير صاحب تي جناب ڊاڪٽر عبدالخالق "راز" سومرو (ڳوٺ حاجي خان ڪلهوڙو) جن مقالو لکي پي-ايچ-ڊي ڪئي آهي. مير صاحب جو ڪتاب البشارة لاهل الاشارة جنهن جي تقريظ ان وقت جي ناميارن عالمن ڪئي هئي. ان ۾ مون کي شڪ آهي ته اهو اصـــل حضرت مولانا مخدوم محمد حيات محدث سنڌي مدني رحه جو لکيل آهي ۽ ان ۾ ڪا معمولي تبديلي آڻي شايع ڪيو ويو آهي ڇو ته انهيءَ موضوع تي انهيءَ عنوان ۾ نالي سان مخدوم رحه جي تصنيفات واري لسٽ ۾ ڪتاب موجود آهــي. والله اعلم بالصواب (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولوي غلام رسول عرف محمد هاشم "هاشم"

مولوي غلام رسول ولد خليفو پير محمد صاحب جن حضرت رئيس العارفين خواجه امين شاه چشتي رحه جي وڏي خليفي مولانا حافظ صاحبڏني چشتيءَ جا پڙ پوٽا هئا.

مولوي صاحب جي ولادت تاريخ ١٨٦٣ع تي شڪارپور ۾ ٿي، ۽ پنهنجيسموري حياتي اتي ئي گذاريائون. سندن پارائي وهيءَ بابت ڪو خاص احوال نٿو ملي، البت جڏهن مسجد ۾ ويا ٿيا، تڏهن قرآن پاڪ پڙهڻ شروع ڪيائون ۽ پوءِ قاضي سيد بهادر علي شاه لودين، جيڪو حضرت خواجه سيد محمد گيسو دراز چشتي قدس سره جي اولاد مان هو، انهيءَ صاحب جي شاگرديءَ ۾ آيا، جنهن کين فارسي جي تعليم ڏني. مولوي صاحب چشتي ۽ صابري طريقت جي سلسلي ۾ منسلڪ هئا، ۽ پنهنجي استاد قاضي سيد بهادر علي شاه ۽ والد حضرت مولانا خليفه پير محمد چشتيءَ جي مريدي اختيار ڪيائون.

مولوي صاحب جي طبيعت جو لاڙو دنياوي ڳالهين ڏانهن بالڪل ڪونه هو، جنهنڪري تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ شڪارپور ۾ نواب سخي مدد خان مرحوم جي مشهور جامع مسجد جا امام ۽ خطيب ٿـي رهيا. سندن زبان ۾ ڏاڍي شيريني هوندي هئي، جنهنڪري سندن وعظ ڏاڍو اثرائتو ۽ زوردار هونـدو هو. تنهن کانسواءِ پاڻ حڪمت جو ڪم به ڪندا هئا، جنهن جـي ڪري پڻ پري پري تائين مـشهور هئا. مولوي صاحب هڪ وڏو عابد ۽ عالم شخص هو. پنهنجي سموري حياتي الاهي ذڪر، تلاوت قرآن پاڪ ۽ درس و تدريس ۾ گذاريـائين. پاڻ ٽي شاديون ڪيائين جن مان پنج فرزند پيدا ٿيس. سندس وڏي فرزند جو نالو ميان شهاب الدين چشتي آهي، جيڪو شڪارپور جي هفتيوار سنڌي اخبار "الشهباز" جو مالڪ ۽ ايڊيٽر آهي. مولوي صاحب ٦٣ ورهين جي ڄمار ۾ تاريخ ٢٧ جون ١٩٢٦ع تي وفات ڪئي.

مولوي صاحب کي علم و ادب سان چڱي دلچسپي هئي. پند و نصيحت تي سنڌي ۾ ٽي ڪتاب تنبيه المسلمين (٢) معراج نامو (٣) ميلاد نامه تصنيف ڪيا اٿس. انهي کان سواءِ "مجموعه ڪلام هاشم" به ڇڏي ويو آهي جنهن ۾ سندس سنڌي، سرائڪي، فارسي ڪلام موجود آهـــي. سندن تخلص " هاشم" هو. ( سماهي مهراڻ ســوانح حيات نمبر)

# مولانا خليفو يار محمد

حضرت مولانا مرحوم جي ولادت جي تاريخ معلوم نہ ٿي سگهي آهي. مولانا سوري تعليم شڪارپور ۾ ورتي، ۽ سموري عمر شڪارپور ۾ گذاريائون. ابتدا ۾ تعليم پنهنجي ڏاڏي مرحوم حافظ خليفي الله رکي کان ورتائون، ۽ بعد ۾ مولوي ميان عبدالرحيم شڪارپوري ۽ مولانا مولوي حافظ محمد حيات شڪارپوريءَ کان تعليم حاصل ڪيائون.

مولانا يار محمد صاحب مرحوم جي شاگردن ۾ حڪيم مولوي الاهي بخش اعوان شڪارپوري (فاضل ديوبند ۽ فاضل الطب و الجراحت دهلي)، مولوي پير فضل احمد سرهندي شڪارپوري، مولوي عبدالفتاح صديقي شڪارپوري ۽ پير غلام مجدد سرهندي شڪارپوريءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

حضرت مولانا مرحوم جو سلسلہ طريقت چشتيہ صابريہ هو. پاڻ حڪيم الامت مولانا شاهہ اشرف علي ٿانويءَ جا مريد هئا. نهايت عابد، صالح، ذاڪر ۽ پرهيزگار شخص هئا. هميشه مسجد شريف ۾ درس و تدريس جي شغل ۾ مشغول هوندا هئا. هر هڪ ماڻهوءَ کي مولانا مرحوم جي لاءِ خاص قسم جو حسن ظن هوندو هو ۽ هر طبقي ۽ هر گروهہ جا ماڻهو کين عزت ۽ احترام سان ڏسندا هئا ۽ بزرگ سمجهندا هئا. طبيعت جا بيحد حليم، خوش اخلاق ۽ منڪسر هئا. صوفي منش هئا، ۽ پنهنجي مرشد تي عاشق هئا. هميشه سندن هدايتن تي عمل ڪندا هئا.

هن بزرگ جي وفات ۹ نومبر ۱۹۴۳ع مطابق ۲۹ شوال ۱۳۶۱ هه، ڏينهن سومر صبح صادق جي وقت ٿي، ۽ کين شڪارپور ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو. (سماهي مهراڻ سوانح حيات نمبر)

# مولوي جهان خان دراني

مولوي جهان خان ولد خداداد خان دراني شڪارپور جو رهاڪو هو. سندس سلسلو نواب سخي حافظ مدد خان سان ملي ٿو، جيڪو هڪ بزرگ اهل الله ۽ سخي مرد ٿي گذريو آهي. مولوي جهان خان جي ولادت جي تاريخ بابت ڪو بہ احوال موجود ڪونهي. ننڍي هوندي شڪارپور ۾ ئي سنڌي ۽ انگريزيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين

۽ جڏهن ڪجهه جوان ٿيو تڏهن ڪراچي ۾ وڃي رهيو جتي حضرت مولانا محمد صادق صاحب ڪڏهه واري جي والد حضرت مولانا عبدالله وٽ عربي ديني حاصل ڪيائين. مولوي صاحب، مولانا خان محمد شاهه لودين وٽان به تعليم حاصل ڪئي هئي. ڪراچي ۾ عربي تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ مولوي صاحب پنهنجي ڳوٺ شڪارپور واپس آيو جتي پنهنجو مدرسو کولي درس و تدريس جو سلسلو جاري ڪيائين. انهيءَ وچ ۾ مولوي صاحب، حضرت خواجه محمد حسن جان سرهندي جي والد حضرت خواجه عبدالرحمان سرهندي نقشبنديءَ جي هٿ تي بيعت ڪئي، جنهن مولوي صاحب کي ڏاڍو فيض رسايو.

مولوي جهان خان درانيءَ جي سڄي عمر تعليم ڏيڻ ۽ وٺڻ ۾ گذري ويئي، مولوي صاحب هڪ سخي دل انسان هو ۽ سندس دستر خوان جا دروازا هر غريب ۽ امير جي لاءِ کليل رهندا هئا. هر روز ڪيترائي مسافر سندس دستر خوان تي نظر ايندا هئا. مسافرن ۽ غريبن جي سار لهڻ سان سندس دل ڏاڍي خوش ٿيندي هئي. پاڻ هميشه روزي ۾ گذاريندو هو ۽ سندس ڪچهري سدائين فرش تي ٿيندي هئي، جنهن ۾ شهر ۽ ٻاهر جا وڏا وڏا عالم ۽ اڪابر اچي گڏ ٿيندا هئا. پاڻ صوم و صلواة جو ڏاڍو پابند هو ۽ سدائين وضوءَ ۾ رهندو هو.

اسلام جي تبليغ ۽ اشاعت ۾ مولوي صاحب جيڪي تڪليفون ورتيون اهي قابل تعريف آهن. پر پنهنجي صداقت ۽ سچائيءَ جي ڪري فتح جو سهرو سدائين مولوي صاحب جي ئي سر تي آيو. ان وقت ۾ شڪارپور ۾ هندن جو گهڻو زور هو ۽ مولوي صاحب جون اهي تبليغي ڪوششون هنن کي بالڪل پسند ڪونه اينديون هيون. مولوي صاحب جي عادت هوندي هئي ته جڏهن به ڪنهن هندوءَ کي مسلمان ڪندو هو ته پهرين انهيءَ جي ڏاڍي ڌام ڌوم سان سڄي شهر ۾ سرڪس ڪرائيندو هو، ته جيئن غير مسلم تي ان جو اثر ٿئي. هڪ ڀيري مولوي صاحب هڪڙي ٻانيءَ جي پٽ کي مسلمان ڪيو. بس، پوءِ ته هندن ۾ ماتم مچي ويو هنن ڏاڍي چالاڪيءَ سان انهيءَ نو مسلم کي ورغلائي ڪورٽ ۾ بيان ڏياريو ته مولوي صاحب کيس زبردستيءَ مسلمان ڪيو آهي. اهڙي طرح، مولوي صاحب تي ڪيس ڪيو ويو، جنهن ۾ مولوي صاحب پنهنجي قابليت ۽ علم جي وسيلي آهي آهي دليل بازيون ڪيون جو ڪورٽ کي به سندس راءِ سان متفق ٿيڻو پيو، ۽ مولوي صاحب کي فتح نصيب ٿي.

مولوي جهان خان دراني نه فقط صاحب شريعت هو بلڪ ڪرامت وارو پڻ هو.

مولوي صاحب جا ڪيترائي دوست هئا، جن ۾ مشهور عالم، شاعر ۽ حڪيم مير علي نواز علوي ۽ قاضي سيد بهادر شاه مشهور آهن. انهيءَ ڪانسواءِ حضرت پير شاه مردان صاحب پاڳاري جن جي مولوي صاحب جن سان ڏاڍي محبت هوندي هئي. حضرت پير محمد صالح شاه راڻيپور واري ۽ حضرت مولانا امروٽي صاحب جي ۽ مولوي صاحب سان گهڻي ياراني هوندي هئي. مولانا امروٽي ته ائين چوندو هو ته "آءٌ مولوي جهان‌خان جي گاديءَ تي ويٺو آهيان" مولوي صاحب جو اولاد ٽي پٽ ۽ ٻه نياڻيون هو، جن سان هڪ پٽ مولوي عبدالرحمان خان، جو پڻ هڪ عالم هو، جوانيءَ ۾ ئي فوت ٿي ويو، هڪ شادي شده ڌيءَ ۽ گذاري ويئي، باقي هن وقت ٻه پٽ ميان سيف‌الله خان ۽ گل محمد خان ۽ هڪ نياڻي زنده آهن.

مولوي صاحب جي علم و فضل کي ڏسي افغانستان جي بادشاه امير حبيب‌الله خان کيس گورنري جي آڇ ڪئي، پر مولوي صاحب ان کي قبول نه ڪيو. مولوي صاحب حياتيءَ جا ڏينهن آرام سان گذاري، تاريخ ١٠ اپريل ١٩١٣ع مطابق ٤ جمادي‌الاول ١٣٣١ھ خميس جي ڏينهن پنهنجي گهر شڪارپور ۾ گذاري ويا. وفات وقت سندن عمر ٦٣ ورهيه هئي. سندن مزار حضرت پير منجهر شاه جي اڳ آهي. (سماهي مهراڻ سوانح حيات نمبر)

# ضلع جيڪب آباد

## مولانا نبي بخش عودوي

پاڻ ذات جا سومرا آهن ۽ آبائي ڳوٺ شڪارپور اٿن- سندن نسبي سلسلو هن طرح آهي نبي بخش ولد فقير غلام حسين ولد الهه ورايو ولد محمد مريد ولد محمد دائود ولد زين‌العابدين.

مولوي صاحب جن جا وڏا نهايت نيڪ ۽ صالح مرد ٿي گذريا آهن. مولوي نبي بخش جو والد بزرگوار فقير غلام حسين پنهنجي دور جو نيڪ ۽ صالح ماڻهو ٿي گذريو آهي- پاڻ حضرت سلطان العارفين حضرت باهو رحه جي سلسلي ۾ داخل هئا ۽ عربيءَ ۽ فارسيءَ جي چڱي ڄاڻ رکندا هئا.

ولادت:- مولوي نبي بخش جن جي ولادت با سعادت سن ١٢٨٧ ھ ۾ ٿي ۽ پاڻ سيٺي پائرن ۾ وڏا ٿيا.

ابتدائي تعليم:- پاڻ فرمائيندا هئا ته "بابا سائين جن مونکي ننڍپڻ ۾ شڪارپور جي مختلف استادن وٽ قرآن شريف جي تعليم ۽ شروعاتي فارسي جا ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڇڏيو. ان کان پوءِ پاڻ بزرگ، حضرت مولانا عبدالغفور همايوني جي مدرسي ۾ تعليم وٺڻ لاءِ داخل ٿيم، جو ان وقت اهو درس و تدريس جي لحاظ کان مشهور مدرسو هيو ان کان پوءِ مولوي عبدالله ساڪن بنگل ديرو ضلع لاڙڪاڻو وٽ پڙهيم. پوءِ ڪن دوستن جي مشوره ۽ والد بزرگوار جي اجازت سان ۽ مولوي مير محمد نورنگي گڏجي ڪوٽ مٺڻ حضرت خواجه غلام فريد جي مدرسي ۾ داخل ٿياسون. خواجه صاحب جن منهنجي مٿان ڏاڍا شفيق هئا ۽ مونکي "سنڌي طالب" جي لقب سان سڏيندا هئا بعد ۾ هندستان جو سفر ٿيو. ان وقت پاٽي پت جي مدرسي جي پڙهائي ۽ صغير جي چوٽيءَ جي مدرسن سان هئي، جنهن ڪري شوق جاڳيم ته پاٽي پت جي مدرسي ۾ تعليم حاصل ڪجي. حضرت خواجه غلام فريد رح ۽ پنهنجي والد بزرگوار جي اجازت ڪانسواءِ پاٽي پت روانو ٿيس ان زماني ۾ مولانا راغب الله صاحب علمي حيثيت ۾ تمام مشهور هو، جنهن ڪري مون سندس مدرسي ۾ داخلا ورتي. ۽ پويان ڪتاب مولانا راغب الله صاحب وٽ پورا ڪيم ۽ سندن مدرسي مان فارغ التحصيل ٿيم. پاڻ فرمائيندا هئا ته ان وقت سندن عمر ١٨ سال هئي ۽ ڪين ڏاڙهي مبارڪ ئي ڪونه آئي هئي پاڻ فرمائيندا هئا ته "اسان جملي ١٦ طالب هڪ ئي وقت فارغ التحصيل ٿيا هئاسون".

مولوي نبي بخش ظاهري علوم کان فارغ ٿي واپس شڪارپور آيا. جڏهن پنهنجي والد بزرگوار فقير غلام حسين کي اها ڳالهه ٻڌايائون ته هو پاٽي پت کان فارغ تحصيل ٿي آيو آهي ته ڪيس مولوي صاحب جي ننڍي عمر هئڻ ڪري اعتبار ڪونه آيو، جنهنڪري ڪيس مولانا عبدالغفور همايوني وٽ وٺي آيو ۽ مولانا همايوني رح جي خدمت ۾ عرض ڪيائين ته منهنجو نينگر ٿو چوي ته مولوي بڻجي آيو آهي سندس امتحان وٺي ڏسو ته، صحيح ٿو چوي يا نه. جنهن تي مولانا همايوني کانئس ڪتاب ميراث مان ڪجهه مسئلا پڇيا. مولوي نبي بخش ڪين پنهنجي اعليٰ علمي بصيرت سان اهڙا ته سهڻا جواب ڏنا جو مولانا همايوني جن ڏاڍا خوش ٿيا. ۽ ڪيس پاڻ کان وٺي پنهنجي ڪٽ تي وهاريائين. مولانا همايوني فرمايو ته هيءُ عام مولوين وانگر نه

آهي، الله تبارڪ و تعاليٰ ڪيس وڏي علمي بصيرت عطا فرمائي آهي. مولوي نبي بخش صاحب ابتدائي درس و تدريس جو سلسلو پنهنجي شهر شڪارپور ۾ باڙي واريءَ مسجد هائيدر ۾ شروع ڪيو.

ڳوٺ عودي، تعلقہ ٺل، ضلع جيڪب آباد ۾ وڏيري دين محمد خان سرڪي ڪي ديني مدرسي کولائڻ جو ڏاڍو شوق هيو ۽ مولوي نبي بخش صاحب کي شڪارپور مان عوديءَ وٺي آيا ۽ کيس عودي شريف جي ديني مدرسي جو مدرس اعليٰ مقرر ڪيائون. مولوي نبي بخش صاحب جي ديني علميت جي واڪاڻ ايتري ته مشهور ٿي ويئي جو صوبہ بلوچستان، سرحد ۽ سنڌ جي اندروني علائقن جا طالب عودي شريف جي مدرسي ۾ ديني تعليم پرائي فارغ التحصيل ٿيا. مولوي صاحب جن عودي شريف ۾ پنجاهہ سال درس ڏيندا رهيا. انوقت مدرسي ۾ ٧٠-٨٠ طالب هوندا هئا جن کي مولوي صاحب جن بذات خود پڙهائيندا هئا ۽ طالب العلم جي خدمت ۽ کاڌي جو بندوبست ڳوٺ عودي شريف جو وڏيرو حاجي دين محمد سرڪي ڪندو هو.

**بيعت:-** مولوي نبي بخش صاحب جي بيعت شيخ المشائخ مولانا تاج محمود امروٽي رحہ سان هئي ۽ پاڻ هر مهيني سندن خدمت ۾ حاضر ٿي روحاني فيض حاصل ڪندا هئا. حضرت امروٽي رح جن مولوي صاحب تي تمام شفيق ۽ مهربان هئا. مولانا امروٽي صاحب جن وٽ جيڪا بہ فتويٰ ايندي هئي تہ اهو مسئلو مولوي نبي بخش صاحب ڏانهن روانو ڪندا هئا ڇاڪاڻ تہ کين سندس علمي بصيرت تي مڪمل اعتماد هوندو هو.

مولوي نبي بخش صاحب جن حرمين شريف جي زيارت سنہ ١٩٠٩ع ۾ حاصل ڪئي.

مولوي صاحب جن پنهنجي مرشد حضرت امروٽي رح جي اجازت سان ذڪرالاهيءَ ۾ مشغول رهيا ۽ ماڻهن کي بہ ذڪر الاهي ڏسيندا رهيا. پنهنجي حياتيءَ جي آخري ڏينهن ۾ سمورن مريدن کي بزرگ حماداللہ هاليجوي رح جن ڏانهن روانو ڪيائون، بعض مريدن کي مولانا حماداللہ صاحب ڏانهن ٻارت جو خط بہ لکي ڏنائون.

**آريہ سماج:-** آريہ سماج وارا جڏهن حضرت امروٽي رح جي مقابلي ۾ ناڪامياب ٿيا تہ انهن "شڌيءَ جي تحريڪ" شروع ڪئي. هونون مسلمانن ڏانهن ويندا هئا ۽ کين هرقسم جي لالچ ڏيئي پوءِ هندو مذهب اختيار ڪرڻ لاءِ آماده ڪندا هئا. حضرت امروٽي صاحب جن انهيءَ فتني کي دٻائڻ لاءِ اثرائتو قدم کنيو ۽ وقت جي

مشهور عالمن جي جماعت ڳاهيائون جن ۾ مولانا نبي بخش صاحب عودوي، مولانادين محمد وفائي، مولانا محمدهاشم رڪن وارو، مولانا عبدالڪريم ڪهاڙو مرحوم ۽ ٻيا ڪيترا وڏا عالم شامل هئا. مولانا امروٽي رح آريہ سماج جي انهيءَ تحريڪ جو منظم طريقي سان مقابلو ڪيو ۽ ان فتني کي سنڌ جي سرزمين تي اسرڻ جو موقعو نہ ڏنو.

اولاد :- مولوي صاحب کي نرينہ اولاد ست پٽ هئا. سڀني پٽن کي پاڻ پڙهايائون جن مان ڇهہ مولوي دستار بند ۽ هڪ حافظ قرآن ٿيو.

سندس پٽن جا نالا هن ريت آهن:- (۱) مولوي محمد اسماعيل مرحوم (۲)مولوي عبدالعلي مرحوم (۳) مولوي عبدالڪريم مرحوم (۴) مولوي حبيب الله مرحوم (۵) مولوي محمد ابراهيم (٦) مولوي شير محمد ڏل سنڌ (۷) حافظ فيض محمد عودي شريف.

وفات:- مولوي صاحب جن ۱۱ ربيع الثاني بروز جمعہ ۱۳۷۰ھ مطابق ۱۹ جنوري ۱۹۵۱ء بمقام شڪارپور هن فاني دنيا مان رحلت ڪئي. وفات کان اڳ ڪلاڪ کن اڳ منهن مبارڪ مٿي ڪري، اشهد آگر سان اشارو ڪري هي الفاظ فرمايائون "جيڪا رضا رب جي سا مون کي منظور" انهيءَ جملي کي ٻہ ٽي دفعا دهرايائون ۽ سڀني ويٺل ماڻهن کي صبر جي تلقين ڪيائون ۽ چيائون تہ منهنجي ذڪر جو ٽائيم اچي ويو آهي جنهن بعد زبان مبارڪ سان الله، الله جي الفاظ سان ذڪر شروع ڪيائون ۽ ھ منٽن اندر الله جل شانہ جي لفظ چوڻ سان سندن دم پرواز ٿي ويو.

شاگرد:- مولوي نبي بخش عودويءَ جا تمام گهڻا شاگرد هئا جن مان ڪن ٿورن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا جيڪي گهڻا هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا آهن. سندس مٿي ڏيکاريل ست پٽ، مولوي محمد اسماعيل سانگين وارو، مولوي محمد عثمان چڪائي، مولوي عبدالغفور مهر، مولوي احمدالدين ڪوسہ شهدادڪوٽ، مولوي در محمد ڊول ڏل، مولوي محمد عظيم جت ديپوري، مولوي سعدالله ڪوسہ، مولوي گل بيگ پهوڙ ڳاڙهو مقام شڪارپور، مولوي محمد بخش قلات، مولوي غلام رسول ڪوسو باگڙجي، مولوي الهداد ناڙي بلوچستان، مولوي عبدالغفور ڪلهوڙو غوث پور، مولوي عابد شاه شجراع تعلقہ شڪارپور، مولوي سراج الدين ٽنگواني، مولوي غلام رسول ديره غازي خان، مولوي خدا بخش ڪوسو عبدو، مولوي تاج محمد چنو ميرپور پرڙو. (مولوي شير محمد بن حضرت مولانا مرحوم)

پنجاه سال کن اڳي سنڌ جي ڪن عالمن مولانا مفتي ڪفايت الله کان صغير

جي طلاق بابت پڇيو هو ته هڪ ٻار سان جوان عورت جو نڪاح ڪيو ويو آهي جنهن مان مفاسد رونما ٿيا آهن ۽ اڳيان وڌيڪ خرابيون پيدا ٿيڻ جو خطرو آهي ان لاءِ ڇا ڪجي؟ حضرت مفتي صاحب لکيو "فريقين (يعني عورت اور نابالغ کے اوليا) کسی نيک متقی عالم کو حکم بنا ويں بهتر ہے کہ حکم حنبلی المذهب يا اهل‌حديث هو وه امام احمد کے مسلک کے ماتحت فسخ نکاح کا حکم کردے اور اس کے فيصلے پر عمل کرليا جائے اس ميں منشا فسخ عدم تيسر وصول نفقه هوگا يا امام مالک کے مذهب کے موافق خوف زنا کو منشا قرار ديکر نکاح فسخ کرديا جائے" انهيءَ فتويٰ جي تائيد ڪئي مولانا الاهي بخش عودوي، مولانا غلام مصطفيٰ، مولانا علي انور قاسمي ديوبندي، شيخ شفيع‌الدين جيڪب آبادي، مولانا غلام صديق، (قمبر علي خان) مولانا قمرالدين، مولانا عبدالڪريم ڪورائي (عليخان). ان ڪانپوءِ وري ساڳيو سوال حضرت مولانا نبي بخش عودوي کان پڇيو ويو انهن به تقريباً ساڳي فتويٰ ڏني ان تي صحيحون پيل آهن هنن عالمن جون. مولانا صلاح‌الدين محمد اسماعيل عودوي، مولانا‌الاهي‌بخش عودوي، مولانا عبدالعلي عودوي، مولانا عبداللطيف ڊول ڏينپوري، مولانا در محمد ڊول لل، مولانا‌عبدالرحمان شهدادڪوٽي. اهي ٻئي فتوائون ماهنامہ توحيد فبروري ١٩٣٦ء ۾ ڇپيون هيون. حضرت مولانا عبدالحڪيم سومره شڪارپوري رحم مولانا عودوي جي فتويٰ پنهنجي قلم سان نقل ڪري ان تي تائـــيد لکي آهي ۽ ان فتويٰ تي مولانا حبيب‌الله ليڙهي ۽ مولانا عزيزالله ليڙهي وارن جون به صحيحون‌نقل ڪيون آهن.اهڙي قسم جي هڪ فتويٰ مولانا محمد عثمان ٽريچانوي به لکي هئي جيڪا منهنجي مطالعي ۾ آئي آهي ڇاڪاڻ ته تقريباً ساڳي قسم جي آهي. (عبدالوهاب‌چاچڙ)

## مولانا محمد اسماعيل عودوي

مولانا نبي بخش جي حياتيءَ جو سرمايہ سندن وڏو فرزند مولوي محمد اسماعيل مرحوم هو. مولانا ١٣١٥هه ۾ ڄائو هو ۽ پنهنجي والد ماجد وٽ پڙهيو هو ١٣٣٦هه ۾ پنهنجي والد وٽ دستاربندي عودي شريف ۾ ڪرائون ڪيس حضرت تاج محمود امروٽي دستار مبارڪ پنهنجي هٿن سان ٻڌايس دستاربندي کان بعد حضرت امروٽي جا تعارفي خط ڪٽي ديوبند ۽ عليگڙه ڪاليج ۾ ، ويا ۽ ٻن سالن کانپوءِ وطن واپس وريا. ان

کان بعد عودي ۾ رهيا ۽ بعد ۾ ڳڙهي حسن شهر ۾ مدرسه کوليائون ۽ تمام گهڻي تعليم ڏنائون. هزارن جي تعداد ۾ شاگردن تعليم حاصل ڪئي ۽ ڪيترا عالم دستاربند ٿيا. جهڙوڪ مولانا احمدالدين کوسو، مولوي عبدالرحمان، مولوي عطاالله ڪنڀار، خليفه احمدالدين کيهر ۽ ٻيا به ڪيترا عالم آهن دستاربند ٿيل مگر اختصار ڪري ترڪ ڪيا ٿا وڃن ان کان بعد شڪارپور رهيا ۽ اتـي به تعليم ۽ درس و تدريس جـاري رکيائون هزارن جـي تعداد ۾ فتوائون ڪيڍيائون گهڻو ڪري ڪانئن علماء ڪرام فتوائون وٺندا هيا ۽ مشڪل مسئلا جو حل پڇندا هيا. سندن بيعت حضرت مولانا تاج محمود امروٽي سان هئي. ۽ ساڻن تمام گهڻو وقت گذاريندا هيا. ۽ حضرت امروٽي جي وفات تي هڪ عربي قصيده ٻڻ لکيائون جيڪو توحيد اخبار ۾ شايع ٿيو هو. مولوي صاحب ٻه دفعا حج ڪيو. تقريباً ١٠-١١ ڪتاب ٺاهيائون جيـڪي غير مطبوعه آهن ١- نور الايقان في اعجاز القرآن (عربي) ٢- نهايت البحث في مسائل الارث ٣- صفوت العرفان بمفردات القرآن ٢ جلد (عربي) هي لغت جي انداز ۾ قرآن مجيد جو تفسير آهي عزة النحو (عربي) اطفاء الفرية في اعفاء اللحية- تفسير و التين و الزيتون (عربي مطبوعه) فارسي زبان ۾ هڪ قصيده تحفة العاشقين ۽ ٻيا به ڪيترا رسالا مختلف موضوع تي اردو فارسي، عربي ۽ سنڌي ۾ تحرير ڪيا اٿس. چهل حديث مطبوعه آهي- ٩ رمضان المبارڪ ١٣٩١ه مطابق ٢٩ نومبر ١٩٧٠ع ۾ فجر جي نماز ادا ڪري دارالفناء کـان لاڏاڻو ڪري دارالبقا ڏانهن روانا ٿيا. (مولوي شير محمد برادر مولانا مرحوم)

مولانا محمد اسماعيل تفسير ۽ فقه ۾ برصغير جو وڏي کان وڏو عالم هو. علم، ادب، عروض ۽ شعر ۾ عرب ممالڪ ۾ به ڪو سندس برابر عالم نه آهي- پاڻ ابوالاعليٰ مودودي کي علم کان عاري ۽ لغزشن کائڻ وارو سمجهندا هئا. البت ان جي تنظيم جا قائل هئا. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا عبدالعلي عودوي

حضرت مولانا تاج محمود امروٽي رح (وفات ١٣٤٨ه مطابق ١٩٢٩ع) ڄـڻهنجي رفقاء سان جنهن تحريڪ کي زور وٺايو ۽ اها انقلابي تحريڪ جيتريقدر ڪامياب وئي ۽ ان جا جيترا عمدا نتيجا نڪتا ان مان هرڪ واقف آهـي- مولانا ابوبڪر شبلي مرحوم "شريعت" رسالي ۾ رقمطراز آهي ته آريه سماج وارا جڏهـن حضرت امروٽي رح

جي مقابلي ۾ ناڪامياب ٿيا ته انهن شڌيءَ جي تحريڪ شروع ڪئي. هوشين مسلمانن کي لالچون ڏيئي هندو مذهب ڏانهن موٽڻ لاءِ زور بار ڪندا هئا. حضرت امروٽي جن ان فتني کي دٻائڻ لاءِ اثرائتا قدم کنيا ۽ عالمن جي هڪ جماعت ٺاهيائون جنهن ان فتني کي سنڌ ۾ اسرڻ جو موقعو نه ڏنو ۽ ان تحريڪ جو منظم طريقي سان مقابلو ڪيو. انهن عالمن ۾ مولوي نبي بخش عوديءَ وارا پڻ شامل هئا.

مولوي نبي بخش ذات جو سومرو آهي. سندس جيڪو شجرو چند پيڙهين تائين ملي سگهيو سو هن طرح آهي.

نبي بخش ولد فقير غلام حسين ولد الهورايو ولد محمد مريد ولد محمد دائود ولد زين العابدين. (١)

سندس والد فقير غلام حسين ڪاليءَ جي ڪم جو بهترين ڪاريگر هو. عربي ۽ فارسي جو چڱو ڄاڻو هو ۽ سلطان باهو رحه (وفات ١١٠٢ هه) جي سلسلي ۾ داخل هو ۽ ١٣٣٠ هه مطابق ١٩١٢ ع ۾ گذاري ويو. مولوي نبي بخش ١٢٨٧ هه مطابق ٧١-١٨٧٠ ع ۾ شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. شروعاتي تعليم مولوي عبدالله بنگل ديري واري ۽ مولانا عبدالغفور همايوني رحه (١٢٦١- ١٣٣٦ هه) وٽ پرايائين. بعد ۾ خواجہ غلام فريد (وفات ١٩٠١ ع) جي مدرسي ۾ ڪجهه وقت پڙهيائين ۽ ان کان پوءِ پاڻي پت مولانا راغب الله (١٢٦٩- ١٣٣٠ هه) جي ديني مدرسي ۾ تعليم حاصل ڪيائين. مولانا راغب الله بن محب الله حنفي مسلڪ جو هڪ جيد عالم هو. سندس استادن ۾ مولانا احمد حسن ڪانپوري (م. ١٣٢٢ هه)، شيخ محمد مظهر (وفات ١٣٠٢ هه)، شيخ عبدالرحمان پاڻي پتي (١٣١٤ وفات) ۽ حضرت مولانا محمد نانوتوي رحه (وفات ١٨٨٩ ع) جهڙا جيد عالم ۽ بزرگ مشهور آهن" * نئين وهيءَ ۾ اتان دستاربندي ڪري موٽيو ۽ حضرت مولانا مولانا عبدالغفور همايوني جي مشوري سان عودي ڪوٽ ۾ وڏيري حاجي دين محمد سرڪي وٽ مدرسو کوليائين ۽ درس و تدريس ۾ مشغول ٿيو. ١٣١٥ هه ۾ کيس وڏو فرزند مولانا محمد اسماعيل ڄائو ۽ ٻن سالن بعد ١٣١٧ هه ۾ عبدالعلي نالي ٻيو نمبر پٽ پيدا ٿيو. سندس بيعت قادري سلسلي ۾ حضرت مولانا تاج محمود امروٽي رحه سان ٿي. ٿوري ئي عرصي ۾ عروج تي پهتو ۽ حضرت امروٽي کيس خلافت سان نوازيو. حضرت امروٽي

---

* الرحيم نومبر ڊسمبر ١٩٧٦ ع ص ٣

** نزهة الخواطر ج ٨ ص ١٤٤ مولانا ابوالحسن ندوي مطبوع ١٩٧٦ ع

جن جي ڏينهن ۾ جيڪب آباد ضلعي جو جمعيت علماء اسلام جو صدر پڻ هيو. سندس سڄي عمر درس و تدريس ۽ ذڪر اذڪار ۾ گذري ۱۱ ربيع الثاني جمع ڏينهن ۱۳۷۰ھ مطابق ۱۹ جنوري ۱۹۵۱ء ۾ پنهنجي رب سان واصل ٿيو*

هتي اسان مولوي نبي بخش جي ٻي نمبر فرزند جو ذڪر ڪنداسي مولوي عبدالعلي جي ولادت شڪارپور ۾ ۱۳۱۷ھ ۾ ٿي. هو ننڍي هوندي کان ئي ذهين ۽ ديني علم ڏانهن لاڙو رکندڙ هو. سندس ان چاه کي ڏسي سندس والد بزرگوار عوديءَ جي مدرسه ۾ پاڻ وٽ تعليم جي شروعات ڪرائي. ۱۹ سالن جي عمر ۾ پورو ديني علم پرائي پڙ ئي نڪتو ۽ پنهنجي والد سان گڏ ديني درس ڏيڻ شروع ڪيائين.

۱۳۳۶ھ ۾ مولوي نبي بخش پنهنجي مرشد ۽ روحاني پيشوا حضرت مولانا امروٽي کي شاگردن جي دستار بنديءَ لاءِ عرض ڪيو جيڪو قبوليو ويو. سندس شاگرد مولوي محمد اسماعيل لب دريائي جو بيان آهي ته اسين مولوي نبي بخش جا ۴۰ شاگرد هياسي انهن ۾ مولوي صاحب جا ٽي فرزند مولانا محمد اسماعيل، مولانا عبدالعلي ۽ مولانا عبدالڪريم پڻ شامل هيا. هڪ وڏو عظيم الشان جلسو ٿيو جنهن ۾ مختلف علماء ڪرام پڻ هئا. ان جلسي ۾ حضرت امروٽي رحه سڀني شاگردن جي دستار بندي پنهنجي هٿن مبارڪن سان ڪئي. آه ڪيڏا نه اهي سعيد شاگرد هيا ۽ ڪهڙي نه مبارڪ مجلس هئي ۽ ڪهڙيون نه سعادت پريون گهڙيون هيون.

بيعت :- جيئن ته سندس والد بزرگوار حضرت مولانا امروٽي جو فيض يافته هو تنهن ڪري پنهنجن نينگرن کي به حضرت صاحب ڏانهن وقت بوقت زيارت لاءِ ولي ويندو هو. ان محبت نيڪ اثر ڏيکاريو ۽ مولوي عبدالعلي پنهنجي پائرن سان گڏجي حضرت امروٽي جي بيعت ڪئي ۽ ذڪر اذڪار ۾ مشغول ٿي ويو.

مولوي نبي بخش صاحب کيس طب جي تعليم پڻ ڏياري ۽ هن لل جي پرسان دليل پور ڳوٺ ۾ پنهنجو علحده مدرسو کوليو. عشق ۽ مشڪ لڪي نه سگهندو آهي سو هن نوجوان معلم جي علمي شهرت چوطرف ڦهلجي ويئي ۽ مختلف اطراف کان ماڻهو سندس مدرسي ۾ علم حاصل ڪرڻ لاءِ اچڻ لڳا. مرشد جي محبت سندس اندر کي اجاريو ۽ الله جي ذڪر سندس قلب جي جلا ڪئي. ايتري حد تائين جو قادريه سلسلي جا سڀ سبق پورا ڪري ڪمال کي رسيو. ذڪر جي ڪماليت ۽ قلب جي صفائي

---

* روايت مولوي عبيدالله خلف رشيد مولانا محمد اسماعيل عودوي

ايتري ته گهڻي حاصل ٿي ويس جو حضرت امروٽي صاحب سندس لاءِ فرمائيندا هئا ته "عبدالعلي باطن ۾ مون جهڙو آهي" ڪشف ته تمام گهڻو حاصل هيس. ۾ ستت ٿي سندس مرشد ۽ روحاني اڳواڻ حضرت مولانا تاج محمود امروٽي ١٩٢٩ع ۾ هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو جنهن جو کيس تمام گهڻو ڏک ۽ افسوس ٿيو مگر باري تعاليٰ جي مشيت اڳيان آڻ مڃي جدائي جي داغ تي صبر جو ڦهو رکي درس تدريس ۾ وقت گذارڻ لڳو ١٩٣٤ع ۾ حرمين شريفين ۾ وڃڻ جي سعادت نصيب ٿيس. سندس وڏي پٽ مولانا محمد اسماعيل جي نرينه اولاد نه ٿيندي هئي ان کيس دعا لاءِ چئي ڇڏيو. حرمين شريفين ۾ تمام گهڻي عبادت ۽ ذڪر ڪيائين گهڻو وقت مسجد ۾ تلاوت ڪندي ۽ درود شريف پڙهندي گذرندو هو. اتي ان کي تمام گهڻا ڪشف ٿيا ۽ عالم رؤيا ۾ زيارتون ٿيون. عالم رؤيا ۾ حضور جن صلي الله عليه وسلم جي زيارت ٿي ته مولانا محمد اسماعيل جي نرينه اولاد لاءِ دعا جو عرض ڪيائين. پاڻ هٿ مبارڪ کڻي دعا گهري. مولوي عبدالعلي کي هڪ ڪروڙ ڀيرا درود پڙهڻ جي به تلقين ڪيائون قيام دوران حرمين شريفين جي علماء کان به مستفيد ٿيو. بعد ۾ هو پنهنجي وطن واپس وريو.

هڪ سال بعد مولوي محمد اسماعيل کي الله تعاليٰ نرينه اولاد سان نوازيو جنهن جو نالو عبدالله رکيو ويو جيڪو حال حيات آهي.

مولوي عبدالعلي جي مدرسي مان ڪيترائي فرد فارغ التحصيل ٿي نڪتا انهن مان ڪن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

(١) مولوي الاهي بخش سومره (٢) مولوي محمد مراد ڀهلڪائي (٣) مولوي نورالدين مسرور ڪنڊڪوٽ (٤) مولوي تاج محمد بروهي (چيل) (٥) مولوي محمد يوسف کوسو (٦) مولوي محمد بخش چولائي (٧) مولوي ڏني بخش بنگلاڻي (٨) مولوي فقير محمد چنو ڪنڊڪوٽ (٩) مولوي عبدالوهاب جت ڏل (١٠) مولوي عبدالحليم ڀوڙ جونگل (١١) مولوي حضور بخش ڊومڪي (١٢) مولوي بخش مگريو نزد پورڪوٽ (١٣) مولوي گل محمد مهر (١٤) مولوي محمد حيات بنگلاڻي (١٥) مولوي عمرالدين کوسو (١٦) مولوي عبدالرزاق کوسو (١٧) مولوي محمد لاشاري. (١)

مولوي عبدالعلي جيڪب آباد ضلعي جي دلپل پور ڳوٺ ۽ ان جي آس پاس

---

(١) روايت مولانا شير محمد خلف رشيد مولوي نبي بخش عودوي رحه

شريعت جي ترويج ۽ بدعتن جي بيخڪنيءَ جي جيڪا ڪوشش ڪئي اها سج وانگر عيان آهي. مولوي صاحب امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر لاءِ سختيءَ سان جدوجهد ڪئي ۽ ان ۾ کيس تمام گهڻي ڪاميابي حاصل ٿي.

مولوي صاحب جن وعظ ڪرڻ بيهندا هئا ته ڪلاڪن جا ڪلاڪ تفسير، حديث ۽ تصوف جي مقولن جا دريا وهائي ڇڏيندا هئا. سندس زبان ۾ ايترو ته اثر هوندو هو جو ٻڌندڙن جون دليون نه ڍاپنديون هيون. مولوي صاحب هڪ بحر بي ڪران هو. هن جي زندگي ساده ۽ خلفاء راشدين رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين جو مڪمل نمونو هئي. اوقات ورهايل هوندا هيس. صبح جو درس ڏيندو هو، ظهر کان پوءِ درود شريف جو ورد هيس ۽ شام جو پنهنجو مطب هلائيندو هو. سندس گذران ان مطب مان هو.

هو صاحب قد جو ڊگهو، رنگ جو سفيد ۽ ڳاڙهو، سونهاري مبارڪ مينديءَ سان رڱيل ۽ منهن ۾ نوراني چمڪ هوندي هيس. (١)

سن ١٣٦٩ هه مطابق ١٩٥٠ع سياري جي سرديءَ ۾ اجل سندس گهر ۾ پير پاتو ۽ رب جي رضا تي لبيڪ چئي هن جهان مان لاڏائو ڪيائون. وفات واري ڏينهن تي هڪ ڪروڙ درود شريف جو ختم پورو ڪيائون. سندس وفات تي سندس سؤٽ ۽ پيٽيوي مولوي الاهي بخش مرحوم هڪ قصيدو تحرير ڪيو جن مان چند بيت هيٺ ڏجن ٿا.

مولوي عبدالعلي اڄ موڪلائي ويو هليو
راه جنات عدن جي هو ولي اڄ ويو هليو
فيض جو دريا فراوان فيض وهائي ويو هليو
باه فرقت ۾ اسان کي ٻن جلائي ويو هليو
عالم و باعمل صوفي خوش مزاج و با ورع
سو هميشه لاءِ اسان کان ٿي جدا ٿي ويو هليو
منهن مبارڪ محب جو ڪين ڪي مون ٿي ڏٺو
دل منهنجي ۾ داغ فرقت جو وهائي ويو هليو
اي الاهي! بخش ڪر رحمت سدا انتي ڪثير
جو مونکي تلقين صبر جي ٻن پڙهائي ويو هليو (٢)

---

(١) پروفيسر عبدالقدوس سومره جي روايت هو مولوي الاهي بخش جو فرزند آهي.

(٢) الرحيم نومبر- ڊسمبر ١٩٧٦ع ص ١٣

مولوي صاحب سان سندس پٽ مولوي نبي بخش جي ڏاڍي دل هئي سو کيس پٽ جي اوچتي موت جي غم جهوري وڌو ۽ هن ٻن چند مهينن بعد ١٩ جنوري ١٩٥١ ۾ سراءِ جاوداني ڏانهن روانو ٿي ويو.

مولوي عبدالعلي ٻه شاديون ڪيون جن مان کيس ٻه نينگر تولد ٿيا ١- عبدالقيوم ٢- عبدالرزاق. مولوي صاحب جي وفات مهل ٻئي نينگر ننڍڙا هئا. هينئر اهي صاحب پنهنجي اولاد سميت شڪارپور ۾ حال حيات آهن. (پروفيسر امين الله علوي شڪارپور)

# مولانا اميد علي رحه

مولانا اميد علي جا وڏا شاهل سڏاپ جي قريب ويٺل هئا. سندن والد ابراهيم عرف خاوند ڏنو چنه مولانا عبدالغفور همايوني جو سنگتي هو. وفات واري وقت پنهنجي پٽ جي ٻانهن مولانا همايوني جـــي حوالي ڪئي هئي. مولانا جو تولد همايون ۽ ڪوٽ سلطان جي وچ ۾ هڪ ڳوٺڙي ۾ ٿيو. والد جي وفات کان پوءِ پنهنجي چاچي وٽ آيو جيڪو جيڪب آباد تعلقي جي ڏگرن جي شهر ۾ ويٺو هو. مولانا اتي ڪجهه وقت ڍور چاريا. اتان ئي تعليم لاءِ نڪتا. پارسي همايون ۾ پڙهيا پوءِ سنڌي پڙهـي ماستر ٿيا ۽ نوڪري شڪارپور ۾ هين. پوءِ نوڪري ڇـڏي پڙهڻ لاءِ نڪتا. مولانا محمد صديق سڏايو جيڪو همايون جو پڙهيل هو انکي حضرت امروٽي رحه ڪاڪيپوٽن ۾ رهايو هو. اهو حضرت مولانا حمادالله هالیجوي قدس سره جو به استاد هو. مولانا ان وٽ پڙهڻ ويا. ڪجهه وقت اتي پڙهي پوءِ مولانا عبدالله ٻنگل ديرائي وٽ ويا شرح جامي تائين اتي پڙهيا. پوءِ دارالرشاد پير جهنڊي ۾ داخل ٿيا استادالڪل مولانا محمد وٽ پڙهيا. قرآن پاڪ جو ترجمو مولانا عبيدالله سنڌي وٽ پڙهيا. مولانا محمد اڪرم هالائي ۽ مولانا حافظ خدا بخش مصنف ارشادالصرف سندن دوري هئا. ميبذي تائين معقول جا ڪتاب پڙهيائون. مولانا عبيدالله سنڌي رحه کين مولانا نصيرالدين ڏانهن منگمري موڪليو. چند مهينا اتي رهيا پوءِ آنهيءَ واري بزرگ وٽ ويا پر اهو بدعتي هو ان سان ڪن مسئلن ۾ ڳالهه ٿـي پيو. (بعد وارو بزرگ موحد هو). مولانا سنڌي کي لکيائين ته موافقت نه ٿي ٿئي سو مولانا کيس اجـمير شريف جي درگاه واري مدرسي

ڏانهن موڪليو جتي مولانا محمد معين پڙهائيندو هو. اهو حضرت مولانا شبير احمد عثماني جو همدرس هو. معقولات جو ماهر هو پر ناغا گهڻا ڪندو هو. مولانا سنڌي کي شڪايت لکيائون مولانا سنڌي کيس رياست مينڍو جي نواب صاحب واري مدرسي ڏانهن وڃڻ جو مشورو ڏنو جتي مولانا ماجد علي پڙهائيندو هو. اهو مولانا عبدالحق خيرآبادي جو شاگرد ۽ حضرت شيخ الهند جو دوست هو. ست سال ان وٽ رهي موقوف عليه ۽ معقولات جا وڏا ڪتاب ۽ حديث جا ڪتاب اتي پڙهيا. مولانا فرمائيندا هئا ته "مان ائين پيو سمجهان ته پوري هندستان ۾ اهڙو عالم ڪونهي ۽ ڪنهن تي ئ اک نه پيئي پڏي. دهلي ۾ حضرت مولانا سنڌي مليو. فرمايائون هڪ سال دارالعلوم ديوبند ۾ پڙهي آءُ. مان انڪار ڪيو پر مولانا جن زوري موڪليو. جڏهن حضرت شيخ الهند جي درس ۾ ويٺم ته پنهنجي ستن سالن تي افسوس ٿيو. مولانا سيد انور شاه ڪشميري ٻ پڙهائيندا هئا پر گهڻي شهرت ڪو نه هئي البت حافظي ۾ ان وقت ئ مشهور هئا. مولانا اعزاز علي پارسي جو استاد هو. حضرت مولانا سيد حسين احمد مدني وٽ ٻ ڪي ڪتاب پڙهيم مولوي عرفان بنگالي ٻ گڏ پڙهندو هو سماهي، ششماهي ۽ سالانه امتحانن ۾ پهريون نمبر آيم مدرسه امينه دهلي ۾ مولانا عثماني وٽ ڪي معقول جا ڪتاب پڙهيم ۽ اول هتي اچان ها ته شايد مينڍو وڃڻ جي ضرورت نه ٿئي ها توڙي مولانا ماجد علي جو ايڏو وڏو مقام هو جو ولن هڪ معقول تي رسالو هو اهو مولانا ڪشميري حل نه ڪري سگهيا" هي ٻ فرمائيندا هئا ته "حضرت شيخ الهند ٻ ممتاز شخص بڻايا حضرت مولانا مدني حديث ۾ ۽ مولانا عثماني معقول ۾" سال پوري ٿيڻ تي مولانا سنڌي کيس چيو سنڌ ۾ تنهنجو قدر نه ٿيندو هتي ڪٿي پڙهاءِ پر مولانا عرض ڪيو ته مان پنهنجي وطن وڃي خدمت ڪندم. اتان سڌا امروٽ شريف آيا. بيعت ڪيائون. کهوڙڪي جي جامع مسجد واري مدرسي ۾ پڙهائڻ لڳا ان مدرسي جو مهتمم مولانا قمرالدين انڙ هو. اتي ڪي ڪتاب مولانا محمد اسماعيل ٻٽ کان ٻ پڙهيائون اتان حاجي رحمت خان کبول جي ڳوٺ ۾ پڙهائڻ ويا. مولانا عبدالرزاق ۽ مولوي خدا بخش رياستي ۽ مولانا ڪاٺ پاٽ وارو اتي پڙهيا. مولانا عبدالرزاق شرح جامي کان آخر تائين اتي پڙهي فارغ ٿيا. پنج سال ڪن اتي پڙهايائون. پوءِ لاڙڪاڻي ضلع ۾ لوڙهي واري مولوي ڪريمداد جو مدرسو هو اتي ٣ سال رهيا پوءِ وڳڻ ۾ مقامي وڏيري محمد صديق وارن جو مدرسو هو اتي ٥ سال رهيا تمام گهڻا طالب علم رهندا

هئا ان کان پوء شڪارپور ۾ مولوي جهان خان مرحوم جي مسجد واري مدرسي ۾ آيا. اهو مدرسو حضرت امروٽي جي نگراني ۾ هو، ۽ ٻيرا حضرت امروٽي پاڻ ۾ اتي آيا هئا. انن شاگردن حضرت امروٽي رح. جي هٿان دستار ٻڌي مولوي عبدالحڪيم چاچڙ راڄنپوري، مولوي عبدالمجيد ڀٽو، مولوي عبدالڪريم دادوي، مولوي قاري محمد عيسيٰ ڀٽو، مولوي محمد عالم سومرو ميرپوري، مولوي عبدالعزيز مڪراني، مولوي عبدالعزيز دادوي ۽ هڪ ٻيو. انهن مان پهريان ٽي ممتاز هئا. مان ارشاد الصرف ڪان وٺي اتي مولانا وٽ پڙهڻ آيم ته آخر تائين مولانا وٽ پڙهيم. شڪارپور ۾ ڳڙهي ياسين وارن جو چڱو خاصو اثر هو پر مولانا جي اچڻ سان شڪارپور ۾ انقلاب اچي ويو. مولانا جيئن درس جا بيمثال هئا تيئن وعظ ۽ مناظري ۾ به يڪتا هئا. ان زماني ۾ مخالفن پاران مولانا قمرالدين انڙ، مولوي خادم حسين جتوئي ۽ ڳڙهي ياسين وارا مناظرو ڪندا هئا. حضرت امروٽي مولانا اميد علي کي هر مناظري لاءِ موڪليندا هئا. مولانا انهن کي ايترو ته هيسايو هو جو مولانا جو نالو ٻڌي ڀڄي ويندا هئا. اخبار الحنيف سدائين حضرت امروٽي ۽ مولانا اميد علي جي خلاف واهيات ڳالهيون لکندي رهندي هئي. هڪ ڀيري لکيائين ته مولوي اميد علي شاگردن کي وٺي فلاڻي پير جي قبر تي ٺڪون هڻايون آهن (العياذ بالله). شهر جا ماڻهو بگڙي ويا. مانيون سڀ بند ٿي ويون. مولانا اميد علي پنهنجي گهر واري جا زيور ڳارائي طالب علمن جي کاڌي جو بندوبست ڪيو ۽ ٽي ڏينهن مولانا اميد علي شڪارپور جي هر چوڪ ۽ محلي ۾ تقريرون ڪيون. ٽي ڏينهن اها تڪليف ٿي مولانا اميد علي جي تقريرن جو اهو اثر نڪتو جو شهر جا سڀ ماڻهو مطمئن ٿيا ۽ مانيون دستور موجب ملڻ لڳيون. حسن اتفاق سان ياسيني مولوين مناظري جو اشتهار ڪڍيو. مولانا اميد علي پنهنجي شاگردن جي وڏي جماعت ڪتابن سميت وٺي ويو. شڪارپور جي موحد مولوين مان صرف مولاناعبدالڪريم چشتي ساڻ هليو. پهريون ته هو انڪاري ٿيا ته هي مناظره جي محفل نه آهي پر ماڻهن سيني چيو اسان سڀ مناظري لاءِ آيا آهيون. ۽ اوهان جي اشتهار ڏسڻ سان آيا آهيون. تقريرون ٻڌڻ ڪونه آيا آهيون. ڳڙهي ياسين وارا مولانا ســان پاڻ ته ڪجهه، ۽ ڳالهائي نه سگهيا باقي پنجاب جــو هڪ مناظر گهرايو هئائون ان جا چپ خشڪ ٿي ويا. ان جو ڳالهه ٿي بند ٿي ويو. مولانا جو علمي مقام ۽ حقانيت ڏسي شڪارپور جي ماڻهن پنهنجي ماضي تي سخت افسوس ظاهر

ڪيو ته هيڏي وڏي عالم کي اسان ڪجهه نه ٿي سمجهيو ۽ هنن جاهلن کي علم ۽ دين جو سڀ ڪجهه سمجهيو ويٺا هئاسين. ڳڙهي ياسين وارن جو شڪارپور ۾ اهو آخري ڏينهن هو. ان مناظري کان پوءِ مولانا اميد علي شڪارپور جي محبوب ترين شخصيت هو. ان کان پوءِ ٻه ٽي سال مولانا جن شڪارپور ۾ رهيا. مدرسه قاسم العلوم گهوٽڪي ۾ انقلاب آيو هو ان ڪري حضرت امروٽي رحه مولانا اميد علي کي حڪم ڏنو ته توهان گهوٽڪي وڃو. مولانا جن سال پوري ٿيڻ جي مهلت ورتي. انهيءَ وچ ۾ حضرت امروٽي رحه فوت ٿي ويا. سال پورو ڪري پنهنجي مرشد ۽ مربي سان ڪيل وعده پوري ڪرڻ لاءِ گهوٽڪي تيار ٿيا. حضرت پير فخرالدين شاه ۽ حضرت ميان محمد صالح ٻانڊوي ولهه آيا. شڪارپور جي ماڻهن کي ان جو سخت رنج ٿيو. مولانا ٦ سال گهوٽڪي ۾ رهيا. مولانا عبدالحق پنهور، مولوي نصرالله انڍڙ، مولوي عبدالغفور پنهور ۽ حافظ محمد يونس گهوڙو گڏ دستاربندي ڪئي. پهرين پڻ کي مولانا دارالعلوم ديوبند موڪليو. اتي پهچڻ تي معلوم ٿيو ته سيد انور شاه ڪشميري ديوبند کي ڇڏي ڏابيل هليا ويا آهن. مولوي عبدالحق وارا به ڏابيل ويا. مولانا عثماني رحه فتح الملهم جي تصنيف جي سلسلي ۾ اتي رهيل هئا ان وٽ به پڙهيا. مان به گهوٽڪي ۾ سندن آخري سال ۾ فارغ ٿيم. مولانا جن پنهنجي جاءِ تي مولانا عبدالرزاق رياستي ڏيئي پنهنجي ڳوٺ جيڪب آباد ضلع هليا آيا. ٻي سال گهوٽڪي ۾ دستاربندي جو جلسو ٿيو جنهن ۾ مون کي دستاربندي لاءِ گهرايو ويو. ان موقعي تي استاد مولانا اميد علي صاحب به آيا هئا. گهوٽڪي ۾ رهڻ دوران هندن سان جهيڙو ٿيو هو ۽ ويڙهه ۾ منهنجو ڏند ڀڄي پيو هو. شاهدي ۽ ڪيس جي سلسلي ۾ موڪل جا ڏينهن به اتي رهيو هوم ۽ موقعي مان فائدو وٺي مولانا محمد اسماعيل پنهور وٽ سندن گهر پڙهڻ ويم. مولانا ادب جي معاملي ۾ ڏاڍا سخت هئا بي‌ادب طالب کي لٺيون وهائيندا هئا. طالبن کي نظر ڪتاب ۾ وجهڻ جو حڪم ڪندا هئا. هڪ ڀيري مون کان پڙهيل سبق دهرائڻ لاءِ چيائون. پڙهي ڪري فرمايائون تون ته اکين وارو آهين هاڻي تون مٽي تڪ مان ته اندن کي هيٺ تڪائيندو آهيان.

جيڪب آباد جا سومرا حاجي محمد صديق، ملا مٺو ۽ حاجي عبدالحق ڪين ڳوٺ مان وٺي آيا ۽ جيڪب آباد ۾ رهايائون. ويهه سال آخر عمر تائين اتي پڙهائيندا رهيا جيڪب آباد ۾ به ڳڙهي ياسين وارن مولانا کي نه مڃيو ۽ مناظري لاءِ مولانا سيد عبدالنبي شاه

کي مولوي ابراهيم وارا ساڻ ڪري آيا. مناظري جي مجلس ۾ مولانا سيد عبدالنبي شاه مولانا اميد علي سان ٿي ويٺو ۽ چيائين مولانا تو جهڙو عالم جاهلن سان ڇا ڳالهائيندو هنن ويچارن کي ته بسم‌الله جي ب، صحيح معنيٰ نه ٿي اچي. مولانا اميد علي انهن کان ڪلي جزئي بابت پڇيو پر اهي اهڙا مبهوت ٿيا جو ڪجهه به چئي نه سگهيا ۽ جيڪب‌آباد وارن تان به سندن اثر هميشه لاءِ لهي ويو. مولوي عبدالنبي شاه جي بابت مولانا محسن شاه ميان جي بٽ واري ۽ مولوي ابراهيم ياسيني وارن جو مناظرو ٿيو هو ته مذبوح فوق‌العقده حلال آهي يا حرام؟ ان مناظري ۾ مولانا اميد علي پير محسن شاه جو طرف ورتو ۽ مخالف پاسي دلائل جي ڪثرت هوندي به مخالف‌ ڪجهه نه ٿي سگهيا. مولانا محسن شاه ۽ مولانا اميد علي شاه جمالي پنجاب ۾ گڏ پڙهيا هئا.

توڙي مولوي خادم حسين جتوئي مولانا جو سخت مخالف هو پر مرڻ مهل پنهن جي پٽ مولوي نذير حسين کي وصيت ڪيائين ته مولانا اميد علي کان سواءِ ٻي ڪنهن وٽ نه پڙهجانءِ عالم اهو ئي آهي. گهوٽڪي ۾ مولوي نذير حسين مولانا وٽ اچي پڙهيو اتي اچي هدايه اسان سان گڏ شروع ڪيائين.

پنجي واري پتر تي مولانا قمرالدين ۽ مولانا اميد علي گڏ ٻيڙي تي چڙهيا. مولانا قمرالدين جاهل ماڻهو ڏسي مولانا کي چيو تون ته پيران پير رحه جي يارهين کان به جهليندو آهين. مولانا ماڻهن کي چيو اسان جو عقيدو آهي ته حضرت پيران پير رحه وڏو بزرگ، مهربان ۽ رحمدل هو. هي مولوي صاحب اوهان کي دڙڪا ڏيندو آهي ته پيران پير اهڙو ته ڏاڍو ظالم آهي جو باک ڪير ان جي نالي نه ڏني ته اوهان جو مال ماري ڇڏيندو. پيران پير رحه جهڙو ولي ڪامل ٻاڪ ڪير لاءِ ڪنهن غريب جو مال ماري ڇڏيندو اوهان سمجهو ٿا. ماڻهو اچي بگڙيا ته هي مولوي اسان کي غلط ڳالهيون ٻڌائي اجايو ڊيڄارن ٿا. ٻيڙي تان لهي مولانا قمرالدين، مولانا کي چيو واه يارا تو ته منهنجي عزت لهرائي هئي. مولانا چيس اهو ته تنهنجو ارادو هو.

جيڪب‌آباد ۾ رهڻ دوران احمد ميان سومري جي آزار کان تنگ ٿي گهوٽڪي موٽي آيا. حضرت هاليجوي رحه حاجي مولا بخش کي چيو حاجي صاحب! اسان جي بزرگن سان هڪڙو ٽانگو وجهي رهيو آهي ان کي به اوهان ايتري تڪليف ڏني آهي جو هو ڪوٽ ڇڏي آيو آهي پوءِ احمد ميان مولانا کي منت ڪري موٽائي آيو.

١٩٥٣ع ۾ ختم نبوت جي تحريڪ ۾ بلوچستان مان ماڻهو موٽيا ته مولانا ديگ چاڙهي انهن کي کاڌو کارايو ۽ هر ڪنهن کي گهر پهچڻ جيترو ڪرايو ڏنو. ان زماني ۾ مولانا نهايت تنگ دستي ۾ هئا ايتري قدر جو پنهنجا ڪتاب وڪڻي گذارو ڪندا هئا. صحيح بخاري مسلم، ابو دائود ۽ ترمذي تي حضرت شيخ الهند ۽ حضرت مدني جون تقريرون ٦٠ روپيه ۾ حافظ ترڪ علي کي ڏيئي ڇڏيائون. معقول جي ڪتابن جون تقريرون به مولانا جن وٽ هيون. انهيءَ تحريڪ ۾ مون کي حضرت هاليجوي رح ڏانهن موڪليائون ته پاڻ جيل ۾ وڃو ته حڪومت کي خبر پوي.

وفات:- انهيءَ تحريڪ کانپوءِ جلد ئي فوت ٿي ويا. مولانا جن سڏاين سان ۽ پنهنجر هڪ پٽي پٽيان نڪاح ۾ آنڌائون پر پاڻ بنا اولاد جي فوت ٿي ويا. گهر واري جي رشتيدار ڇوڪري ڏيءَ ڪري پالي هئائون اها مولوي عبدالسلام جي نڪاح ۾ آهي. (مولانا محمد يوسف چنه شڪارپور)

حضرت مولانا مرحوم غالباً نومبر ١٩٥٩ع ۾ فوت ٿيا. ماهنامه موحد (ميرپورخاص) آڪٽومبر ١٩٥٩ع جي اداريه ۾ مولانا جي وفات تي ڏک جو اظهار ٿيل آهي. جنهن جا ڪي جملا هي آهن "مولانا امجد علي مرحوم خصوصاً معقولات جو ماهر هو. طالب مٿس عاشق هوندا هئا. حق گو واعظ به هو.

مولانا جي شاگردن جو ڪو حساب ئي ڪونهي. تعليم ۽ مناظري ۾ مولانا پنهنجي دور جو نرالو عالم هو. نه ڇڙو اهل بدعت پر غير مقلدن سان مناظرو هوندو هو ته اتي به مولانا منهن ڏيندو هو. معلوم ٿيو آهي ته مولاناجن قاسم العلوم پچ ڳوٺ (تعلقه پنوعاقل) ۾ به پڙهائي چڪا آهن ۽ هي به معلوم ٿيو آهي ته محمد پور تعلقه گهوٽڪي ۾ پڙهيا هئا. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولوي صاحبڏنه سومرو

مير سندر خان جي دڙي جو رهندڙ هو. مولانا عبدالڪريم ڪلهوڙي وٽ غوثپور ۾ پڙهيو. مولانا محمد موسي پٽه وٽ آرائين ۾ دستاربندي ڪيائين. دڙي ۾ پڙهائيندو هو. حق گو واعظ هو. مولانا عبدالڪريم چوندو هو ته هوڏي مولوي ڪهاڙو آهي ته اسان وٽ مولوي سرولو موجود آهي. (مولانا رحيم بخش بنگلاڻي)

# مولوي عبدالواحد مري

مولوي عبدالواحد بن پورا خان مري تعلقہ جيڪب آباد ۾ ڳوٺ حاجي علي بخش عمراڻي جي پر ۾ ڄائو. ابتدا ۾ محمدا باغ ۾ مولانا محمد يوسف انصاري وٽ پڙهيو.(مولوي محمد يوسف وڏو متقي ۽ پرهيزگار هو. سندس استاد زاده مولوي عبدالقيوم بن مولانا عبدالستار رستمي وٽس مهمان ٿيو. رات جو هو کير ڪٿي آيو ته مولوي صاحب کي ننڊ ولي وئي جواني جي ننڊ هئي صبح جو جاڳيو ڏسي ته مولوي محمد يوسف کير جهليو جاڳ جي انتظار ۾ ويٺو آهي. مولانا رحيم بخش بنگلاڻي)

مولانا محمد موسى ڀٽي وٽ پڙهيو. پير پاڳارو جي ڳوٺ ۾ پڙهڻ ويو هو. آخر دهلي ۾ وڃي پڙهيو. حڪيم قائم الدين سان گڏ طبيہ ڪاليج دهلي ۾ به پڙهيو ۽ طب جو وڏو ڄاڻو هو توڙي اهو انجو وجه معاش نہ هو. فراغت لهي ڳوٺ خان محمدا پڙي (بلوچستان) ۾ پڙهائڻ لڳو. ڪڇ، وڏٽ نوشهري ابڙي (تعلقہ ڳڙهي ياسين) ۾ به پڙهايائين. پوءِ تعلقہ جيڪب آباد جي ڳوٺ فضل محمد ڪوسہ ۾ پڙهائڻ ويو. پوءِ جيڪب آباد جي فرسٽ فيملي لائن ۾ مدرسو کولي اچي ويٺو هاڻي ان محلي کي مولوي مري جو محلو ڪوٺيو ويندو آهي. تقريباً ٨٠ ورهيہ عمر ۾ ١٩٦٢ع ۾ فوت ٿيا. سندن شاگرد تمام گهڻا آهن جيئن ته مولوي غلام فاروق، مولوي شفيع محمد لاشاري، مولوي محمد اسماعيل لاشاري، مولوي محمد عالم پنگر، مولوي غلام رسول نوشهري ابڙي وارو.

سندس روحاني تعلق آغا محمد عمر جان چشموي سان هو. ان جو خليفو هو. مولانا وڏو خود دار ماڻهو هو علماء سان ائين پيهي ملندو هو. آفيسرن ۽ سردارن سان ويهي ملندو هو. سردار خير بخش جي چاچي سندس پيءُ کي سرداري لاءِ قتل ڪيو. اهو مولانا سان ملڻ آيو. مولانا جن مغرب جي نماز ڪان پوءِ متصل گهر هليا ويندا هئا. سردار صاحب نماز ڪونہ پڙهي مولانا جي ڪلي لڳو ۽ دعا لاءِ چيائين ته منهنجو پاڻيهو مون سان لهي وڃي. مولانا فرمايس تون خدا جو ٿي وڃ ته پاڻيهو تنهنجو ٿي ويندو. ايترو چئي اندر هليا ويا. مولانا کي ماڻهو چوندا هئا ته سائين اوهان جي تعويذ- دعا سان ڦلاڻو ڪرڻي ويو ته پاڻ فرمائيندا هئا جيڪي ٿيو خدا ڪيو پوءِ هي آيت پڙهندو هو قل ان صلواتي و نسڪي و محياي و مماتي لله رب العالمين. چوندا آهن آغا عمر جان رح. مصلو مولوي عبدالواحد کي ۽ ٽوپي مولوي صاحب قريشي کي عنايت ڪئي

هئائين. مولانا مري سدائين باوضو هوندو هو ۽ سدائين نفلن ۾ هوندو هو. گريه گهڻو هوندو هوس. ڪيئي حج ڪيائين. هڪ حج پيدل به ڪيائين. (مولوي عبدالحڪيم مري)

ڪنهن ڪانفرنس ۾ چيو ته بريلوي حق تي آهن يا ديوبندي فرمايائون ديوبندي حق تي آهن. چنڊ جي معاملي ۾ قاضي عبدالنبي مولوي عبدالمجيد لاشاري وٽ آيو ته لاهور کان تار آئي آهي ته چنڊ ڏٺو ويو آهي. اهي ٻئي مولانا عبدالواحد وٽ آيا اهو انهن سان گڏجي مولانا اميد عليؒ وٽ آيو. مولانا فرمايو اڌ ڪلاڪ مهلت ڏيو. پاڻ اندر ويا پوءِ ٻاهر اچي فرمايائون ڪافر حڪومت جي خبر تي اعتماد نه ٿو ڪري سگهجي. مولانا احمد علي لاهوري سان ٽيليفون تي ڳالهائڻ ٿئي ته ان سان مسئلو حل ٿي ويندو. ٽيليفون ڪيو ويو. مولانا لاهوري ٻڌايو ته چنڊ ڏٺو ويو آهي. ان تي ڇهني عالمن گڏجي چنڊ جي ثبوت جي فتوا ڏني. (مولوي محمد اسماعيل لاشاري)

# مولانا در محمد ڏول

مولانا در محمد بن ملا واصل محمد ڏول هڪ جيد عـــالم جنهن سان گڏ وڏو مجاهد ٿي گذريو آهي سندن ولادت لل جي ڀرسان اصل ڳوٺ جيڪو ڏاڏي جن واصل جو هو اتي سن ۱۸۸۶ع ۾ ٿي اتان پوءِ ڇڏي ڳوٺ سليمان ڏول ۾ قيام پذير ٿيا ۽ سن ۱۹۴۵ع تائين ڳوٺ رهڻ گهٽ ٿيندو هون هميشه تعليم ۽ تبليغ جي سلسلي ۾ ٻاهر گذاريائون.

ابتدائي تعليم:- پاڻ فرمائيندا هئا ته پهريائين مونکي والد مرحوم (جيڪو زميندار هو) پرائمري اسڪول لل ۾ ڇڏيو ۽ ست درجا پڙهي پورا ڪيم. بعد ۾ انگريزي تعليم ڏيارڻ جي خيال ۾ هئا ته هڪ پيري حضرت امروٽي رحه جن ڏاڏي سائين جي دعوت تي لل جي پر واري ڳوٺ ۾ جيڪو لل ٿاڻي جي بالڪل نزديڪ هو اتي تشريف فرما ٿيا حضرت جن سان گڏ فقير عبدالڪريم ملڪ به هو هن جو ڪم هو ته ٻه ماڻهو ڪان ٻار وٺي ديني تعليم پرائڻ لاءِ مدرسن ۾ ڇڏيندو هو. جڏهن ڏاڏي سائين وٽ حضرت جن تشريف فرما ٿيا ته فقير عبدالڪريم سائين جن کي عرض ڪيو ته قربان ٿيان قدمن تان محمد واصل کي حڪم فرمايو ته در محمد کي عربي تعليم ڏياري تنهن تي حضرت امروٽي رحه وراڻيو ته ابا در محمد نه بلڪ مولوي در محمد چلوس جو هن

چوڪر جو چهرو مجاهد عالمن جهڙو آهي۔ سائين جن دعا فرمائي ۽ پاڻ علم جي شوق ۾ گهران نڪتا. قرآن مجيد ته اڳيئي پڙهي پورو ڪيو هئائون قرآن مجيد ڪجهه پنهنجي والد ملا محمد واصل وٽ پڙهيا ۽ پوءِ ٿل جي پرسان وڏي ڳوٺ نوناريـن ۾ ملا محمد مرحوم ڪنڀار وٽ ۽ ميان شاه محمد شاه جيڪو پنجاب جو سيد هو ۽ پوءِ وفات به ٿل ۾ ڪيائين. انهن مان ڪهڙي وٽ پڙهي پورو ڪيائون پوءِ خبر نه آهي ته ٻئي استاد ڪهڙو هون. فارسي جا ڪجهه ڪتاب به غالباً ميان شاه محمد شاه وٽ پڙهيا هئا بعد ۾ جيڪو هن وقت اسان جو ڳوٺ سليمان ڏول آهي انجي پرسان عودي سرڪي زميندارن جو ڳوٺ آهي اتي حضرت علامه استاد الڪل مولانا نبي بخش جن رهندا هئا تن وٽ اچي علم جي شروعات ڪيائون باقي رهيل فارسي به باقاعده اتي پوري ڪيائين عودي ڳوٺ ۾ باخدا شخصيت حاجي دين محمد خان رح هڪ ديندار زميندار ٿي گذريو آهي تنهن پنهنجي انهيءَ ننڍڙي ڳوٺ ۾ مدرسي جو بنياد رکيو ۽ حضرت مولانا نبي بخش قدس سره کي استاد مقرر ڪيائون مولانا جن جڏهن عودي مدرسي ۾ پڙهائڻ لاءِ آيا ته سندن عمر ۲۰ سال ڇٽي وڃي ٿي. مدرسي جي خدمت حاجي دين محمد خان مرحوم بذات خود ڪندا هئا ايتري تائين جو طالبن جا ڪپڙا به پنهنجن پن گهر وارين کان ڌئاريندا هئا. ماني طالبن کي پاڻ ڏيندا هئا. سياري ۾ يا اونهاري ۾ ڪوه مان پاڻي کوڙي ٽانڪي ڀريندا هئا اگر سخت سردي هوندي هئي ته طالبن جو پاڻي پاڻ مٽن ۾ گرم ڪندا هئا. حاجي دين محمد خان بادشاهي ۾ فقيري اختيار ڪئي مونکي يـــاد ٿو اچي ته سن ۱۹۵۰ء ۾ حضرت خليفه احمد دين رح جن جڏهن عودي آيا هئا ته بعد از نماز جمعه مقام تي فاتحه پڙهڻ لاءِ تشريف فرما ٿيا ته بغير پڇا جي سڌو حاجي صاحب مرحوم جي قبر تي پنهنجو پاڻ وڃي ويهي رهيا بعد ۾ فرمايائون پڇڻ جو ڇا ضرور خدا جي رحمت جو نزول انهيءَ قبر تي ايترو آهي جو شال الله پاڪ سڀ ڪنهن جي قبر تي ائين ڪري.

والد مرحوم گهڻو عرصو عودي ۾ رهيا ۽ پاڻ چوندا هئا ته مان اتي ڪجهه اسباق پڙهائيندو به هوس ڪجهه عرصو اتان ڇڏي ميان جي ڳـــوٺ مولانا ميان محسن شاه وٽ آيا پر اتي به ٿورو وقت رهي اوستا پلهڏن ۾ مولانا خادم حسين جتوئي وٽ اچي رهيا تقريباً ڏيڍ سال کن اتي رهيا بعد ۾ وري عودي واپس ٿيا ۽ فراغت اتي حاصل ڪيائون. دستار بندي جي جلسي ۾ حضرت امروٽي رح تشريف فرما هئا انهيءَ موقعي

تي حضرت والد مرحوم، حضرت مولانا محمد اسماعيل عودوي، مولانا احمد الدين كوسو، مولانا محمد اسماعيل لب دريائي، مولانا محمد عثمان چڪائي ۽ غالباً مولانا الهداد لهڙي (بلوچستان) وارن دستار فضيلت ٻڌي. ان کان پوءِ ڪجهه عرصو مختلف مدرسن ۾ تعليم ڏنائون پوءِ ۾ حضرت مولانا استاد عبدالحڪيم سڏائي وارا ۽ والد مرحوم گڏجي دارالعلوم ديوبند ويا. اهو سال اتي رهيا ٻئي سال ڪنهن انتظامي امور جي اختلاف يا ڪنهن ٻئي سبب دارالعلوم ۾ انقلاب آيو سو مولانا عبدالحڪيم ته اتي رهجي ويا. باقي والد مرحوم حضرت محدث اعظم علامہ انور شاه ڪاشميري رح. سان گڏ ڏاڀيل هليا ويا ۽ هڪ سال اتي ۾ مڪمل ڪيائون ۽ واپسي تي حضرت امروٽي جي فرمان تي ۽ ميان شرف الدين شاه جونگل واري جي اصرار تي جونگل ۾ مدرسي جو بنياد رکي توڪل علي الله تعليم جو ڪم شروع ڪيائون ۽ تقريباً ۹ سال مسلسل جونگل رهيا ڪجهه وقت پنهنجي ڳوٺ ۾ به تعليم جو ڪم ڪيائون پوءِ ٽل ۾ مدرسه جو بنياد رکي چند سال ٽل ۾ تعليم جو ڪم ۽ تبليغ جو ڪم تمام جان فشاني سان ڪيائون ان بعد وري جونگل وارن جي اصرار تي جونگل موٽي آيا. حضرت مولانا عبدالعزيز سان ٽي سال گڏ ڪم ڪيائون ۽ ابتدا ۾ جونگل ۾ ڪافي شاگرد رهندا هئا حاجي مير محمد جو چوڻ آهي ته ۷۰-۸۰ طالب علم رهندا هئا ۽ ڪافي دستار بنديون به ٿيون پوءِ هو ڳوٺ اچي رهيا.

والد مرحوم جي پوري زندگي اسلام ۽ خلق خدا جي خدمت ۾ گذري، ڪمن وارا ماڻهو به وٽس ايترا ايندا هئا جو اگرچه اسان جو ڳوٺ پهراڙي ۾ آهي تڏهن به ۴-۲ ماڻهو روزانه ڪمن وارا ايندا هئا. صوبائي ليول تائين آفيسرن سان تعلقات هوندا هين ۽ پنهنجن بزرگن وٽ به ڪهن وڏو رتبو هو انهيءَ جو اندازو سان خطن مان لڳايو هڪ خط مونکي مولانا آزاد رح جو ۽ خط حضرت مدني رح. جا هڪ خط حضرت امروٽي رح جن جو هڪ خط مولانا حفظ الرحمان سيوهاري جو ۽ ڪئين خطوط مولانا محمد صادق رح کڏي وارن جا ۽ حضرت لاهوري رح، ڏاڏي حضرت عبدالعزيز ڏريچاٽوي وارن جا، سيٺ عبدالله هارون، شيخ عبدالمجيد سنڌي جهڙن سياسي شخصيتن جا خط مون ڏٺا ۽ اندازو ڪيم ته پاڻ ڪيتري وسيع تعلقات وارا هئا باقي ٻين عالمن سڳورن جا خط مثلاً حضرت مولانا عبدالڪريم ڪورائي ۽ مولانا چشتي وغيره جا ته تمام گهڻا خط مون وٽ هاڻي به شايد موجود هوندا ۽ افسوس جو گهڻا خط مونکان ضايع ٿي ويا.

مولانا مرحوم ضلع جيڪب آباد جي علماء ۾ سياسي شعور پيدا ڪرايو ۽ پنهنجي ضلع ۾ وڏو ڪم ڪيو امر بالمعروف نهي عن المنڪر جو هي حال هوندو هو ته ڪا به غيرشرعي ڳالهه وڏو ڪري يا پار انکي ضرور روڪيندا هئا. ميلن ملاکڙن ۾، ڪڪڙن جي ويڙهين ۾، ڪوئن ۾، رڇن ڪتن جي ويڙهه ۾ وڃي آدمين کي اتي الله جو پيغام پڏائيندا هئا پيو ته ڇڏيو پر دهل، بانسري ۽ چنگ جو آواز پڌندا هئا ته گهران اتي انکي روڪيندا هئا ساري زندگي اسلام لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئائون. برطانيه گورنمينٽ جي زماني ۾ ٿي پيرا جيل ويا هڪ دفعو ڪشمور تعلق جي بخشاپور ڳوٺ ۾ هڪ گهر اندر نظربند ڪيائون پر انهيءَ زماني جا موجود آدمي چون ٿا ته رهندو وري به ڪونهو سواءِ ٿل تعلقي جي باقي تعلقن ۾ زورشور سان انگريزن جي خلاف تقريرون ڪندو رهندو هو ۽ مٿس ڪيس ٿيندا رهندا هئا. ٻيهرين دفعي جيل ۾ هن ڳالهه تان ويا هئا ته انگريزن جي خلاف ترڪن جي حمايت ۾ زبردست تقريرون ڪيائون ۽ تمام گهڻو چندو گڏ ڪري موڪليائون انهيءَ پاداش ۾ ڏيڍ سال جيل ڪاٽيائون.

ٻي دفعي جي ڳالهه جيڪا اسان جي ضلع ۾ مشهور خبر آهي ته يار محمد خان چنو ڊپٽي ڪليڪٽر ميرپور برڙي ۾ منزل ڪئي اتي ڪافي علماء سڏايا ويا هئا تن ۾ والد مرحوم به سرفهرست هو. مسٽر يار محمد خان پڇيو ته اگر قرآن مجيد جي بي حرمتي ٿئي ته ان جي ڪهڙي سزا آهي تنهن جو حڪمت عملي سان ڪنهن ڪهڙو جواب ڏنو ڪنهن ڪهڙو وچان والد مرحوم ٺپو ڏيئي اٿي ڊپٽي ڪليڪٽر کي چيائين انهيءَ مردود جي سزا قتل کان سواءِ ٻي نه آهي- بس ڳالهه ايتري ۾ ختم ٿي. اتفاق سان ان ڏينهن بعد ميرپور برڙي کان ٿل ٻڪيءَ تي هندو ٿي ويا ته واٽ تي مسلمانن حملو ڪري ۴ هندو ماريا. حقيقت هيءَ هئي ته نالين ۾ قرآن پاڪ جا ورق ڏٺا ويا هئا. سياسي چالبازي سان يا ٻي ڪنهن رنجش سبب هي مشهور ڪيو ويو ته اها بي حرمتي هندن ڪئي آهي واقعي ۾ هندن کان اهو ڪم ڪونه ٿيو هو. والد مرحوم اها فتويٰ اڳ ۾ ڏيئي چڪا هئا ان ڪري قادر بخش، بشير سومرو، سردار گنج بخش خان برڙي، حافظ شهمور بنگلاڻي، حافظ محمد صلاح بنگلاڻي ۽ حافظ محمد عثمان ڪوسي سان گڏ مولانا مرحوم کي به سندس گهر ٿل مان گرفتار ڪيو ويو. حالانڪ مولانا کي ان واقعي سان ڪو به تعلق نه هو. نيٺ ڪيس هليو ٻهريان پيٽي آزاد ٿيا باقي حافظ محمد صلاح بنگلاڻي ۽ هڪ ٻئي کي موت جي سزا ملي. حافظ شاهه مور ۽ حافظ محمد عثمان

کي ڪيئي سال ۽ والد مرحوم کي هڪ سال جي سزا ملي. پاڻ تمام گهڻو زمانو ضلع چيڪب آباد جمعية علماء هند جا ناظم اعليٰ رهيا.

انگريز دشمني ايتري هئي جو انگريزي ڪنهن به شيءِ جو استعمال ڪونه ڪندا هئا مونکي انگريزي پڙهائڻ لاءِ وڏن وڏن ماڻهن صلاح ڏني ته انگريزي ڇوڪري کي ضرور پڙهايو پر جواب هيءُ هو ته مونکي پنهنجي ٻار جي اخروي حياتي پياري آهي جڏهن جيل ۾ هئا ته اتي به انقلاب آنداڻون. بابا مرحوم ٻڌائيندا هئا ته مونکان ميچ ڪٽرائيندا هئا پوءِ اها سزا معاف ڪيائون پر انهيءَ رعايت تي راضي ڪونه ٿيس آخر ميچ ڪٽڻ جو سلسلو جاري رکيائون پر باريڪ جي ساٿين اهو بار پنهنجي سر تي کنيو. ميچ اهي ڪٽيندا هئا. هڪ پيري ڊي-سي وٽ هٿڪڙي سان آنداڻون جماعت تمام وڏي گڏ ٿي ڏاڍو گوڙ ٿيو ان ڏينهن بعد بغير هٿڪڙي جي ڊي-سي وٽ پيش ڪندا هئا ۽ ڪرسي تي ويهاريندا هئا.

زندگي تمام ساده ۽ مسڪيني حال ۾ گذاريائون سنت جي ايتري پابندي ڪندا هئا جو منهنجي خيال ۾ ڪابه اهڙي سنت جيڪا احاديث ۾ پڙهي يا ٻڌي هئائون سا هٿان وڃڻ ڪانه ڏنائون لقد کان لکم في رسول الله اسوة حسنة جو بالکل صحيح مصداق هئا نماز باجماعت جا ايترا پابند هوندا هئا جو سفر ۾ ريلوي اسٽيشن تي يا ريل جي ڊبي ۾ به اذان چوندا هئا ۽ باجماعت نماز ادا ڪندا هئا مطلب ته هر عبادت انتها تي ڪندا هئا. نماز پڙهڻ ۾ ايترو خشوع ۽ خضوع هوندو هو جنهن جي ڪا حد حساب نه هو. ماني تمام آهستي آهستي کائيندا هئا ۽ هر لقمي کڻڻ سان بسم الله چوندا هئا جڏهن لقمو اندر ويندو هو ته چوندا هئا الحمدلله رب العالمين. ساري زندگي انهيءَ معمول مطابق ماني کاڌائون.

اسر کان اشراق تائين عبادت ڪري پوءِ اڌ مهل کن ٻاهر وڃي حاجت پوري ڪري ايندا هئا ۽ موٽ تي پري کالين جي کٽي ايندا هئا. پوءِ پنهيءَ ۾ مال چارڻ ويندا هئا. موٽي اچي وضو ڪري لپال پڙهندا هئا ۽ اخبار ۽ رسالا پڙهندا هئا ۽ آيل مهمانن ۽ ڳوٺ وارن سان حال احوال ۽ ڪچهري ڪندا هئا.

وفات:- مولانا کي اوچتو محرقه بخار ٿي پيو. بخار ١٠٢ ۽ ١٠٣ ڊگريون رهڻ لڳو پر ان حال ۾ به مولانا جن بعد جي لکڻ تي (لکڻ ڪتڻ سندن عادت هئي)

۽ مونتي ليڪ ڏيئي مسجد ۾ وڃي اذان چوندا هئا نماز پڙهائڻ لاءِ به ڪي چوندا هئا پڇاڙي تائين نصيحت ۽ وعظ جاري رکيائون. پنهنجي لاءِ چوندا هئا هي ڪچو پانڊو آخر پچڻو آهي. ڳوٺ ۾ شادي هئي مولانا جي بيماري سبب تاريخ وڌائي ڇڏيائون پر اتفاق سان ڦيرايل تاريخ شادي واري ڏينهن مورخه ١٨ شعبان خميس ڏينهن مطابق ٢١ مئي ١٩٥١ع تي سنڌن وصال ٿيو. (مولانا ابوالفداء فيض محمد بن مولانا در محمد ڊول)

مناسب آهي ته الوحيد سنڌ آزاد نمبر مان مرحوم امين خان کوسي جو هڪ مضمون نقل ڪجي جنهن ۾ مولانا در محمد جو به ضمني ذڪر آهي:

الوحيد جي زندگي ۽ بقا ۾. الوحيد جي آزاد نمبر جي هر سٽ ۽ هر لفظ ۾ امروٽيت جو مظاهرو آهي. شيخ عبدالمجيد جي جوش انگيز تقريرن ۽ اشڪ آميز تحريرن ۾ امروٽي. چشتي جي مستانه لغزش ۽ دلاويز گفتار ۾ امروٽي. دين محمد عليگ جي محنت ۽ گنڀيرتائي ۾ امروٽي. وفائي جي سيماب صفتي ۾ امروٽي. سندس ملا ڪش ۽ پير شڪن تحريرن ۽ خدا پرستانه حڪم ۾ امروٽي. ابو شوڪت حمزه جي فاقه مستي ۽ نيم برپان بدن سان ايوب خصالي ۾ امروٽي. محمد هاشم جي سچي آواز جي گرج ۾ امروٽي. سندس بلبلن جي شاهيني ترنم ريزين ۾ امروٽي. مولوي کهاڙي جي تيزي، خود آگاهي ۽ خدا مستي ۾ امروٽي. احمد علي لاهوري جي خادمانه سروري ۽ مجاهدانه وعظن ۾ امروٽي. عبيدالله سنڌي جي جلاوطني، هجرت، غريب الوطني ۽ جفا طلبي ۾ امروٽي. مولانا حمادالله جي بي پناه روحانيت ۽ خدا شناسي ۽ فياضي ۾ امروٽي. ميانجي عبدالعزيز جي بزرگانه سادگي ۽ زاهدانه زندگي ۾ امروٽي. حڪيم قائم الدين جي اندروني جذبن ۽ عقيدن ۾ امروٽي. حاجي الله بخش جي بلوچانه جنگ و جدل ۽ حريت آميزي ۾ امروٽي. مولوي در محمد جي ڪاوڙ ۽ شوخي، بي تابي ۽ مدهوشي ۾ امروٽي. مولوي عبداللطيف جي صابرانه جفاڪش زندگي ۽ فاقه مستي ۾ امروٽي. عبدالرحمان مرزا جي ڪم گويائي ۽ شب زنده داري ۾ امروٽي. حاجي عظيم خان جي تحريڪ هجرت جي سالاري ۾ امروٽي. جان محمد جوڻيجي جي شهادت ۽ عظمت ۾ امروٽي. باده عرفان جي مخمور عبدالرسول مرحوم جي بي باڪي، جرئت، طاقت ۽ صداقت ۾ امروٽي. حاجي محمود خان جي بعض بي پرواهين ۽ راست گفتارين ۾ امروٽي.

حضرت مرشدنا حافظ رحه جي ارشاد مطابق جوڙيل چوڪ جي حجري نشين فقير عمرجان جي تندي تيزي، استغنا ۽ بي پرواهي ۾ امروٽي، بلوچستان جي نوجوان ملڪ و ملت جي شهيد يوسف جي خيالات، جذبات، سندس جرئت مردانه ۽ همت مستانه ۾ امروٽي.

حقيقتاً سنڌ ۾ زندگي جي هر پهلو، غيرت جي هر مظاهري، ايماني جوش جي هر ولوله ۽ هر لهر، حق پرستي جي هر ڪشش، سرفروشي جي هر تمنا، باطل شڪني جي هر عزم، غلامي جي زنجيرن کي ٽوڙڻ جي هر گرز، تڪبير جي هر ضرب، حق ۽ صداقت جي هر فتح، آزادي ۽ اعلاء ڪلمة الحق خاطر هر فاروقيت، اسم محمد مٿان هر فدائيت ۽ شهادت ۾ امروٽيت جو اثر نمايان آهي. (الوحيد سنڌ آزاد نمبر ١٢ جون ١٩٣٦ع)

# مولانا عبداللطيف

مولانا جي والد جو نالو سانوڻ ذات جو ڏول هو. دينپور تعلقه ٺل ۾ پيدا ٿيو. قرآن مجيد ۽ فارسي جي تعليم ڳوٺ ۾ مولوي محمد عظيم لاشاري وٽ حاصل ڪيائين. پوءِ عوديءَ ۾ مولانا نبي بخش وٽ پڙهيو ۽ اتي مولانا در محمد ڏول وٽ به پڙهيو جيڪو پاڻ مٿيان ڪتاب پڙهــــي رهيو هو. غيبي ديري ۾ به پڙهيائين. مولانا در محمد فارغ ٿي جونڪل ۾ اچي پڙهايو ته مولوي عبداللطيف به وٽس اچي پڙهيو. مولانا در محمد صاحب جيل ۾ هليو ويو ته غالباً انهيءَ ئي زماني ۾ پير واري ڳوٺ پچڙي ۾ مولانا احمد دين ڪوسي وٽ پڙهيو. احمد دين مولانا در محمد وارن سان گـــڏ عوديءَ مان فارغ ٿيا هئا. سندس پونئير مولوي عبيدالرحمان وارا قبه سعيد خان جي قريب رهندا آهن. مولوي عبداللطيف به فراغت عوديءَ ۾ مولانا نبي بخش رحه وٽ ڪئي.

فراغت کان پوءِ ڳوٺ عبدالغني شاه (ڏاهي) ۾ پڙهائيندا هئا پوءِ پنهنجي ڳوٺ دينپور ۾ پڙهائيندا رهيا. ڪجهه وقت مولوي عطاءالله سان گڏجي ٺل شهر ۾ مير دريا خان ڪوسي جي تعاون ۽ ترغيب ســـان مدرسو کوليائون. اهو مدرسو گهڻو وقت نه هلي سگهيو مولوي عطاالله جي لاابالين سبب. مولانا جن ڪــي حضرت هاليجوي رحه پاڻ وٽ به ڪجهه وقت رهايو هو. مولانا جن اتي تعليم به ڏيندا رهيا ۽ فتاويٰ نويسي جو ڪم به ڪندا رهيا. مولانا جن جمعية علماء هند جا ڪارڪن هئا. مولانا در محمد

ڊول جيل ۾ ويو ته مولوي صاحب ڪجهه وقت لاءِ ضلع جا ناظم عمومي به رهيا. مولانا جن حضرت هاليجوي رحه جي حڪم سان اسماء حسنيٰ جي معنيٰ ۽ تشريح تي سنڌي زبان ۾ هڪ رسالو لکيو هئائون جيڪو مطبوع آهي ان جو نالو شرح اسماء الحسنيٰ آهي ان جا ٨٠ صفحا آهن.

وفات:- مولانا جن ٢٥ نومبر ١٩٦٠ع فوت ٿيا. پٺيان هڪ پٽ ماسترمحمد اسماعيل ۽ ٻه نياڻيون ڇڏي ويا. ماستر محمد اسماعيل به فوت ٿي چڪو آهي ان جا ٻه پٽ عبداللطيف ۽ قادر بخش آهن. (خانداني معلومات)

مولانا عبداللطيف هاليجي شريف ۾رهڻ دوران ٻه فتوائون اشتهار جي شڪل ۾ڇپرايون هيون انهن مان هڪ ڏاڙهي جي متعلق هئي. ماهوار توحيد ۾ به مولانا جا مضمون شايع ٿيندا رهيا. مولانا عبدالحڪيم سومرو لکيو آهي ته طلاق صغير واري عودوي فتريٰ در اصل مولوي عبداللطيف تيار ڪئي هئي. (عبدالوهاب)

# شيخ شفيع الدين

هن نو مسلم عالم جا وڏا ناڙي جي پاسي جا هندو هئا ۽ پوءِ جيڪب آباد ۾ اچي رهيا. انهن هندن جي پاڙي ۾ بلوچ قوم جو هڪ سردار رهندو هو. شيخ شفيع الدين اسڪول ۾ ٤-٥ جماعت پڙهندو هو ته ڪيس اسلام جي حقانيت معلوم ٿي ۽ ان سردار سان تعلق رکيائين ۽ انهيءَ ننڍپڻ ۾ اسلام جو اعلان ڪيائين.

ديني تعليم مختلف هنڌن تان حاصل ڪيائين ميان جي ڳوٺ ۾ مولانا محسن شاه وٽ پڙهيو. ناڙيءَ ۾ ڳهڻن جي مدرسي ۾ مولانا الهداد وٽ به پڙهيو. ٣ سال دارالعلوم ديوبند وڃي پڙهيو. حضرت علامه انور شاه ڪشميري رحه وٽ دوره حديث پڙهيائين.

دارالعلوم ديوبند کان موٽي جونڪل ۾ اچي پڙهايائين. ڪجهه سال اتي رهيو پوءِ مختلف هنڌن پڙهايائين ٻه ڀيرا سومراڻي شريف پڙهائڻ ويو هڪ ڀيري اڏڪو سال ٻي ڀيري سڄو سال پڙهايائين ڳوٺ تڪيو خان ڊول، ڳوٺ عبدالغني شاه، گينڊل شاه جي ڳوٺ، مولوي رحيم بخش بنگلاڻي جي ڳوٺ ۾ پڙهايائين. لل ۾ مولانا در محمد جي سرپرستي ۾ هلندڙ مدرسي ۾ به پڙهايائين آخر لل ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪيائين وفات به لل ۾ ٿيس. سندس شاگرد تمام گهڻا آهن. ڪن جا نالا هي آهن مولانا

محمد يعقوب سومراڻي وارا، مولوي رحيم بخش ٻنگلاڻي، مولانا حافظ ثناءالله سنگهڙ، مولوي محمد يعقوب ڀنور، مولوي محمد يوسف ڀنور، مولوي نهال الدين اوڍائو، مولوي عبدالعزيز سهندڙو، مولانا عبدالله شيخ ڪانهرن وارو ۽ ٻيا.

حضرت خليفه احمد دين رحه فرمائيندا هئا ته ”مان ۽ شيخ صاحب گـڏ حضرت هاليجوي رحه وٽ بيعت ڪئي، شيخ صاحب تي حال جي ڪيفيت به آئي ۽ هن اجمير شريف وڃڻ جي اجازت گهري، اوڏانهن موٽيو ته ان جي حالت تبديل ٿي وئي“ انهي دوران ڪجهه وقت هن جو تعليمي مشغلو به منقطع ٿي ويو هو ۽ پوءِ وري پاڻ کي سنڀالي ويا، مولانا جن سٺا شاعر به هئا.

وفات:- ذوالحج ۱۴۰۰ھ جي آخر ۾ هن جهان کان لاڏاڻو ڪيائون، پٺيان هڪ پٽ نور محمد ڇڏيائون، انکي ٻي پٽ آهن. (مولوي رحيم بخش ٻنگلاڻي)

مولانا محمد يعقوب سومراڻي وارن جو چوڻ آهي ته شيخ صاحب مولانا عبدالحڪيم سومره وٽ به پڙهيا هئا، مولوي فيض محمد ڏول خود شيخ صاحب جي زباني ٻڌائي ته مولانا در محمد ڏول وٽ جونگل ۾ به پڙهيا هئا ۽ مولوي فيض محمد جو چوڻ آهي ته حضرت خليفه احمد دين شيخ صاحب جو شاگرد هو. (عبدالوهاب)

## مولانا نظر محمد ڪوسو

مولانا نظر محمد بن مولانا دوست محمد عمراڻي ڪوسو، غالباً تنگواڻي ۾ ڄاوا وڏن جو ۽ سندن پنهنجو اصلي ڳوٺ تنگواني هو، مولانا محمد يعقوب عرف مولانا عبدالله وٽ سومراڻي ۾ پڙهيا ۽ اتي ئي فارغ ٿيا، فارغ ٿي تنگواني ۾ ۽ ڳوٺ سانول خان ۾ پڙهايائون ان کانپوءِ ٻاگڙ ڳوٺ ۾ تعليم ڏيندا رهيا، اڄ کان ٽي سال کن اڳي ڳوٺ حاجي ميوا خان (تعلقه اوستهِ محمد) ۾ فوت ٿيا.

اولاد:- مولانا غلام رسول، مولانا محمد صديق ۽ ٻه نياڻيون جن مان هڪ مولوي عبدالحق جي والده ۽ ٻي مولوي عبدالواحد جي والده هئي. (مولوي عبدالحق ڪوسو)

## مولوي غلام رسول ڪوسو

اصل ۾ تنگواني جي پر ۾ ويٺا هئا، مولانا جن جي ولادت به اتي ٿي، سندن سوٽ مولوي محمد عالم اسان جي ڳوٺ ۾ سڄي زندگي گذاريائين جنهن جو پٽ مولوي

عبدالحق جيڪب آباد ۾ آهي. پوءِ تنگوانيءَ کان لڏي اوستہ محمد جي ڀر پاسي وڃي ويٺا ۽ استاد مرحوم کي اُتِ اَلاس زمين هئي.

پاڻ مولانا نبي بخش عودوي وٽ پڙهيا هئا ۽ ڪجهہ مولانا محمد اسماعيل عودوي وٽ بہ پڙهيا هئا. پنهنجي والد لاءِ چوندا هئا تہ اهو سومرائي ۾ پڙهيو هو ۽ مولانا همايوني جو مريد هو. ان ڪري استاد مرحوم جو سومرائي سان چڱو تعلق هو. جڏهن استاد مرحوم مون وٽ رهندا هئا تہ مولوي محمد يعقوب سومرائي وارو وٽن گهڻو ايندو هو. پاڻ شروع ۾ ڪن پنهنجي هنڌن پڙهايائون ۽ غالباً ڪجهہ وقت دڪان بہ کوليو هئائون پر پوءِ سکر ۾ مولوي شير محمد جتوئيءَ سان گڏ مسجد منزل گاهہ سکر ۾ وري الله والي مسجد سکر ۾ پڙهايائون. منزل گاهہ ۾ استاد مرحوم جي پگهار ٦٠ روپيہ هئي پر اها بہ ڪيس ڪڏهن ملندي هئي تہ ڪڏهن ڪون. بلڪ منزل گاهہ ۾ فاقڪشي بہ ڪيائون. جڏهن مان حضرت هاليجوي رحہ جي خدمت ۾ ١٩٥٧ع ڌاران ويس ۽ طبيعت ۾ تبديلي آئي تہ حضرت جن منهنجي ۽ منهنجي ٻارن جـــي تعليم لاءِ مولانا غلام رسول کي مقرر فرمايو. استاد مرحوم مائٽن کي چوندا هئا تہ حضرت جن مير صاحب سان منهنجو نڪاح وجهي ڇڏيو آهي مان مير صاحب کي ڇڏي نہ ويندم. استاد مرحوم جي مٿان حضرت جن جو پورو پورو رنگ چڙهيل هو. ڪيترن معاملن ۾ اسان استاد کان مشورو وٺندا هياسين وري جو حضرت هاليجوي کان ساڳي ڳالهہ بابت مشورو وٺون تہ نہ صرف ساڳيو جواب پر لفظ بہ ساڳيا نظر ايندا هئا. ظاهر هو تہ استاد مرحوم حضرت جن جا خليفہ مجاز هئا پر پاڻ ان کي ڏاڍو لڪائيندا هئا. آخر ۾ استاد مرحوم ڏانهن ڏاڍي رجوعات ٿي شهر جا ماڻهو تمام گهڻو اچڻ لڳا. ٻهراڙي ۾ استاد مرحوم ماڻهن کي ذڪر بہ ڏيندا هئا. تعليم سان ايتري دلچسپي هئي جو گويا زندگي جو اهوئي مقصد هون. ٻهراڙي ۾ پوڙها ٿيا. منهنجي ٻارڙن کي پڙهائڻ لاءِ اندر گهر جي ٿلهي واري ڏاڪڻين تان هٿ رکي چڙهندا هئا. گرمي جي موسم ۾ ڪوڙر ڏاڪڻ تي رکي ان تي هٿ رکي بہ اندر ويندا هئا. تواضع ايترو هو جو عام معمولي ماڻهو کي بہ پاڻ هٿ ڏوڻارڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. ڪوئي مهمان ايندو هو تہ پاڻ در ڪڙڪائي ان لاءِ ماني گهرائيندا هئا. حضرت جن جو خط ڪٿي خدمت ۾ ويو. حضرت استاد مرحوم ڇيو مان اچان ٿو. رات جو ماني گڏ کاڌي سون. پوءِ چيائون مان اوهان سان گڏ ماني نہ کائيندم اوهان وڏا ماڻهو آهيو. مان گهڻو اصرار ڪيو پر پاڻ اڪيلي

ماني کائيندا هئا. هڪ دفعي فرمايائون ميرصاحب مان اوهان جي پائرن سان نہ ملندو آهيان جو اهي وڏا ماڻهو آهن متان مان انهن جي شان مطابق نہ ملي سگهان. اوهان ان تي ناراض تہ نہ ٿيندا هوندا. مان عرض ڪيو واہ سائين اوهان انهن سان ملو؟ انهن کي لحاظ هجي تہ پاڻ اچي اوهان سان ملن. مولانا عبداللطيف ڏول چوندو هو تہ مولوي غلام رسول اسان سان گڏ پڙهندو هو. شهن جي تقسيم ۾ مولوي غلام رسول تي سڀ راضي ٿيندا هئا ۽ اهو امين سان مشهور هوندو هو ۽ سدائين پاڻ کي ڪس لائيندو هو. فياض ايترو هو جو جڏهن ٻ گهران موٽندو هو تہ منهنجي ٻارن لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ وٺي ايندو هو ڪڏهن گهہ جو ٿين تہ ڪڏهن ٻي ڪا شيءِ. بازار گهمڻ ويندو هو. جمعہ ڏينهن درياءَ تي وڃي ڪپڙا پاڻ ڌوئي سڪائي پوءِ بازار مان ٻارن لاءِ ڪو ميوو وغيره وٺي موٽندو هو. اسان جي اصرار ڪرڻ تي ٻ ڪپڙا ڌوئڻ لاءِ نہ ڏيندا هئا. استاد مرحوم کي کوٽ وڃڻ لاءِ ڪجهہ ڏيندو هوم مگر وٺڻ کان بالکل انڪار ڪندا هئا. هڪ ڀيري حضرت جن کي عرض ڪيم تہ سائين! حضرت استاد صاحب اسان کان پيسا نہ ٿا وٺن اسان جي دل گهرندي آهي تہ استاد صاحب جي خدمت ۾ ڪجهہ پيسا پيش ڪريون. پر استاد سائين فرمائيندا آهن مون کي ڪابہ ضرورت نہ آهي. ان تي حضرت جن وعظ ڪيو ۽ فرمايو پٽ! جيڪي ماڻهو حب سان ڏئي تہ ائين سمجهجي تہ اهو خدا پاڪ موڪليو آهي ۽ اهو نہ موٽائجي ۽ طمع بہ نہ ڪجي حضرت روضي ڏئي رهہ، ٿر جي سفر تي نڪتا هڪ مخلص موچي تنگ ڪٺي آيو. فرمايائون اسان کي ضرورت نہ آهي سيڻي جا تنگ نوان آهن. خدا جي قدرت سفر دوران سيڻي جا تنگ ٽٽي پيا پوءِ محسوس ڪيائون تہ اهي تنگ خدا پاڪ موڪليا هئا ۽ اسان کي گهربو هو تہ اهي نہ موٽايون ها. ان کانپوءِ استاد مرحوم ڪجهہ پيسا وٺندا هئا. حضرت جن وٽ ٥ سال مان تقريباً روزانہ ويندو هيم ۽ صبح جو ويندو هيم ۽ رات جو ذڪر ڪري ۽ ڪڏهن عشاء جي نماز بہ پڙهي موٽندو هوم ڪڏهن استاد مرحوم بہ گڏ هلندا هئا. وفات واري بيماري ۾ پاڻ حجرن ۾ ويٺا هلا هڪ ڪٽ تي پاڻ ۽ ٻي ڪٽ تي مان ۽ علماء ويٺا هئاسين. جاءِ جي تنگي ڏسي ايترن سارن عالمن مان استاد مرحوم کي سڏي چيائون مولوي غلام رسول توهان مون سان گڏ اچي ويهو. استاد مرحوم جا ڪٿا شرمندگي کان صفا ڳاڙها ٿي ويا پر حڪم موجب

حضرت جن جي ڪٽ تي وڃي ويٺا. پنهنجي استادن جو ايترو احترام هو جو مولانا محمد اسماعيل عودوي وٽ ڳڙهي حسن ۾ ۴ مهينا کن پڙهيا هئا. ان جي موودبت تي سخت افسوس ڪندو هو. مونکي چيائون حضرت مفتي صاحب کي وٺي هلجي ماڪن کو ڦيرو اچي. مان حضرت مفتي صاحب جن کي وٺي ويم تمام گهڻو وقت علمي ۽ سياسي گفتگو هليو پر مولانا محمد اسماعيل تي ان جو اثر نه ٿيو. استاد مرحوم پنهنجي علاج جي سلسلي ۾ ڪوئٽه وڃي رهيا هئا ته فرمايائون استاد مولانا محمد اسماعيل سان ملاقات ڪندو وڃان. ساڻن ملي پوءِ ڪوئٽا ويا ۽ اتي ئي ٢٠ جون ١٩٦٨ء ۾ فوت ٿيا ۽ ڪوئٽه ۾ دفن ڪيا ويا کين ٻه نياڻيون هيون. انهن مان هڪ امان وٽ سکر ۾ رهڻ دوران فوت ٿي وئي. اتفاق سان ان ڏينهن منهنجي وڏي نياڻي جي شادي هئي استاد مرحوم کي پنهنجي نياڻي جي خبر ملي پر اهو اظهار نه ڪيائون پر ڏينهن کان پوءِ ٻڌايائون ۽ فرمايائون مان ان ڪري نه ٻڌايو جيئن اوهان جي شادي ۾ ڪو فرق نه پوي. استاد مرحوم پهريون چشمه واري پير صاحب جو مريد هو. اوڏانهن پنڌ به ويندا هئا پوءِ سندن تعلق حضرت هاليجوي ره. سان ٿيو. (الحاج مير صبح صادق خان کوسو)

# مولانا محمد عالم کوسو

مولانا محمد عالم بن سانول خان. تنگواني ۾ تولد ٿيا. مولانا عبدالغفور همايوني وٽ ۽ امروٽ شريف ۾ مولانا عبيدالله سنڌي وٽ پڙهيا. گهڻو وقت سهلياڻي مير حسن خان کوسه جي ڳوٺ ۾ تعليم ڏنائون. ويهارو سال کن اتي پڙهائي پوءِ پنهنجي مائٽن ڏانهن باگڙ ويا ۽ اتي تعليم ڏنائون. پاڻ وڏا حڪيم هئا حڪمت سندن وجه معاش نه هو بلڪ مريضن کي ڏسي نسخو لکي ڏيندا هئا. حڪمت مولانا همايوني کان سکيو.

وفات :- سندس وفات حاجي ميوا خان جي ڳوٺ ۾ ٿي. پٺيان ۵ پٽ عبدالرزاق، مولوي عبدالحق (قاضي محمد فاروق اوستہ محمد واري وٽ دستاربندي ڪيائين)، عبدالقادر، عبدالمجيد ۽ عبدالفتاح ۽ ٻه نياڻيون ڇڏيائين. (مولوي عبدالحق بن مولانا محمد عالم)

# مولوي محمد حسن ڪوسو

مولوي محمد حسن به ساڳي مٿين خاندان جو جوهر هو. سندس پيءُ جو نالو عبدالحميد هو. سمورو علم مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي وٽ پڙهيو. ڳوٺ پير بخش پنهور، گهوٽڪي ۽ مدرسه مظهرالعلوم کڏه ڪراچي ۾ مولانا وٽ پڙهي فارغ ٿيو. مولانا عبدالڪريم قريشي پير شريف وارن سان گڏ پڙهندو رهيو. ڪراچي ۾ تحريري امتحان ڏيندي سنن ترمذي جو پرچو گوياڪ شرح لکيائين. مولوي عبدالحق ڪوسه جي مدرسه دارالنجاة ڏرڙي تعلقي ٺل ۾ پڙهائيندو رهيو. وفات به اتي ڪيائين. وفات واري وقت عمر ۱۸ سال هيس. اڃان شادي به ڪونه ڪئي هئائين. (مولوي عبدالحق ڪوسو)

# مولوي عبدالواحد ڪوسو

مولوي عبدالواحد ڪوسو ابن حاجي عبدالخالق ۱۳۴۲ھ مطابق ۱۹۲۴ع ڌاري شهر باگڙ متصل صحبت گولو تحصيل جهٽ پٽ ضلع نصيرآباد ۾ ڄائو هو. سندن خاندان علمي هو. سندن مامون مرحوم مولوي، غلام رسول مشهور عالم ٿي گذريو آهي.

مولوي عبدالواحد شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ ميوي ڪوسي ۾ حاصل ڪئي ۽ باقي تعليم ملڪ جي مختلف مدرسن جهڙوڪ مدرسه دارالهديٰ ٺيڙهي، رتو ديرو، سانگي (ضلع سکر)، نصرپور (ضلع حيدرآباد)، چاچڙان شريف (پنجاب)، مدرسه مطلع العلوم ڪوئٽه ۽ مدرسه خدام الدين لاهور ۾ حاصل ڪري فراغت لڌائون. فارغ التحصيل ٿيڻ کانپوءِ سنڌ جي مختلف مدرسن مثلاً نوابشاه ضلعي جي هڪ مدرسي ۾، رتيديري، چوڪ (متصل ٺل ضلع جيڪب آباد) ۽ جيڪب آباد شهر جي ٻن مدرسن مدرسه محمدي ۽ مدرسه قاسم العلوم ۾ درس ڏيندا رهيا. ان کان علاوه سبي جديد (بلوچستان)، ڪوئٽه، دودا پور ۽ تاجو ديرو (ضلع جيڪب آباد) ۾ به علم جي چشمي سان ماڻهن کي سيراب ڪندا رهيا.

مولوي صاحب مرحوم اگرچه ڏسڻ جا سادا سودا ۽ ظاهري ٺاٺ ٺوڪ کان دور هئا پر علم جا گوهر ۽ لاثاني هئا. مدرسن ۾ هميشه عربيءَ جي شاگردن کي مٿيان

ڪتاب پڙهائيندا رهندا هئا. مولانا صاحب علم جي مڙني فنن ۾ عام طرح فلسفي ۽ منطق ۾ خاص طرح وڏيڪ پڙ هئا. حاضر جوابيءَ جي ته ڪين ذات مايل هئي حافظو وري اهڙو قوي جو وڏا وڏا مسئلا بنا ڪتاب ڏسڻ جي بر وقت ٻڌائي سگهندا هئا. فصاحت ۽ بلاغت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. سندن وعظ ظاهريءَ طرح سادو پر نهايت دلڪش ۽ پر تاثير هوندو هو. هرهڪ نصيحت ۽ مسئلي کي وري وري دهرائيندا هئا جيئن تمام گهٽ علم ۽ سمجهه وارو ماڻهو به انکي چڱي طرح پروڙي سگهي. مولانا عبدالواحد ديوبندي مسلڪ جا پيرو ۽ وقت جي قطب حضرت حماداللہ صاحب هالي‌جوي رح جا دست بيعت هئا.

وفات:- مولانا مرحوم حياتي جي پوين سالن ۾ تاجهديري (ضلع جيڪب‌آباد) ۾ درس ڏيندا هئا. اوچتو بيمار ٿي پيا. سول اسپتال لاڙڪاڻ ڪيس نيو ويو پر مايوس ٿي پنهنجي ڳوٺ ميوي ڪوسي ڪجي آيا مورخ ١٣ اپريل ١٩٧٢ء صبح جو سوير وفات ڪري ويا.

اولاد:- ڪهن ٻه پٽ مولوي عبيداللہ (دارالهديٰ ٺيڙهي جو فارغ ۽ بلوچستان ۾ عربي ٽيچر آهي) ۽ ميان عبدالرحمان آهن.

اخلاق:- مولانا بلند اخلاق هو. مولانا جي جنهن به دوست ۽ مجلسي ڪان مولانا جي اخلاق بابت سوال ٿي پڇيم ته اول ته انهن جون اکيون عقيدت ۽ ڏک مان اشڪبار ٿي ٿيون ۽ ان بعد ٿي بيان ٿي ڏنائون. مولانا عبدالواحد وڏي تحمل ۽ تدبر وارا، نيڪ نيت، پر وقار، بلند اخلاق، گفتگو جا گوهر، دوست خواه دشمن جا خير خواه، ننڍي ۽ وڏي سان پيار ۽ محبت ڪندڙ، اعليٰ توڙي ادنيٰ، امير توڙي غريب سان سٺو سلوڪ ڪرڻ سندن مرڪ هو. ننڍو ۽ وڏو، پوڙهو ۽ جوان، پنهنجو ۽ پرائو هرهڪ ائين سمجهندو هو ته مولوي صاحب جو مون سان ئي پيار آهي. جيئن شمع جي روشنيءَ مان هرهڪ فيض حاصل ڪندو آهي تيئن مولانا صاحب جي صحبت مان به بلا تفريق هر ڪنهن فيض حاصل ڪيو. هڪ رٽائرڊ استاد ۽ سنڌ پرائمري ٽيچرس ايسوسيئشن جي سابق صدر حاجي الهرکئي خان عمراڻي بلوچ کان روايت آهي ”مون کي ويه سال مولوي صاحب جي صحبت ۽ قربت ۾ رهڻ جو موقعو ميسر ٿيو. انهن ويهن سالن جي عرصي ۾ ڪڏهن به سندن زبان مان ڪٿو ۽ بد الفاظ نه ٻڌم. طالب‌علم گيترو به غبي ۽ نڪر چونه هجي پر ڪاوڙ کان ڪڏهن به انکي نه مارڪٽ ڪيائون

۽ نہ وري ٻہ شد ڳالهايائون. وڌ ۾ وڌ اها ڪاوڙ ظاهر ڪندا هئا تہ ادل! توکي اڄ ڇا ٿيو آهي". پاڻ هٿ جا ڪشادا ۽ سخي مرد هئا. (عبدالرحمان جتوئي)

مولوي عبدالواحد مولانا غلام رسول ڪوسہ ۽ مون وٽ بہ پڙهيو. ڇاچڙان ۾ مولانا واحد بخش وٽ بہ پڙهيا هئا. دستاربندي مولانا عبدالعزيز رتيديري واري وٽ ڪيائين. ڪجهہ وقت مولانا عبدالعزيز سان گڏ سبزي مارڪيٽ سکر واري مسجد جي مدرسي ۾ پڙهايائين. رتيديري ۾ بہ پڙهايائين. مير صبح صادق ڪوسہ مدرسہ قاسم العلوم جيڪب آباد قائم ڪيو تہ ان ۾ پهريون مولوي عبدالواحد مقرر ٿيو. مولوي عبدالوهاب ڪوسو ڇوڪ وارو چوندو آهي تہ نحو ۾ مولوي صاحب کي وڏو ملڪو هو. (مولوي عبدالحق ڪوسو)

# مولانا حڪيم قائم الدين احمد

حڪيم قائم الدين پٽ ميان قادر بخش مهر. پنهواري جي اڳ مولائي جا ويٺل هئا. عربي علم مولانا قمرالدين انڙ وٽ پڙهيا. طبيہ ڪاليج ۾ حڪيم اجمل خان جو خاص شاگرد ٿي رهيو. ٻارهن سال طبيہ ڪاليج ۾ پڙهيا. پوءِ جيڪب آباد ۾ پنهنجو دواخانو کوليائون ۽ وفات بہ اتي ڪيائون. کيس اولاد هڪ پٽ ڊاڪٽر محي الدين آهي. (حڪيم مولوي عبدالستار)

اهو سنڌ جو مشهور حڪيم ۽ سياسي رهنما جنهن جي طبي تدبر کان متاثر ٿي وقت جا سول سرجن بہ ان وٽان مريضن جي علاج لاءِ مشورو طلب ڪندا هئا. طبيہ ڪاليج دهلي جو فارغ التحصيل ۽ حڪيم اجمل خان جو پيارو شاگرد هو. سنہ سندس وفات ١٩٥٩ع ۾ ٿي. (سنڌ جي طبي تاريخ جلد ٢ از نياز همايوني)

جمعيت خلافت صوبہ سنڌ جي ١٩٢٣-٢٢ع جي سالانہ رپورٽ مان معلوم ٿئي ٿو تہ حڪيم صاحب کي انهيءَ سال انگريزي حڪومت طرفان هڪ مهينو جيل جي سزا ملي هئي ۽ اها پوڳيائون. خلافت ۾ سرگرم ڪارڪن هو حضرت امروٽي جو ڳهاتو تعلقدار هو. ان جو پاءُ عبدالڪريم جنهن جو مطب ڪنڌڪوٽ ۾ هو اهو بہ عالم هو. اهي ٻيئي ڀائر مولانا نور محمد ڇاچڙ ۽ مولانا عبدالقادر پنهواري واري وٽ بہ پڙهيا هئا. (عبدالوهاب ڇاچڙ)

مولانا طبعاً لڄائو هئا. ڪنهن اهي جي ڪڏي ڪم تي بہ مولانا کي لڄ ٿيندي

هئي ۽ ڪوشش ڪندا هئا ته ان کي اهو احساس نه ٿئي ته مولانا کي ان جو عيب ۽ نقص معلوم ٿيو آهي. سندن مجلس ٽوڪن ۽ مذاق سان سينگاريل هوندي هئي. رواداري ايتري جو ١٩٣٨ع ۾ جناح صاحب جيڪب آباد ۾ آيو ان جو اهو پروگرام عبدالله هارون رکيو هو پر جيڪب آباد ۾ انهن ڪسي نه ڪا اجلاس لاءِ جاءِ هئي نه ورڪر ۽ نه سامعين. حڪيم صاحب کي منت ڪيائون ته اسان جي عزت جو خيال ڪري ڪانگريس جا ورڪر لباس بدلائي سامعين بڻائي ڏني ۽ جاءِ به هٿ ڪري ڏني ۽ نه ته جناح صاحب اسان تي سخت ناراض ٿيندو. حڪيم صاحب توڙي سياسي مخالف هو پر ائين ڪيائين. حڪيم صاحب طبيه ڪاليج مان فارغ ٿي ڪجهه وڌيڪ عرصو دهلي ۾ رهي عملي طب جو تجربو حاصل ڪيائين. مرض جي تشخيص ۾ ته يڪتا هو. آخر دل اٽڪ سبب فوت ٿيو. (اهي ڏينهن اهي شينهن از پير علي محمد شاهه راشدي ج ١ ص ٢٨٠)

مولانا جن جو پيٽيو مولانا عبدالغفور به اهڙو ئي لڇائو هو ۽ گهٽو ڪري جهنڊ هٿ‌ ۾ ڪرندو هو ۽ چوندو هو ته ان ڪنهن حسين ماڻهو تي نظر پئجي وڃي ۽ طبيعت خراب ٿي پوي. سنت جا پابند هئا (محترمه شرافت خاتون بنت حضرت مولانا عبدالغفور رحه) ذڪر واري زماني ۾ خلافت فنڊ ۾ مولانا عبدالغفور ٥٠ روپيا عطيه ڏنا هئا. (رپورٽ صوبه سنڌ ٢٢-١٩٢٢ع خلافت) مولانا عبدالغفور مولانا محسن شاهه ۽ مولانا خادم حسين وٽ به پڙهيو هو. (عبدالوهاب)

# مولانا عبدالڪريم ڪلهوڙو

مولانا عبدالڪريم حاجي خان ڪلهوڙي جي لڳ ڀڳ چائو ان جو خاندان اتي آهي. عودي ۾ مولانا نبي بخش عودوي وٽ پڙهيو. اتي فارغ ٿي دارالعلوم ديوبند ويو ۽ اتان دستاربندي ڪري آيو. حضرت شيخ الهند رحه ان سال فوت ٿيا. فرمائيندا هئا ته حضرت شيخ الهند رحه جي جنازي ۾ وڏو هجوم هو. ان هجوم ۾ ماڻهن پنهنجون جتيون ۽ سامان ڇڏي ڏنو. فراغت ڪانپوءِ علي شاهه جي ڳوٺ ڪڇي ۾ پڙهائيندا هئا. پوءِ حاجي مير پهار خان بجاراڻي جي ڳوٺ ۾ پڙهائيندو هو. مولانا محمد بخش به ابتدائي عربي اتي پڙهيو هو. مولانا خليفه احمد دين رحه اتي مشڪواة شريف پڙهندو هو. خليفه صاحب کي طالب علم صوفي ڪري سڏيندا هئا. خليفه صاحب مشڪواة جو سبق

پڙهي ٻاهر ماڻهن کي ٻڌائيندو هو. پوءِ اتان ڇڏي ڏٺي ڏنهن شاهه جي مدرسي غوثپور ۾ آيا ۽ زندگي سڄي اتي گذاريائون. مولانا جو غوثپور ۾ تر ۾ وڏو اثر ۽ ڇمت هئي. ڇوڙي ۾ پاڻ ڪونه پڙهائيندا هئا بلڪ پين عالمن کي استاد ڪري رکندا هئا. ١٤شوال١٣٩٩ھ ۾ فوت ٿيا پٺيان هڪ پٽ غلام شبير ۽ هڪ نياڻي ڇڏي ويا. (مولانا عبدالسبحان بجاراڻي)

مولانا جن فرمائيندا هئا ته اسان حضرت شيخ الهند رحه وٽ سبق ويٺي پڙهيو ته هڪ ماڻهو ڊوڙندو آيو ته حضرت امروٽي آيا آهن. حضرت شيخ الهند سبق اتي بند ڪري اٿيا ۽ فرمايائون اچها آپ آگئے ہیں پاڻ ٻاهر نڪري استقبال ڪيائون. حضرت امروٽي رحه جي آمد جي موقعي تي علائقي جا وڏا بااثر ماڻهو گهرايا هئائون. استقبال ۾ وڏو هجوم هو. مهمان خاني ۾ اڳي ئي بسترا لڳرايا ويا هئا. حضرت امروٽي رحه چيو حضرت اوهان سيراندي کان ويهو ۽ حضرت شيخ الهند رحه فرمايو حضرت اوهان سيراندي کان ويهو انت حضرت امروٽي کي سيراندي کان ويهاريائون. ماڻهن تي ان جو وڏو اثر ۽ حيرت ٿي. (مولانا عمرالدين ڪوسو)

# مولانا فقير محمد پناڻ

مولانا جي ولادت هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ ١٩٠٩ء ۾ ٿي ننڍپڻ کان وڏي ذهين ۽ تيز فهم هئا. اهڙيون خوبيون ڏسي هڪ انگريز آفيسر ڳوٺ جي وڏيري کي چيو ته هن مسڪين کي توهان خرچ ڏيئي اعليٰ تعليم ڏياريندو ته هڪ ڏينهن دنيا جو هڪ وڏو ليڊر ٿيندو.

مولانا ننڍپڻ کان قرآن سان محبت رکندو هو. اڪثر وقت تلاوت ۾ گذرندو هون. فقيرانه طبيعت ڪري سڀ کان اول بيعت سلطان باهو جي گدي نشين بزرگ سان ڪيائين. پر جلد ئي خواب ذريعي حڪم ملين ته دينپور شريف جي بزرگ وٽ بيعت ڪيو. اهڙي طرح مولانا موصوف حضرت دينپوري جا دست بيعت ٿيا ۽ تربيت لاءِ اتي ئي رهي پيا انهيءَ دوران علم به پڙهندا رهيا. حضرت دينپوري علالت وقت مولانا کي حڪم ڪيو ته مولانا حمادالله هاليجوي وٽ وڃي تربيت جي تڪميل ڪيو ان حڪم مطابق حضرت هاليجوي کان شرف بيعت حاصل ڪيائون حالانڪ ان وقت

تائين بزرگ هاليجوي بيعت شروع ڪونه ڪئي هئي.

مولانا جن باقاعده ديني تعليم ٽيڙهي جي مدرسي ۾ حاصل ڪئي. ٽيڙهي ۾ پڙهائي دوران وڏو نالو پيدا ڪيائين. هڪ دفعي بريلوين سان مناظرو ڪيو هئائون پر انهن کي لوڻا چٻائي ڇڏيائون. اهو واقعو ايڏو ته مشهور ٿيو جو باقاعده اشتهار ڇپيا جنهن جو عنوان هو ته ٽيڙهي جي هڪ طالب علم فقير محمد پاڻ ڪنڊڪوٽي مناظري ۾ مخالفن جا ڇڪا ڇڏائي ڇڏيا.

مولانا سنڌ جي چوٽي جي عالمن وٽ تعليم حاصل ڪئي انهن مان حضرت مولانا حبيب الله ٽيڙهي وارو، استاد الڪل مولانا محمد صاحب، حضرت مولانا قطب الدين قابل ذڪر آهن.

دارالهديٰ ۾ دستاربندي به چوٽي جي بزرگن هٿان ڪيائون جن مان حضرت هاليجوي، مولانا عبيدالله سنڌي ۽ مولانا محمد صادق صاحب قابل ذڪر آهن. دستاربندي بعد پاڻ اباڻي سرزمين جي جهالت، بدعت ۽ شرڪ کي نظر رکي آباڻي ڳوٺ اچي تعليم تدريس شروع ڪيائون.

مولانا ايتري عالمانه لياقت هوندي به پاڻ کي اڻاٻل محسوس ڪيو. اهڙي اڄ ڪيس ڪٿي مولانا عبدالخالق نڙهالوي وٽ پهچايو جتي منطق ۽ فلسفي کان بهرور ٿيا ۽ اتي ئي سندس تقدير ڇمڪي ۽ رب کيس دارالعلوم ديوبند پهچايو. واقعو دراصل هن ريت آهي ته دارالعلوم ديوبند ۾ شيخ المنطق وفات ڪري ويو ان جي جاءِ پرڻلاءِ پوري برصغير ۾ مولانا عبدالخالق نڙهالي ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه موزون ماڻهو ڪونه هو ديوبند وارن تلاش ڪري مولانا عبدالخالق کي مجبور ڪيو. مولانا عبدالخالق انهن کي شرط وڌو ته منهنجا ست طالب آهن انهن کي جيڪڏهن ديوبند ۾ داخلا ملندي ته آءٌ هلندس. انهن شرط منظور ڪيا پر شاگردن کان امتحان وٺي داخلا ڏيڻ جو انهن شرط وڌو. انهن ستن شاگردن مان مولانا فقير محمد به هڪ هئا. مولانا ايتري قدر مفلس هئا جو پاڙو به انهن لاءِ مشڪل ٿي پيو آخر دوستن احبابن کين مدد ڪئي. امتحان ۾ سنکتهن مان مولانا پهريون نمبر آيا.

مولانا فقير محمد دارالعلوم ديوبند ۾ دوره حديث حضرت مولانا حسين احمد مدني وٽ پڙهيا. پنهنجي استاد جي خوب خدمت ڪيائون ۽ استاد جي نگاهه شفقت حاصل ڪيائون آخر امتحان ڏنائون ۽ پهريون نمبر آيا. کيس مدرسي جي سند کان علاوه

هڪ خاص سند مولانا مدني عطا ڪئي. مدرسي ڪـــان واپس اچڻ وقت مولانا مدني وصيت فرمايائين تہ پنهنجي زندگي پگهار تي نہ گهارجو ۽ بغير پگهار جي وقف ڪجو الله تعاليٰ دارالعلوم ديوبند جي جوهر کي ڏکيو ڀڪيو نہ رکندو.

ديوبند کان واپسي تي سڀ کان اول حضرت هاليجوي وٽ آيا. حضرت هاليجوي ان جو استقبال ڪرڻ لاءِ مسجد جي دروازي تائين آيا. جيتوڻيڪ حضرت جن بيمار ۽ هئا اهڙو استقبال مولانا لاءِ هڪ وڏو شرف هو. حضرت جن کيس جمعي جي نماز ۽ تقرير لاءِ حڪم ڪيو. دل جهلي نماز پڙهايائون ۽ تقرير ڪيائون. حضرت هاليجوي بيانتها خوشي جو اظهار ڪندي فرمايو تہ مولانا توهان اهڙي سرزمين کان آيا آهيو جتي حضور ڪريم ۽ دين بزرگن جا آثار موجود آهن.

حضرت هاليجوي جي مشوري سان ڪنڊڪوٽ ۾ اچي دين جـــو ڪم شروع ڪيائون. ڪنڊڪوٽ ان زماني ۾ شرڪ بدعت جو گڙھ هو ۽ شيعت ۽ خاصي حد تائين موجود هئي. وڏا وڏا مناظره ٿيا جنهن ۾ شيعت ۽ بدعتين جا ڏند کٽا ڪري ڇڏيائون. انهن مناظرن مان بهترين نتيجا نڪتا، ڪيترائي سليم طبع ماڻهو تائب ٿي توحيد ۾ داخلا ٿيا. اهڙي ڪاميابي ڏسي دشمنن سرلوڙ ڪوشش ڪئي تہ مولانا کي شهر مان ڪڍيو وڃي يا کيس قتل ڪيو وڃي ۽ جنهن کي رب رکي تنهنکي ڪير چکي.

ڪنڊڪوٽ ۾ مولانا صاحب جن وٽ حضرت هاليجوي ٻہ دفعا تشريف فرما ٿيا هڪ دفعي مسجد جي سنگ بنياد وقت ۽ ٻيو دفعو طالبن جي دستار بندي وقت. مدرسي جو سنگ بنياد ١٩٤٣ع ۾ ٿيو. مدرسي جو نالو احياءالعلوم رکيو ويو جيڪو حضرت هاليجوي تجويز ڪيو هو.

دين جي انهن مشغولين کان علاوه مولانا سياســي طور تي ڏاڍا متحرڪ هئا. پاڪستان کان اڳ انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ۾ حصو ورتائون پاڪستان ٺهڻ کان بعد جمعية العلماء جي پليٽ فارم تي اسلامي نظام قائم ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪندا رهيا. صدر ايوب جي ڏينهن ۾ ڊويزنل ڪائونسل جا ميمبر ڪنيا ويا.

وفات:- مولانا صاحب جي آخري عمر طويل علالت ۾ گذري آخر ٢٧ صفرالمظفر جمعي جي رات ١٤٠٠ھ مطابق ١٧ جنوري ١٩٨٠ع ۾ وفات ڪيائون. مولانا کي مدرسي جي ميدان ۾ جاءِ ڏني ويئي سندس جنازي ۾ ٤-٥ هزار ماڻهو شريڪ ٿيا.

مولانا ﭘٺيان ٢ نياڻيون ۽ ٣ فرزند ڇڏيا. (١) مولوي عبدالعزيز (٢) مولوي عبدالرحيم (٣) مولوي عبدالمجيد. (مولوي عبدالعزيز بن مولانا مرحوم)

## مولانا محمد اڪرم ٿهيم

مولانا محمد اڪرم ولد ميانجي غلام محمد ٿهيم بخشاپور ۾ ڄائو. گهڻو مولانا فقير محمد سان گڏ پڙهيو. مولانا نور محمد ڇاڇڙ وٽ ڪنڊي جي ڪوٽ ۾، مولانا عبدالحليم ڇاڇڙ وٽ راڄنپور ۾ پڙهيو. گهوٽڪي جو مدرسه قاسم العلوم پراڻي چاهه پير فخرالدين شاه جي ديري واري طرف هو ته ان ۾ به پڙهيا. پوءِ اتان دارالعلوم ديوبند هليا ويا ۽ دوره حديث اتي پڙهي آيا پوءِ ٤-٥ سال ڪڙهي خيري ۽ ٢-٣ سال اوسته محمد ۾ پڙهائي پنهنجي گهر موٽي آيا ۽ جامع مسجد تعمير ڪرائي اتي پڙهائڻ لڳا. فارسي جا وڏا ماهر هئا. حج به ڪري آيا هئا. وعظ سٺو ڪندا هئا. ڏاڍا صالح انسان هئا. سياست سان گهٽ واسطو رکندا هئا. پهريون حضرت امروٽي ره. سان بيعت هين پوءِ حضرت هاليجوي سان به تعلق رکيائون. ١٩٤٨ع ۾ گرمي جي مند هئي جو جيڪب آباد علاج سانگي ويا هئا واپسي ۾ رستي ۾ ئي فوت ٿي ويا. مولانا جن کي ست پٽ هئا پاڻ لا ولد فوت ٿي ويا. (حاجي محمد اسماعيل بن ميانجي غلام محمد ٿهيم)

مولوي محمد اڪرم پچ ڪوٽ تعلقي پنيعاقل ۾ مدرسه قاسم العلوم ۾ به پڙهيو هو. (عبدالوهاب ڇاڇڙ)

## مولانا صاحبڏنو پنو

مولانا صاحبڏنو بن ملا ڪبڙ بن محمد صالح بن محمد يعقوب بن حبيب الله بن پنو بن برادي. برادي ۽ سومر لهڙي کان آيا. برادي ڪنڊڪوٽ ۾ رهي پيو ۽ سومر قادرپور هليو ويو قادرپوري پنا ان جي اولاد مان آهن. مولوي صاحب ١٢٨٠ھ جي لڳ ڀڳ ڄائو. قرآن پاڪ ملا رحيمڏنو پنو وٽ پڙهيو پوءِ هيبت ۾ سيدن مان ڪنهن عالم وٽ پڙهيو. هيبت ۾ مولانا نظر محمد پنگ واري وٽ به ڪجھ وقت پڙهيو هو. باقي گهڻو علم رستم ۾ مولانا عبدالستار مهر وٽ پڙهيو ۽ فارغ به اتي ٿيو. ان زماني ۾ مولانا عبدالغفور همايوني مولانا محمد يعقوب عرف مولانا عبدالله مهر (مولانا عبدالستار

جي وڏي ڀاءُ) وٽ پڙهندو هو. مولوي صاحب جـو روحاني تعلق ملتان جي چشتي بزرگن سان هو جيڪي لوهاري گيٽ ـ وٽ رهندا آهن. مولوي صاحب جـن موراث ۾ ماهر هئا. درس ۽ تحرير ۾ مشهور هئا. سندس شاگرد تمام گهڻا آهن سندن مدرسي ۾ ٨٠-٩٠ طالب علم پڙهندا هئا. سندن مشهور شاگرد مولانا مهرالله کوسو، مولوي نظر محمد ساوند، مولوي شفيع محمد، مولوي محمد مراد ٻهلڪاڻي، مولوي عبدالڪريم ٻهلڪاڻي ۽ مولوي عبدالرؤف گشڪوري وغيرهم. ڪنڌڪوٽ ۾ پنهنجي جامع مسجد ڍهراڻي ان ۾ تعليم ڏيندو رهيو. مولوي صاحب شادي ڪونه ڪئي هئي- مورخ ٢٨ رجب ١٣٥٠ هه ۾ فوت ٿيو- هن وقت ان جي مسجد جي امامت مولوي عبدالغفور ڪري ٿو جيڪو مولانا جي وفات وقت چند مهينن جو هو. مولانا وصيت ڪئي هئي ته هـن ٻار کي قاعدو ملتان ۾ مرشدن کان شروع ڪرائجو ۽ باقي تعليم رستم سان پوري ڪرائجو حسب وصيت ائين ڪيو ويو. مولوي عبدالغفور سومراڻي جي موجوده مولانا محمد يعقوب وٽ پڙهي فارغ ٿيو آهي. (مولوي عبدالغفور بن حاجي محمد هاشم جانشين).

# مولانا محمد بخش چولياڻي

مولوي محمد بخش ولد محمد اسحاق چولياڻي ڦالاڻي خان جي ڳوٺ (ديه گلوالي تعلقه ڪنڌڪوٽ) ۾ تولد ٿيا. دليل پور ۾ مولانا عبدالعلي عودوي وٽ پڙهيا ۽ اتي ئي فارغ ٿيا. شروع ۾ جاڙي خان ٻنگلاڻي جي ڳوٺ ۾ پڙهايائون ۽ پوءِ ڏيٺاڻي ۾ خانصاحب فتح محمد خان بجاراڻي جي ڳوٺ ۾ پڙهايائون ۽ پجاڙي تائين اتي پڙهائيندا رهيا ۽ فوت ۽ اتي ٿيا. نهايت ذهين ۽ وڏي حافظي وارا هئا. سندن استاد ڪيڏانهن ويندو هو ته گهوڙي جـي رڪيبن کي وٺي هلندو ويندو ۽ سبق واري ڪتاب جي عبارت ياد پڙهائيندو ۽ سمجهندو ويندو. مولانا جـن فارسي نهال خان جـي ڳوٺ ۾ مشهور عالم حضرت مولانـا محمد مـراد دليل پوري سان گـڏ پڙهيا هئا. فارسي ۾ گهڻو هوشيار هئا. هر ڀيءُ جا ۽ سٺا استاد هئا. خوشخط ۽ هـڻا ۽ حافظ القرآن ۽ هئا. ٿوه جواڻي ۾ ١٩٤٥-٤٣ ع ۾ فوت ٿيا. پٺيان ۽ پٽ ۽ ۴ نياڻيون ڇڏي ويا. (مولانا عبدالسبحان بجاراڻي)

# مولانا حڪيم سراج الدين ڪوسو

مولوي سراج الدين بن محبت خان ڪوسو جهت ڀٽ ڀاسي ڄائو هو. تعليم سموري مولانا نبي بخش عودوي کان حاصل ڪيائين حڪمت ۽ طب مولانا عبدالغفور همايوني کان سکيو. ڀريون رهي ۽ ڪرڻي ۾ پڙهايائين ۽ پنهنجي نالي پٽل ڳوٺ ۾ مدرسو کولي تعليم شروع ڪيائين طب ۾ هلندي هئي وڏا قابل حڪيم هئا. ذهن ۾ بالڪل سادا ايندا هئا ۽ وڏا ماهر هئا پڙهائيندي نابينا ٿي ويا. تقريباً ١٣٥٥هه ۾ فوت ٿيا. سندس پٽ مولوي عبدالستار ۽ مولوي عبدالرزاق ۽ پاڻيو مولوي مهرالله ۽ مولوي خالقداد ۽ ٻيا وٽن پڙهيا هئا. کيس ٣ پٽ مولوي عبدالستار، مولوي عبدالرزاق ۽ مولوي عبدالواحد (ٻوئيان پيئي فوت ٿي ويا آهن) ۽ ٥ نياڻيون ڇڏي ويو. (ڊاڪٽر عبيدالله بن مولوي عبدالرزاق ڪوسو)

# مولوي عبدالرزاق ڪوسو

مٿيون مولوي عبدالرزاق ڪجهه پنهنجي والد وٽ پڙهيو ۽ گهڻو مولانا عبدالعلي عودوي وٽ دليل پور ۾ پڙهيو. حڪمت پنهنجي پيءُ کان سکيو. ابتدا ۾ حاجي محبت خان جي ڳوٺ ۾ ۽ پوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهائيندو رهيو. پڇاڙي ۾ تعليم ڇڏي ڏنائين ۽ سندس ڀاءُ مولوي عبدالستار پڙهائڻ لڳو اهو گهڻو علم مولانا محمد اسماعيل عودوي وٽ پڙهيو. مولوي عبدالرزاق ١٣٩٦هه ۾ فوت ٿيو پٺيان ٤ پٽ جن مان وڏو ڊاڪٽر عبيدالله آهي ۽ ٣ نياڻيون ڇڏي ويو. (ڊاڪٽر عبيدالله ڪوسو)

# مولوي نورالدين "مسرور" بلوچ

مولوي نورالدين "مسرور" (١) ولد ترڪ علي خان ٻلهڪاڻي بليدي بلوچ تعلقي ڪنڊڪوٽ جي ديه شيران ڳوٺ عظيم خان ٻلهڪاڻي ۾ ٤ محرم الحرام ١٣٣٧هه مطابق ١٢ اپريل ١٩١٨ع تي جنم ورتو هو. شروعات ۾ ديني درس قرآن مجيد ۽ فارسي مير حاجي نهال خان ٻاجڪاڻيءَ جي ڳوٺ ۾ مولانا محمد مراد ٻلهڪاڻيءَ پڙهايس ۽

---

(١) ننڍپڻ ۾ کيس "نوراني" نالي سان سڏيندا هئا. جنهن کي ديني تعليم ڏيندڙ استاد مولانا محمد مراد ٻلهڪاڻي بدلائي "نورالدين" سڏڻ لڳو.

صرف و نحو ۽ فقه، ڪنز وغيره ۔ مولانا محمد علي ڪوسي وٽان پورا ڪيائين. ڪجهه وقت لاءِ ڏيڙهي جي مدرسي مان مولانا حبيب الله ميمڻ جون خدمتون به حاصل ڪيائين آخر ١٣٦٣ھ (١٩٤٤ع) ۾ ٽل تعلقي جي ڳوٺ دليل خان ٻنگلاڻي مان باقي ڪتاب پورا ڪري مولانا عبدالعلي عودويءَ وٽان دستار فضيلت ٻڌائين. پوءِ استاد جي اجازت سان ڳوٺ ۾ ديني درس ڏيڻ لڳو. عارضي گرانٽ ملڻ سبب ڪجهه وقت لاءِ سرڪاري معلم به ٿي ڪم ڪيائون.

مولوي صاحب ١٩٥١ع ۾ حج بيت الله شريف جي زيارت لاءِ ۴ آنا ڪيسي ۾ ڪٺي پيادل روانو ٿيو ۽ آڪٽوبر ١٩٥٢ع ۾ واپس ماڳ موٽيو. حج جو سربستو احوال بلوچي نظم ۾ قلمبند ڪيائين. عربي، فارسي، سنڌي ۽ اردو زبانن جي چڱي ڄاڻ هيس. ١٩٥٨ع تائين مدرسي ۾ درس و تدريس سان گڏ طبي علاج به ڪندو رهيو. ١٩٦٠ع ۾ بنيادي جمهوريت جي هلچل ۾ اڻ پورو ورتائين. شاعريءَ جي سلسلي ۾ مولانا "مسرور" صاحب جا بي انداز نظم ملن ٿا. ازانسواءِ "ڪتاب صادقيه، جواب لازميه" (١٩٤٨ع) "انثم بي نظير بر توب مفسد شرير" (مولود ١٩٥٦ع) "مسروري گفتار" (١٩٦٧ع) "مسروري انقلاب" (١٩٧٠ع) ۽ "ديوان مسرور" (١٩٧٤ع) نالي سندس ڪتاب موجود آهن- اڻ ڇپيل مواد به تمام گهڻو موجود آهي.

پاڻ بزرگ حضرت مولانا حماد الله هالیجوي رحه جو مريد هو انهن جي وفات بعد مولانا خليفه احمدالدين جرار پهوڙ واري، حضرت مولانا عبدالعزيز رتوديرو ۽ حضرت مولانا عبدالڪريم قريشي پير وارن سان روحاني تعلق هين.

مولوي صاحب جن جو ناتو ديوبندي عالمن سان هو. سندس همعصر ۽ سهيوڳي مير صبح صادق خان ڪوسو، مولوي غلام رسول بجاراڻي ۽ مولوي عمرالدين ڪوسو سندس دوست هئا پڇاڙيءَ ۾ هڪ ڏکهي بيماريءَ دوران ١٨ جمادي الثاني ١٣٩٧ھ مطابق ١٣ جنوري ١٩٧٦ع تي سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ منجهند ڌاري وفات ڪيائين ۽ ڳوٺ ۾ عزيزن سان گڏ آئي آرامي ڪيائونس.

مولوي "مسرور" مرحوم پنهنجي پٺيان ٥ پٽ عبدالقادر، عبدالواحد، عبدالغفور، عبدالشڪور، ۽ عبدالعلام ۽ ٣ نياڻيون ڇڏيون آهن- پاڻ هڪ همدرد حڪيم، سخي، رحمدل، فياض، مهمان نواز ۽ پرهيزگار عالم دين، دنيوي لالچن کان پري ۽ خدا واسطي

دوستي رکندڙ عظيم انسان هو. (پروفيسر ميمڻ عبدالغفور سنڌي)

مولوي نورالدين مرحوم اسان جو گهرو دوست ۽ بلند اخلاق جو مالڪ هو. الحاج مير صبح صادق خان جو گهاٽو دوست هو. ان جي شعر ۾ جيڪو اثر ۽ گداز رکيل آهي اهو صفر جي آواز ۾ جنهن پڙهو هوندو ان کي ئي معلوم هوندو. مولوي صاحب جمعية جو شاعر ليکيو ويندو هو. حضرت مولانا مفتي محمود رح سان ڏاڍي عقيدت هيس ۽ حضرت مفتي صاحب به ان جو قدر ڪندو هو. آخري بياض ڇپرائڻ جو ذمو مون تي رکيو هئائين ۽ تقريظ به مون کان لکايائين. الله تعاليٰ کيس غريق رحمت ڪري. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا عبدالحڪيم پندرانڻي بروهي

مولانا عبدالحڪيم ولد ملا صاحبڏنو ولد خواستي خان ولد شڪر بيگ ولد حاجي دلمراد ولد محمد عرف روهو. روهو اهو شخص ٿي گذريو آهي جنهن پاڻيپت جي ٽين جنگ ۾ غازي احمد شاه ابدالي ۽ نوري نصير خان آف قلات جي فوج ۾ شامل ٿي سکن ۽ مرهٽن خلاف جهاد ڪندي جام شهادت نوش ڪيو. سندس حالات زندگي ۽ ڪارنامن متعلق حڪيم گلاب خان ”مهجور“ هڪ مفصل ڪتاب لکيو آهي. حضرت مولانا عبدالحڪيم رح جي ولادت باسعادت سن ١٩٢٧ع ۾ ڳوٺ مهيم خان بروهي لڳ ڳڙهي خيرو ضلع جيڪب آباد ۾ ٿي. سندن ولادت کان ٣-٤ سال بعد ملا صاحبڏني مرحوم، محمدپور اوڍو (تعلقو ڳڙهي خيرو) لڳ غلام رسول خان اوڍي ۽ مرحوم خداڏنو خان اوڍي کان زمين ٽڪرو خريد ڪرڻ سبب ڳڙهي خيرو کان لڏي اچي پنهنجي سؤٽن وڏيري رسول بخش خان ۽ مير گل خان وٽ ويٺو. اهو ڳوٺ هينئر ڳوٺ رسول بخش بروهي نالي سان مشهور آهي. هي سڀئي پنهنجي قبيلي سميت دين جا شيدائي امروٽ شريف جا پانڌيڙا هئا. هجرت ۾ به سرفروشيءَ سان حصو ورتائون. اڄ به هن ڳوٺ ۾ توحيد جا ڏيئا روشن آهن.

حضرت ميان نظام الدين شاه امروٽي رح، ڳوٺ ۾ آيا مولانا کي ڏسي ان جي پڙهائي جي تلقين ڪيائون. مختصر عرصي ۾ پنهنجي والده ماجده وٽ قرآن شريف پڄائڻ بعد والد رح، وڏيڪ ديني تعليم لاءِ کيس حڪيم مولانا مالڪڏني مگرئي رح، وٽ ديني

۽ دنيوي تربيت لاءِ ڇڏيو. مولانا مالڪڏنو رحہ مگريو ان وقت جي عالم فاضل سفتي مولانا عبدالغفور همايوني رحہ وٽان فارغ التحصيل ٿـي پنهنجي ڳوٺ لڳ ميرده تـعلقو شڪارپور ۾ ديني خدمتن سان گڏ حڪمت جو ڪم پڻ هلائيندو هو. مولانا همايوني جي ڪوشش ۽ حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽي رحہ جي دعائن سان مولانا مالڪڏنو حڪمت جي ڪم ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. حضرت امروٽي کيس ڪمال حڪمت جي دعا ڪئي هئي اڳتي هلي ٿيو به ائين. پـــي پاسي ڏڪا ڏوڻا کائي آخر ۾ حڪيم مولانا مالڪڏني رحہ وٽ ايندڙ مريـض شفاياب ٿي ويندا هئا. مولانا صاحب پنهـنجي پياري شاگرد کي ديني تعليم خصوصاً فارسي ۾ بلند پايہ جو عالم بنائي خوشخطي جا سيکاري. علم ديني سان گڏ کيس طب جو بہ ماهر بنايائين.

مولانا پروهي صاحب کي محنت جو بہ بي انت مادو عطا ٿيل هـــو تنهنڪري مختصر عرصي ۾ حڪمت جي نقطہ عروج کي وڃي رسيو. استادن جي نگراني ۾سخت ترين دوائن کي لوهہ جي حمام دستي ۾ ڪـٽڻ، قرنفل ذريعي عرقريزي ڪـرڻ، مالش جي دوائن کـي روهيءَ ۾ ڪرل ڪرڻ ۽ ڪشتن کـي مختلف پوٽين ۾ مارڻ وغيره جو ڪم نهايت خوش اسلوبي سان ڪندو رهيو. مولانا مالڪڏني کيس هميشه لاءِ پاڻ وٽ رهائڻ ٿي گهريو ان ڪري ملا صاحبڏنو پنهنجي پياري عالم ۽ حڪيم فرزند جي دوري برداشت نہ ڪري لڏي وڃي ميرده لڳ ويٺو جڏهن تہ سندس پيو پاڻ رحيم خان اتي ئي زمين جي سار سنڀال ڪندو رهيو. ان وچ ۾ کيس هڪ پيو فرزند بہ عطا ٿيو جنهن تي پنهنجي والد خواستي جو نالو رکيائين.

سن ١٩٤٣ع جي آخر ۾ مولانا صاحب جي شادي خانہ آبادي مير گل خان جي وڏي ۽ ديندار نياڻي سان ٿي گذري. کيس پهريون فرزند حبيب‌الله پهرين اپريل ١٩٤٥ع ۾ عطا ٿيو. حضرت ميان نظام‌الدين شاه امروٽي جـي هن دنيا کي الوداع چوڻ بعـد قطب‌الاقطاب حـضرت مولانا حمادالله هاليجوي رحہ سـان بيعت ڪيائين. ١٩٥٣ع جي اوائل ۾ حڪيم مهجور صاحب سان گڏ هاليجي‌شريف جو پهريون سفر ڪيائين. حضرت هاليجوي رحہ مولوي صاحب کي پنهي ڏينهن تي وظيفي ڏيڻ بعد فرمايو اوهان بہ حڪمت ڪريو ٿا مان بہ هڪڙو نسخو ڏيان ٿو جيڪو عام بيماري ۽ بخار وغيره لاءِ نهايت ڪارگر آهي. درود شريف "اللهم صل علیٰ سيدنا محمد الامي و علیٰ آله و اصحابه عدد کل معلوم لک دائماً ابدا" پڙهي مريض جي نبض ڏسو هنن دوائن جون پڙيون ڏاهي

واپرايو: عناب ۳ عدد، ليسوڙا ۱۱ عدد، نيلوفر ۲ ماسا، شاهترو ۲ ماسا، گائو زبان ۳ ماسا، گلور ۲ ماسا، مٺي ڪالي ۳ ماسا، پرسيان ۳ ماسا، خطمي ۳ ماسا، خبازي ۳ ماسا ۽ تمرهندي ۳ ماسا. جيڪڏهن مريض کي قبضيءَ جي شڪايت هجي ته ان ۾ هنن دوائن جو اضافو ڪريو ثنا منڪ ۳ ماسا، ڪنجد (تر) حسب ضرورت ۽ ماليٺ ۲ ماسا.

ان بعد وقتاً فوقتاً پرخصوصاً جمع ڏينهن هاليجي شريف ويندا رهيا. تقريباً ساري ڄمار استاد وٽ بسر ڪري ۱۹۵۳ع استاد جي اجازت سان اتان ڇڏي اچي پنهنجي اباڻي ڳوٺ لڳ محمدپور اوڍو ۾ هڪ شفاخانو کولي ديني مدرسو به قائم ڪيو. مدرسي جو سمورو خرچ شفاخاني جي ڪمائي مان برداشت ڪندو هو ۽ ڪڏهن به چندو نه ڪيائين. سندس حڪمت جي هاڪ اکيٽي پري پري تائين پهچي چڪي هئي تنهنڪري ڏاريـن ضلعن توڙي پنهن جي علائقي مان مريض ڪئن جي صورت ۾ وٽس اچڻ لڳا.

مدرسو مس ڄمي هليو ۽ فيض جو درياءُ موج ۾ آيو ته عمر وفا نه ڪئي. ٽي-بي جي موذي مرض ۾ مبتلا ٿيو. ڪوئٽا ۽ پوءِ لاهور کان لاعلاج ٿي زندگيءَ جون آخري گهڙيون استاد وٽ گهارڻ جي غرض سان ميرده ويو. پوين پساهن تائين اشارن تي به نماز ادا ڪندو رهيو. پڇاڙي ۾ عزيز و اقارب کي گهرائي پنهنجي اولاد جي پارت ڪندي فرمايائين هيءَ دنيا ابدي رهائش نه بلڪ مانجهالـدي جو ماڳ آهي، ڪوئي به ساڻ نه هلندو آخرت جـو سفر اڪيلو ڪاٽڻو آهي. خوش قسمت اهو چئبو جنهن ايمان ۽ عملن جوگرانقدر سمر ساڻ ڪنيو. ايمان جي سلامتي ۽ عملن جي توفيق تڏهن ممڪن آهي جڏهن قرآن پاڪ سان رشتو هوندو ان ڪري منهنجي اولاد کي به ديني تعليم ڏيڻي قرآن جي قرابت بخشجو. ان وصيت بعد ڪلمه طيبه سان ۱ جولاءِ ۱۹۵۶ع مطابق ۲۱ ذوالقعد ۱۳۷۵ھ تي آخر ڏينهن فاني زندگي پوري ڪيائين. سندس مزار ميرده لڳ قبرستان ۾ آهي. پٺيان ۴ پٽ ڇڏيائون. (۱) حبيب الله (۲) عزيزالله عزيز (۳) ڪرم الله (۴) نعمت الله. انهن مان ٻيون نمبر زمين سنڀالي ٿو ۽ باقي ٽيئي ماستر آهن. ٻيو نمبر ادب سان چڱو واسطو رکي ٿو ۽ شاعر به آهي. (عزيزالله "عزيز" بن مولانا مرحوم)

# مولوي عبدالرؤف ٻومڪي

مولوي عبدالرؤف بن واحد بخش ڏومڪي ضلع سبي ڳوٺ سل ۾ اٽڪل ١٣١٥ھ ڌاران ڄائو. ننڍي هوندي سندس پيءُ فوت ٿي ويو. ڇهن سالن جي عمر ۾ چاچي سان گڏ بلوچستان کي ڇڏي ٿو زمينون پنهنجن عزيزن جي حوالي ڪري مير ميرو خان ڏومڪي جي ڳوٺ ۾ اچي رهيا. قرآن پاڪ پنهنجي والده وٽ پڙهي اٽڪل ڏهن سالن جي عمر ۾ مولانا صاحبڏنو پڻ وٽ ڪنڌڪوٽ ۾ فارسي پڙهڻ شروع ڪيائين. فارسي جي تڪميل ڪري ڳوٺ محمد امين خان ڪوسه ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائين. ڇهه سال پڙهائي وري پڙهڻ لاءِ نڪتو. ڇڪ پرڪڻ (تعلق لکي) ۾ مولانا محمد عثمان جي مدرسي ۾ داخل ٿيو پوءِ عودي ۾ پڙهڻ لڳو ۽ ١٣٤٤ھ ۾ دستاربندي به اتي ڪيائين. پوءِ ڳوٺ ولي محمد ڪوسو تعلقو ڪنڌڪوٽ ۾ مدرسو کوليائين. اتي اوري پري جا طالب علم پڙهندا هئا. ولي محمد خان جي وفات بعد مدرسو جو اهو نظام نه رهيو. ان کان پوءِ ڳوٺ نهال خان ٻاجڪاڻي، ڳوٺ گل محمد خان وزيراڻي ۾ پڙهائيندو رهيو. ١٣٦٢ھ ۾ ڳوٺ ڪمال خان ڪوسه ۾ مدرسو جاري ڪيائين. ١٣٧٧ھ ۾ حج بيت الله ڪري ويو. انهيءَ ڳوٺ ۾ پڙهندي طبيعت خراب ٿي ۽ ٧٣ ورهيه، چمار ۾ ١٣٩٣ھ ۾ فوت ٿيا. طالب علمي جي زماني ۾ حضرت امروٽي رحه سان گڏجي خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو هئائين. مولوي صاحب ۽ سندس ڀاءُ غلام قادر حضرت امروٽي جا خاص نعت خوان هوندا هئا. جلسن ۾ مولود ۽ غزل چوندا هئا. غلام قادر مرحوم دستاربندي کان هڪ سال اڳ ۾ شهيد ٿي ويو.

مولوي صاحب خوشخط به هو. ڪيترائي ڪتاب نقل ڪيا اٿس. ۽ ڪي ڪتاب تصنيف به ڪيا اٿائين جيڪي ڇاپي ۾ نه اچي سگهيا آهن. سندس فتوائن جا نقل به موجود آهن.

شاگرد:- مولانا وٽ ڪيترن ئي طالبن علم محمدي حاصل ڪيو جن مان ڪي مشهور هي آهن. مولانا فقير محمد ڪنڌڪوٽي، مولوي نظر محمد ساوندي، مولوي محمد حسن چنو، مولوي محمد صديق جيڪب آبادي، سندس پٽ مولوي عبدالقادر ۽ ٻيا.
(مولوي عبدالقادر بن مولانا مرحوم)

# مولانا نبي بخش اوسٽوي

مولانا نبي بخش اوستي محمد وارا سنڌ جي گهڻن ڀاڳي عالمن جا استاد ٿي گذريا آهن، پر افسوس جو سندن سوانح تي اڃ تائين ڪا روشني نه وڌي ويئي آهي. پاڻ اصل ناڙي جا هئا. مڙي بلوچستان جي لڳ هڪ ننڍڙو ڪوٽ حاجي نالي سندن مولد ۽ مسڪن هو. ڪيس جيڪا تعليم ملي سا شروع ڪــان ئي وڏن عالمن کان ملي. هڪ بلوچستاني هجڻ ڪري اڳ ۾ ڀاڳ ناڙيءَ جــي درسگاه ۾ گهڻو عرصو تعليم ورتائون. ان وقت ڀاڳ ۾ مفتي احمد صاحب ڀاڳ ناڙيءَ وارا تعليم ڏيندا هئا. مفتي صاحب هڪ پاسي وڏا فقيه هئا ته ٻئي پاسي وڏا مدرس پڻ هئا. مولانا نبي بخش صاحب شرح ملا جامي ۽ شرح وقايه کان خيالي حاشيه شرح عقائد تائين اتي مفتي صاحب وٽ تعليم پرائي ۽ ڪيس وڏو ملڪو هٿ آيو.

ان دور ۾ شهداد ڪوٽ ۾ مولانا نور محمد صاحب جن جو مدرسو ساري ننڍي کنڊ هند ۽ پاڪستان ۾ شهرت رکندو هو. رهيل ڪتابن لاءِ مولانا نبي بخش ان مدرسي ۾ پهچي ويو ۽ استاد العلماء علامه گل محمد فرزند ڪبير مولانا نور محمد وٽ پڙهيا ۽ سمورو نصاب اتي ئي پورو ڪيائون. ان طرح مفتي صاحب جي تعليم کان پوءِ علامه گل محمد وٽ علم پرائڻ هن لاءِ سوني تي سهاڳي وارو ڪم ڏنو. ان وقت سکر ۾ مولانا عبدالرحمان جو سلوڪ ۽ معرفت ۾ وڏو نالو هو ۽ پاڻ وڏا عالم پڻ هئا خليفه محمد يعقوب صاحب همايونيءَ جي وڏن شاگردن مان هئا. مولانا نبي بخش ان بزرگ کان به ظاهري ۽ باطني فيض پرائڻ لاءِ سکر پهتو ۽ اتي ئي رسمي دستاربندي ڪري علمي فراغت ورتي.

علمي فراغت کان پوءِ مولانا عبدالرحمان جي حڪم سان پير صاحب پاڳاري پير حزب الله شاه جي ڳوٺ تي پيرڳوٺ ۾ درسگاه کوليائين. جنهن ۾ پهرين شاگردن سان گڏ پير صاحب جا صاحبزادا پير علي گوهر شاه ثاني، شاه مردان شاه ۽ پيا پيرن جا صاحبزادا وٽن پڙهندا رهيا چار پنج سال ساندهه مولانا نبي بخش پيرڳوٺ جي درسگاه ۾ پڙهائيندا رهيا. پوءِ اوستي ملا محمد جي استدعا تي بلوچستان واپس وريا ۽ اوستي محمد ۾ هڪ درسگاه کوليائون. هن مشغوليءَ سان گڏ سرڪاري طرح قاضي به مقرر

ٿيا جو شرعي فيصلا ۽ قضا جـو ڪم ٻہ ڪندا هئا، ٻانهن ساري سبي ضلعي جا مفتي اعظم هئا.

سندن درس جو حلقو ايڏو وڏو ويو جو سنڌ، بلوچستان مان ڀري ڀري جا شاگرد سندن مدرسي ۾ داخل ٿيا ۽ سوين شاگرد اتان فيضياب ٿي نڪتا، جهڙو سندن ڀائيجو مولانا عبدالوهاب جو نامور ۽ مڃيل عالم هو، پيو سندن ڀاءُ مولانا غلام مصطفيٰ جو ٻہ وڏو عالم ۽ پرهيزگار انسان هـو. ٽيون مولانا غلام رسول شيخ ناڙي وارو جيڪو دارالعلوم ديوبند جو فاضل ٻہ هو. هن جو ڳوٺ ڀاڳ ناڙيءَ جي متصل هو ۽ وڏو عالم هو جنهن وٽ مولانا خوش محمد ميرو خاني ۽ مولانا عبدالحڪيم شاهـل سڌائي وارو پڙهي فارغ ٿيا هئا. مولانا نبي بخش جو چوٿون مشهور شاگرد مولانا عطا محمد ڀنهون وساڻي وارو آهي جو وڏو عالم هو. حضرت استاد العلماء مولانا عبدالڪريم ڪور وارن جو همعصر هو. تحريري معاملات ۾ ساڻن گهڻا مقابلا ٿيا. پنجون مولوي عنايت احمد خوش نويس ناڙي وارو ۽ ٻيا ڪيترا علماء سندن درس مان فائز ٿي فارغ ٿيا.

مولانا نبي بخش آخر عمر تائين پڙهائيندا رهيا ۽ شرعي فيصلا ٻہ نبيريندا رهيا. ۱۲۴۴ھ ۾ سندن انتقال ٿيو ۽ پويان قيامت تائين علمي خير ڇڏي ويا. (مولانا قاضي محمد ابراهيم ڪارڙائي جو مضمون الرحيم اپريل ۱۹۷۸ع)

مولانا ڪارڙائي فرمايو "مولانا نبي بخش جي استاد مولانا عبدالرحمان ساڪرو کي باطني فيض مولانا عبدالرحمان سرهندي کان مليو هو جيڪو ٽکڙ ۾ اچي رهيو هو. مولانا جون ڪرامتون پيران پير رح. کان ٻہ وڌيڪ هيون حضرت امروٽي کي ان جو ٻہ فيض مليل هو توڙي ظاهري طرح سندن نسبت حضرت پرچونڊوي رح. سان هئي" مولانا استوي چوندا هئا "بياض هاشمي جا چاريئي جلد ڇپجي وڃن تہ ردالمحتار للشامي جي ضرورت ٿي نہ آهي- اهي چاريئي جلد همايون ۾ هئا" مولانا نبي بخش شاعـر ٻہ هئا سندن اصلي نالو امين هو. ٻانهن امين ۽ ڪولاچي کي تخلص طور ڪم آندو اٿون. سندن شعر سنڌي ۽ پارسي ۾ ۽ سـندن ننڍي ڀاءُ مولانا غلام مصطفيٰ جو سنڌي ۽ سرائڪي ۾ چيل آهي ۽ پوئين وٽ محفوظ آهي. (عبدالوهاب چاچڙ)

## قاضي مولانا غلام مصطفيٰ ڪولاچي

مولانا غلام مصطفيٰ بن قاضي عبدالعزيز بن قاضي غلام مصطفيٰ بن قاضي ملا محمد بن مهان عبدالرحيم بن حسن خان بن احمد خان بن قالو خان بن پنيا خـان بن

عبدالعزيزخان بن عبدالغفور خان بن عبدالستار خان بن محمد خان بن مير ڪلاچ خان.

اصل سندن وڏا شهر ڪلاچي ضلع ديره اسماعيل خان جا هئا حسن خان ڪلاچي ناڙي ۾ آيو سندس پوٽي مولانا محمد کي اتي جو سرڪاري قاضي مقرر ڪيو ويو ان بعد اهو خاندان قاضي سڏجڻ لڳو. مولانا غلام مصطفيٰ پنهنجي وڏي ڀاءُ مولانا نبي بخش وٽ سورو علم پڙهي فاضل ٿيو پوءِ اوستا محمد جي اوڀرندي طرف پنهنجي زمين ۾ مدرسو کولي پڙهائڻ ويٺو. مولانا محمد فاضل درخاني جو مريد ٿيو. مولانا نبي بخش وري محمد پور (تعلقه گهوڙڪي) جي مخدومن ميان پير بخش ۽ مولانا غلام مصطفيٰ جو مريد ٿيو.

سندن درس مان تمام گهڻا ماڻهو فيضياب ٿيا. سندن ٻه پٽ مولوي عبدالقادر ۽ مولوي عبداللطيف، مولوي عبداللطيف عمراڻي ۾ پيا. مولانا جن پرهيزگاري ۽ دعوت الي الله ۾ گهڻو اڳيرو هئا. توحيد ۽ سنت جا رکوالا هئا. شاه وسائي جو ڪنڊو مشهور آهي. اتي پوڄا ٿيندي هئي. مولانا جن اهو ڪنڊو ڪپائي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو. ڪنڊي جا پوڄاري مولانا سان وڙهڻ لاءِ هليا پر مولانا اڇي قرآن پاڪ کولي خدا پاڪ کان دعا گهري ته منهنجا مالڪ مان خاص تنهنجي رضا خاطر اهو ڪم ڪيو آهي هاڻي تون ئي منهنجي حفاظت ڪر! خدا پاڪ انهن کي ناس ڪيو ۽ مولانا تائين نه پهچي سگهيا. سندن تبليغ ۾ وڏو اثر هو. ڪيترائي نشائي تائب ڪيائون. هڪڙو فقير نشائي جمع نماز تي آيو ان جون مڇان ڪپي سنت مطابق ٺاهيائون. اهو گهر ويو ته سندس پٽ جو پڻ نشائي هــو مولانا تي ڪاوڙيو ۽ وڙهڻ لاءِ هليو. مولانا ان کي ماني کارائي ۽ اهو به نيڪ نيت ٿي پيو ۽ مولانا کي عرض ڪيائين ته سائين! منهنجون مڇان به سنت طـريقي تي ٺاهه. مولانا جــي درس ۾ صاحبزاده سلطان محمد نواز (سلطان باهو جي اولاد مان) به شامـل ٿيو هو. مولانا پنهنجي پٽ عبدالقادر لاءِ هڪ صرف جو پارسي ۾ ڪتاب به لکيو هو جيڪو مولا بخش سابق نائب وزير آلات جي هٿ جو لکيل اسان وٽ محفوظ آهي.

مولانا جي وفات ١٩٣٦ع ۾ ذوالحج جي مهيني ۾ ٿي هو. سندن پٽن مان مولوي عبداللطيف بنا اولاد جي فوت ٿي ويو باقي مولوي عبدالقادر کي اولاد آهي ۽ اهو پڙهي خمرو ۽ شهدادڪوٽ ۾ پڙهائيندو رهيو. سندس شاگردن ۾ ان جا پٽ مولوي عبدالحق

۽ مولوي عبدالفتاح ۽ ميان غلام صديق شهداد ڪولي جا ٻئ ميان عبدالحليم، ميان عبدالله ۽ ميان عبدالرحمان شامل آهن.

ف:- اوستہ محمد اصل شڪارپور جو ڳوٺ هو. ان جمالي وڏيرن کان زمين ورتي هن شرط تي تہ مان هتي ڀاڻي پهچائيندم. ان ڀاڻي پهچايو- زمينون حاصل ڪيائين ۽ هتي شهر اڏيائين سپ کان پهريون مسجد جو نقشو ٺاهي اها جوڙيائين. مولانا نبي بخش انِ مسجد جو پيش امام رهيو ۽ خان قلات طرفان قاضي نصيرآباد هو. (مولوي عبدالحق ڪولاچي- اوستہ محمد)

# مولانا عبدالوهاب ڪولاچي

مولانا عبدالوهاب ڪولاچي اصل ناڙي جو هوڪهڙو پنهنجي مامي مولانا نبي بخش استوي وٽ پڙهيو. معقولات مولانا قمرالدين وٽ پڙهيو ۽ دوره حديث حضرت شيخ الهند وٽ مولانا انور شاه کان ۽ اکي پڙهيو. مولانا عبدالوهاب ايڏو وڏو ذهين ۽ حافظ وارو عالم هو جو جيڪڏهن فنون جا سپ ڪتاب ساڙي ڇڏجن ها تہ مولانا عبدالوهاب اهي سپ ڪتاب جوڙي ڏئي ها! مولانا تقليد جي خلاف هو ان ڪري ملا علي قاري کي ٻلي قاري چوندو هو. مولانا ولايت ۽ ڪرامت جو ۽ منڪر هو جڏهن ميان جي ڳوٺ پڙهائيندو هو تہ مولانا عبدالغفور همايوني سان مناظرو ڪيائين ۽ مولانا همايوني کي شڪست ڏني. همايوني مولانا کي پنهنجي چيوگر وليئي. ان ڪانپوءِ مولانا عبدالوهاب کي گر ولي وئي چوندو هو مان ولايت ۽ ڪرامت کي ڪونہ مڃيان ۽ همايوني جي ڪرامت اکين ڏٺم. مولانا چوندو هو سان جنهن وٽ ۽ پڙهيم ان کان فائق رهيم سواءِ حضرت شيخ الهند جي. پنهنجي مامي ۽ استاد مولانا نبي بخش استوي جون تحريرون پڙهندو ۽ ان ۽ نالو مولوي عبدالحليم ضلع لاڙڪاڻہ واري جو ڪتب آڻيندو هو. هڪ ڏينهن مولانا استوي مولوي عبدالحليم کـي چيو ابا عبدالحليم توکي تہ ڪنز قدوري جي لياقت ۽ ڪونهي تون ڪيئن ٿو منهنجون تحريرون پڙهين- مولانا عبدالوهاب ويٺو هو ان چيو ڪنز قدوري ۽ري جـي ڳالهہ آهي چڱا ڀلا وڏا عالم الف ب کي نہ ٿا سمجهي سگهن- مولانا استوي چيو ڪهڙو عالم آهي جيڪو الف ب کان ناواقف آهي؟ مولانا عبدالوهاب چيو الف-ب جي تختي بسيط اکرن جـــي تختي آهي ۽ لام تينجي

(لا) وچ ۾ ڪيئن آيو. مولانا استوي ڪٿي چپ ڪئي. مولانا عبدالوهاب غيرت سبب پنوقتل ڪيو هو ۽ يارهن سال ياغستان ۾ وڃي پڙهايائين جيئن ان زماني جي دستور مطابق يارهن سالن گذرڻ سان خون جو ڪيس غير موثر ٿي وڃي. آخر عمر ۾ مولانا هڪ هنڌ ڪونہ پڙهائيندو هو بلڪ سياح هو ۽ مدرسن ۾ وڃي رهندو هو. ڪوئي عالم ان جي ويٺي پڙهائـــي نہ سگهندو هو. حضرت مولانا عبدالڪريم ڪوراني وٽ ايندو هو تہ پاڻ ان جي احترام ۾ ٿي ڏينهن سبق نہ پاڙهيندا هئا ان ڪانپوءِ پڙهائي جاري رکندا هئا.

مولانا عبدالوهاب جي پٽ جي سادگي سان فائدو وٺندي هندن ان کي دوکي سان ماريو. جنهن تي مسلمان مشتعل ٿيا. بلوچستان جـــي مشهور ڌاڙيل عبدالرحمان بروهي جيڪب آباد ۾ هندن تي عام فائرنگ ڪري ۹ هندو ماريا. صحبت خان گولـي جي پٽ نور محمد خان ان کي بندوق ۽ ڪارتوس مهيا ڪيا هئا. صحبت خان، خانصاحب دلمراد خان وارن سان عداوت رکندو هو ان ڪري ان خانصاحب دلمراد خان جو نالو ٻڌايو. ان مقدمي ۾ ڪي علماء ۽ خاص طرح مير دلمراد خان گرفتار ٿيو. مير صاحب تي اهو ڪيس سکر ۾ ڇهہ مهينا ڪـن هليو. پير پاڳاري تي بہ ان زمانـي ۾ ڪيس هلندو رهيو. پير پاڳاري جو ڪيس مسٽر جناح لڙندو هو ۽ مير دلمراد خان جو ڪيس مسٽر شفيع بار ايٽ لا ۽ سنڌ جا ڪي وڪيل جيئن مرليڌر وغيره ڪيس لـڙيا. مسٽر جناح ۽ مسٽر شفيع بار ايٽ لا سکر جي ڊاڪ بنگلہ ۾ ڇهہ مهينا ڪن رهيل هئا. مسٽر شفيع روزانہ هڪ هزار روپيہ مير دلمراد خان کان وٺندو هو. ٻين وڪيلن جو خرچ ان کان علاوه هو. حضرت مولانا تاج محمود امروٽي قدس سره جن سان مير دلمراد خان جو گهرو تعلق هو. هڪ ڏينهن حضرت امروٽي رح جماعت کي چيو اچو تہ مير دلمراد خان لاءِ دعا گهرون. نيٺ خانصاحب دلمراد خان تي ڪيس ثابت نہ ٿيو ۽ آزاد ٿي ويو ۽ مسٽر جنـــاح ڪيس هارايو ۽ پير صاحب پاڳاري رح کـــي سزا ملي. خانبهادر مير دلمراد خان مير بهادر خان جو پٽ ۽ مير دلمراد خان اول جو پوٽو هو. مير دلمراد خان ڪوسو اول ١٨٥٤ء ۾ انگريز سرڪار هٿان جيڪب آباد ۾ گرفتار ٿيو. خان بهادر دلمراد خان، مير دريا خان جکراڻي، هڪ سيد، هڪ ٻئي جکراڻي ۽ انگريزي فوج جي رساليدار ڪالي خان هڪ معاهده قرآن شريف تي لکي دستخط ڪيا هئا. انهن انگريز حڪومت سان لڙائي ڪرڻ جو منصوبو رٿيو هو ۽ ڪالي خان جي وساطت سان دهلي

جي انقلابي اڳواڻن سان ۽ انهن جو رابطو هو، پر ٻئي جکراڻي وڏيري اهو قرآن پاڪ انگريز ڪليڪٽرکي ڏيکاري ان کي چيو ته مير دلمراد ڪوسو ان جماعت جو منصوبي جو اڳواڻ آهي. اهو هٿان نڪري ويو ته توهان کي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پوندا. انگريز سرڪار خالص انگريزي گوري فوج ذريعي مير دلمراد خان کي اوچتو جيڪب آباد مان گرفتار ڪري دريا رستي ڪراچي ڪڍي اتان عدن ڀاسي ڪاري پاڻي تي پهچايو. اهڙي طرح دريا خان جکراڻي کي ۽ شاه صاحب جبل تــي پڄي ويو ۽ ڪالي خان کي گولي سان اڏايو ويو. مير دلمراد خان جي زمين جيڪا لک جريب کان ۽ وڌيڪ هئي اها ضبط ڪئي وئي. قلات جي والي معرفت ان جي گهريلو ملڪيت، سون ۽ زيور ۽ ضبط ڪيا ويا. ان جي هڪ پٽ شاهل خان کان ڪوئٽه ۾ چونو ڪٽرايو ويو تان ته اهو اڪين کان ويهجي ويو. بهادر خان ان وقت ١٦ سالن جو هو. جوان ٿي انهيءَ ملڪيت لاهي ۽ وڌائي. انگريز سرڪار کان ڪوبه لقب ۽ زمين وغيره قبول نه ڪيائين. مير دلمراد خان ۽ سردار دريا خان ٻئي ڪاري پاڻي تي فوت ٿي ويا. غدار رئيس کي انگريزن نوازيو اج ۽ ان جو اولاد چڱو مالدار آهي. (هن مضمون جو مدار حضرت مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ مير صبح صادق خان جي معلومات تي آهي)

ٻنهنجي مامي مولانا نبي بخش استوي وٽ اول کان آخر تائين پڙهي پوءِ ٻين عالمن کان استفادو ڪيائين. مولانا قمرالدين انڙ وٽ معقولات پڙهيو. مولانا نورمحمد چاچڙ چوندو هو ته مان ۽ عبدالوهاب گڏ پڙهندا هئاسين. مولانا چاچڙ ان جي تعريف ڪندو هو ۽ ان جي قابليت جو اقراري هو. اهي ٻئي بزرگ هم عمر هئا. مان شرح جامي پڙهندو هوس ته مولانا نور محمد چاچڙ ڪور ۾ آيو هو. مولانا عبدالوهاب پنگ ۾ مولانا نظر محمد وٽ ۽ پڙهيو. حقيقت ۾ سنڌ ۾ معقول جو زور مولانا نظر محمد ۽ مولانا محمد اسماعيل ابڙن وارن پيدا ڪيو. مولانا عبدالوهاب مولانا غلام محمد لاهور وارن وٽ ۽ وچي پڙهيو جنهن وٽ مولانا محمد اسماعيل پنو ۽ پڙهي آيو هو. آخر ۾ دارالعلوم ديوبند مان حضرت شيخ الهند کان علم حديث حاصل ڪري آيو. مولانا غلام محمد لاهوري جا ۽ مشهور شاگرد هئا مولانا غلام محمد گهوٽوي ۽ مولانا غلام محمد انهي وارو. مولانا لاهوري جي سيني شاگردن مان مولانا ڪولاچي فائق هو. قاديانين واري ڪيس جي موقعي تي، بهاولپور ويم ته اتي مولانا گهوٽوي واري مون کان مولانا عبدالوهاب بابت پڇا ڪئي. ان چيو ته اسان سان گڏ لاهور ۾ پڙهندو هو.

اسان سيني کان وڏيڪ هو ۽ حضرت استاد سائين درس ۾ مولوي عبدالوهاب کي مخاطب بڻائيندا هئا. مولانا عبدالوهاب خون جي معاملي کان ياغستان هليو ويو هو. مولوي عبدالحليم راڄپوري ڀيريون مولانا نور محمد چاچڙ وٽ پڙهندو هو پر پوءِ مولانا ڪولاچي سان ياغستان هليو ويو. پشاور جي پوليٽيڪل ايجنٽ کي مولانا جي علمي فوقيت ۽ فرار ٿي اچڻ جو سبب معلوم ٿيو ته هن گورنمينٽ سان رابطو رکيو ته هيڏو وڏو عالم پنهنجي علائقي ۾ رهي ٿو ان کي ڏوهه معاف ڪري واپس آندو وڃي اهڙي طرح ان جي ڪوشش سان ١١-١٢ سال بعد واپس وريو. مولانا جن يڪروزي شرح ايساغوجي جو شرح لکيو هو. (مولانا قاضي محمد ابراهيم ڪارڙائي)

مولانا عبدالوهاب پٽ عبدالڪريم مولانا نبي بخش اوستہ وارن جو پاڻيجو ٿئي. مولانا ياغستان کان موٽيو ته مولوي محسن شاه جي سرپرستي ۾ يتيم خانه جيڪب آباد ۾ مدرسو کوليائون پر مولانا گهڻو وقت اتي ڪونه پڙهايو. ان بعد مولانا سيلاني هو ۽ علماء سان بحث ڪندو ۽ گهمندو رهيو. کيس هڪ پٽ ابوالحسن هو جنهن کي هندن دوکي سان مارائي ڇڏيو هو. مولانا شمس الحق افغاني جو اصلي نالو هو شمس القمر. مولانا ڪولاچي سان مناظرو رکيل هيس. مولانا ڪولاچي کانئس نالو پڇيو مولانا چيو شمس القمر مولانا ڪولاچي چيو تو جهڙي جاهل سان مناظرو ڪين ڪريان. تون ته پنهنجي نالي جي به تصحيح نه ڪري سگهيو آهين. هميشه ادني کي اعلي ڏانهن منسوب ڪبو آهي نه اعلي کي ادني ڏانهن. پس مناظرو ختم ٿي ويو. ان بعد مولانا پنهنجو نالو مٽائي شمس الحق رکيو. مولانا عبدالوهاب ڪٽر موحد ۽ ڪنهن کي نه مڃڻ وارو هو. لانڍي بلوچستان جا فقير عبدالحي ۽ فقير عبدالرشيد به مولانا جا شاگرد آهن. مولانا جي وفات جيڪب آباد ۾ ٿي اتي ئي مدفون آهي. جيڪب آباد ۾ مولانا اميد علي وٽ اچي رهندو هو. (مولوي عبدالحق ڪولاچي)

مولانا عبدالوهاب جو هڪ پٽ هو جيڪو هندن جي هٿان مارجي ويو. مولانا علمي مباحثن جو شوقين هو. مون سندس هٿ اکرن سان هڪ تحرير پڙهي جيڪا حضرت ٿانوي جي تحرير جي خلاف هئي. مولانا جا ڪيترائي ڪتاب ڇپرايل به هئا مگر هٿ نه ٿا اچن البت مدرسه احياء العلوم قادريه شڪارپور جي ڪتب خانه ۾ مولانا جو هڪ مبسوط قلمي ڪتاب ڏٺم جنهن جو نالو ”فتح الشڪور في مسائل النذور“ آهي. ان جي ابتدا هن طرح آهي ”الحمد لله رب العالمين و العاقبة للمتقين و الصلواة

و السلام علي رسوله محمد و آله و اصحابه اجمعين اما بعد مي گويد ابو محمد حاجي عبدالوهاب بلوچ رند ڪلانچي بن القاضي عبدالڪريم بن محمد خان از سڪان قريه اوسته محمد علاقه قلات بلوچستان الخ- مولانا عبدالوهاب هڪ طرف مولانا نبي بخش جو پاڙيچو ٿئي ته ٻئي طرف مولانا نبي بخش پاڻ مولانا عبدالوهاب جي سوٽ جو پٽ ٿئي. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا مفتي قاضي محمد فاروق

مولوي محمد فاروق بن مولوي خدا بخش ڪورائي بلوچ ديره غازي خان ۾ پيدا ٿيا. سندس والد عالم ۽ هو ۽ زميندار به. ننڍي هوندي يتيم ٿيو. ملڪيت تي سندس چاچا قبضو ڪري ويا ته هن کي سندس مامي مولانا احمد بخش سنڀاليو. مولانا احمدبخش تمام وڏو عالم هو. ان وٽ درس نظامي پڙهيو. مولانا عبدالله درخواستي سان گڏ پڙهندو هو پر مولانا درخواستي عمر ۾ وڏو هو. سورهن سالن جي عمر ۾ فارغ ٿيو. ڪجهه وقت اتي رهيو پر ڪن گهريلو ڳالهين ڪري مامي ته هٽ ڪئيو ته هو بهاولپور رياست ۾ نوڪري ڪرڻ لڳو بهاولپور يونيورسٽي جيڪا ان زماني ۾ علوم دينيه جو هڪ ادارو هو. ان ۾ استاد ٿي رهيو. ڪوئيٽه ۾ ۽ پڙهايائين پوءِ ڪوهلو بارکان (قبائلي علائقه بلوچستان) ۾ لڏي آيو. مولانا جي علميت يڪدم مشهور ٿي وئي ۽ والي قلات هن کي پاڪ ۽ لهڙي جو قاضي مقرر ڪيو ١٩٥٣ع کان ٽن سالن تائين قاضي رهيا. انهيءَ وچ ۾ ڪراچي ۾ مولانا مفتي محمد شفيع سان مليا ته انهن فرمايو اوهان منهنجي مدرسي ۾ نائب مفتي ٿي ڪم ڪريو مگر قاضي صاحب انڪار ڪيو چو ته قضا جو عهدو ملي چڪو هو. قضا واري زماني کان ۽ اڳي ١٩٣٦ع ۾ اوسته محمد آيا ۽ ٻهاڙي تائين اتي ئي رهيا. ڪوهلو طرف جو هڪ خان صاحب اوسته محمد جو تحصيلدار ٿي آيو جيڪو مولانا وٽ قرآن پاڪ جو ترجمو پڙهيو هو. کيرٿر جي نهر ۽ تازو جاري ٿي هئي اهو مولانا کي وٺي آيو. پهريون تحصيل واري جامع مسجد ۾ پڙهائيندا رهيا پوءِ پاهر عيدگاه وٽ پنهنجو مدرسو محمديه کوليائون. مولانا جن ماهر استاد، سٺا شاعر ۽ زبردست مناظر ۽ مشهور مفتي هئا. عيسائين سان گهڻا مناظرا ڪيائين. مولوي عبدالحق کوسو ، مولوي حضور بخش بروهي، پير خليل الرحمان غفاري ۽ محمد شاه امروٽي ان جا شاگرد آهن. تونسه شريف جو بزرگ ۽ ديره غازي خان

۾ ولن پڙهيو- سندس اشعار جو مجموعو، فتوىٰ جو ذخيرو ۽ قرآن پاڪ جو تفسير موجود آهن- ٥ جنوري ١٩٧٨ع ۾ فوت ٿيا پنهان پنج پٽ ۽ ٽي نياڻيون ڇڏي ويا. (مولوي قاضي عبدالجليل ابن مولانا مرحوم)

مولانا قاضي محمد ابراهيم ڪارڙائي سندن سن وفات "فاروق اعظم" مان ڪڍيو.

# مولوي حبيب الله پٺاڻ

مولوي حبيب الله ولد غلام ياسين پٺاڻ اصل ۾ ضلعي پشاور جي هڪ ننڍي شهر اتمان زئي جي ديني خاندان ۾ پيدا ٿيا هئا. سندن ڄمڻ جو سال اٽڪل ١٩٠١ع آهي- سندن والد کي پنج پٽ ۽ هڪ نياڻي جي اولاد هئي. ١٨ سالن جي عمر ۾ پنهنجي والد کان ناظره قرآن، فارسي ۽ اردو جي تعليم مڪمل ڪيائون. سندن والد غلام ياسين رحہ ۽ ڏاڏو محمد قاسم رحہ پيئي ڪامل ۽ درويش انسان هئا ۽ دين سان گڏ هنن ۾ مجاهدانہ صلاحيتون بہ ڪافي موجود هيون- اهو سبب هو جو تحريڪ آزادي سان سندن گهرو لڳاءُ هو. جڏهن انگريزن صوبہ سرحد مٿان مڪمل قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ انگريزن جي ظلم ۽ تشدد جي خلاف صوبہ سرحد کان هجرت ڪري صوبہ سنڌ جي ضلع جيڪب آباد جي تعلقي ٺل جي هڪ ننڍي ڳوٺ مرل پراڻي ۾ اچي آباد ٿيا مرحوم ڏاڏو ذهين هو ان ڪري سندن والد کين ضلع لاڙڪاڻي جي هڪ ديني مدرسي ۾ باقي رهيل تعليم لاءِ موڪليو- جتان ١٩٢٤ع ۾ ديني تعليم تقريباً مڪمل ڪيائون. ١٩٢٨ع ۾ کين حڪومت طرفان مسلم اسڪول سبزل ڳبول جو هيڊ معلم مقرر ڪيو ويو جتي پاڻ پرائمري تعليم ڏيڻ سان گڏ ديني مدرسو بہ هلائيندا آيا- ١٩٣٢ع ۾ کيس ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ وڌيڪ تربيت لاءِ چونڊيو ويو جيڪا تربيت پاڻ مڪمل ڪري واپس پنهنجي اسڪول ۾ آيا- اهو ملازمت جو سلسلو سن ١٩٤٦ع تائين قائم رکيائون ۽ بعد ۾ انهيءَ کان استعفاء ڏنائون- پاڻ بهترين استاد هئا هزارين شاگرد ديني ۽ دنياوي تعليم ۾ ڪانئن مستفيض ٿيا- سنڌي، اردو ۽ فارسي ۾ سندن اکر ڏاڍا سهڻا هئا- پشتو سندن مادري ٻولي هئي پر ان سان گڏ فارسي، سنڌي ۽ اردو رواني سان ڳالهائيندا هئا.

شاگردن کي تعليم ڏيڻ جو طريقو بيحد اثرائتو هوندو هو- پاڻ جيڪو شعر چيو

اُن سو سچو توحيد تي مشتمل آهي ۽ سندن اشعار جي مجموعي ۾ هڪ هزار کن شعر آهن. پاڻ لکڻ وقت هميشه ڪاري مس ۽ ڪاني جي ڪلڪ استعمال ڪندا هئا ۽ جڏهن ڪانئن پڇيو ويندو هو ته نيري مس جو استعمال ڇو نه ٿا ڪريو ته جواب ڏيندا هئا نيري مس ۾ شراب جي اختلاط جو شبهو آهي. سندن طبيعت نرم ۽ خوش مزاج هئي ۽ هر حالت ۾ بلند حوصلہ رهندا هئا. صبر ۽ شڪر جو ته هڪ عملي نمونو هئا. حضرت مولانا تاج محمود امروٽي سان گهڻي عقيدت هوندي هين ۽ حضرت هالیجوي وٽ به ويندا رهندا هئا. پنهنجي سڄي عمر صوم و صلوات جي پابندي ۾ گذاري ڇڏيائون ۽ تهجد نماز به ڪڏهن ڪونه قضا ڪيائون. رات جو گهڻو حصو ذڪر الاهي ۾ جاڳندا هئا. تلاوت ۽ تسبيح سڀ خاموشيءَ سان ڪرڻ کي پسند ڪندا هئا. مطالعي جا شوقين هئا ۽ معاملات ۾ خدا ترس هئا. انگريزن کان ڪيس ڏاڍي نفرت هوندي هئي ۽ جڏهن سندس اڳيان انگريزن جو نالو ورتو ويندو هو ته چوندا هئا ته اهي اسان جي دين جا دشمن آهن. سندن خوراڪ ۽ پوشاڪ سادي هوندي هئي. سوال ڪرڻ کي برو سمجهندا هئا. گهر ۾ سندن خدمت وارا ماڻهو گهڻا هئا تنهن هوندي به پنهنجو ڪم پاڻ ڪرڻ کي ترجيح ڏيندا هئا.

وفات:- آچر ڏينهن سادي ۴ بجي شام ۲۵-۱۰-۱۹۶۴ع ۾ وفات پاتائون. پنهنجي اولاد پٽ ۽ نياڻيون ڇڏي ويا. سندن تخلص "عاصي" هو.

توحيد:- لا سان سارا غير وڃاءِ — اندر سيني ۾ جوت جلاءِ
هر هر مخفي پاڪ ڪماءِ — پڙهه تون لا الٰه الالله

نعت:- قاصد هلي پيغام ڏي مرسل ملي کي سلام ڏي
ديدار جي مشتاق کي اچڻ جو ڪو انجام ڏي! (زهري حبيب پاڻ)

# مولانا محمد مراد دليلپوري

مولانا محمد مراد بن خدا بخش ٻهلڪاڻي ۱۹۰۷ع ڌاري پنهنجي ڳوٺ (تعلقہ ڪنڊڪوٽ) ۾ ڄائو جيڪو هاڻي ڳوٺ مولوي محمد مراد سان مشهور آهي. قرآن پاڪ احمد خان ٻجاراڻي جي ڳوٺ ۾ مياںجي محمد يوسف وٽ پڙهي لٿو (حاجي نهال خان پاڃڪاڻي جي ڳوٺ) ۾ مولانا محمد علي ڪوسہ وٽ پارسي پڙهيو پوءِ دليلپور

۾ فقيه العصر علامہ عبدالعلي عودوي وٽ عربي تعليم ورتائين. وڏي محنت سان پڙهيا ذهن ۽ عالي هين. پارسي پڙهندي ئي پارسي جي انشا پردازي ۽ پارسي شاعري ۾ پڙ ئي ويا. ڪافي پڙهندا هئا ته عربي نثر ۽ نظم تي چڱي قدرت ٿي وين. ان زماني ۾ ئي عربي نثر توڙي نظم ۾ خطوط لکندا هئا. طالب علمي جي زماني ۾ ردالمحتار تي عبور حاصل هين. مولانا صاحبڏنو پڻ فقيه ڪنڌ ڪوٽي سان (طالب علمي زماني ۾) فقهي مسئلن تي بحث ڪيائون ۽ کيس ڏاڍو متاثر ڪيائون.

تعليم:- مولانا عبدالعلي وٽ دستار فضيلت پڇي تدريس شروع ڪيائون. شروع ۾ هڪ زميندار مولانا کي پگهار ۽ ان ڏيڻو ڪيو ۽ حاجي نهال خان باجڪاڻي چيو سائين پگهار مان نه ڏيڻي سگهندم باقي ماني تون ۽ مان گڏ کائيندا سين. مولانا جن انهيءَ خلوص ۽ پڙهڻ واري دور جي احسان لاهڻ جي خيال سان حاجي صاحب وٽ ڏه سال سانده پڙهايو پوءِ عبدالرحيم خان ڊومبڪي جي ڳوٺ واري مدرسي ارشاد العلوم ۾ ١٢ سال ۽ دليل پور جي مدرسي شمس العلوم ۾ ١٢ سال تعليم ڏنائون پوءِ الحاج مير صبح صادق خان کوسہ حضرت هاليجوي قدس سره جي مشوره سان ڪنڌ ڪوٽ ۾ پنهنجو وڏو پلاٽ وقف ڪري مدرسہ دارالفيوض جو بنياد وڌو ته مولانا جن کي ان جو صدر مدرس ڪري رکيائون. ٣ سال صدر مدرس رهيا پوءِ افتاء جو ڪم سندس حوالي ٿيو. مولانا جن کي فقه، ميراث، صرف ۽ علم معاني ۾ وڏي دسترس هئي. سندن طرز تعليم ايڏي اعليٰ ۽ آسان هئي جو غبي طالب کي به سبق سمجهه ۾ اچي ويندو هو. مولانا جي فتويٰ ڏاڍي مضبوط هوندي هئي سندس فتويٰ مولانا فقير[illegible] وٽ اپندي هئي ته مولانا پڙهي بغير هي چئي صحيح ڪندا هئا ته محرر تي مونکي ڪلي اعتماد آهي. مولانا قاضي محمد فاروق استوي جي فتويٰ پڪڙائون اها ٽن طلاقن بابت هئي. مولانا عبدالغفار سان چند جي مسئلي تي تحريري بحث هليو. مولانا جن بلند پائي جا پختا شاعر هئا. حضرت مولانا احمد علي لاهوري جي وفات تي مرثيہ چيائون ان جو هڪ مصرع عربي ۽ ٻيو پارسي آهي. مولانا جو شعر سنڌي، عربي ۽ پارسي ۾ آهي. مولانا جن ڪريما تي توضيحي تصنيف لکي آهي ان جو نالو آهي "توضيح ڪريما" اها ڇپيل آهي. ان جي آخر ۾ مولانا جا پيا اشعار آيل به آهن.

شاگرد:- مولانا جا ڪيترائي شاگرد آهن جيئن ته مولانا عمرالدين کوسہ، مولانا نورالدين مسرور مرحوم، مولوي شاهنواز باجڪاڻي، مولوي محمد حيات گهنڊو، مولوي

نور محمد کوسه، مولوي محمد صالح سولنگي ۽ مولوي محمد اسحاق سولنگي (ٻئي اباڙي جا)، مولوي سعيد احمد ڀاڪائي سنڌس پٽ ۽ مولوي علي بيگ وغيرهم.

بيعت:- سنڌس پهرين بيعت حضرت مولانا اوڙوڪي رحه سان هئي پوءِ حضرت مولانا حمادالله هاليجوي سان بيعت ڪيائون.

وفات ۽ اولاد:- ۱۲ ذوالحج ۱۳۹۴ھ سکر جي سول اسپتال ۾ فوت ٿيا. پٺيان هڪ پٽ مولوي سعيد احمد (جيڪو سچو علم پنهنجي پيءُ وٽ پڙهي دستاربند ٿيو) ۽ ٻه نياڻيون ڇڏي ويا. (مولوي سعيد احمد ابن حضرت مولانا مرحوم)

مولانا مرحوم سان اسان جو گهرو تعلق هو. هن بزرگ جي ڪسر نفسي ايتري هئي جو اسان جهڙن نڪمن جي ايتري ته تڪريم ۽ همت افزائي ڪندا هئا جو سچ پچ اسان شرم ۾ ٻڏي ويندا هئاسين. هڪ ڀيري مولانا جن مون وٽ توضيح ڪريما کڻي آيا ۽ فرمايائون هي ڪافي زمانو اڳ ڇپائي هئي ان زماني ۾ مودودي صاحب پنهنجا خراب خيال ظاهر نه ڪيا هئا انهيءَ دور ۾ مودودي صاحب جي تعريف جو هڪ شعر به توضيح ڪريما جي اندر ڇپايو هيم. هاڻي ڇا ڪجي ڪا صلاح ته ڏيو. مولانا کي ان ڳالهه جو ڏاڍو اونو هوندو هو. (عبدالوهاب چاچڙ)

# ضلع لاڙڪاڻو

## مولانا الهه رکيو عرف ڪريمداد چانڊيو معرفاڻي

ميان الهه رکيو چانڊيو معرفاڻي ۱۸۵۱ع ڌاري ڳوٺ "ڏگهه سومر چانڊيو" (تعلقہ قمبر ضلع لاڙڪاڻو) ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم مقامي مڪتبن ۾ ورتائين ۽ پوءِ سيتا شريف ۽ روهڙي شريف ۾ اڳ حصول تعليم جي خاطر ڪهي ويو، مگر سندس تشنگي علم اتي ختم نه ٿي، بلڪ تعليم جي تڪميل لاءِ مولانا نظر محمد پنگ واري کان فيض حاصل ڪيائون ۽ سهارنپور ۽ ديوبند (ڀارت) جا سفر اختيار ڪيائين. ميان صاحب جن استادن کان فيض علم حاصل ڪيو تن مان چند بزرگن جا نالا هي آهن: مولانا نظر محمد پنگ وارو، مولانا سيتائي (ضلع دادو)، مولانا فضل الحق رامپوري (سهارنپور) ۽ شيخ الهند حضرت مولانا محمودالحسن (ديوبند)

ميان صاحب کان جيڪي شاگرد فيضياب ٿيا تن جو تعداد تمام گهڻو آهي. طوالت جي خوف کان هتي فقط چند بزرگن جا نالا پيش ڪجن ٿا: ۱- قاضي تاج محمد بروهي (استاد والي قلات بلوچستان) ۲- مولانا ابوبڪر لاسي (ٺٽو سنڌ) ۳- مولانا ابوبڪر (ميرپور ساڪرو)، ۴- مولانا محمد مختار ٻرڙيهي، ۵- مولانا عبدالرؤف ابڙو، ۶- مولوي علي محمد (ڏيرو غيبي خان)، ۷- مولوي محمد افضل مورو، ۸- مولوي خير محمد مگسي (سجاول)، ۹- مولوي غلام رسول چانڊيو، ۱۰- مولوي محمد موسيٰ مڪران، ۱۱- قاضي حبيب الله لاسي، ۱۲- مولوي محمد عمر مگسي (سجاول)، ۱۳- مولوي سعدالله، ۱۴- مولوي فضل الحق (سندس فرزند) ۽ ۱۵- مولوي عبدالحڪيم (ڏگهه) وغيره.

ميان صاحب نقشبندي طريقي جو بزرگ هو ۽ پير عمر جان چشموي جو عقيدتمند هو. سندس سموري زندگي درس و تدريس ۾ گذري ۽ کانئس هزارها طالب علم بهره ور ٿي وياه مرحوم بدعتن جي سخت خلاف هو. قومي رسمن جي اصلاح ۽ عام ديني تبليغ سندس زندگيءَ جو مقصد هو. ميان صاحب ۱۱ سيپٽمبر ۱۹۳۷ع ۾ پنهنجي جان جان آفرين کي سپرد ڪئي. مرحوم جي آخري آرامگاه "لوڙهي ٻجار تعلقي قمبر ضلع لاڙڪاڻي ۾ آهي- (محمد قاسم م-س-ن)

جڏهن فارغ ٿي گهر آيا ته ۱۵-۱٦ سال ٻاهر رهڻ ڪري مائٽ نه سڃاڻي سگهيا. ٺوڙهي ٻجار جي رئيس ٻجار خان ۽ رئيس مانجهند خان جي اصرار تي مولانا اتي اچي پڙهايو ۽ مدرسي وڏي ترقي ڪئي. مولانا جن دين جي معاملي ۾ ڏاڍا سخت هئا. غير شرعي رسم ختم ڪرائڻ لاءِ ڏنڊو کڻي هلندا هئا. شهدادڪوٽي بزرگ مولانا کان اک رکندا هئا چوته انهن جون ديني ڪمزوريون مولانا برداشت نه ڪندا هئا ۽ انهن کي سختي سان ملامت ڪندا هئا. مولانا جو آواز بلند هو. مولانا غلام صديق اتان لنگهيو سرائي خير محمد ڪرڙيءَ جي دعوت تي اچي ويو ته مدرسي جي ٻاهران گهوڙو جهلي مولانا جو سبق جامي پڙهي پوءِ اڳتي ويو. مولانا کي ٻه پٽ هئا مولوي فضل حق ۽ مولوي محمد قاسم. مولانا جن ٻچاڙي ۾ گهڻٽ پڙهائيندا هئا ۽ معاونت لاءِ پين عالمن کي مقرر ڪندا هئا. جيئن ته مولانا امير علي، مولانا مخدوم امير احمد کهڙائي، مولانا عبدالقيوم ديوبندي، مولانا غلام رحماني ديوبندي وغيره. (ميان نوراحمد قريشي پيرائي)

مولانا ڪريمداد چانڊيو ٺوڙهي وارو ٻهرين تعليم مولانا قاضي الهه بخش (مولانا قاضي محمد ابراهيم وڏي جي سوٽ) وٽ شهدادڪوٽ ۾ حاصل ڪيائين. مولانا الهه بخش، شهدادڪوٽي بزرگ مولانا نور محمد جو شاگرد هو ۽ شهدادڪوٽ ۾ ئي پڙهائيندو رهيو. پوءِ مولانا ڪريمداد پنگ ۾ مولانا نظر محمد وٽ ٻه ڪجهه پڙهيو اتان سڌو ڪانپور هليو ويو. ڪانپور ۾ غالباً حضرت نانوتوي جا شاگرد علماءِ پڙهائيندا هئا پوءِ اتان دارالعلوم ديوبند ويو حضرت مولانا محمد قاسم نانوتوي وٽ علوم حديث پڙهي سند ولي موٽيو. حضرت مولانا شيخ الهند ان وقت پڙهندو هو. مولانا ڪريمداد تمام گهڻو فيض ڏنو. مولانا علي محمد چانڊيو جانوري ديري غيبي خان وارو، مولوي محمد مختار ٻند وارو، مولوي سعدالله ڪرڙيءَ وارو، مولوي غلام رسول چانڊيو شيخن جي ڳوٺ تعلقه قمبر وارو ۽ ٻيا ڪيئي ان جا شاگرد آهن. ان جو پٽ مولوي فضل حق به عالم هو ۽ هاڻي ان جو پوٽو مولوي عبدالحي اورينٽل ڪاليج جو پرنسيپال آهي. (مولانا قاضي حڪيم محمد ابراهيم ڪارڙائي)

## مولانا فضل حق چانڊيو

مولانا فضل الحق مولانا ڪريمداد جو وڏو فرزند هو. ۱۳۱۹ھ ۾ ڏکڻ سومر خان چانڊيي ۾ ڄاوا هئا.

تعليم:- پنهنجي والد ماجد وٽ مدرسه لوڙهي بجار ۾ حاصل ڪيائون. درس سيالڪوٽي جي دستار ٻڌائون مگر مولانا ان تي اڪتفا نه ڪئي درس نظاميءَ جي تڪميل لاءِ ساڳي مدرسي ۾ مولانا امجد علي ۽ مولانا عبدالغفار وٽ پڙهيا انهن کين دوباره دستار ٻڌائي. سندن دستار ٻڌڻ وارو ڏينهن عظيم تاريخي يادگار هو جو ان وقت جي صلحاء، علماء ۽ فضلاء شرڪت ڪئي.

شغل:- فراغت بعد پنهنجي مدرسي ۾ پڙهايائون. ان بعد پير تراب علي شاه راشدي پنهنجي فرزندن کي تعليم ڏيارڻ لاءِ وٺي وين ۳ سال قمبر علي خان ۾ رهيا. تنهن کانپوءِ رئيس شير خان ۽ احمد نواز خان ٽونه جي استدعا تي هنيءَ آيا ۶ سال اتي رهيا. پوءِ نوابن جي تاڪيد ڪري باقي عمر گڙهي خير محمد ڪرلو ۾ رهيا. ۲۴ جنوري ۱۹۵۷ع مطابق ۲۲ رجب ۱۳۷۶ھ وفات ڪيائون. سندس تعليم مان هيٺان علماء پيدا ٿيا. مولوي محمد عمر پرڙو، مولوي محمد نواز جمالي، مولوي عزيزالله، مولوي رحمت الله چانڊيو، مولوي قمرالدين، مولوي محمد ابراهيم ميمڻ، مولوي محمد عيسيٰ (بلوچستان) ۽ مولوي عبدالواحد لڪني وغيره. مولانا خوش خوراڪ، خوش پوشاڪ، جرئت وارو، ۽ بي پرواه مناظر هو. اميرن ۽ نوابن وٽ سندس وڏو احترام هو.

اولاد:- هڪ فرزند نورالحق ۽ ٻه نياڻيون هيون فرزند سندن حياتي ۾ گذاري ويو. مولانا کي هڪ وڏو ڪتب خانو ورثي ۾ مليو مگر پوين جي عدم توجه جي ڪري ضايع ٿي ويو. (ميان نور احمد قريشي پيرائي)

## مولانا غلام عمر چانڊيو

تعارف:- مولانا غلام عمر ولد سعد خان چانڊيو (معرفاڻي) ساڪن ڏگهه، سومر خان تعلقو قمبر.

تعليم:- فارسي تعليم مولانا شفيع محمد وٽ ڪور سليمان ۾ ورتائون. عربي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مولانا محمد صديق شيخ سيتا ضلع دادو وٽ ويا جيئن ته پاڻ نهايت ذهين هئا ٿن سالن اندر تحصيل ڪيائون.

تدريس:- پير جهنڊي وارن سندن ذهانت ۽ حاضر جوابيءَ جي تعريف ٻڌي کين پنهنجي مدرسي ڏانهن وٺي ويا ۴-۵ سال اتي تعليم ڏنائون ان بعد واپس ڳوٺ اچي

رهيا حڪمت جو ڪم شروع ڪيائون. وقتي طور مولانا ڪريمداد جي غير حاضريءَ ۾ مدرسي ۾ طالبن کي اسباق به ڏيندا هئا.

اخلاق:- مولانا نهايت ذهين، حاضر جواب مناظر هوندا هئا. سندن ڪيترا مناظرا مشهور آهن خصوصاً مير علي نواز خان ٽالپر (خيرپور ميرس) وٽ ڪنهن مسئلي تي بحث ٿيو. بحث ۾ سنڌ ۽ پنجاب کان علماء آيل هئا. مناظره ۾ اهل سنت جي حق ۾ مولانا کي فتح ٿي مولانا پنهنجي حق ۾ سڀ روايتون حضرت علي رضه جون پيش ڪيون. مير علي مرادکين رئيس العلماء جو لقب ڏنو ۽ انهن عالمن کان پڳ ٻڌرايائين. اهڙي طرح لعلو رائنڪ ۾ ميراث جي مسئلي ۾ مولانا حسن الله پاٽائي ۽ مولوي پير محمد جوٽائن واري کان مولانا جي تحرير صحيح ثابت ٿي. سادگي گهٽي هوندي هين. سٺا حڪيم به هئا.

وفات:- ١٩١٨ع ۾ وبائي بيماري ۾ وفات ڪري ويا سندن قبر ٿوڙهي پجارو ۾ آهي.

اولاد:- کين ٣ فرزند ڄاوا تن مان مولانا عبدالڪريم زنده آهن.

مولانا جن حق گو اهڙا هئا جو غالباً مناظري واري مجلس ۾ مير عليمراد جي ڪمدار چيو حضرت عثمان رضه جي عزت حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم وٽ ايتري هئي جيتري هنن هندن جي مير وٽ آهي ان وقت ڪي هندو مجلس ۾ آيا. مولانا چيو اکر ميرصاحب انهن مان هرهڪ کي پنهنجون ٻه ٻه نياڻيون پرڻائي پوءِ ڳالهاءِ ڪمدار چيو ڪاربون ٿو ڏنين. مير صاحب فرمايو ته مولانا سچ ٿو چوي. (مهان نور احمد قريشي پيرائي)

# مولانا گل محمد شهداد ڪوٽي

مولانا الحاج ميان گل محمد علامه مولانا نور محمد شهداد ڪوٽيءَ جا وڏا فرزند هئا. ٢١ رجب ١٢٤٠ھ ۾ شهر ڪنڊو تحصيل ڀاڳ رياست قلات ۾ تولد ٿيا. علامه ميان گل محمد ڪڇ تعليم ڪنڊي (بلوچستان) ۽ ڪڇ شهدادڪوٽ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ حاصل ڪئي. سمورو علم پنهنجي والد مولانا نور محمد کان حاصل ڪيائون. آخر پنهنجي والد بزرگوار سان گڏ بلوچستان مان هجرت ڪري شهدادڪوٽ سنڌ ۾ اچي رهيا. سندن ڏاڏائن مان مشهور بزرگ علامه عبدالحليم ڪنڊائي هو جنهن جي مزار روهڙي شريف ۾ ٽڪريءَ تي آهي.

علامہ ميان گل محمد مرحوم ٻاويھن سالن جي عمر ۾ فارغ التحصيل ٿيا ۽ سرائي اير بخش کهاوڙ جي اصرار ۽ طلب موجب شهداد ڪوٽ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ اچي رهيا.
مولانا گل محمد کان ڪيترائي شاگرد تعليم حاصل ڪري فارغ التحصيل ٿيا، جن مــــان سندس ننڍو ڀاءُ مولانا غلام صديق شهداد ڪوٽي، مولانا قاضي داد محمد (مڪران)، مولانا عبدالڪريم افغان (ساڪن ڪابل) ۽ مولانا محمد حسون حيدرآبادي ڪافي مشهور آهن. سندن همعصرن ۾ مولانا عبدالغفور همايوني، مولانا محمد هاشم ڳڙهي ياسيني ۽ مولانا عبدالرحمان مڪرانيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

مولانا جي طريقت جو سلسلو قادريه هو. پاڻ عمدة العارفين مولانا ميان غلام حيدر قادري ڪنڀاري (تحصيل لهڙي، رياست قلات) واري جا مريد هئا. سندن سلسلو مخدوم محمد صديق مهيسر (تعلقو گهوٽڪي) سان ملحق آهي، جنهن جو سلسلو حضرت سلطان العارفين ٻاهو رحہ سان ملي ٿو.

علامہ گل محمد مرحوم ڪرامت وارا بزرگ هئا. علامہ موصوف ١٣٠٦ھ ۾ وفات ڪئي. مولوي محمد ابراهيم ياسيني مولانا گل محمد صاحب جو شاگرد آهي. وٽس مولانا مرحوم جي ملفوظات ۽ ٻيو قلمي ذخيرو موجود هو. مولانا پارسي جو شاعر به هو امير خسرو دهلوي جي هڪ رباعي تي پنهنجون ٻه مصراعون جوڙيون اٿائين. (منظور احمد حليمي- مهراڻ سوانح حيات نمبر)

مولانا جو والد مولانا نور محمد، ڪڇهہ مولانا محمد يعقوب همايوني وٽ پڙهيو هو. مولانا همايوني جــــي وفات بعد مولانا عبدالغفور همايوني جي تعليم لاءِ مولانا محمد يعقوب رحہ جي فاضل شاگردن مان مولانا عبدالله سومرالي واري، مولانا نور محمد شهداد ڪوٽي ۽ ٻين ڪڇهہ وقت همايون ۾ رهي حق استادي ادا ڪيو ہو. مولانا سيتپوري (سيتپور پنجاب ۾ ملتان طرف آهي) مستقل رهـــي مولانا ڪسي پڳ پڙائي- ظاهر روايت جا ٦ ئي ڪتاب همايون ۾ آهن- مولانا محمد ابراهيم سرحد وارو ۽ مولانا الهڏوايو راڃنپوري ۽ مـولانا محمد يعقوب وٽ پڙهيا هئا. مولانا عبدالغفور همـايوني سرحد واري مولوي محمد ابراهيم سان ملڻ ايندو هو ته اهو چوندو هوس ته مان اوهان وٽ اچان اوهان چو ٿا تڪليف ڪريو. مولانا همايوني چوندو هو مون کي اوهان کان فيض ولڻو آهي. مولوي سرحدي فرمائيندو هون ته مون وٽ ۽ ته تنهنجي پيءُ جو فيض آهي.

مولانا نور محمد بن عيسى بن توڪل ۽ مولانا عبدالحليم بن احمد ڪنڊوي جا وڏا اصل سمہ سنڌ جا ڪرل هئا. احمد ۽ توڪل ڪنڊي ۾ آيا جتو آباد هو. احمد جوين جو ڪڙمي ٿيو ۽ توڪل ميڪڻ قوم جو. پوءِ توڪل ميڪڻن مان شادي ڪئي ۽ احمد جوين مان پرڻيو. ان ڪري توڪل جو اولاد ميڪڻ سڏجي ٿو ۽ احمد جو پٽ مولانا عبدالحليم جويو. حالانڪ اهي پيئي ڪرل آهن. (مولانا قاضي محمد ابراهيم ڪارڙائي)

مولوي فيض محمد بن حضرت مولانا در محمد ڏول جي دعوي آهي ته مولانا عبدالحليم ڏول آهي. مولانا در محمد ۽ مولانا عبداللطيف کان به اها دعوي منقول آهي. مولانا فيض محمد وٽ مولانا ڪنڊوي جي مهر به آهي "خادم العلماء فقير عبدالحليم" ٿي سگهي ٿو ته ڏول ڪرل يا جوين جي شاخ هجي. والله اعلم بالصواب. مولانا عبدالحليم جي قبر روهڙي ۽ نئين ميين روڊ واري ريلوي پل جي ڏکڻ ۾ ٽڪريءَ تي آهي مولانا جي وفات ١٢٥۴ھ ۾ ٿي. قبر تي غلط ڪتبو يڪم محرم ١٣٠١ هجري لڳل آهي. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا غلام صديق شهداد ڪوٽي

الحاج علامہ غلام صديق صاحب جن مولانا نور محمد جا ننڍا فرزند هئا. سندس جاءِ ولادت ڪنڊو تحصيل ڀاڳ رياست قلات، ڏويزن بلوچستان آهي. سندن ولادت جي تاريخ ۴ ربيع الاول ١٢٦٠ھ آهي. ابتدائي زماني ۾ ڪنڊي بلوچستان ۾ رهيا ۽ پوءِ پنهنجي والد بزرگوار ۽ وڏي ڀاءُ مولانا ميان گل محمد سان گڏ، سرائي پير بخش مرحوم جي طلب موجب، شهداد ڪوٽ ضلعي لاڙڪاڻي سنڌ ۾ اچي رهيا. تعليم پنهن جي والد بزرگوار ۽ وڏي ڀاءُ مولانا ميان گل محمد کان حاصل ڪيائون. ۽ مدرسہ نور محمديہ شهداد ڪوٽ مان ١٣ سالن جي عمر ۾، علمي فراغت جي سند حاصل ڪيائون. سندن طريقت جو سلسلو قادريہ هو، ۽ حضرت قدوة العارفين مولانا ميان غلام حيدر قادريءَ جا مريد هئا. ١۴ سالن جي عمر ۾ کين خلافت ملي ۽ سندن مشهور خليفا مولانا غلام محمد ڪمال ديرائي رياست خيرپور، ميان علي شير چانڊيو ديرو غيبي خان ۽ ميان عمرالدين وغيره هئا.

علامہ صاحب جا مکيہ همعصر مولانا عبدالغفور همايوني، مولانا محمد هاشم ياسيني ۽ مولانا عبدالرحمان سڪرائي هئا.

سندن فارغ التحصيل شاگردن جو تعداد تمام گھڻو آهي، جن مان علامہ حسن الله پاٽائي، مولانا عطاءالله فيروز شاهي ۽ مولانا غلام محمد مهيسر (ڳوٺ ڪمال ديرو، تعلقو ڪنڀٽ) مشهور بزرگ آهن.

علامہ صاحب نهايت سخي ۽ فياض هئا. مسڪينن سان گھڻو قرب هون. سندن وضع قطع نهايت سادي هئي. سادات ڪرام ۽ عالمن سڳورن ۽ ديار حبيب جي سڳني باشندن جو بيحد احترام ڪندا هئا ۽ هميشه زبان حال سان مترنم هئا:

"امر علي الديار ديار ليلي　　اقبل ذا الجدار و ذا الجدار
و ما حب الديار شغفن قلبي　　ولا کن حب من سکن الديار"

(محبوب جي ملڪ مان لنگھڻ وقت سندس پٿين جو چمڻ ان
ڪري نہ آهي تہ ڪو مون کي پٿين سان گھڻي محبت آهي
بلڪ انهن ۾ رهندڙ محبوب جي محبت اٿين ڪرائي ٿي).

مولانا غلام صديق مرحوم فارسي ۾ "عمليات صديقي" وغيره غير مطبوعہ ڪتاب ڇڏيا آهن. سندن وفات ٢٣ ربيع الاول ١٣٢٣ھ ۾ ٿي. مرحوم مولانا غلام محمد چوندو هو تہ سندن فتوائن جو ضخيم مجموعو جنهن کي "جنگ" سڏيندا هئا سندن وفات بعد پير تراب علي شاه راشدي جي قبضي ۾ هو جنهن جي گھر ۾ مولانا صاحب جي نياڻي هئي. (منظور احمد حليمي- مهراڻ سوانح حيات نمبر)

مولانا الحاج حافظ گل محمد شهداد ڪوٽي جي تعليمي برڪت سان ساري سنڌ ۾ علم پکڙجي ويو. هن ملڪ جو ڪو اهڙو ڳوٺ نہ هو جتي سندن ڪو شاگرد يا شاگرد جو شاگرد نہ هجي. استادي روايت آهي تہ کانئس ٤٨٦ عالم پڙهي فارغ ٿي نڪتا. جي سڀ پنهنجي وقت جا وڏا مدرس ۽ علامہ هئا. سندن شاگردن مان مولانا الحاج غلام صديق شهدادڪوٽي هو تنهن وڏي شهرت حاصل ڪئي. مولانا غلام صديق ايڏو ذهين هو جو عبدالغفور جي سبق لاءِ استاد کيس راند مان وٺي ايندو هو کيس سبق پڙهائي ان کان تقرير پڇندو هو تہ اتي جو اتي سڄي تقرير دهرائي ويندو هو. ان وٽ ٢٣ عالم فارغ التحصيل ٿيا. مولانا نور محمد وٽان ٥٢ عالم فارغ ٿيا. مولانا نور محمد، مولانا عبدالحليم ڪنڊوي (روهڙي وارن) وٽ پڙهيو. هو سموري زندگي مجرد رهيا. سندس سوين شاگرد هئا. مولانا ڪنڊوي ٻن استادن کان پڙهيا. مولانا نور محمد پاڪ ناڙي وارا (٢) مولانا سيد محمد عاقل حسيني هالائي وارا اهي مخدوم

مولانا محمد آريجہ (شهر آريجہ تعلقہ ڏوڪري) وٽ پڙهيا. مولانا آريجہ وري مولانا محمد دائود آگره کان پڙهيا اهي مولانا قل احمد جا شاگرد هئا. مولانا قل احمد پنهنجي والد مولانا عبدالله لبيب کان ۽ ان پنهنجي والد مولانا علامہ عبدالحڪيم سيالڪوٽيءَ کان پڙهيو. (مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي- الرحيم ٣- ١٩٦٨ع)

# علامہ مير محمد نورنگي

حضرت موصوف بلوچ قوم جاڳيراڻي، ويٺل ڳوٺ راضي ڳورڙ تعلقي قمبر جا هئا. سندن والد ماجد جو نالو ملا محمد هاشم هو، جو هڪ بزرگ، نيڪ سيرت ۽ مسجد شريف جو پيش امام هو.

پهريائين قرآن شريف جي تعليم پنهنجي والد ماجد وٽ پڙهيا، تنهن کان پوءِ جناب مولوي عبدالله ۽ مولوي فيض محمد (ويٺل پير جو ڳوٺ تعلقو قمبر) کان فارسي جي تعليم ورتائون، صرف- نحو ۾ سندن استاد مولانا محمد اسماعيل منطقي اپڙن وارو آهي ۽ قدري منطق جي تعليم مولوي محمد اسماعيل خيرآبادي وٽ (جو هڪ بينظير عالم، فيلسوف ۽ نهايت درجي جو متوڪل ۽ متبع سنت عالم هو) ورتائون، قدري تعليم مولوي عبدالله پنگل ديرائيءَ کان ۾ حاصل ڪيائون. ان کان پوءِ مولوي قمرالدين انڙ (جو هڪ متبحر عالم، متقي، صوفي مزاج ۽ سهروردي طريقي جو هو) کان ۾ فيض حاصل ڪيائون ۽ ٿورو وقت مولوي نظر محمد پنگ واري وٽ رهي لاهور هليا ويا ۽ مولوي امام بخش محدث بهاولپوريءَ جي خدمت ۾ رهي، ڪري نصاب حديث ١٣١٤ھ ۾ مڪمل ڪري فارغ تحصيل ٿيا ۽ پنهنجي وطن مالوف ۾ اچي تدريس شروع ڪيائون.

ڪين معاش لاءِ پنهنجي زمين هئي، اهل دنيا سان تعلق ڪي پاڻ چڱو نہ ڄاڻندا هئا ۽ انهن کان بي نياز ۽ لا پرواه رهندا هئا. پاڻ حسن خلق ۾ بينظير هئا ۽ سندن صحبت ۾ اهڙي تہ جاذبيت هئي جو هڪ دفعو ملاقات کان پوءِ هميشہ سندن زيارت لاءِ دل مشتاق رهندي هئي. ڪين وعظ ۽ نصيحت ڪرڻ جو نهايت شوق هوندو هو. سندن حق گوئي، صلہ رحم ۽ مهمان نوازي قابل رشڪ هئي. سدائين سندن چهرو مبارڪ خندان هو. سندن ساري حياتيءَ جو وقت تعليم ۽ تدريس ۾ گذريو. پاڻ شاگردن

ڪي اولاد جيان پالئيندا ۽ عزيز ڄاڻندا هئا ۽ تعليم کي پڻ عبادتن کان اعليٰ ۽ افضل سمجهندا هئا. سندن مجلس ۽ ڪچهري ۾ هڪ علمي درسگاهه هوندي هئي، جنهن ۾ قرآن ۽ حديث کان سواءِ ورلي ڪو ٻيو لفظ هوندو هو. سنت نبوي لاءِ نهايت محبت رکندا هئا. مطلب ته سندن اٿڻي ويهڻي، ڪاڏي پيتي ۽ ڪلام سلام ۾ سنت جو اتباع نمايان ۽ نصب العين هوندو هو. اقامت الصلوات سندن خاص صفت هئي. نماز ۾ خشوع خشوع ۽ خوف الاهي جي ڪري ڪين گهڻو ڪري استغراقي حالت ايتريقدر ته طاري ٿي ويندي هئي، جو ماسوا الله تعاليٰ کان بالڪل فارغ ٿي ويندا هئا. نماز جا آداب ۽ تعديل ارڪان سندن ڏسي صلواة الصحابہ ياد اچي ويندي هئي. پاڻ تهجد جا سخت پابند ۽ عامل هئا، جنهن ۾ غالباً ٽي سپاره قرآن مجيد جا تلاوت ڪندا هئا پاڻ هميشه باوضو رهندا هئا. اجابة الدعا ۾ بيمثال هئا. پاڻ ٽي پيرا باران نماز پڙهيائون، ته ڪکر ظاهر ٿيا ۽ مينهن وسڻ شروع ٿي ويو. سڪرات واري وقت ڀڄندا هئا ته خدا تعاليٰ جي فضل سان بيمار جي زبان کلي پوندي هئي ۽ هو شهادت جو ڪلمو پڙهندي جان بحق تسليم ڪندو هو.

ڪين علم حديث سان خاص محبت هوندي هئي. سندن مسلڪ حنفي هو، مگر عملاً ڪوشش ڪندا هئا ته اهڙي طريقي تي عمل پيرا ٿجي جو اختلاف کان علحدو هجي. علم جي تعظيم ۽ تڪريم سندن زندگيءَ جو خاص مقصد هو. اهل ممات کي نيڪيءَ سان ياد ڪندا هئا. قبرن جي زيارت ۽ انهن کي ختمي ڏيڻ جا قائل هئا. بدعت جي سخت خلاف هوندا هئا.

سندن روحاني تعلق فقير فيض محمد لوڙهي واري سان هو. توڪل، زهد، حب الله ۽ حب رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم سندن صحبت مان ظاهر ۽ آشڪار هو. پاڻ سن ١٣٢٤ھ ۾ حج بيت الله کان مشرف ٿيا ۽ ڇهه مهينا عرب ۾ رهي ڪري اتي جي بزرگن ۽ مشائخ حضرات سان ملاقاتون ڪندا رهيا. انهيءَ نيڪ سفر ۾ به حاجين جي رهبري ڪندا رهيا.

سندن شاگردن جو تعداد تمام گهڻو آهي. اٽڪل ٤٥ ورهيه درس ڏنائون. انهن شاگردن مان فارغ التحصيل متبحر عالم هيٺ ڏجن ٿا: (١) مولوي شفيع محمد مسجدي تعلقو ميهڙ (هي صاحب گويا هڪ سلسلي جو مالڪ، فقيه، اديب، شاعر، صاحب فتويٰ ۽ علم خطابت جو ماهر ۽ ڄاڻو هو)، (٢) مولوي محمد صالح بروهي ڪراچي

(هي صاحب هڪ عمدو واعظ ۽ محدث هو)، (٣) مولوي حبيب الله قاضي لس ٻيلو، (٤) مولوي حافظ محمد ڪامل ڳوٺ سنهڙي، (٥) مولوي عبدالڪريم ڳوٺ گهڻهڙ، (٦) مولوي گل محمد، ترائي (٧) مولوي محمد امين تعلقو قمبر (٨) مولوي پير محمد تعلقو قمبر (٩) مولوي عبدالعزيز، سندن ڳوٺائي (١٠) مولوي خوش محمد ميرو خان، (١١) مولوي عبدالڪريم ڪور سليمان (١٢) سندن ڀاءُ عزيز مولوي عطا محمد ۽ (١٣) هي راقم الحروف.

پاڻ نمونيا جي مرض ۾ مبتلا ٿيا. راقم الحروف سان سندن خاص الفت هئي ان ڪري مون وٽ ڳوٺ پيڙي چانڊيئي ۾ اچي رهيا. رحلت کان هڪ هفتو اڳي مون وٽ مولوي حميدالله انڙ کي پڳ ٻڌايائون. ۽ انهيءَ دستاربندي جي موقعي تي هڪ طويل تقرير علم جي فضيلت ۾ ڪيائون. ضعف حالي ۾ به نماز جي پابندي ڪيائون وفات کان هڪ ڏينهن اڳ ۾ ڳوٺ ويا ۽ مان به ساڻن ويس. تاريخ ١٠ محرم ١٣٦١ھ ۾ فوت ٿيا ۽ وصيت موجب مون نماز جنازه پڙهائي. کين ٣ پٽ آهن جيڪي سندن پيري ۾ ڇاوا هئا. سندن وفات تي مولانا دين محمد "اديب" فيروزشاهي ٤٧ بيتن تي مشتمل قصيده مرثيه چيو هو. (مولانا غلام رسول پيڙي چانڊيئي وارا- م-س-ن)

مولانا نور احمد قريشي ٻيرائي مولانا جي استادن مولانا فيض محمد پاڻ مولانا يار محمد ٻيرائي ٻڌايو. (عبدالوهاب چاچڙ)

اسان جا وڏا اصل ناڙي جي پاسي جا آهن. ڪجهه ذڪر جي ڪري ڪجهه جاهلو وحشين جي ڦرن ڪري ڇڏي آيا. اڳي به اسان جا وڏا سال ۾ ڪجهه ڏينهن هن ڳوٺ ۾ ڪمائڻ لاءِ رهي ويندا هئا. اسان جو ڏاڏو محمد هاشم نيڪ ۽ ملا ماڻهو هو هتي ماڻهن کي دعا ڏاڍو ڏيندو هو هن ڳوٺ جو چڱو مڙس راضي ڳورڙ جنهن جي نالي ڳوٺ آهي. ان ملا محمد هاشم کي هتي جاءِ ڏني- بزرگ مولانا جن مهر محمد جن ننڍڙا هئا اسڪول مان ڪجهه سنڌي پڙهيا- هتي ترڪ ۾ ڪن عالمن وٽ پڙهيا هڪ ڏينهن مدرسي وڃڻ تي والد صاحب ناراض ٿي وڙهڻ لاءِ ڪلهي لڳو مولانا جن پڄي ويا ته وري نه موٽيا- ڪيئي سال گذري ويا. سندن والده فراق ۾ روئي روئي تقريباً بينائي وڃائي ويٺي- هڪ ڏينهن اسان جي ڏاڏي خواب لڌو امر جو- گهر واري کي خوشخبري ڏنائين ته خوش ٿيءُ جو تنهنجو پٽ جيئرو آهي ۽ وڏو عالم ٿي هت

ايندو ہر تون ۽ مان ان کي ڏسي نہ سگھندا سين. مان ڏسان پيو تہ ھڪ ڏينھن آھي جيڪو سرندو سرندو اسان جي گھر ۾ آيو ۽ وڏي روشني ٿي وئي. ٿيو بہ ائين. ڏاڏو ۽ ڏاڏي فوت ٿي ويا. ان کان پوءِ ڏاڏي جو پاءُ ڪمال الدين مولانا جي تلاش ڪندو رھيو. ھندستان جا مدرسا ڳوليندو وڃي ديوبند نڪتو. مولانا ان زماني ۾ مختلف ھنڌن تان پڙھي ۽ دارالعلوم ديوبند مان فارغ ٿي اتي پڙھائيندا ھئا ۽ پاڻ کي عبدالقادر بلوچ چوائيندا ھئا. ھن وڃي اتي پچا ڪئي. چيائون مير محمد بلوچ ڪونھي البت انھن آرن پارن وارو عبدالقادر بلوچ آھي جيڪو ھن وقت باغ ۾ پڙھائي رھيو آھي ھي اتي ويو ھن کي نہ سڃاتائين پچا ڪرڻ تي ھڪ ٻئي سان پاڪر پاتائون خبر ڪيائينس تہ تنھنجو پيءُ ۽ ماءُ فوت ٿي ويا آھن ۽ ھلڻ لاءِ زور رکيائينس نيٺ ھن استادن کي خدا جا واسطا وڌا تہ توھان مولانا کي چئو تہ ھلي. پوءِ گڏجي آيا ھتي آيا تہ علم جو درياءُ وھي پيو. ہري ہري جا طالب وٽن پڙھڻ ايندا ھئا.

بابا سائين جن جي حضرت امروٽي سان ۽ پير تراب علي شاھ سان پاڻ ھوندي ھئي. پير تراب علي شاھ بابا جن وٽ پڙھيو بہ ھو. لاڙڪاڻي واري خلافت ڪانفرنس جي موقعي تي لاڙڪاڻو ماڻھن سان صفا پرجي ويو. مولانا امروٽي ۽ مولانا نورنگي بگيءَ ۾ گڏ ويٺا ھجن ان بگيءَ کي جلوس جي شڪل ۾ ماڻھو ڇڪيندا پيا اچن مان ننڍو ھوم ۽ بابا سان گڏ ويٺو ھوم. پير تراب علي شاھ ۽ مجاھد اعظم مسٽر جان محمد خان جوڻيجو بگيءَ جي اڳ ۾ پيا ھلن. بزرگ امروٽي ڪسي وڏو جلال ھوندو ھو. ناراض ٿيندا ھئا تہ باھ وانگر ڳاڙھا ٿي ويندا ھئا. اکيون بہ لال ٿي ويندينون ھيون ۽ غصي ۾ سونھاري جا وار بہ ڪرا ٿي ويندا ھئا. مولانا نورنگي قد جا ھلڪا ۽ بدن جا بہ ھلڪا ھئا مولانا امروٽي قداور ھئا. حضرت امروٽي وانگر اسان جا بزرگ بہ مستحاب الدعوات ھيا سندن عمل سچو قرآن مان ھو. سنت جا پورا متبع ھئا. حق گو ۽ متوڪل علي الله ھئا. ماڻھن کي نيڪي تي ھلائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪندا ھئا گھر ۾ اچڻ لاءِ اڳ ۾ دروازي تي کنگھ ڪڙڪو ڪري چند منٽ ترسي پوءِ گھر ۾ ايندا ھئا ۽ سلام چوندا ھئا ۽ خير وعافيت پڇي نماز جي وقت ۾ پڇندا ھئا تہ نماز پڙھي اٿو. مولانا جن جي منھن ۾ وڏو جلال رکيل ھو ڪنھن ڪاموري يا وڏيري کي ھمت نہ ٿيندي جو ڪجھ ڪچي سگھي.

سڪرات مھل مولانا خوش محمد ميرو خاني اچي پھتا جيڪي سندن شاگرد ھئا.

مولانا جن جي سيني مبارڪ تي ڪجهه سر رکيل هئي. تيمم ڪري اشارن سان نماز پڙهي اکيون کوليائون. فرمايائون مولوي خوش محمد اچي ويٺو. هن چيو هائو سائين. چيائون اوهان ڏٺو ته مان نماز صحيح پڙهي چيائون هائو. مولوي صاحب کي چيائون سر ٻري ڪر. پوءِ آيي پيرا ڪلمہ طيب ۽ ڪلمہ شهادت پڙهي چيائون اوهان قيامت ڏينهن شاهدي ڏيندا ته مان نماز پڙهي ۽ ڪلمو پڙهيو پوءِ هي وصيت فرمايائون ته منهنجي قبر کي زيارتگاه نہ بڻائجو. قبر تي پڙ نہ وجهجو، گهٽ کان وڌيڪ نہ ڪجو. نہ ته قيامت ۾ اوهان جوابدار ٿيندءِ (۲) مرڻ کان پوءِ صبر ڪجو ۽ روئجو رڙجو نہ. (۳) منهنجي مصلي ۽ تعليم جي ڪم کي نہ ڇڏجو. خدا تي توڪل رکجو در در پنجو نہ. پڳو هاڻي السلام عليڪم بس ايتري ۾ روح پرواز ڪري ويو.

مولانا جن کي ماڻهن وس ڪيا ته مريد ڪريو مگر پاڻ انڪار ڪيائون ۽ فرمايائون ان ۾ منهنجي نفس جو نقصان آهي. پنهنجي قوم جا ڪافي ماڻهو پڙهايائون سندن ٽيئي پٽ، سندن پاڻ مولوي عطا محمد جاگيراڻي جيڪو پوءِ ساڻن گڏ پڙهائيندو هو اهو سڄو علم مولانا جن وٽ پڙهيو. مولانا عبدالڪريم جاگيراڻي ٻزرگن وٽان پڙهي پوءِ ڪنهڙ ۾ وڃي پڙهايائين ۽ اتي ئي رهيو. مولوي عبدالعزيز جاگيراڻي مولانا جن وٽ پڙهي پوءِ اتي ئي سندن خدمت ۾ رهي پڙهائيندو رهيو پوءِ جامع مسجد لاڙڪاڻي ۾ پڙهائيندو هو ۽ اتي ئي فوت ٿيو. (مولانا سراج الدين وڏو پٽ مولانا مرحوم)

مولوي سراج الدين مولوي محمد وٽ ۽ پوءِ پنهنجي والد ماجد وٽ پڙهيو. منو عالم ٿيو وڌيڪ نہ پڙهي سگهيو. پاڻ ڪڙڪ موحد ۽ دين تي پوري طرح ڪاربند آهي سندس هڪ پٽ محمد هاشم فوت ٿي ويو آهي ان کي اولاد آهي ۽ ٻيو پٽ ٻہ صاحب اولاد آهي. (عبدالوهاب)

# مولانا غلام محمد جاگيراڻي

مولانا نورنگي جو پيو نمبر پٽ پارسي مولوي محمد ڪامل سنهڙي واري وٽ پڙهيو (اهو مولوي صاحب اکين کان ويٺل هو ۽ انهيءَ حال ۾ پڙهيو هو. تمام وڏو ماهر عالم هو) ڪجهہ عربي مولانا خوش محمد ميرو خاني وٽ ۽ ڪجهہ پنهنجي والد ماجد وٽ پڙهيو پوءِ مولانا جن کيس دارالعلوم ديوبند موڪليو جتي ۴-۵ سال رهيو

۽ دوره حديث مولانا قاري عزيز احمد وارن سان گڏ پڙهي موٽي آيو ۽ پنهنجي والد صاحب جي مدرسي ۾ سندن خدمت ۾ رهي پڙهائڻ لڳو. بزرگن جي وفات بعد ته مدرسي کي چڱي اوج تي رکيائين پر اوچتو کيس تنخواه تي پڙهائڻ جو شوق جاڳيو جنهن کري ضلع نوابشاه ۾ شاهن جي مدرسي ۾ پڙهايائين. لاڙڪاڻه ضلع جي به مختلف هنڌن تي پڙهايائين ۽ ١٩٦٨ع جي لڳ ڀڳ اڌ رنگ جي عارضي ۾ فوت ٿي ويا. پٺيان ٣ پٽ ڇڏيائين جن مان مولوي سعيد احمد مولانا عبدالڪريم ڪورائي وٽ پڙهي فارغ ٿيو ۽ هينئر حيدرآباد ۾ سرڪاري نوڪري ڪري رهيو آهي. (مولانا سراج الدين برادر ڪلان)

# حافظ قاري نور احمد جاگيراڻيؒ

مولانا نورنگي جو ٽيون نمبر پٽ والد صاحب وٽ ڪجهه پڙهي پوءِ مولانا جي حڪم سان پاڻ سان گڏ دارالعلوم ديوبند ويو ۽ اتي مولانا قاري محمد طيب کان چند سال قرائت پڙهي موٽي آيو. والد صاحب جي زندگي ۾ سندن خدمت ۾ پاڙهيندو رهيو پر سندن وفات بعد تعليم ترڪ ڪري ڇڏيائين ۽ آزاد گذاريائين. حيدرآباد مائٽن وٽ گهمڻ ويو ته طبيعت بگڙي اتي ئي ٢٨ رمضان المبارڪ ١٤٠٠هه ۾ فوت ٿيو. سندن جسم خاڪي ڪٺي آيا ۽ پنهنجي خاندان سان گڏ مدفون ٿيو. کيس ٢ پٽ آهن جن مان منظور احمد ماستر آهي.

ياد رهي ته هن ترر ۾ جاگيراڻين مان چاليهارو کن ڳوٺ آهن جيڪي اصل ۾ قادرپور ۽ جمال ڳوٺ جي جيلاني سادات جا مريد آهن. (مولانا سراج الدين برادر ڪلان)

# مولوي غلام رسول ٽونيو

مولوي غلام رسول ولد علي بخش ٽونيو اوڙا قوم جو هڪ فرد هو. سندن ولادت تاريخ ٦ ربيع الاول سن ١٣١٩هه ۾ ڳوٺ بکر ٽونيو ۾ ٿي. اهو ڳوٺ ديهه ڏگاڻو مهر تعلقي ميرو خان ضلعي لاڙڪاڻي ۾ هن وقت ويران آهي.

مولوي صاحب ابتدائي تعليم ڳوٺ فاضل خان مهيسر جي ملان مدرسي ۾ ورتي ۽ ان کان پوءِ سورت ۽ لاهور ۾ عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم مڪمل ڪيائون. مولوي

عطا محمد خان عباسي سندس استادن مان هو. مولوي احمد علي مهيسر ۽ مولوي قمرالدين مهيسر وغيره سندس شاگردن مان آهن. آخرالذڪر صاحب جي ڪوشش سان شهدادڪوٽ ۾ هڪ مدرسو قائم ٿيو جو هن وقت به موجود آهي. مولوي صاحب جي همعصرن ۾ محمد علي خان مهيسر جهڙا نيڪ مرد شامل هئا.

مولوي غلام رسول عجيب وصفن جو صاحب هو. ننڍي هوندي ڏينهن جو مدرسي ۾ تعليم پرائيندو هو ۽ موڪل مهل گهر اچي پنهنجي والدين جي خدمت چاڪريءَ ۾ وقت گذاريندو هو. مرحوم جي مسلسل ڪوشش سان، ڪوٽ بکر مهيسر ۽ ٻين هنڌن اسلامي مدرسا قائم ٿيا. مگر افسوس جو اهي مولوي صاحب جي وفات کانپوءِ ڦٽي ويا.

مولوي صاحب قد جو ڀورو پنو، رنگ جو ڀورو ۽ گفتگو جو پڪو هو. مرحوم جي گفتگو ۾ ايترو ته اثر هو جو سنگدل کان سنگدل انسان جي دل به هن جي گفتگو ٻڌڻ کان پوءِ نرم ٿي ويندي هئي.

مولوي غلام رسول اسلام ۽ اسلامي روايات جو عاشق هو. هن ڪيترن اهڙن هنڌن مسجدون تعمير ڪرايون جتي وحشي انسان رهندا هئا ۽ جن کي الله ۽ رسول جي ذات پاڪ جي ڄاڻ خبر نه هوندي هئي. اهي ماڻهو نڪي نماز روزو ۽ نه ٻين اسلامي ڳالهين کان واقف هئا. چنانچه مولوي صاحب ڪوٽ نئين قلهڙي، ڪوٽ بکر مهيسر ۽ ڪوٽ خير محمد ٽونيي وغيره ۾ مسجدون قائم ڪرائي اتي اسلامي وعظ جي ذريعي گمراه انسانن کي خدا جي راه تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي.

مولوي صاحب اگرچ غريب انسان هو مگر هن انهيءَ حالت ۾ وڏا خرچ برداشت ڪري دور دراز ملڪن مان عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪئي ۽ سندن وفات ١٣٥٩ھ ۾ ڪوٽ بکر مهيسر تعلقي ميرو خان ۾ ٿي. (خدا بخش ٽونيو. م-س-ن)

# مولانا عبدالرحمان ڏامراهو

مولانا عبدالرحمان جن جي والد بزرگوار جو اسم عنايت الله، ذات پنوهر ۽ پاڙو ڏامراه آهي. سندن خاندان صدين کان ولي ڪوٽ ڏامراها تعلقي لاڙڪاڻي ۾ مقيم آهي. مولانا صاحب جا وڏا ميرن جي صاحبيءَ ۾ حڪومت جي ڪن مکيه عهدن تي فائز هئا. مرحوم خير محمد ڏامراهو ميرن جي حڪومت ۾ مختيارڪار هو. سندن والد

وچولي طبقي جو زميندار ۽ آبادڪار هو. مولانا عبدالرحمان ڳوٺ ڏامراهي ۾ ۲۷ رجب ۱۲۶۸ھ ۾ دنيا ۾ جلوه افروز ٿيو هو.

جيئن ته مولانا صاحب جي والد شريف کي هارپ جي ڏنڌي سان شوق هو تنهن ڪري مولانا جي ننڍپڻ واري عرصي ۾ تعليم ڏانهن ڪو خاص طرح توجهه ڪونه ڏنو ويو ۽ ڪين ڪيتريءَ جي ڪم سان لاتو ويو. مولانا صاحب جــو چوڻ هو ته "اسان ٻارهن ورهين کان جي عمر تائين فقط ڪيتريءَ جو ڪم ٿي ڪيو مگر پوءِ والد بزرگوار کي دوستن جي چوڻ سبب مون کي ان وقت جي مشهور مدرس مولانا عبدالله بنگل ديرائي وٽ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليو". مولانا صاحب جن اتي فارسيءَ جي مڪمل تعليم حاصل ڪئي. ان بعد عربي تعليم جـو فيض گهوٽڪيءَ ۾ مولانا قمرالدين صاحب وٽ حاصل ڪيائون. آخرين طور ديني سند همايون شريف ۾ مولانا عبدالغفور مرحوم وٽ حاصل ڪيائون. تنهن کان بعد تدريس جو ڪم پنهنجي ڳوٺ ڏامراهن ۾ شروع ڪيائون جتي سوين شاگرد ديني فيض حاصل ڪري ڪماليت جي درجي کي پهتا، جن ۾ مکيہ هي آهن: مولانا محمد حسن جوهيءَ وارو، مولوي محمد صالح دادوءَ وارو، مولوي حاجي حافظ احمد يار ساڪن درگاه ملان ڪاتيار، مولانا خوش محمد ميروخاني، مولانا خليفو فتح محمد ڏامراهن وارو وغيره. ان بعد مرحـوم مولانا عبدالرحمان کي بلوچستان جي مکيہ جرگي جي سردارن ڪوئٽا ۾ گهرايو ۽ ڪين ديني فتوائن لاءِ جرگي ۾ مقرر ڪيو ويو مگر هن درويش ۽ آزاد خيال بزرگ کي اتي اطمينان حاصل ڪونه ٿيو ۽ سنت ئي حضرت پير سائين پاڳاري سيد شاه مردان شاه جي خدمت ۾ پير پاڳاري جي ڳوٺ وڃي حاضر ٿيا. اتي مولانا صاحب جــي حوالي ديني فيصـــلن ۽ فتوائن جـو ڪم هو- يعني ڪيـــن درگاه پاران مفتي مقرر ڪيو ويو. حضرت پير پاڳاري سائين جن جو وڏو راضپو هو. مولانا مرحوم ۲۵ سال کن اتي گذاريا ۽ پير صاحب جن جي وفات بعد وري پنهنجي وطن ڏامراهن ڏانهن واپس ٿيو. ۽ نهايت تيزيءَ سان تدريس جو ڪم شروع ڪري ڏنائون. انهيءَ عرصي ۾ ڳوٺ جي جامع مسجد نئين سر تعمير ڪرايائون ۽ ان سان اتر ۾ لڳو لڳ هڪ حجرو ٺهرايائون جنهن ۾ تدريس جو ڪم ڪندا هئا. مسجد سان لڳ ڏکڻ ۾ هڪ ميدان ڇڏيل آهي جنهن ۾ هينئر پاڻ مدفون آهن. انهيءَ عرصي ۾ ديني تصنيفات جو ڪم به شروع ڪري ڏنائون، جنهن ۾ "فتاوي رحماني" نالي هڪ وڏو ڪتاب تصنيف ڪيائون جو

فارسي زبان ۾ آهي ۽ سندن قابليت ۽ علميت جو جوهر ۾ هر اهل علم لاءِ رهبر آهي. مذڪوره ڪتاب سندن برادرزادي ميان عنايت‌الله ڏامراهي وٽ موجود آهي.

مولانا جو طريقو نقشبندي هو، جو تصنيفات ۾ قول ۽ فعل مان ظاهر آهي ۽ پڻ هن طريقي بنسبت سندن تصنيفات ۾ گهڻو تاڪيد ڪيو ويو آهي. شعر و شاعريءَ مان دلچسپي ڪانه رکندڙ هئا. ساز سرود ۽ راڳ روپ کان بالڪل پرهيز ڪندڙ هئا. سندن قول آهي ته ”جنهن قوم جو چاهه ساز و سرود مان آهي، اها قوم روحاني طور تباهه ٿي ويندي“.

مولانا صاحب جن سن ١٣٠٧ھ ۾ فريضه حج ادا ڪرڻ واسطي حرمين شريفين ڏانهن ويا هئا ۽ اتان ڪيترا عربي ديني ڪتاب چڱي تعداد ۾ خريد ڪري پنهنجي ذاتي ڪتبخاني ۾ رکيا. انهن ۾ هزارن روپين جا ناياب ڪتاب موجود هئا، جي سندن وفات بعد سندن اولاد جي چڱيءَ طرح نظر نه رکڻ سبب درهم برهم ٿي ويا ۽ ڪيترا ڪتاب سندن شاگرد کڻي ويا.

جيتوڻيڪ حضرت مولانا صاحب جن پيرسن ٿـي ويا هئا، مگر تنهن هوندي به جسماني قوت ۽ روحاني قوت بيحد مڪمل هئي ۽ حواسن جي پختگي حاصل هين. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جي هلندي سنڌ جي ڪن حصن ۽ ان سان گڏ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ڪالرا جي بيماري پئي، مولانا لاءِ به اجل جو بهانو بڻيو ۽ ١١ صفر ١٣٣٨ھ ۾ فوت ٿيا. سندس شاگرد خليفه فتح محمد مرحوم جي قطعه تاريخ جو منڍ هن طرح هو.

علامهء عالمان و بلغائـي دوران   علامهء سالڪـان فضلاء گيهان

۽ پڇاڙي هئي.

زرحمات خدايا خود شغل ديد   از و تاريخ سالش نيز بر خوان (مولوي عنايت‌الله ڏامراهو- م-س-ن)

# پير تراب علي شاهه

پير تراب علي شاهه ولد سيد عبدالله شاهه جي ولادت لاڙڪاڻي ضلعي جي قمبر شهر لڳ علي خان ڳوٺ ۾ ٥ ذوالقعد ١٢٧٤ھ مطابق ٢ نومبر ١٨٥٧ع تي ٿي. محمدي شريعت جو پابند ۽ اسلام جو سچو خادم هو. پيريءَ مريديءَ سان گڏوگڏ انگريزن جي ڪلم ڪلا مخالفت ۾ سر تريءَ تي رکي تحريڪ آزادي ۾ ڀرپور حصو ورتائين.

آزاديءَ جي خاص علمبردارن ۾ هڪ ڪري، وڏ ۾ وڏ اذيتون به سٺائين. خلافت تحريڪ جي سلسلي ۾ حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽي رحه، پير رشدالله شاه، رئيس المهاجرين جان محمد خان جوڻيجو، مولانا عبدالڪريم "آزاد"، مولانا عبيدالله سنڌي ۽ مولانا عبدالڪريم درس جهڙن مجاهدن سان گڏ هو. ٢ شوال ١٣٥٧ه مطابق ١٧ مارچ ١٩٣٨ع تي راه رباني ورتائون.

پير صاحب جو ڪافي مطالعو هو. پاڻ ڪجهه وقت لاءِ "الراشد" نالي رسالو به ڪڍيائون. شمس سنڌس سهري ۽ استاد عمدة العلماء حضرت مولانا غلام صديق ميڪن شهداد ڪوٽي (١٨٤٢ع - ١٩٠٥ع)، اختر علي شاه ساڪن ميمڻ محله لاڙڪاڻي واري ۽ مولانا ابوالڪلام "آزاد" جو وڏو اثر رهيو. سادو پهربندڙ، سادو کائيندڙ ۽ غريبن جو يار هو. (ميمڻ عبدالغفور سنڌي)

پير تراب علي شاه بن سيد عبدالله شاه بن عبدالقادر شاه بن تجر ڏني سيد صبغة الله شاه اول بن حضرت روضي ڌڻي محمد راشد رحه. خلافت تحريڪ واري زماني ۾ پير تراب علي شاه ۽ شيخ السنڌ حضرت مولانا تاج محمود امروٽي رحه هن تحريڪ جا سنڌ ۾ باني ڪار هئا. هن پير صاحب جي تدبر، تقرير توڙي تحرير کان امام الهند حضرت مولانا ابوالڪلام آزاد گهڻي قدر متاثر هيو ۽ حڪيم اجمل خان ته خاص ڪري سنڌس مداح ۽ دوست هيو. مرحوم جو وڏو ڪتبخانو آهي جنهن ۾ سوين قسم جا نادر علمي مخطوط، محفوظ آهن. مختلف طبي ڪتابن کان علاوه قانون شيخ جي شرح قرشي مڪمل هن ڪتبخاني ۾ موجود آهي. مرحوم پوئيان ٻه فرزند ڇڏيا. سندس پٽ مولانا حڪيم پير عبدالقادر شاه جو انتقال ٨ آڪٽومبر ١٩٦٢ع ڌاري ٿيو. (سنڌ جي طبي تاريخ)

پير تراب علي شاه علي خان ۾ هڪ عاليشان مدرسو به قائم ڪيو هو جنهن ۾ ڇوليءَ جي عالمن پڙهايو.

## مولانا عبدالڪريم ڪورائي بلوچ عرف ڪهاڙو

حضرت مولانا ڪهاڙو رحه جا وڏا اصل ۾ ڊيره اسماعيل خان جا ويٺل هئا پوءِ اتان نقل مڪاني ڪري ياڪ ناڙي ۾ اچي ويٺا وري اتان منتقل ٿي ڪري ٽنڊو مستي خان ضلع خيرپور ۾ اچي ويٺا اتان منتقل ٿي جيڪب آباد شهر ۾ اچي ويٺا.

حضرت جن جا وڏا ڇهن پيڙهين تائين ملا جي لقب سان مشهور هيا.

سندن ولادت جيڪب آباد شهر ۾ ٿي. سندن والد جو نالو ملا پانڌي خان ڪورائي بلوچ هيو جيڪو اصل ۾ ججهن جو رازو هو ۽ بعد ۾ جيڪب صاحب جي وقت ۾ ججهن جي ٺيڪيداري ڪندو رهيو.

مولانا جن سنڌي ۽ ڪجهه انگريزي تائين جيڪب آباد شهر ۾ ۽ فارسي جي تعليم قديمي روايات موجب بهار گلزار ڪليد مثنوي، سڪندر نامه، بهار دانش تحفة الاحرام تائين اتي ئي مڪمل ڪيائون ۽ عربي جي تعليم به جيڪب آباد شهر ۾ ئي حاصل ڪندا رهيا ليڪن افسوس جو تڪميل کان اڳ ۾ ئي سندن والد گرامي هن دنيا مان لاڏائو ڪري ويا. ان ڪري مولانا کي امور خانه داري سان تعليم ۾ رڪاوٽ پيش ۽ جيڪب آباد ۾ پراڻي فوجداري واري مسجد ۾ امامت جا فرائض سرانجام ڏيندا رهيا ۽ تبليغ جو ڪم به تعليم دوران ئي ڪندا رهيا ۽ حضرت مولانا امروٽي رحه سان جيڪب آباد ۾ تعليم دوران بيعت ڪئي هئائون. پاڻ جيڪب آباد ۾ سڪونت پذير هيا سندن آبائي جاءِ تي ئي رهندا هيا.

تنهن کان بعد وڏيري حاجي امام بخش اڏو مرحوم (محمد پوري) حضرت امروٽي کان هڪ مبلغ ۽ پيش امام جي گهر ڪئي تنهن تي حضرت امروٽي جن مولانا کي بمع عيال محمد پور اڏو ڏانهن روانو ڪيو ۽ حاجي امام بخش کي وصيت ڪندي فرمايائون ته هيءَ مولانا عبدالڪريم منهنجو پٽ آهي ان جو خيال ڪجانءِ. بهرحال مولانا ١٢ سالن جي عمر تائين محمد پور اڏو ۾ گذاريائون ۽ حضرت امروٽي رحه جي حڪم مطابق پنهنجي تعليم به حضرت مولانا محمد صالح شيخ کي اتي رهائي پوري ڪيائون. محمد پور اڏو ۾ تبليغ جو ڪم ڪندا رهيا ۽ تبليغ سان گڏ فارسي ۽ عربي جي تعليم به ڏيندا رهيا پڙهائي جي دوران ٻاهريان مسافر طالب علم ٣٠-٣٥ ڪن هوندا هيا ۽ جمعي جي ڏينهن مولانا جي تقرير لاءِ محمد پور ۾ ڏهن ٻارهن ميلن جي ارد گرد جا ماڻهو گڏ ٿيندا هئا حتيٰ ڪه انهن لاءِ لنگر جو خصوصي انتظام ڪيو ويندو هيو.

مولانا جن حضرت امروٽي رحه سان جيڪب آباد جي تعليمي دور ۾ ئي مريدي وارو تعلق رکيو هو پوءِ مولانا جن محمد پور اڏو مان امروٽ شريف حضرت امروٽي جي زيارت لاءِ پيادل گهٽ ۾ گهٽ به ٻه ٽي مهيني ۾ ويندا هيا. ڪجهه وقت کانپوءِ

حضرت امروٽي رح جي حڪم سان هڪ گهوڙي ورتائون. امروٽ شريف ان گهوڙيءَ تي ويندا هيا. ۽ دستور مطابق رمضان شريف جي آخري جمعہ تي امروٽ شريف ۾ هڪ عظيم الشان جلسو ٿيندو هيو جنهن ۾ وڏي وڏي جا علماء ڪرام، سڀ خليفا حاضر ٿيندا هئا ۽ اڪثر جماعت هن متبرڪ موقعي تي حاضر ٿيندي هئي.

حضرت مولانا ڪهاڙو رح جن جي اچڻ ۾ ڪجهه دير ٿي وئي تنهن تي حضرت امروٽي رح ان ڏر جي ماڻهن کان پڇندا رهيا ته پٽ مولانا عبدالڪريم آيو آهي؟ انهن عرض ڪيو ته قبله سائين مولانا جن هن وقت تائين نه آيا آهن.

جيئن مولانا ڪهاڙو امروٽ شريف پهتو ته حضرت امروٽي رح کيس خرقه (١) ٽوپي مبارڪ (٢) عصاء مبارڪ (٣) جبه مبارڪ (٤) تسبيح مبارڪ ڏني.

حضرت جن وعظ و تبليغ سان گڏ هزارين ماڻهن کي تصوف جي سلسلي ۾ منسلڪ ڪندا رهيا هر جلسي ۾ سوين ماڻهو بيعت ڪندا هيا ۽ درگاه تي گهٽ ۾ گهٽ ٢٥ - ٣٠ فقير هر وقت رهندا هيا. مهمانن جو اندازو ته دائماً ٣٠ کن هوندو هو. سلوڪ ۾ مبتدي- متوسط- منتهي هر طبقي جا فقير موجود هوندا هئا. سندن خليفن مان فقير غلام حسين مهر، فقير داد محمد ۽ فقير فضل محمد سر فهرست آهن منتهي سلوڪ ۾ به اڪثر موجود هئا.

مولانا ڪهاڙو رح حضرت امروٽي رح سان هر تحريڪ ۾ خادم ۽ شريڪ حال رهيو. واهن ۾ آيل مسجدن جي بچاءَ واري تحريڪ ۾ ڪفن بردوش رهيا ۽ تحريڪ خلافت ۾ خوب تبليغ وعظ ڪندا رهيا ۽ انگريزن خلاف پرجوش تقريرون سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ڪندا رهيا.

حضرت مولانا وڏيرن جي مخالفت پاران محمد پور کي ڇڏي بحڪم حضرت اعلى امروٽي رح جي پڪو سيال تعلقه شهداد ڪوٽ ۾ وڃي ويٺا ۽ اهــا جماعت به حضرت امروٽي رح جي هئي ۽ اتي درس و تدريس ۽ تبليغ جو سلسلو جاري رکيائون. سيالن جي زندگيءَ دوران مولانا ڪهاڙي جي چوڻون نمبر اهليه دنيا سان لاڏاڻو ڪري وئي. ۽ اتي ٽئين شادي فقير الهه آندو سيال جي نياڻيءَ سان حضرت امروٽي رح جي صلاح و مشوري سان ٿي.

١٨ سالن جي زندگي پڪو سيال ۾ بسر ڪيائون آخرڪار اتان به پنهنجي سهري جي عدم موافقت ڪري سيالن مان نقل مڪاني ڪري ڪوٽ الاهي بخش پڻ تعلقي

رتي ديري ۾ اچي ويٺا ۽ ڪجهه عرصو ڪوٽ ۾ رهي ڪانپوءِ مرحوم سيد گنڊل شاه ولد عبدالله شاه بخاري جي اصرار تي گوري ڀوڙ تعلقه شڪارپور ۾ وڃي ويٺا ۽ وري گوري ڀوڙ مان به سواريءَ جي مشقت سبب ساڳئي ڪوٽ الاهي بخش ۾ اچي ويٺا. (گوري ڀوڙ جي دوران موجوده عبدالله شاه جائو سندن نالو عبدالله شاه به حضرت مولانا کهاڙي رکيو.)

تقرير ۾ حق جو ڪلمو ۽ خدا جل جلاله جي احڪامن کي کولي کولي صاف صاف بيان ڪندا هئا. حتيٰ ڪه حضرت امروٽي رحه کي به حق چئي ڏنائون. هڪ ماڻهو مولانا کان ناس جو مسئلو پڇيو ته نڪ يا وات سان ڏيڻ ۾ ڇا فرق؟ مولانا جن حضرت امروٽي رحه جي خدمت ۾ هئا. ان سائل جو مطلب هو ته حضرت امروٽي رحه به ناس نڪ ۾ ڏيندا آهن تنهن تـــي مولانا صاحب وراڻيو ته ڪر ڀئي جهڙي نڪ ۾ تهڙي وات ۾ توڻي جو منهنجو مرشد هجي تنهن تي حضرت امروٽي رحه فرمايس ته ٻچڙا! خدا جي رحمت هجئي تون حق جو ڪلمو چئو آهي ۽ انهي ڪري تنهنجو نالو ڪهاڙو آهي انهيءَ ڪري انهيءَ ڏينهن کان ئي سندن تخلص ڪهاڙو ٿيو. اهڙا واقعا تمام گهڻا آهن.

پاڻ ڪاتب به هئا ته مصنف پڻ. سندن تصنيفون آهن معراج المومنين سنڌي ۾ لکي ڇپرايائون (جنهن ۾ نماز جا مسئلا لکيل هيا) اعمال قرآني جو سنڌي ۾ ترجمو به پنهنجي معمولات وظائف جي اضافي سان لکي ڇپرايائون. اصلاح الاخلاق (رد بدعت) سنڌي ۾ لکڻ شروع ڪيائون پر ان کي پورو نه ڪري سگهيا. ۽ سندس هٿ جي لکيل قرآن پاڪ جو هڪ قلمي نسخو به موجود آهي. ٽن پارن جو سنڌي ۾ ترجمو لکيائين ۽ ٻن پارن جـــو اردو ۾. حصن حصين ۽ حزب البحر به پنـــهنجي قلم سان لکيائون. زليخا ڪتاب کي سنڌي نظم جو جامو پهرايائون. اردو ۽ سرائڪي ۾ به ان ڪتاب جو منظوم ترجمو شروع ڪيو هئائون پر اهي پڻ ناڪمل آهن. پاڻ اعليٰ پائي جا شاعر هئا. سندن هر قسم جو شعر موجود آهي. مولانا جن وعظ سان گڏ مدرس به هئا. پنهنجي مدرسي جي تعليم لاءِ مولانا نورالحق شيخ کي رکيو هئائون ۽ هڪ ان جو معاون به هو. مولانا نورالحق حضرت امروٽي رحه جي هٿ تي مسلمان ٿيو هو ۽ حضرت امروٽي جو پيارو هو ان نسبت کي ڳنڍيندي مولانا ڪهاڙي پنهنجي وڏي نياڻي شيخ صاحب جي عقد ۾ ڏني. مولانا جي قربانين ۽ جهاد جون ڪهڙيون ڳالهيون

ڪجن. جيڪب آباد شهر ۾ حضرت امروٽي رح. جي دور ۾ مولانا عبدالوهاب ڪولاچي جي پٽ هڪڙي پنهنجي هندو دوست کي مسلمان ڪيو تنهن تي هندن حسد ٻاران مولانا جي پٽ کي اغوا ڪري ماڙي تان ڪيرايو ۽ هو وڃي پنهنجي رب سان مليو تنهن تي مولانا صاحب بخاري مسجد ۾ جلسه عام کي خطاب ڪندي مسلمانن کي جوش ايماني ڏياريو. عبدالرحمان ۽ چند ٻين مسلمانن گڏجي هندن تي حملو ڪيو ۽ چند هندن کي ماري وڌائون جنهن جي ڪري ڪيس گرفتار ڪري جيل ۾ رکيو ويو بالآخر مولانا کي قصور ثابت نه ٿيڻ ڪري رها ڪيو ويو پر جج صاحب شرط وڌو ته ٣ سال زبان بندي سان رهو. مولانا بلا خوف جي جج کي جواب ڏنو ته امر بالمعروف ونهي عن المنڪر کان زبان بند نه رهندي بالآخر ساڳي طرح بخاري مسجد ۾ ٿي مسلمانن جمع نماز جي موقعي تي انتظام ڪيو ۽ ان ۾ خوب چوه چنڊيائين. لاڙڪاڻي جي گندي بازار ۾ وڃي وعظ ڪيائون جنهن جي اثر ۾ اچي ٻن عورتن توبه ڪئي ۽ انهن کي انهيءَ وقت ئي پرڻايو ويو.

مولانا جن ٧٥ ورهيه عمر ۾ فوت ٿيا. مولانا هڪئي پٺيان ٥ شاديون ڪيون. ٻيون نمبر اهليه مان ٻه ڇاڙا پٽ رحمت الله ۽ ڪرم الله هيا اهي ٻيئي سٺن سالن جي عمر ۾ هڪڙو هڪ ڏينهن ۽ ٻيو ٻي ڏينهن فوت ٿيو. چوٿين نمبر سان ست نهاٽيون ۽ هڪ پٽ حافظ مولوي رشيد احمد ٿيو. جيڪو ڪوٽ پٺاڻ ۾ وڏن جي جاءِ ۽ مسجد آباد ڪيو ويٺو آهي. پنجين اهليه مان ٻه نهاٽيون ٻه پٽ ميان خليل احمد مرحوم جيڪو ١٨ سالن جي عمر ۾ نانگ ڏنگڻ سبب فوت ٿيو ۽ ميان نور احمد جيڪو پرائمري ماستر آهي. (مولوي حافظ رشيد احمد بن مولانا مرحوم)

## حضرت مولانا علامه خوش محمد ميرو خاني رحه

سندن ولادت ١٣٠٦ھ ۾ ميرو خان ۾ ٿي اصل وڏا ناڙي جا هئا پوءِ سندن ڏاڏو واحد بخش ڏنگ شهر لڳ شهداد ڪوٽ ۾ آيا اتان ميرو خان ۾ آيا.

مولانا جن ابتدائي تعليم شهر جي آخوند صاحب وٽ ۽ فارسي ميان نيڪ محمد تنيو ميرو خاني کان حاصل ڪيائون اسڪول ۾ ٦ درجا ٻه پڙهيا هئا پوءِ مولوي دين محمد ٿهيءَ چانڊيه واري وٽ پڙهيا. ان کان پوءِ مولانا مير محمد نورنگي وٽ

ڪجهه وقت پڙهيا پوءِ گهوٽڪي ۾ مولانا محمد اسماعيل وٽ پڙهڻ ويا اتي مولانا نور محمد انڙ سان گڏ پڙهندا هئا. ان کان پوءِ مدرسه بليڊنه آباد (بلوچستان) ۾ مولانا غلام رسول شيخ وٽ پڙهيا. اتي مولانا عبدالحڪيم سڏاين وارو به گڏ پڙهندو هو. دستاربندي به اتي ڪيائون ٢٧ رمضان المبارڪ ١٣٣٣ھ ۾. اتي پڙهڻ دوران به پڙهائيندا رهيا طالب علم سندن ڏاڍا شائق هوندا هئا.

پوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ اچي پڙهائڻ شروع ڪيو. هڪ سال کانپوءِ حضرت امروٽي جي حڪم سان شهر اهير لڳ ٻڍءِ ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائون جو اهي سندن مريد هئا. ٻه ٽي سال اتي تعليم ڏنائون. تنهن کان پوءِ ساڳيو ميروخان ۾ اچي تعليم ڏنائون. ڪجهه وقت تعليم ڏيڻ کان پوءِ تقريباً ١٣٥٣ھ ۾ قرآن پاڪ جي دوره تفسير لاءِ حضرت مولانا احمد علي لاهوري رحه وٽ ويا. چند مهينن جو دورو رکيل هو ۽ پڇڻ ۾ امتحان ڏيئي پهرين پوزيشن حاصل ڪيائون. مولانا لاهوري سندس ڏاڍو خيال رکندا هئا ۽ واندڪائي ۾ ساڻن اچي ويهندا هئا. موڪلائي تي ريلوي اسٽيشن تائين ڇڏڻ آيا. مولانا اتي فرمايو مون کي ڏاڍي خوشي ٿي آهي ته هڪ سنڌي عالم ۽ مرشد پائي پهرين پوزيشن حاصل ڪئي آهي. انعام ۾ ڪين ڪتاب به مليا هئا. سندن تعلقات حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽي سان هو ۽ انهن جي بيعت ڪئي هئائون. تحريڪ خلافت ۾ سندن دست راست هئا. هڪ ڀيري حضرت امروٽي درگاه ۾ ويٺا هئا مولانا ميرو خاني ۽ ٻيا همعصر عالم به هئا. مولانا امروٽي هڪ آيت پيش ڪئي لعمرڪ انهم لفي سڪرتهم يعمهون. لعمرڪ انهم هڪ عالم کي مضمون مليو. لفي سڪرتهم ٻئي عالم کي مليو ۽ يعمهون مولانا ميرو خاني کي مليو. پهرين عالم اٿي تقرير ڪئي ۽ پنهنجي مضمون کان ٻاهر هليو (هرهڪ لاءِ ٽائيم رکيل هو.) ٻي عالم هڪل ڪئي تهخبردار منهنجي مضمون ۾ دخل نه ڏيءِ. ٻيو عالم اٿيو ۽ پنهنجي مضمون کان ٻاهر ڳالهائڻ لڳو مولانا ميرو خاني به ان کي هڪل ڪئي ته پرائي مضمون ۾ وڃي ٿو. حضرت مولانا امروٽي فرمايو ابا! ڇڏينس ته پلي ڳالهائي. تنهن کان پوءِ مولانا ميرو خاني عمه جي لفظ تي ڏيڍ ڪلاڪ تقرير ڪئي. فراغت بعد مولانا امروٽي جن اٿي کين پاڪر پائي پيشاني تي چمي ڏني ۽ فرمايائون ته تو جهڙا پٽ ڇڏي ڪوئي مري وڃي ته ان کي ڏک نه ڪرڻ گهرجي ته مان مران ٿو.

تعليم سان گڏ اعلاء ڪلمة الله لاءِ به ڪافي جدوجهد ڪيائون. ڪنهن به وقت

ڪاٻه خلاف اسلام ڳالهه ڏسندا هئا ته لٺ کڻي ڪمر ڪشي هلندا هئا. سندن جماعت ۾ ڪلهه لڳي پوندي هئي. ان خلاف شرع ڪم کي هٽائي پوءِ آرام ڪندا هئا. اصلاح خاطر ننڍن ننڍن شهرن ۾ ماڻهن کي وڃي تبليغ ڪندا هئا. تبليغ لاءِ هڪ انجمن محمديه ڏاهياڻون جيڪا سندن فوت ٿيڻ کان پوءِ ۾ لاڙڪاڻه جهڙي مرڪزي شهر ۾ اڄ تائين ڪم ڪري رهي آهي. هن وقت ان انجمن جو سرڪرده لاڙڪاڻي شهر لاءِ مولانا عبدالرشيد پيرزادو آهي جيڪو سرجوشي سان ڪم ڪري رهيو آهي. ڪين مذهب سان لڳاءُ ۽ دلچسپي ايتري قدر ته هئي جو دنيا جي ڪاٻه لالچ حق کان هٽائي نه سگهندي هئي. سندن تعلق جمعية علماء هند سان هو. بمبئي کان سنڌ جي جدا ٿيڻ وقت شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ سر شاهنواز ڀٽو جو اليڪشن ۾ مقابلو ٿيو جمعية جي طرفان شيخ عبدالمجيد کي ٽڪيٽ ملي هئي. مسلم ليگ طرفان سر شاهنواز ڀٽو کي. سر ڀٽو طرفان وڏيون وڏيون آڇون ٿيون ته توهان جو سمورو عيال هوائي جهاز تي حج ڪري اچي يا اڪ هزار روپيه روڪ وٺو مگر اسان جي مدد ڪريو. مگر انهيءَ آڇ کي ٺڪرائي پنهنجي ضمير تي قائم رهيا ۽ فرمايائون عالمن جي جماعت حق تي هوندي آهي ان ڪري مان انهن کي ڇڏي نه سگهندس. ڀٽو صاحب طرفان دنيا جي فراواني هئي ۽ ورڪ لاءِ سڀ سهولتون حاصل هيون مگر شيخ صاحب طرفان ڪاٻه سهولت حاصل نه هئي. مولانا جن پنهنجي گهران سواري ڪري ورڪ ڪئي جنهن ۾ شيخ صاحب کٽيو ۽ سر شاهنواز هارائي ويو. انهيءَ هار سبب سنڌ ڇڏي جهوناڳڙه ۾ وڃي رهيو ۽ اتي جو وزير اعظم ٿيو وري پاڪستان ٺهڻ تائين سندس نالو به ڪونه ٻڌيو هو. ايوب خان جي دورڪان ڪجهه اڳ ۾ مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو ساڻن ملڻ آيو ۽ چيائون توهان منهنجي بابي جا دشمن آهيو ۽ چاچي نواب نبي بخش خان جا دوست. مهرباني فرمائي مون سان دوستي جو رستو ڏاريو. حضرت مولانا جن جواب ڏنو ته اسان جي ڪنهن سان به شخصي دوستي يا دشمني نه هوندي آهي. اسان اصول وارا ماڻهو آهيون جيڪو اسان جي اصول تي هلي اهو اسان جو دوست آهي. جيڪو اسان جي اصول سان لڙي اهو اسان جو دشمن آهي جي تون اسان جي اصول تي هلندين ته تو سان اسان جي دوستي آهي ۽ جيڪڏهن تون اسان جي اصولن سان لڙندين ته اسان پنهنجي اصولن جا دوست رهنداسون.

جمعية علماء هند جا جلسا لاڙڪاڻه شهر ۾ مولانا مير محمد نورنگي ۽ مولانا

خوش محمد جي ڪوششن سان ٿيا جنهن ۾ حضرت مولانا سيد حسين احمد مدني رح، مولانا سنڌي، مولانا حفظ الرحمان، مولانا مفتي ڪفايت الله، مولانا سيد سليمان ندوي، مولانا عبدالحنان، عطاءالله شاه بخاري اچي تقريرون ڪيون. ڪانگريسي هندن جي وات ۾ آڱريون اچي ويون جڏهن علماء جون قربانيون ڏٺائون.

١٣ شوال ١٣٥٥ھ ۾ حج ڪرڻ ۾ ويا هئا جزئي ڪشي ۾ ڪين ايتري مهارت هئي جو جنهن وقت جهاز ۾ سوار هئا اتيجيڪڏهن ڪي پنجابيعالم ڪنهن مسئلي ۾ بحث ڪن ۽ هڪ ٻئي کي نه مڃائي سگهن ته هي چئي اٿندا هئا ته هلو ته سنڌي صاحب کان پڇون اهڙي طرح پنهنجا عالم ۾ بحث جو فيصلو مولانا کان ڪرائيندا هئا. حج ڪرڻ جي موقعي تي ۾ سنڌ پنجاب سرحد جا عالم مولانا کان فتوي پڇندا هئا.

تعليم سان شغف ايترو هين جو سندن هٿ تي ساڍا ٤ سئو عالم دستار بند ٿي ويا سندن شاگرد سنڌ، بلوچستان، خراسان، خاران، ايران، افغانستان ۽ خود سعوديه عربيه ۾ ۾ موجود آهن. ٻهاڙي حياتي تائين ۾ تعليم سان شغف رهيو. هن وقت ۾ سندن مدرسو علي رهيو آهي جنهن ۾ ڪيهارو طالب علم عربي ۽ پارسي پڙهي رهيا آهن سندن گهر ۾ ۾ شهر جون نياڻيون قرآن مجيد پڙهي رهيون آهن. هر سال ٦٠ کن قرآن پاڪ پورو ڪري نڪرنديون آهن. مدرسي ۾ هڪ عالم ويهاريل آهي جيڪو ان سڀني تعليم ڏيئي رهيو آهي-

سندن فرزند ميان يار محمد قمبر ۾ رهي ٿو ۽ اهو تاجر آهي ۽ سندن پيو فرزند مولوي حبيب الرحمان عالم ۽ حڪيم آهي ۽ مدرسي جو سرپرست آهي ۽ فارغ وقت ۾ عربي تعليم ۾ ڏيندو آهي-

مشهور شاگرد :- مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، مولانا عبدالعزيز پانڊوي، مولانا عبدالله چانڊيو، مولانا شاه محمد هڪڙو، مولانا علي انور تنيو، مولانا حڪيم محمد نواز سيڻار، مولانا محمد نواز جمالي (اهي پئي شهداد ڪوٽ ۾ رهن ٿا)، مولانا غلام محمد بن مولانا مهر محمد نورنگي، مولانا محمد اعتبار (ڳوٺ غلام محمد نزدگنداخو) مولانا مظهرالدين انڙ، مولوي عبدالرؤف جاگيراڻي، سندس پٽ مولوي حبيب الرحمان ۽ سندن پاڻيهو مولوي حافظ عبدالقادر- سال ڇهه مهينا پڙهي وڃڻ وارن جو ته شمار ئي ڪونهي- پڙهڻ سان ايترو شغف هو جو پڇاڙي ۾ حڪيمن جهليو ته نه پڙهايو پر فرمايائون جيتري تائين جان آهي پيو پڙهائيندم سندن وفات ٢٥ شوال ١٣٩٦ھ مطابق

٢٠ آڪٽوبر ١٩٧٦ع اربع ڏينهن بعد نماز صبح جو ٿي. (حضرت مولانا حبيب الرحمان ابن مولانا مرحوم)

مولانا جن مولانا عبيدالله سنڌي وٽ پير جهنڊي ۾ پڙهيو هئائون. عربي ڪتاب شروعات کان قطبي تائين مولانا عبدالله رتائي وٽ پڙهيا پوءِ ٻئي ويا (مولانا قاضي محمد ابراهيم ڪارڙائي)

# مولانا دين محمد بنوي

مولانا جي والد جو نالو ڳهٽو خان ۽ ذات جو چانڊيو بلوچ هو. مولانا جن جي نسب ۾ علم جي رونق ڪانه هئي. مولانا جن ٻئي تعلقه ميرو خان ۾ تولد ٿيا.

مولانا صاحب جي والد کي پنهنجي اولاد پڙهائڻ جو خيال بالڪل ڪونه هو ليڪن جيئن جيئن مولانا جن وڏا ٿيندا ويا، تيئن تيئن کين خود بخود علم جو شوق وڌندو ٿي ويو. نتيجي طور مولانا جن پنهنجي مير پڙهڻ خاطر ڳوٺ ڇڏيو ۽ سندن ابتدائي تعليم بنوهرن جي ڳوٺ تعلقي ميرو خان ۾ ٿي، ان کانپوءِ شهداد ڪوٽ جي مشهور عالم ميان غلام صديق جي شاگرد خاص قاضي الله بخش جي شاگرديءَ ۾ رهيا. قاضي صاحب جن فارسيءَ جي علم ۾ وڏو درڪ رکندا هئا. فارسي "دواي" به قاضي صاحب جن جو تاليف ڪيل آهي. فارسيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ مهارت حاصل ڪرڻ کان پوءِ عربيءَ جا ابتدائي ڪتاب شروع ڪيائون. موصوف تمام ذهين هوندا هئا. همعصر شاگرد ڪانئن سبقن جا گهرا پڙهندا هئا. "ڪنز ڪافي" تي پهچڻ کان پوءِ تبرڪ لاءِ مولانا غلام صديق جن کان پڙهڻ شروع ڪيائون.

مولانا جن شاگرديءَ جي زماني ۾ ئي طبع جا سادا ۽ فقيرائي خيال جا هوندا هئا. پين طالب علمن واري ٺاٺ لوڪ کي بالڪل پسند ڪونه ڪندا هئا. ڪپڙا ڳهٽو ڪري سادا ڍڪيندا هئا.

شهداد ڪوٽ جو مشهور رئيس خانبهادر پير بخش خان، ميان غلام صديق جن جو بيحد معتقد هو. جڏهن سندن فرزند محمد بخش خان پڙهڻ لائق ٿيو، تڏهن ميان صاحب جن کان استاد جي گهر ڪيائون. ميان صاحب جن مولانا دين محمد کي موزون سمجهيو ۽ حڪم ڪيائون ته هو ڪامل جي ڳوٺ ۾ محمد بخش خان کي وڃي تعليم ڏي. استاد جي حڪم تي سر تسليم خم ڪندي، ڪامل جي ڳوٺ وڃي

رهيا. ڪجهه وقت ڪانپوءِ وري دوباره علم جي تحصيل جو خيال ٿين، ڇاڪ سندن زباني چوڻ آهي ته رئيسڪي ماني ڪائڻ ڪري منهنجي دل ۾ نفرت ۽ غرور پيدا ٿي ويو جنهنڪري علم کان دوري ٿيندي ٿي ويئي، خيال ڪيم ته جيڪڏهن اجا اتي رهندس ته حاصل ڪيل علم به هٿان ويندو. اهو ئي سبب هو، جنهنڪري مولانا جن وڏيڪ تعليم وٺڻ جو خيال رکيو. ان وقت سنڌ ۾ مشهور مدرسا، لوڙهي، همايون ۽ ابڙيجا هئا. موصوف ڀرياڻين لوڙهي ۾، پوءِ ابڙن ۾ بعد ۾ همايون ڪــان تعليم ورتي. آخرڪار تحصيل سيالڪوٽيءَ جا پويان ڪتاب پنگ ۾ مولانا نظر محمد وٽ پورا ڪيائون ۽ دستاربندي به اتي ئي ڪيائون.

مولانا جن دستاربندي ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي آبائي ڳوٺ ڀُمي تعلقي ميروخان ۾ ١٣١٢ھ ۾ اچي رهيا. ان وقت ماڻهو عالمن کان مانوس نه هئا: ڪنهن کي خبر ڪانه هئي ته هتي ڪو علم جي شمع روشن ٿي ويندي. ڀرياڻين مدرسي جي جڳهه، ڪڪائين لهرايائون. سندن ننڍو ڀاءُ اميد علي پاڻهن پملي ٿي ويٺن ۽ وڏو ڀاءُ فقير محمد ايترو متاثر نه ٿيو، جنهنڪري فقير محمد ايترو فيض ڪونه ورتو، جيترو اميد علي خان. اميد علي خان جا پٽ علم وارا پيدا ٿيا ۽ فقير محمد جو پٽ جاهل رهجي ويو. مولانا جن جي حلقه درس ۾ سون جي تعداد ۾ شاگرد اچڻ لڳا ۽ ڪيترا دستاربندي ڪري مبلغ الاسلام ثابت ٿيا. طالبن جي رهائش ۽ خوراڪ جو انتظام ڳوٺ مان مليل لقر تي ٿيندو هو.

مولانا جن جي شاگردن مان ڪن جا نالا هي آهن: مولانا خوش محمد ميروخاني، مولانا فتح محمد سيلاني، مولانا عبدالڪريم ٻڙوي، مولانا نواب الدين چانڊيو، مولانا علي انور ٿنيو، مولانا محمد ابراهيم چانڊيو (سندن فرزند)، مولانا فتح محمد چانڊيو، حاجي محمود ”خادم“ لاڙڪاڻوي، حاجي محمد حسن چانڊيو، ميان فقير محمد ڪاتب، حڪيم محمد عالم چانڊيو ۽ ٻيا به ڪيترا عالم ڪانئن فيضياب ٿيا.

مولانا جن جي زماني ۾ اگرچه ڪيترا علماء خلوت نشين هوندا هئا. مگر مولانا جن حجري ۾ ويهڻ پسند ڪونه ڪندا هئا. مولانا جو تعلق حريت پسند علماء سان هو. جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي ته ان وقت بيباڪ ٿي تحريڪ ۾ حصو ورتائون، ۽ گورنمينٽ کان جا گرانٽ ملندي هئي ان تان دستبردار ٿيا.

مولانا جن شعر نه چوندا هئا. مگر عروض جي علم سان گهڻي دلچسپي رکندا

هنن سندن شاگردن مان حاجي محمد حسن ۽ حاجي محمد محمود "خادم" لاڙڪاڻوي مشهور شاعر آهن. مولانا جن خوشخط ٻه هئا. مولانا جن حج کان واپس آيا ته ٻنيءَ ۾ ٻلي کڙ نڪتو جيڪو جان ليوا ثابت ٿيو ۽ ٤ بجي شام ٢ جمادي الاول ١٣٥٠ھ مطابق ١٥ سيپٽمبر ١٩٣١ع وفات پاتائون. ٻنيان سندس فرزند مولوي محمد ابراهيم "ٻٺيءَ" ۾ رهي ٿو. (حڪيم دين محمد ٻٺوي. م-س-ن)

مولانا جي مائٽن مدرسي جي مخالفت ڪئي مگر مولانا جن اڏول ٿي ٻيئا. مسجد جي تعمير لاءِ سرون وجهرايائون مگر سخت مينهن پوڻ سبب سڀ ضايع ٿي ويون. مولانا دعاگهري ۽ مينهن بند نه ٿيو. مولانا چيو خدا بيپرواه آهي ڪو مسجد ڊاهي ته ڇا ڪو مندر ڊاهي ته ڇا ان جي ربوبيت ۾ ڪوئي فرق نه ايندو. (حڪيم دين محمد پوٽو مولانا مرحوم)

# مولانا محمد ابراهيم ٻٺوي

مولانا دين محمد رح. جا اڪلوتا فرزند آهن. سندن ولادت جولاءِ ١٩٠٩ع ۾ ٿي. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائون. عربي ۽ فارسي جي تعليم جو آغاز پنهنجي والد بزرگوار کان ڪيائون مگر ڪجھ تعليم حاصل ڪرڻ ۾ سفر اختيار ڪرڻو پيو. علي خان ۽ نورنگ جي مدرسن ۾ تعليم حاصل ڪيائون مگر سندن طبيعت سفر جي متحمل ڪونه ٿي سگهي جنهن ڪري گهڻو سفر ڪونه ڪري سگهيا البت جڏهن محبوب توني ۾ مولوي محمد اسماعيل قريشي تدريس جو ڪم شروع ڪيو ته انهن وٽ باقي تعليم حاصل ڪيائون ۽ دستاربندي ٻه اتان نسي ڪيائون. بعد ۾ پنهنجي والد بزرگوار جي مدرسي کي سنڀاليائون. جنهن مان مولانا عبدالقادر بلوچ، مولانا علي محمد سومرو، ميان بخشل خان ۽ حافظ قاري غلام رسول وغيره مدرسي مان فيضياب ٿيا. جيئن ته مٿي ذڪر ڪري چڪو آهيان ته سندن طبيعت ۽ مزاج سفر جو متحمل نه هيو جنهن ڪري سندن مزاج ۾ استقلال جو فقدان هيو. اهو ئي سبب آهي جو مولانا موصوف مستقل مزاجي سان پاڻ تدريس جو ڪم جاري رکي ڪونه سگهيا. البت پنهنجي شاگرد حافظ قاري غلام رسول عباسي کي بعد ۾ مدرس جا فرائض سرانجام ڏيڻ تي مامور ڪيائون جنهن پنهنجي محنت جفاڪشي ۽ حسن طريقي سان تدريس جو

سلسلو جاري رکيو جنهن سان ڪافي حافظ القرآن پيدا ٿيا جن هاڻي مختلف ڳوٺن ۽ قصبن ۾ ڪيترائي مدرسا قائم ڪيا آهن.

حضرت مولانا صاحب جن کي الله پاڪ مبلغ جي بهترين صلاحيتن سان نوازيو هو پاڻ بهترين واعظ هيا ۽ پاڻ شيرين ڪلام ۽ سهڻي گفتار سان هزارين ماڻهن جون دليون موهي ڇڏيون. پنهنجي ڳوٺ ۾ هر ماه جي پهرين جمعي تي جلسه جو بندوبست ڪندا رهيا جنهن ۾ علماء ڪرام ۽ نعت خوان ڪثير تعداد ۾ شرڪت ڪندا هئا ۽ اهو سلسلو ١٥-٢٠ سال جاري رکيائون. پاڻ گفتار جا مليح ۽ مزاح کي گهڻو پسند ڪندا هئا. سندن ڪچهرين ۾ دين و شريعت جي تعليم و تربيت هوندي هئي جنهن ۾ جوان پوڙها سڀ شريڪ ٿيندا هئا ۽ جيڪو هڪ دفعو سندن ڪچهري ۾ ايندو هو يا مولانا جن سان جنهن کي ڪچهري ڪرڻ جو موقعو مليو ته اهو گرويده ٿي ويندو هو. پاڻ سياست ۾ ڀرپور حصو ورتائون سندن مدرسي ۾ دين و سياست جي گڏيل تعليم ۽ تربيت جو بندوبست هوندو هيو. پاڻ فرمائيندا هئا ته دين ۽ سياست کي جدا ڪري نٿو سگهجي. تحريڪ خلافت ۾ نمايان حصو ورتائون ۽ مسجد منزل گاه سکر جي وقت جڏهن معاملو قرباني ڏيڻ تي پهتو ته پاڻ هر قرباني ڏيڻ لاءِ سکر پهتا. مگر سندن رفيق مولانا عبدالڪريم گل جن کي جيل وڃڻ جي سعادت نصيب ٿي مگر پاڻ افسوس ڪندا رهيا ته قدرت مونکي اها سعادت عطا نه ڪئي. مولانا جن جو مطالعو تمام وسيع هيو پاڻ ڪتابن پڙهڻ جا نهايت شوقين هئا. اڪثر سيد سليمان ندوي، حضرت مولانا سيد حسين احمد مدني جي ڪتابن ۽ تحريڪ اسلامي جي لٽريچر کي گهڻو پڙهندا ۽ پسند ڪندا هئا. اسلامي نظام جي نفاذ لاءِ ڏاڍي تڙپ ۽ بيقراري رهندا هئا. اڪثر فرمائيندا هئا ته الله پاڪ اسلامي نظام جي نفاذ جو صحيح معنيٰ ۾ منظر اکين سان ڏيکاري سندن زندگي جي عظيم آرزو ۽ تمنا اهائي هئي. پاڻ طبيعت جا سادا ۽ ويساهي ماڻهو هوندا هئا جنهن ڪري مولانا صاحب کي مادي اعتبار کان پنهنجي ئي دوستن سان جن تي هو اعتبار ۽ ويساه ڪندا رهيا، ڪافي نقصان برداشت ڪرڻا پيا. حضرت مولانا محمد ابراهيم صاحب جن همت جا سخي ۽ سخن جا پڪا هوندا هئا. جهڙا هٿن جا سخي هئا ته اهڙا وڙ جا به سخي هوندا هئا. آخر ١٣٩٨ھ ۾ حج بيت الله ادا فرمايائون ۽ ديار حبيب ۾ شعر چيائون. مولانا جن بهترين شاعر هئا سندن تخلص "اثيم" هو. سندن بياض راقم الحروف وٽ موجود آهي جنهن ۾ شعر جي

هر صنف تي طبع آزمائي فرمائي اٿن- يعني مولود شريف- غزل- قطعه- مرثيه- مناجات وغيره. آخر عمر ۾ ڪين ٻلڊ پريشر ٿي پيو جنهن موذي مرض سبب ۴ شعبان ١٣٩٩ ه ۾ وفات ڪيائون. هيان تي پت اٿن هڪ راقم الحروف ۽ ٻه ننڍڙا زير تعليم آهن. ٻاڻ علماء ديوبند سان تعلقدار هئا. (حڪيم دين محمد بن مولانا مرحوم)

# حاجي احمد ملوي

مولوي حاجي احمد بن فضل محمد اهڙو اصل کوٽ ملا اهڙا لگ لاڙڪاڻو، موحد، محدث، فقيه، نقشبندي طريقي جو پير ۽ علم قرائت جو وڏو ماهر، صوفي متوڪل بزرگ هو. علومن جي تحصيل حيدرآباد ۾ مولوي محمد حسن وٽ ڪيائين ۽ پوءِ ساڳي انهيءَ مدرسي ۾ ورهين جا ورهيه مدرس به ٿي رهيو. وٽس قاضي عنايت الله ۽ سندس پاڻ قاضي هدايت الله متعلوي ۽ مولانا سيد امدالله شاه ٽکڙائي علوم حاصل ڪيا.

مولوي احمد صاحب ست دفعا حج پڙهيو ۽ شيخ عبدالغني مجددي شاگرد شاه محمد اسحاق دهلوي کان صحاح سته جي اجازت حاصل ڪئي. هڪ دفعو حرمين مان قاهره جو سفر اختيار ڪيائين جتان هڪ ڪتب فروش ڪيس قرض طور فقط زباني اعتبار تي ڪيترا ڪتاب فروخت ڪري ڏنا، هن بزرگ پنهنجي قول جي برقرار رکڻ ۽ پرائي امانت ۽ قرض ادا ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ ڪتاب فروخت ڪري سمورو قرض مصر جي انهيءَ واپاري کي ادا ڪري ڏنو. مولوي صاحب مان راقم جو ڏاڏو هو ۽ ساڻس ڪيترا دفعا ملاقاتون ٿيون. هو بيحد متقي، شريعت جو پابند ۽ دين جي ڳالهين ۾ ڏاڍو سخت هو. حيدرآباد ڇڏڻ کان پوءِ ڪجهه وقت بلوچستان ۾ وڃي رهيو. مٺڙي ۾ هڪ مدرسو قائم ڪيائين ۽ ڪيترا ماڻهو مريد به ٿيا ۽ ان کان پوءِ وري پنهنجي وطن ۾ اچي رهيو ۽ اتي ڪيتيءَ جو ٽڪرو آباد ڪري ان مان گذران ڪندو رهندو هو پر ڪنهن کي به ڪڏهن سوال نه ڪيائين.

١٣٢٧ ه اسانجي طالب علمي جو زمانو هو ان وقت سندس شاگرد قاضي هدايت الله متعلوي جو هڪ ڪتاب "ڪواڪب السعادت" نالي ڇهڻ ۾ پڌرو ٿيو هو جنهن ۾ حضرت امير معاويه رض جي شان ۾ گستاخي ٿيل هئي. جدا جدا علمائن ان تي اعتراض اٿاريا، انهن سڀني ۾ مولانا احمد صاحب سڀ کان پيش پيش هو. "تحفه اولي الباب في رد علي طاعن الاصحاب" نالي هڪ رسالو مولوي صاحب جي نالي ڇپجي پڌرو ٿيو

جنهن ۾ حضرت معاويه تي وارد ٿيل اعتراضن جا جواب ڏنا ويا ۽ قاضي صاحب تي آخر ۾ تعزير جي لائق هجڻ جي فتويٰ جاري ورتي. قاضي هدايت الله ان جو جواب "ردالهفوات" لکي پنهنجو بچاءُ ڪيو، اهو جهڳڙو هليو ئي ٿي ته قاضي صاحب فوت ٿي ويو ۽ اهو دور ختم ٿي ويو.

١٣٣٩ھ ۾ يورپ جي وڏي جنگ ڪانپوءِ ترڪي جي خلافت جو مسئلو جڙيو جنهن ۾ سنڌ جي مسلمانن حضرت مولانا تاج محمود امروٽي جي قيادت ۾ هن قومي تحريڪ کي پوري قوت سان هلايو ته مولوي احمد به پوري جوش سان ان ۾ حصو ورتو. خلافت تحريڪ ختم ٿيڻ بعد گوشه نشين ٿيو. تصوف ۾ گهڙي پيو. عقائد ۾ ڪٽر موحد هو. سفر جي حالت ۾ شڪارپور لڳ ١٩٣٢ع ۾ وفات ڪاتائين. (تذڪره مشاهير سنڌ)

## مولانا عبدالله بنگل ديرائي

ولد آخوند عبدالرحيم. هي بزرگ ڳوٺ باگڙجي تعلقه مکر ۾ ١٢٧٧ھ ڌاري پيدا ٿيو. اڃا هوش ئي نه سنڀاليو هئائين ته سندس والد وفات ڪري ويو. ڇهن ورهين جي ڄمار ۾ اسڪول ۾ داخل ٿيو. پنجن درجن پوري ڪرڻ کان پوءِ عربي ۽ پارسي علومن جي تڪميل لاءِ ڳوٺ مان نڪتو. پونئي فقط هڪ والده ۽ هڪ ڀاءُ هوس جن کي پنهنجي والد آخوند عبدالرحيم جي معتقدن جي سرپرستي ۾ حوالي ڪري پاڻ مولانا محمد اسماعيل ابڙن واري وٽ علمن حاصل ڪرڻ ۾ مشغول ٿيو. پوري همت ۽ استقلال سان اتي ئي هڪ استاد وٽ رهي سمورا ڪتاب ختم ڪري ١٣٠٢ھ ۾ علمي فضيلت جي دستاربندي ڪيائين. ان کان پوءِ الله تعاليٰ تي توڪل ڪري ڳوٺ بنگل ديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ مدرسو قائم ڪيائين. جنهن صورت ۾ ڪم فقط خدا ڪارڻ شروع ڪيو هئائين ته شهر جي زميندار ميان يار محمد سومري ۽ ٻين نيڪ مردن جي سالن همدردي رهي. شاگردن جي کاڌي پيتي جي ڪفالت شهر جا رهاڪو ڪندا رهيا، جن جو تعداد بعض حالتن ۾ هڪ سئو کي به وڃي پهچندو هو ۽ هو بزرگ اڪيلي سر سڀني جي پڙهائي کي منهن ڏيندو رهندو هو. برابر ٤٠ سال تدريس جو ڪم ڪندا رهيا ۽ انڪل ٣٢ عالم وٽانئن فارغ التحصيل ٿي نڪتا، جن

مان (١) مولانا مير محمد نورنگي، (٢) مولوي عبدالڪريم ڪورائي، (٣) مولوي غلام رسول لاشاري، (٤) مولوي عبدالحليم پنڊائي، (٥) مولوي عطا محمد بلوچستاني مشهور شاگرد آهن. آخر چار ۾ پڙهائڻ ڪري تعليم جو شغل گهٽ ڪري ڇڏيائين ۽ فتويٰ ۽ تحرير نويسي جو ڪم آخر عمر تائين جاري رکندو آيو. بعض علمي معاملن تي مولانا همايوني رح. ۽ ڪن ٻين علمائن سان تحريري مناظرا ٿيندا رهيا.

١٣٤٠ھ (١٩٢٠ع) ۾ جڏهن ملڪ ۾ خلافت هلچل شروع ٿي، تڏهن هي بزرگ هندن سان اتحاد ڪرڻ جــو مخالف رهيو. هڪ دفعو "جمعية علماء سنڌ" جـــي ڪانفرنس ۾ حجتون ۽ دليل ڏئي پيش ڪيائين ته هندن کي پاڻ سڏڻ ناجائز آهي، مگر جڏهن ٻڌايو ويو ته قرآن شريف ۾ پيغمبرن پنهنجي ڪافر قوم کي پاڻ ڪري سڏيو آهي پوءِ هندن کي پاڻ سڏڻ ۾ ڪهڙو حرج آهي؟ ته پوءِ خاموش ٿيو ۽ قبول ڪيائين.

مولوي عبدالله صاحب حضرت مولانا تاج محمود صاحب امروٽ واري جـو ڏاڍو معتقد هوندو هو ۽ وٽن هميشه ايندو ويندو هو ۽ بزرگ امروٽ وارا به سندن ڏاڍي عزت ۽ احترام ڪندا هئا.

هو تمام سادي طبيعت جو ۽ عابد شب زنده دار ۽ روزانو بلا ناغي قرآن شريف جي هڪ منزل جي تلاوت ڪندڙ هو. چون ٿا ته هڪ دفعي سندن ننڍو نينگر بيمار هو. هن پاهر قرآن شريف جي تلاوت ويٺي ڪئي، گهران ماڻهو آيس ته ٻارڙي جي سڪرات واري حالت آهي، اوهان اندر اچو! پر منزل پوري ڪرڻ کان اڳ نه ويو ۽ ٻارڙو فوت ٿي ويو. هن بزرگ ٻه دفعا حج به پڙهيو. طب جي علم جو وڏو ماهر هو.

تحفة الحڪماء نالي طب اڪبر فارسي جو سنڌي ۾ ترجمو ڪري ڇپرايائين جو هن وقت سنڌ جي طبيبن لاءِ ڏاڍو ڪارآمد ثابت ٿيو آهي.

جامع اوراق فقير (وفائي) جي، مولوي صاحب سان هڪ ٻه دفعا ملاقات ٿي هئي، قد جو درميانو، حنائي ڏاڙهي ۽ سفيد گول پڳ سر تي هوندي هيس. قديم وضع جو ساده مزاج عالم سڳورو هو.

٢٠ اپريل ١٩٣٢ع (١٣٥٠ھ) جي پنهنجي ڳوٺ بنگلديري ۾ وفات ڪري هميشه واري جهان ۾ وڃي آرامي ٿيو. (تذڪره مشاهير سنڌ از وفائي رح.)

مولانا جن ڪجھ وقت مولانا عبدالله نوناري رتائي کان به پڙهيا هئا. مولانا سان علماء جو مناظرو ٿيو صغير جي طلاق تي. مقابلي ۾ ڪثير علماء هئا ۽ مولانا

پنهنجي شاگرد مولوي لطف الله سان گڏ مقابلي ۾ آيو. ڪنهن چيس اوهان هيترن سارن جو مقابلو ڪيئن ڪندا ته فرمايائون هيڏ نهن هڪ مزار هوڏانهن لک هزار. ايئن علماء هليا ويا ۽ مولانا جن ترسي طلاق ڏياري پوء ويا.

مولانا بنگل ديرائي جي شاگردن مان مولانا لطف الله ولد نور محمد عباسي پنجو ديرو وارو ١٢٠ ورهيه عمر ۾ حال حيات لاڙڪاڻه جي رحمت پور محلي ۾ مقيم آهي. هو اصل لب دريا ضلع خيرپور جي گهمرڻ جي شهر جو آهي. مولانا غلام رسول بلوچ (تعلقه قمبر)، مولانا نور محمد عادلپوري وٽ پڙهيو. سهارنپور ۾ مولانا حبيب الرحمان وٽ ۽ مولانا عبدالله بنگل ديرائي وٽ پڙهيو ۽ اتي ئي دستار بندي ڪيائين. اهل تشيعه جي آزارڪان لڏي لاڙڪاڻي ضلعي جي آگاهمن ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائون پوء پنجو ديرو ۾ آيو ۽ اتي ئي مستقل درس هلايائين. وڏي عمر ۾ پڙهڻ شروع ڪيو هئائين. مولانا غلام محمد ملڪاڻي سان بيعت هيس انجي وفات بعد ميان عبدالرحمان ملاڪاتيارڻ واري سان بيعت ڪيائون ان جي وفات بعد حضرت هاليجوي رحه سان تعلق رکيائون. ڪجهه تصنيف به اٿس ۽ حڪمت جي فن کان به واقف آهي. (عبدالوهاب چاچڙ)

## مولانا عبدالله پيرائي

حضرت مولانا عبدالله ولد مولانا محمد ڪامل ولد مولانا مفتي محمد قريشي صديقي رحه ولادت تقريباً ١٢٦٧ھ ۾ ٿي ۽ وفات ١٣٤٣ھ ۾ ٿي.

پاڻ ڇهن ستن ورهين جا هئا ته سندن جد امجد فوت ٿي ويا. پاڻ اچا ٻڪريون چاريندا هئا ڪين ايترو ياد هو ته ماڻهو تعزيت لاء ايندا هئا ۽ انهن لاء چيلا کڻندا هو. ابتدائي فارسي تعليم پنهنجي والد ماجد رحه وٽ حاصل ڪيائون. گهرو ڪم جي گهٽائي ڪري ڪين مولانا نور محمد شهداد ڪوٽي ڏانهن تعليم لاء موڪليو ويو. ١٣-١٤ سال عمر ۾ لالو رائنڪ جي هڪ فقير سان گڏي موڪليائون جيڪو سال ۾ هڪ ڀيرو شهداد ڪوٽ ويندو هو مولانا جن وٽ ۽ مولوي رات پير شريف ۾ رهندو هئا. روانگي وقت والده ماجده ڪجهه پيسا ڳنڍي ۾ ٻڌي ڏنا. مولانا محمد ڪامل کي ڳنڍي ۾ پئسن جو هجڻ معلوم ٿيو ته پاڻ اهليه صاحبه کي ڇنڀيائون ۽ فرمايائون توهان ٻار کي ڪارڻ ٿي گهرين. مولانا نور محمد شهداد ڪوٽي جو پير شريف جي بزرگن سان

گهرو تعلق هو. ان کي معلوم ٿيو ته مولوي محمد حسن ڪنڊڙيءَ واري کي ڇپائون مولوي زاده ڪان پارسي جو امتحان ته وٺ. ان امتحان وٺي ڇيو مولوي زاده کي پارسي نه ٿي اچي پوءِ ان کي پارسي شروع ڪرايائون. مولانا جن مولوي زاده سان ڏاڍو پيار ڪندا هئا. ماني جـي تنگي هوندي هئي ڪيس مولانا جن پنهنجي ڪاڏي مان ڏيندا هئا. ١٠-١١ سال اتي پڙهيا ان زمـــاني ۾ مولانا غلام صديق ننڍڙو هو ۽ پارسي پڙهندو هو. مولانا محمد حسن ۽ مولانا عبدالله ان جو دور ۽ سبق پڙندا هئا. مولانا محمد حسن ڪنڊڙيءَ واري مولانا عبدالله کي ڇيو ته هاڻي تون مون سان گڏجي هل. مولانا ڇيو مان استادن ڪان اجازت ڪونه ورتي. مولانا محمد حسن اجازت ورتي مولانا جن ساڻس گڏجي آيا. اتي ڪتابن جــو مطالعو به ڪندا رهيا. مولانا سان حيدرآباد تائين گڏ آيا. ٻه دفعا علم ڪڍي پوءِ وريا. مولانا محمد حسن سان گڏ گهڻو بي تڪلف هئا. مولانا جن کي پنهنجي دوست ۽ استاد مولانا محمد حسن وٽ ڪنڊڙيءَ ۾ خليفه ڪري ڇوندا هئا. مولانا محمد حسن سان حيدرآباد تائين ١٠-١١ سال گڏ رهيا پڙهيا ۽ پڙهايائون. پوءِ موٽي اچي پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهائڻ لڳا وقت جا ماهر استاد ليکيا ويندا هئا. فقهي جزئيات تي وڏي دسترس هين. پڇاڙي عمر ۾ نظر ڪمزور ٿي وئي ته پنهنجي پٽ مولانا محمد عالم کي چوندا هئا ته پٽ فلاڻو حاشيه ته پڙهه اهو شروع ڪندو هو ته چوندو هوس بس پوءِ سڄي عبارت ياد پڙائي ويندا هئا.

اولاد:- هڪ پٽ مولانا محمد عالم ۽ هڪ نياڻي ٿي. (نور احمد قريشي پيرائي)

## مولانا محمد عالم

مولانا عبدالله جا اڪيلا فرزند هئا سمورو علم پنهنجي والد ماجد وٽ پڙهيا ۽ ڪجهه مولانا ڪريمداد وٽ به پڙهيا. پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهائيندا رهيا. سندن فرزند ارشد حضرت مولانا عبدالڪريم جن به ڪانئس فارسي پڙهيا هئا. پارسي اهڙي پاڙهيائون جو سمو ربون گردانون، مفردات ياد هوندا هئا. ست ڀيرا ته گلستان کي دهرائي پڙهيائون.

اولاد:- حضرت مولانا عبدالڪريم قريشي خليفه مجاز حضرت هالهجوي دين جي عظيم خدمت سرانجام ڏيئي رهيا آهن. (نور احمد پيرائي)

# ميان فقير محمد ڪاتب

ميان فقير محمد ولد غلا نبي تونيه پير شريف جو ويٺل هو ١٣٠٦ھ ڌري پير شريف تعلق قمبر علي خان ۾ ڄائو ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪري عربي، فارسي پڙهڻ لاءِ ڳوٺ نورنگ تعلق قمبر واري مدرسي ۾ ويو فارسي جي تعليم حاصل ڪري عربي پڙهڻ شروع ڪيائين پر گهرو مجبورين سبب وڌيڪ عربي نه پڙهي سگهيو. مدرسي کان جڏهن ڳوٺ واپس آيو تڏهن ٻه سال کن پنهنجي ڳوٺ پير جي پرسان قرآن شريف جي تعليم ڏنائين پر پوءِ سٺن اکرن هئڻ سبب قلمي قرآن شريف لکڻ شروع ڪيائين پنهنجي عمر ۾ جملي ۹ قرآن پاڪ جا نسخا لکيائين جنهن مان هڪ نواب غيبي خان وارن کي هديه ۾ ڏنائين ۽ پيو خيرپور جوسو ضلعي لاڙڪاڻي جي اسراڻ زميندارن جي طلب تي ڪين هديه ڏنائين ۽ هڪ نسخو ڳوٺ پيڙو چانڊيه ضلع لاڙڪاڻا جي وڏيري الاهي بخش چانڊيو کي هديه طور ڏنائين ۽ هڪ نسخو سنڌ يونيئن وٽ محفوظ آهي شايد اهو سنڌس آخري نسخو آهي جنهن جي آخر ۾ هي بيت لکيل آهي.

روز محشر هرکسے در دست گيرد نامہ      من نيز حاضر مي شوم قرآن باشد در بغل

ان بعد هي الفاظ آهن- ڪتبه فقير محمد تونيه ابن مرحوم مغفور غلام نبي ساڪن پير مؤرخ ٢٤ رمضان المبارڪ ١٣٧٨ھ

سنڌ خوشخطي لاءِ مشهور آهي ته پاڪستان ٺهڻ کان اڳ هڪ خوشخط درخواست لکي ان وقت جي لاڙڪاڻي جي ايگزيڪيوٽو انجنيئر سولنگي صاحب وٽ ڪٺي ويو جنهن ۾ زمين جي پاڻي جي پيچ لاءِ گهر ڪئي وئي هئي سولنگي صاحب درخواست کان ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ هڪدم ڪيس سنڌس مطلوب آرڊر ڪڍي پوليس ساڻ ڏني ان آرڊر تي عمل ڪرايائين.

ميان فقير محمد مرحوم تاريخ ١٥ شعبان ١٣٨١ھ تي ٧٥ ورهه جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

مرحوم ڪتابن مان گڏ رازڪي ڪم جو ٻه سٺو ڄاڻو هو ۽ تهجدگذار، پرهيزگار هيو ايڏي عمر هوندي به مرحوم جي نظر ايتري چٽي هئي جو عينڪ جو احتياج ڪونه هيس. (مولوي محمد قاسم سومرو- سيدو باغ)

**مولوي پير محمد جوڻاڻن وارو:-** اصل پيرزاده آهن ان جو پٽ محمد صديق ۽ سندن پاڻيجو حافظ مولوي شاه محمد پنهنجي شهر جا مفتي هئا. سڄو علم پاڻ ۾ مولانا حسن‌الله پاٽائي وٽ پڙهيا. وڏو ڪتب خانو انس پڻ صاحب انهن جو معتقد هو. انهن وٽ ويندو هو- ڪتب خانو ڪهريائين پر نه ڏنائون. ٥-٦ سال اڳ ۾ فوت ٿيو.

**مولوي فيض محمد پرڙو:-** ويٺل ڳوٺ گل پرڙي (جاگهر جي قريب تعلقه واره)، رهڙه شريف (تعلقه ميهڙ) ۾ مولوي غلام عمر وٽ پڙهيو. پوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ اچي پڙهايائون. ١٣٣٥ ھ ڌاري فوت ٿي ويو. مان انجي پٽ کي پڙهائڻ اوڏانهن ويو هوم.

**مولوي عبدالعزيز شاه:-** مولوي عبدالعزيز شاه خاراني مڪراني ڪنڊو ۾ پڙهائيندو هو ۽ اتي ئي وفات پاتائين. ان جا شاگرد مولوي محمد عظيم پڻ، مولوي عبدالرؤف ابڙو، مولوي محمد موسى ابڙو (ڪنڊو جو)، مولوي ولي محمد ابڙو جنهن مختلف مدرسن ۾ پڙهايو. ١٩١٥ع جي لڳ ڀڳ فوت ٿيو. اهو مولانا ڪريمداد جو شاگرد هو.

واره جو مولوي **گل محمد ڪهاوڙ** چڱو عالم هو- ان جو پٽ مولوي محمد حسن اخبار الحنيف جو ايڊيٽر هو اهو مولوي عبداللطيف شاه جاني جي پنڊ وٽ پڙهيو. اهو پاڻ مولانا همايوني وٽ پڙهيو ۽ ان جو پٽ حڪيم عبدالحق شاه اهو به پنهنجي پيءُ کان پڙهيو. اهي پيئي پيءُ پٽ وڏا مفتي هئا.

**مولوي هدايت‌الله تنيو:-** چڱو مدرس هو اهو به پاڻ ۾ پڙهيو. شهر ۾ پڙهائيندو هو. ١٠-١٢ سال اڳ ۾ فوت ٿيو.

**مولوي عطا محمد سومرو:-** منهنجو شاگرد ۽ مولوي هدايت‌الله جو به شاگرد هو. ٦-٧ سال اڳ فوت ٿيو.

**مولوي نظام‌الدين ڪلهوڙو:-** مولوي پير محمد جو شاگرد هو. پنهنجي گهر ۾ پڙهائيندو هو. ٣ ورهيه اڳ فوت ٿيو. (انهن سڀن ئي عالمن جو احوال مولانا محمد عظيم شبدا ٻڌايو. ڀريان ۾ تعلقه واره ۽ آخري ٣ تعلقه نصيرآباد جا هئا).

## محمد عثمان چاڪي رح

لاڙڪاڻي جو لعل، حاجي محمد عثمان ولد حاجي محمد سهتل چاڪي وڏو عالم ۽ درويش ٿي گذريو آهي. سندس ولادت ١٨ صفرالمظفر ١٢٩٢ ھ مطابق ٨ فبروري ١٨٧٥ع تي ٿي. سندس جد امجد عربستان کان آيل هئا. پاڻ علم جي تحصيل ۾

ابتدائي درس پنهنجي ڏاڏي حاجي احمد وٽان ورتائين. پوءِ باقي تعليم سنڌ جي مختلف مدرسن مان حاصل ڪندي آخر ”مدرسه صديقيه شهداد ڪوٽ“ مان عمدة العلماء ميان غلام صديق ميڪڻ رحه (١٨٤٤ - ١٩١٨ع) جن وٽان عربي ۽ فارسي جي تعليم پوري ڪري دستار فضيلت ٻڌائين. پاڻ ڪو سني مسلمان هو. سندس وعظ ۽ نصيحت عام هئي. سندس لاءِ اهو پڻ چوڻ ۾ اچي ٿو ته پاڻ پورين پيادو ست حج ڪيا هئائين. پنهنجي پيڙي ماڻ ڪي نوڪريءَ ۾ مٿي تي کڻي هڪ حج به ڪرايو هئائين.

سندس وفات جمعه رات ١٢ شوال ١٣٣٧ه مطابق ٣ جولاءِ ١٩١٨ع تي لاڙڪاڻي ۾ ٿي. سندس مزار شاهي بازار جي منهن ۾ لوهرن جي مسجد لڳ آهي. (ميمڻ عبدالغفور سنڌي)

# حضرت مولانا عبدالڪريم ڪورائي

مولانا جن اصل آباد پنه لڳ پاڪاري پنه جا ويٺل هئا. قرآن پاڪ پنهنجي مامي آخوند عبدالوهاب وٽ پڙهيا جيڪو چڱو عالم هو. پارسي مولانا محمد صالح قريشي آباد پنه واري وٽ پڙهيا جيڪو درويش ۽ اهل دل عالم هو. صرف مولانا عبدالله بنگل ديرائي وٽ پڙهي هداية النحو ۽ قدوري تائين ابتدائي عربي تعليم مولانا مير محمد نورنگي کان حاصل ڪيائون پوءِ سومرائي شريف ۾ مولانا عبدالقادر وٽ ٤ سال پڙهيا. جامي ۽ شرح وقايه تائين ۽ منطق جا هيٺيان ڪتاب اتي پڙهيا. پوءِ مولانا قمرالدين انهڙ وٽ ڳوٺ فقير شمس الدين ۾ پڙهڻ ويا. باقي سمورو علم اتي پڙهي دستار بندي ڪيائون. علم ميراث مولانا عبدالعليم وٽ ملتان ۾ پڙهڻ ويا ۽ نحو جي مشهور استاد مولانا فضل الله ديره غازي خان واري وٽ دوباره عبدالغفور به پڙهيا. فراغت کان پوءِ محراپور ۾ جمالين جي مدرسي ۾ پڙهائڻ ويٺا. گهوٽڪي جا پير مولانا کي جامع مسجد واري مدرسي ۾ پڙهائڻ لاءِ وٺي آيا ڇهه مهينا ڪن اتي رهيا پر غذا جي عدم موافقت سبب وري محراب پور موٽي آيا. گهوٽڪي ۾ رهڻ دوران سندن هم استاد حضرت مولانا نور محمد چاچڙ ڪندي وارو ڪيترا ڀيرا مولانا سان ملڻ آيو. مولانا چاچڙ پاڻ به متبحر عالم هو. خلافت تحريڪ جي زماني ۾ پير تراب علي شاه ۽ مولانا نورنگي پنهي مولانا کي چيو ته اوهان قمبر علي خان جي پسگردائي ۾ ڪور سليمان جي مدرسه ۾ اچي پڙهايو. مولانا جن ڪور ۾ آيا ۽ اتي تمام گهڻو زمانو پڙهايائون. پڙهائڻ ۾

تمام گهڻي محنت ۽ دلچسپي وٺندا هئا. فنون ۾ وڏو درڪ هين. مولانا نور محمد چاچڙ جهڙا عالم کهوڙڪي کان ڪهي ڪور ۾ اچي پنهنجي هم استاد عالم کان ڏکيا مسئلا حل ڪرائيندا هئا. مولانا چاچڙ ٻه ڀيرا ڪور ۾ آيو. هڪ ڀيري دور ۽ مصادرة جو هڪ بحث حل ڪرائڻ لاءِ مولانا ڪورائي وٽ آيو. مون پڇيو مانس ته مولانا! اوهان جو استاد مولانا قمرالدين جو اتي آهي. فرمايائون اهو ڇڙي ٿو وڃي. مولانا جن اقرار ڪيو ته مولانا قمرالدين جي امان شاگردن مان مولانا ڪورائي فائق آهي. مون مولانا محمد اسماعيل پٽ جو نالو ڪنيو. فرمايائون اهو متن تي قابو آهي وڏيڪ تقرير ڪرڻ ۾ مولانا ڪورائي زور آهي. مولانا نور محمد مون کي ڏاڍو پيارو گهرندو هو. مولانا نور محمد امان جي استاد مولانا ڪورائي کان اڳي پڙهي مولانا قمرالدين وٽ فارغ ٿيو هو. پير تراب علي شاهه عاسي خان ۾ پنهنجو مدرسو کوليو ته حضرت استاد کي به ان مدرسي ۾ وٺي آيا. پير صاحب جي وفات بعد حضرت استاد کي نواب نبي بخش پٽ ميرپور پٽ ۾ وٺي آيو ۽ پڇاڙي تائين اتي پڙهائيندا رهيا ۽ اتي ئي وفات پاتائون.

مولانا ڪورائي وٽ ان ڳڻ علماء فارغ ٿيا. امان سٽن چڱن ڪڏ دستار ٻڌي مولانا علي محمد ڪاڪيپوٽو، مولانا قاضي دوست محمد، گل محمد انيس محراب پوري، مولوي عبدالغفور پنجابي، مولوي نورالله ڪنڊياروي، مولوي قاضي حڪيم محمد ابراهيم ڪارڙائي ۽ هڪ ٻيو. مولانا عبدالعزيز پانڊوي، مولوي شاهه محمد هڪڙو، مولوي علي انور تنبو ٺيءَ وارو، مولوي عبدالعزيز اڍو چتي ڏيپ وارو به اتي فارغ ٿيا. اهڙي طرح مولوي فضل محمد ڪاڏيهي، مولوي عبدالحڪيم پٽي (ميرپور پٽ جي مولوي محمد صالح پٽي جو پٽ ۽ مولوي عبدالحق ۽ نورالحق جو پيءُ)، مولوي نور محمد مغيري سبي وارو، مولوي علي بخش ڪلهوڙو (کهوڙڪي پاسي جو)، مولوي الهداد ڄت لاشاري محراپور طرف جو)، مولوي محمد اسماعيل قريشي ۽ مولوي عبدالڪريم قريشي (پيءُ محمود ننه جا)، محمد رفيق قريشي، مولوي عبدالله ڏونڪائي چانڊيو ۽ ٻيا اتي پڙهيا. آخر ۾ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي پڙهي فارغ ٿيو. مولانا عبدالعزيز ۽ مولانا شاهه محمد هم درس هئا. مولانا مظهرالدين انڙ به ڪور ۾ مولانا وٽ پڙهيو. مان کهوڙڪي، محراپور ۽ ڪور ۾ مولانا وٽ پڙهيم ۽ ڪور ۾ منهنجي دستاربندي ٿي.

مولانا ڪورائي گهڻن درسي ڏکين ڪتابن تي حاشيا لکيا آهن جهڙوڪ ته عبدالغفور

جامي، بيضاوي، ڪافيه ۽ بديع‌الميزان وغيره. مولوي عطا محمد ۽ مولانا ڪوراڻي جو تحريري مباحثو ٿيندو رهندو هو اهي تحريرون سندن صاحبزاده مولانا عبدالغفار وٽ محفوظ آهن. ٻيا به ڪي رسالا لکيا هئائون. مولانا ڪوراڻي پنهنجي دور جو تفتازاني هو. ان جي مٽ ڪوبه مدرس ڪونه هو.

مولانا حمادالله هاليجوي رحه کهوڙڪي ۾ مولانا ڪوراڻي سان ملڻ آيا. ان وقت مولانا ڪوراڻي خيالي پڙهائي رهيا هئا. (طريقو تعليم جو هي هين ته پهريون پاڻ تقرير ڪندا هئا پوءِ شاگردن کان دهرائيندا هئا پوءِ ترجمو ڪري ٻڌائيندا هئا اهو طريقو ڪين منهنجي والد ڏسيو هيو جڏهن پاڻ محراب پور جمالي ۾ پڙهائيندا هئا. والدصاحب فرمايئن انهيءَ طريقي ۾ نه توکي فائدو آهي نه طالب علم کي. منهنجو استاد مولانا گل محمد هيئن پڙهائيندو هو) سبق پوري ٿيڻ ۽ دعا بعد مولانا فرمايو اسماعيل ته اسماعيل آهي پر هي ٻي شي آهي. دل گهري ٿي ته مان اوهان وٽ پڙهان پر عمر وڏي ٿي وئي آهي. مولانا جن کهوڙڪي ۾ شرح جامي پڙهائي رهيا هئا ته مولانا قمرالدين ۽ مولانا نظر محمد اتي آيا. مولانا نظر محمد چيو ڇوڪرو پڙهائي ٿو اچ ته ٻڌون. مولانا جن استاد ۽ استادالاستاد اڳو ٻنا ڏر جي ويٺي پڙهايو. سبق پورو ٿيو ته مولانا نظر محمد مولانا قمرالدين کي چيو تون ۽ مان پڙ آهيون پر هيءُ ٻي شيءِ آهي. مولانا قمرالدين فرمايو هي منهنجو شاگرد آهي پر منهنجو به استاد سمجهو. منهنجو سڄو علم کڻي ويو آهي. پوءِ مولانا نظر محمد اٿيو، مولانا ڪوراڻي کي ڀاڪر پاتو ۽ سونهاري کي چميو ۽ فرمايائون تون منهنجي شاگرد جو شاگرد آهين توتي اسان کي فخر آهي. پير شير محمد شاه فرمايو سائين! اوهان جي سلسلي جو سحر آهي. مولانا قمرالدين کهوڙڪي ۾ ايندو هو ته ڇهه پير پاڳارو اچي ويو سيٺي پير سندس شاگرد ۽ معتقد هوندا هئا. مولانا نور محمد چاچڙ ڪنڊوي، مولانا نور محمد انڍڙ سومراڻي، مولانا عبدالڪريم انڍڙ ۽ مولانا حمادالله انڍڙ گڏ پڙهيا هئا مولانا وٽ. مولانا انهن تي ناز هوندا هئا جو انهن جو تعلق حضرت امروٽي سان هو. مولانا فخرالدين شاه، فيض الله شاه، شير محمد شاه، عطاءالله شاه وارا سڀ مولانا قمرالدين جا شاگرد هئا. مولانا عبدالله ٽونڪي لاهور کان کهوڙڪي آيا. مولانا قمرالدين کي چيائون اوهان جي شاگرد مولانا عبدالڪريم جي تعريف ٻڌي اٿم (اصل ۾ مولانا جون ڪي عربي تحريرون لاهور وارن پڙهيون جن کي ڏسي اچي فريفته ٿي پيا) اهو اسان کي ڏيو. لاهور هلي تعليم به ڏئي ۽ تصنيف به ڪري. اسان ان کي مٽ سئو رپيه پگهار ڏينداسين. مولانا قمرالدين فرمايو

لاهور هلندو ته هتي جا ماڻهو فيض کان رهجي ويندا. اهو هتي چڱو آهي. مولانا صادق، مولانا وفائي کي کور سليمان موڪليو ته مولانا کي چؤ واهڻ ۾ ويهي چانو ڪرين. ڪراچي اچ دل گهرني پکهار ڏيندا سون. مولانا جن فرمايو استادن جو حڪم آهي ته هتي پڙهايان. ميان محراب پور ۾ پڙهندو هوم ته مولانا عبدالله پرائسي ڪارڙن ۾ آيا. مون کان پڇيائون ته ايا ڪٿي پڙهندو آهين؟ مون عرض ڪيو ته مولانا عبدالڪريم وٽ محراب پور ۾. فرمايائون ان جي هاڪ هڏي اٿم. ميان پنهنجو پوٽو ان وٽ پڙهائيندم. مولانا عبدالڪريم سندن پوٽو اچان ڪونه چائو هو. محراب پور ۾ مولانا غلام رسول شيخ پڙهائيندو هو. اهو چڏي ويو ته مولانا خوش محمد کي چيائون. ان چيو مون کي مرشد جو حڪم آهي ته ميرو خان ۾ رهي بدعت کي ختم ڪريان. مولانا خوش محمد جهڙن اهڙو عالم ڏسيان جيڪو پنهنجي استاد کان به فائق آهي جنهن جو استاد مولانا قمرالدين تسليم ڪندو هو. ان طرح مولانا ڪوراني محراپور ۾ آيا.

مولانا ڪوراني جي وفات تي قطعه تاريخ چيو هيم.

فاضــــل ڪور سليمان صاحــــب الفضـل العظيم
اوستاد الڪل عــــلام زمان عــــبد الڪريــم
ڪــــرد چون رحلت ز دنيا گفت "فياض اوستاد"
هاتف دانــــا خليلا ســــال آن قدســــي نهــــاد

(مولانا محمد ابراهيم ڪارڙائي)

## مولانا قاضي خدا بخش ڪارڙائي

سندن ولادت ١٢٧٨ﻫ ۾ ۽ وفات ١٣٤٨ﻫ ۾ ٿي. سندن والد (قاضي محمد ابراهيم جي ڏاڏي) مولانا محمد ابراهيم جو ذڪر مولانا قاسمي الرحيم جي مشاهير نمبر ۾ ڪيو آهي وڏو عالم ۽ حڪيم هو. مولانا خدا بخش فارسي پنهنجي والد وٽ پڙهيو. عربي تعليم ڪالو، تائين اتي پڙهيو. باقي علم مولانا گل محمد شهداد ڪوٽي وٽ پڙهي فارغ ٿيو. مولانا نبي بخش استوي چوندو هو مون ٽن عالمن جهڙا وڏا عالم نه ڏٺا آهن مفتي شيخ احمد پاڪ وارو، مولانا عبدالغفور همايونــي ۽ مولانا گل محمد شهداد ڪوٽي. مون پڇيو انهن ميان فائق ڪير هو؟ فرمايائون مفتي احمد معقول ۾

نحو ۾ يڪتا آهي. مولانا همايوني فقه ۾ فتويٰ ۾ زور آهي ۽ مولانا گل محمد هر فن ۾ بي مثال آهي. فراغت بعد مولانا خدا بخش پنهنجي ڳوٺ ڪارڙن ۾ درس ڏيندا رهيا ۽ حڪمت ۾ هلائيندا رهيا. وٽس ڪيئي علماء فاضل ٿيا جيئن ته مولوي دين محمد ٻٽيءَ وارو، مولوي فيض محمد فيض آباد، مولوي فقير محمد سومرو ڪارڙائي، مولوي خير محمد جوڻن وارو، مولوي قادر بخش، مولوي عبدالرحمان (اهي ٻئي تر جا آهن)، مولوي فتح محمد شاهن جي ڳوٺ جو، مولوي گل محمد غيباڻن وارو. والد صاحب مختلف درسي ڪتابن تي حاشيا لکيا آهن. اسان جا وڏا سڀ حڪيم هئا. مان والد صاحب جو اڪيلو پٽ آهيان منهنجو تولد ١٣١٨هه ٿيو ته ميان غلام صديق جي شاگرد عالم ۽ شاعر مولانا هندي (پنجابي هو) هي قطعو چيو

چون ابراهيم در گلزار دنيا    چون گل آمد شگفته گل بناما

بهندي از سر دانش خرد سال    "زهي يک باغ ابراهيم گفته"

فارسي، صرف ۽ ٻيا ابتدائي ڪتاب شرح ملا، هداية النحو ۽ منية المصلي پنهنجي والد وٽ پڙهيم. باقي سمورو علم مولانا ڪورائي وٽ پڙهي پورو ڪيم. ڪو رسليمان ۾ ننڍن طالبن کي مان پڙهائيندو هوم. مولانا قاسمي کي به فارسي مون پڙهائي هئي. فراغت بعد پنهنجي ڳوٺ ۾ اچي پڙهايم ۽ حڪمت جو ڌنڌو هلايم. ميان عبدالرحيم جو پٽ مولوي نصيرالدين صاحبزاده درگاه صديقي، مولوي عبدالصمد ميتلو ڏوڪري تعلقي جو ۽ ٻيا ڪيترائي مون کان پڙهيا. مون کي هڪ پٽ ميان عبدالفتاح آهي ان کي ٥ پٽ آهن. منهنجو هڪ پٽ ننڍي هوندي فوت ٿي ويو.

منهنجو والد صاحب حضرت امروٽي جو تعلقدار ۽ معتقد نه هو پر منهنجي والده ماجده حضرت امروٽي جي مريد هئي ۽ بيحد انهن جي معتقد هئي. حضرت دينپوري جي به معتقد هئي. مان پنهنجي والده سان گڏجي دينپور شريف ويو هوم اتي مولانا سنڌي جي نياڻي سڳوري سان ملياسين. ان وقت اسان حج جي تياري ڪري رهيا هئاسين ان اسان کي هڪ سئو روپيه ڏنا ته حرم پاڪ ۾ سهنجي والد صاحب کي ڏجو. جڏهن اسان مولانا سنڌي کي هڪ سئو اهو ۽ هڪ سئو امڙ پنهنجي طرفان ڏنو ته مولانا جن ڏاڍا خوش ٿيا ۽ حسن اخلاق جو مظاهرو ڪندي اسان جي دعوت ڪيائون. (مولانا محمد ابراهيم بن مولانا مرحوم ڪارڙائي)

مولانا قاضي محمد ابراهيم سمورو علم مولانا عبدالڪريم ڪورائي وٽ پڙهيو.

حڪمت سنڌين خاندانن ان آهي. ڀاڻ هن وقت وڏي عمر تي پهتل، علماء سنڌ جي تاريخ جا حافظ، حڪمت جي فن جا ماهر آهن. ڪيس ڀ پٽ آهن (١) ميان عبدالفتاح (٢) ميان عبدالعزيز عرف محمد نواز، عربي پڙهندو هو جواني ۾ فوت ٿي ويو ان ڪي ۴ پٽ ۽ هڪ نياڻي ٿي. انهن مان هڪ پٽ فوت ٿي ويو آهي ۽ هڪ قاضي منور احمد بري فوج ۾ ميجر آهي. (عبدالوهاب)

# مولانا قاضي الهه بخش ڪارڙائي

مولانا قاضي الهه بخش بن قاضي فيض محمد بن قاضي محمد جعفر. قاضي محمد جعفر اسان جي وڏي قاضي محمد ابراهيم جو ڀاءُ هو، اهي سڀ عالم هئا. قاضي الهه بخش مولانا نور محمد جو شاگرد هو ۽ سڄي زندگي شهدادڪوٽ ۾ بزرگن سان گڏ پڙهائيندو رهيو. مولانا عبدالله رتائي، ڀارسي ۽ عربي قاضي صاحب وٽ پڙهيو. مولانا ڪريمداد نورمي وارو، مولوي غلام عمر سيتا وارو ۽ مولوي عبدالله ليٿي ڀاڻ ۾ موٽ هئا. اهي به ابتدائي ڪتاب مولانا الهه بخش وٽ پڙهيا هئا. ١٣٣٤ھ ۾ فوت ٿيو. سان ان وقت گهوٽڪي ۾ مولانا ڪورائي وٽ پڙهندو هوم. سندس ڪتبخانو هاٿوڪا شهدادڪوٽي صاحبزاده ڪٺي ويا ڪوس اولاد ٿيو ٻر اهي ٻ فوت ٿي ويا.

مولانا نور محمد جي زماني ۾ جڏهن طالب علم وڏي ويا ته بزرگن مدرسو ٻن حصن ۾ ورهايو. مولانا گل محمد کي ڪارڙا ڪوٽ موڪليائون اتي مدرسي کي ترقي ولرايائين قرآن مجيد خليفه خان محمد ابڙو، ڀارسي مولانا قاضي الهه بخش ۽ باقي تعليم مولانا گل محمد ڏيندا رهيا. شهدادڪوٽ ۾ صرف ڪسان ڪافيه تائين مولانا نور محمد پاڻ ۽ باقي تعليم مولانا غلام صديق ڏيندا هئا. مولانا نور محمد فوت ٿيو ته مولانا عبدالرحمان ساڪرو پنهنجي هم استاد جي عذر خواهي ڪرڻ وڏي صاحبزادي مولانا گل محمد وٽ ڪارڙن ۾ آيا. مولانا کين دعوت ڏيئي شهداد ڪوٽ ولي ويا. وري مولانا گل محمد فوت ٿيو ته ٻ مولانا عبدالرحمان عذر چوڻ آيا هئا. (مولانا حڪيم محمد ابراهيم ڪارڙائي)

# مولوي شير محمد ڪوسه

مولوي شير محمد ولد پير محمد ڪوسه تقريباً ١٨٧٦ء ۾ ڄائو. مولانا غريب گهراڻي جو هو. سندس والد جو خيال هو ته معاشي معاملات ۾ سنهنجو معاون ٿئي ٻر هن کي

علم جو شوق هو، نيٺ والد صاحب ڪان موڪل وٺي مولانا محمد اسماعيل هاليپوٽو (ڳوٺ جيئڻ ابڙي) وٽ سڄو علم مڪمل ڪيائين.

مولانا جن ١٩١٤ع واري جنگ عظيم ۾ حج ڪرڻ ويا. ان وچ ۾ سندن استاد فوت ٿي ويو پاڻ موٽي اچي پنهنجي استاد جي مدرسه ۾ پڙهائڻ لڳا. پارسي ۾ سعدي ليکيا ويندا هئا. سڄي عمر في سبيل الله تعليم ڏيئي ٩٠ ورهيه عمر ۾ سيپٽمبر ١٩٥٦ع ڌاري فوت ٿيا. کين هڪ پٽ غلام مصطفى آهي. (ميان نوراحمد قريشي پيراني)

# مولوي عبدالواحد چانڊيو

ابتدائي تعليم قاضي اله بخش وٽ وٺي هندستان هليو ويو ڪجھ وقت اتي پڙهي پوءِ موٽي آيو ۽ حرمين شريفين هليو ويو، اتي مولانا رحمت الله دکني شاگرد علامه عبدالحي لکنوي (جيڪو هجرت ڪري اتي اچي رهيو هو) ان وٽ پڙهي فارغ ٿيو. موٽي آيو ٻه مدت ٿي هتان هليو ويو ۽ هندستان جي مختلف شهرن ۾ پڙهائيندو ۽ اتي ئي فوت ٿيو. (مولانا قاضي محمد ابراهيم)

# مولانا عبدالله رتائي

مشهور استاد مولانا عبدالله نوناري رتيديري وارو مولانا غلام صديق شهدادڪوٽي وٽ پڙهيو ۽ ڪجھ مولانا محمد هاشم پاسوني وٽ به پڙهيو هو. اتي ئي هيٺيان مولانا خادم حسين جتوئي، مولوي خوش محمد مهروخاني، مولوي حبيب الله نوناري ۽ ٻيا ڪيئي علماء ان جا شاگرد هئا. مولانا عبدالله پنهنجي مامي مولانا عبدالفتاح سان گڏ دستاربندي ڪئي هئي. پٽ ڪونه هوس البت پالڻيا هيس جيئن مولانا عبدالستار جيڪو مولانا خوش محمد جو هم درس هو. مولانا عبدالله ٻنگل ديري وارو به مولانا رتائي جو شاگرد هو. مولانا ٻنگل ديـــري وارو مولانا محمد اسماعيل ابڙائـي (ڳوٺ گل محمد ابڙو نمبر ڪان ٻه ڪوه اوپر) وٽ ۽ پڙهيو جوڪو حضرت نانوتوي رح جو شاگرد هو. (مولانا قاضي محمد ابراهيم ڪارڙائي)

مولانا جو شاگرد مولانا عبدالستار چوندو هو ته مولانا عبدالله جن دارالعلوم ديوبند

سان پڙهي آيا هئا اندازو آهي ته ١٩١٨ع ۾ فوت ٿيا. (حاجي عبدالواحد بن مولانا عبدالستار نوناري)

دارالعلوم ديوبند جي اها خانداني روايت صحيح آهي ته مولانا عبدالله حضرت نانوتوي يا حضرت شيخ الهند جا شاگرد آهن. غالب گمان پهريون آهي. مولانا عبدالله پنهنجي دور جو ناميارو استاد هو. (عبدالوهاب چاچڙ)

## مولانا عبدالستار نوناري

مولانا عبدالستار بن مولانا جا وڏا اصل ڪوئٽه کان آيا هئا. انهن جو ڪاروبار اون لاهڻ هو. جڏهن گورنمينٽ لوڻ تي ٽيڪس لاڳو ڪئي ته اهي پڻ ڏنڊن کي لڳي ويا. اسان پڌو آهي ته نوناري نالو به لوڻ جي نسبت سان رکيل آهي. مولانا جن اصل ۾ ڪاڪڙ پٺاڻ آهن. مولوي صاحب جن تعليم مولانا عبدالله نوناري کان ورتي ۽ مولانا محمد قاسم ياسيني وٽ به پڙهيا ۽ مولوي خادم حسين وٽ به پڙهيا اتي ئي دستار بندي ڪرائون. رتيديري ۾ تعليم ڏنائون مولانا عبدالله جي وفات بعد سندن ئي مسجد ۾ مدرسي کي وسايائون. سندن علمي فيض به عام ٿيو. سندن پٽ مولوي عبدالحق ۽ حاجي عبدالواحد به ڪجھ پنهنجي پيءُ وٽ پڙهيا. پاڻ ١٩٤٢ع ۾ وڏي ڄمار کان ٣ مهينا ڪن اڳ ۾ فوت ٿيا. (حاجي عبدالواحد بن مولانا مرحوم)

## مولانا حبيب‌الله نوناري

مولوي صاحب جن مولانا خوش محمد ميرو خاني وٽ پڙهيا ڪجھ مولانا حسين وٽ به تعليم ورتائون. فراغت کان پوءِ ٣٠ سال کن جنگل جي شهر ۾ تعليم ڏيندا رهيا. مولانا عبدالستار جي وفات بعد مولانا عبدالله واري مسجد ۾ مدرسي کي اچي سنڀاليائون. گهڻارو کن مسافر طالب علم سنڌ، بلوچستان جا رهندا هئا. طالبن کي معمول مطابق ٽڪيون ملنديون هيون. شهر جا سيٺ ساٿهو ڪجھ ماهوار ۽ ڪجھ يڪمشت به مدد ڪندا هئا. مولانا جي پگهار وغيره مقرر نه هئي. ١٩٥٤ع ڌاري حج ڪيائون ۽ ٦١-١٩٦٢ع ڌاري فوت ٿيا. سندس مزار مولانا عبدالله سان گڏ مولانا عبدالله واري مسجد ۾ آهي. مولانا حبيب‌الله لا ولد فوت ٿيا. سندس بيوه اڃان حال

حيات آهي. مولانا علي محمد حقاني ۽ مولانا تاج محمد چانڊيو ۽ ٻيا ڪيئي ان جا شاگرد آهن (خانداني روايت)

مولوي علي محمد حقاني ارشادالصرف مولانا حافظ محمد ڪامل داهه وٽ پڙهيا. ڪجهه مولانا حبيب الله نونـاري وٽ ۽ پارسي مولانا محمد عاقل عاقلي وٽ پڙهيا. پوءِ مولانا ولي الله آنهي واري وٽ پڙهيو. مولانا ولي الله ٻي قوم جو هو ۽ مولانا غلام رسول آنهي وارو رانجها قوم جو هو. مولانا جن پنهنجي انهي لائق شاگرد کي نيائو بڻايو ته سڄي قوم مخالف ٿي وئي. طالب علمن جون مانيون بند ٿي ويون. پڄاڙي تائين رانجها قوم مولانا ولي الله جي دشمن رهي. مولوي علي محمد مولانا غلام الله خان وٽ منطق ۽ فلسفه پڙهي ۽ دوره حديث مولانا قاضي شمس الدين وٽ پڙهي فارغ ٿيو. (سندس ذاتي معلومات)

# مولانا سلطان احمد جتوئي

مشهور واعظ الاسلام مولانا سلطان احمد بن سالار خان جتوئي شاه جي ڳوٺ (نزد ڏکڻ) تعلقه ڳڙهي ياسين ۾ ١٩١٢ع ڌاري تولد ٿيا. ابتدائي مولوي خادم حسين جتوئي وٽ پڙهيا پوءِ مولانا خوش محمد ميروخاني کان پڙهيا. پاٽ ۾ به ڪجهه وقت تعليم حاصل ڪيائون. فراغت کان پوءِ سرهن محله لاڙڪاڻي ۾ تدريس ۽ امامت جو شغل هئن پوءِ رتيديري شهر ۾ امامت ڪرڻ لڳا. شهر جي عيدگاه جو امام به ٿيو ۽ پڄاڙي تائين عيدگاه جي امامت سندن حوالي هئي. رتي ۾ ڪجهه وقت پڙهايائون ۽ حڪمت جو ڌنڌو به شروع ڪيائون پر سنت ٿي تبليغ ۾ ايترا مصروف ٿي ويا جو تدريس ۽ حڪمت جو ڪم ڇڏي ڏنائون ۽ آخر دم تائين مسلسل تبليغ ۾ لڳا رهيا. پڻ شاعر به هئا سلطاني مولود مشهور آهن. سندن روحاني تعلق آغا عمر جان چشموي سان هو.

وفات ۽ اولاد:- رتيديري ۾ عبدالواحد سومره جي جاءِ ويجهو وعظ ڪري پوزو ... دل جو دورو پيو ۽ فوت ٿي ويا. اهو جنوري ١٩٧٥ع جو زمانو هو ... ۽ ... رتيديري آيا هئا. مولانا جن مولانا خادم حسين جتوئي جا نياڻا هئا ... ۽ ... آهن. وڏو ماستر عبيدالله آهي. (ماستر عبيدالله)

... سلطان احمد جو وعظ سڀ ڪنهن ٻڌو هوندو چو ته سنڌ جو ڪوئي هنڌ

سنڌ ۾ وعظ کان محروم نہ رهيو آهي. مولانا جن جنهن عام فهم طرز ۾ سامعين جي سمجهہ مطابق توحيد جي پرچار ڪندا رهيا. اها مولانا سان ئي مخصوص هئي. سلطان الواعظين جي وفات سان اهو انداز ۽ اهو بيان ئي هليو ويو. سنڌ جو ڪوئي جلسو سندن وجود مسعود بنا بالڪل پسو محسوس ٿيندو هو. پاڻ توڙي سياسي طور تي ڪنهن جماعت سان منسلڪ نہ هئا پر علماء اسلام جو پورو پورو تعاون ڪيائون. ١٩٧٠ع جي اليڪشن ۾ هن عاجز مولانا سلطان احمد کان کهوڙڪي تعلقہ جي ڪيترن هنڌن تي انتخابي تقريرون ڪرايون. (عبدالوهاب چاچڙ)

## مولانا حافظ محمد ڪامل

مولوي محمد ڪامل دايو دودي سنهڙي وارو مولانا مير محمد نورنگي جو شاگرد هو. مولوي صاحب وڏو ذهين هو. مولانا نورنگي کيس ٿورو ٿورو ٿي پڙهايو. مولانا جي چاچي کي عرض ڪيائين تہ استاد کي چؤ تہ مون کي ڪجهہ وڌيڪ پڙهائي ۾ نہ تہ منهنجي سڄي ڄمار عبدالغفور پڙهندي گذري ويندي. ٻہ ٽي ڀيرا مولانا نورنگي کي چاچي صاحب چيو مولانا ڳالهہ کي ٽاري ويندا هئا. هڪ ڀيري مولانا نورنگي کي ڇڙ آئي رات جو ٣ ورق مطالعو ڪري مولوي صاحب کي پڙهايائين وري جو اٿ کان تقرير دهرايائين تہ هو ٻر زبان سڄي تقرير ٻڌائي ويا. مولانا جن ڏاڍا خوش ٿيا ۽ پوءِ خاص توجهہ سان کيس پڙهائيندا رهيا. مولانا جن شاعر بہ هئا ۽ حڪيم ان. تعليم ۾ ڏاڍا محنتي هئا ۽ خاص طرح صرف جا تہ مشهور هئا. جڏهن مولانا جن فوت ٿيا تہ مولانا نورنگي عذر خواهي تي آيا ۽ زار زار رنا ۽ چيائون منهنجي علم جو ذخيرو هليو ويو. مان بہ مولانا جن وٽ صرف پڙهيو هوم. مولانا جا ٻہ پٽ حافظ ۽ نعمت الله آهن. (مولانا علي محمد حقاني)

## مولوي ثناءالله "ثنائي" عباسي

ضلعي لاڙڪاڻي جو نامور صاحب ديوان شاعر، مولوي ثناءالله "ثنائي" ولد الله بخش عباسي، تعلقي ڏوڪري جي ڳوٺ "ڪوهارا" (١) ۾ ٥ ذوالقعد ١٣١٢ھ مطابق ٣ اپريل ١٨٩٥ع تي تولد ٿيو. عربي، فارسي، سنڌي ۽ اردو زبان ۾ وڏي

مهارت حاصل هيس. سنڌيءَ شاعريءَ ۾ تمام گهڻو شعر چيو اٿس جيڪو مداحن، مولودن، مناظرن، مثنوين، رباعين، غزلن ۽ خطبن تي مشتمل آهي. مزاحيه شاعريءَ ۾ به خاصو اضافو آندو اٿائين (٢) حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جي ثنا ۽ مدح چوندي مقبول ٿيو جنهن ڪان متاثر ٿي پاڻ کي "ثنائي" تخلص ڏنائين. سندس نعتيه ڪلام سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مداحي پڙهن ٿا. سندس ڪلام ناصحانه آهي جنهن ۾ سلاست ۽ رواني به. جهجهي انداز ۾ ملي ٿي- خاص ڪري انجا ٺيٺ سنڌي اصطلاح ۽ محاورا، سنڌيءَ ادب جي جان آهن. سماجي اوڻاين جي نشاندهي به سندس ڪلام ۾ جاءِ بجاءِ نظر اچي ٿي. خاص ڪري رشوتي ڪاموري جي ڪرتوتن کي طنز جي اوٽ ۾ پڌري پٽ بيان ڪيو اٿس. (٣)

سندن صحبتي فقير ميان غلام سرور قادري، مولوي محمد عاقل عاقلي، فقير هدايت علي

---

(١) چانڊڪا پرڳڻي ۾ هي ڳوٺ "اسحاق کوهارا" نالي سان سڏجي ٿو جنهن کي ملتاني بزرگ ميان مير جي اولاد مان، محمد اسحاق ڪلهوڙي عرف "سڌن سوائي" ١٠٩٣ﻫ (١٦٨١ع) ڌاري آباد ڪيو هو. سندس بزرگي هڪ ته ۽ درويشي صفتن جي ڳوٺ کي چڱي رونق وٺرائي. ويتر ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ ته هي ڳوٺ علمي مرڪز بڻجي پيو. ڪافي سندس معتقد هئا. سندس دعا مستجاب هئي، جنهن ڪري ڦيٿي چانڊڪي مان ڪيترن کي فيض ملندو رهيو. وٽانئس درس و تدريس وٺندي ڪيترن ئي عالمن دستار فضيلت ٻڌي، انهن مان حاجي عمرالدين چنو، محمد هاشم انصاري، عبدالرحمان ڏامراهو، الهرکيو چانڊيو، محمد يوسف عباسي ۽ الله بخش عباسي جا نالا سر فهرست آهن. مولوي الله بخش "صوفي" عباسي (١٨٣٥- ١٩١٢ع) سندس پشت مان هو. وڏو عالم، شاعر، صاحب فتويٰ ۽ زاهد الزمان هو. مطالع لاءِ مصر مان ڪتاب گهرائيندو هو. وٽس وڏو ڪتب خانو هو جهڪو بي قدرن جي ور چڙهي ويو. (سنڌڙي تنهنجا ڳوٺ وسن- ميمڻ عبدالغفور سنڌي، ١٩٧٨ع قلمي صفحو ٢١٢)

(٢) انهيءَ سلسلي ۾ "اشعار ثنائي" ۽ "ملا ۽ موالي" وڏي شهرت حاصل ڪري چڪا آهن.

(٣) "ثنائي" صاحب حضرت مولانا تاج محمود امروٽي رحه (١٨٤٤-١٩٢٩) جو عقيدتمند هو، جنهن جي دعا سان ڪوس شاعريءَ ۾ اعليٰ مقام مليو هو. (پروفيسر عبدالغفور ميمڻ)

نجفي "نارڪ"، حاجـــي محمود "خادم" ٿنيو، نواز عـــلي "نياز" جعفري ۽ مـــاسٽر جمع خان "غريب" هئا. انهيءَ لڪن ۾ شاهد وڏا نہ ٿيندو تہ "ثنائي" عروضـي شاعر هجڻ سان گڏوگڏ عوامي شاعر بہ هو. ٨٢ ورهين جي ڄمار ۾ ١٢ صفرالمظفر ١٣٩٨ھ مطابق ٢١ ڊسمبر ١٩٧٧ع تي راهہ رباني ورتائين. سندس ڇڏيـــل تصنيفات ۾ ديوان ثنائي، عقائد نامہ، خطبات ثنائي، ليلي مجنون (قصو) تاريخ اسلام، سچو عاشق، دردن جي دانهن، پاڪستان، ترڪي ٽوپي، يار صالح، محمود غزنـــوي ۽ قيامت نامو ڇپيا وڃن ٿا. هيٺ نموني طور سندس هڪ نظم مان ٻہ مصرعا ڏجي ٿو:

ايڊيٽر داناءِ دبير، ڊڄن تن کان پير فقير
تهي شل نہ لکن تقرير، ملڪان ملڪ وڃي تحرير

مولوي "ثنائي" صاحب جملي ٻہ شاديون ڪيون هيون، جنهن مان ڇہ پٽ ۽ ست نياڻيون ٿيس. (پروفيسر عبدالغفور ميمڻ)

# قاضي عبدالحق "عبد"

قاضي عبدالحق رتيديري واري پنهنجو نسب هن طرح لکيو آهي. قاضي عبدالحق بن قاضي خوش محمد بن قاضي خير محمد بن قاضي محمد مسعود بن قاضي محمد علي بن ملا پياره بن ملا ستہ عرف چنو. اهو خاندان گهڻي عرصي کان قضا جي عهدي تي فائز رهندو آيو ۽ وڏو عرصو علم جو مرڪز رهيو آهي. سندن ڪتب خانہ جي بقايا ٻڌائي ٿي تہ هن گهراڻي ۾ علمي اوج رهي چڪو آهي. جامع صغير، فتاويٰ حماديہ، مقدمۃالصلوات پارسي ۽ ٻيا نادر مخطوطات موجود آهن. مولانا خوش محمد پنهنجي پٽ قاضي عبدالحق کي هدايۃ النحو پڙهايو اهو پنهنجي قلم سان لکيائين ۽ ان تي پنهنجا فوائد بہ چاڙهيا اٿس. منتخب اللغۃ شاهجهاني (تصنيف سيد عبدالرشيد لتوي) مولانا خوش محمد ١٢٧٨ھ ۾ نقل ڪئي آهي. مولانا خوش محمد جا علوي گهراڻي (شڪارپور) سان گهرا تعلقات هئا ۽ پاڻ تہ علوي علماء وٽ پڙهيو هو. قاضي عبدالحق ديني علم پنهنجي پيءُ وٽ پڙهيو. اهو بہ قاضي ٿيو ۽ رجسٽرار بہ هو. اڳي قاضين کي پگهار نہ ملندي هئي بلڪ رڪارڊ جي داخلا فيس مان گذارو ڪندا هئا. ١٩٢٢ع کان رجسٽرار پگهار تي مقرر ٿيا. قاضي عبدالحق جي ولادت ١٨٥٥ع ۽ وفات ١٩٣٠ع ۾ ٿي. پهريان چار پٽ

جهڙي ويو قاضي محمد الياس، قاضي محمد امين، قاضي عبدالحي "قائل" ۽ قاضي عبدالقيوم قاضي عبدالحي سنڌي جو شاعر آهي. سندس پيءُ پارسي ۽ سنڌي جو شاعر هو. قاضي عبدالحي کي ۴ پٽ آهن قاضي خضر حيات، قاضي مقصود حيات "گل" (اهو به شاعر آهي)، قاضي اختر حيات (بهترين آرٽسٽ آهي) ۽ منظر حيات. حيات سندن پنجاب جي نانگ جي نسبت آهي. (قاضي عبدالحي "قائل" بن مولانا مرحوم)

# مولانا محمد عاقل عاقلي

مولانا محمد عاقل ڪنگري ضلع سکر ۾ ۱۸۵۱ء ڌاري پيدا ٿيو. عاقل ڳوٺ ضلع لاڙڪاڻه ۾ ۱۹۴۱ء ڌاري وفات ڪيائين. عربي جو عالم، فارسي جو شاعر ۽ وقت جو وڏو حڪيم هو. تحريڪ آزادي ۾ حصو ورتو هئائين. لاڙڪاڻه ضلع ۾ تحريڪ جو صدر رهي چڪو هو. لاڙڪاڻي جو مفتي ۽ جمعية العلماء جو رڪن به هو. انگريز دشمني ڪري پنهنجي اولاد کي انگريزي تعليم نه ڏياريائين. سياسي مصروفيتن سان گڏ درس، شاعري ۽ طب جو شغل به جاري رکندو آيو. مولانا وٽ وڏي پيماني جو ڪتب خانو به هو. ان ۾ قلمي خطي ۽ عڪسي ڪتاب موجود هوندا هئا جيڪي پاڪستان سرڪار سندس ننڍي پٽ زيب عاقلي دان خريد ڪيا آهن. اهو سنڌي جو بهترين شاعر، صحافي ۽ مقرر آهي. سندس وڏو پٽ مرحوم "عبد" عاقلي به سنڌ جو معياري شاعر ۽ حڪيم هو. (سنڌ جي طبي تاريخ)

مولانا محمد عاقل سنين جي طرفان زبردست مناظر هو. پاڻ پارسي ۽ سنڌي جو عمده شاعر هو. پير صاحب پاڳاري کيس انعام ۾ هڪ گهوڙو ڏنو جنهن جي سنجن تي سونا پٽ چڙهيل هئا. مولانا جن انهن پٽن مان پنهنجي گهر ڀاتين جا زيور لهرايا. هڪ ڀيري پير صاحب کين انعام ۾ هاٿي ڏنو. مولانا هاٿي قبول نه ڪيو بلڪ ان جي بدلي هڪ ورهس پير صاحب کان ورتي. (سندن شاگرد مولانا علي محمد حقاني سومرو)

مولانا محمد عاقل بن آخوند الله نواز سومرو غالباً ۱۹۵۱ع مارچ مهيني ۾ تعلقه لاڙڪاڻه جي ڳوٺ عاقل خالد ۾ تولد ٿيا. مختلف مدرسن مان پڙهي عالم ٿيو. عربي پارسي سان گڏ اردو، سرائڪي ۽ هندي کان واقف ٿيو. جوانيءَ جو چڱو حصو پير جي ڳوٺ ۾ پير حزب الله شاه رحه وٽ گذاريائين. بلوغت کان ئي پارسي شعر جي

شروعات ڪئي هئائين حافظ محمد اڪرم خيرپوري ۽ شمس الدين بلبل مهڙ وارن جي صحبت جي اثر ڪان سنڌي شاعري ۾ طبع آزمائي ڪرڻ لڳو پوءِ ته پارسي وانگر سنڌي ۾ به قادرالڪلام شاعر بڻجي ويو. سندن ديوان ڇاپي ۾ ڪونه آيو. البت سندس ڪي شعر الوحيد جي پراڻي فائلن ۾ ۽ ڪي پين هنڌن محفوظ آهن سال ١٨٨٢ع ڌاري ڪنگري (پير جـي ڳوٺ) کي ڇڏي لاڙڪاڻي جي ڏڪمل بازار ۾ ڪتابن جو دڪان کوليائين. مولانا پڇاڙي ۾ مالي مشڪلاتن ۾ مبتلا ٿي ويو هو. پير صاحب پاڳارو سندس واهر ڪندو هو. پاڻ ٦٠ ورهيه جي ڄمار ۾ تاريخ ٦ سيپٽمبر ١٩٤١ع فوت ٿيو. سندس فرزند آهن عبدالفتاح "عبد"، عبدالحق "زيب" ۽ استاد غلام سرور "سرور" جيڪي سڀ سنڌي جا عمدا شاعر آهن. (پيغام ڪراچي آڪٽوبر ١٩٧٨ع مضمون مسٽر عبدالغفور ميمڻ لاڙڪاڻو)

صحيح ڳالهه هي آهي ته مولانا عاقلي جي ولادت ڪنگري ۾ ٿي هئي. سندس شاگرد مولانا حقاني جو به اهوئي خيال آهي- پنهنجي دور ۾ مسلم فاضل هو. ان زماني ۾ جيڪي معرڪة الآراء مسئلن تي فتوائون ڇپيون آهن انهن تي مولانا عاقلي جـون صحيحون پيل آهن. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا غلام عمر جتوئي

مولانا ابوالفيض غلام عمر جتوئي ڳوٺ سوني جتوئي تعلقه لاڙڪاڻو جا هئا. پاڻ ١٢٦٣هه ڌاري پيـدا ٿيا. ابتدائي تعليم ڪٿي ورتائين معلوم نه آهي باقي علم جي تڪميل حضرت مولانا حسن الله پاٽائي وٽ ڪيائون. مولانا وفائي لکيو آهي ته مدرسه دارالفيض سوني جتوئي ۾ حضرت استاد الاساتذه مولانا مخدوم حاجي حسن الله پاٽائي تشريف فرمائيندو هو. ۽ آس پاس جا علماء اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ عجيب علمي مجلسون لڳنديون هيون ۽ مشڪل ڪان مشڪل مسائل جا حل ڳوليا ويندا هئا. بعض وقتن ۾ ته حضرت مخدوم پاٽائي مهينن جا مهينا رهندا هئا مولانا ڪتابن جا انبار آڻي اڳيان پيش ڪندا هئا. حضرت مولانا جو ڪتب خانو سنڌ ۾ هڪ بينظير مذهبي ۽ علمي ڪتب خانو آهي جتان اتر سنڌ جا علماء اڄ تائين پورو فائدو وٺي رهيا آهن. حضرت مخدوم پاٽائي به بعض مسئلن جي تحقيق لاءِ انهيءَ ڪتب خاني ڏانهن رجوع ڪندو

هر ۽ مطالعي ۽ تحقيقات لاءِ اچي پنهنجي شاگرد رشيد وٽ رهندو هو. مولانا وفائي وڌيڪ لکيو آهي ته ١٩١٣ع ۾ جڏهن منهنجي مولوي ٿيڻ جي رسم ادا ٿي ته حضرت مخدوم ٻاناني مدرسي ۾ تشريف فرما ٿيا طبع قدري ۽ عليل هئڻ ۾ مولويت جي هڪ جو ٻهريون ور پاڻ ذبح فرمايائون ان کان پوءِ حضرت استاد صاحب پاڻ هڪ ٻڌائي آخر ۾ الف-بي-تي پڙهائي ارشاد ڪيو ته جيڪي ڪجهه پڙهيو اٿو ان تي فخر نه ڪجو ٻلڪ ائين سمجهو ته علمن جي بي پايان سمنڊ مان قطرو حاصل ٿيو آهي ۽ گويا الف با تا پڙهي رهيا آهيو. حضرت استاد صاحب برابر ٥٠ سالن تائين درس ڏيڻ فرمايو ڪيترا طالب علم سنڌس سرچشمه فيض مان سيراب ٿيا فارغ التحصيل شاگردن جو تعداد ته ٦٠ کن کان ته گهٽ نه هوندو. مولانا جن ڏينهن جو پڙهائي ڪندا هئا شرح ۽ حاشيا سامهون رکي ڏکهي تقرير ڪندا هئا ته رات جو ڏکهي عبادت ۾ گذاريندا هئا. فتوائن ۽ فيصلن جا ته ڍير لڳا پيا هوندا هئا. مهمان نواز هڪ ٿي هئا پنهنجي هٿن سان پاڻ مهمانن لاءِ ڪاڏو کڻي ايندا هئا پاڻ راسخ العقيده حنفي مذهب جا مقلد هئا. مولانا جن محرم ١٣٥٣ھ ۾ وفات پاتي. مولانا عبدالقادر لغاري رحه سنڌن وفات تي مولانا وفائي کي خط لکيو ته سنڌس پٽ فيض محمد ۽ ڀائٽي غلام محمد کي. مولانا تعزيت ۾ لکيو ”مولانا مولوي غلام عمر جي وفات حسرت آيات جو ٻڌي گهڻو ارمان ٿيو انهي ڪري هي معذرت نامو خدمت ۾ پيش ڪريان ٿو فاضل مرحوم جا اوهان چونڪ شاگرد رشيد آهيو انهي لاءِ فاتحه قبول ڪرڻ جو مستحق ته اوهان کي سمجهان ٿو“. (ماهنامه توحيد ١٩٣٤)

مولانا وفائي کي شاگرد رشيد مولانا محمد صادق راڻيپوري پنهنجي استاذالاستاذ جي وڏي تعريف لکندي آخر ۾ تحرير فرمايائين ته حضرت مغفور مرحوم جن اهڙي صفات ۽ خصوصيات سان متصف ۽ مختص هئا جو سنڌن نظير پيش ڪري نه ٿو سگهجي پاڻ صحابه ڪرام ۽ تابعين عظام رضي الله عنهم جي زندگي جو زنده مثال ۽ نمونو هئا. سنڌن تاريخ جو قطعه عرض آهي:

آه علامه زمان و زمين    خادم شرع دين پيغمبر
وائي آن آفتاب علم وعمل    هادي و شيخ ما غلام عمر
سال نقلش ز درد صادق گفت    ”عدن شد جائي فاضل رهبر“ ١٣٥٣ھ

(ماهنامه توحيد جون ١٩٣٤ع)

# مولانا عطا محمد ڪلهوڙو

مولانا عطا محمد پنهون وسائي تعلقہ رتيديري وارو مولانا نبي بخش استوي جو شاگرد هو. ڏگائي ۾ پڙهيو. پاڻ شاعر بہ هو. مولانا عبدالڪريم ڪورائي سان سندس علمي تحريري بحث ٿيندا رهيا. صرفي ۽ منطقي مسائل تي بہ ۽ فقهي مسائل تي بہ بحث ٿيا. خطبتين جي وچ ۾ دعا گهرجي يا نہ؟ مولانا ڪورائي دعا گهرڻ جو قائل هو ۽ مولانا عطا محمد عدم جواز جو حامل هو ان تي بہ وڏا رد ڪد لکيا ويا. مولانا هڪ پيري نظم ۾ مولانا ڪورائي جي توهين بہ ڪئي هئي. (مولانا محمد ابراهيم)

قضيہ شرطيہ بابت انهن ٻنهي بزرگن جو علمي بحث ٿيو. مولانا محمد قاسم ياسيني مولانا ڪورائي جي حق ۾ فيصلو ڏنو. (مولانا غلام مصطفیٰ قاسمي)

# حافظ امام بخش سومرو

۹۹۹ حافظن جو استاد، حافظ امام بخش ولد مولانا محمد ابراهيم سومرو، انهن بزرگ هستين ۾ شمار ٿئي ٿو جن جو فيض رهندي دنيا تائين قائم رهندو. ۲۱ ربيع الاول ۱۳۱۳ھ مطابق ۱۱ آگسٽ ۱۸۹۵ع ڳوٺ گل محمد ٽونيو (تعلقو ڏوڪري) ۾ اک کولي. ابتدائي تعليم آخوند عبدالرحمان ٽونيو ۽ قرآن پاڪ جو حفظ، حافظ امام الدين حافظ محمد يونس ۽ حافظ محمد قاسم قنبرائي جن وٽان ورتائين. مولانا غلام صديق ميمڻ شهداد ڪوٽ وٽان عربي ۽ فارسي پڙهي فارغ التحصيل ٿيو. دادو ڪئنال جي ساڄي ڪنڌيءَ تي ڳوٺ هارون ٽونيو ۽ گل محمد ٽونيو ۾ درس و تدريس ڏيندو رهيو. پاڻ فقہ جو بہ ماهر هو. قادري طريقي ۾ راڻيپور واري سيد محمد صالح شاهہ جو معتقد هو ۽ عمدت العلماء ابوالفيض مفتي غلام عمر جتوئي رحہ سان بہ گهرو تعلق هوس. هن مستجاب الدعا درويش ۷۳ بهارون ڏسنديءَ، دادو ضلعي جي سول اسپتال ۾ ۱۵ جمادي الثاني ۱۳۸۸ھ مطابق ۹ سيپٽمبر ۱۹۶۸ع تي راهہ رباني ورتي.

هن قوي الحافظہ صحيح راهہ ۽ جفاڪش انسان سنڌي ۾ ڪجهہ مولود ۽ بيت بہ چيا آهن جن مان معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ بحر وحدت جو حقيقي غواص هو ۽ هن قلزم بيڪنار جي پاتار ۾ پهچي آهي آمي مائڪ ميڙ ا انس جي ورک لاءِ ڪن سگهي؟

صرافن جي ضرورت آهي. سندس رهڻي سادي ۽ طبيعت فقيراڻي هئي. پيچدار ۽ مشڪل شرعي مسئلا مختصر الفاظن ۾ سلجهائيندو هو. سندس استادن جو چوڻ هو ته "حافظ امام بخش اسان ڪان وڌيڪ متقي آهي". (پروفيسر عبدالغفور ميمڻ)

# مولانا عبيدالله لاشاري

مولانا عبيدالله ولد قيصر ذات لاشاري ويٺل ڪوٽ پيلاپور تعلقه واره.

شروعاتي تعليم:- قرآن شريف جي تعليم مولوي واحد بخش ۽ حاجي مٺل شيخ وٽ تعلقه قمبر ۾ ورتائين. فارسي مڪمل مولوي فضل الحق ڳڙهي خير محمد ڪرڙي وارن کان حاصل ڪيائين. تعليم حاصل ڪرڻ خاطر هي علائقا به ڏٺا پير پارو ديرو تعلقه واره، ٻاٽ شريف ضلع دادو، پير جهنڊو، لنڊو، سجاول ۽ ٽانڊو قبو جتي مولانا عبدالعزيز وٽ پڙهيا

مدرسه مظهرالعلوم کڏه ڪراچي ۾ مولانا محمد صادق سان به تعلقات رهيا. ڪورو پوڙ ۾ مولانا قاسمي کان هيڪر ۽ مير پور پٺ ۾ پوءِ تعليم وٺي تڪميل ڪيائين. باقي عرصو ديوبند ۾ حضرت مولانا سيد حسين احمد مدني رح وٽ وڃي حصول تعليم ڪيائين تعليم جا ڪي سرٽيفڪيٽ سهڻي نموني ۾ فريم ٿيل اڄ به نظر اچن ٿا جن مان ڪن فريمن جا شيشا ٽٽل آهن. مولانا فخرالدين مرادآبادي هڪ سند اصول حديث جي ۽ ٻي تمام متداول فنون جي ڪتابن جي شعبان ١٣٦٥ھ ۾ ڏنائين ۽ ٽين سند ربيع الاول ١٣٦٨ھ ۾ دارالعلوم ديوبند جي ملي. مولانا جن جي ڪتب خاني مان سلطان مقوقس ڏانهن لکيل حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جو خط مبارڪ به مليو آهي.

ديوبند مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ پڙهائڻ جو ڪم شروع ڪيائين ١- ميائي ٢- پير جهنڊو ٣- سعيدآباد ٤- نوابشاه ٥- ٽنڊو آدم ٦- رتو ديرو ٧- مظهرالعلوم کڏي ڪراچي ۾ شيخ الحديث ٿي رهيو ۽ پوليس هيڊ ڪوارٽر ڪراچي جي مسجد جو خطيب ٿي رهيو ۽ مدرس به ٿي رهيو ۽ پنهنجي ڪوٽ پيلاپور تعلقه واره ۾ مولانا حسين احمد مدني رح جي نالي سان مدرسو کوليائين.

مياں محمد صديق عرف منٺار فقير تعلقه ٽنڊو آدم پڙهايو ته مولانا غلام مصطفيٰ

قاسمي فرمايو مولانا جن دستار بندي مون وٽ ڪئي هئي. اتان معلوم ٿو ٿئي ته حضرت
پانڊوي رح. جن وٽ ابتدائي تعليم ورتي اٿن. بهرحال پاڻ علم جي تڪميل بعد ديوبند
دوره حديث پڙهڻ لاءِ ويا. غالباً دوره بعد به ٻيو سال اتي استفاده لاءِ رهيا آهن.
سندن دور ۾ شيخ الحديث علامة الدهر حضرت مولانا سيد حسين احمد مدني رح. هئا.
اتان واپس اچڻ تي پاڻ پير جهنڊو ۾ تدريس لاءِ مقرر ٿيا ان وقت مدرسو سٺي حالت
۾ هو حضرت پير ضياءالدين رح. مدرسي جا سرپرست هئا جي علم و عمل ۾ صاحب ڪمال
۽ پنهنجي وڏن جا حقيقي جانشين هئا. فقير کي سندن مجلسون مرڻ تائين ياد رهنديون.
استاد صاحب وٽ دستاربنديون ٿيون جن ۾ پير سعدالله شاه (حضرت پير ضياءالدين رح
جا پوٽا آهن) قابل ذڪر آهن. ان بعد تقريباً ڏيڍ ميل مفاصلي تي سعيدآباد ۾ ديني
مدرسو کولهائون ۽ جامع مسجد جو بنياد رکيائون. سندن ڪوشش سان مدرسو نهايت
سٺي نموني هليو. مسجد به نهايت عمده نموني تـي تيار ٿي. طلباء وٽن دستار بنديـون
ڪيون. پاڻ مهمان نواز هئا. پهراڙيءَ جا امير- غريب مسلمان وٽن گهڻا ايندا هئا ۽
کين پاهر تقريرن لاءِ وٺي ويندا هئا. پير بديع الدين شاه احناف جي نهايت مخالف هئا
توڙي سندن جماعت سعيدآباد تي پنهنجي مسلڪ کي غالب ڪرڻ لاءِ گهڻو ڪجهه
ڪيو مگر جيسين استاد صاحب سعيدآباد ۾ هئا تيسين ڪجهه به ڪين ڪري سگهيا.
ان دؤر ۾ پنهنجي استاد حضرت مولانا عبدالعزيز جي واسطي سان پڻ قوم مان شادي
ڪئي ۽ ٻاعيال سعيدآباد ۾ رهڻ لڳا. اڄ وٽن پير جهنڊي ويندي ضرور ويندو هوس
ڪڏهن ٽڪي به پوندو هوس. اتان نوابشاه ويا اسٽيشن واري مسجد ۾ خطيب مقرر
ٿيا. مسجد سان متصل اتر طرف گهر ڪيائون ۽ ٻاعيال رهڻ لڳا جيئن ته کين پڙهائڻ
جو شوق هو. ان ڪري جامع مسجد جي پاسي ۾ مدرسي ۾ پڙهائيندا هئا جنهن جـو
سرپرست مولوي حڪيم محمد معاذ رح. هئا. اتي به وٽن اچڻ وڃڻ ٿيندو رهيو جمعي
ڏينهن سندن تقرير ٻڌڻ لاءِ پهراڙيءَ کان گهڻي انداز ۾ جماعت ايندي هئي. اتي به
سندن دستر خوان نهايت ڪشادو رهيو. انهن ڏينهن ۾ مولوي مهر محمد ساند مشائخ
هوتيءَ وارو به وٽن پڙهندو هو. ۽ چڱو عرصو سندن خادم ٿي رهيو. ڪي اسباب ٿيا
جو پاڻ امامت کان استعفيٰ ڏيئي ڪجهه ڏينهن ريلوي جي اوپر ۾ غريب آباد ۾ رهيا.
اتان مون وٽ آيا. شوال ١٣٧٦ه کان رمضان المبارڪ ١٣٧٧ه تائيـن ٻاعيال مون
وٽ رهيا. مدرسي جي پاسي ۾ گهر ڪري رهيا. پورو سال نهايت خوش اخلاقي ۽ ايثار

سان پورو ڪيائون. پارسي- عربي لاءِ اڪيلا پاڻ هئا. ڪجھ تنڍا اسباق آهي پڙھائيندو هوس محض هن لاءِ ته استادن جي هوندي علم پڪو ٿي پوي. عصر کان سانجھي تائين پڙهائيندا هئا. ڪو سبق رهجي ويو ته سانجهيءَ کـــان پوءِ به پڙهائيندا هئا. مطلب ته ڪلاڪن جو حساب ڪونه هو. ان سال ۴۲ طالب علم هئا. گهڻو ڪري سڀ وڏا هئا.

نواب شاه رهڻ واري وقت يا ڪجھ اڳ ۾ واره کان ٦ ميل جـــي مفاصلي تي قسطن تي حڪومت کان زمين ورتائون ۽ اتي پنهنجي وڏي محترم پاءُ جي نالي سان ڳوٺ به پڏايائون. مسجد ۽ مدرسي جو بنياد به رکيائون مدرسي ۾ هڪ پنهنجو مولوي رکيائون جنهن سان ڪجھ پنهنجا شاگرد به آيا. مون وٽان پنهنجي استاد مولانا عبدالعزيز وٽ ويا سال اتي رهي ڪراچيءَ ۾ مولانا محمد صادق جي مدرسه مظهرالعلوم کڏه ۾ صدر مدرس ٿي رهيا. اتي به باعيال رهندا هئا. چگو وقت گذاريائون بـــعد ۾ پوليس هيڊ ڪوارٽر گارڊن روڊ مسجد ۾ خطيب ٿي رهيا کين هڪ نائب به مليل هو. اتي به باعيال رهيا. سنهنجو وٽن گهڻو اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. عشاء ۽ فجر بعد درس ڏيندا هئا. وٽن مختلف مساجد جا امام رات جو پڙهڻ به ايندا هئا. شام جو به ڪي طالب وٽن پڙهڻ ايندا هئا.

صوبائي گاديءَ جي هنڌ هجڻ ڪري گهڻا ماڻهو خاص ڪري لاڙڪاڻي ضلع جا دوست احباب ڪمن ڪارين سان ايندا هئا ته وٽن رهندا هئا. ماڻهن ڪارائن ۽ هنڌ لهڻ ڏيڻ کان علاوه ڪم ڪار ۾ به سندن چگي مدد ڪندا هئا. مهمان نوازيءَ ۾ گهڻو اڳي هئا. اهڙا ڪشاده دل تمام ٿورا ملندا. مهمانن جي اچڻ تي نهايت خوش ٿيندا هئا اها خوشي سندن پيشاني مان نمايان نظر ايندي هئي. کين مٺي پيشاب جي بيماري ٿي پئي. لاڙڪاڻي جي طرف جي ڪنهن سنياسي جي علاج مان خوش ٿي ويا. آخر رب جو مقرر وقت آيو بيمار ٿي سرڪاري اسپتال ۾ داخل ٿيا ۽ اتي ئـي وفات ڪيائون- (٢٠ صفر ١٣٩٥ھ مطابق ۴ مارچ ١٩٧٥ء تقريباً ٦٥ سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائون) حڪومت وارثن جي مدد ڪئي. سنـــدن لاش وارثن سميت پنهنجي ڳوٺ پهچائي ويا. پاڻ ڪتابن جا شائق هئا. سندن ڪتب خانو ڏاڍو سٺو هو. سندن مطالعو وسيع هو ۽ حق گو عالم هئا. ايوب خان جي زماني ۾ چند ڏلي بغير نماز پڙهڻ جو اعلان ٿيو. مولانا جن پوليس آفيسرن کي جواب ڏنو. هنن مولانا کي چيو خبر الو ته

ان جو نتيجو ڇا نڪرندو؟ مولانا فرمايو ته نتيجي تي نظر هجڻ ڪري ئي نماز نه ٿو پڙهايان. حڪومت وڌ ۾ وڌ خطابت کان هٽائيندي يا ٻي ڪا تڪليف ڏيندي ۾ قيامت جو معاملو ڪهڙو ڏکيو آهي. آفيسرن ڪٺي چپ ڪئي. صبح جو ڪنهن پوليس واري نماز پڙهائي. استاد صاحبن کي رب محفوظ رکيو. ٿي سگهي ٿو ته آفيسرن تي ڪو اهڙو اثر پيو جو اها رپورٽ ئي ڪانه ڪڍايون يا رب تعاليٰ ڪو ٻيو انتظام ڪيو.

درس مون ڪهڙو پڙهو. نهايت ئي ٻاڪيءَ سان صحيح دين پهچايائون. هڪ پٽ ۽ ٻه نياڻيون پٺيان ڇڏيائون. ٻه پاٽر غلام الله ۽ علي گوهر. غلام الله مدرسي جي سنڀال ڪندو هو ۽ ميان علي گوهر پنيءَ جي سنڀال ڪندو هو.

حضرت استاد صاحب علماء اسلام جي جماعت سان وابسته هئا پنهنجي وس آهر ان جي سٺي خدمت ڪيائون. احباب کي ان طرف متوجه ڪندا رهيا. تبليغي جماعت سان ٻه ڪهڙو تعلق هون. منهنجي سمجهه ۾ سنڌ ۾ همت جو ناتو حضرت مولانا سيد حسين احمد مدني رح سان هو. (شيخ غلام قادر واراهي بتعاون منثار فقير)

مولانا عبيدالله جو پنهنجو بيان :- ١٩٤٠ء ۾ آءُ مدرسه مظهرالعلوم کڏه ڪراچي ۾ پڙهندو هوس ان وقت مولانا وفائي الوحيد جو ايڊيٽر هو سائس مختصر واقفيت هئي. پوءِ ستت ئي مدرسه مظهرالعلوم کي ڇڏي سنڌ جي ٻين مدرسن ۾ تعليم ورتم. ١٩٤٤ء مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جن وٽ مدرسه عربيه دارالسعادت گوري پوڙ تعلقه شڪارپور ۾ پڙهي ويس ان سال اسان عربي مدرسن جي شاگردن جي فيڊريشن سڏائڻ جي ڪوشش ڪئي- ان سال ١٥- ١٦- ١٧ اپريل جمعية علماء سنڌ جي پاران حيدرآباد ۾ ساليانو اجلاس ٿيڻ وارو هو ان سلسلي ۾ مولانا عبدالحق رباني ۽ مولانا عبدالله سجاوابي گوري پوڙ آيا اسان پنهنجي استاد مولانا قاسمي جي معرفت اها رٿ انهن بزرگن آڏو پيش ڪئي انهن ڏاڍي پسند ڪئي- اسان ان بابت ۽ جمعيت علماء جي اجلاس بابت سموري سنڌ جي طالب علمن ڏانهن خط لکيا. اجلاس جي صدارت لاءِ مولانا عبيدالله سنڌي کي منتخب ڪري لاهور انهن ڏانهن دعوت نامو اماڻيو ويو. مولانا جن تسلي ۽ هانو جو خط موڪليو. روهڙي کان مولانا سنڌي سان گڏ سفر ڪري حيدرآباد پهتاسين. آخري ڏينهن بزرگن اسان شاگردن جي حوالي ڪيو. شاگردن جي انتظام ۽ جلسي جي ڪاميابي کان مولانا سنڌي ڏاڍا خوش ٿيا. مولانا وفائي سان تعلق وڌيو توحيد جي خريداري وڌائڻ ۾ مون چڱو حصو ورتو جنهن جي شڪر ادائي مولانا توحيد ۾ ڪئي

هئي. ڪو به مضمون موڪليندو هوم ته مولانا خوشيءَ سان ان کي شايع ڪندا هئا. گوري ٻهوڙ کان حضرت استاد جڏهن پير بخش پنهنجي استاد زاده عبدالغفار کي پڙهائڻ آيا ته اسان گوري وارا سڀ شاگرد استاد ڏانهن هليا وياسين. پير بخش پڻ ٻه سال رهي جڏهن آءٌ ديوبند ويس اتي به مولانا وفائي ۾ ساڳ آزاد اخبار، قرباني ۽ توحيد موڪليندا رهيا. دارالعلوم ديوبند جو ٻن سالن وارو سفر پورو ڪري مٺيائي تعلقه نوشهرو فيروز ۾ هڪ سال پڙهائي مدرسه دارالرشاد پير جهنڊي ۾ مدرس ٿي آيس ته اتي مولانا وفائي ۽ مولانا محمد نورمڪي گڏجي آيا. مولانا خوش اخلاق ۽ بي تڪلف هئا. ڪرو پاڻ پريندا هئا پر ڪنهن کي نه ڏيندا هئا. مولانا ڪجهه وقت رهيا. زياده وقت مطالعي ۾ خرچ ڪيائون واندا ٿي ايندا هئا ته مولانا محمد نورکي چوندا هئا مولانا ڪجهه پڙايو پاڻ ماٺ ڪري ويهي پڙندا هئا. مونکي تاڪيد ڪيائون ته هتي ڪتابن جو خزانو آهي ان مان اوهان ضرور فائدو وٺو. پڙهائي کان فارغ وقت مطالعي ۾ خرچ ڪجو. ان کان پوءِ به مولانا وفائي سان ملاقاتيون ٿينديون رهيون. (يادگار وفائي ص ۱۴۱ - ۱۴۸ مختصرا)

# مولانا عبدالعزيز پانڊوي رحه

ولادت: رتيديري لڳ پانڊي ڦبي ۾ سنه ۱۹۰۵ع ۾ جنم ورتائون. سندس والد جو نالو حاجي الهرکيو ۽ ڏاڏي جو نالو حمزو خان هو. پاڻ ڏکڻ قوم سان تعلق رکندا. حاجي الهرکيئي خان کي ٻه فرزند هئا هڪ عبدالله رحه، ٻيو عبدالعزيز رحه. سندن والد مرحوم حضرت امروٽي رحه جو دست بيعت هو. سندن والد جي گهڻي حياتي حضرت امروٽي رحه جي خدمت طيبه ۾ گذري. سندن والد مرحوم، حضرت امروٽي سان حج تي گڏ ويو هو. واپسي ۾ بيمار ٿي پيو ۽ امروٽ شريف ۾ گذاري ويو. حضرت پانڊوي جي ان وقت تقريباً ۸-۹ سال عمر هئي. سندن آمدني جو مستقل ذريعو ڪونه هو في سبيل الله ملندڙ ماني تي گذران هوندو هون.

تعليم: حضرت مرحوم رحه جن ناظره قرآن شريف، پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ آخوند عبداللطيف وٽ پڙهيا. پوءِ پنهنجي ڀاءُ عبدالله سان گڏ علامه غلام رسول رحه (شاگرد رشيد علامه نورنگي رحه) وٽ ڳڙهي ياسين ۾ وڃي ابتدائي تعليم شروع ڪيائون، ارشاد

صرف، ڳوٺ ڀيڙي چانڊئي ۾ پڙهيا پوءِ حضرت جن ڀيڙي چانڊئي کي ڇڏي، ڪور سليمان ۾ حضرت مولانا عبدالڪريم ڪورائي رحه وٽ ويا ۽ ڏينهن رات علم ۾ پوري جفاڪشي ۽ جدوجهد ۾ لڳي ويا. حضرت ڪورائي رحه ٿوري وقت لاءِ ڪور سليمان کي ڇڏي ڳوٺ مرحوم حاجي غلام قادر انڙ جي مدرسي ۾ صدر مدرس مقرر ٿيا. حضرت مرحوم اتي به پنهنجي استاد سان گڏ آيو ساڻس ٻيا به طالب علم هئا. انڙآباد مدرسي ۾ ڪاڌي جو بندوبست نهايت سهڻي نموني سان ٿيل هو. حضرت پانڊوي رحه کي خورد و نوش ۾ حڪيم غلام حيدر گهانگهري جي ٽولي سان شامل ڪيو ويو. سڃاڻپ کانپوءِ سنت ٿي سندن پاڻ ۾ گهرا لاڳاپا ٿي ويا. مولانا پانڊوي رحه، ڪتابن ۾ ڪانئس مٿي هو. علامه ڪورائي واپس ڪور سليمان ويا ته حڪيم اتي ئي رهي پيو ۽ مولانا مرحوم پڻ سان گڏ ڪور سليمان ويا. اتي رهي علم ۾ بيحد مهارت ۽ ملڪو هٿ ڪيائون. ڪجهه عرصي بعد صلاح مشوري سان اتان ڇڏي، ضلعي ملتان تحصيل ڪبيروالا ڳوٺ نڙهال ۾، مولانا عبدالرؤف ملتاني وٽ طلب علم ۾ هليا ويا. ڪجهه ڏينهن گذرڻ بعد، حضرت پانڊوي غذا جي عدم موافقت ڪري، بيمار ٿي پيا جتان کيس سندس پاءُ عبدالله ولي آيو. تندرست ٿيڻ بعد شڪارپور تعلقه جي ميانجي ڳوٺ ۾ مولانا محسن شاه وٽ پڙهيا. شاه صاحب اجمير شريف هليو ويو ۽ مولانا جن دارالعلوم ديوبند روانا ٿيا. ديوبند ۾ رهي حديث جو دورو شيخ العرب و العجم سيد حسين احمد مدني رحه وٽ پڙهيا. علم قرءة القرآن (تجويد) جي تڪميل به ديوبند ۾ ڪيائون. حضرت مولانا مدني رحه، کين تمام گهڻو پيار ڪندا هئا. هڪ دفعي مولانا مرحوم رحه پنهنجي ڪمري ۾ پڙهيل سبق کي ڀيرو ڏيئي رهيو هو ته، حضرت مولانا مدني رحه ڏسي، فرمايو سنڌي! "توکي پڙهڻ جو ڏاڍو شوق آهي. بارڪالله في علمک و زاد عملک مع العلم" پاڻ فارغ التحصيل ٿي ديني علوم ۽ نبوي پيغام جي تبليغ لاءِ متعدد جاڻن تي رهي، اسلامي علوم ۽ شرعي احڪام جي پرچار تشهير و اشاعت ڪيائون. تحصيل علم سان گڏ عمل ۾ به گهٽ نه هئا. تصوف ته کين ورثي ۾ مليو. سندن گهراڻو تصوف ۾ رڱيل هو. اهوئي سبب آهي جو پاڻ تنهائيءَ ۾ ٿي خوف خدا سان موصوف هئا. پاڻ فرمائيندا هئا ته "مان بلوغت کان پوءِ ڪا، فرضي نماز، قضا نه ڪئي آهي" هي به فرمايائون ته "طالب علمي دور ۾ به ڪوئي تفسير، حديث ۽ فقه وغيره جو ڪتاب، بنا وضوءِ جي ڪانه پڙهيم".

وفات: سندن بيماري گهڻي عرصي کان هلندڙ هئي ۽ سال ٧٤ع کان، مرض

شدت اختيار ڪئي، پاڻ مرض ڪان اڳ بہ نفيس هئا ليڪن مرض جي حملي ڪان پوءِ جسيم ٿي ويا، پاڻ پنهنجي سڄي حياتي، في سبيل الله تعليم ڏين ۾ بسر ڪيائون، ڪمن رب العزت اجر عظيم عطا ڪري ۽ جنت الفردوس ۾ جائگير فرمائي! سندن قائم ڪيل ديني درسگاه مدرسه عزيزيه اڄ بہ سندن ديني خدمات جو شاهد آهي جنهن ۾ حديث جي هيڪار، توحيد جي تنوار، للٰهيت جي للڪار موجزن آهي. مولانا مرحوم پنهنجي زندگي ۾ جيڪي شمعون روشن ڪيون سي هميشه روشن ۽ سرفراز رهنديون. ۽ حضرت مولانا جو ايض قيامت تائين دائم ۽ زنده رهندو. حضرت مرحوم جي ديني خدمات جي اثرات مان حضرت جن جي لاءِ هيءُ اعلان ٿيندو رهندو.

ثبت است برجريده عالم دوام ما - (حافظ)

مولانا مرحوم ٧٠ ورهين جي چمار ۾ خميس ڏينهن ٣٠ جنوري ١٩٧٥ء مطابق ١٧ محرم الحرام ١٣٩٥ھ هن فاني دنيا کي خير باد چئي دارالبقا ڏي راهي ٿيا. سندن آخري آرامگاه مدرسه عربيه عزيزيه رتوديرو جي احاطه اندر آهي. (مولوي محمد يامين مسن وڏي- شريعت ج ٣ ص ١٠)

# مولانا حبيب الرحمان سومرو

مولانا حبيب الرحمان مولانا عبدالعزيز پانڊوي رح. جو ٻيو نمبر فرزند هو هن جي ولادت ١ محرم الحرام ١٣٦٨ھ ۾ پانڊي ڦبي ۾ ٿي ان ڪان پوءِ حضرت وڏا جلد رتيديري ۾ لڏي آيا ۽ اتي اچي هڪ وڏي ديني درسگاه جو بنياد رکيائون مولانا حبيب الرحمان سنڌي تعليم رتيديري ۾ شروع ڪئي سنڌي پنج درجا پڙهي ان ڪان پوءِ مستقل طرح ديني تعليم حاصل ڪرڻ شروع ڪئي.

جيئن ڪجهہ وڏو ٿيو تہ مدرسه جي نظامت جو بار سندس حوالي ڪيو ويو تعليم مان ڪڏ پنهنجي والد بزرگوار جي خدمت ۾ آيل مهمانن جي خدمت بہ سندس حوالي هئي. ننڍي هوندي ڪان ولي مرحوم جي طبيعت ۾ بردباري ۽ هرهڪ سان پيار ۽ صبر جي عدت هئي. پنهنجن ڪان علاوه ٻين سان بہ تمام اخلاق سان پيش ايندو هو. ان ڪان ٻاهر جيئن جيئن وڏو ٿيندو ويو تيئن تيئن مرحوم جي مٿان جوابداريون وڌنديون ويون ..... ..... سندني ١٥ سال عمر ۾ ٿي. پاڻ ساده مزاج ۽ عالمن سان محبت ڪرڻ وارو هو.

جڏهن اکان وٽي حضرت وڏن جي طبيعت ناساز ٿي ان ڏينهن کان وٺي پاڻ پيا سمورا ڪم ڇڏي پنهنجي والد جي خدمت ۾ زياده رهڻ لڳو ڪڏهن ڪڏهن رات جو ويٺي ڏينهن ڪندو هو ته ڪڏهن وري ان پريشاني جي ڪري ننڊ به نه ڪندو هو.

جڏهن سندس والد هن فاني دنيا کي ڇڏي پنهنجي مالڪ حقيقي سان مليو ان ڏينهن کان بعد مرحوم جي حوالي سڀ ڪم ٿيا ان وقت مرحوم جي عمر ٢٤ سال هئي سندس حوالي مدرسه ۽ مسجد جو ڪم ۽ مهمانن جي خدمت شامل هئي.

پنهنجي والد جي انتقال کان بعد سندس طبيعت ۾ اجان وڌيڪ بردباري پيدا ٿي پاڻ گهر ۾ پنهنجن پٽن کان وڌيڪ پنهنجن ننڍن ڀائرن سان هلندو هو انهن ڪڏهن انهن محسوس نه ڪيو ته ڪو اسان جو بابا فوت ٿيو آهي. ان کان علاوه ڪنهن به حضرت وڏي جي ڪمي محسوس نه ڪئي. جيڪڏهن ان وٽ ڪو غيرمذهب جو ماڻهو ايندو هو ته پاڻ ان سان کلي ڪري ملندا هئا. سندس اخلاق ۽ پيار ڏسي دشمن به دوست ٿي پيا. ڪجهه وقت کان بعد پاڻ جمعيت جا علمي امير به ٿيا ۽ تحفظ مساجد جا صدر به ٿيا.

مرحوم مهمان نواز وري ايترا ته هئا جيڪڏهن ڪو مهمان اڌ رات جو ايندو هو ته ان وقت ان جي خدمت لاءِ حاضر ٿيندا هئا ان وقت ان جي کاڌي جو انتظام ڪندا هئا. مرحوم کي ٻين جي تڪليف جو ايترو ته احساس هوندو هو جو پاڻ جيستائين آرام نه ڪندو هو جيستائين هو مطمئن نه ٿيندو هو. پاڻ هميشه نيڪيءَ جا ڪم ڪندو هو گوياڪ هن کي الله سائين ٻين جي واسطي پيدا ڪيو هو. مرحوم هميشه ٻين جي ڪمن جي خاطر ٻاهر رهندو هو ۽ گهر ۾ گهٽ رهندو هو. ڪڏهن پنهنجي ڪم لاءِ ڪنهن وٽ ڪونه ويو هو نه وري ڪنهن کي سوال ڪيو هئائين سندس اخلاق ڏسي ماڻهو مٿس هڪڙي قسم جا عاشق هوندا هئا.

هڪ ڀيري هڪ طالب کي پيٽ ۾ ايترو ته سور پيو جو بي هوش ٿي ويو ان وقت ڪو طالب سندس گهر ويو پاڻ ان وقت اچي ڊاڪٽر کي گهرايائين جڏهن ان کان فرصت ٿي ته ٻين طالبن عرض ڪيو ته سائين هاڻي توهان گهر وڃي آرام ڪريو پاڻ فرمايائون ته منهنجو هڪ ٻار تڪليف ۾ هجي ۽ مان آرام ڪريان. جڏهن مدرسي کي موڪل ٿيندي هئي ان ڏينهن پاڻ غريب شاگردن کي ڪپڙو ۽ خرچيون ڏيندو هو.

مرحوم جڏهن تقرير ڪرڻ تي ويهندو هو ته صرف توحيد ۽ رسالت تي وعظ

ڪندو هو. مرحوم جي حياتي ۾ ڪنهن ٻئي فرقي واري کي اها جرئت نه ٿيندي هئي جو سندس شهر ۾ ڪو ڪنهن جي شان ۾ گستاخي ڪري. پاڻ فرمائيندا هئا ته پانهون مالڪ جو در ڇڏي ٻين جي در ويندو ته ٻوڙ اهو هميشه ان سوداء ۾ هوندو ته منهنجو مالڪ ڪير آهي جنهن کي سڏيان.

آخر ۾ پاڻ مسجد جي ڪم لاءِ ڪراچي ويا جڏهن واپس آيا ته ڏينهن جو ٣ بجي دادو جي پرسان بس جو ٽڪر ٿي پيو جنهن ۾ مرحوم کي ڏاڍا ڌڪ لڳا سندس ڪئي چنگهه پچي پيئي بعد ۾ ان کي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو جتي هو زخمن جو تاب نه سهي سگهيو ۽ هن فاني دنيا کي ڇڏي پنهنجي خالق حقيقيءَ سان مليو. سندس عمر ان وقت ٦٢ سال هئي. پويان ٢ پٽ ۽ ٥ نياڻيون ڇڏي ويو. (حفيظ الرحمان برادر مولانا مرحوم)

## مولانا فيض محمد "واعظ"

مولانا فيض محمد ڏوڪري جو رهاڪو هو. تعليم مولانا عبدالرزاق کان ورتائين جو خيرپور ناٿن شاه جي پرسان ونجهي نالي ڳوٺ جو رهاڪو هو ۽ جان محمد لاڪير جي ڳوٺ ۾ سندس مدرسو هو. انهيءَ مدرسي ۾ مولانا فيض محمد، مولانا عبدالرزاق وٽ پڙهيو ۽ فارغ التحصيل ٿيو. دستار بنديءَ بعد مولانا فيض محمد ڏوڪريءَ ۾ پڙهائيندو هو. حڪيم مولوي قادر بخش ميرپورخاص وارو جڏهن ڏوڪريءَ جي اسڪول ۾ بدلي ٿي ويو، تڏهن اتي مولوي فيض محمد وٽ عربي پڙهي فارغ التحصيل ٿيو ۽ حڪيم صاحب فارسي وري خيرپور ناٿن شاه ۾ نوڪريءَ جي دوران ۾ ماستر ميان محمد اعظم وٽ پڙهي.

حڪيم مولوي قادر بخش چيو ته "مولوي فيض محمد نهايت مخلص هو ۽ فضول رسمن کي ختم ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهندو هو ايتري قدر جو ملا ڪڙو لڳندو هو ته اتي ئي وڃي ماڻهن کي وعظ ڪندو هو."

مولانا فيض محمد ۽ مولانا محمد سليمان اڪثر و بيشتر گڏجي وعظ ڪندا هئا. "هر گلي را رنگ و بوئے ديگر است" جي مضمون موافق ٻنهي جي وعظ جو رنگ جدا پر انهن جي وعظ ۾ فرق ڪرڻ آسان ڪم نه هو ٻنهي مان پورو مزو ايندو هو، جو ڪڏهن کي ٻئي تي ترجيح ڏيئي نه سگهبي هئي.

خلافت جي تحريڪ ۾ ڪابل ڏانهن هجرت ڪيائين ۽ ڪابل ۾ ئي وفات ڪري ويو پوءِ سندس ٻار موٽي آيا. شايــد سندس ٽي پٽ آهن- محمد ادريس، غلام نبي مختيارڪار ۽ ٽيون نامعلوم. ٻنهي ــان ٻئي پٽ عربي پڙهيل آهن. محمد ادريس ٻارن سميت وڃي مديني شريف ۾ سڪونت پذير ٿيو آهي. (مولوي دين محمد "اديب" فيروز شاهي رحـ- مهراڻ س- ن)

## مولانا محمد اسماعيل ابڙن وارا

مولانا جن حضرت مولانا فضل حق خيرآبادي کان پڙهيا هئا. سندن مکيه شاگردن مان مولانا نظر محمد ڦنگ وارا هئا جن کان مولانا قمرالدين انڙ ۽ انهن کان مولانا عبدالڪريم ڪورائي پڙهيا- مولانا محمد اسماعيل صاحب مولانا گل محمد ۽ مولانا غلام صديق شهداد ڪوٽي ڏانهن ڪبريٰ منطق جا ڪي سوال لکي موڪليا. جن جا جواب گهڻي دير کان پوءِ ڏنائون جو ان لاءِ هندستان مان ڪتاب گهرائڻا پيا. ڪنهن مجلس ۾ ملاقات ٿي ته مولانا محمد اسماعيل رحـ مولانا غلام صديق کي فرمايو غلام صديق! انهن سوالن جي جواب جو علم نه توکي هو ۽ نه ٻئي کي اهي جواب ڪيئن لکيوَ. مولانا غلام صديق فرمايو علم ائين کي به هو ۽ مونکي به آهي البت ڪتاب ڪونه هئا اهي گهرائي جواب لکياسين. (مولانا عبدالڪريم قريشي ٻيرائي)

مولانا محمد اسماعيل (ڳوٺ گل محمد ابڙو تعلقه قمبر) شروعاتي تعليم آباد جي قاضي صاحبداد وٽ ۽ سنڌ جي ٻين عالمن کان ورتي پوءِ رامپور ويو ۽ ڪجهه تعليم حضرت مولانا محمد قاسم نانوتوي کان پوري ڪيائين. (قاضي محمد ابراهيم)

## قاري ميران شاهه سنڌي

پهرين جنگ عظيم کان پوءِ شايد سن ١٩١٨ع يا سن ١٩١٩ع ڌاري ڪراچي ۾ سيد قاري، حاجي مولوي، ميران شاهه صاحب آيو هو جنهن کان راقم الحروف ڪجهه تجويد (قراءَت) جو علم حاصل ڪيو هو.

سيد مولانا الحاج قاري ميران شاهه صاحب نورالله مرقده اصل شهداد ڪوٽ ضلعي لاڙڪاڻي جو رهاڪو هو. ابتدائي تعليم قرآن، سنڌي ۽ فارسي سنڌ جي ڪنهن مدرسي

۾ پڙهيو. پوءِ ڪنهن وسيلي سان مڪہ معظم ۾ وڃي پهتو، اتي فن تجويد حاصل ڪيائين ۽ ڪافي عرصي تائين علم التجويد (قرأت) جي درس ۽ تدريس ۾ مشغول رهيو.

بهرحال ديار حبيب ۾ ڪافي عرصو رهڻ کان پوءِ موٽي هندستان پهتو اها بہ خبر ناهي تہ عربستان کان واپس اچڻ وقت سنڌ ۾ بہ ڪو وقت رهيو يا سڌو هندستان هليو ويو. (گمان غالب آهي تہ عربستان کان سڌو بمبئي کان ٿيندو لکنؤ پهتو هو.)

مگر اها خبر اٿر تہ قاري صاحب جن لکنؤ ۾ گهڻو عرصو رهيا هئا. ۽ شادي بہ لکنؤ مان ئي ڪيائون ۽ اتي ڪنهن اسلامي مدرسي ۾ بحيثيت استاد جي فن قرأت جي تعليم ڏيندا رهيا ۽ اهوئي علم لکنؤ جهڙي عاليشان بادشاهي شهر ۽ علمي مرڪز ۾ قاري صاحب جي عزت ۽ قيام جو باعث بڻيو هو ۽ پوءِ لکنؤ ۾ رهڻ واري زماني ۾ پنهنجي علمي لياقت جي ذريعي ايتري شهرت ۽ عزت پيدا ڪيائون جو لکنؤ جي هڪ اعليٰ خاندان مان شادي ڪيائين.

انهيءَ کان پوءِ جڏهن ١٩١٨ يا ١٩١٩ع ۾ ڪراچيءَ ۾ قاري ميران شاه صاحب جن آيا تہ ڪراچي صدر جي پرفضا محلي ۾ ”جامع مسجد قصابان“ ۾ خطيب مقرر ٿيا. انهيءَ وقت سنڌ جا پيا شهر تہ ڇڏيو پر ڪراچي جيڪو سنڌ جي حڪومت جو پاير تخت هو انهيءَ ۾ بہ ڪو ”قاري“ ڪونہ هو، قاري ميران شاه صاحب ڪراچي ۾ پهريون خوش الحان قاري هو. افسوس آهي تہ قاري ميران شاه جي سنہ ولادت توڙي تاريخ وفات معلوم ناهي، مگر علمي ڪمالات جو ذاتي علم اٿر، اهو مختصر بيان ڪريان ٿو.

قاري ميران شاه ست قرأتون ڄاڻندو هو. عربي، فارسي ۽ اردو اهڙي فصيح ۽ بليغ ڳالهائيندو هو، جهڙي سنڌي ڳالهائيندو هو، باوجوديڪ سندس زندگي جو گهڻو پاڱو عربستان ۽ لکنؤ ۾ گذريو هو، تنهن هوندي بہ سنڌي ٻولي اهڙي صاف ۽ سهڻي ڳالهائيندو هو جو ڄڻ بہ ڪنهن ٻوليءَ سان سندس واسطو ئي نہ رهيو هو.

ڪراچي شهر جا عام ماڻهو شادي توڙي غمي جي موقعن تي کيس گهرائي وعظ ڪرائيندا هئا. انهيءَ زماني ۾ ڪراچي جي مسلمانن ۾ بحيثيت واعظ جي بہ ماڻهو مقبول ۽ مشهور هئا. هڪڙو مولوي عبدالڪريم درس سنڌي ۽ ٻيو مولوي غلام رسول قاري پنجابي. مگر ماڻهو قاري ميران شاه جا عاشق ۽ فدائي ٿي پيا ۽ هر موقعي تي قاري ميران شاه صاحب کي بصد احترام پنهنجي مجلسن ۾ گهرائي وعظ ڪرائيندا

هئا. قاري صاحب شرڪ ۽ بدعت جو ڏاڍو مخالف هو. قاري ميران شاه جو معمول هوندو هو ته ٻهرين حمد ۽ صلواة سان پنهنجي تقرير جي شروعات ڪندو هو، پوءِ قرآن شريف جون چند آيتون تلاوت ڪندو هو ۽ ان جو تفسير ۽ تشريح عام فهم لفظن ۾ بيان ڪندو هو. انهيءَ کان پوءِ ساڳي موضوع جي مناسبت سان حديثون پيش ڪندو هو. انهي سان گڏ مولانا جلال‌الدين رومي رحه جي مثنوي جا بيت نهايت عمدي ۽ دلڪش پيراءِ ۾ پڙهندو هو ۽ ان جو مطلب تمام سهڻي نموني ۾ بيان ڪندو هو.

قاري صاحب ان وقت غالباً سٺ سال زندگي جا گذاري چڪو هو، مگر سندس آواز ايترو ته بلند هو جو لائوڊ اسپيڪر جي ضرورت ني ڪانه هوندي هئي.

قاري ميران شاه جي زبان جو ميٺاج ۽ تقرير اهڙي دلڪش هوندي هئي جو غير مسلم (پارسي ۽ هندو) واٽ ويندي ڪلاڪن جا ڪلاڪ بيهي رهندا هئا.

قاري صاحب جو ڪو، وعظ اهڙو نه هوندو هو، جنهن سان سامعين جي دلين ۾ به مختلف ڪيفيتون پيدا نه ٿين. يعني قاري صاحب جي تقرير ۾ اها خوبي هوندي هئي، جو ڪڏهن ته سامعين سڏڪا ڀري زار و قطار روئيندا هئا ته ٿوري دير کان پوءِ لهڪ ڏيئي کلندا هئا ۽ جيڪي ماڻهو بيٺل هوندا هئا انهن جي دلين ۾ هڪڙي قسم جو نشو چڙهي ويندو هو. انهي ڪري کين ٿڪ جو احساس ني ڪونه هوندو هو.

**فن سپهگري:-** قاري ميران شاه جنگي فنون ۾ اعليٰ درجي جي مهارت رکندو هو. هن عبارت مان هي مطلب نه آهي ته قاري ميران شاه ڪو فوجي جرنيل هو، بلڪ مطلب هي آهي ته اڳي جڏهن توپون ۽ مشين گنون ڪونه هيون، ان وقت تلوار، ڀالي ۽ لٺ سان دشمن جو مقابلو ٿيندو هو ۽ فن سپهگري ۾ اهو ماڻهو هوشيار ۽ بهادر ليکبو هو، جو فقط لٺ سان ميدان ۾ نڪري هڪ کان وڌيڪ ماڻهن جو مقابلو ڪري دشمن کي پڇائي سگهندو هو. فن سپهگري ۾ فقط بدني طاقت ۽ دليري ڪم نه ايندي هئي، بلڪ خالي لٺ سان هڪ ماڻهو پنجاه ماڻهن جو مقابلو ڪرڻ جو خاص فن ڄاڻندو هو. انهيءَ فن ۾ قابليت هي آهي ته جڏهن دشمن حملو ڪري ته پينترو بدلائي، دشمن جي وار کان پاڻ بچ ني وري يڪدم دشمن تي وار ڪري، اهڙي طرح دشمن تي غالب اچي وڃي. انهي جي لاءِ لٺ هڻڻ ۽ دشمن جي لٺ کي روڪڻ جو خاص فن آهي. ساڳيءَ ريت فن سپهگري ۾ هڪ خاص فن آهي جنهن کي "بنوٽ" چوندا آهن، انهيءَ فن جا ماهر دهلي، لکنو ۽ يوپي جي ٻين شهرن ۾ اڄ تائين موجود

آهن. "ٻنوت" اهڙو فن آهي جو انهيءَ جو ڄاڻندڙ بلاشبہ پنجاه ماڻهن جو مقابلو ڪري سگهي ٿو. قاري ميران شاه کي انهيءَ فن ۾ واقعي ڪمال حاصل هو.

**قاري صاحب جا شاگرد:-** قاري ميران شاه جا مڪه شريف ۽ لکنو ۾ شاگرد گهڻا هئا. باقي ڪراچي ۾ فقط ٻن ماڻهن قراءت سکي هئي. هڪڙو هي احقر ٻيو حافظ رمضان لاڙوي ثم ڪراچوي بيلف ٽيون نور محمد پنجابي.

آخرالذڪر مئي در ڪراچي جي هڪڙي مسجد ۾ ٻارن کي قرآن پاڪ جي تعليم ڏئي رهيو آهي ۽ سٺو قاري آهي. چوٿون خاص الخاص شاگرد سندس فرزند محمد شاه هو جو مصري لهجي سان تمام سهڻو قرآن پڙهندو هو ۽ اهوئي اڪيلو سندس پٽ هو. ٻيو ڪوبہ اولاد ڪونہ هئس.

**ڪراچي کي الوداع:-** قاري ميران شاه صاحب سيلاني طبيعت جو ماڻهو هو، تنهنڪري ڪنهن بہ هڪڙي شهر ۾ ڏهن پندرهن سالن کان وڌيڪ رهڻ پسند نہ ڪندو هو، تنهنڪري نيٺ ڪراچيءَ کي بہ خيرباد چئي، سڌو دکن حيدرآباد ويو.

**والي حيدرآباد طرفان عزت افزائي:-** قاري ميران شاه جڏهن حيدرآباد دکن ۾ پهتو تہ ٿورن ئي ڏينهن کان پوءِ سڄي دکن ۾ سندس شهرت ٿي وئي شهر جي مختلف محلن ۾ کيس وعظ جي دعوت ڏني وئي. قاري صاحب جي علمي لياقت ۽ خوش بياني عوام ۽ خواص ۾ مشهور ٿيندي وئي، نيٺ دکن جي نواب مير عثمان علي خان وٽ خبر پهتي. نواب صاحب کيس دعوت ڏني، سندس تقرير دلپذير ٻڌي ايترو متاثر ۽ محظوظ ٿيو جو قاري صاحب کي چيائين تہ هاڻي سڄي حياتي توهان اسان جا مهمان آهيو. توهان کي جيترو خرچ گهرجي، اوترو سرڪاري خزاني مان توهان کي ملندو رهندو. پوءِ قاري صاحب کي هڪڙو بنگلو ڏنو ويو ۽ سرڪاري طرح سندس وظيفو مقرر ٿيو جو شايد ڇهہ سئو روپيہ ڪلدار (ماهوار) مقرر ٿيا هئا ۽ مٿس ڪم فقط اهو هو تہ جڏهن نواب صاحب کيس طلب فرمائي تہ مجلس ۾ شريڪ ٿئي ۽ جمعہ جي نماز "مڪہ مسجد" ۾ پڙهائي، ڇاڪاڻ تہ جمع جي نماز نواب صاحب پاڻ جامع مسجد (جنهن کي مڪہ مسجد چيو ويندو هو) ۾ پڙهندو هو. (حڪيم قاضي حافظ محمد يعقوب قادري مضمون سہ ماهي الرحيم ١٩٦٨ع)

# ضلع دادو

## مخدوم مولانا غلام محمد ملڪاڻي

سندن ولادت بلوچ خاندان ۾ ١٤ رمضان المبارڪ ١٢٧٦ھ ۾ ٿي. والد صاحب غلام محمد ۽ والده سگوري غلام احمد نالو تجويز ڪيو. پنهنجي مهر تي، جا پنهنجي سڀني تحريرات تي هڻندا هئا، حسب ذيل مصرع لکرائي ڇڏي هئائون:

"نازم ببخت خود که غلام محمدم"

سندن ولادتگاه تعلقي دادوءَ ۾ "ملڪاڻي" نالي هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو. ستن الن سالن جي عمر ۾ ڪين قرآن مجيد پڙهڻ لاءِ ڳوٺ جي نزديڪ هڪ مڪتب ۾ موڪليو ويو، جتي هڪ سال جي عرصي ۾ قرآن مجيد جي تعليم حاصل ڪيائون. سندن استاد هڪ فياض شخص آخوند عبدالڪريم نالي، مخدوم جنيد (هڪ جيد عالم) جي پوين مان هو. ان ڪان پوءِ دادوءَ جي لڳ ڀڳ سالن جي ڳوٺ ۾ "بهار دانش" ۽ "انوار سهيلي" تائين فارسي پڙهيا. ساڳي ئي وقت ۾ دادوءَ جي پرائمري اسڪول ۾ سنڌيءَ جي ستن درجن جو امتحان پڻ ڏنائون. حضرت صاحب جن فارسي پڙهڻ ڪان پوءِ عربيءَ جي اعليٰ تعليم ۾ مشغول ٿي ويا. سن ١٣٠٢ هجريءَ ۾، پنجويهن ورهين جي عمر ۾، حضرت مولانا محمد حسن صاحب حيدرآباديءَ جي حلقهءِ درس ۾ عربيءَ جي دستار بندي فرمايائون.

حضرت صاحب جن جي اساتذه جو تعداد اگرچ ايڏو گهڻو نه هو، پر ان هوندي به، علمي جستجو ڪين گهڻن عالمن جي حلقهءِ درس ۾ زانوي ادب ته ڪرڻ جو موقعو ڏنو. سندن استادن مان آسمان علم جا آفتاب جي بزرگ هئا، اهي آهن- حضرت مولانا حاجي حسن الله پاٽائي، حضرت مولانا عطاءالله فيروزشاهي، ۽ حضرت مولانا محمد حسن حيدرآبادي. هنن ٽنهي حضرات جي حلقهءِ درس ۾ پاڻ اگرچ چڱو عرصو رهي جدا جدا علوم و فنون جي تعليم حاصل ڪئي هئائون، مگر جيئن ته آخري مبور مولانا محمد حسن جن جي ئي حلقهءِ تدريس ۾ فرمايو هئائون، تنهنڪري سڀني حضراتن ڪان مولانا محمد حسن جن کي ئي پنهنجو وڏيڪ استاد ڪري ڄاڻندا هئا، ۽

انهيءَ ڪري ٿي پنهنجي تعليم جو مستند سلسلو ۽ سڀ ڪان وڌيڪ نسبت شهدادڪوٽي بزرگن سان ڳنڍيندا هئا، جو تہ حضرت مولانا محمد حسن، استاذالآفاق حضرت مولانا نور محمد شهدادڪوٽي رحہ جا شاگرد هئا- جيئن هن سلسلي بنسبت حضرت صاحب جن "المنح الملڪ الجليل" ۾ ضمناً هڪ موقعي تي اهو سلسلو لکيو آهي.

حضرت صاحب جن، علم جي عبور بعد، حضر خواه سفر ۾ ڪم و بيش چاليهن سالن تائين درس تدريس ۾ مشغول رهيا. سندن حلقءِ درس ۾ تقريباً سو کن شاگرد علوم و فنون متفرقہ جي حاصل ڪرڻ لاءِ هروقت حاضر ۽ موجود رهيا ٿي. مبتدي شاگردن ڪان علاوه ڪيترا منتهي ڪجهہ وقت سندن خدمت ۾ رهي تفسير، حديث، فقه، ادب، معاني ۽ بديع جي اعليٰ تعليم حاصل ڪندا هئا:

هن ڪان پوءِ سندن زندگيءَ ۾ اهو انقلاب آيو، جنهن ۾ زندگيءَ جو ڪجهہ عرصو بيروني ملڪن- هندوستان، پنجاب، عراق ۽ حجاز، وغيره جي سير و سفر ۾ گذاريائون. عراق ۽ حجاز جي سفر ۾، جو سن ١٣٥٧ هجريءَ ۾ ارمايو هئائون، بغداد شريف پهچي، ڪئين ڏينهن حضرت محبوب سبحانيءَ جي درگاه تي عبادت الاهي ۾ مشغول رهيا، ۽ خانقاهہ شريف جي سجاده نشين حضرت سيد مصطفيٰ قادري رحہ ڪان طريقہ عاليہ قادريہ ۾ دست بيعت ٿيا، ۽ چند ڏينهن جي محنت ۽ مشقت بعد هن سلسلي جي سند حاصل فرمايون. حضرت صاحب جن کي هن سفر ۾ هاڻي ٽيون سال ختم ٿيڻ وارو هو. سندن ارادو هو تہ باقي حياتيءَ جا ڏينهن پڻ پربن جي پاڙي ۾ پورا ڪرڻ بهتر آهن. ڪين مديني منوره ۾ سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جي روضہ اطهر تي رهندي پورو ڏيڍ سال جو عرصو گذري چڪو هو. هن عرصي درميان پاڻ ڪڏهن مڪي معظم ۾ پڻ ڏينهن جا ڏينهن وڃي حرم محترم ۾ رهندا هئا ۽ عبادت الاهي ڪندا هئا. مڪي شريف جي وڏن عالم سان سندن علمي گفتگو رهندي هئي ۽ مباحثا ٿيندا هئا- خاص ڪري مڪي معظم جي هڪ وڏي مفتيءَ ۽ مشهور عالم سيد احمد دحلان محدث سان سندن کهڻي رغبت هئي، ۽ مڪي شريف جي مشهور عربي درسگاهہ "مدرسہ صولتيہ" جي باني ۽ مدرس اعليٰ شيخ رحمت الله مهاجر مڪي رحہ سان پڻ سندن رشتءِ محبت قائم هو. حضرت صاحب جن جي ڪمال علم ۽ خاص ڪري فقيهانہ تحقيقات جا هي علماءِ ڪرام گهڻو معترف هئا، ۽ کين "ابو حنيفہ ثاني" جو خطاب ڏيندا هئا. مڪو مڪرم ساريءَ دنيا ۾ اسلامي علوم و فنون جو هڪ وڏو مرڪز هو- خاص ڪري

حج واري زماني ۾ متفرق ملڪن جا ڪيترائي وڏا وڏا علماء اچي هتي گڏ ٿيندا هئا. هن دوران ۾ حضرت صاحب جن جي "شام" جي وڏي عالم ابو نصر محدث سان ملاقات ٿي، جنهن بزرگ کي ساڍيون ٻارهن هزار مستند حديثون ياد هيون. حضرت صاحب جن هن بزرگ بنسبت فرمائيندا هئا ته "اسان هن سڄي سفر ۾ ابو نصر شاميءَ جهڙو عالم نه ڏٺو". سن ۱۳۱۹ھ ۾ هندوستان جو سفر فرمايائون. هـن دوران سرهند شريف پهچي، حضرت امام رباني جي خانقاه جي زيارت کان مشرف ٿيا. ان کـان پوءِ وري درگاه موسٰي زئي شريف، گولڙا شريف ۽ ٻيون گهڻيون خانقاهون جيڪي ان وقت هندوستان ۾ بالڪل مشهور معروف هيون سي ڏٺائون، ۽ مڙني مشائخن جـي خدمت ۾ ڪجهه ڏينهن رهي طريقت جي چئن مشهور سلسلن جون سندون حاصل فرمايائون.

سن ۱۳۲٦ھ مطابق ۱۹۰۸ع ۾ حضرت جن ٻيو ڀيرو پنجاب جو سفر فرمايو، ۽ هن دفعي ملتان پهچي سيدالقراء حضرت حافظ عبدالحڪيم رحہ جي حلقهء درس ۾ ڇهن مهينن جي مختصر عرصي ۾ قرآن مجيد جو حفظ فرمايائون. حضرت صاحب جن نه صرف قرآن مجيد جا حافظ هئا، بلڪ قاريءِ قرآن هئا. ڇهن مهينن اندر سڄو قرآن حفظ ڪرڻ حقيقت ۾ هڪ ڪرامت هئي، مگر پاڻ ٿوري عرصي ۾ اهڙي ته مڪمل غير معمولي تعليم حاصل فرمايائون، جو قرآن عربي کي عرب جي قانون موجب ترتيل ۽ تجويد سان پڙهندا هئا.

واپسي ۾ سندن استاد قراءة جو پنجابي زبان ۾ قلمي رسالو مقدمه فيضي به عنايت ڪيو. ڪين مقدمہ جزري ياد هو.

پاڻ خواجه عبدالرحمان سرهندي سان نقشبندي طريقي جي بيعت ڪئي سندن وفات بعد خواجه ولي محمد ملاڪاتياري سان تعلق ڳنڍيائون.

**سندن شاگرد:-** مولانا حاجي عبدالرحيم (سابق معلم فقه سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي)، حضرت جن جي شاگردن مان اهو مشهور ۽ جيد عالم هو، جن کـي سنڌ جو هر تعليم يافته گروه اخلاص ۽ عقيدت جي نظرن مان ڏسي ٿو. اهـڙيءَ طرح، ٻيا به ڪيترائي جيد عالم قبله صاحب جن جي حلقهء درس مان فيضياب ٿي شهره آفاق بڻجي ويا. جئن ته مولانا مولوي امير محمد شاه اميناڻين وارو، مولانا مولوي محمد ڪامـل، ملڪن وارو، مولانا محمد حسن سيالن وارو، مولانا مولـوي عبدالخالق جهلي وارو، مولانا مولوي خان محمد جوهيءَ وارو، مولانا مولوي محمد مڍن وارو، مولانا مولوي عبداللطيف للين وارو، وغيره.

سندن خليفا:- (١) مولانا فقير محمد ويهڙائي (دادو ضلعو)، (٢) مولانا حافظ محمد صالح ڪرمپوري (دادو)، (٣) مولانا شير محمد اپاوڙائي (سکر ضلعو)، (٤) مولانا سيد خيرشاه جلبانوي (دادو ضلعو)، (٥) مولانا عبدالهادي ٻوبڪائي (دادو ضلعو) (٦) مولانا محمد عبدالله المعروف ٻ يمشي (نوابشاه ضلعو)، (٧) مولانا عبدالرحمان منڇرائي (دادو ضلعو)، (٨) مولانا الحاج محمد موسيٰ منڇرائي (دادو ضلعو)، ۽ (٩) مولانا امير محمد پسند خان قدس الله سره العزيز- هيءُ بزرگ جبل جي مينگل سردارن مان هڪ وڏا اولياءالله ٿي گذريا آهن. سندن مسڪن شريف "سارُنو" اهو جبل جي ڀرسان پر وارو ملڪ آهي.

حضرت صاحب جن کي اگرچ سڀني علمن ۾ هڪجهڙو ڪمال حاصل هو، مگر سندن توجهه اڪثر فقه جي طرف رهيو، چو ته تحقيقات لاءِ روزانو وڏن جيڪي فتوائون اينديون هيون، انهن جو انداز نهايت غير معمولي هوندو هو. ڪئين سالن فقهي مسئلا ڪٺي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيندا هئا ۽ پاڻ انهن جي تحقيقات ڪري شافي فتوائون لکندا هئا. سندن رحلت کان پوءِ، لاڳيتن ٽن سالن جي عرقريزيءَ بعد، راقم خاڪسار انهن سڀني تحريرن ۽ بياضن کي وقت جي ٻين جيد عالمن جي مشوري سان ڪتابوار ترتيب ڏيئي، ٻن ضخيم جلدن ۾ "فتاويٰ ملڪاني" جي نالي سان مرتب ڪيو آهي. ابتدا "ڪتاب العقائد" کان اٿس. ٻنهي جلدن جي ضخامت تقريباً ١٥٠٠ صفحا ڪن ٿيندي. نهايت مستند "فتاويٰ" آهي. اڃا شايع نه ٿي آهي. هن فتوا کان سواءِ حضرت صاحب جن جون ٻيون هيٺيون تصنيفون آهن:

١- سبيل الرشاد (عربي زبان ۾ فن وعظ ۽ تاريخ جو بينظير ڪتاب، چار جلد، هرهڪ جلد ۾ ٻارهن وعظ، چئني جلدن ۾ ٤٨ وعظ آهن. حضرت جن جو دستور هو ته سڀني جي هرڪنهن مهيني جمع تي پنهنجي خانقاهه شريف تي وعظ فرمائيندا هئا، تنهنڪري هرهڪ جلد ۾ اهي سندن ٻهترين تقريرون سڄي سال جون جمع ڪيل آهن)، ٢- تنقيح المقاصد و المعاني، ٣- حسن الخطاب في اثبات العقاب، ٤- تعويذ الله الاحد، ٥- نتيجة الافكار و المحن في الرد علي المفتي الماجن، ٦- تحفة الاقران، ٧- السيف القهري علي عنق النوشهري، ٨- ذلاقة الكبيره في تحقيق نكاح الصغيرة، ٩- عمدة الرسائل، ١٠- منح الملك الجليل في جواز القيام والمعانقة والتقبيل، ١١- الحق الصريح، ١٢- فتح الخلاق في الرد علي عبدالرزاق، ١٣- ايقاظ الناعس الغبي في عدم ايقاع طلاق الصبي، ١٤- زجر الغوي

البليد في تحقيق وجوب التقليد، ١٥- القول الحسان، ١٦- ترويح جنان المنصفين، ١٧- زجر الفضيح، ١٨- تحفة العارفين الصوفية، ١٩- ايضاح لمااشتبه علي الملاح وغيره. ٻيا ڪجھ شعر بہ چيو اٿن.

**وفات:-** ٢٢ جمادي الثاني ١٣٥٤هه مطابق ٢٢ سيپٽمبر ١٩٣٥ع آچر ڏينهن فوت ٿيا (مخدوم احمد مجتبيٰ- مهران- س-ن)

مولانا ملڪائي ٻاڻ ڪي مانڊي ۾ ڪٿائيندو هو. چوندو هو مان هن ڪري ٻاڻ کي دانڊي ۾ ڪٿايان ٿو تہ جيئن علماء جو احترام وڌي. مولانا ملڪائي لغاري بلوچ هو (مولانا نثار احمد بهاولپوري)

مولانا غلام احمد ملڪائي نقشبندي هدايہ تائين مولانا عطاءالله فيروزشاهي وٽ پڙهيو باقي ڪتاب حيدرآباد ۾ مولانا محمد حسن وٽ پڙهي دستاربندي ڪيائين پوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ فيض ظاهري ۽ باطني جي ٻالوٽ ڪندا رهيا. سندس شاگرد آهن. ١- مولوي قاضي عبداللطيف. لليا تعلقہ مورو جيڪو ٣٥ سال اڳي فوت ٿي ويو آهي ٢- مولوي نبي بخش ملڪائي ٤٠ سال کان اڳي فوت ٿيو آهي ٣- مولوي عبدالخالق چچڙو ڳوٺ جهلو ضلع دادو ٤٠ سال اڳي فوت ٿي ويو آهي ٤- مولوي قاضي خير محمد (لليا تعلقہ مورو) ٣٠ سال کان ٿيا آهن جو فوت ٿي ويو آهي ٥- مولوي عبدالله يمني (ڳوٺ الهہ بخش ڪهپر تعلقہ سڪرنڊ) ٢٢ سال اڳي فوت ٿي ويو آهي ٦- مولوي عبدالوحيم مگسي فقيہ ۽ اديب هو ضلع دادو جو هو. سالن جا سال سنڌ مدرسة الاسلام ۾ استاد هو. ٢١ سال اڳي وفات پائي چڪو آهي ٧- مولوي محمد پيرزادو (ڳوٺ منڊ ضلع دادو) ٢٠ سال کان ٿيا آهن ان جي وفات کي ٨- مولوي محمد اسماعيل ميمڻ (ڳوٺ ڳچيرو تعلقہ مورو) ٢١ سال اڳي فوت ٿي ويو آهي ٩- مولوي محمد حسن عباسي (ڳوٺ سيال ضلع دادو) ١٠ سال ٿيندا جو وفات ڪري ويو آهي ١١- مولوي خان محمد رند (جوهي) ١ سال اڳي هي جهان ڇڏي ويو آهي ١٢- مولوي قاضي محمد ڪامل وينڊل ڳوٺ ملڪ تعلقہ مورو (حافظ محمد احسن چنہ سماهي الرحيم ١٩٦٥ نمبر٤)

## مولانا محمد حسن قريشي

تيرهين صدي ۾، درويش صفت، بزرگ صورت، بحر علم، چشمء فيض، مردڪامل،

فاضل، عالم، حضرت مولانا مولوي ميان محمد حسن صاحب جن جي هستي سرزمين سنڌ تي فخر جو باعث هئي. سندن والد جو نالو مولوي حاجي محمد، ۽ سندن ڏاڏي جو نالو محمدحسن هو. خدا جي فضل سان پشت به پشت عالم، ڪامل ۽ فياض ٿيندا آيا آهن. سندن خـــاندان قريشي صديقي هو. سندن ولادت جـــو هنڌ نوشهرو فيروز ضلعو نوابشاهه هو.

سندن والد ماجد ۽ چاچو بزرگ محمد صالح ڪامل ولي‌الله انگريزن جي شروعاتي دور حڪومت ۾ هجرت ڪري اچي ڳوٺ ڪنڊي تعلقي دادو ۾ سڪونت پذير ٿيا، ۽ اتي ئي سندن درگاهه آهي. بزرگ صاحب نير جي پوک ڪندا هئا. محمد حسن صاحب به انهيءَ ڪم ۾ مدد ڪرائيندو هون. تعليم جي لائق ٿين تي، پنهنجي والد مولانا حاجي محمد صاحب وٽ تعليم وٺڻ لڳا. ٿوري عرصي ڪانپوءِ، سندن والد شهدادڪوٽ ۾ استادالعلماء مولانا مولوي نـــور محمد صـــاحب جن وٽ کيس ڇڏي آيو. مولانا محمد حسن صاحب جن ديني علم جـــي تحصيل ڪري، پوءِ روحاني تعليم به پنهنجي استاد وٽ وٺڻ لڳا. آخر ظاهري باطني علمن ۾ ڪماليت حـــاصل ڪري، استاد جي اجازت سان، اچي پنهنجي ڳوٺ ڪنڊي ۾ درس کوليائون. ٿوري وقت بعد ڳوٺ ٻقاپور تعلقي لاڙڪاڻي جي معزز زميندار ميان نور محمد شاه پنهنجي ڳـــوٺ ۾ مدرسو جاري ڪري کين دعوت ڏيئي اچي مدرس مقرر ڪيو.

رفتي رفتي، مولانا محمد حسن صاحب جن جي علميت جي سڄيءَ سنڌ ۾ نـاموس ٿي ويئي. ان زماني ۾ حضرت خواجه عبدالرحمان صاحب سرهندي ۽ قـاضي فيض محمد ساڪن "ٽهٽا" (تعلقو سيوهڻ)، جو حيدرآباد ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر هو. انهن ٻنهي صاحبن جي مشوري سان حيدرآباد شهر جي مائي خيريءَ واري مسجد شريف ۾ ديني مدرسو جاري ڪيو ويو، جنهن ۾ مولانا محمد حسن صـــاحب جن کي مدرس مقرر ڪيو ويو. اتي سڄي زندگي تعليم ۽ تدريس جو ڪم ڪندا رهيا، ۽ سو يـــن ماڻهو سندن علم جي درياهه مان سيراب ٿيا، جن مان هيٺيان صاحب جيد عالم ۽ مشهور ٿيا: الحاج مخدوم حافظ مولانا مولوي غلام محمد صاحب ملڪاڻي (هي صاحب وڏو عالم، فاضل، فياض ٿيو. هن صاحب ١٣٠٢ هجريءَ ۾ دستاربندي ڪئي هئي)، مولانا حاجي محمد صادق صاحب ٽرڙي محبت وارو (سنڌ جي مشهور واعظالاسلام مولانا محمد سليمان صاحب جو استاد)، مولوي خليفو عبداللطيف صاحب هالائي، مولوي ميان شاه محمد صاحب مجاور

هالائي، مولوي عبداللطيف صاحب حيدرآبادي، سيد فاضل شاه صاحب حيدرآبادي، ۽ مولوي ميان حسن الله صاحب پاٽائي.

سندن همعصر ميان عطاءالله صاحب فيروز شاهي، مولوي غلام صديق صاحب ۽ مولوي ميان گل محمد صاحب (ٻيئي سندن استاد زادا هئا).

٦٠ ورهيه عمر ۾ سندن وفات ١٣٠٩هه ۾ ٿي انهيءَ حساب سان سندن پيدائشي سال ١٢٤٩هه ٿيندو. سندن فرزند، قاضي حاجي محمد دادوءَ ۾ سڪونت پذير آهي.

پاڻ ٻڍاڙيءَ جو زمانو مائي خيريءَ واري مسجد جي مدرسي سان ڇڏي وڃي "ڪانگن ڪاڏي" پاڙي جي مسجد ۾ مدرسو جاري ڪيائون، اُتي آخر سن ١٣٠٩هه ۾ دارفاني مان لڏي دار بقا ڏانهن راهي ٿيا، ۽ اتي ئي سيڻن جي مقام ۾ مدفون ٿيا. موجوده تلاء نمبر ٢ ۽ ٣ واري ايراضي ڪي ڪانگن ڪاڏي (ڍنڍ) سڏيندا هئا (مهراڻ سوانح حيات نمبر مضمون حافظ محمد احسن چنه دادو)

هي بزرگ اصل ضلع دادو جي ڳوٺ ڪنڊي جو رهاڪو هو هن سمورا ڪتاب نهايت جانفشاني ۽ محنت سان شهدادڪوٽ جي مولانا نورمحمد ۽ سندس فرزند ارشد مولانا گل محمد صاحب وٽ پورا ڪيا. هڪ معتبر ماڻهو ڳالهه ڪئي ته طالب علمي جي زماني ۾ ڪڏهن به گهر نه ويو. گهران پيا دوستن کان آيل خط هڪ مٽ ۾ وجهندو ويو. دستاربندي کان پوءِ اهي خط پڙهيائين ڪي غمن جا هئا ته ڪي خوشي جا. چيائين اگر پڙهان ته پڙهائي تي اثر پوي ها. کيس سمورا علم ياد هئا. شهدادڪوٽي فيض جو اوائلي فيضياب هو. مولانا غلام محمد ملڪاڻي بلوچ، قاضي هدايت‌الله متعلوي، مولوي احمد بن محمد ابڙو، علامه قاضي اسدالله لڪڙائي، مولوي محمد هالائي ۽ پيا سوين ان جا شاگرد آهن. هن صاحب حيدرآباد ۾ شادي ڪئي مگر ڪو به اولاد ڪونه ٿيو (تذڪره مشاهير سنڌ از وفائي)

نزهةالخواطر ۾ کيس قاري به لکيو ويو آهي. وفائي صاحب جيڪي لکيو آهي ته کيس اولاد ڪونه ٿيو اهو صحيح نه آهي. هن وقت دادو ۾ سندن پوٽا آهن. (ع-ب-چ)

مولانا جو پٽ قاضي حاجي محمد پارسي جو ماهر هو ۽ مقبول استاد هو کيس ٻه پٽ آهن. مولانا محمد حسن جا ڪتاب قاضي محمد وٽ هئا انهن ۾ حضرت‌نانونوي‌رح ۽ حضرت گنگوهي جي تمام گهڻي تصنيفات موجود هئي (مولانا نثاراحمد بهاولپوري)

# علامه حاجي عطاءالله فيروزشاهي

مولانا حاجي عطاءالله جن جي نسب جو سلسلو حضرت بهاؤالدين زڪريا ملتاني قدس سره جي خليفه پيروچ سان ملي ٿو. مولانا صاحب جن ڳوٺ فيروز شاه تعلقي ميهڙ ضلعي دادو ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم فيروزشاه ۾ پنهنجي والد مولانا خيرمحمد وٽ ورتائون. مولانا عبدالرؤف مورائيءَ وٽ "شرح جامي" تائين پڙهيو. ۽ حضرت مولانا نورمحمد ۽ گل محمد شهدادڪوٽيءَ وٽ دستار فضيلت ٻڌائين. مولوي محمد صديق سندن شاگرد، جي روايت آهي ته ٻه سال موري ۾ پڙهيا. ۽ انهيءَ وچ ۾ ڳوٺ ڪونه آيا. شهدادڪوٽ ويندي، نئين ڳوٺ جي پتڻ ڪان درياهه عبور ڪيائون. فيروزشاه انهيءَ مقام ڪان چار ميل پري هو، ان هوندي به ڳوٺ والدين جي زيارت تي نه آيا ۽ سڌو شهدادڪوٽ هليا ويا. اتي سانده ٻه سال پڙهي تحصيل ڪيائون. سندن همدرس مولانا حسن الله صاحب پاٽائي هو، پر هو شادي واسطي ڪجهه ڪتاب رهائي، اڳي ئي دستاربندي ڪري ويو. مولانا صاحب سارو نصاب پورو ڪري، پوءِ دستاربندي ڪئي. سندن استاد ڪين ڏاڍي ۾ حاجي حامدالله صاحب ميمڻ پيلي وارو (جو ان شهدادڪوٽ پڙهندو هو) ڏنو. مولانا حامدالله تمام ذڪي هو. وڏن ڪتابن جي مشڪل مقامات ۾ سندس تشفي نه ٿي، ان ڪري فيروزشاه مان موڪلائي وري شهدادڪوٽ ۾ مڪرر پڙهڻ ويو. اتي جو حال ڏسي، وري فيروزشاه آيو ۽ چيائين ته "مولانا فيروزشاهيءَ ڪان وڌيڪ ڪو به تشفي ڏيئي نه سگهندو."

مولانا عطاءالله ڏينهن جو پڙهائيندو هو، ۽ رات جو عبادت ڪندو هو. سندن زبان وٽ ويندي به ذڪر خدا ۾ مشغول هوندي هئي. "اياک نعبد و اياک نستعين" گهڻو پڙهندو هو. سندن دستاربند شاگرد الڪل ٻه درجن آهن. جن مان پهريون مولانا حامدالله صاحب ۽ ٻيون مولانا محمد اسماعيل سومرو آهي. انهن ٻنهي بزرگن خوب پڙهايو، ۽ وٽائن بيشمار شاگرد دستاربندي ڪري نڪتا. سندن شاگردن مان ميان محمد آڪرو به نهايت فياض ۽ متقي هو. مولانا چوندو هو ته "جي ادب ڪي صورت هجي ها، ته ميان محمد جي شڪل اختيار ڪري ها". مولانا صاحب مقبول دعا ۽ صاحب همت هو. سندن مقبول دعائون مشهور آهن. هڪ دفعي باراني نماز پڙهائڻ سان ايترو مينهن وسو جو واهه وهي هليا! درياهه فيروزشاه کي پاتو ٿي: شهر لڏي

ويو، مولانا خدا تي رکي نہ لڌيو- ۽ آخر دريءَ چڏي ويو.

مولوي محمد صديق هڪ خط ۾ مونکي لکيو تہ مولانا صاحب پاڻ چوندا هئا تہ "منهنجي عمر، نبوي عمر جيتري ٿي چڪي آهي". پاڻ صاحب ڪشف هوندا هئا.

پاڻ صاحب سوز هئا. سماع سان گهڻي محبت هوندي هين. مولوي محمد هاشم صاحب، خطيب جامع مسجد نوابشاه، جو ولڻ پڙهيو هو، سو چوي ٿو تہ "تهجد جي وقت مون کي اٿاريندا هئا. پاڻ نماز ۾ مشغول هوندا هئا ۽ مان غزل چوندو هوس. مون کي ننڊ ولي وينديءَ هئي، تہ وري مون کي جاڳائيندا هئا".

ڪين آخري عمر ۾ آگر ۾ ننائو نڪتو، ان جي علاج لاءِ دادو ويا هئا. ڪين ڏاڍي تڪليف هئي. اتي ئي مولوي حاجي محمد هاشم سائن گڏ هو. آخر انهيءَ بيماريءَ مان جانبر نہ ٿيا، ۽ ١٦ رجب المرجب ١٣٢٥هہ جان جان آفرين جي سپرد ڪيائون. سندن مزار ڳوٺ ۾ لهيل آهي.

مولوي هدايت الله هالائيءَ سندن وفات بابت فارسيءَ ۾ قطعہ تاريخ لکيو، ۽ پنهنجي هٿن سان ڪاشيءَ جي سر تي منقش ڪري، قبر تي چسپان ڪيائين. مولوي هدايت الله صاحب سندن تاريخ جو مادو "مغفره" (١٣٢٥) ڪڍيو آهي، ۽ مون بنده (دين محمد "اديب") سال وفات "تذڪره" (١٣٢٥) ڪڍيو آهي.

مولانا صاحب کي نرينو اولاد ڪونہ هيو. سندن هڪ نياڻي هئي، جنهن سان مولانا عبدالرحمان جو پوءِ نڪاح ٿيو- انهن جو بہ اولاد ڪونہ هيو.

مولانا مرحوم کي ظاهري حسن بہ هو ۽ ان سان گڏ منجهن جاهہ باطني ۽ رعب يزداني هو. وڏن وڏا آفيسر بہ هيٺ اچي ويهندا هئا. پاڻ صاحب ڪرامت هئا.

مولانا مرحوم جا بيشمار شاگرد هئا، جن سان هيٺين جا نالا قابل ذڪر آهن:
١- مولانا حاجي حامدالله ميمڻ، ڳوٺ پيلو، تعلقو سجاول، لڙ، ٢- مولانا مولوي احمد ڏاهري، ڳوٺ ڪرمپور، تعلقو سيوهڻ، ٣- مولوي حزب الله هالائي وارو ٤- مولوي سرائي الله ڏنو، ٽنڊو شهبازي، تعلقو سيوهڻ، ٥- مولوي محمد آگرو، نزديڪ فيروز شاه، ٦- مولوي محمد بريل آگرو، نزديڪ فيروز شاه، ٧- مولوي سيد قطب شاه، نزديڪ فيروز شاه، ٨- مولوي محمد اسماعيل سومرو، ٩- مولوي مسعود ڪوکر، ١٠- مولوي حافظ محمد صادق ڪنير، ٺرڙي محبت، ١١- مولوي الله بخش، تعلقو ڪنڊيارو، ١٢- مولوي محمد لقمان، تعلقو مورو، ١٣- مولوي محمد ادريس راڄپر، تعلقو مورو،

١٤- مولوي محمد صديق ڳوٺ ٻنجو چنو نزد سيوهڻ، ١٥- مولوي رضامحمد دولتپور، ١٦- مولانا غلام محمد ملڪاڻي، ١٧- مولوي محمد ملوڪ نزد ميهڙ.
(مولوي دين‌محمد اديب- مهراڻ س.ن)

# مولانا عبدالرحمان فيروزشاهي

مولانا عبدالرحمان، ولد خليفو خدابخش مرحوم، فيروزشاه تعلقي ميهڙ ضلعي دادوءَ جا ويٺل هئا- ابتدائي تعليم پنهنجي وڏي ڀاءُ مولانا خليفي گلاب الدين ۽ مولانا عطاءالله صاحب کان ورتائون، مگر سندن طبيعت جي پياس پوري نه ٿي، ان ڪري دوباره شهدادڪوٽ، همايون ۽ پوءِ کهونڪيءَ ۾ مولانا قمرالدين وٽ وڏيڪ علم حاصل ڪيائون. مولانا عبدالرحمان صاحب ڳوٺ پيري تعلقي ميهڙ ۾ به تعليم حاصل ڪئي، ۽ مولانا عطاءالله صاحب جي وفات کان پوءِ وري اچي فيروزشاه ۾ رهيا.

مولانا صاحب مرحوم نهايت مسافر نواز ۽ غريب پرور هئا. سيرت ۽ صورت جا سهڻا هئا. فيروزشاه جي عالمن مان هي آخري چراغ هو، جنهن جي گل ٿيڻ کان پوءِ شهر اجڙي ويو. مولانا مرحوم ١٣٤٧هه ۾ وفات ڪئي، ۽ فيروزشاه جي قبرستان ۾ مولانا حاجي عطاءالله صاحب مرحوم جي پرسان مدفون آهن.

مولانا مرحوم جي شاگردن ۾ مولوي الهه بخش مهيسر (ڳوٺ پيري، تعلقو ميهڙ)، مولوي محمد قاسم ولد مولوي محمد حمزه ڏيپر (ڳوٺ پيري، تعلقو ميهڙ)، مولوي محمد صادق صاحب سورائي ۽ مولوي محمد صاحب چڇاپوري (تعلقو ڪڪڙ)، وغيره ڪافي مشهور آهن. راقم‌الحروف به فارسيءَ جا ڪتاب کانئن پڙهيا آهن. (مولوي اديب)

مولانا عبدالرحمان اول حافظ، عالم، قاري ۽ خوشنويس هو. قرآن پاڪ جي ڪتابت ڪندو هو. اهو چوڻيارن ۾ پڙهيو هو ۽ پيروزشاه ۾ پڙهائيندو رهيو. مولانا عبدالرحمان ثاني کان ٿي پڙهيون مٿي آهي (مولوي ڪريم‌بخش مڪسي- ميهڙ)

# مولانا محمد اسماعيل سومرو فيروزشاهي

مولانا صاحب فيروزشاه جي پرسان، ميل ڏيڍ پنڌ تي، "تنيا" نالي هڪ ڳوٺ جو رهاڪو هو، اتي ئي ڄائو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. پيروج جي مقام ۾ آرامي

آهي. جنهن جي سال جي خبر نه آهي، باقي وفات جي تاريخ ١٩ محرم‌الحرام ١٣٣٦هه آهي.

مرحوم نهايت ئي غريب هو. جيتوڻيڪ سندس والدين کي ڪمائيءَ مان هن جي پڙهائيءَ تي خرچ ڪرڻ جي توفيق ڪانه هئي، پر هنن مولانا جو ذهن ۽ علم ڏانهن لاڙو پروڙي، ڪمس مدرسي فيروزشاهي ۾ پڙهڻ لاءِ ڇڏيو، جتي هو محنت سان پڙهڻ کي لڳي ويو. آخرڪار فارسي ۽ عربيءَ ۾ مولانا عطاالله کان عبور حاصل ڪيائين. اجا دستاربندي ڪانه ٿي هئي، مگر ڪتاب نصاب وارا سڀ پڙهيا هئائين، ته سندس استاد رحلت ڪري ويو، تنهنڪري دستاربنديءَ جي رسم مولانا عبدالرحمان مرحوم وٽ ڪيائين.

مولانا صاحب درسيات پڙهائڻ جو قابل مدرس هو، ۽ فارسيءَ جي انشاپردازيءَ ۾ استاد جو رنگ حاصل هوس. فارغ‌التحصيل ٿيڻ بعد، اول اول، پياري ڳوٺ اسٽيشن جي پرسان درويشاڻن جي ڳوٺ ۾ مولوي غلام حسين کي پڙهائڻ ويٺو. اتي عربيءَ جا تمام گهڻا شاگرد وٽس پڙهندا هئا. فراغت کان پوءِ، فيروزشاه جي نزديڪ سوڀي خان مڪسيءَ جي ڳوٺ ۾ مدرسو جاري ڪيائين. جيئن ته هو مشهور فاضل هو، ان ڪري وٽس تمام گهڻا شاگرد پڙهيا، جن مان مشهور هي آهن: ١- مولوي غلام‌حسين درويشاڻي پنهور، ٢- مولوي محمد چنو، ساڪن جيهرجي، ضلعو دادو، ٣- مولوي محمد، ڳوٺ پان ضلعو دادو، ٤- مولوي نورمحمد ڪلهوڙو، دادو، ٥- مولوي محمد قاسم پنهور، تعلقو دادو، ٦- مولوي محمد قاسم لانگاه، ٧- مولوي محمد هاشم لانگاه واعظ، (پئي پاٿر) ويٺل رڪ، ٨- مولوي محمد يوسف، ڳوٺ بخش لاکير، ميهڙ، ۽ ٩- مولوي فيض محمد سيال، ويٺل ٽنڊو شهبازي، سيوهڻ. (مولوي دين‌محمد اديب- مهراڻ س- ن)

# مولانا دين محمد "اديب" رحه فيروزشاهي

مولانا اديب جي ولادت ١٥ شوال ١٣١٤ هجري مطابق ٢١ مارچ ١٨٩٧ع جمعرات تي ٿي. مولانا مرحوم جو نسبي سلسلو حضرت مخدوم بهاؤالدين زڪريا ملتاني جي خليفي ۽ عارف ڪامل مولانا عبدالله صاحب معروف به "پيروچ" اچ واري سان ملي ٿو. مولانا جو خاندان علمي هو.

مولانا اديب صاحب ديني تعليم حضرت علامه عطاالله صاحب فيروزشاهي جي

مدرسي ۾ حاصل ڪرڻ شروع ڪئي. مولانا اچا ڪجهه تعليم حاصل ڪئي ته سندن استاد علامه فيروز شاهي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو. ان بعد وري ان مدرسي جي ٻئي عالم مولانا عبدالرحمان کان علم جي تحصيل ڪرڻ لڳا. آخر ڪن سببن جي ڪري ان مدرسي کي الوداع چئي سنڌ جي نامياري عالم استادالعلماء حضرت مولانا الاهي بخش صاحب (ساڪن ٻانهو لاکير تعلقو ميهڙ) جي مدرسي ۾ داخلا ورتائون. حضرت مولانا الاهي بخش صاحب جن سنڌ جا وڏا معتبر عالم هئا. ٻاڻ هڪ ئي وقت عالم، شاعر، اديب، فقيه ۽ ڪامياب مدرس هئا. مولانا صاحب پنهنجي استاد جي شفقت ۽ مهرباني جي ڇانوَ هيٺ تعليم پرائيندا رهيا ۽ آخر شوال ١٣٣٤هه (آگسٽ١٩١٦ع) ۾ ديني علوم جو مروج نصاب پورو ڪري فضيلت جي دستار ٻڌائون ۽ ان بعد علمي مشغولين ۾ مصروف ٿي ويا. مولانا صاحب سنڌ جي جدا جدا مدرسن ۾ تعليم ڏيندا رهيا. ٻاڻ جي مشهور ديني درسگاه "فضل الاهي" ۾ ڪجهه وقت درس ڏنائون. علاج معالجي جي خيال کان حيدرآباد آيا پر هتان جي هوا کين اهڙي ته راس اچي وئي جو وري موٽي جو اڪر وساري ويٺا ۽ نيٺ هن ئي شهر جي آغوش ۾ ابدي ننڊ ستا. نور محمد هاءِ اسڪول جي باني مرحوم نورمحمد وڪيل سان مولانا جي ملاقات ٿي. مرحوم نورمحمد جي مردم شناس نگاهن مولانا جي علمي ۽ ادبي صلاحيتن کي پروڙي ورتو ۽ کين اسڪول جي ڀرسان واري مسجد جو خطيب مقرر ڪيو ۽ پوءِ سکهوڻي مولانا صاحب کي نورمحمد هاءِ اسڪول ۾ عربي ۽ فقه جو معلم مقرر ڪيو ويو. مولانا اديب اهي ذميداريون آخر تائين خوش اسلوبي سان نڀائيندا رهيا. ٢٧ فيبروري ١٩٧٣ع محرم ١٣٩٣هه تي سندن وفات ٿي.

مولانا جي شاعري:- مولانا اديب جا استاد حضرت مولانا الاهي بخش صاحب جن فارسيءَ جا قادرالڪلام شاعر هئا، جنهنجي استادي هيٺ فارسي شاعري شروع ڪئي. فراغت کانپوءِ مولانا جن تدريس سان گڏوگڏ شعر و شاعري جي به مشق ڪندا هئا ۽ ٿوري ئي عرصي اندر شاعريءَ ۾ سٺو مقام حاصل ڪري ورتائون. سن ١٣٣٠ هجري (١٩١٢ع) ۾ فارسيءَ سان گڏ سنڌي شاعري به شروع ڪيائون. شاعري جي شروعات نعتيه ڪلام سان ٿين ۽ ان بعد اخلاقي قومي ۽ اصلاحي شعر لکيائون. مولانا صاحب جا اهي اشعار سنڌ جي مشهور رسالن ۽ اخبارن مثلاً "آفتاب" "الحق" "الامين" "الوحيد" "الڪاشف" ۽ "اديب سنڌ" ۾ ڇپبا رهيا. حضرت مولانا حڪيم فتح محمد

سيوهاڻي، مولانا مرحوم جي شاعريءَ کي نهايت پسند ڪندا هئا ۽ سندن همت افزائي فرمائيندا هئا.

مولانا جون تصنيفون:- مولانا اديب علم جي مختلف فنن ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن، جن مان گهڻو ترجمو ٿيل آهن. سندن ڇاپيل ڪتابن جا نالا هن طرح آهن:

١- اشرف العلوم، ترجمو "مثنوي مولانا روم" ڇهه دفتر، ٢- چهره ڪشاي مثنوي: ترجمو "رونماي مثنوي"، ٣- اصلاح الاحوال: ترجمو "جزاء الاعمال"، ٤- بهشتي ڪوثر: ترجمو "بهشتي زيور" حصو اول، ٥- معلم الاسلام: ترجمو "تعليم الاسلام" (چار ڀاڱا) ٦- اسلامي اخلاق: ترجمو "اربعين غزالـي" ٧- اسلامي زنـدگي: ترجمو "حيات المسلمين" ٨- زادالاديب: تـرجمو "زادالسعيد" ٩- نور علي نـور: ترجمو "سيرت خاتم الانبياء" ١٠- اخلاق النبي: ترجمو "آداب النبي" ١١- منع الانام عن وضع الايدي علي الاقدام، ١٢- معيت الاهي، ١٣- بهشت جي ڪنجي، ١٤- ڪليات اديب (پارسي) ١٥- ترقي ۽ تنزل جـو راز، ١٦- چاليهن دعائن جو ترجمو، ١٧- الويه، عالمن ۽ فاضلن جو تذڪرو، ١٨- حڪايات اولياء.

(ب) اڻ ڇپيل ڪتاب.

١- خدا شناسي: ترجمو "معرفت الاهي" ٢- دين قيم: تـرجمو "صراط المستقيم" ٣- ڪشف المحجوب: ترجمو غير مڪمل، ٤- اختتام مثنوي: تـرجمو غير مڪمل، ٥- صبح ۽ شام جون دعـائون، ٦- مڪتوبات امام رباني: (دفتر اول مـان ٢٢٠ خط) ٧- وعظ حقوق البيت، ٨- خلفاء راشدين، ٩- ڪفر ۽ ايمان قرآن ۽ حديث جي روشنيءَ ۾، ١٠- مجموعهءِ اشعار: (فارسي ٨٠٠ بيت) ١١- ڪليات اديب: (سنڌي) ١٢- علاج القحط والوباء. (عبدالرحمان جتوئي الهداداڻوي)

مولانا اديب تاريخي قطعن چوڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. مولانا اديب جا چڱو تـاريخي قطعا جمع ڪجن ته ، هڪ وڏو دفتر ٺهي پوي. مولانا اديب جـو هم نام مولانا دين محمد وفائي سندس ڏاڍو قدر ڪندي نظر اچي ٿو. توحيد ۽ الوحيد جا فائيل ان جا شاهد آهن. اهڙي طرح مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي اخبار الاصلاح ۾ مولانا اديب جو چڱو قدر ڪيو (عبدالوهاب چاچڙ)

# مائي فاطمہ لاکير

تعلقي ميھڙ ۾، ناري ڪئنال جي ڪپر تي، صفر لاکير نالي هڪ ڳوٺ آهي. مائي فاطمہ انهيءَ ڳوٺ جي رهاڪو هئي. مائي فاطمہ نهايت ئي پلاري، باخدا ۽ عابد عورت هئي. مسجد ۾ ٻارن کي قرآن شريف پڙهائيندي هئي. جن ٻارن کي جواني ۾ پڙهايائين، تن جي ٻارن کي پيريءَ ۾ پڙهايائين.

پاڻ ڪٿي پڙهي، ڪهڙن تعليم ورتائين ۽ سندس استاد ڪير هو، اها ڪا به خبر نہ آهي، باقي مائي صاحبہ جي علمي ڪمال جو ذڪر سندس شاگرد، جي مشهور عالم ٿي گذريا آهن، وقت بوقت ڪندا هئا. منهنجو استاد مولانا الاهي بخش بہ قرآن شريف وٽس پڙهيو هو. سندس قرآن جو لهجو حافظن جهڙو هو.

مائي صاحبہ خدا ترسيءَ جي ڪري رعبدار هئي. رستي ۾ ايندي هئي، تہ مرد ماڻهو اتي اڀا ئي نہ سگهندا هئا. آخر رات ۾ عبادت ۽ مسجد ۾ اچي ڪندي هئي. واقعي هن بيت جو مصداق هئي:

نہ هر زن زن ست و نہ هر مرد مرد، خدا پنج انگشت يڪسان نڪرد.

هڪ رات مسجد ۾ اندران ڪڙو ڏيئي عبادت ۾ پي ڪيائين، تہ اوچتو هڪ ماڻهو اندر گهڙي آيو. دروازي بند هوندي آيو ڪيئن؟ ... مائيءَ سمجهي ورتو، پڇيائينس تہ ”ڇو آيو آهين؟“ چي، ”اوهان وٽ قرآن شريف پڙهندس.“ مائي صاحبہ چيس، ”نہ، ٻار تو (جن) کان ڍڇندا.“ پوءِ هو هليو ويو.

مائيءَ جي ڪمال ڪري عالم بہ سندس ملڻ لاءِ ايندا هئا. مائيءَ کان روايت آهي تہ آسپاس جا سڀ عالم مون وٽ آيا، باقي سيد مصري شاهہ خيرپور ناٿن شاهہ وارو نہ آيو. (مولوي دين محمد اديب. مهراڻ س. ن)

# مولانا حاجي الاهي بخش

مولانا حاجي الاهي بخش صاحب، ولد ميان عبدالحليم، قوم بلوچ، ميهڙ کان ڇهہ ميل وري منگواڻن ۽ ڳوٺ راوت خان جي وچ ۾ هڪ ننڍڙي ڳوٺ ”پانهولاکير“ ۾ ڄائو. مولانا صاحب جن جا وڏا اصل پاڪناڙي جا رهاڪو هئا. پر زماني جي گردش ڪري پنهنجي پياري وطن کي خيرآباد ڪري اچي پانهي لاکير ڳوٺ ۾ رهيا اچ

تائين به سندن قوم جا اٽڪل پنج ڇهه گهر اتي رهندڙ آهن، جي سڀئي زميندار آهن. منجهن حاجي ۽ نمازي گهڻا آهن. مولانا جن ننڍپڻ ۾ ئي "صفر لاکير" جي ڳوٺ ۾ هڪ باڪمال عابده ۽ زاهده عورت مسمات فاطمه وٽ قرآن شريف پڙهي پورو ڪيو.

مولانا صاحب نهايت ذهين هوندو هو، چوندو هو ته "پڙهڻ بابت مون کي ڪنهن به استاد نه ڇنڊيو آهي". مولانا صاحب قرآن شريف پوري ڪرڻ بعد، سندس ڳوٺ جي هڪ بزرگ حافظ فتح محمد جي هٿان تي، ڳوٺ راوت خان لغاريءَ جي اسڪول ۾ سنڌي پڙهڻ لڳو. سنڌيءَ سان گڏ فارسيءَ جي قابل شاعر ۽ انشاپرداز مرحوم ماستر محمد اعظم وٽ فارسي به پڙهندو رهيو. ڇهن درجن سنڌيءَ سان گڏ فارسيءَ جا به ڪيترائي ڪتاب پورا ڪيائين- جهڙوڪ عرفي، خاقاني، مينا بازار وغيره کس انهيءَ زماني ۾ عالمانه شعور به پيدا ٿيو. ايتري علم حاصل ڪرڻ بعد پاڻ، ڪنهن به نوڪريءَ کي پسند نه ڪري، پنهنجي زمين آباد ڪرائي گذر سفر ڪندو رهيو.

سندس روح ۾ صفائي هوندي هئي. اڪثر خواب ۾ حضور پاڪ جن، صحابن ۽ ولين جون ڪين زيارتون نصيب ٿينديون هيون. هڪ دفعي جناب حضور جن کيس خواب ۾ فرمايو ته "غفلت ڇڏ". انهيءَ واقعي کان پوءِ اڪثر روئندو هو.

مولانا صاحب کي حضور پاڪ جن جي عشق جي آگ اندر ۾ ٻرندي رهندي هئي. هڪ دفعي عزيز حج تي وڃي رهيا هئا. پاڻ انهن سان ڪراچيءَ تائين موڪلائڻ جي بهاني سان آيو، ۽ اتان مائٽن کان موڪلائڻ بنا حج تي هليو ويو. سو روپيا ڪٿان اڌارا وٺي ڇڏيا هئائين.

مولانا صاحب چوندو هو ته آءٌ ۽ منهنجو ڀاءُ بيل گاڏيءَ ۾ پاڻ ڪنيو پئي وياسين، ته هڪ هنڌ گاڏي اٽڪي پئي ۽ پاڻ هارجي ويو. گاڏي سڌي ڪري وري ان ۾ پاڻ پئي وڌوسين، ته اسان جي ڳوٺ جو هڪ نيڪ بخت ڪٿي اتان لانگهائو ٿيو. ان مون کي چيو ته "اڙي فلانا! تون ته عالمن جهڙو دانا ۽ عزت وارو آهين، ڇو نٿو عربي پڙهين؟ هن پاڻ ۾ پنهنجو حال ته ڏس- تون ان جو لائق آهين؟... افسوس! بس، انهيءَ ڏينهن رخت سفر ٻڌي آگرن ۾ مولانا محمد صاحب وٽ ويو، مولانا صاحب ان وقت بيمار هو ۽ پڙهائي جهڙو نه هو تنهنڪري مولانا عطاءالله فيروزشاهيءَ وٽ پڙهڻ شروع ڪيائين. علامه صاحب جن هن جي ذهانت کان ڏاڍا خوش ٿيا، ۽ هڪ

دفعي فرمايائون ته "اسان وٽان ٿوري ڪان ٿوري عرصي- ڇهن سالن- ۾ مولوي [illegible] مبارڪ تحصيل ڪري ويو آهي. هن ۾ وڏي عمر ۾ اسان وٽ الف-ب ڪان پڙهڻ شروع ڪيو هو، ۽ توڪي ٻارهن مهينن ۾ مولوي ڪندس". مولانا صاحب وٽ شاگردن ڪان گهٽو ڪم ورتو ويندو هو ۽ سبقن ۾ ناغو به ٿيندو رهندو هو، ان ڪري ڪيس خيال ٿيو ته "ڪنهن ٻئي مدرسي ۾ وڃي پڙهان، هتي الانجي ڪڏهن مقصد پورو ٿئي!" اهو خيال ڪري، هڪ دفعي اڌ رات جو اتان نڪري سڌو اچي سوڊاري پهتو، جتي مولانا شفيع محمد صاحب مسجدي جي شاگرديءَ ۾ اچي تحصيل علم ڪي لڳي ويا.

مولانا صاحب فيروزشاهيءَ جي دعا ۽ مردم شناسي سچي ثـابت ٿي، جو مولانا الاهي بخش صاحب پندرهن مهينا استاد وٽ عربي پڙهي، ۽ ان بعد اچي پڙهائڻ ڪي لڳو، وٽانئس چڱا چڱا شاگرد تحصيل ڪري ويا. جهڙوڪ مرحوم مولانا عبدالڪريم صاحب ديروي ڏيرو، مرحوم مولانا عبدالحليم صاحب بلوچ، مرحوم مولوي نور محمد صاحب، مرحوم مولوي شفيع محمد صاحب ڳوٺ عرضي نائچ، مرحوم مولوي محمدابراهيم صاحب جمالي، مرحوم مير محمد صاحب قـريشي ۽ نيازمند راقم الحروف دين محمد "اديب" فيروزشاهي.

مولانا صاحب شاگردن کي مطالعي جو سخت تاڪيد ڪندو هو ۽ ڪهن چوندو هو ته مطالعي بنا ڪو به سبق نه پڙهو، مطالعي سان علم ايندو آهي. مولانا صاحب تڪراري مسئلن جا فيصلا ڌرين جي رضامندي سان تمام قابليت سان ڪندو هو، جي ڌرين کي قبول ڪرڻا پوندا هئا. مولانا صاحب هڪ دفعي گڏيل ملڪيت جو فيصلو ڪيو ۽ هڪ پوڙهي، جا ان تي قابض هئي، ان کي تمام ٿورو حصو آيو. جنهن تي تمام درد وچان ان پوڙهيءَ مولانا صاحب کي چيو ته "اڙي مولوي صاحب! توکي قرآن پڄندو. تو مون سان ظلم ڪري ڇڏيو آهي!" پوڙهيءَ کي ان تي مولانا صاحب وراڻيو ته "پوڙهي، توکي به قرآن پڄو آهي، تون ته ناحق پرائو مال ڦٻايو ويٺي هئينءَ". مولانا صاحب نورنگيءَ جو هڪ عالم سان ڪنهن مسئلي تي بحث هو. اهو بحث تمام طويل ٿي ويو. آخر مولانا الاهي بخش کي گهرائي ڪيس ڌرين جا بحث ڏيکاريائون. مولانا صاحب پنهنجي استاد الاستاد مولانا نورنگيءَ کي عرض ڪيو ته حق ٻيءَ ڌر جي طرف آهي، ان ڪري بحث ختم ڪرڻ کپي- ۽ ٿيو به ائين.

مولانا صاحب کي فارسي نثر ۽ نظم تي ڏاڍي دسترس هئي. خلافت واري تحريڪ

کان ٿورو اڳ، ڀاٽ جي عالم مولانا حاجي حسن الله صاحب کيس چيو ته "بابا، مون کي دادوءَ جي مختيارڪار چيو آهي ته سرڪار جو اڳيون فارسي دفتر سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏيو. منهنجو انهيءَ مختيارڪار ۾ ڀڻن جي نوڪريءَ جو ڪم آهي. مهرباني ڪري اهو ترجمو ڪري ڏي ته منهنجي ڀڻن کي نوڪري ملي ويندي". مولانا صاحب ادب وچان اهو ڪم قبوليو. ڏهن سالن جو سارو دفتر مولانا صاحب بنا معاوضي ترجمو ڪري ڏنو. جيئن ته آفيس ۾ اڳئين وقت جي شڪسته فارسي ڪنهن کي به پڙهڻ ۾ نٿي آئي، انهيءَ ڪري وري خيرپور ناٿن شاه جي مختيارڪار کيس حڪم ڪيو ته اچي اسان جو به ڪم ڪري ڏيو. مولانا صاحب ڪم ڪرڻ لاءِ معاوضو گهريو، ته تپيدار کي چيو ويو ته مولانا صاحب جي زمين ڏسي ان تي دڙيءَ ڍڪيءَ جي دخل جو ڪو بيقاعدي نشان هجي ته ان تي ڪيس ڪر. آخر اهڙيءَ ريت مولانا صاحب کي دهمان پڌي ڪانئس اهو به ڪم ورتو ويو. نه فقط ايترو، پر ميهڙ جي ڊپٽي ڪليڪٽر به ميهڙ جو سڀ فارسي دفتر سنڌيءَ ۾ ڪرايو. ڀاڙيءَ ۾ ان جي عيوض مولانا صاحب کي ڇا ملڻ ٿيو؟- صرف هڪ لونگي ريشمي ۽ آفرين نامو!

مولانا صاحب جي صحبت هر خاص ۽ عام ماڻهوءَ سان هئي، پر خاص صحبت هيٺين بزرگن سان هئي: مولوي محمد علي ڏيرو زميندار ڏيرا، مولوي الله بخش مهيسر ڪوٽ ڀري ۽ مولوي مولانا سليمان اڙڙي محبت جو. ان کان سواءِ حڪيم مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻيءَ جي ساڻن غائبانه محبت ۽ دوستيءَ جو هي عالم هو جو گورنمينٽ کان سنڌ جي هڪ عالم ۽ مصنف کي سو روپين جي گرانٽ ملندي هئي- اها گرانٽ غالباً مولوي محمد عثمان نورنگ زاده فقه ٽيچر سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي کي ملندي هئي. ان جي وفات کان پوءِ تلاش ٿي ته هاڻ ان گرانٽ جو حقدار ڪير آهي؟ مولوي فتح محمد صاحب ميمبرن کي چيو ته ان جو حقدار مولانا حاجي الاهي بخش آهي. سندن چوڻ تي ڊائريڪٽر صاحب تسليم ڪيو، ۽ مولانا صاحب لاءِ اها منظور ڪئي ويئي. ان زماني ۾ خلافت تحريڪ جو زور هو. خلافت جا پروانا جتي ڪٿي قطع تعلقات جي تحريڪ کي زور وٺائڻ ۾ مشغول هئا. مرحوم شيخ عبدالعزيز مالڪ اخبار "الحق" سکر واري اچي مولانا صاحب کي چيو ته "اوهان ان گرانٽ وٺڻ کان انڪار ڪريو". مولانا صاحب گرانٽ وٺڻ کان انڪار ڪئي.

مولانا صاحب وفات کان چند مهينا اڳ پنهنجي شاگردن کي ڏار ڏار گهرائي ديني

تعليم کي جاري رکڻ لاءِ تاڪيد ۽ وصيت ڪئي. آءٌ (راقم الحروف) ان وقت پير جي ڳوٺ ۾ ٽلاهه پرسان پڙهائيندو هوس. ٻه دفعا تاڪيدي خط لکي، گهرائي، فرمايائون تہ ”مون مولوي عبدالحليم کي ٻه پڙهائڻ لاءِ تاڪيد ڪيو آهي ۽ تو کي ٻه چوان ٿو تہ تجارت ۽ طبابت صرف روزگار جو ذريعو آهي، سو نہ ڪجانءِ. هن دور ۾ ديني تعليم ئي بهترين جهاد آهـــي“. ٢٧ رجب المرجب ١٣٣٨ هجري ۾ سيوهڻ ۾ خـلافت ڪانفرنس ٿي هئي، پاڻ اتان موٽي خيرپور ناٿن شاه ۾ خلافت ڪانفرنس ڪرايائون. ان ۾ ڏاڍي جانفشاني ڪيائون، جنهن ڪان بيمار ٿي پيو. آخر ٥٠ ورهين، ٥.ر ۾ غره رمضان شريف ١٣٣٨ ﻫ ۾، جان جانان کي ڏنائين .

سندس تاليف ڪيل ڪتاب هي آهن: نيڪ صلاح (رسمن جي اصلاح بابت، جنهن جو خلاصو ”رسومات تباهي“ مرحوم علي خان ابڙي ڪيو)، بهشتي باغ (اسلامي عقائد ۾)، ضرورت پرده، آرين جي رد ۾ هڪ رسالو، ۽ تعليم تي هڪ رسالو (اهو هڪ ماڻهوءَ ڇاپڻ لاءِ ورتو، مگر موٽ ڪو رسالو ئي گم ٿي ويو). ان کان سواءِ تدريس ۽ فتوا نويسي، مختصر طب ۽ ڪاهي ماهي وعظ ٻه ڪندو هو. پـــاڻ چوندو هو تہ جوانيءَ ۾ مون سرائڪي زبان ۾ ديوان جوڙيو هو، جو ٻه گم ٿي ويو. ان مان هي شعر پڙهائيندو هو:

”جو ملاوي مشڪون ملا محبوب   اڪبر حج دا ڳـــويس ثواب“

سندس سنڌي نظم مڪين ڪتابن ۾ مندرج آهن. فارسي ڪلام منتشر آهي. ڪجھ ارادو هوندو هو تہ قرآن شريف جو تفسير لکان يـــا ”فتاوي عالمگيري“ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪريان، پر عمر وفا نہ ڪئي .

تـاريخ تعمير مسجد درپيلہ جـــي مخدوم محمد دائـود درپيلي جي چـــوڻ تـي مولانا حاجي الاهي بخش صاحب تصنيف فرمائي، اها تـاريخ درپيلي جـــي مسجد تي لڳل آهي.

هزار شکر کہ بشگفت نو بهار اسلام
خـزان کفر ز بـــاغ جهان نمود سلام
زمان زمان ست صلا بلبلانِ وحدت را
کہ وقت عيش رسيد ست لنا دخلتو ابسـلام
کجا شگفت همان باغ عشرت جاويد

که شد معطر از بوي او مشام انـام،
همان ست مسجد جامع بشهر درپيلو،
که شد بنايش رشکِ جنان چو گشت تمام،
براي سـال بنايش چو مصرعه جستم،
که يادگار زمان بـاد تا بروز قيام،
بگفت از سر مهر و وفا بمن هاتف،
لِيکُلِّ وارِدٍ فَرحَةٌ و حُسنُ مقام،

مسجد منزل گاه مکر جو قصو مشهور آهي. ان مسجد جو ماده تاريخ آهي- "زهي جاي عشرت" (۱۰۰۶). هندن چيو ته اهو ماده تاريخ چوي ٿو ته اها مسجد نه آهي، بلڪ هڪ تفريحگاه آهي. مولانا حڪيم فتح محمد صاحب سيوهاڻيءَ وڪالت ۾ چيو ته "عشرت" مان مراد عشرت روحاني آهي- ڇو ته مسجد روح لاءِ عشرتگاه آهي. مگر هي ٿي تاويل، ان ڪري مون کي خيال ٿيو ته ان جي تائيد لاءِ اڳين بزرگن جا مسجدن بنسبت تاريخي مادا ڳولهه ڪرڻ، جي عشرت يا عشرت جي همعنيٰ لفظن تي شامل هجن. ان لاءِ گهڻو پريشان ٿيس- ڇو ته مسجدن جا تاريخي مادا آءٌ ڪٿان هٿ ڪري سگهان؟ ان بابت نه ڪو مجموعو آهي، نه ان لاءِ آءٌ هندستان جون مسجدون ڏسي سگهان ٿو!

آخر "جو ينده يابنده"- اهو مطلب منهنجي بياض مان عيان ٿي پيو. مٿيون قطعه تاريخ مولانا مرحوم جو مون وٽ مندرج هو. ان جي ڏسڻ سان ڏاڍي خوشي ٿي، ڇو ته ان ۾ لفظ "عشرت"، "عيش" ۽ "فرحت" مندرج آهي. فيصلو اچي آخري مرحلي کي پهتو هو. مون ان بابت ڪراچيءَ جي چند بزرگن کي اطلاع ڏنو. "الوحيد" کي به لکيم. شيخ عبدالمجيد صاحب اتفاق سان حيدرآباد ۾ هڪ رستي تي مونکي ۾ ڏٺو، ان کي ٻڌايم، جنهن چيو ته "هالي جا ٿيندو" فيصلو ختم ٿيڻ کي قريب آهي. مولوي محمد دائود صاحب کان اڳ ۾ لکي پڇيو هوم ته اهو قطعو اوهان وٽ آهي يا نه، مولوي صاحب لکيو ته مسجد تي لڳل آهي. پوءِ ته مسلمان ليڊر، جج کي هندن سميت، ان قطعي جي ڏسڻ لاءِ درپيلي ولي آيا، جن ڏٺو ته برابر اهو قطعو ڪاشيءَ جي سر تي لڳل آهي، ۽ اها سر مسجد ۾ چوني سان چنبڙايل آهي. هندن چيو ته "انهيءَ لاءِ ڪهڙي ثابتي آهي ته هي قطعو قديم آهي؟ هي قطعو ته اسان

جي شڪست لاءِ هالي تصنيف ڪري مسجد تي لڳايو ويو آهي!" ان تي جج چيو ته ان جو فيصلو ماهر انجنير ڪندا. مسجد جي متوليءَ کان سوڪلاڻي، قطعي جي سر مسجد تان لاهي، اهو چونو، جنهن سان سر چنبڙايل هئي، لاهي، انجنيرن کي ڏيکاريو ويو ته اهو چونو نئون آهي يا پراڻو؟ ماهرن چيو ته اهو چونو پنجويهن سالن جو پراڻو آهي. آخر مخالف ڏر کي به دلجاءِ ٿي ته اهو قديم آهي، نه جديد. حاصل ڪلام ته ان قطعي جي انهن لفظن (عشرت، عيش ۽ فرحت) مسجد منزل گاهه جي ماده تاريخ (زهي جاي عشرت) ڪئي مسجد لاءِ ثابت ڪيو. ان ڪري، هندن جو اهو اعتراض دفع ٿي ويو ته ان مادي سان مراد تفريحگاهه آهي، نه مسجد. هندن ڪلڪتي مان وڪيل گهرايو هو، جنهن اتي جي هڪ مسجد جو قطعهء تاريخ آندو هو، جنهن ۾ "بيت الحرام" ۽ اهڙا پيا لفظ ڪم آندل هئا. جنهن جي بنا تي ان چيو ته هيڏي قسم جا الفاظ مسجد بابت سونهن ٿا، نه "جاي عشرت" جهڙا. هندن بمبئيءَ مان هڪ ايراني پروفيسر "خليل" پاڙي تي گهرايو هو، جنهن اچي چيو هو ته "زهي جاي عشرت" مسجد لاءِ مادو ٿي نٿو سگهي. جڏهن مٿيون قطعو مولانا حاجي الاهي بخش مرحوم جو "الوحيد" ۾ ڇپيل ڪيس ڏيکاريو ويو ته، ڏاڍو شرمندو ٿيو!

جج جيڪا فتوا لکي آهي، ان ۾ اهو قطعو به لکيو اٿس. ان قطعي ۽ مسجد جي فتوا ڏيڻ ۾ ڪيس گهڻو هٿايو آهي.

مون قطعا تاريخي لکيا هئا جن جا خاص مصرعا هي آهن.

(١) سر پايهء فضيلت تو حق کند بلند — يعني زفضل آنکہ نديده خيال تو

(٢) چون پرسيدم زهاتف سال او — مورد رضوان بي حد باد گفت

(مولوي دين محمد اديب — مهراڻ س-ن) (١٣٣٨ھ)

# مولانا محمد آڳرو

هي بزرگ، صورت ۽ سيرت جو محبوب، ڳوٺ فيض محمد آڳري تعلقي ميهڙ جو وينل هو. مولانا عطاالله فيروزشاهيءَ وٽ فارغ التحصيل ٿيو. مولانا محمد نندڻ کان ني نياز ۽ نئڙت جو مجموعو هو، ۽ هميشه باادب رهندو هو. ايتريقدر جو سندس استاد چوندو هو ته "جي ادب کي صورت هجي ها ته ميان محمد جي صورت اختيار ڪري

ها". فارغ التحصيل ٿيڻ بعد، مولانا صاحب پنهنجي ڳوٺ ۾ توڪلاً علي الله ڪرڏو پڄي ويهي رهيو ۽ درس تدريس جو سلسلو شروع ڪري ڏنو، ۽ نهايت ئي ڪاميابي سان طالبن کي فيض رسايو. سندس شاگردن مان مشهور هيٺيان آهن: ١- مولوي قادربخش، ضلعو نوابشاهه، ٢- مولانا گلاب الدين چنو، فيروزشاهي، ٣- مولوي محمدعلي، ضلعو نوابشاهه، ٤- مولوي فيض الڪريم ساند، ڦاروشاهي، اهلحديث، ٥- مولوي نبي بخش، ضلعو نوابشاهه، ٦- مولوي محمد صاحب آڳرو، ضلعو نوابشاهه، ٧- مولوي محمد دائود آڳرو، ضلعو نوابشاهه، ٨- مولوي محمد اسماعيل، ضلعو نوابشاهه، ٩- مولانا محمد پريل آڳرو، ١٠- مولوي غلام نبي، سندس ڀائٽيو، ١١- مولوي ڪريمداد، لوڙهي تعلقي قنبر وارو، ١٢- مولوي محمد مختار چاڪوراڻي، ١٣- حڪيم مولوي فضل محمد، نوشهري فيروز وارو، ۽ ١٤- حڪيم مولوي عنايت الله، سندس ڀائٽيو.

مولانا محمد صاحب، پنجاهه ورهين جي ڄمار ۾، ١٥ رجب سن ١٣٢٤ هجريءَ ۾ وفات ڪئي. (مولوي دين محمد "اديب" مهراڻ س- ن)

# مولانا الهه بخش مهيسر

مولانا مولوي الهه بخش مرحوم، ولد وڏيرو عمر، مهيسر، زميندار، ڳوٺ پيري تعلقي مهڙ ضلعي دادوءَ جا بزرگ هئا. سندن وفات غالباً ١٣٤٦ هجريءَ ۾ اٽڪل چاليهن سالن جي عمر ۾ ٿي.

مولوي الهه بخش مرحوم پنهنجي ڳوٺ پيريءَ ۾ مولانا عبدالرحمان فيروزشاهيءَ کان علم حاصل ڪيو. کين ڪماليت ڪسي رهڻ جو گهڻو شوق هوندو هو. مسائل جي تحقيق ۽ ڪتابن جي مشڪل مقامات جي حل ڪرڻ جي ولولي سان مولوي صاحب کي مطالعي جو بي حد شوق هو. موصوف، مولوي ٿيڻ کان پوءِ، مولانا همايوني ۽ مولانا مير محمد نورنگيءَ کان به ڪجهه علم حاصل ڪيو.

مولوي صاحب مرحوم نهايت متقي ۽ نيڪ بخت بزرگ هئا. هڪ دفعي هڪ آنرري مئجسٽريٽ ڪوشش ڪئي ته مولوي صاحب کان هڪ ناجائز فتوا حاصل ڪري. ان سلسلي ۾ مولوي صاحب جي والد بزرگوار به کين چيو ته اسان جا ڪئين ڪمڪاريون مئجسٽريٽ سان پيا پون، ان ڪري چڱو ائين آهي ته تون ان جو راهو رک، مگر

مولوي صاحب صاف انڪار ڪيو. مولوي صاحب جون صفتون ولين جهڙيون هيون. مڙس نهايت سهڻو ۽ اداور هو. طبيعت جو تمام نرم هو. وصيت ڪيائين ته "آءٌ مران، ته مون کي ڪاٺ جي صندوق ۾ وجهي دفن ڪجو"- ۽ ائين ئي ڪيو ويو. مولوي محمد لاڙائي سندن لائق شاگرد هو. (مولوي دين محمد اديب- مهراڻ س-ن)

# مولانا حاجي شفيع محمد "مسجدي"

سندن نالو شفيع محمد بن ولي محمد ۽ تخلص "مسجدي" هو. سوڍاري ڳوٺ جا رهاڪو هئا، جنهن کي اڪثر "مسجد سوڍاري" چوندا آهن. شهر ڀڏن کان اڳ ۾ مسجد جوڙائي ويئي ۽ ان کان پوءِ ڳوٺ جي تعمير جو سلسلو شروع ٿيو. انهيءَ ڪري ان ڳوٺ جو نالو سوڍاري مسجد پئجي ويو. انهيءَ ڳوٺ ۾ مسجد جو بنياد ۽ مولانا مسجديءَ جي وڏن وڌو. پاڻ انهيءَ ڳوٺ ۾ پيدا ٿيا. مولانا صاحب جن ذات جا "سوڍر" هئا، مگر جڏهن ته سندن آباء و اجدادقضا جي منصب تي قائز رهيا هيا، انهيءَ ڪري کين "قاضي" ۽ سڏيندا هئا. انهيءَ خاندان جي ڪوشش سان سنڌ جو مشهور عالم سيد مصري شاه خيرپور ناٿن شاه وارو انهيءَ ڳوٺ ۾ تعليم ڏيندو هو جنهن جي تعليم ۽ تدريس مان سوين ماڻهو فيضياب ٿيا*.

مولانا مسجدي جن قرآن ۽ فارسي اشرف سوڍر جي ڳوٺ ۾ پڙهيا. انهيءَ ڳوٺ ۾ ٽي پائر سوڍر عالم هئا- مولانا غلام محمد، مولانا غلام رسول، ۽ مولانا غلام نبي. اهي ٽيئي عالم عربي ۽ فارسيءَ جا ماهر هئا. انهن مان پويان ٻه شاعر ۽ هئا. مولوي غلام رسول جو عربي خطبو مشهور آهي، جنهن جو مطلع ۽ مقطع هي آهن:

ثناءٌ و فير و حمد ڪثير
لمن هو علي ڪل شيءٍ قدير
لهذ عسو بابڪ غلام الرسول
فانڪ له بالاجابة جدير

---

* مولانا مصري شاه هالن مان فارغ التحصيل ٿي اچي "سوڍاري مسجد" ۾ پڙهائڻ لڳو. شاه صاحب جو وڏو ڪتبخانو هو، جو پوءِ خورد برد ٿي ويو. سندس ڪيترائي شاگرد ٿيا- مثلاً مولوي حبيب الله سولنگي، ويٺل "شادي دهي" لڳ راوت لغاري، جو پوءِ روهڙيءَ لڏي ويو، حافظ محمد عيسيٰ پرڪ، ساڪن ڳوٺ پوڪ، تعلقه دادو، ۽ پياه

ان کان پوءِ مولانا مسجدي، حافظ عبدالله رضي نابينا وٽ پيري (تعلقو ميهڙ) ۾ صرف ۽ ڪجهه نحو پڙهيا. حافظ رضي اگرچ ظاهري بصارت کان معذور هو، مگر خدا جي فضل سان باطني بصارت سان معمور ۽ پرنور هو، ۽ هڪ پُرگو شاعر هو. هيٺيان بيت حافظ صاحب جا چيل آهن:

بحمد الله ايـن ميمون مـرقــوم
ز عبدالله رضــي گــرديد مختوم
که باشد "واهڻ مرزا" موطن، آن
بلاشڪ و ريب، ذاتش "چانڊيه" دان
شد از شهدادپُر* تحصيل علمش (شهدادپور-شهدادڪوٽ)
خــدا بخشاد اورا عــز حلمش.

ان کان پوءِ مولانا مسجدي، ميهڙ تعلقي ۾ منگسين جي پرسان ڳوٺ فيض محمد آگري ۾، مولانا محمد پريل آگري وٽ پڙهڻ ويو. اتــي منطق ۽ ڪجهه فقه ۽ ڪجهه نحو پڙهيائين. مولانا محمد پريل جن وڏا فقيهه ۽ نحو جا ماهر هئا. ان هوندي به مولانا مسجدي کانئن رخصت ولي، وڌيڪ منطق ۽ معقولات وغيره جي تحصيلات لاءِ مولانا ميرمحمد نورنگيءَ جي خدمت ۾ آيو، ۽ اتي بــاقي رهيل ڪتاب پڙهي پورا ڪري، اتي ئي دستاربندي ڪيائين. ڳوٺ نورنگ واري زماني ۾، ڪجهه وقت منطق مولانا محمد اسماعيل ابڙن واري وٽ به پڙهيا. اتي "ميبذي" وغيره پڙهيائون.

تحصيل علم کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ في سبيل الله متوڪلا علي الله تعليم جو ڪم شروع ڪيائون. شب و روز درس تدريس ۾ مشغول رهيا. گهڻا ماڻهو سندن فيض جي سرچشمي مان سيراب ٿي ويا.

١٩٤٢ع ۾ پوڙها ٿي هئا، ان بنسبت ته سنڌيءَ ۾ هڪ بهترين نظم لکيو اٿن. کين تصوف سان به گهڻي دلچسپي هئي. تصوف جا ڪتاب "احياءالعلوم"، "فتوحات مڪيه" وغيره، سدائين سندن مطالعي ۾ رهندا هئا. اڪثر اوقــات سندن گفتگو جو موضوع تصوف جون ڳالهيون هيون.

مولانا مرحوم سياست ۾ ڪافــي دلچسپي رکندا هئا. روزانه اردو اخبار "مدينه" جا ان وقت هندوستان ۾ صحافت جي نقطهءِ نظر کان بلند درجــو رکندي هئي، سا پهاڙي تائين گهرائيندا رهيا. ٻي عظيم جنگ جي وقت، هٽلرشاهيءَ جي فتحن ڪرڻ

ڪري دنيا جي ملڪن ۾ جيڪا ردوبدل ٿيندي پئي رهي، ان کي ڄاڻن، ۽ وقت ۽ حالتن جي جائزي وٺڻ خاطر سندن اوطاق ۾ ايشيا، يورپ ۽ دنيا جا نقشا ٽنگيل نظر ايندا هئا.

مولانا مرحوم، شاه ولي‌الله محدث دهلويءَ کي پنهنجو روحاني امام تسليم ڪندا هئا، ۽ سندن طريقهءِ فڪر جا پيرو هئا: فرمائيندا هئا ته "شاه ولي‌الله جي فڪر پڙهڻ کان پوءِ قرآن ۽ حديث جي سمجهڻ ۾ ڪا به دقت نٿي ٿئي". پاڻ غريبن تي هر وقت مهربان هوندا هئا. ڪو به ضرورتمند جڏهن وٽن ايندو هو، ته ان جي هرطرح مدد ڪندا هئا.

١٩٣٨ع ۾ حج کان به مشرف ٿيا. چوندا هئا ته "حج جي سفر ۾ مصري منهنجي ڏاڙهي ڇهندا هئا، ۽ چوندا هئا ته مصر ۾ فقط هڪ شيخ الاسلام کي ڏاڙهي آهي، پيا مولوي ته ڏاڙهيءَ جو بار کڻي نٿا سگهن".

مولانا صاحب جن ١٣ رمضان مبارڪ ١٣٦٤هه ۾ وفات ڪئي. اهو وڏي پوڙ جو زمانو هو. (حافظ قاري محمد- مهراڻ س- ن)

مولانا مسجدي، مولانا نورنگي جو شاگرد هو. مخدوم نصرالدين جي رسالي (جيڪو انسان جي طبعي عمر بابت هو) جو رد مولانا مسجدي لکيو. مولانا عبدالڪريم ڪوراڻي ان جو جواب لکيو. القول المسجدي في رد المسجدي (مولانا حڪيم قاضي محمد ابراهيم ڪارڙائي)

استاد الڪل مولانا محمد جو پٽ خيرپور ناٿن شاه ۾ آفيسر هو. مولانا جن پوڙها سيتا روڊ تي گاڏي مان لٿا. مولوي شفيع محمد به اٿو. مولوي صاحب وڏي طمطراق سان هو. پڇائين ڪو خيرپور هلندو؟ مولانا محمد چيو هائو. حڪم ڪيائين ته ٽانگو ڪري اچ! مولانا استاد الڪل جن ٽانگو ڪاهي آيا. حڪم ڪيائين ته منهنجو سامان کڻي اچ! مولانا جن پوڙها هئا مس مس ان جي وزني ڳنڍ مٿي تي کڻي اچي بگي ۾ رکيائون. مولانا محمد جو مقام ايڏو بلند هو جو مولوي مسجدي ان جو شاگرد به نه سونهي پر حسن اخلاق جو ڪمال هو. بگي هلي مولانا جن پڇيان ويٺا. ترڪي ٽوپي پائيندا هئا. مولوي مسجدي بگي ۾ ساٿين کي پيو ٻڌائي ته مان فلاڻي عالم کي بند ڪيو. فلاڻي کي شڪست ڏني. مولانا محمد چيس مولوي صاحب! اوهان عالم آهيو. مان جاهل آهيان. مونکي ڪلمو ته سمجهايو. اتي استثناء متصل آهي يا

منقطع. ٻنهي ۾ هي اعتراض آهي. خيرپور تائين جو ڪٿي مات ڪيائين ته ڪجهه نه ڪڇيو. لهن مهل مولانا چيس مولوي صاحب! مونکي ڪلمو سمجهاءِ نه ته قيامت ڏينهن وٽ ڪرائيندو مانءِ. مولوي شفيع محمد ٽڪڙو ٽڪڙو لهي ويو. ان کي پوءِ خبر پئي ته دارالرشاد پير جهنڊي جو مشهور استاد اهو هو (مولانا نثاراحمد بهاولپوري)

# مولانا محمد سليمان واعظ

مولوي محمد سليمان صاحب جي ولادت، ڳوٺ ڙرڙي محبت تعلقي ميهڙ ۾ ٿي. مولوي صاحب پنهنجي ڳوٺ جي هڪ بزرگ مولانا حافظ محمد صادق وٽ تعليم حاصل ڪئي. ان بعد رتيديري ۾ مولانا مولوي عبدالله صاحب جن وٽ به پڙهڻ لاءِ ويا. تعليم و تدريس ختم ڪرڻ بعد، پاڻ ميهڙ جي پرسان ٿيهن زميندارن کي پڙهايو. اتي سندن خدمت، حڪيم محمد موسيٰ جو والد ميان فتح محمد صاحب ڪندو هو.

مولانا صاحب پنهنجي وقت ۾ وعظ جي فن ۾ يڪتا هئا. پاڻ هميشه بلند آواز ۽ خوش الحاني سان وعظ ڪندا هئا. سندن وعظ ۾ ڏاڍي ڪشش هوندي هئي. آسپاس جا ماڻهو جوق در جوق سندن وعظ ٻڌڻ لاءِ ايندا هئا، ۽ سندن وعظ جو اثر عوام تي تمام گهرو پوندو هو. ساڳيءَ طرح سان، خواص به سندن انداز بيان کان بيحد متاثر ٿيندا هئا: مطلب ته مولانا صاحب وقت جو لائق ۽ پراثر خطيب هو. رحلت کان پوءِ اڄ تائين ڪنهن به خطيب يا واعظ سندس جاءِ نه پري آهي.

مولانا صاحب چوندا هئا ته ڪين چار پنج سؤ حديثون چڱيءَ طرح ياد آهن. منجهن تمام گهڻو اخلاص هو. وڏن ماڻهن جا خانداني جهيڙا ۽ ضد، جي ڪيتري ئي عرصي کان هلندا ايندا هئا، سي هن بزرگ پنهنجي خداداد قابليت سان لاهي ڇڏيا، ۽ سيني کي پرچائي سرچائي کير- کنڊ ڪري ڇڏيندو هو.

مولانا صاحب جن شب برات سن ١٣٦٧هه ۾ وفات ڪئي.

مولوي دين محمد "وفائي" بون کي چيو ته "جنهن مولانا جي وعظ سان گهٽ ۾ گهٽ هڪ هزار ماڻهو بارگاه الاهي ۾ گناهن کان توبهه تائب ٿيا آهن، اهڙي شخص لاءِ قطعو ضرور لکڻ گهرجي". مولوي "وفائي" صاحب جي اخلاص جي برڪت سان قطعه تاريخ چگهرو لکجي ويو. ان جو آخري شعر آهي:

در فکر ادیب ماده آمد – از بهر سنت بخلد رفت
(مولوي دين محمد اديب- مهراڻ س-ن)

مولوي محمد سليمان ولد الهندو خان نوناري واعظ مختلف جاين تي پڙهي مولوي عبدالله رتيديري واري وٽ دستاربندي ڪيائين. ان سان منهنجي اوائلي واقفيت خلافت ڪانفرنس ۾ ٿي پوءِ اڪثر مخدوم بلال تي محفلن ۾ ملندو رهندو هو. سندس تقرير جي خاصيت رقت قلب پيدا ڪري روئارڻ جي هئي. ٻه شاديون ڪيائون جن مان ڪيس ٻه پٽ ميان عبدالرحيم ۽ ميان عبدالرحمان ۽ ٻي نياڻيون ٿيون. ۱۵ شعبان ۱۳۶۷ھ مطابق ۲۳ جون ۱۹۴۸ع ۾ اوت ٿيا. (جنب گذاريو جن سين از جي-ايمسيد جلد۱)

مولوي محمد سليمان چوندو هو ته مخدوم بلال تي اجتماع هو منهن جو آواز سريلو هو مون مولود چيا ۽ اتي مولوي فيض محمد آيل هو ان وعظ ڪيو. مولوي صاحب مون کي چيو ادا! رات جيڪي مون ثواب جو ڪم ڪيو آهي اهو مان پنهنجي پيءُ ماءُ کي بخشيان ٿو ۽ تون به جيڪي ثواب ڪمايو اهو پنهنجي پيءُ ماءُ کي بخش. مان ڏاڍو لڄي ٿيم ان کان پوءِ مولود چوڻ ڇڏيم ۽ وعظ طرف ڌيان ڏنم. مولوي سليمان چوندو هو ته عالمن جو شان وڌايو حضرت امروٽي (جو جهاد جي ڪري دنيا ۾ انهن جو رعب ۽ حشمت آهي) ۽ مولانا ملڪاڻي (جو وڏي ٺاٺ باٺ ۽ ڪرفر سان علماء جو مان وڌائي ڇڏيائين)- مولانا نثار احمد بهاولپوري.

# مولانا عبدالڪريم ڏيرو

هي عالم رباني، زاهدالزمان، ساده طبع، تڪلف ۽ تصنع کان عاري، هڪ ننڍي ڳوٺ نالي "رضا محمد ڏيرو" (تعلقو ڪڪڙ، ضلعو دادو، سنڌ) ۾، سن ۱۳۱۵ هجري ۾ تولد ٿيو. سندن والد بزرگوار جو نالو حاجي الهورايو هو، جو نيڪ ۽ تهجد گذار شخص هو. ابتدائي تعليم قرآن شريف، فارسي ۽ عربيءَ جا اڪثر ڪتاب، پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي ۾، مولانا مولوي محمد اسماعيل صاحب ڪنڌي واري کان پڙهيائين. جو عربي علم، خاص طرح صرف نحو ۽ ادب جو وڏو ماهر هو. ان کان پوءِ باقي عربي علم، اديب الزمان، فصيح اللسان، رئيس الشعراء حضرت مولانا مولوي الاهي بخش ڳڙٺ "بانهون لاڪير" جي خدمت اقدس ۾ رهي حاصل ڪيائون.

سندن طبع کي شهرت پسند نه هئي، ان ڪري ڪافي زور ڀرڻ تي به مروج دستاربندي کان انڪار ڪيائون. لله في الله تعليم جو ڪم شروع ڪيائون. ننهنجي ڳوٺ ۾ مدرسو قائم ڪيائون. سندن تعليم جي عمدگي ۽ پختگيءَ کي جلد شهرت ٿي وئي. ان ڪري طالب علم، شمع تي پتنگن وانگر اچڻ لڳا. کين تعليم ۾ ايتريقدر مهارت هئي، جو سندن شاگرد عربي زبان ۾ تقرير، مضمون نويسي چڱيءَ طرح ڪري سگهندا هئا.

انهيءَ زماني ۾ کين طريقت جو به شوق ٿيو. پاڻ خاص انهيءَ مقصد لاءِ هندستان جو سفر ڪيائون. گهڻن الله وارن سان صحبت ڪيائون، پر آخري طرح طريقت جي سلوڪ لاءِ حضرت خواجه محمد عمر جان صاحب چشموي رح جا دست بيعت ٿيا. هر سال ڪجهه وقت حضرت صاحب جي صحبت ۾ وڃي رهندا هئا.

تعليم سان گڏ، طالبن جي اخلاقي تربيت ڪندا هئا- گويا منجهن صحيح تصوف جو روح ڦوڪي ڇڏيندا هئا. علم تصوف ۽ اخلاقي ڪتابن جي پڙهائڻ جو کين گهڻو اهتمام هو: امام غزالي جي "بداية الهداية" ۽ "ڪيميا سعادت" وغيره پڙهائيندا هئا، "احياء علوم دين"، ۽ "اربعين في اصول الدين" طرف ڌيان ڏياريندا هئا. حضرت سيد علي اڪبرشاهه جن "اسلامي اخلاق" نالي، "الاربعين في اصول الدين" ڪتاب جو ترجمو ڇپايو، سو حضرت ڏيروي جي توجهه سان پڙهايو ويندو هو. علم اخلاق جي رواج ڏيارڻ لاءِ پوريءَ طرح ڪوشان رهيا، ته جيئن صحيح تصوف رائج ٿئي.

قرآن شريف کي صحيح قرائت جي قاعدن سان پڙهڻ جو رواج سنڌ ۾ بلڪل ڪم ٿي چڪو هو. ان کي تمام وڏيءَ ڪوشش سان رواج ڏيارياٿون. سنڌي زبان ۾ قرائت جا ڪتاب لکيائون. ننهنجن شاگردن کي وڏن قارين وٽان قرآن ڪريم صحيح پڙهايائون حتاڪ عربستان تائين سندن شاگرد ويا، ۽ قرآن ڪريم صحيح پڙهي آيا. انهن کي تعليم ڏيڻ لاءِ همٿايائون. قرائت ۽ تجويد جا دورا قائم ڪرايائون-تان جو سندن حياتيءَ ۾ تجويد ۽ قرائت رواج ورتو. سنڌ لاءِ هي ڪارنامو "تجديدي" چئجي ته بجا ٿيندو.

حقوق العباد جي ادائيءَ بابت کين تمام گهڻو خيال رهندو هو. صفائي، معاملات ۽ آداب المعاشره وغيره جي ڪتابن جي مطالعي لاءِ پاڻ توجهه ڏياريندا هئا- انهيءَ

لاءِ ته طالبن ۾ به حقوق جي ادائگيءَ جو جذبو پيدا ٿئي. ساڻ وٽ هڪ وصيتنامو رکندا هئا، جنهن ۾ حقوق لکندا رهندا هئا. حتاڪ ڪنهن کان ڪو ڪتاب مطالعي لاءِ وٺندا هئا، ته ان جي مٿان به مالڪ جو پورو نالو ۽ پتو لکي ڇڏيندا هئا ۽ پهچائڻ لاءِ پورو پورو انتظام ڪندا هئا.

ديني تعليم ۾ به اول شاگردن کي ديني فرضي علمن جي سنڌي، اردو، عربي ۽ فارسي زبانن ۾ تعليم ڏيندا هئا، ته ديني ضروري علمن جي خبر پئجي وڃي. انهيءَ لاءِ پاڻ هڪ ديني نصاب به تيار ڪرائون، جو اڄ تائين موجود آهي. اهو نصاب پوءِ سيني علمائن جي خدمت ۾ موڪلڻ جو ارادو به ڪيو هئائون پر، سندن حياتيءَ وفا نه ڪئي.

ڪنهن خصوصي نالي سان ترديد ڪرڻ کان پرهيز ڪندا هئا، ۽ عمومي طرح عقائد باطله جي ترديد جو ڍنگ نرالو هو: علماي سلف جون عبارتون لکي ڪتاب جوڙيندا هئا، ۽ ان ۾ انهن جي ترديد ڪندا هئا. جيئن ته لواريءَ جي عقائد باطله جي ترديد، رسمي پيري- مريديءَ جي ترديد، حضرت امام رباني مجدد الف ثاني جي مڪتوبات مان عبارتون چونڊي، ڪتاب "اعتقاد نامه امام رباني" لکيائون، "ڪتاب فضائل آل و اصحاب" لکي، ان ۾ مختصر مگر قوي دليلن سان مخالفن جي ترديد ڪيائون.

تصنيفات جو سلسلو اول کان ئي جاري رکيائون. هيٺيان ڪتاب سندن تصنيف ۽ تاليف ٿيل آهن.

عربي زبان ۾: (١) مقدمه تفسير قرآن، (٢) المڪاتيب الجديده، (٣) صفيحة الخشوع ۽ (٤) راحة القلوب في لسان المحبوب.

فارسي زبان ۾: (١) اخلاق نامه امام غزالي، (٢) اعتقاد نامه امام رباني، (٣) فوائد دينيه، (٤) هدايت نامه امام رباني، (٥) تعليم قرآن، (٦) معلم القرات، (٧) فضائل آل و اصحاب، (٨) قصو پير دستگير، (٩) نصيحت نامه پير دستگير، (١٠) قصو امام رباني، (١١) نصيحت نامه امام رباني، (١٢) ڪرامات اولياءَ الله، (١٣) نصيحت نيڪ، (١٤) نصيحت قرآن، (١٥) نصيحت ذڪر، (١٦) ضروري مسئلات، (١٧) ديباچه فقه حنفي، (١٨) ڪتاب الصلواة سنڌي، (١٩) قواعد عربي، (٢٠) قواعد فارسي، (٢١) دلائل و جوب التجويد، (٢٢) معجزن جو ڪتاب، (٢٣) مولودن جو ڪتاب، (٢٤) عريضه اضعف العباد في مسئلہ الضاد، ۽ (٢٥) اعلام العباد في مسئلہ الضاد.

پاڻ اول پنهنجي ڳوٺ رضا محمد ڏيري ۾ مدرسو قائم ڪيائون، ۽ ڪيترا سال اتي تعليم ڏنائون. سن ١٣٤١هه ۾، حضرت خواجه محمد حسن سرهندي ٽنڊي سائينداد وارن جي ڪوشش سان، هڪ مدرسو ڳوٺ ڳاهي مهيسر لڳ ميهڙ ۾ قائم ٿيو، ان لاءِ خواجه صاحب جن کي قابل عالم جـــي ضرورت هئي: سندن نظر انتخاب حضرت مولانا ڏيرويءَ تي پيئي ۽ ڪين خواجه صاحب جن گهڻو اصرار ڪيو، ان ڪري پاڻ مدرسي عربيه ڳاهي مهيسر ۾ آيا، ۽ اتي ١٣٤٩هه تائين تعليم ڏيندا رهيا. ان کان پوءِ، سيد علي اڪبر شاه صاحب جن سان مشورو ڪري، ميهڙ ۾ مدرسو دارالقرآن قائم ڪيائون، جو اڄ تائين جاري آهي.

سندن شاگردن جو سلسلو تمام گهڻو آهي، پر ڪجهه نالا هي آهن: ١- مولانا عبدالغفور، ٢- خدا بخش بلوچ، بهاولپور، ضلعو دادو، ٣- مولانا محمد يوسف ڏيرو، پيش امام مسجد انجمن شيدي، ڪوئيٽي، ۴- مولانا قاري احمد چارڻ، مدرس مدرسه اسلاميه، مولهن، لڳ ٺاروشاه، ۵- مولانا دين محمد "اديب" فيروز شاهي، معلم دينيات، نورمحمد هاءِ اسڪول، حيدرآباد، ٦- مولانا عرض محمد "سانگي"، معلم عربي، جامع عربيه حيدرآباد، ٧- مولانا درمحمد پنهور، معلم عربي، مدرسه دارالقرآن، ميهڙ، دادو، ٨- مولانا علي محمد ڪلال، معلم مدرسه رحمانيه ٺاري، لڳ باڊه، ٩- مولانا عبدالڪريم ڏکڻ، سابق مدرس مدرسه عربيه، لنڊي ڳوٺ، مورو، ١٠- مولانا حڪيم قطب الدين، ڳوٺ پنڊ، تعلقو ميهڙ، ۽ ١١- راقم آثم (قاري) محمد، ڏيرو، مهتمم مدرسه عربيه دارالقرآن، ميهڙ، دادو.

سندن وفات حسرت آيات ٨ رجب المرجب ١٣٧٣هه، مدرسه دارالقرآن ميهڙ ۾ ٿي. تاريخ ولادت جي حساب سان سندن عمر ٽيهٺ ورهيه ٿي. حضرت مـــولانا مرحوم، پنهنجي آخري وقت ۾، حضرت مولانا مولوي درمحمد صاحب کي فرمـــايو ته "هاڻي عمر حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جي عمر موافق ٿي آهي: جيڪڏهن هن وقت خاتمو ٿيو، ته موافقت عمر جو شرف به حاصل ٿي ويندو"- ائين به ٿيو. سندن مزار، ميهڙ شهر جي مغربي قبرستان ۾ آهي.

مولانا دين محمد اديبؔ جي چهل قطعه تاريخ وفات جو هڪ بيت نقل ڪجي ٿو

"اديبا"، چون نمودم فکر تاريخ- خرد گفتا: "زخاصان خدائي".

(مولانا قاري محمد مهراڻ ص- ن)

# مولانا حاجي عمرالدين چنو

هي بزرگ هڪ باثر عالم هو. خيرپور ناٿن شاه جي پرسان، ابراهيم چني جي ڳوٺ جو باشندو هو. سن ١٢٨٨ هجري ۾ ڄائو. سندس منظر ۽ نظر جاذب هئا. فيروز شاه ۾ مولانا خيرمحمد وٽ، ۽ پوءِ ان جي فرزند مولانا عطاءالله ۽ ان جي شاگرد مولوي محمد صاحب آگري وٽ تعليم ورتائين. آخر ۾ کهوڙڪيءَ ۾ مولانا قمرالدين وٽ تعليم ورتائين، ۽ ١٣١٧ھ ۾ وٽس دستاربندي ڪيائون. مولوي صاحب جي عمر پنجاسي سال هئي. اڪثر و بيشتر لاڙ ۾ پڙهايو ائين، ۽ ڪجھ وقت عمرڪوٽ تعلقي ۾ رني ڪوٽ ۾ پڙهايو ائين. وٽس شاگرد گهڻا پڙهڻ ايندا هئا. ڪن مشهور شاگردن جا نالا هي آهن: مولوي محمد آڙهوتو، ويڙهل ڳوٺ احمد شاه گروهڙي (ڪپرو)، مولوي محمد يعقوب هنگورجو، ويڙهل رتوڪوٽ، ڪپرو، مولوي عبدالحليم پهنور، ويڙهل ورند جا پاڙ (ميهڙ)، مولوي محمد علي لانبر، سانگهڙ، مولوي غلام محمد پير، ڳوٺ لڏاڻ (ڪڪڙ، دادو) مولوي نجم الدين مهر ريگستاني (ضلعو ٿرپارڪر) ۽ مولوي عبيدالله، (مولانا جو عزيز ۽ ڳوٺائي). آخر عمر ۾ مريد به ڪيائين. پاڻ مولانا غلام صديق شهدادڪوٽيءَ جو مريد هو.

مولوي صاحب منهنجي والد جو ماسات هو. مون سان سندس محبت گهڻي هئي.

تاريخ ١٦ ربيع الاول سن ١٣٧٤ھ، برابر ١٣ نومبر ١٩٥٤ع تي وفات ڪيائين. مون سندس وفات تي قطعہ تاريخ لکيو:

ان جو تاريخي مصرع آهي:

گفت اديب سال تو "غفرالوحيدلہ" ١٣٧٤ھ

(مولوي دين محمد اديب- مهراڻ س-ن)

# مولانا احمد علي "مشتاق" ڏيرو

ڳوٺ ڏيرا تعلقو خيرپور ناٿن شاه طبيبن ۽ عالمن جي ڪري مشهور آهي. ويجهڙائي ۾ مولانا عبدالڪريم ڏيرو عالم ۽ محقق، مولوي محمدصاحب عالم ۽ قابل طبيب ۽ حڪيم، وڏيرو رضامحمد ڏيرو سياستدان تي گذريا آهن. ان ڳوٺ ۾ مولوي احمد علي مشتاق جي ولادت ١٠ شوال ١٣٣٥ھ، جولاءِ ١٩١٧ع ۾ مولوي محمد علي

ڏيري جي ڳوٺ ٿي. شروعاتي تعليم سنڌي اسڪول ۾ ورتائين، جتان پنج درجا پاس ڪري، پنهنجي والد مولوي محمد علي جي مدرسي ۾ داخلا ورتي عربي ۽ پارسي جا نصابي ڪتاب پورا ڪري باقاعدي دستاربند ٿيو. سندس والد حڪيم به هو تنهنڪري مولوي احمد علي انجي زيرنگراني علم طب ۾ به ملڪو حاصل ڪيو ۽ پنهنجي ڳوٺ ۾ طبابت ڪندو رهيو.

انوقت ميهڙ ۾ بزم بلبل طرفان مشاعرا ٿيندا هئا. کيس انهن مشاعرن ۾ شرڪت ڪرڻ ڪري شعر جو شوق ٿيو. جاڳيو. جمع خان غريب، شاه محمد صوفي ۽ ٻين دوستن جي همٿائڻ تي شعر چوڻ لڳو ۽ تخلص "مشتاق" اختيار ڪيائين. دادوء ۾ قبل حافظ احسن جي ڪوشش سان بزم آفتاب طرفان ماهيانا مشاعرا ٿيندا هئا انهن ۾ مولوي مشتاق پنهنجا اشعار پيش ڪندو هو. هوڏانهن لاڙڪاڻي ۾ حاجي محمود خادم طرفان طرحي مشاعرا ٿيندا هئا ۽ رسالو اديب سنڌ نڪرندو هو. مولوي مشتاق انهن مشاعرن ۾ ڀرپور حصو وٺندو رهيو ۽ سندس شعر رسالي ۾ ڇپبا هئا.

ٿوريئي وقت ۾ مولوي مشتاق شعر و شاعري ۾ چڱو نالو ڪڍيو. پر افسوس جو سندس حياتيء جا ڏينهن ٿورا هئا جو ٢٩ سالن جي ننڍڙيء عمر ۾ ٢٩ جماديالاخر ١٣٦٤هه، مئي ١٩٤٩ع ۾ رحلت ڪري ويو. سندس وفات تي مرحوم جمع خان هي قطعو لکيو هو، جو اديب سنڌ رسالي ۾ شايع ٿيو هو.

## قطعو

١— ويو لڏي دنيا ڇڏي اف نوجوان احمد علي
ماڪ هي هستي جو ناهي آهي هي دنيا فنا

٢— مجلسي هي ٿيو وڃي در مجلس احمد علي
باليقين آغوش رحمت حق ۾ آ دائما

٣— آه ٿيو عشاق کان گويا تہ اڄ جاني جدا
سال ٿيو انجو "شهيد ناز انداز قضا"
١٣٦٤هه

٤— بادل رحمت مسيحي سال "زير مغفرت"

هجري من:- "مشتاق احمد ساڪن دارالبقا"
١٣٦٤

مرحوم مولوي مشتاق جو آخرين شعر هي آهي جو هن مرض‌الموت وقت چيو هو:

ابتدائي:- ١- مل اچي اي دوست جو سمجهان ٿو پويون وقت آهه
ٿيو هجوم غم آ سر تي ۽ مصيبت سخت آهه
٢- آ وساڻ تي گهڙي ۾ هي چراغ زندگي
شڪل منهنجي وڃي ٿي ناهي بدن ۾ ڪا خوشي
٣- هي نفس هاڻي پيام موت جو اعلان آهه
جلد نڪرڻ واري منهنجي جسم مان هي جان آهه
آخري مصرعا: ٤- هاڻ اهڙي وقت ۾ منهنجا پيارا دلنواز
پئي ٿي کولي هر طرف توکي نگاهه نيم باز
٥- آهه اج مشتاق جي اکڙين کي تنهنجو انتظار
تون اچ هيڪر ته ممڪن آهه سونکي ٿئي قرار

(احمد خان "آصف" مصراڻي بلوچ)

# مولانا عبدالڪريم مڪسي

علامه عبدالڪريم بن غلام‌حسين مڪسي ١٢ ربيع‌الاول ١٣٠٢ هجري تي ڦيروزشاه ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم نحو مير تائين، مدرسه جامع‌العلوم ڦيروز شاه ۾ ميان گلاب‌الدين صاحب چنه وٽ ورتائون. ان کان پوءِ ٽي تلاءِ حيدرآباد ۾ مولوي عبداللطيف صاحب وٽ سال کن رهيا. تنهن کان پوءِ تعليم خاطر مولوي محمد صالح سيالوي وٽ "مدرسه ٽوڙي پل" متصل دادو ۾ ڇهه مهينا رهيا. جتي سنڌ جو وڏو بزرگ امير محمد شاه حسيني اميناڻي شريف وارو به سندن هم ڪلاس هو. تنهن کان بعد گوٺ پانهو لاکير ۾ الحاج الاهي بخش صاحب وٽ پڙهيا، جتي مولوي دين محمد "اديب" سندن همدرس هوءَ. علمي پياس جي ڪري اتي ڪجهه وقت رهڻ ڪانهوءِ، مدرسه دارالفيوض صوبو خان مڪسي ۾ مولانا محمد اسماعيل مڪسي وٽ پڙهڻ ويا. آخر ۾ هڪ ڀيرو وري اصلي مدرسه ڦيروز شاه ۾ مولانا عبدالرحمان چنه وٽ رهي، علمي تحصيل ڪيائون. سال کن استاد جي زير نظر مدرسي ۾ تعليم به ڏنائون.

تنهن کان پوءِ جامع راشديه متصل للاه ٻاقراڻي ۾ ٻه سال کن تعليم ڏنائون.

جتي مولوي دين محمد وفائي ۽ مولوي عبدالحڪيم شاعر ٻه مدرس هئا. ان وقت ان مدرسي ۾ مولانا محمد قاسم مشوري صاحب ٻه زير تعليم هو.

سن ١٣٣٦ ھ ڏاري خليفه غلام مصطفيٰ جي توسل سان ڳوٺ صوبو خان مگسي متصل شاهپنجو سلطان تعلقه ميهڙ ۾ مدرسه دارالفيوض ۾ مدرس ٿي رهيا ۽ آخر تائين اتي درس نظامي جي تعليم ڏيندا رهيا.

تصوف جي سلسلي ۾ ٽن طريقن سان واسطه هئا. قادري طريقي ۾ سندن مرشد حضرت محمد ڪامل ڪنبار شريف وارو هو. نقشبندي طريقي ۾ خواجه محمد عمر جان صاحب چشموي کان فيض حاصل ڪيائون. چشتي طريقي ۾ هندستان جي ڪنهن بزرگ کان غائبانه خط و ڪتابت ذريعي واسطو قائم ڪيو هئائون. جنهن ڪري خواب ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي زيارت ٻه ڪئي هئائون.

سندن شاگردن جو سلسلو ٻه وسيع آهي. جن مان ڪن جا نالا هي آهن: مولوي عبدالحڪيم بلوچستاني، مولوي محمد دائود پيري، مولوي محمد سليمان جهل مگسي، مولوي عبدالحڪيم ڦرائي، مولوي محمد دائود، مولوي محمد دادوي، مولوي احمد مگسوي، مولوي محمد عيسيٰ ڏڙو، مولوي هدايت الله تنيو، مولوي رضا محمد مگسي ڪيرڙي ٺرمدني، مولوي ڪريم بخش مگسي ميهڙ، سندن آخري فارغ تحصيل شاگرد علامه ڪريم بخش مگسي هن وقت سيد علي اڪبر شاه جي قائم ڪيل مدرسه دارالقران جامع مسجد ميهڙ ضلع دادو ۾ مدرس اعليٰ جا فرائض سرانجام ڏئي رهيو آهي ان سان گڏ اوقاف کاتي طرفان دادو جا ڊسٽرڪٽ خطيب ٻه آهن.

علامه عبدالڪريم صاحب مگسي جو گهڻو عرصو درس تدريس ۾ گذريو پر تنهن هوندي ٻه تحريرات ۾ ڪوشش ڪندا رهيا ان جي ڪري هيٺيان ڪتاب قلمي صورت ۾ يادگار ڇڏيائون.

فتويٰ ڪريمي سنڌي، ڪتاب النحو سنڌي (ڇاپيل ٿي ويو)، هٿن پيرن چمڻ جو مسئلو ۽ قصيده غوثيه جو شرح.

آخر هي وقت جو جيد عالم، مدرسه دارالفيوض صوبو خان مگسي تعلقه ميهڙ ۾ ٥٦ سال درس تدريس ڏئي، ٢ صفر ١٣٩٢ هجري ۾ خدا کي پيارو ٿي ويو. سندن سال وفات علامه ڪريم بخش صاحب مگسي "مغفور الله" مان ڪڍيو آهي.

استادي سلسلو:- علامه عبدالڪريم مگسي عن مولانا عبدالرحمان فيروز شاهي

عن اخيه گلاب‌الدين چنه عن مولانا محمد آگروي عن الحاج عطاءالله فيروزشاهي عن مولانا گل محمد عن ابيه مولانا نورمحمد شهدادڪوٽي عن خليفه محمد يعقوب همايوني عن مولانا عبدالحليم مسافر مزاره روهڙي عن مولانا محمد عاقل شاه سيه چشم يوسف ثاني هالائي عن مولانا محمد آريجوي عن مولانا قل احمد صاحب عن ابيه ابي الحسن شهيد عن ابيه عبدالله لبيب عن مولانا عبدالحڪيم سيالڪوٽي عن ڪمال‌الدين ڪشميري استاد امام رباني عن مولانا ملا نظام‌الدين صاحب درس نظامي عن مولانا دانيال عن مولانا ملا عبدالسلام عن مسعود علامه تفتازاني عن مولانا عضدالدين يحيٰ عن مولانا زين‌الدين عن ناصرالدين علي بيضاوي صاحب التفسير.

(مولوي عبدالرسول قادري بلوچ)

ماستر غلام رسول شاه عبدالله گودڙئي واري چيو مولانا جن اتي آيا. مون کان پڇيائون ته تنهنجي پيءُ جو نالو ڇا آهي. مون چيو قلندر بخش. فرمايائون ايا! قلندر بخش نه پر قادر بخش. ان تي ايترو اصرار ڪيائون جو مان هيئن چئي کين چپ ڪرائي ته سائين مونکي پٽ ٿيو ته ان جو نالو قادر بخش رکندم (مولانا تاج محمد کوهارو)

# مولانا محمد صالح رهڙه وارو

مولانا محمد صالح ان محمد مانڪ مهيسر رهڙه شريف (تعلقه ميهڙ) ۾ ۱۲۴۲ه ۱۲ ربيع‌الاول تولد ٿيا.

ملڪائين ۾ پڙهيا ۽ اتان ئي دستاربندي ڪري پنهنجي ڳوٺ آيا. وڏيري ولي محمد مهيسر چيو تـوهان کي هيترو ان معاوضو ڏيان منهنجي پٽن کي پڙهايو مگر مولانا جواب ڏنو ته مان خدا واسطي پڙهائيندس. ڪکائين مسجد لـاهي مدرسه شروع ڪيائون. رهڙو اصل اتان هڪ رهڙ هوندو هو جتان ماڻهو لنگهندا هئا پوءِ رهڙو شريف ٿيو. پاڻ صاحب ولايت هئا. واه جي کوٽائي وقت سندن مسجد وچ ۾ ٿي آئي پر انجنيئر مولانا جي اثر ۾ اچي ويا ۽ واه جو رستو مٽائي لاڙي ويا. گرانٽ جي آڇ ٿي مگر نه ورتائون. لاڙڪاڻي ضلع جي هڪ انڙ وڏيري چيو اسان جي ملڪيت مان هڪ سو جريب اوهان جي نالي ڪريون باقي زمين اسان پاڻ ورهائي وٺنداسين. پاڻ جواب ڏنائون. سندس صاحبزادي چيو سائين هو پنهنجي حب مان خدا واسطي

هيتري ساري زمين ڏئي ٿو ڇو نہ تہ ولو، فرمايائون ته ! اوهان مسجد جـو در نہ ڇڏيو تہ خدا اوهان کي هرشيء کان بي نياز ڪندو. نہ ڪري تہ منهنجي قبر تي اچي مهار ڏجو! مولانا غلام عمر سوني جتوئي وارو بہ پڙهندو هو. خدمت ڏاڍي ڪندو هو. روزانہ ڀري ڪاٺين جي ڪري گهر موڪليندو هو. ٻي سال ساندہ اٺين ڪاٺين هن جي سنگتين جي دستاربندي ٿي رهي هئي. مولوي غلام عمر کي ڏک ٿيو. انهن ٿي ڏينهن ۾ مولانا جن چيو تہ هي ڪاٺيون ڪهڙ تو ڪري اچي. گهران معلوم ٿين تہ غلام عمر نالي طالبعلم ڪاٺيون ڪري اچي ٿو. بزرگن صبح جو مولوي غلام عمر کي گهرائي توجه ڪري اک ۾ ان کي دستاربندي ڪيائين.

شاگرد:- سندن پٽ مولوي ابوبڪر، مولوي غلام عمر، مولوي محمد عثمان، مولوي غلام عمر سوني جتوئي وارا ۽ ٻيا ڪيئي طالب ولن پڙهندا هئا.

آخر وقت ۾ طالبن کي گهرائي ڪلمہ شهادت چئي انهن کي شاهد بڻايائون پوء وفات ٿيون. سندن وفات ١٩ صفر ١٣١٨هه ۾ ٿي.

سندس پٽ جدا جدا مدرسن ۾ پڙهائيندا هئا. مولوي ابوبڪر جي وفات ٢٩ ربيع الاول ١٣٥٧هه، مولوي غلام عمر ٥ محرم ١٣١٩هه، ۽ مولوي محمد عثمان ١٣٦٧هه فوت ٿيو (مولوي محمد عمر پولو بزرگ رهڙي واري جو)

رهڙي شريف ۾ هڪ ملا مالڪ قوم مهيسر جو پٽ نالي محمد صالح پنهنجي ڀاءُ نالي نبي بخش سان گڏجي هالا شهر ۾ علم پڙهن لاء ويا جتي هڪ سيد مدينہ منوره جو فارغ التحصيل علامہ قاري هئا جن جي مدرسي ۾ داخل ٿيا جتي نبي بخش کي حفظ ۽ قراءة شروع ڪرايائون ۽ محمد صالح کي علم عربي شروع ڪرايائون ٻئي پنهنجي فن جي تڪميل ڪري موٽيا. محمد صالح پنهنجي ڳوٺ رهڙي شريف ۾ درس باقاعده هلايائون ۽ حافظ نبي بخش صاحب پنهنجي ڳوٺ ساڳي ٽنڊي ۾ درس هلايائون. مولانا محمد صالح کي ٣ پٽ هئا. مولانا ابوبڪر، مولانا محمد عمر، مولانا محمد عثمان ٽيئي ولن فارغ تحصيل ٿيا. انهيء مدرسي ۾ تدريس ڏيندا رهيا. مولانا محمد عمر جواني ۾ وفات ڪري ويا. بي اولاد ہ مولانا ابوبڪر کي پٽ (١) مولوي محمد اڪمل (٢) مولوي محمد افضل ٿيا. مولوي محمد اڪمل رهڙي شريف ۾ پڙهائيندا هئا. مولوي محمد عثمان کي ٢ فرزند ٿيا (١) مولوي محمد صالح (٢) مولوي عبدالحي. مولوي محمد صالح رهڙي شريف ۾ پڙهائي وفات ڪري ويو باقي

مولوي عبدالحي صاحب ٽرڙي محبت ۾ پڙهائي وفات ڪري ويا. (مولوي ڪريم بخش مکسي- ميهڙ)

# مولانا در محمد پنهور

مولانا در محمد بن حاجي امام بخش سهر (عاليوال) ڳوٺ ۾ تولد ٿيو. گهٽو علم مولانا عبدالڪريم ڏيروي وٽ پڙهيا. ربيع الثاني ۱۳۵۱ ھ ۾ دستار بند ٿي فارغ التحصيل ٿيا. پوءِ ڪجهه وقت پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهايائون. ۱۸ ذوالقعد ۱۳۶۱ھ ۾ ڳوٺ گاهي مهيسر (لڳ ميهڙ) ۾ اچي پڙهايائون اتي ۱۱ سال کن پڙهايائون. پوءِ گرڪن شهر ۾ پڙهايائون جو سهرڪي چڏي اچي اتي رهيا هئا. پوءِ ۱۶ ذوالقعد ۱۳۷۴ کان ۱۳۸۰ھ تائين مدرسه دارالقرآن قديم (ميهڙ) ۾ پڙهايائون. ان بعد پنهنجي ڳوٺ ۾ ڪجهه وقت پڙهائي پوءِ فريدآباد (تعلقه ميهڙ) ۾ پڙهائڻ لڳا. فريد آباد کان پوءِ دارالقرآن عربيه ۾ هڪ سال پڙهائي عربستان هليا ويا حج ڪري موٽي آيا ڪمزور ٿي پيا ۽ دوا شروع هئي پر تعليم به جاري رهي. ۴ شوال ۱۳۹۶ھ ۾ صبح جو فوت ٿيا.

سندن مشهور شاگرد:- سندن فرزند مولانا محمد علي صدر مدرس مدرسه دارالقرآن عربيه ميهڙ، مولانا عبدالله "ورنا" (نال) بلوچستاني، مولوي الاهي بخش بلوچستاني (حال نصيرآباد)، حافظ محمد صادق شيخ نصيرآبادي، مولوي حافظ محمد ابراهيم چنو (ڪرخ). پاڻ ڪتاب به تاليف ڪيائون جيئن ته امدادالصرف، نحو ۾ هداية المنظور، مسائل فقيه تي سنڌي پولي ۾ به رسالا لکيائون. پاڻ شاعر به هئا سنڌي ۽ پارسي ۾ شعر چيا اٿن.

اولاد:- ست پٽ ۽ به نياڻيون انهن مان مولانا محمد علي عالم ٿيو. منظوراحمد جنهن جي لاءِ نحو جو ڪتاب لکيائون ان به ڇگا ڪتاب پڙهيا. حافظ مسعود احمد ۽ حافظ مختيار احمد پنهنجي پاءُ وٽ پڙهي رهيا آهن. معشوق حفظ ڪري رهيو آهي (مولانا محمد علي ابن مولانا مرحوم)

# مولوي حاجي عبدالله سومرو

اسانجي ڳوٺ مئو اپر جي ڏکڻ سومرن مان ميان محمد جاڙل مرتضائي شاعرانه

مزاج رکندڙ شخص آهي. ان هڪ لڳا پنهنجي هڪ عزيز بزرگ شاعر، مولوي حاجي عبدالله ڏکڻ جي ڪافي ”اکيون الڪيون عجيبن سان وٺي گهر عشق کي آيون“ ٻڌائيندي چيائين ته ”مرحوم جي ڪلامن جو ڪتاب، وارهه ۽ نصيرآباد طرف ڏکڻ (سومرن) وٽ آهي. مون کيس ان ڪتاب آڻڻ جو تاڪيد ڪيو. سال کن بعد، هڪ ڦاٽل ۽ بوسيده ڪاغذن جو بياض مونکي آڻي ڏنائين جنهن جا اڳيان پويان ورق ڦاٽل ۽ کٽل هئا. ٻنو اهڙو پرالو جو هٿ لائڻ سان ڀُريو وڃي. بياض جي مطالعي مان معلوم ٿيو ته اهو ڪتاب مرحوم مولوي حاجي عبدالله جي ڪلامن تي مشتمل آهي ۽ آهي به سندس هٿين اکرين لکيل. هڪ ورق تي ڪتابت جي تاريخ ۱۵ ذوالقعد ۱۳۲۳هه لکيل آهي. ڪلام پڙهي بيساخته چولو ٿو پوي ته موحوم حاجي عبدالله واقعي عالم ۽ وڏو عوامي شاعر هو. افسوس جو سندس پوين جي غفلت ۽ بي ڌياني سبب سندس نام ۽ ڪلام گمنامي جي غار ۾ گم رهيو.

مولوي صاحب ذات جو سومرو هو. جيئن ته سندس مائٽ ڏکالڪو ڏنڊو ڪندا هئا ۽ اجا به ڪي ڪن ٿا. تنهن ڪري پنهنجي ڪلام ۾ پاڻ کي نجار، ڏکڻ، درودگر ڪري چاڻايو اٿس.

تخلص طور ڪيترن ڪلامن ۾ عبدالله ۽ ”مشتاق“ به ڪم آندو اٿس. سندس والد جو نالو ”[illegible]“ هو جو فقيرانه مزاج رکندڙ هو ۽ محمد فقير سڏبو هو. ڳوٺ جوڻائي تعلقي وارهه لاڙڪاڻي ۾ عبدالله جي ولادت ۱۸۷۰ع، ۱۲۸۷هه ڌاري ٿي. جڏهن پڙهڻ جهڙو ٿيو ته مهڙ جي پرسان، انوقت جي مشهور ديني مدرسي ”رهڙه شريف“ ۾ پڙهڻ ويٺو. رهڙي شريف جا مهيسر عالم، مشهور مدرس ۽ علم جا صاحب ٿي گذريا آهن. ۽ قاضي ڪوليا هئا. رهڙي بابت مرحوم عبدالله پنهنجي شعر ۾ هن ريت عقيدت جو اظهار ڪيو آهي:-

عجب شهر رهڙي سندي خانگاه
فضل پالهنجي سان وڏائي فتاح
مستو درس جو ديدبو واه واه
تنهين درس جو پاڪ پرور پناه

جون ٿا ته عبدالله ان مدرسي ۾ عربي ۽ فارسي جو پورو ڪورس ختم ڪيو هو. ۽ دستاربندي ڪري ”مولوي“ ڪوٺائڻ کان ڪناره ڪش رهيو. توڙي جو ماٺهو

ڪيس مولوي مذينا هئا، موسيقيءَ ۾ بہ مهارت حاصل ڪئي هئائين. پنهنجا خواه ٻين جا ڪلام ڏاڍي سر سان آلاپيندو هو. ڪنهن جي چوڻ سان نہ پر پنهنجي خيال سان ٻين فقيرن ۽ درويشن سان دل هوندي هيس. ٻٽ سرائي تعلقي ميهڙ جي راشدي پير حضرت شاه دوران محي الدين، گهڻو ڪري ڏيري جي راشدي پيرن جو پانڌيڙو هو. انهن کي مرشد ڪري ڀائيندو هو ۽ سندس شان ۾ ڪيئي اکر بيت چيا ٿائين. مرحوم عبدالله کي حرمين شريفين وڃڻ جو بہ گهڻو شوق هو. پر مسڪيني سبب وڃي نہ سگهيو. آخر مائي فاطمہ لاکير جا هڪ مالدار، ڀلاري، باخدا ۽ عابده زاهده خاتون هئي. ان کيس مالي مدد ڪئي ۽ عبدالله خير سان حج ڪري حاجي ٿيو.

حاجي عبدالله پنهنجي عزيزن مان شادي بہ ڪئي هئي پر نرينو اولاد ڪونہ ٿيس. باقي ڇوڪريون تہ سندس هڪ نياڻي حال حيات آهي.

مرحوم مولوي صاحب هر قسم جو عوامي شعر جهڙوڪ بيت، ڪافيون، مولود، لوليون، مداحون، مناجاتون، ڪيئي اکر بيت، راتيون، هنر ۽ خطبا چيا آهن. جن مان ڪجهہ ڪلام ناچيز راقم آصف جي ڪوشش سان، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي لوڪ ادب جي سلسليوار ڪتابن ۾ شايع ٿيو آهي. مرحوم مولوي صاحب جو سمورو ڪلام عالمانو، پختو، دلسوز ۽ پاڪيزه آهي. سندس وفات غالباً ١٣٤٨-٤٩ھ ٢٨-١٩٢٩ع ۾ ٿي.

سندس چيل هن نعت جو اول ۽ آخر ملاحظو فرمايو:

مصطفيٰ مهندار آيو عيد ٿي - احمد مختار آيو عيد ٿي (مختار - مجتبيٰ)

حاجي عبدالله تون دل شاد ڪر - دلربا دلدار آيو عيد ٿي.

(احمد خان آصف مصرائي)

# مولوي محمد هاشم

مولوي محمد هاشم ابن حاجي لال محمد (جيڪو پڻ اهل علم هو) اسحاقي چانڊيو ڳوٺ وارياسو تعلقہ ميهڙ. ابتدائي تعليم مولانا عبدالڪريم ڏيروي کان ورتائون. تحصيل علم جي مولانا محمد اسحاق ڪڙيائي وٽ ڪيائون. فارغ ٿي پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائون. پاڻ گهڻو گوشہ نشين ٿي رهندا هئا. موحد ۽ حقاني عالم

هو. پاڻ ڪجهه تصنيف ۾ ڪئي اٿئون جن مان خطبات هاشميه ۽ تفسير هاشمي لکيو اٿن. تفسير مڪمل ڪري نه سگهيا جو ڪين اهو شوق آخري عمر ۾ ٿيو.

وفات:- ١٩٧٦ع ۾ رمضان المبارڪ جو مهينو هو جو فوت ٿيا. پٺيان ٣ پٽ ۽ ٢ نياڻيون ڇڏي ويا (مولوي عبدالرحمان مهتمم مدرسه تاج العلوم سهوڻ)

# مولوي خدابخش جمالي

اهو بهاولپور ضلع دادو جو هو. مولوي الا بخش پانهي لاڪير واري جو شاگرد هو. مولانا محمد اسحاق ڪڙيائي وري ان جو شاگرد هو. مولانا الاهي بخش پارسي جا قواعد جاموي آسان نموني سان سنڌي ۾ لکيا هئا ان ڪتاب جو نالو هو ”استاد فارسي“ اهو مولانا خدا بخش وٽ هو. پارسي ۾ مونکي مهارت ۽ ان ڪتاب پڙهڻ ڪري ٿي. دارالهديٰ ٺيڙهي ۾ مونکي پارسي جي مهارت جي ڪري گهرايو هئائون جيڪا ان ڪتاب ۽ استاد خدابخش جي مرهون منت آهي. مولوي صاحب حاذق حڪيم هو. چوندو هو انسان جون اٺ سو نبضون آهن جن مان ٥٠٠ نبضون آءٌ ڄاڻان ٿو. پاڻ فوت ٿي ويو آهي ۽ سندس پٽ حڪيم غلامحسين جمالي حڪمت جو ڌنڌو ڪندو آهي (مولانا نثاراحمد بهاولپوري)

# مولانا سعدالله چانڊيو

مولانا سعدالله ولد غلام حيدر ڳوٺ ستائي چانڊيو (ڪڪڙ تعلقه) ۾ تولد ٿيا.

قرآن مجيد ڳوٺ جي ملا بخشڻ وٽ پڙهيا. پارسي سيد وريل شاه (ڳوٺ بهادرپور) وٽ پڙهيا. عربي رهڙا شريف جي مولانا محمد صالح ۽ سندس پٽ مولانا عبدالحي وٽ پڙهي تحصيل علم جي ڪيائون. فارغ ٿي پنهنجي ڳوٺ ۾ مدرسو کوليائون تمام گهڻا طالب علم رهندا هئا سندن ڪيئي شاگرد آهن جيئن ته حافظ تاج محمد ڪوهارو ۽ ٻيا. حضرت محمد پناه جا مريد هئا.

وفات جي تاريخ معلوم نه آهي البت بعض دستاويزن مان ١٩١٩ع ۾ زنده هجڻ جو پتو پوي ٿو ان کان پوءِ فوت ٿيا.

اولاد:- ٢ پٽ عبدالله، مولانا عبدالرحمان ۽ هڪ نياڻي هئي (مولانا عبدالحليم بن مولانا عبدالرحمان)

# مولانا عبدالرحمان چانڊيو

مولانا عبدالرحمان بن مولانا سعدالله تقريباً ١٨٨٠ع ۾ تولد ٿيا. ڪجهه وقت پنهنجي والد رحه کان پڙهي پوءِ مولانا محمد حسن ڪوهه وٽ پڙهيا. سورو علم اتي ڏکيه بالا ۾ پورو ڪيائون. مولانا جا اوائلي شاگرد هئا.

فراغت بعد پنهنجي والد رحه سان گڏ ڳوٺ ۾ پڙهائيندا رهيا. پڇاڙي تائين اتي پڙهائيندا رهيا. پين هنڌن جي آڇ ٿي مگر ڳوٺ نه ڇڏيائون. سندن شاگرد تمام گهڻا هئا جيئن ته مولوي عبدالغفور ڪوهارو (قمبر ضلع دادو)، مولوي اسحاق ڪوهارو ڪڙيائي، مولوي ڪمال الدين لغاري (واهي پاندي تعلقه جوهي)، مولوي عبدالله شاه ملتاني، مولوي غلام محمد پير، مولوي ميان عمرالدين پير ۽ ٻيا.

مولانا وڏا مفتي هئا. هڪ ڀيري جي ڪسي ڳن (ڪمان جو) لڳو هئان انهيءَ ۾ رهڙي وبس ڪي رڳان سلامت هيون. ذبح واري وقت ان مان رت ۽ لڪتو. مولوي محمد صالح ماڏائي ان جي حرمت جي فتويٰ ڏني ۽ مولانا جن ان جي حلت جي فتويٰ ڏني. اهي تحريرون دارالعلوم ديوبند ويون اتان مولانا جن جي تائيد ٿي آئي ۽ تحرير جي بلندي کي ڏسي اهڙو نوٽ ۽ هنيائون ته مبارڪ هجي جو اهڙو عالم سنڌ ۾ رهي ٿو. هڪ ٻي تحرير نواب يحيٰ خان کي وياج جا پيسا ملڻا ٿيا. تر جيڪن عالمن ان کي حرام قرار ڏنو. مولانا جن تحرير ڪئي ته اسان جو ملڪ دارالحرب هجڻ ڪري گورنمنٽ کان جيڪي واڌارو ملي ٿو اهو وياج نه آهي. دارالعلوم ديوبند کان ان جي تائيد ٿي آئي. پاڻ متقي ۽ حق گو هئا. لواري جي معاملي ۾ سخت هئا. ڪي مولوي لواري جي حق ۾ بحث ڪرڻ آيا انهن کي شڪست فاش ڏنائون. مولانا جن جي تحرير ۾ تحقيق فائق هئي. پاڻ ايترا ته خوف خدا ۾ اڪثر هئا جو جڏهن ٻه دعا گهرندا هئا ته گريو ٿيندو هو. سندن بيعت پير محمد پناه عرف پنهل راشد بن سرامي تعلقه ميهڙ جا مريد هئا.

١٩٤٠ع ۾ فوت ٿيا. اولاد هڪ پٽ مولوي عبدالحليم (جيڪو عالم آهي ۽ مولانا محمد اسحاق ڪوهاري وٽ پڙهي فارغ ٿيو) ۽ هڪ نياڻي آهي.

(مولانا عبدالحليم بن حضرت مولانا مرحوم)

# مولوي حافظ تاج محمد ڪوهارو

بگ تعلقہ خيرپور نـاٿن شاہ ڪوهارن مان ,"ميان فتح فقير" سنڌ جي ٽالپر ميرن حاڪمن جو خاص درٻاري هو، هو وليالله ۽ حق گو بزرگ ۽ صاف دل صوفي هو، شاعر ۽ وڏو هو، سندس مداح

"چشني سان ورڪ محبت مڻ"

"چـارئي سرور سان سونهن"

خواہ ڪافيون ڪلام مشهور هئا. فتح فقير جو اوتارو حيدرآباد ۾ ٻوهڻ واہ تي اڄ ۾ آهي. انگريزن جڏهن ميرن کي قيد ڪري سنڌ کان ٻاهر اماڻيو تہ فتح فقير ۾ حيدرآباد ڇڏي پاڙ طرف پنهنجي مرشدن ڏانهن هليو ويو، جتي وفـــات ڪيائين. فتح فقير جا ڪجھ، تبرڪات ميان شاهنواز خان ۽ وڏيري نظامالدين وٽ محفوظ آهن.

فتح فقير ڪانپوہ ڪوهارن (ڪوهارا ڪلهوڙن جي شاخ آهي) ۾ وري مـــولوي حافظ تاج محمد، ڪوهارو پيدا ٿيو. جو هڪ جيد عالم، حافظ القرآن، اهل دل بزرگ ۽ قابل مدرس ۽ شاندار شاعر هو. سندس والد بزرگوار جو نالو احسان محمد هو.

حافظ تاج محمد جي ولادت سال ١٨٤٩ع ۾ ڳوٺ ڪڙيو غلامالله ۾ ٿي. جڏهن پڙهڻ جهڙو ٿيو تہ کيس مولوي محمد علي چانڊيہ وٽ مدرسي ڪور حسن چانڊيہ ۾ داخل ڪيو ويو. جتي عربي جا وڏا وڏا ڪتاب پڙهي پورا ڪيائين. اتـــان وري پيرين پنڌ هالن ۾ مخدوم نوح جي مدرسي ۾ وڃي هڪ عرب قاريءَ وٽ قرآن شريف حفظ ڪيائين، حفظ قرآن بعد وري ڪراچيءَ ڏانهن پا پياده سفر ڪري مولوي محمد عثمان مصنف "تفسير تنوير الايمان" جي والد مـــاجد وٽ وڃي علم تجويد حـاصل ڪيائين ۽ وڌيڪ عربي ۽ پـارسي پڙهي، وطن واپس وريـو ۽ پنهنجي اباڻي ڳـوٺ ڪڙيو غلامالله ۾ ديني مدرسو کولي درس و تدريس ۾ مشغول رهيو. ٿوريئي وقت ۾ مدرسي ڏاڍي ترقي ڪئي، جتي سنڌ ڪانسواءِ بلوچستان جا ڪيترا طالب العلم اچي علم جي اڃ اجهائڻ لڳا. جيئن تہ هي مدرسو ڪاڇي جي ڪپر سان هو، جتي خاص آبادي ۾ نہ هوندي هئي تاهم روزانو ٨٠، ٨٥ سراسري حاضري شاگردن جي هوندي هئي، جتي عـربي ۽ فارسي جي تعليم زور شور سان هلندي هئي. جون لـــا تہ حافظ صاحب تعليم ڏيڻ وقت اهڙو تہ مسرور ۽ مخمور ٿي ويندو هو، جو کيس دنيا ومافيها

جي سڌ ئي نہ رهندي هئي، تيستائين آرام نہ ڪندو هو، جيسين سڀني طالبن کي سبق نہ ملندو هو، ساڳئي وقت عبادت الاهيءَ ۾ ڪوشان رهندو هو. شب خيزي ۾مشهور معروف هو. تهجد نماز ۾ هميشه ڇ پارا قرآن شريف جا تلاوت ڪندو هو، عشا جي نماز بعد درود شريف گهڻو پڙهندو هو. ظهر نماز بعد قرآن شريف جو رڪوع پاڻ پڙهندو هو ۽ شاگردن کان بہ پڙهائيندو هو، ٿيهري جي نماز بعد دلائل خيرات جو مقرر وظيفو پورو ڪندو هو. پاڻ انوقت جي مشهور راشدي پير حضرت پير محمد پناه عرف پنهل پير جي هٿ تي بيعت ورتائين جنهن جي نظر فيض اثر کيس رنگي رڱ ڪري ڇڏيو. حافظ صاحب نهايت حليم طبع، خوش مزاج، متوڪل ۽ صابر شاڪر شخص هو. سندس رهڻي ڪهڻي سادي هوندي هئي، ڪاڌي پيتي خوراڪ، پوشاڪ ۾ هميشه سادگي اختيار ڪيائين. ڪيترن جاهلن حاسدن کيس تڪليفون ڏنيون، مگر پاڻ هميشه صبر ۽ شڪر ۾ رهيو تنهن ڪري آهي مخالفين ازخود اچي معافي وٺندا هئا. ديني مدرسي سان آخر عمر تائين ناتو نباهيندو آيو. آخر عمر جون ۹۳ منزلون طئي ڪري، ۱۹۴۱ع ۾ داعي اجل کي لبيڪ چيو.

حافظ صاحب کي چار فرزند ۽ نيائيون هيون جن مان ٽيون نمبر فرزند مولانا محمد اسحاق صاحب پنهنجي والد جي نقش قدم تي هلي ديني مدرسي کي زور شور سان هلائيندو رهيو. ٿورا سال ٿيا آهن تہ مولوي صاحب ذيابيطس جي موذي مرض جو شڪار ٿي رحلت فرمائي ويو. جيئن تہ پاڪين جا پاڻ خالي نہ ٿيندا آهن، تنهنڪري هاڻي اهو ديني مدرسو وري حافظ مولوي تاج محمد ابن محمد اسحاق هلائي رهيو آهي جتي پري پري جا شاگرد شوق سان علم جي دولت مان مالا مال ٿي رهيا آهن.

مرحوم مولوي حافظ تاج محمد وقت جو شاعر بہ ٿي هئو. پاڻ پنهن جو شعر ڪٺو ڪونہ ڪيائين، مگر ڪيترن سندس شاگردن وٽ ٿورو گهڻو لکيل هو، جنهن کي تازو سندس پوٽي مولوي حافظ تاج محمد صاحب، مرحوم مولوي محمد صادق طالب نائين شاهي جي اصرار تي يڪجا ڪٺو ڪيو آهي، سندس ڪلام سهرن، مولودن، ڪافين ۽ مداحن تي مشتمل آهي. شعر ۾ تخلص طور "حافظ، ڪوهارو- تاج محمد" لفظ ڪم آندا اٿس (احمد خان "آصف" مصرائي- الرحيم جون ۱۹۷۳ع)

# مولانا محمد اسحاق کوهارو

مولانا محمد اسحاق ولد حافظ تاج محمد ڳوٺ ڪڙيو غلام الله تعلقه خيرپور ناٿن شاهه تقريباً ١٣٠٦هه ۾ سنڌ ۾ تولد ٿيو.

قرآن مجيد ۽ فارسي پنهنجي والد صاحب وٽ پڙهيا. ڪجهه وقت مولانا محمد صالح ماڙوي وٽ ابتدائي عربي پڙهيا. پوءِ مولانا الاهي بخش ايري (ڀانهو لاڪير) وٽ ۽ ڪجهه وقت مولانا عبدالڪريم ڏيروي (ڳوٺ رضا محمد ڏيرو) وٽ پڙهيا. ان کان پوءِ مولانا خدابخش جمالي (ڳوٺ بهاولپور تعلقه جوهي) وٽ پڙهيا. علم جي تڪميل مولانا عبدالرحمان چانڊيو (ڳوٺ ستائي چانڊيا) وٽ ڪيائون. ڪجهه وقت لاڙڪاڻي طرف ۾ پڙهڻ ويا هئا.

فارغ ٿي پڙهائڻ شروع ڪيائون پنهنجي ڳوٺ ۾. سڄي زندگي پنهنجي ڳوٺ ۾ تعليم ڏيندا رهيا. طبيعت جا ساده، خوش مزاج، ڪتاب گهڻو ڪري ياد هوندا هين. تعليم جو اهڙو ڍنگ هين جو سندن شاگرد وڏا مفتي ۽ ڪامياب مدرس ٿي نڪتا. جن سان سندس نالو روشن آهي. جن کي دستاربندي ڪرايائون اهي ٦٠-٧٠ جي لڳ ڀڳ آهن. جن مان هيٺيان علماء به آهن جيڪي مفتي، مدرس ۽ واعظ آهن. مولانا محمد صالح پرڪوي، مولانا محمد چنل لغاري، مولانا غلام حسين ڪارو چانڊيو (سيد پور تعلقه ميهڙ)، مولانا الاهي بخش بلوچستاني، مولانا غلام قادر لغاري (ڳوٺ ولي محمد)، مولانا محمد علي پنهور (راهوجا)، مولانا شفيع محمد سومرو (واڍا)، مولانا عطاءالله مگريو قنبر وارو به ڪافي عرصو مولانا جن وٽ پڙهيو هو. سندن فرزند مولوي تاج محمد صاحب به وٽن پڙهيو هو. وفات تائين پڙهائيندا رهيا. سبق پاڙهيندي فرت ٿيا. ڊاڪٽرن جهليو هو پر فرمايائون مرڻو ته آخر آهي پڙهائڻ نه ڇڏيندم. آخر ۾ مولانا عبدالخالق بلوچستاني دستاربندي ڪئي.

ماڙو ۾ شيعه سني مناظرو ٿيو حضرت مولانا جن کي سنين پاران، مولانا درو بهراحمد ۽ مولانا عبدالعزيز ستان آيا هئا) کي گهرايائون ۽ حق جي نمايان فتح ٿي.

حضرت شاهه اسماعيل شهيد رحه جا ڏاڍا معتقد هئا. ڪيترن مولوين کين چيو ته توهان تقوية الايمان تان هٿ کڻو ته اسان جو اوهان سان ناتو آهي. فرمايائون، هي

تقويةالايمان آهي ان جي ڪنهن عبارت جي غلطي سمجهايو ته ان تان دست ڪشان. جڏهن تقوية الايمان ۾ ڪابه غلطي نه آهي ته پوءِ حق ڪتاب تان دستبردار چو ٿيان. ان تي ئي مستقيم رهيا.

مولانا قاري محمد ۽ پير علي اڪبرشاه جو مدرسي جي بـاري ۾ اختلاف ٿيو. پاڻ قاري صاحب جن جا مشير هئا. توڙي پير صاحب سان به برادرانه تعلقات هئا. پر فيصلي ۾ حق قاري صاحب جي طرف هو انجي حق ۾ فيصلو ڏنائون. پيرصاحب ۽ ان جي مشير مولوي عبدالڪريم مڪسي کي ان فيصلي جو قائل ڪيائون.

مولانا جن شرعي احڪام جي تعميل جا شائق هوندا هئا. پاڻ شرعي تعزيرات به نافذ ڪيا هئائين. درسي ڪتابن جي مشڪل مقامات تي تشريحي نـوٽ به سندن ڪافي لکيل آهن. تحرير جا مشهور هئا ۽ سندن ئي تحرير کي قبول ڪيو ويندو هو.

اولاد:- ١ پٽ مولوي تاج محمد جيڪو هيڊنر مدرسه تاج العلوم توحيديه خيرپور ناٿن شاه جا مهتمم ۽ صدر مدرس آهن (٢) سراج الدين ۽ ٢ نياڻيون ٿيون.

وفات:- ٨ شعبان ١٣٨١هه چنڇر ڏينهن سندن وفات ٿـي. مولانا جن پنهنجي استدن جي وڏي خدمت ڪئي. سندن استاد مولانا عبدالرحمان چانڊيو بيمار ٿيو تـه جامشوري ۾ آپريشن لاءِ ويا سندن شاگرد رشيد مولانا محمد اسحاق ڪڏ ويو. اتي سندن ڪاڪوس هٿن سان صاف ڪندا هئا. ايتري ته خدمت ڪيائون جو ماڻهن پڇيس ته اهو تنهنجو پيءُ آهي؟ فرمايائون استاد محترم آهي. پاڻ شريعت ۾ ڏاڍا پختہ هئا تر ۾ هڪ مولوي تقرير ڪندي هي جعلي حديث پيش ڪئي انا احمد بلا ميم و انا عرب بلا عين جنهن تي پاڻ ان کي سخت تنبيه ڪيائون (مولانا تاج محمد ان مولانا مرحوم)

## حافظ خدا بخش

حافظ خدا بخش ولد جان محمد بندراڻي چانڊيو (لک پاڙيو) سندن ولادت ١٨٧٧ع

حضرت حافظ تاج محمد ڪوهاري وٽ حفظالقرآن ڪيائون. عربي ۽ پارسي تعليم مير بخش (پاڻهي لاڪير) وٽ حاصل ڪيائون.

پاڻ شاعر به هئا ان جو تخلص بندل. حق گو موحد صاحب ولايت هو. هاليوال شهر (تعلقه ميهڙ) ۾ حفظ جي تعليم ڏيندا رهيا. بد رسمن جي ختم ڪرڻ ۾ ڏاڍو ڪوشان رهيو. شرڪ، بدعت ۽ بد رسمن جي خلاف هڪ عمدو منظوم ڪتاب لکيائون "بحر بندل" جيڪو مدرسه تاج العلوم توحيديه جي مهتمم ۽ صدر مدرس تاج محمد ڇپرايو آهي. سنڌن وفات ١٩١٧ع ۾ ٿي (مولانا تاج محمد ڪوهارو. خيرپور ناٿن شاه)

# مولوي محمد صالح ماڏوي

مولوي محمد صالح بن محمد يوسف ڪلال ڳوٺ ماڏو تعلقه خيرپور ناٿن شاه.

اڪثر تعليم ملڪن ۾ ورتائون. مولوي پاڻ وڏو عالم هو. سنڌن مدرسي پنهنجي ڳوٺ ۾ هر جتي تعليم ڏيندا رهيا. پاڻ اهل دل هئا. سخاوت ۾ به مشهور هئا. وڏا خود دار هئا. هڪ ڀيري انگريز آفيسر مدرسه ۾ گهڙي آيو. مولانا کي غصو آيو چيائين ته تون پليد منهنجي مدرسه ۾ ڇو آيو آهين. سر غلام محمد خان ڀرڳڙو وٽن آيو. مولانا ان لاءِ ماني ڪٺي آيا. اتفاق سان ڀاڄي ۾ مک پيل هئي. وڏيري چيو مان نه کائيندم. مولانا فرمايو، رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو آهي ته مک کڻي ڀاڄي ڪاڍي وجهي پوءِ به وڏيري چيو منهنجي طبيعت نٿي گهري. مولانا کي جلالي آئي فرمايائون هن معمولي مک جي ڪري تنهنجي طبيعت خراب ٿي آهي باقي هي هيترو سارو حرام مال پيٽ ۾ وڌيو پيو گهمين ان تي تنهنجي طبيعت خراب نه ٿي ٿئي. اهڙي طرح مولانا جن چڱن ڀلن وڏن ماڻهن کي حق چئي ڏيندا هئا. هڪ ڀيري چانڊين جي هڪ سردار کي چيائون مان تنهنجي ماني نه کائيندم تون نمائيون هن ڪري نٿو پڙهائين جو تنهنجي خيال ۾ تنهنجو مٽ ڪوئي نه آهي.

اولاد:- خليفه عبيدالله ان جو پٽ محمد صالح ديني تعليم پڙهي رهيو آهي.

وفات:- ٢١ رمضان ١٣٦٩هه ۾ ٿي.

(مولانا تاج محمد ڪوهارو ۽ محمد صالح ابن ابن مولانا مرحوم)

# مولانا خان محمد آڳرو

اهو بزرگ مينهون چاربندي پڙهيو. لٺ تي يا ٽنڊي تي سبق لکائي جهنگ ۾

پڇائيندو هو. وڏو عالم ٿيو. پنهنجي ڳوٺ ۾ مولانا محمد آڳري وٽ پڙهيو پر فتويٰ ۾ ان کان به فائق هو. معقولات جو ماهر استاد هو. ان جا ڪيئي شاگرد آهن. مولوي نظام الدين ثاني (حال مقيم ڪراچي)، مولوي ڪريم بخش آگرو ۽ مولوي يار محمد جو پيو ۽ سندس صاحبزادو مولانا محمد پريل وغيره. سندس وفات لڳ ڀڳ ١٣٨٨ھ ۾ ٿي. مولانا خان محمد فتويٰ ۾ مولانا همايوني جو به مڃيل هو. ڳاهه ڳاهيندي به فتويٰ لکي ڏيندو هو (مولوي يار محمد جو پيو)

# مولانا محمد پريل آڳرو

سندس ابتدائي تعليم پنهنجي والد مولانا خان محمد وٽ ٿي پوءِ مولانا محمود ۽ مولانا نظام الدين پاٽائي وٽ وڃي پڙهيو اهي پيئي رياست ٽونڪ مان معقولات پڙهي آيا هئا. فارغ ٿي پاڻ ۾ ئي پڙهائڻ شروع ڪيائين. هڪ ٻه سال پاري ديري ۾ به پڙهائڻ لاءِ ويا هئا (مولوي يار محمد جو پيو)

# مولانا ميان محمود

مولانا محمود بن ميان حاجي محمد قاسم لاکير متوفيٰ ١٣٢٤ھ ڳوٺ صلح آباد عرف پوڙا لاکير لڳ خيرپور ناٿن شاهه ۾ تولد ٿيا. ملڪن ۾ پڙهيا. اتي ئي دستاربندي ڪيائون. سندن والد درس ڏيندو رهيو. مولانا جن فارغ ٿي پنهنجي والد صاحب وٽ ذڪر اذڪار ڪندا رهيا. آخر ۾ تصوف جي تڪميل لاءِ والد مرحوم کيس پاٽ شريف موڪليو ۽ ميان محمود کان تڪميل ڪيائون ۽ مرشد پنجي اچي ڪم ڪيائون سندن ڪيئي مريد آهن. پاڻ عشق رسول ۾ شعر به چيا اٿن. مولانا ميان محمد صالح گاجي کهاوڙ سان ۽ مولانا محمد صالح ماڏوي سان به تعلق هو. مولوي محمد ابراهيم ڪلهوڙو کوهه جي ڳوٺ وارو وڏو حڪيم هو ۽ ان جو مولانا سان تعلق هو (ان جي اثر ۾ اچي ڪنهن کان به پيسا دوا جا نه وٺندو هو) سون ۽ هيري جي ڪشتي جو ان وٽ خاص نسخو هو اهو به متوڪل هو. هڪ ڏينهن سندس والده چيو اڀا سوٽا مينهن تي گذر آهي. مولوي محمد ابراهيم چيو واه امان اسان جو گذارو خدا تي نه آهي هن مينهن تي آهي. اڀا پنهن جي سوٽا مينهن ڪهائي ان جو گوشت ڳوٺ ۾

ورهائي ڏنائين. اهو نذرانو ۾ نڪري گم ٿي ويو هو. ان دوران عالم ۽ حڪيم ٿي مولي آيو هو. مولانا محمود جو مريد ٿيو هو) ميان محمود سادو لباس ۽ ساده زندگي گذاريندو هو. ڪيترا ماڻهو اڃي ڪانئن پڙهندا هئا ته بزرگ ڪٿي آهي. بزرگن جا مريد ۽ عاسي ۽ ڀهراڙي جا هئا. سندن وفات ٢٧ رمضان ١٣٦٣هه ۾ ٿي.

اولاد:- ٻه پٽ ميان صفي الله ۽ صبغةالله آهن (ميان صبغةالله بن مولانا موحوم)

مولانا جن وٽ امام رباني جا تبرڪات هوندا هئا جيئن ته جبہ مبارڪ، دستار مبارڪ ۽ ڪٽ جو پيالو جنهن تي قرآن ڪريم جون آيتون لکيل آهن. سندن پڙهيل پاڻي ۾ خدا پاڪ ڏاڍو تاثير رکيو هو. سندن زبان تي هي مصرعو هوندو هو: "الاهي عاقبت محمود گردان" سندن شعر جو نمونو آهي.

علم سان ٿي آشنا بي علم کان تون پڇ ڀري
جاڳهر بن شيء علم سان ان کي سکهين حاصل ڪري

(تحفہ خيرپور نائن شاه
از مولوي محمد صادق طالب عباسي)

# مولوي محمد علي پنهور

مولوي محمد علي ولد ميان غلام حسين پنهور ڳوٺ راهوجا تعلقہ ڪڪڙ. ابتدائي تعليم سنڌي پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهيو. سنڌي جي ۴ درجي ۾ نيل ٿي ڪري علوم ديني ڏانهن رغبت رکي ڪڙئي غلام الله ۾ پڙهڻ لڳو اتان ڇڏي نوآباد، پانڊو تبو، ڪورو ڀوڙ جي مدرسن ۾ پڙهندو رهيو ۽ پڇاڙي تڪميل مولانا محمد اسحاق کوهاري ڪڙياڻي وٽ ڪيائين ان وچ ۾ ايڏهي ۾ پڙهيو. مدرسہ دارالقرآن ميهڙ ۾ تجويد ۾ مولانا قاري محمد کان سکيو. مسجد منزل گاه جي آزادي واري تحريڪ ۾ ڪجهہ ڏينهن جيل ۾ گهاريائين.

فراغت بعد گوزو ۾ درس ڏيڻ لڳو. گوزو جي هندن قرآن پاڪ جي بي حرمتي ڪئي هئي انهن کان انتقام ورتائين. پاڻ مناظر، مفتي ۽ محرر هئا. ١٩٤٢ع واري سيلاب ۾ گوزو کي ڇڏي پنهنجي ڳوٺ وچي درس ڪرلپائين.

١٩٥٢ع ماڏي شهر ۾ اهلسنت ۽ اهل تشيع وچ مناظرو ٿيو. حق کي فتح ٿي مخالفن شناخت حق نالي هڪ رسالو شايع ڪرايو. مولانا ان جي جواب انترام لکيو

وري هيڊروجن بم لکيائين جنهن ۾ مخالفن جي ڪتابن جي حوالي سان واهيات سوالن جا جواب لکيائين.

سنڌس هڪ تحرير کي رد ڪندي رسالو لکيو ۽ ان نورالهدايه في ترديد الوهابيه مولوي صاحب جوابي رسالو لکيو الطرقة عرف ونوهڙ (تحفه خيرپور ناڻن شاه از "طالب" عباسي).

# مولوي شفيع محمد ڀير

مولوي ابوالحسن شفيع محمد ولد ميان محمد حسن ڀير (ڳوٺ عرضي ڀانئچ تعلقه ڪڪڙ) وطن ڇڏي اچي خيرپور ناڻن شاه کي وسايائون. جامع مسجد مصري شاه ۾ امام ٿي رهيو. ڏاڍو خوش مزاج هو. خلافت تحريڪ ۾ هتي آيو هو. شاعر ۽ هو ۽ مزاحيه گو ۽. چوندو هو اسان کي جڏڪي ماڻهون ملن ٿيون ان ۾ ٿي "س" ضرور هوندا آهن سڙي، سڪي ۽ سنهي. ١٩٤٠ع ۾ فوت ٿي ويو.

تاريخي مصرعه: مقبول بارگاه شفيع محمد است (تحفه خيرپور ناڻن شاه).

# مولوي عبداللطيف پنهور

ويٺل ڳوٺ ابراهيم پنهور (تعلقه دادو) ابتدائي تعليم مولانا محمد قاسم پنهور وٽ پڙهيو ۽ پوءِ ٻين وڏن عالمن کان علم حاصل ڪيائون. دستار فضيلت مدرسه دارالرشاد ۾ مولانا محمد لغاري وٽ ٻڌائين. علم جو شوقين هو. عظيم ڪتب خانو هيس. اهل هوائي سنڌس گهر کي باه ڏني جنهن ڪري ڪتب خانو شهيد ٿي ويو. مولانا جن قاري محمد کان پڇيو ته قرآن پاڪ ۾ وليڪولاً ۾ نون تنوين جو آهي جڏهن ته اهو فعل آهي. تنوين اسم جو خاصو آهي. قاري صاحب جن منجهي پيا. هن جواب ڏنو ته اهو نون تنوين جو نه پر نون خفيفو آهي. عثماني رسم الخط جي مطابق ائين لکيو ويو آهي. سال کن ٿيو آهي جو مولانا جن فوت ٿي ويا آهن.

(مولانا نثار احمد بهاولپوري)

# مولانا ابونصر مولاداد

ميانداد عرف مولاداد خان ولد علي بخش خان ذات چانڊيه و ٻلل ڳوٺ گل محمد چانڊيه، تعلقه خيرپور ناٿن شاه ۾ تقريباً ١٣٠٠ هجري، ٨٣-١٨٨٢ ڌاري تولد ٿيا. پاڻ هڪ غريب گهراڻي جا فرد هئا. پاڻ ۽ ڀاءُ هئا. وڏي ڀاءُ جو نالو محمد خان هو. جو حج پڙهي آيو. ٿوري عرصي بعد اهو ڀاءُ رحلت فرمائي ويو. والد صاحب هن کي قرآن پاڪ جي درس ڏيارڻ لاءِ ڳوٺ ڪاليا ۾ آخوند حاجي محمد جمن ولد ملا محمد ڪامل ذات نوناري وٽ ڇڏيو. پرائمري تعليم پرائمري اسڪول ڪڪڙ ۾ هيڊ ماستر آسرداس جيڪو شڪارپور جو رهواسي هو ان وٽان حاصل ڪيائون. ابتدا کان فائينل تائين ڪڪڙ ۾ تعليم پاتائون.

فائينل پاس ڪرڻ بعد پاڻ غربت ڏانهن نهاري روزگار جي تلاش ۾ رهيا. والد صاحب سميت گهر جا ٢٢ ڀاتي هئا. انهن مڙني ڀاتين جو بار هنن جي ڪلهن تي ڪنيائون. ايتري زمين ڪانه هئي جو ايڏي وڏي ڪٽنب کي سکيو رکي سگهن ها. سارياڻ زمين صرف ڏهه ٻارهن جريب هئي، جنهن تي اهڙو ڳيهلو گذر سفر ڪري رهيو هو.

**سروس:-** ميانداد عرف مولاداد خان پوليس هيڊ ڪوارٽرس لاڙڪاڻه ۾ پوليس لاڙڪاڻه ۾ پوليس جو وڏو منشي ٿي رهيو ۽ انگريزي قانون "انڊين پينل ڪوڊ" جو ڳوڙهو مطالعو ڪري وڏي مهارت حاصل ڪيائين. هن مومن روح کي ننڍپڻ کان ئي ديني، مذهبي علم جو اشتياق هوندو هو. لاڙڪاڻي جي ڀرسان ڳوٺ سونا خان جتوئي جي نالي سان مشهور آهي. پاڻ ڊيوٽي ڏيئي گهوڙي تي سوار ٿي ان هنڌ ڏانهن روانا ٿيا. اتي مولانا غلام عمر جتوئي پڙهائيندو هو. ان احوال معلوم ڪري کيس گهڻي دلبري ۽ شاباس ڏني.

پاڻ سروس ۾ ڪندا رهيا ۽ ديني درس ۾ پڙهندا رهيا. ان ۾ کيس ست اٺ سال گذريا. پاڻ مذڪور مدرسي مان مڪمل درس حاصل ڪري عالم جي سند حاصل ڪئي. دستاربندي ٿيڻ بعد پاڻ سروس کي الوداع چئي سڌو ڳوٺ پهتا.

جمعه نماز بعد مسجد ۾ ڳوٺائن کي مخاطب ٿي ارشاد فرمايو ته هر مسلمان کي ديني، مذهبي علم پڙهڻ گهرجي ان لاءِ مان هن ڳوٺ ۾ درس ڏيڻ لاءِ پاڻ کي

وقف ڪيو آهي. هاڻي اوهان تي ڀار آهي ته اوهان پنهنجي اولاد کي هن درسگاهه ۾ چاڙهيو. اها ڀرچار آس پاس جي ڳوٺن تائين پکڙجي ويئي. ٿورن ڏينهن اندر پنجاهه سٺ طالب درس حاصل ڪرڻ لاءِ پهتا. درس جو آغــاز شروع ٿيو. ڳولاٽا توڙي ٻهراڙي جا طالب هن صاحب کان درس حاصل ڪري ڪامياب ٿي نڪتا.

**تحريڪ خلافت**:- حضرت مولوي مولاداد خان پنهنجي ڳوٺ ۾ سڪون سان ديني، مذهبي درس جو ڪم هلائي رهيا هئا، ته هڪ ڏينهن اوچتو هڪ قاصد وٽن پهتو. جنهن هن بزرگ کي مولانا محمد علي جوهر ۽ مولانا شوڪت علي جو خط ڏنو. بس انهيءَ خط پڙهڻ سان ئي چٺنگ وچي چولو پکڙيو. پاڻ ڀر ڪانهن ڪيائون ان ويل سڀ طالب موجود هئا انهن سان خط جو سمورو ذڪر ڪيائون. طالبن ۾ ڏاڍو جوش جذبو پيدا ٿي ويو. طالبن ۽ سر ڌڙ جي بازي لڳائڻ جو پختو عزم ڪيو. سن ۱۹۱۹ع ۾ خلافت جو دور زور شور سان شروع ٿيو. پاڻ سر ڌڙ جي بازي لڳائي تحريڪ جي باري ۾ تحريرن ذريعي، تقريرن ذريعي، رات ڏينهن ڳلي ڳلي، ڳوٺ ڳوٺ، ۽ شهرن ۾ وڃي مسلمانن کي تحريڪ جي اصولن کان آگاهه ڪندا رهيا. حضرت مولوي مولاداد خان جوش جذبي سان سرشار هئا. دوستن کيس خلافت ڪميٽي ڪڪڙ تعلقي ۽ جوهي تعلقي جو جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيائون. هن اهم ڪردار ۾ سندس جا سوين ساٿي گڏ هئا.

سندس شاگرد:- مرحوم پير الاهي بخش، مولوي محمد يعقوب شيخ (ڪنب)، مولوي ميان ولي محمد برهماڻي ساڪن سامتاڻي لڳ پان سعيدآباد، مولوي ميان محمد سيهڻ مهتو ٽلٽي لڳ پان سعيدآباد، مولوي ميان حاجي حمزو ڳوٺ ڊگهه، بالا جوهي، [illegible] ميان عمرالدين پيرن، مولوي ميان حاجي عزيزمحمد پير ڳوٺ ٽرڙي جادو شهيد، [illegible] ميان شفيع محمد پير ڳوٺ عرضي نائچ، پير غلام شاه راشدي ڪڏڻ لڳ [illegible] شاه، حڪيم محمد سومرو مڪسي ميهڙ، وڏيرو مير محمد دل ڪڪڙ، سيد [illegible] عبدالله خان عرف مزاري ڪاچيلو جوهي، مولوي ميان عمرالدين [illegible] نائن شاه، عبدالله خان پير صاحباڻي، حاجي محمد صفر چانڊيو [illegible] چانڊيو. انهن سڀني سرويچ سنگتين هن تحريڪ ۾ ڀرپور ڀرو ورتو [illegible] لاڙڪاڻو هو دادوءَ جو ڪو به خيال خواب ۽ نه هو. ضلع جو [illegible] محمد مهيسر لڳ ميهڙ هو. پير الاهي بخش جو وڪالت وارو زمانو

بعد ۾ هليو. پير صاحب ضلع لاڙڪاڻي جو جنرل سيڪريٽري هو. آفيس بخاري صاحب جي لڳي هئي. پاڻ ان ۾ رهندو هو. هن دور ۾ ڪيترن عالمن جون بيت المال مان پگهارون ٻه مقرر هيون. مولوي شفيع محمد پير صاحب کي درماه چاليهه روپيه ملندا هوس. ان وقت تعلقه ڪڪڙ هو.

مولوي محمد يعقوب صاحب تعلقه ڪڪڙ ۽ جوهيءَ جو نائب سيڪريٽري مقرر ٿيل هئا. انهن ٻنهي تعلقن جو چيئرمن پير غلام شاه راشدي هئا. خزانچي محمد عثمان ٻرڙو صاحب هو. تحريڪ جي زور وٺڻ بعد ننڍيون ننڍيون ڪاميٽيون مقرر ڪيون ويون. جيئن ته ۱- عرضي نائچ ۲- ڪڪڙ شهر ۳- گل محمد چانڊيه ۾ آفيسون قائم ڪيون ويون. گل محمد چانڊيه جي آفيس جو سيڪريٽري مولوي مولاداد صاحب هو ۽ هن آفيس جو خزانچي حاجي نور محمد خان چانڊيو جو صوم صلواة جو پابند هو. مولوي مولاداد صاحب راهِ حق سمجهي في سبيل الله هن تحريڪ جو ڪم ڪيو. پاڻ معاوضو وٺڻ پسند نه ڪيائون. هنن اسلامي ڪارڪنن مقامي عملدارن جو آرام ۽ سڪون ڦٽائي ڇڏيو. جلسن ۽ اخبارن جي لهرن هنن آفيسرن جون متيون منجهائي ڇڏيون. ان وقت الوحيد اخبار مشهور هئي.

انهن اخبارن جا باقاعده مستند نمائنده:- تعلقه ڪڪڙ ۾ مولوي مولاداد ۽ مولوي محمد يعقوب هئا. ڪورٽن ۾ مجاهدن جا ڪيس هلڻ جي رپورٽنگ ڪندا هئا ڪمن ڪورٽ ۾ ڪرسي ملندي هئي. مطلب ته خلافت تحريڪ ۾ ترڪ موالات ۽ هجرت ۾ ڀرپور حصو ورتائون. نيٺ مولوي مولاداد صاحب کي قلم ۱۰۸ ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ سندس ڪيس لاڙڪاڻي ضلع جي ميهڙ شهر جي ڊپٽي ڪليڪٽر مسٽر غلام مصطفيٰ شيخ شڪارپوري وٽ هليو. آخر ڪيس ٻارهن مهينا بامشقت قيد جي سزا ڏيئي سکر جيل جو مهمان بڻايو ويو. ڪورٽ جي ٻاهران هزارين مداحي منتظر هئا. مولوي مولاداد صاحب ڪورٽ مان ٻاهر نڪتا ته سداحين پرجوش نعرا هنيا ۽ مولود ڳايا. مولانا جي جاءِ سنڀالي مولوي محمد يعقوب. ان کي ٻه پنج ماه ڌم ڏينهن گذرڻ بعد ساڳئي قلم ۱۰۸ ۾ گرفتار ڪري ساڳئي جيل سکر ۾ اماليو ويو. ۽ هي صاحب ٻه ٻنهن جن دوستن سان وڃي مليو. ان وقت جيل ۾ هيٺيان مجاهد موجود هئا. ۱- مولوي عبدالڪريم چشتي ۲- قاضي غلام النبي ۳- مولوي محمد هاشم رکن وارو خليفه حضرت امروٽي رحه جو. ۴- مولوي تاج محمد عليگ ۵- شيخ عبدالمجيد سنڌي ۶- مولوي

غلام فريد مهريو ٧- محمد رمضان ميمڻ درزي ۽ ٻيا ڪيترا هندو مسلم قطع تعلقات وارا ڪل ٢١ مجاهد سکر جيل ۾ هئا. مولوي مولاداد جيل مان نڪري ساڳيو ڪم جاري رکيو. هو وڏو مفتي ۽ شرعي فيصلا ڪندڙ هو. مظلومن جو همدرد هو. ظالمن خلاف وڏي واڪي آواز اٿاريندو هو ان ۾ ڪو به پرواهه ڪندو هو. تہ جي هڪ زميندار ڏنراج مل کي سڏيون پڏايائين ان مولانا تي ڪوڙا ڪيس ڪيا. مولانا ان تي سچو ڪيس ڪيو تہ هن مسلمانن جي مقام کي ڊاهي آبادي ڪرائي آهي. ڪورٽ ۾ ان هندو زميندار لکت ۾ مولانا کان معافي ورتي ۽ ان زيادتي کان باز آيو. پروچن سان ڏنراج زيادتي ڪئي انهن پنهنجي سردار کي دانهن ڏني. ان پنهنجا ٻہ ڏاڙيل سليمان ۽ عبدالرحمان موڪلي ڪاليا ڳوٺ تي چڙهائي ڪرائي. ڪاليا جو اهو ڏاڙو مشهور آهي. ڏاڙيل هليا ويا ان ڏاڙي ۾ ڳوٺ جو هڪ مسلمان بہ ڏاڙيلن هٿان مارجي ويو هو. ڏنراج ان ڏاڙي جا چنڊا مولانا تي هنيا. ڏاڙيلن اها خبر پڌي تہ هو ڪورٽ ۾ پاڻ حاضر ٿي اقراري ٿيا تہ ڏاڙو اسان هنيو هو. مولوي صاحب کي تہ ان جي ڪا سڌ ئي ڪونهي. ان تي انهن کي ١٤ سال سزا ملي.

مولانا جن دين جي هر معاملي ۾ سر ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويندا هئا. مسجد منزل گاهہ سکر جي آزادي ۾ بہ ڀرپور حصو ورتو هئائون. لاڙڪاڻہ شهر ۾ هڪ ڀيرو ديره ۾ اهلسنت ۽ اهل تشيعت جو مناظرو ٿيو. سني عالمن مولانا مولاداد کي پنهنجو نمائندو چونڊيو هن صرف پنج سوال ڪيا جن جو مخالف جواب نہ ڏيئي سگهيا ۽ ڪليل هار قبوليائون. عالمن سڳورن مولانا کي ابو نصر جو لقب ڏنو. تہ ۾ ڪي بدمعاش پيدا ٿيندا هئا تہ انهن جي اصلاح جي ڪوشش ڪندا هئا ان ڪري دشمنيون بہ پيدا ٿينديون هيون. آرائين قوم جي ٻن رهزنن کي اندر ڪرايائون. ٻارهن مهينا سزا ڀوڳي نڪري آيا تہ مولانا سان ظاهري چڱو سلوڪ رکي انتقام سوچڻ لڳا. نيٺ انهن ظالمن جي هٿان تاريخ ١٧ رمضان المبارڪ ١٣٦٢ھ مطابق سيپٽمبر ١٩٤٣ع ٿيهري ڏاري واٽ تي شهيد ڪيا ويا. پاڻ روزي سان هئا. خدا پاڪ انهن قاتلن کي بہ دنيا ۾ خواري ۽ سزا نصيب ڪئي.

اولاد:- مولانا ٻہ شاديون ڪيون هيون. هڪ ڏاري ان مان اولاد ڪونہ ٿيس. ٻي ڏاڏي پوٽي ان مان ٣ پٽ ۽ ٻہ نياڻيون ٿيون. انهن مان هڪ نياڻي ۽ ٻہ پٽ حال حيات آهن. ١- شوڪت علي، ٢- نورالحق (نورالحق نوراني پرائمري ماستر ابن مولانا مرحوم)

جمعية خلافت صوبه سنڌ جي ساليانه رپورٽ (بابت سال سيپٽمبر ١٩٢٢ع کان ١٩٢٣ع) ۾ لاڙڪاڻه ضلع (دادو ضلعو ان ۾ شامل هو) جي قيدين جو هي تفصيل ڏنل آهي (١) ميان محمد رمضان سزا ٢ مهينا. پوڻا ٤ مهينا. ١٢ مهينا امداد ١٥ روپيه ماهانه (٢) محمد سهراب دادو ١٢ مهينا امداد ١٠ روپيه ماهانه (٣) محمدصادق ڪانگريسي ڏوڪري ١٢ مهينا امداد ١٠ روپيه ماهانه (٤) محمدرمضان درزي ١٢ مهينا ١٢ مهينا امداد ١٠ روپيه ماهوار (٥) مولوي غلام فريد ١٢ مهينا امداد ٢٠ روپيه ماهانه (٦) حڪيم شاه ڳاجي کهاوڙ ١٢ مهينا امداد ٥٠ روپيه ماهوار (٧) مولوي مولاداد ١٢ مهينا امداد ١٥ روپيه ماهانه (٨) محمد يعقوب ١٢ مهينا امداد ١٥ روپيه ماهانه (٩) پير مٺل شاه للاه باقراڻي ١٢ مهينا (١٠) فقير غلام نبي ١٢ مهينا (١١) محمد بچل جمالي ٦ مهينا (١٢) مولوي عبدالڪريم ١٢ مهينا. انهن کان علاوه ٧ هندو به خلافت تحريڪ ۾ ان ضلعي جا سزا يافته ٿيا. ٦ ڄڻا تنبو مان پوليس ائڪٽ تحت ڏيڍ مهينو هرهڪ کي سزا ملي (عبدالوهاب چاچڙ)

# مخدوم حسن الله پاٽائي صديقي

ولد مخدوم وهب الله صديقي پاٽائي. ننڍپڻ ۾ پنهنجي چاچي عارف بالله مخدوم حاجي افضل الله وٽ تعليم ورتائين ان کان پوءِ آخرين ڪتاب حضرت مولانا نورمحمد جي سنڌس فرزند مولانا گل محمد صاحب شهدادڪوٽي وٽ ختم ڪيائين. سنڌس همعصر ۽ همدرس علمائن مان مولوي محمد حسن حيدرآبادي ۽ مولوي محمد هاشم ڳڙهي ياسيني مولوي عطاءالله فيروزشاهي ۽ ٻيا ڪيترا شهدادپوري سلسلي جا وڏا وڏا علماءَ هئا.

مخدوم حاجي حسن الله سموري زندگي درس تدريس ۽ فتويٰ نويسي ۾ گذاري، هو هڪ وڏو عالم ۽ متڪلم ۽ مناظر ۽ محقق فقيه هو، گهڻو ڪري پنهنجي خانداني عالمن جي فتويٰ ۽ راءِ تي هلندو هو. "بياض واحدي" جو سنڌس ڏاڏي مخدوم عبدالواحد سيوستانيءَ جو لکيل آهي، ان جي قولن کي هر حالت ۾ ترجيح ۽ اڳرائي ڏيندو هو. هندستان جي دارالحرب هجڻ جو قائل هو تنهن ڪري سندس استاد ڀائي مولوي محمد هاشم ڳڙهي ياسين واري سان زبردست تحريري مناظرا رهيا، جو هي لاهون صاحب هندستان جي دارالاسلام جو قائل هو. اهڙيءَ طرح مولانا عطاءالله

فيروز شاهيءَ سان ۽ تحريري بحث جاري رهيا. نوشهره فيروز جي مشهور قاضي محمد عالم اهل حديث سان مٽيارين جي فقير محمد محدث سان ۽ بعض مسئلن تي تحريري گفتگو ۽ ردڪد هلندا رهيا. مخدوم حاجي حسن الله صاحب جون تحريرون ايتريون گهڻيون لکيل آهن جي هوند گڏ ڪيون وڃن ها ته ڪيترن جلدن ۾ ڪتاب جمع ٿي وڃي ها.

مخدوم صاحب درس تدريس جي سانگي جدا جدا شهرن ۾ رهيو، پاٽ، درٻيلو ۽ مٽياري وغيره، جتي هيٺين نامور علمائن وٽانئس فيض حاصل ڪيو ۽ فارغ تحصيل ٿيا:

(١) مولوي محمد صديق سيتائي
(٢) مولوي خير محمد جوڻيجو ٻالائي
(٣) مولوي مخدوم نصرالدين صاحب سيوستاني
(٤) مخدوم معين الدين سيوستاني
(٥) مولانا ابوالفيض غلام عمر صاحب جتوئي
(٦) مولوي سيد شهاب‌الدين هالائي
(٧) مخدوم محمد دائود درٻيلائي
(٨) پيرزادو غلام مجدد متعلوي.

اهي سمورا ماڻهو وقت جا وڏا مشهور عالم ۽ فاضل هئا، انهن کان سواءِ ٻين ۽ ڪيترن ماڻهن کانئن فيض پرايو. حاجي صاحب ٻه دفعا حج جو سفر ڪيو ۽ حرمين جي عالمن مان شيخ عبدالحق مهاجر اله‌آبادي ۽ ٻين وڏن عالمن سان سندس صحبتون رهيون ۽ "دلائـل الخيرات" ۽ "حزب‌البحر" ۽ "قصيده برده" جون اجازتـــون حاصل ڪيون. حنفي مذهب ۾ ڏاڍو سخت هو ۽ آخر ظهر جي مسئلي تي تمام تشدد هوس ۽ ان بابت سندس مستقل رســالا لکيل آهن جن مان هڪ رسالي جو جـواب مولانا ابو تراب سيد محمد رشدالله صاحب العلم الرابع (جهنڊي واري) لکيو هو.

سن ١٣٢٦ هه ۾ هن ورقن جي جامع فقير وفائي کي مخدوم صاحب جي زيارت جو پهريون دفعو مدرسه دارالفيض ڳوٺ سونو جتوئيءَ ۾ شرف حاصل ٿيو. اسان جو استاد مـولانا ابوالفيض جتوئي مخدوم صاحب جو شاگرد رشيد هو ۽ وٽن گهڻو ڪري اچي رهندو هو ۽ استاد صاحب جي عظيم‌الشان ڪتب خاني مان ڪيترن فقهي مسئلن جـي اچي تحقيق ڪندو هو.

١٩١١ع کان پوءِ قاضي هدايت‌الله متعلويءَ جي ڪتاب "ڪوڪب السعادت"

تي جهڳڙو پيدا ٿيو جنهن ۾ ان صاحب حضرت اميرمعاويہ جي گستاخي ڪئي. مخدوم صاحب ان جو رد "تحفة اولي الالباب في رد علي طاعن الاصحاب" لکيو ۽ اهو رسالو مولوي حاجي احمد بن فضل محمد ماوي ابڙو (متوفي ١٣٣٨هه) جي نالي ڪراچيءَ مان شايع ٿيو ۽ اهو رسالو ۽ سوني جتوئي جي ڳوٺ ۾ اسان جي سامهون لکيو ويو ۽ ڪتابن جي حوالن ڪڍي ڏيڻ جو ڪم هن حقير راقم اوراق جي حوالي هو. مخدوم صاحب ڏاڍو تکو لکندڙ هو ۽ ڪنهن ۽ سوال تي جيستائين متقدمين مان ڪو تائيدي حوالو نہ ملندو هون تيستائين اڳتي نہ وڌندو هو. سندن سموري زندگي تدريس، تحرير ۽ تحقيق ۾ گذري. نقشبندي طريقي جا ذڪر اذڪار ۽ جاري هئا ۽ "دلائل الخيرات" ۽ قرآن شريف جو ورد ۽ "قصيده برده" ۽ روزانو پڙهندو هو. پاڻ گهڻو ڪري نماز ۾ پيش امام نہ ٿيندو هو، پنهنجي ڪنهن شاگرد جي پويان نماز پڙهندو هو. دارالفيض ڳوٺ سوني جتوئي تعلقہ لاڙڪاڻہ ۾ حقير جي علمي دستاربنديءَ وقت پاڻ موجود هو ۽ پنهنجن هٿن سان دستاربندي ڪرايائين ۽ ڏکيون دعائون گهريائين.

ساداتن ۽ اهل بيت ۽ صحابين سڳورن ۽ پنهنجن استادن جو تمام گهڻو ادب رکندا هئا ۽ آخرت کي ياد ڪري روئيندا ۽ جماعت کي روئاريندا هئا. اهڙن پاڪ ڪئن وارو بزرگ سيوهاڻي ۽ پالائي خاندان جو پويون حنفي فقيہ، سال ١٣٣٩ هجري ۾ هن دنيا فانيءَ مان لاڏائو فرمائي ويو. سندس وفات جي تاريخ مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻي هن ريت لکي آهي:-

امتلأ الدهر باانواع المنن — فات عنا الشيخ مولانا الحسن
كان شيخاً عالماً متبحراً — كان في الافضال مفضال الزمن
اشتغل بالجهد في درس العلوم — قد تفقه في الشرائع والسنن
بعد فوته قلت في تاريخه — مات مولانا الشريف الحسن

١٣٣٩هه

(تذڪره مشاهير سنڌ)

مخدوم غلام احمد بزرگ ملڪاڻي ۽ حافظ محمد صادق ۽ مخدوم حسن الله جا شاگرد هئا. مخدوم صاحب آخر عمر ۾ شاگرد گهرائي انهن کي وصيت ڪئي تہ اسان حڪمت ۽ فلسفو پڙهائي ان جو شان وڌائي ڇڏيو، ضرورت آهي تہ تفسير تي

زور ڏنو وڃي جيئن قرآن جو شان ظاهر ٿئي اها منهنجي وصيت اٿو ته قرآن جو شان ظاهر ڪريو (مولانا نثار احمد بهاولپوري)

# علامه محمود صديقي پاٽائي

مغل بادشاهت طرفان پاٽ ۽ سيوهڻ جا قاضي دهلي مان سنڌ ۾ موڪليا ويا هئا. فضل الله ۽ حاجي حسن الله سيوهڻ مان لڏي اچي پاٽ ۾ سڪونت پذير ٿيا. حاجي فضل الله عارف بالله ۽ يگانهء روزگار عالم هو. سندس صاحبزادو نظام الدين به درويش ۽ عالم هو. انهن جو سلسلهء نسب حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي سان ملي ٿو.

سندن فرزند مولانا نظام الدين جو مريد، خليفو عيسيٰ لاکير، ڳوٺ پانهي لاکير جو زميندار هو. جوان ٿا ته زورآور هو ۽ زبردستيءَ جا ڪم ڪندو هو. پوءِ بزرگ نظام الدين جي خدمت ۾ وڃي رهيو، جتي سندس ڪم ڪار به سنڀاليندو هو ۽ ذڪر اذڪار به ڪندو هو. اتي پيريءَ ۾ قرآن شريف به پڙهيائين. هو قرآن شريف جي تلاوت مهل بي اختيار روئندو هو، ۽ اسان جي استاد کي چوندو هو ته ”مولوي صاحب! عجب آهي اوهان تي، جو اوهان قرآن شريف جي معنيٰ ڄاڻو ٿا، ته به تلاوت وقت نٿا روئو! آءٌ بنهه اڻ پڙهيل آهيان، ته به روئڻ کان رهي نٿو سگهان“.

مولانا محمود جو والد ماجد ميان محمد صالح به عالم، مفتي ۽ صوفي هو. حضرت عنايت الله رامپوريءَ جو خليفو هو. هي بزرگ به گهڻين ڪمالتن جو جامع هو. هو مولانا نظام الدين جو ڏوهٽو ۽ ميان رزق الله جو پٽ هو. مخدوم محمد مجذوب سيوهاڻيءَ کيس نظام الدين جي گاديءَ تي وهاريو، ۽ اهو فيض سندن خاندان ۾ هميشه رهيو.

ميان محمود ابتدائي ڪتاب مولانا حاجي حسن الله صاحب وٽ پڙهيو، پوءِ ٺٽو ۾ مولانا حڪيم برڪات احمد وٽ پڙهڻ ويو. اتي ڪافي زمانو پڙهيو. ان بعد اجمير ۾ مولانا معين الدين وٽ به پڙهيو، ۽ دستاربندي غالباً حڪيم صاحب وٽ ڪيائين معقول ۾ سندس بينظير مهارت هئي. فقه، حديث ۽ تفسير ۾ به قابل هو، پر معقولات ۾ قابليت جو پڙ ڳورو هو.

پاڻ پڙهڻ جي زماني ۾ ڏاڍيون مشقتون برداشت ڪيائين. چوندو هو ته ”جڏهن ٺٽو ايندو هوس، تڏهن ٿي ڏينهن ريل گاڏيءَ ۾ ڪاڏو نه کائيندو هوس. چو ته

ماني کائڻ کان پوءِ قضا حاجت پيدا ٿيندي ته اها ڪٿي ڪريان؟ ربل جي ڪاڪوس ۾ آءٌ لطافت مزاج جي ڪري وڃي نه سگهندس: ان ڪري برابر لسي ڏينهن پڪ تي صبر ڪرڻو پوندو هوم. طالب علميءَ ۾ مونکي هيءَ سوداء ٿيو ته ذهن ڪيئن وڌي؟ بلغمي ماڻهو ذهين نه ٿيندو آهي. بلغم وڌندو آهي پاڻي پيئڻ سان، ۽ پاڻيءَ پيئڻ جي ضرورت ٿيندي آهي ماني کائڻ سان، انهيءَ ڪري ماني ٿوري کائيندو هوس، پر ان هوندي به اڄ ته ضرور لڳندي هئي: سو برابر ٻي سال پاڻي پيئڻ ڇڏي ڏنم ۽ پالسي جي بجاءِ چانهه پيئندو هوس. ان جو نتيجو هيءُ نڪتو جو مون کي خوني بواسير ٿي پئي، جنهنسبب جي منهن مون کان خون ورتو. مولانا برڪات احمد مون کي ڪو ذهين ۽ هوشيار ڪونه سمجهندو هو. هڪ ڏهمي حڪيم برڪات احمد کان شمس بازغه جو سبق پڙهندي، هڪ جاءِ تي سوال ڪيم. اهڙي ڏکئي ڪتاب ۾ منهنجي سوال ڪرڻ تي کيس عجب ٿيو، ۽ مون کي چيائين ته ”ماقبل جي تقرير ڪر ته جواب ڏيانءِ“. منهنجو اهو سوال منقح تڏهن ٿيو هو، جڏهن آءٌ ماقبل جي الن ڏهن صفحن جي مضمون جي تقرير ڪريان! آءٌ اها سڄي تقرير فر فر ڪري پڙهائي ويس. حيران ٿي ويو، ۽ ڏاڍو خوش ٿيو. ان کان پوءِ مون کي به چڱو سمجهڻ لڳو ۽ مون تي گهڻو توجهه ڏيڻ لڳو. انهيءَ ڪري به جو هو سهروردي هو ۽ سهروردي طريقو اسان جي ڏاڏي شهاب الدين ڏانهن منسوب آهي.

سيد علي اڪبر شاه چوي ٿو ته ”مولانا مناظر احسن گيلانيءَ سان مون جڏهن ملاقات ڪئي، تڏهن ان چيو ته ”پاڻي، سنڌ مان پاٽ شهر پنڌل اٿي، ۽ پاٽ جو مولوي محمود ڏلل اٿي، جو مون سان گڏ ٽونڪ ۾ پڙهندو هو، پر هو سون کان وڌيڪ قابل هو“.

مولانا محمود صاحب دائم المريض هو. ولي سندس غير معمولي قابليت جي شهرت ڪري فارغ التحصيل عالم پڙهڻ ايندا هئا. وٽس سارو نصاب باقاعدي پڻ پاڻرن پڙهيو. مولوي محمد اسماعيل لانگاهه ۽ مولوي غلام محمد لانگاهه، رتيديري جا وينل هئا. مولانا محمود صاحب يوناني حڪمت جو ماهر، صوفي صافي هو. مولانا اشرف علي ٿانويءَ جو به مريد هو. اتي به هڪ مهينو رهيو هو. منهنجي والد جي وفات کانپوءِ حضرت مولانا عنايت الله رامپوريءَ وٽ ڇهه مهينا رهيو ۽ اتي ذڪر فڪر ڪري خلافت ولي آيو. سندس عربي مدرسو به هوندو هو. مون به وٽس ساڍا ٻي سال پڙهايو، ۽ وٽس

"هديه سعيديه" ۽ شرح هدايت الحڪمت خيرآباديءَ جو پڙهيو اٿم. وفات کان ڪجهه اڳ، پنهنجي فرزند ميان نظام جي درسي ڪتابن جا سبق بند ڪري، کيس مولانا اشرف علي رحه جا مواعظ پڙهايائين. چوندو هو ته "انهن ديوبند جي بزرگن جو علم "کالشمس في نصف النهار" (منجهند جي سج جهڙو) آهي". کنهن ماڻهوءَ چيس ته "اوهين خيرآبادين جا شاگرد آهيو، ديوبندين سان انهن جو بعض مسئلن ۾ اختلاف هو، پوءِ به اوهان ديوبندين جا موافق آهيو!" ان کي چيائون ته "حديث جو علم خيرآبادين ۾ ديوبند مان آندو آهي". گهڻائي ماهوار علمي ۽ طبي رسالا گهرائيندو هو. آخر عمر ۾ فقط مولانا ٿانويءَ جا مواعظ "التبليغ" ۽ "النور" گهرائيندو هو ۽ چوندو هو ته پيا رسالا اجايا آهن.

طبع ۾ گهڻو جلال هوس، ۽ سخت متواضع هو. هڪ سائل کيس منهنجي روبرو گهڻو سخت سست چيو، پر ان کي ڪجهه به نه چيائين. سندس پاڻي پيئڻ لاءِ چينيءَ جو پيالو هوندو هو، جو خادم کان ڀڄي پيو، جنهن تي مولانا جي مزاج ۾ حرارت پيدا ٿي: قريب هو جو ان کي گوشمالي ڪري، پر ان مهل هڪ مسافر عرب طرابلس الغرب جو عبدالقادر نالي ويٺو هو، اهو واقعو ان جي روبرو ٿيو هو: مولانا جڏهن ان ڏانهن تيز نظر ڪئي، تڏهن ان عرب چيو، "شيخ محمود! لِكُلِّ أجَلٍ كِتَاب"- (هر شي جي مدت لاءِ لکيت آهي). انهيءَ پڌڻ سان سندس غصو لهي ويو. مون کي چوندو هو، "ادا، مون کي اولاد ڪو گهڻو آهي، ان هوندي به زرعي زمين مدرسي لاءِ وقف ڪندس"- پر موت کيس مهلت نه ڏني.

پاڻ عربيءَ ۽ فارسيءَ جا اديب به هئا. عربيءَ ۾ امور عامہ تي هڪ ڪتاب به لکيو اٿن. ان جي لکڻ ۾ سخت انهماڪ سان محنت ڪئي اٿن. فرمائيندا هئا ته "انهي ڪتاب لکڻ ۾ اهڙو محو ٿي ويندو هوس، جو عالم خيال ۾ پرواز ڪندو هوس ۽ بت کان مجرد ٿي ويندو هوس. آخر انهيءَ غير معمولي مشقت جي ڪري رت وهي چڙيو، ۽ مشڪل سان ان سان جانبر ٿيس. انهيءَ ڪتاب جا اوراق محبوب جي زلفن وانگر پريشان پيا آهن، وري نئي همت ٿئي جو انهن کي ترتيب ڏيان".

مولانا صاحب پنجاه ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي. آچر ڏينهن ٢٩ جمادي الاخر ١٣٥١ هه ۾، سج جي لهڻ وقت، هي علم ۽ عرفان جو سج به هميشه لاءِ لهي ويو.

سندس مادهٔ تاريخ "غفرله" ۽ "غفرهالله" آهـي. مون سندن قطعہ تاريخ عربي ۾ چيو آهي. (مولوي دين محمد اديب. مهراڻ س. ن)

# مولانا حافظ محمد شفيع صديقي پاٽائي

قاضي مولوي حافظ محمد شفيع صديقي، ولد قاضي احمدي، دادو ضلعي جي پاٽ شهر ۾ سن ١٨٣٥ع ڌاري ڄائو. سندن والد، قاضي احمدي، ميرن طرفان پاٽ جو قاضي مقرر ٿيل هو. کين ميرن وٽان ڪجهہ جاگير مليل هئي، ۽ ڪجهہ مخدوم عبدالواحد صديقي مفتي سيوستان کي دهليءَ جي مغلن طرفان جا جاگير مليل هئي، ان ۾ بہ سندس ڪجهہ حصو هو.

حافظ محمد شفيع اڃا ستن ورهين جي عمر جو هو تہ سندس والد قاضي احمدي وفات ڪري ويو. اهو انگريزن جي سنڌ کي فتح ڪرڻ جو ابتدائي زمانو هو. انگريزن ان وقت ۾ اعلان ڪيو هو تہ جن کي جاگيرون هجن سي پنهنجون سندون ڪڻي اچن ۽ اچي نيون ڪرائي وڃن، مگر حافظ محمد شفيع توڙي سندس ڀاءُ علي گوهر جو ڪاٺن ۾ ورهيہ وڏو هو، ننڍي وهيءَ سبب نہ وڃي سگهيا، جنهنڪري جاگيرون سندن هٿن مان هليون ويون ۽ ٻئي ڀائر مسڪين ٿي پيا. ان بعد، سندن وڏو ڀاءُ حاجي علي گوهر پنهنجي موروثي زمين ۾ پنهنجي هٿن سان هر ڪاهيندو هو ۽ حافظ محمد شفيع کي پڙهڻ تي چاڙهيائين.

حافظ محمد شفيع ابتدائي تعليم مخدوم مولوي حاجي فضل الله سيوستانيءَ (جيڪي پوءِ لڏي اچي پاٽ ۾ ويٺا) وٽان حاصل ڪئي، ۽ پوءِ ٺٽي طرف ڪن وڏن عالمن وٽان زياده علم حاصل ڪيائون. کين علم جو ايترو تہ شوق هوندو هو جو اڪيل ميل ڪن هر روز پنڌ ڪري پڙهڻ ويندا هئا. هڪ دفعي جي ڳالهہ آ ڪن تہ وٽن ڏيو ٻاري مطالعي ڪرڻ لاءِ چقمق ڪونہ هو، انهيءَ ڪري ٽانڊي ڪڻڻ لاءِ بہ ٽي ميل پنڌ جا هئي ويا تہ جيئن انهيءَ رات جي مطالعي ۾ رنڊڪ نہ پوي.

پندرهن ورهين جي عمر ۾ ٻاڻ علم جي پڪ پڌي پنهنجي ڳوٺ پاٽ ۾ آيا، ۽ سورهن ورهين جي عمر يعني هڪ سال اندر پنهنجي ذهانت جو ثبوت ڏيندي قرآن شريف ياد ڪري ورتائون. سڄو پڙهيل علم ۾ زبان ياد هوندو هون. ايتريقدر جو تفسير، حديث، فقہ وغيره جي وڏن وڏن ڪتابن جا حوالا صفحي ۽ سيٽ سميت بہ

ياد ڏيئي ويندا هئا. سندن لکيل ڪتابن جي پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته پاڻ سنسڪرت زبان مان به چڱيءَ پر واقف هئا.

باطني فيض وٺڻ لاءِ پاڻ ڪياري شريف (ضلعو نوابشاهه) جي نقشبندي خاندان جي ميان محمد يوسف کان ڪجهه فيض حاصل ڪيائون، مگر اتان سندن تڪميل ٿي نه سگهي پوءِ استخاره ڪيائون، جنهن ۾ کين جواب مليو ته پاڻ ڏينهن صبح جو سوبل وجهي ڪ- واٽي تي ويهن: پوءِ جيڪو پهريون مسافر پريان ايندو ڏسن، سوئي سندن مرشد آهي ۽ کين باطني تڪميل ڪرائيندو. چنانچه ٿيو به ائين جو پري کان هڪڙو سيد محمد نالي بخارا جي شهر مان هلول کين مليو، ان کي پنهنجو مرشد قبول ڪري، پنهنجي وطن پاٽ شريف وٺي آيا. اهو مرشد وٽن هڪ سال رهيو، جنهن جون تعريفون پنهنجي شعر ۾ گهڻي قدر لکيون اٿن.

پنهنجي ڳوٺ پاٽ شريف جي شهر ۾ هڪ مدرسو به قائم ڪيو هئائون، جو سندن وفات کان پوءِ بند ٿي ويو. ان ۾ سٺ ستر طالب العلم سندن ئي خرچ تي پڙهندا هئا، ۽ اهو خرچ سندن موروثي زمين جي برڪت ڪري پورو ٿي ايندو هو.

سندن زهد ۽ تقويٰ ۽ چلن چالهن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي! سنڌ جي ڪيترين ئي مسجدن ۾ ڏها ڪيائون. ”قصيده برده“ جو سنڌي نظم ۾ ترجمو به وار مبارڪ واريءَ جامع مسجد روهڙيءَ ۾ ڏهي اندر ويهي لکيو اٿن، جو قلمي حالت ۾ موجود آهي.

نفس کي سزائون ڏيڻ لاءِ پاڻ ڏکيا چلا ڪڍندا هئا. چنانچه هڪ دفعي پنهنجي ڳوٺ جي هڪ مسجد ۾ ٻارهن مهينا چلو ڪڍيائون، جنهن ۾ اڏين پهر فقط هڪ کارڪ کائي روزو ڇوڙيندا هئا.

پاڻ عامل به لاثاني هئا. ڪيترائي مريض وٽائن شفاياب ٿي ويا. ڳالهه ٿا ڪن ته ڪهڙن (خيرپور رياست) جي جامع مسجد ۾ شهر ۽ آسپاس جا مريض سندن اچڻ جو احوال ٻڌي فجر نماز بعد، صفون ٻڌي اچي مسجد ٻاهران ويهي رهيا. پاڻ پنهنجي معمول موجب، وظيفي ۽ اشراق بعد، پنهنجي اٺ تي ڪجهه پڙهي هرهڪ بيمار تي هلائيندا ويا، ۽ اهو بيمار بروقت شفاياب ٿي پنهنجي گهر هلندو ويو.

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ دفعي هڪ مسجد لهرائي رهيا هئا، ته ان جي لهرائڻ کان پاٽ جي سڀ کان وڏي ظالم پڻي زميندار کين ڪنهن

ضد سبب روڪيو، ۽ ٻن رازن ڪمين کي گهٽ وڌ ڳالهايو، جنهن تي ڪمن جلال اچي ويو ۽ ان زميندار کي پنهنجي هڪ ڏکي شعر ۾ ٻڌايون. ان شعر جي شروعات هن ريت سان آهي:

هن مسجد، "محب نبيءَ" جي اڏهي اناڻي،
وڏيرن ويچارن جـــي واٽــي وڃائــي!

آخر ٿيو ۾ ائين: ان زميندار جي زمينداري ناس ٿي ويئي، ۽ ان جا پويان صفا مسڪين ٿي پيا.

شريعت جي خلاف ٿيندو جتي ۾ پڌندا هئا، اتـــي ڪاهي ويندا هئا ۽ وڃي تعزيرون (شرعي سزائون) ڏيئي ايندا هئا- پوءِ چاهي اهو هنڌ سندن ڳوٺ پاڻ کان ڪيترو ۾ پري هجي.

تبليغ ۾ ڏاڍي ڪيائون. وڏن وڏن عملدارن کـي ۾ تبليغ کـــان نہ ڇڏيائون. ڪيترا تہ مسلمان ۾ ٿيا. هڪ دفعي دادوءَ جـي مختيارڪار مولچند کـي فارسي شعر ۾ مسلمان ٿيڻ لاءِ خط لکيائـــون، جنهن جو نقل اڃا تائين موجـود آهي. ان جـي شروعات هيٺين مصرع سان ٿئي ٿي:

مولچندا بيا مسلمان شو،
آنچہ کردي ازان پشيمان شو،

هڪ دفعي وري پارو مل ڏيٺي ڪليڪٽر سب ڊويزن دادوءَ کـي سنڌي شعر ۾ مسلمان ٿيڻ لاءِ خط لکيائون، جنهن جا چار مصرعا نقل ڪجن ٿا:

ٿوڙ ڪيو قيد ڪفر جو، پـارو، پڃرو ڇڏ،
ڪلمي عمارت عـــرش جي تي آشيانو اڏ،
روزي ۽ نمـــاز سين روح رحمت گـــڏ،
مهماني محمد (صلعم) جي تي سنگت ساري سڏ:

انهيءَ خط تي مسٽر پارو مل ڪاوڙجي پيو، ۽ ڪيس گهرائي گهٽ وڌ ڳالهايائين. ان تي پاڻ فرمايائونس تہ "مسلمانيءَ جي نشاني ڏينديءَ، پوءِ مسلمان ٿئين يا نہ ٿئين" جلد ئي ان پارو مل کي اهڙي ڦرڙي نڪتي، جو مسلمانن وانگر طهر ڪرائڻ کان سواءِ چند نہ ڇٽس.

نثر و نظم جا ڪافي ڪتاب لکيائون، جن مان گهڻا اڌوهي کائي ويئي يا گم

ٿي ويا. باقي جيڪي قلمي حالت ۾ موجود آهن، تن جي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته پاڻ بلند پايي جا شاعر هئا. سندن شعر جو نمونو شاهه جي شعر جهڙو آهي. پاڻ سنڌيءَ کانسواءِ عربي، فارسي ۽ سرائڪيءَ ۾ به شعر چيا اٿن.

ڪين رسول الله صلي الله عليه وسلم ۽ اصحابن ڪبارن سان نهايت گهڻي الفت هئي. چنانچه سندن وفات به انهيءَ الفت ۾ ٦٣ ورهين جي ڄمار وقت سن ١٨٣٨ع ۾ ٿي.

پاڻ ٻه گهر ڪيا، جن سان ڪين ٻه پٽ محمد احسان ۽ عبدالواحد ٿيا. انهن ۾ پٽن مان محمد احسان جو هڪ پٽ قريشي شفيع محمد ايم- اي ٿيو، جو گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ عربي پروفيسر رهي چڪو آهي. (صديقي عبدالواحد ڀالائي- مهراڻ س-ن)

مولانا شفيع محمد وڏو موحد عالم هو. پاٽ شريف ۾ خلافت تحريڪ جو جلسو ٿيو. حضرت امروٽي رحه ان جلسه ۾ آيا. پاڻ مولانا محمد شفيع جي تربت تي فاتحه خواني لاءِ ويا. ۽ فرمايائون مولانا موحد هو ۽ دين جو دفاع ڪندو هو (مولانا نثار احمد بهاولپوري)

# مخدوم بصرالدين سيوهاڻي رحه

حضرت ابوبڪر صديق رضه جي نسبي سلسلي سان، رڪن الدين عرف مخدوم بصرالدين ولد مخدوم احمد صديقي رحه، ٢٩ رمضان المبارڪ ١٢٨٢هه، مطابق ١٧ سيپٽمبر ١٨٦٥ع تي سيوهڻ شريف ۾ تولد ٿيو. سندس ڏاڏو مخدوم محمد وڏو عارف ۽ ڪامل بزرگ هو، جنهن جو سلسلہ عمل ۽ فضل دور دراز زماني تائين هشت پشت ۾ مسلسل قائم رهيو.

مخدوم بصرالدين شروعات ۾ دينيات ۽ عربيءَ جا ڪتاب پنهنجي شفيق ڏاڏي وٽان پڙهيو ۽ باقي درس (ڪتابن جي تڪميل) پنهنجي سوٽ، شيخ الوقت حضرت عارف بالله، مخدوم حاجي حسن الله پاڻائي رحه (وفات ١٣٣٩هه – ١٩٢٠ع) وٽان ورتائين. سندس والد بزرگوار سرڪاري عهدي تي فائز هو، جنهن هن نينگر کي انگريزي تعليم ڏيارڻ لاءِ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ ڇڏيو، جتان خداداد لياقت ۽ پنهنجي اورچائيءَ سان قانون جي سند ورتي، دنيا کان قطع تعلقات ڪري، هميشه لاءِ گوشه- نشين رهيو.

طب جي چاڻ ڪيس ڏاڍنگ ۾ نانڪ مان ورثي طور مليل هئي، جنهن کي سنڌس ڏاڏي طرفان مليل ڪتاب "سديدي" مان خاصو استفادو ڪيائون. گوشهٔ نشينيءَ واري زماني ۾ ٿي مخدوم صاحب ڪيترن مايوس مريضن جي علاج ۾ گهري دلچسپي ورتي. طب سان فطري لڳاءُ هوس، بعض حالتن ۾ ته سنڌس عـــلاج، ڪرامت جهڙا ڪرشما ڪري ڏيکاريندو هو.

جوانيءَ جي ڏينهن ۾ مخدوم صاحب خلوت نشيني ۾ ياد خدا ۾ مشغول ٿي رهڻ سان گڏوگڏ تاريخ ۽ سياست جو ايڏو ته وسيع مطالعو ڪيو، جو سائنس ڪلام ڪرڻ سان وڏا وڏا مدعي به دنگ رهجي ويندا هئا. روحاني ۽ ديني علمن ڪان سواءِ سنڌس تصنيفات ايڏيون ته بلند پايي جون آهن، جو حيرت ٿي لڳي، ته دنيا کـــان لاڳاپن لڳل ماڻهوءَ جو سينو ايترو ته ڪشادو آهي، جو علومن جا سمنڊ ان ۾ سولائيءَ سان ماپي سگهيا ٿي.

سنڌس حافظو بالڪل تيز هو، جو پڇاڙيءَ تائين ڪتابن جا صفحا به بر زبان هوندا هيس. سنڌ جي هن نامور بزرگ ۽ عارف ڪامل، عالم فاضل، مخير قلبي ذڪر ڪندڙ، ٧٤ ورهين جي ڄمار ۾، اڱاري جي آڌيءَ رات، ٨ ذيقعد ١٣٥٦ هه، مطابق ١١ جنوري ١٩٣٧ع تي سيوهڻ شريف ۾ رحلت ڪئي. سنڌس متعلق روايتون مليون آهن، ته پاڻ سنڌي زبان ۾ ڪجهه نعتيه ڪلام به چيو اٿس (پروفيسر عبدالغفور ميمڻ)

پهريون عـالم ٿيو پوءِ انگريزي پڙهي مئٽرڪ پـاس ڪري وڪالت پڙهيو. شيڪسپيئر يـاد هوندو هوس. شاهه جو رسالو به يـاد هيس. هڪ پيري ڏاڏي چيس ابا انگريزي مان ڪجهه، ته پرائيندين هي پڪ پڙايان ٿو. پوءِ وڪالت جي امتحان ۾ خاص ڪري محدن لاءِ ۾ فيل ٿيو مطلب ته ڏاڏي جي ڳالهه سچي نڪتي. پوءِ هتان چڙي بمبئي هليو ويو. اتان مولوي اچي هتي ويهي رهيو. فلسفه ۽ معقولات جو ماهر هو. اڪيلو ويٺو هوندو هو پوءِ ماڻهن سان ملڻ شروع ڪيائين. ڪوٺي اپرين پوندو هوس ته لٺ کڻي ڪي لڳندو هوس. مولانا عبدالڪريم ڪور وارو هفتن جـــا هفتا ٽڪي پوندو هـو. سنڌس مدلل نظريو هو ته سيدنا حسين رضه جهاد ڪندي ڪافرن جي هڪ لڙائي ۾ شهيد ٿيو هو.

ڪافي مسئلن ۾ هن جو پنهنجو نظريو هوندو هو. صحبت خان گولو ڪمس علاج وغيره لاءِ ولي ويندو هو اتي مهينا رهيل هوندو هو. اتي علماءَ وٽس اچي ڪلا ٽهندا

هئا. "بصائر" ڪتاب لکيائين جنهن ۾ عقلي دلائل سان ثابت ڪيو اٿائون ته نبين جي اتباع بنا فلاح ناممڪن آهي. اهو ڇپيو هو. ان جي عربي دقيق آهي. سندن فرزند مخدوم فخرالدين ماهر طبيب ٿي گذريو آهي. اهو موجد قسم جو حڪيم هو. صديقي خاندان جا اڪثر حڪيم موجد قسم جا هئا (قاضي محمد حسين صديقي)

مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جا مخدوم رح. بابت تاثرات:

"سنڌ مان آفتاب علوم جو غروب"

نهايت دلي درد ۽ قلبي قلق سان هي خبر معلوم ڪئي ويندي ته علوم اسلاميه جو آفتاب عالمتاب سنڌ مان غروب ٿي ويو يعني حضرت بابرڪت قطب زمان مخدوم دوران عالم باعمل فاضل بي بدل مخدوم قاضي ميان بصرالدين رح. گذريل هفتي سيوهڻ شريف ۾ وفات فرمائي پنهنجن پسماندن ۽ متعلقين کي داغ مفارقت ڏيئي ويو. حضرت مخدوم صاحب جو وجود مسعود نادره روزگار هو. پاڻ فنون مشرقيه و مغربيه جا بي نظير فاضل ۽ علوم عقليه و نقليه جا بي مثل عالم هئا. سندن زندگي جو وڏو حصو خلوت ۽ ياد الاهي ۾ گذريو. پاڻ وڏا حڪيم ۽ زبردست فيلسوف هئا. پاڻ اگرچه انگريزي جا زبردست ماهر هئا ته به انگريزي کان کين ڪلي نفرت هوندي هئي. فرمائيندا هئا ته انگريزي پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ سان باطن ۾ هڪڙي قسم جي ظلمات پيدا ٿئي ٿي ۽ بصورت قلبي کي نقصان پهچي ٿو. پاڻ عربي جا صاحب تصانيف عالم هئا. سندن بزرگ هستي مجسمه فيض و برڪت هئي. سندن صحبت زنگ باطل لاءِ هڪ صيقل هئي. پاڻ هن زماني ۾ سلف صالحين جو بهترين نمونو هئا. پاڻ اجتهادي قوت ۽ استنباطي ملڪه جا ماهر هئا. پاڻ صاحب الراءِ ۽ صائب راءِ هوندا هئا. سنڌ ۾ ته سندين صفات جو ڪو بزرگ ڪونه هو بر هندستان ۾ به ڪو شاذ و نادر هوندو. رحمة الله عليه و قدس الله تعاليٰ سره الاقدس. اسين هن دردناڪ حادثي ۾ حضرت مرحوم جي فرزند يگانه و خلف صالح مخدوم ميان فخرالدين سان دلي همدردي ۽ غمخواري ڪريون ٿا. الحمدلله جو مخدوم فخرالدين به فخر خاندان آهي. الله تعاليٰ شال کيس پنهنجي والد بزرگوار جي فيوض فراوان ۽ برڪت بيڪران سان نوازيندو ۽ صبر جميل جي توفيق بخشيندو آمين (اصلاح ٢١ جنوري ١٩٣٧ع)

مولوي ڊاڪٽر ... شفيع لاهوري صناديد سنڌ ۾ لکيو آهي ته "حڪيم بصرالدين

صاحب سيوهڻ بلڪ سموري سنڌ جي فاضلن مان معمر بزرگ آهي. ان جي زيارت ڪان مشرف ٿيو. اهي چوندا هئا ته قلندر شهباز عثمان مروندي آهي نه مروندي*.

## مولانا معين‌الدين صديقي

جيمس‌آباد لڳ پرڳڙين وٽ پڙهائيندو هو. مخدوم حسن‌الله وٽ پڙهيو هو ان جو سوٽ هو. ان پرڳڙي زميندار وٽ ڪوئي نه لڪندو هو. هي سادو هوندو هو هڪ ڪوڙي ۾ مسجد اندر سنل هوندو هو ڪوئي نه سمجهندو ته هي ڪو عالم آهي مگر علم جو بحر هو. ڪوڙي ۾ ڪتاب ۾ نه منجهو. علم هيئت جا ڪتاب، خلاصة الحساب ۽ بيا معقول جا ڪتاب بنا ڏرڪ جي پڙهائيندو هو. مان ولس پڙهندو هوس. اسان کي چيائين ابا ڪجهه انگريزي به پڙهو جيئن ڪا تار پڙهي سگهو. مولوي عزيزالله بختيارپوري، مان، قاضي محمدحسن، سوٽ قاضي بدرالدين ۽ ٻيا ڪيتري سندس شاگرد هئا. اسان ۾ بيعت جي رسم ڪونه هئي (سواءِ مخدوم محمد جي جو اهو بريالوءَ مان پڙهيا هئا). سندن وفات ١٩٤٨ع ۾ ٿي. طبيب به هئا. پاڻ وڏي عمر ۾ پرڳڙين جي زور تي چڙهه مهينا اونهاري جا پرڳڙين ۾ گذاريندا هئا. پاڻ خوشخط به هئا. پاڻ شاگردن کي تلقين ڪندا هئا ته اٿين نه سمجهو ته جيڪي ڪتاب پڙهيا اٿو اهي ڪافي آهن بلڪ انهن مان ملڪو هٿ ڪري پوءِ ڪتابن جو مطالعو ڪرڻو آهي (قاضي صديقي)

## قاضي محمد حسن صديقي

قاضي محمد حسن بن قاضي نصيرالدين بن مددالله. ميان مددالله مختيارڪار هو ۽ سندس پٽ قاضي نصيرالدين حڪيم، حافظ ۽ عربي جو چڱو ڄاڻو هو.

پنهنجي ناني مخدوم بصرالدين وٽ ۽ پنهنجي چاچي مخدوم محمدمعين وٽ پڙهيو هو. ۽ طب پنهنجي ناني ۽ والد وٽ پڙهيا. مخدوم فتح محمد کان به ڪجهه سبق پڙهيائين. گهڻيون ٻوليون ڄاڻندو هو. ڪي نعتيه شعر به چيا اٿس. تاريخي قطعا گهڻا چيا اٿس. پاره عم جو سنڌي تفسير لکيائين. پنهنجي چاچي جي غيرموجودگي ۾ تعليم ڏيندا هئا. حڪمت ۾ ۽ ماڻهن جي دنيوي ڪاروبار ۾ معروف هوندو هو. مخدوم بصرالدين وٽ علماء جا انبوه هوندا هئا

انهن جي خدمت ۾ گهڻو ڀرايائين. بحث جو ڪوڏيو هوندو هو.
سندن وفات ١٩٥٦ع ۾ ٿي. اولاد ڪافي اٿن. قاضي محمد مراد سندن لائق ۽ وڏو پٽ آهي جنهن سندن عظيم ڪتب خاني کي سنڀاليو آهي. پنهنجي پيءُ وٽ علوم حاصل ڪيو اٿس ۽ پاڻ انتهائي ذهين آهي ۽ حاذق حڪيم، سخي ۽ عمده اخلاق جو مالڪ آهي (قاضي صديقي)

# حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

حڪيم فتح محمد ولد خليفو ميان محي الدين صديقي، سيوهڻ شريف ۾ ١٣٠٠هه مطابق ١٨٨٢ع ۾ ڄائو پنهنجي لياقت ۽ فضيلت سببان سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور هو. عربي، فارسي ۽ سنڌي زبانن ۾ وڏي ڄاڻ هيس، ۽ ساڳئي وقت حديث، تفسير، تاريخ ادب ۽ شعر و شاعريءَ ۾ پڻ خاصي مهارت حاصل ڪيائين. جن مڪرم فاضل عالمن کان علم حاصل ڪيائين، انهن مان مولوي محمد عمر چنو، مولانا عطاءالله فيروزشاهي مولانا عبدالرؤف بختيار پوري ۽ مولانا محمد صديق سولنگي سيتائيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. سنڌي ادب جي خدمت جي سلسلي ۾ صحافت کي به اپنايائون. اصلاحي، سماجي ۽ سياسي مضامين تي مشتمل ١٩٢٥ع ۾ "الجامع" ماهوار رسالو ڪڍيائين، جنهن ۾ سنڌي مسلمانن کي جديد علوم جي مفيد معلومات ميسر ڪندو رهيو.

حڪيم صاحب تقريباً هڪ ڊزن ڪتاب لکيا آهن، جن ۾ "حيات النبي" "اخلاق محمدي"، "فتح محمدي"، "احوال حضرت لعل شهباز قلندر"، "داستان قوم"، "ابوالفضل ۽ فيضي"، تذڪره الايمان"، "ڪمال ۽ زوال"، "ميرن جي صاحبي"، "بهار اخلاق" ۽ "آفتاب ادب" قابل ذڪر آهن. سندن وفات ١٣٦١هه-١٩٤٢ع ۾، ڪراچيءَ ۾ ٿي. وڏو حاذق حڪيم ۽ باشريعت شخص هو خاص ڪري طب ۾ سنڌس ثاني ڪو ڪونه هو (پروفيسر عبدالغفور ميمڻ)

حڪيم صاحب گهڻو علم مولانا محمد صديق سيتائي وٽ پڙهي اتي دستاربندي ڪئي. حڪيم صاحب ننڍپڻ کان ئي شاعري ڏانهن مائل هو. پاڻ مئي ١٩٣٧ع ۾ بزم ادب ڪراچي ۽ سنڌ مدرسه جي مشاعرن ۾ صدارتي تقرير ڪندي فرمايو هئائون "مان تيرهن ورهين جي چمار ڄهڙي بي شعوري جي زماني ۾ اوچتو شعر چوڻ شروع

ڪيو. بلبل بوستان بلاغت مرحوم حضرت "بلبل" ۽ شهسوار ميدان فصاحت مرحوم حضرت "مخلص" جي همت افزائي سان گاهه گاهي ڪئي آفتاب ۽ تحفہ احباب جي زماني ۾ پنهنجي جذبات ۽ افڪار کي ميزان شعر ۾ موزون ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هوس. سيد گدا، مير سانگي ۽ شاهه مرتضائي ۽ مجتبائي منهنجي ابتداء وقت جا مشفق ۽ محسن هئا. آغاز شعر سازي ۾ آئون ڪجهه ڪري پارسي ۽ عربي جو شعر چوندو هوس ۽ ١٦ سالن جي عمر ۾ پارسي شعر جو هڪ ديوان مرتب ڪري ورتم مگر سنڌي شعر محض حضرت بلبل مرحوم جي ترغيب ۽ اصرار تي چوڻ لڳس. اسڪولي سنڌي تعليم مون حاصل نه ڪئي، ڪئي هئي ۽ سچو وقت پارسي ۽ عربي جي تعليم قديم نصاب جي مطابق عربي مدرسن ۾ حاصل ڪئي هيم. (اصلاح ٢١ مئي ١٩٢٧ع). حڪيم صاحب جو تخلص "صغير" هو. سندس نظم جو ڪلام آفتاب سکر ۾ ١٩٢١ع کان ڪجهه اڳي ڇپبو رهندو هو. ١٩٣٧ع کان تخلص "حڪيم" اپنايائون. (اصلاح). حڪيم صاحب جن جمعية علماء سنڌ جا سرڪرده ليڊر هئا. نومبر ١٩٣٦ع کان هفتہ روزه اصلاح ڪراچي مان جاري ڪيائون اها جمعية علماء سنڌ جي ترجمان اخبار هئي. ١٤-١٥ آگسٽ ١٩٣١ع جمعية علماء سنڌ جو تاريخي اجلاس مولانا محمدصادق ۽ مولانا حڪيم فتح محمد جن جي ڪوشش سان ڪوٺايو ويو جنهن جو مڪمل احوال اصلاح جي پرچن ۾ آهي. انهيءَ اجلاس جي صدارت حضرت مولانا سيد حسين احمد مدني رح. ڪئي هئي. انهيءَ اجلاس ۾ لواري جي حج بابت حضرت مدني رح فتوي لکي ۽ باقي عالمن ان تي صحيح پاتي. حيدرآباد جي ڊي سي مہ فرقي ميٽنگ ڪوٺائي هئي جمعية علماء سنڌ جي پاران مولانا محمد صادق ۽ حڪيم فتح محمد آيا هئا. حزب الله پاران مولوي خيرمحمد نظامائي ۽ پير جي طرفان هڪ ٽالپر مير پيو فضل احمد پوڻن وارو. مير پير جو مختار عام هو. جمعية ۽ حزب الله جو متڪلم نمائندو حڪيم صاحب مقرر ٿيو. ان اجلاس ۾ مير اهي ڳالهيون تسليم ڪيون جيڪي انهن ذاتهن منسوب آهن. اها ڳالهه مولوي خيرمحمد ٻڌائي. اصلاح جمعہ ٢٠ آگسٽ ١٩٣٧ع جي هڪ خبر "حڪيم فتح محمد سيوهڻي ممبر ميونسپل ڪارپوريشن ڪراچي ڪارپوريشن ۾ رٽ پيش ڪئي تہ حضرت مولانا حسين احمد مدني ۽ حضرت مولانا احمد سعيد جي خدمت ۾ سپاسنامو پيش ڪجي جا اتفاق سان منظور ٿي. ان موجب سومر ڏينهن ٦ بجہ شام ميونسپل بلڊنگ جي ڪمپائونڊ ۾ عاليشان انتظام ڪيو ويو

۽ وقت ڪان اڳي هزارين ماڻهو مڙيا هوري ٦ بجي شام حضرت مولانا حسين احمد مدني ۽ حضرت مولانا احمد سعيد، حضرت مولانا محمد صادق ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي معيت ۾ ميونسپل بلڊنگ ۾ پهتا. ڪراچي ڪارپوريشن جي ميئر (جو واڻيو هو) انگريزي ۾ ائڊريس پڙهي جنهن ۾ پنهي بزرگن جي ملڪي خدمتن، قربانين ۽ خاص طرح هندو مسلم اتحاد جي ڪوشش جي نهايت اخلاص سان تعريف ڪئي. ائڊريس جو پهريون جواب مولانا احمد سعيد ڏنو تنهن ڪان پوءِ حضرت مولانا حسين احمد هڪ لاجواب تقرير ڪئي جنهن سيني حاضرين هندو مسلمانن کي محو حيرت ڪري ڇڏيو الخ" ٢٣ جولاءِ ١٩٣٧ واري اصلاح جي هڪ خبر "هڏجي ٿيو ته سنڌ سرڪار سکيوني سنڌي هجڻ جو هڪ معيار مقرر ڪندي جو ان معيار تي پورو آيو ته اهو سنڌي سمجهيو ويندو ۽ باقي غير سنڌي- سرڪاري نوڪرين ۾ آئينده سنڌين کي غير سنڌين تي ترجيح ڏني ويندي (اول خويش پوءِ درويش)" مولانا محمد صادق جمعيۃ علماءِ سنڌ جو صدر ۽ حڪيم صاحب ناظم اعليٰ هو. حڪيم صاحب نوآباد ڪڏه ۽ لياري ڪوارٽرز مان ميونسپل ڪارپوريشن جو ممبر چونڊيو هو ان زماني ۾ الوحيد قومي اخبار نه رهي هئي بلڪ ان جي پاليسي علماءِ جي خلاف هئي ان حڪيم صاحب ۽ ٻين عالمن جي خلاف مسلسل ٿي لکيو. اصلاح ان جو مسڪت جواب ٿي ڏنو. حڪيم صاحب جي اهم تصنيف "نورالايمان مقدمه تفسيرالقرآن" آهي. اهو ضخيم مقدمه دارالڪتب مدرسه مظهرالعلوم محله ڪڏه ڪراچي وارن ڇپرايو هو. اصلاح ۾ ان جو اشتهار ايندو رهيو. "دل ۾ گهاءُ ڪندڙ مناجات" به سندس تصنيف خاص آهي. حڪيم صاحب جي قومي خدمتن مان هي به آهي ته هن ٢٨-٩-١٩٣٧ع ۾ ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن کان ڪارپوريشن جي خرچ تي مستقل طرح هڪ يوناني دواخانو ۽ هڪ ويڊڪ دواخانو منظور ڪرايو. موافقت ۾ ٢٠ ووٽ ۽ خلاف ٻه ووٽ پيا. اصلاح ١ آڪٽوبر ١٩٣٧ع (عبدالوهاب چاچڙ)

جمعيۃ طلباءِ سنڌ دارالعلوم ديوبند جو جلسو ديوبند ۾ بتاريخ ١٥ محرم ١٣٥٧هه منعقد ٿيو جنهن ۾ هي ٺهراءُ پاس ٿيا (١) حج مصنوعي لواري جي مقابلي ۾ ستيا گره ڪندڙ باغيرت مجاهدن کي عام طرح ۽ حضرت مولانا محمد صادق صاحب ۽ حڪيم فتح محمد صاحب کي خاص طرح مبارڪباد (٢) سنڌ سرڪار کي التماس ته دنيا جي ڪروڙها مسلمانن جي جذبات کي ملحوظ رکندي پير لواري کي نوٽيس ڏئي ته اهو

مصنوعي حج ذوالحج مهيني ۾ نہ ڪري (٣) صحيفہ اصلاح جـــي خدمات اسلاميہ تي اظهار مسرت ۽ هن جي ڪارڪنن جي حق ۾ دعـاء خير (٤) الوحيد جـي غير قومي ياليسي اختيار ڪرڻ ۽ دارالعلوم ديو بند جي سنڌي شاگردن جي مـــذهبي ۽ سياسي مضمونن داخل نہ ڪرڻ تـي اظهار افسوس (٥) مندرجہ ذيل شـــاگردن جو وعدو تہ تحصيل علم کان فارغ ٿيڻ بعد جمعية العلماء سنڌ جي هر طرح خدمت ۽ امداد ڪندا سين. (مولوي) محمد حسين بدينوي، (مولوي) احمد سنڌي، (مولوي) عبدالڪريم، (مولوي) محمد حسن، (مولوي) احمدالدين، (مولوي) شفيع محمد (اصلاح ١٥ اپريل ١٩٣٨ع)

# علامہ آءِ آءِ قاضي رحہ

علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جو پورو نالو امداد علي ولد امام علي قاضي آهي. سندن وڏا انصاري خاندان مان هئا جيڪي سندن چوڻ موجب محمد بن قاسم سان گڏ عربستان مان آيـل هئا ۽ سنڌ ۾ اچڻ کانپوءِ دادو ضلعي جي پاٽ شهر ۾ اچي مقيم ٿيا. علامہ صاحب رجب ١٣٠٣هہ، مطابق اپريل ١٨٨٨ع ۾ پيدا ٿيا هئا ۽ اپريل ١٩٦٨ ۾ وفات ڪيائون.

عـلامہ صاحب جو والـد ميان امام علي قاضي جيڪو پهريائين روينيو کاتـي ۾ ملازم هو ۽ اڳتي هلي حيدرآباد ضلعي جـو سيشن جج مقرر ٿيو ملازمت سانگي پاٽ مان لڏي اچي حيدرآباد رهائش پذير ٿيو. بقول جناب اي- ڪي بروهيءَ جي تہ شايد ميان امامعلي قاضي پهريون سنڌي مسلمان هو جيڪو سيشن جج مقرر ٿيو.

حيدرآباد ۾ ان وقت سيٺ محمد حافظ بااثر ۽ پيئل ماڻهو هو. قاضي ميان امامعلي جي ان جي وڏي نياڻي سان شادي ٿي جنهن مان ڪمس ۾ فرزند ۽ ٻي نياڻيون پيدا ٿيون. سندن فرزند ميان فخرالدين امامعلي ننڍپڻ ۾ گذاري ويو ۽ ٻيو قاضي امدادعلي امامعلي جيڪو اڳتي هلي علامہ آءِ آءِ قاضي جي نالي سان مشهور ٿيو.

**تعليم ۽ تربيت:-** علامہ صاحب جو خاندان علم جو گهوارو رهيو آهي. سندن والد صاحب علامہ صاحب جي تعليم ۽ تربيت لاءِ خاص توجهہ ڏنو. عام ۽ بازاري ڇوڪرن جي صحبت کان بچڻ لاءِ سندن والد آخوند ميان عبدالعزيز کي سندن استاد طور مقرر ڪيو. آخوند عبدالعزيز تمام نيڪ سيرت ۽ بزرگ عالم هو. جنهن علامہ صاحب

جي تعليم ۽ تربيت تي اورو توجهه ڏنو. ننڍپڻ ۾ قرآن مجيد ۽ فارسي جي تعليم آخوند ميان عبدالعزيز جن کان حاصل ڪيائون. جڏهن انگريزي پڙهڻ لاءِ اسڪول ويندا هئا ته آخوند صاحب جن سائن گڏ ويندا هئا، گڏ اينچ تي ويهندا هئا ۽ واپسي ۾ گهر تائين گڏجي ايندا هئا. ننڍي هوندي ئي علامه صاحب پاڻ جي ڪيترن صوفي بزرگن ۽ خاص طور احمد فقير ڏيپو جي صحبت ۾ به ويهندا هئا. پروفيسر شفيع محمد مومن جو چوڻ آهي ته ڪين علامه صاحب ٻڌايو ته جڏهن هو ستن سالن جو هو ته هن تهجد نماز پڙهڻ شروع ڪئي هئي.

١٩٠٤ع ۾ علامه صاحب خانگي طرح سنڌي فائينل جو امتحان ڏنو جنهن ۾ فارسي مضمون ۾ اول آيا. ١٩٠٥ع ۾ وري خانگي طرح بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ پاس ڪيائون. ١٩٠٦ع ۾ علي ڳڙهه ڪاليج ويا جتي ڪجهه وقت رهڻ کانپوءِ واپس موٽي آيا. مارچ ١٩٠٧ع ۾ علامه صاحب لنڊن ۾ اعليٰ تعليم لاءِ ويو جتي هن ان جي مشهور استادن جي زير نگراني ڪيترائي مضمون پڙهيا جيئن ته علم اقتصاديات علم نفسيات، فلسفي، علم طبيعات ۽ علم الحيات وغيره.

١٩١٠ع جو سڄو سال جرمنيءَ ۾ رهيو جتي هن جرمنيءَ جي امان ايلسا قاضيءَ سان شادي ڪئي. علامه صاحب عمر وڏي جي باوجود هميشه مختلف استادن کان علم سکندو رهندو هو. وطن واپس موٽڻ کانپوءِ جڏهن به ولايت ويندو هو تڏهن وٽي علم حاصل ڪندو هو. لنڊن جي اورينٽل اسٽڊيز اسڪول ۾ شيخ گوما (الازهر) ۽ ڊاڪٽر ڪرنڪن کان عربيءَ جي تعليم حاصل ڪندا رهندا هئا.

**سنڌ ۾ پڙهڻ جون خدمتون:-** علامه آءِ. آءِ قاضي فارغ التحصيل ٿيڻ کانپوءِ به وقت بوقت لنڊن ويندو رهندو هو جتي سنڌ ڪيترين ئي مشغوليون هيون. پاڻ يونيورسٽي ۾ ليڪچر به ڏيندا هئا جيڪي اتي جا شاگرد تمام دلچسپيءَ سان ٻڌندا هئا. لنڊن ۾ پنهنجي رهائش دوران اورينٽل اسٽڊيز اسڪول ۾ سنڌي زبان جا اعزازي طور استاد ۽ ممتحن ٿي رهيا. ١٩٢٤ع ۾ شعر جي انجمن جو نائب صدر چونڊيو ويو ۽ ١٩٤٣ع تائين برابر انهي عهدي تي فائز رهيا. ١٩٢٩ع ۾ فلسفي تي هڪ مضمون لکڻ جي ڪري هن کي لنڊن جي فلاسافيڪل سوسائٽي تاحيات ميمبر مقرر ڪيو.

علامه صاحب لنڊن ۾ رهائش دوران ١٩٢٩ع کان ١٩٣٢ع تائين اسلام جي تبليغ جو ڪم جاري رکڻ لاءِ پاڻ ايسٽ لنڊن ۾ هڪ مرڪز کوليائون. ان سان

ڪَنڊ هڪ مسجد تعمير ڪرايائون. ان تبليغي تحريڪ جو نالو "جمعيت مسلمين" رکيو ويو جنهن ۾ لنڊن جي مقامي مسلمانن ۽ ڪيترن عرب ممالڪ جي مسلمانن به شرڪت ڪئي. اهو مرڪز اڄ تائين به اتي قائم آهي. ١٩٢٣ع ۾ علامه صاحب برنارڊشا جي ڪتاب "ڪاري ڇوڪري خدا جي تلاش ۾" جيڪا عيسائيت جي پرچار لاءِ لکيو ويو هو ان جي جواب ۾ "گوري ڇوڪري خدا جي تلاش ۾" لکيو.

ملڪي خدمتون:- علامه صاحب سنڌ ۾ رهائش دوران ڪجهه وقت ٽنڊي محمدخان ۾ سول ڪورٽ جو جج ٿي رهيو ان کانپوءِ ڪجهه عرصي لاءِ خيرپور رياست ۾ سيشن جج ٿي رهيو ۽ رياست جي انتظامي ڪائونسل جو ميمبر به ٿي رهيو. ڪجهه وقت حيدرآباد ضلعي جو پبلڪ پراسيڪيوٽر ٿي رهيو.

دراصل علامه صاحب هڪ حساس دل، محبت سان سرشار ٿيل انسان هو جنهن جي دل ۾ هڪ تڙپ ۽ جستجو هئي جنهن ڪري ڪڏهن مغرب ته ڪڏهن مشرق وارن کي حق جو پيغام پهچائيندو رهيو. ملڪ اندر نااميد حالتون ڏسي ڏک ٿيندو هو ۽ صحيح راهه جي دعوت لاءِ تڙپندو هو ۽ بي توجهي ڪري وري لنڊن ۾ وڃي تبليغ ڪندو هو.

پاڪستان قائم ٿيڻ وقت علامه صاحب لنڊن ۾ هئا. ١٩٥١ع ۾ سنڌ جي مکي اڳواڻن علامه صاحب کي زور پريو ته سنڌ يونيورسٽي جي وائيس چانسيلر جي چارج سنڀالي. علامه صاحب ملڪ جي مفاد خاطر اِها قبول ڪئي ۽ عهدو سنڀاليو. پنهنجي عهدي سنڀالڻ دوران علامه صاحب نه ڪڏهن سرڪاري مس ۽ ڪاغذ استعمال ڪيو ۽ نه ئي خانگي طرح سرڪاري گاڏي استعمال ڪئي. پنهنجي ملازمت دوران علامه سنڌ يونيورسٽي ۾ هڪ تقريرن جو سلسلو جاري رکيو ته جيئن اڄ ڪلهه جو نوجوان صحيح اسلامي اقدارن کان واقف ٿئي ۽ ان پيغام کي عام ڪري.

اهو تقريرن جو سلسلو جيڪي هر جمعي تي شام جو حيدرآباد ۾ سنڌ يونيورسٽي ۾ شروع ٿيندو هو ان ۾ مختلف علومن جا سربراه يا پروفيسر پنهنجي خاص مضمون تي تقرير ڪندا هئا. علامه صاحب ان تي پنهنجا صدارتي تاثرات ڏيندا هئا.

سندن تقريرن پڙهڻ ۽ پرکڻ سان معلوم ٿيندو ته سندن چاڻ جو محور ۽ مرڪزي نقطو اسلام هو. سندن تقرير قرآني آيات، حديثن، بزرگن جي مقولن ۽ صوفي شاعرن جهڙوڪ سعدي، رومي، حافظ ۽ شاهه لطيف جي شعرن سان ڀريل آهن. تقريرن جي

ٻار ٻار پڙهڻ سان علامه صاحب جي علم جي عمق ۽ وسعت نظري جي معلوم ٿيندي.
(مسٽر عبدالعزيز عمراڻي- اسلام آباد)

علامه آءِ آءِ قاضي جي حالات مان نمايان آهي ته هو سنڌ جي نوجوانن جو اونو رکندڙ ۽ اسلام جو صحيح درد رکندڙ انسان هو. الحاج مير صبح صادق خان کوسو جيڪو سنڌس خاص ۽ پياري شاگردن مان آهي ان ٻڌايو ته قاضي صاحب اسان جي اٿڻ ويهڻ، حتيٰ ڪ بستري جي چادرن، هٿ صاف ڪرڻ واري ٽوالن جو به خيال رکندو هو. صفائي، اخلاق ۽ تعليم جو اونو هوندو هوس. ذهين ۽ صلاحيت واري شاگردن کي قاضي صاحب ۽ ايلسا قاضي ٻئي ڄڻا پيار ۽ همت افزائي ڪندا هئا. مير صاحب جن ٻڌائيندا هئا ته سندن شادي ٿي. ان تي مير صاحب جي سهري حاجي رحيمبخش خان مرحوم کي قاضي صاحب سخت ڳالهايو ۽ ناراض ٿي چيو ته تو منهنجي عزائم تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. چوندا آهن ته هڪ اجلاس ۾ تقرير ڪري رهيو هو ته اجلاس جي صدر مسٽر جناح کيس وڌيڪ ڳالهائڻ کان روڪيو. جنهن تي علامه صاحب چيو ان الحڪم الالله ائين چئي پنهنجي تقرير جاري رکي. پاڪستان ٺهڻ وقت انتقام کان بچڻ لاءِ لنڊن هليو ويو هو ۽ ١٩٥١ع ۾ اطمينان سان واپس وريو. شاهه جي رسالي جي ترتيب ۽ آخر ۾ ڏکين لفظن جي معنيٰ به ان جي بهترين قومي خدمت آهي. سنڌي ادبي بورڊ کي گهرجي ته ان کي ٻيهر ڇاپن. علامه صاحب جو قوم قدر نه ڪيو. پنهنجا تحقيقي لکيل ڪتاب ۽ ڇپائي جو فنڊ به ڇڏي ۽ حوالي ڪري ويو آهي خدا ڪري اهي مقالا ۽ ڪتاب منظر عام تي اچن. علامه جو موت ٻيهر ترڪ سان واهه ۾ ٿيو. علامه جي پياري زال فوت ٿي چڪي هئي ۽ پريشان حال گذاريندو هو (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا محمد سليمان ”صدائي“ دادوي

مولانا محمد سليمان بن محمد صالح ميمڻ دادو کان ٻه چار ميل پري ڏکڻ طرف دوآبه نالي ننڍڙي ڳوٺ ۾ ١٩١٠ع ڌاري پيدا ٿيو هو. پنجن ڇهن سالن جي ڄمار جو هو ته سندن والد بزرگوار انتقال ڪري ويو. جنهن ڪانپوءِ سندن پرورش ۽ تربيت سندن چاچي صاحب ڪئي جا ڇجڙا ڳوٺ قمبر تعلقي ۾ رهندي هئي.

ابتدائي تعليم مذڪوره ڳوٺ ۾ ورتائون. جنهن کانپوءِ فارسي ۽ عربي تعليم لاءِ جامع دارالهديٰ ٺيڙهي ۾ داخل ٿيو. سندس تعليم مولانا حبيب الله مرحوم جهڙي برگزيده عالم دين جي زيــــر عنايت ٿي. ڪجهه وقت کـــانپوءِ ڪراچيءَ جي مشهور درسگاهه مظهرالعلوم کڏهه ۾ داخل ٿيو جتي مجاهد اعظم مولانا محمد صادق ۽ مولانا محمدصديق جهڙن بزرگن جي نظرڪرم هيٺ سندس تعليم جو سلسلو جاري رهيو ۽ اهڙي طرح مروج نصاب درس نظامي مڪمل ڪيائين. تنهن کـــانپوءِ دارالعلوم ديوبند ۾ مزيد تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو ۽ داخلا جي امتحان ۾ نمايان طرح ڪاميابي حاصل ڪرڻ کانپوءِ ان ۾ داخل ٿيو ۽ ٻه ســــال حضرت مولانا محدث انور شاه ڪشميري، حضرت مولانا مفتي محمد شفيع ۽ حضرت مولانـــا شيخ الادب اعزاز علي جهڙن بزرگن وٽ مختلف علمن جي تعليم حاصل ڪيائون. ڪنهن سبب ڪري محدث ڪبير حضرت انور شاه ڪشميري دارالعلوم ديوبند کي الوداع ڪري سورت ڏاڀيل ڏانهن هليو ويو جنهن ڪري مرحوم مولانا محمد سليمان به ديوبند کي الوداع ڪيو ۽ حضرت مولانا مفتي محمد حسن خليفه مجاز شيخ طريقت حضرت مولانا اشرف علي ٿانوي جي درسگاهه مدرسه نعمانيه امرتسر ۾ اچي داخـــل ٿيو، جتي هڪ سال رهي اعليٰ تعليم مڪمل ڪري فراغت جي فضيلت ۽ سَنَدَ حاصل ڪري وطن واپس وريو ۽ ساڳي شهر ڇڄڙن ۾ درس جـو مشغلو اچي جـاري ڪيائين. ڪجهه وقت کـــانپوءِ مولانا حبيب الله جي اصرار تـي دارالهديٰ ٺيڙهيءَ ۾ استاد مقرر ٿيا جتي چار ورهيه هڪ ڪامياب استاد جي حيثيت ۾ عربي ادب ۽ ٻين علمن جي تعليم ڏنائون. مولانا محمدصادق کڏهه ڪراچي واري مٿن ڪافي زور پريو ته هتي اچي تعليم جـــي خدمت ڪن. انڪري ٺيڙهيءَ کي الوداع ڪري کڏهه آيا ۽ ان ۾ ڏهه سال ڏيڍ تعليم جو سلسلو جاري رکيائون. دادوءَ جي ماڻهن، عزيزن ۽ دوستن گهڻي وقت کان وٺي ڪوشش پئي ڪئي ته کيس دادوءَ جي مدرسه جامع مسجد جيوڻ شاه ۾ صدر مدرس مقرر ڪيو وڃـــي. هڪ طرف دوستن ۽ عزيزن جي بار بار تقاضا ۽ ٻئي طرف شادي وغيره جي خيال ڪري مظهرالعلوم کي الوداع ڪري دادو آيا. دادو ۾ اچڻ کانپوءِ شـادي ڪيائون کين چار فرزند (١) محمد صالح- اسٽوڊنٽس ويلفيئر آفيسر مهراڻ يـــونيورسٽي نوابشاهه، (٢) حـــاجي غلام مصطفيٰ، سپرنٽينڊنٽ مهراڻ يونيورسٽي نـوابشاهه، (٣) علي اڪبر ميمڻ- آڊوو يونٽل ايڊن آفيسر سکر، (٤) محمد خـــالد ميمڻ- اسسٽنٽ ٽيچر گورنمينٽ مـــڊل اسڪول

غريب آباد دادو ۾ هڪ دختر نيڪ اختر تولد ٿيا. ڪجھ وقت تائين جيون شاه واري مدرسي ۾ عربي علوم پڙهايائون ۽ ڪيترن طالب العلمن کي دستار فضيلت پڌرايائون. مولانا هڪ جفاڪش ۽ غيرتمند انسان هو جنهن ڪري پين مائٽن جي دخل اندازي ۽ بالادستي گوارا نه ڪندو هو ان ڪري ميمڻ محلي جي اوير ۾ هڪ پلاٽ هٿ ڪري مدرسه دارالسلام جي تعمير شروع ڪيائين ۽ اهڙي طرح پنهنجو هڪ الڳ مستقل درسگاه قائم ڪيائين جو هن وقت ويران پيو آهي. ڪن سياسي جماعتن ۽ مذهبي گروهي اختلافن سبب ڪيس دادو شهر ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو ۽ مدرسه جون مالي امدادون وغيره بند ڪرايون ويون جنهن ڪري سخت مالي تڪليفون پيش آيس پر پنهنجي عقيدن ۽ خيالن تي قائم رهيو. دنيا جي مصلحتن سبب ڪنهن جي اڳيان نه جهڪيو. جنهن ڪري ڪجھ وقت تائين گورنمينٽ هاءِ اسڪول دادوءَ ۾ عربي استاد مقرر ٿي ڪم ڪيائين. ڪجھ وقت تائين ۽ مخدوم امير احمد صاحب جي تلقين سبب اورينٽل ڪاليج حيدرآباد ۾ تدريس جا فرض سرانجام ڏنائين. ان ڪانپوءِ باقي عرصو مدرسه دارالفيوض دادو ۾ عربي علوم پڙهائيندا رهيا.

زندگيءَ جي پوئين ڏهن پندرهن سالن ۾ کين مسلسل دم جي تڪليف لاڳو رهي جنهن جي باوجود به تعليمي مشغلو جاري رکندا آيا. ۲۹ آڪٽوبر ۱۹۷۴ع صبح جو دار بقا ڏي روانو ٿيو. کيس جامع مسجد جيون شاه جي اڳيان دفن ڪيو ويو. (شال خدا مٿس رحمت جا مينهن وسائي آمين).

۱۹۴۲ع ۾ راقم الحروف سندس خدمت ۾ تعليم پرائڻ لاءِ حاضر ٿيو هو ۱۰ سال سندس استاديءَ جو شرف حاصل ٿيو. ۽ پاڻ ماهر شاعر هئا سندن شعر جو نمونو هي آهي:

کلام الله که ورد هر زبان است
برائے مومنان هم حرز جان است
اگر خواهي دليلش بر صداقت
که پيلشش آفتاب هم نهان است
بنظمش بين و در معني نظر کن
که اعجازش ازين هردو عيان است

١- ننڊ غفلت جي ڇڏي ڪر، وري بيدار ٿي
دين جو رک درد دل ۾، ڪفر کان بيزار ٿي.

٢- رک شهادت جي تمنا، تون سدا سيني اندر
هي سبق جهڪو وساري، سو مري مردار ٿي.

٣- دشمن جي ڏسي ترقي، قوم پنهنجيءَ جي ۽ ڏس
ڪيئن وتي دشمن جي درتي پڪندي بيڪار ٿي.

٤- قوم جي ڪشتي اچي ويئي آهه ڪاري ڪن ۾
ناخدا ٿي تون خدا کي سڏ ته بيڙو پار ٿي.

٥- شرڪ بدعت دين کي، آ کهڙو ڪيو ويلو ڏسين؟
ڪاٽ بدعت جون رڳون توحيد جي تلوار ٿي.

٦- حق تي تون جهڪڏهن آهين باطل کان نه ڊڄ
حق چئه ۽ حق تي رهه، حق جو تون يار ٿي.

٧- آهي "صدائي" جي تمنا هي تو در خدايا
حشر ۾ مونکي ملي شل مصطفيٰ غمخار ٿي.

حضرت مولانا حبيب الله ليڙهي وارن جي وفات تي هي مرثيه لکي هئائون:

١- بكت عيني علي الشيخ العليم
جرت دمعي علي الحبر الحليم

٢- تزلزلت المدارس و العلوم
و اهل العلم بالنبأ العظيم

٣- ۽ انبئت الجرائدان توفي
حبيب الله ذوفيض عميم

٤- هو الحبر المؤسس والمدبر
لجامعة تجلت بالعلوم

٥- علوم الدين احيي طول عمره
له جاهد كمقد ام سليم

١- روئن اکڙيون جدا ٿي ويو پيارو
سڄو استاد منهنجو مان وارو

٢- مدرسا ۽ وڏا عالم سڀ ڳورا
خبر هن جي ٻڌي مان سڀ ڏکي ويا

٣- خبر هن ريت اخبارن ۾ آئي
ته ڪئي سائين حبيب الله جدائي

٤- اهو دارالهديٰ ليڙهيءَ جو باني
مٿس مولا ڪئي هي مهرباني

٥- هيو جنهن علم دينيءَ کي جياريو
جهاري لاءِ پنهنجو خون هاريو

آخري بيت ۾ هن طرح رقمطراز آهي:

| | |
|---|---|
| ۱۱- فراق الحب لاشيء جـديد | ۱۱- جدائي يار جي نئين ڳالهه ناهي |
| فهذا داب دهر من قـديم | زماني جو اهو دستور آهي |
| ۱۲- وسا هـجرالحبيب اتـى بـهم | ۱۲- وڇوڙي دوست جيُ هڪ غم نه آندو |
| ففي قلبي و ربي من هموم | ڀلڪ غم ڪان نه آهي وار واندو |
| ۱۳- فانا ادعو له في ڪل حين | ۱۳- ڏاڍيءَ جي در دعـا آهي اهائي |
| خـلودا دائـماً دارالـنعيم | ته هوندس جاءِ جنت ۾ سدائين |
| | (الخ) |

"۲۷—۱۳۵۷ صفر" مرثيه غازي عبدالقيوم و شهداء ڪراچي

لماذالناس في ثوب الحداد — وصار اليوم ليلاً في السواد

قلوب‌الناس طرا في اضطراب — وقد ڪحلوا العيون‌من‌السهاد

تناهي الظلم في‌ارض الڪراسي — علي من ڪان يؤمن بالمعاد

فيامن يدعي الاسـلام ديناً — الي ڪم انت في جوف الرقاد

(الخ)

اهڙيءَ طرح مختلف زبـانن ۾ سندن ڪلام لڙيو پڪڙيـو پيو آهـي (مولانا غلام مصطفيٰ دادوي)

# شمس‌العلماءِ علامه ڊاڪٽر دائود پوٽو

شمس‌العلماءَ علامه عمرالدين ولد محمد ولد عبدالمطلب دائود پوٽو، ضلعي دادوءَ جي لڪي ڳوٺ ۾، ۹ شوال ۱۳۱۳ھ تي تولد ٿيو. عـام طرح کيس "محمد عمر" ڪري سڏيندا هئا. سندس والـده "صفوران" جنهن پيهندي هئي ۽ والد بـزرگوار هارپ ڪندو هو.

سندس شخصيت ڪنهن ۾ تعارف جي محتاج نه آهي. تمام وڏيون تڪليفون ولي ايم- اي پاس ڪري بعد ولايت جا وڃ واسيائون، جتان ٽن سالن جـي مختصر عرصي (۱۹۲۷ع) ۾ "عربي شاعريءَ جو فـارسي شاعريءَ تي اثر" جـي عنوان تحت تحقيقي مقالو (Theses) لکي، ڊاڪٽري سَنَدَ ورتائون اهو مقالو ڇپيو هو. پـوءِ واپس وري

استاد ٿيو. انهيءَ سلسلي ۾ ڪجهه وقت لاءِ ممبئي گوڪلداس ڪاليج ۾ عربي زبان جو پروفيسر به ٿي رهيو. آخر سنڌ مدرسه ڪراچيءَ جي پرنسپال کان سنڌ جي تعليم کاتي ۾ ڊائريڪٽر جي عهدي تائين وڃي رسيو. افسوس جو کيس موت مهلت نه ڏني، جنهن ڪري ٢٢ نومبر ١٩٥٨ع تي ڪراچيءَ ۾ انتقال ڪيائين. وصيت موجب کيس، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جي روضي جي ڇانو ۾ ڀرانديءَ کان دفن ڪيو ويو.

رٽائر ڪرڻ بعد، ماهوار "مهراڻ" جو ايڊيٽر به ڪجهه وقت رهيو. سندس ڀرپور ڪم "سنڌي ادبي سوسائٽيءَ" جي سهڪار سان سنڌي زبان ۾ ڪتاب ڇپائڻ هڪ اندازي موجب سندس تصنيف و تاليف جو ڪاٿو چاليهن جي لڳ ڀڳ ڇپيو وڃي ٿو. تاريخ، تنقيد، شاعري، شخصيات، تحقيق، مذهب، علم ادب، تعليم ۽ سنڌي ٻوليءَ بابت لکيل مختلف ڪتابن مان "شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام" (١٩٣٧ع) "ابيات سنڌي" (١٩٣٩ع)، "ڪلام گروهڙي" (١٩٥٧ع)، "منهاج العاشقين" (١٩٦٤ع) ۽ "سنڌي شعر جي مختصر تاريخ" لافاني حيثيت رکن ٿا. شاهه جي رسالي کي ترتيب ڏني هئائين جو ڪونه ڇپيو (پروفيسر عبدالغفور ميمڻ)

علامه صاحب ٢٥ مارچ ١٨٩٦ع ۾ پيدا ٿيو. ڳوٺ جي اسڪول ۾ ۴ درجا انگريزي پڙهي ١٩١٤ع ۾ لاڙڪاڻه جي مدرسه ۾ ڪليڪٽر طرفان فري بورڊنگ ملڻ تي اچي پڙهيو. ان زماني ۾ لاڙڪاڻه ۾ صرف ۵ درجا انگريزي جا هئا. اهو درجو پڙهي نوشهري فيروز اٿ تي چڙهي پهتو. پرنسپال مسٽر جي- ايم قاضي جيڪو پوءِ ڊائريڪٽر تعليم سنڌ ٿيو. هن ڇوڪر جي ذهن ۽ غربت کان متاثر ٿي هن جون سڀ فيون معاف ڪيون. هي ڳوٺاڻو ڇوڪرو آگسٽ ١٩٥۵ع ۾ وڌيڪ تعليم لاءِ ڪراچي روانو ٿيو ته سندس سڀ استاد ۽ هم ڪلاسي آلين اکين سان الوداع ڪري آيس. سادن ۽ ٿلهن ڪپڙن ۾ ملبوس ديهاتي هاري جو پٽ ڪراچي پهتو ته سهڻي پوشاڪ پهريل ڇوڪرن کان نمايان اڳرو ٿي ويو ۽ ١٩١٧ع ۾ مئٽرڪ جي امتحان ۾ سڄي سنڌ جو پهريون نمبر اهو جهنگلي ڇوڪرو آيو. گورنمينٽ سنڌ جي ۴ اسڪالرشپون مان هڪ عمر کي مليو. پرنسپال وائينس ڏٺو ته ڇوڪري جا اخراجات پورا نٿا ٿين ته کيس پارٽ ٽائيم ٽيچر ڪري رکيائين ۽ ڪجهه ٽيوشنون به ڏنائين. بي- اي ۾ اعزازي ڊگري ملي ۽ سنڌ ۾ پهريون نمبر آيو ۽ پوءِ وري ايم- اي عربي ۽ فارسي فرسٽ ڪلاس آنرس سان پاس ڪيائين. بمبئي يونيورسٽي ۾ اهو اعزاز ان اڪيلي ڪنيو. کيس "چانسلر ميڊل"

جو شاندار اعزاز مليو. پرنسپال عربي جي ليڪچرار جي جاءِ وڏائي کيس مقرر ڪيو. ۱۹۲۴ع ۾ بمبئي يونيورسٽي طرفان سنڌي زبان کي بي- اي لاءِ منظور ڪيو ويو ته کيس ترقي ڏيئي اسسٽنٽ پروفيسر عربي ۽ سنڌي مقرر ڪيو ويو. ڊي- جي سنڌ ڪاليج ۾ اهڙي قسم جي اها پهرين جاءِ هئي. ۱۹۲۴ع ۾ کيس اسٽيٽ اسڪالرشپ ڏيئي ڪيمبرج يونيورسٽي ۾ تحقيقي مطالعي لاءِ موڪليو ويو جتي دنيا جي وڏن اسڪالرن ۽ تعليمي ماهرن سان سندس ملاقاتون ٿيون. ۱۹۲۷ع ۾ ڊاڪٽري جي ڊگري وٺي ڪراچي پهتو ته کيس سنڌ مدرسه جو پرنسپال مقرر ڪيو ويو. جنهن ان کي تباهي مان ڪڍي اوج تي پهچايو. ان دور ۾ ..... کي پيرڊ ولندو هو. ۱۹۲۸ع ۾ بمبئي يونيورسٽي جو فيلو نامزد ڪيو ويو. سر اسماعيل ڪاليج بمبئي ۾ عربي جو پروفيسر ٿيو ۹ سالن تائين عربي جي خدمت ڪندو رهيو. ۱۹۳۹ع ۾ کيس سنڌ ڊي- جي- آءِ چونڊيو ويو جنهن تي آڪٽوبر ۱۹۵۰ع تائين فائز رهيو پوءِ سنڌ ۽ بعد ۾ مغربي پاڪستان جي پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر رهيو ۽ ڪوشش ڪيائين ته سنڌ جي انهن مالهن کي همتائي جن ڏانهن ڪوئي توجهه نه ڏني. رٽائر ٿي ڪان پوءِ به علمي ادبي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. هن عربيءَ جو رهبر عربي فارسي ريڊر وغيره لکيا. بمبئي جي قيام دوران هن فارسي تاريخن تاريخ معصومي ۽ چچ نامه کي مرتب ڪيو. ابن خلدون جو انگريزي ۾ تعارف ٻي جلد مڪمل ڪيائين (مهراڻ سوانح حيات نمبر ۾ خودنوشت جو اختصار)

# مولانا حافظ دين محمد پٽائي

سنڌ جو هي عالم ۽ فاضل، حافظ و صوفي، اديب ۽ شاعر ماه رجب المرجب سن ۱۳۰۸هه، ڳوٺ پٽ ڳل محمد لغاري تعلقه جوهي ضلع دادو ۾ پيدا ٿيو.

سندس شجره هن طرح آهي. ابوالحسن ولد دين محمد ولد محمد خان ولد قيصرخان ثاني ولد باڪو خان ولد قيصر خان اول ولد سونو خان ولد يوسف خان ولد پڙو خان رند بلوچ.

سندن وڏا اصل سبيءَ جا رهاڪو هئا، سندن پڙ ڏاڏو ميان پڙو خان ڪن سببن ڪري، پنهنجن پائرن کي الوداع چئي ۽ پنهنجي وطن مالوف سبيءَ کان دائمي طور

لڏي هتي آيو.

تعليم و تحصيل:-

مياں صاحب مرحوم اٽڪل ٨-١٠ سالن جا هئا تہ تعليم شروع ڪئي. سندن والد ماجد ڳوٺ جي خليفي محمد ذات ڏيپر وٽ سن ١٣١٨ھ ڌاري قرآن شريف جي پڙهڻ لاءِ وهاريو. پر ڏڪر پوڻ سبب سندن مائٽ ذريعہ معاش جي ڳولا واسطي ڳوٺ ڏامره تعلقہ ميهڙ ڏانهن روانا ٿيا، تنهنڪري سندس تعليم بہ ڇهن سالن تائين بند ٿي وئي ان بعد سن ١٣٢٢ھ ۾ ساڳئي ڳوٺ ۾ موٽي اچي الڪل ڇهن مهينن ۾ قرآن ڪريم پڙهي پورو ڪيائون. قرآن ڪريم جي پوري ڪرڻ بعد کين والد صاحب فارسي پڙهڻ لاءِ مولانا غلام عمر سومري وٽ ڇڏي ويا. هي مولوي صاحب ڳوٺ پيپر تعلقہ ميهڙ ۾ تعليم ڏيندا هئا. پاڻ ٻہ ڪتاب پندنامي تائين اتي تعليم ورتائون. ان کان بعد هڪ طالبعلم محمد هاشم ملاح جي رفاقت سان ڏکڻ پالا تعلقہ جوهي ڏانهن وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ روانا ٿيا. اتي مولانا محمد حسن عليہ الرحمت جن تعليم ڏيندا هئا. هي بزرگ بلند مرتبي جو عالم ۽ استادالعلماءُ ٿي گذريو آهي. مولانا محمدحسن مرحوم ڪن ذاتي سببن جي ڪري، ١٢ مهينا ڪن مدرسو بند ڪري ڇڏيو هو. مياں صاحب مختلف ديني مدارس ۾ ويا، جيئن تہ مدرسہ ڳاهي مهيسر تعلقہ ميهڙ ۽ رهڙو شريف وغيره. معلوم ٿيو آهي تہ پاڻ لاڙ جي مدرسن جهڙوڪ مٽيارين، هالا، حيدرآباد ميرپور خاص ۽ ٽنڊي الهيار جي ڪيترن ئي مدرسن ۾ بہ تعليم حاصل ڪئي.

آخرڪار سن ١٣٢٩ھ ڌاري ٻيهر مولانا محمد حسن مدرسو کوليو، تنهنڪري مياں صاحب اچي پنهنجي مشفق استاد وٽ پڙهڻ شروع ڪيو، اهڙيءَ طرح پاڻ سن ١٣٣٠ھ ڌاري فارغ التحصيل ٿي، دستاربندي ڪري پنهنجي ڳوٺ موٽي آيا.

مدرسہ ديني ۽ تدريس:-

پنهنجي ڳوٺ ۾ اچي "مدرسہ دينيہ" جاري ڪيائون. جنهن ۾ قرآن شريف جي ناظره تعليم سان گڏوگڏ فارسي ۽ عربي بہ پاڙهيندا هئا. اتي ڪيترن ئي طالب علمن شرح جامي تائين تعليم ورتي، پر قاضي دوست محمد ولد بخش علي ذات وگهيہ فارغ التحصيل ٿيو، جنهن کي پنهنجي خرچ سان دارالعلوم ديوبند ڏانهن علم ادب ۽ حديث جي حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليائون. پنهنجي ڳوٺ وارو مدرسو برابر ٢٠ سال جاري رکيائون. اهڙيءَ طرح پنهنجي ’پٽ‘ جي ماڻهن کي علم سان مالا مال ڪيائون.

ان کان پوءِ سردار وڏيري حاجي غلام محمد خان ٻرڙي جي اصرار تي ڳوٺ پٽ گل محمد لغاري کان لڏي ڳوٺ ٻرڙا تعلقہ ۾ اچي سڪونت پذير ٿيا. اتي ۾ "مدرسہ دينيہ" نالي جاري رڪيائون. هن مدرسي جي تدريس ۾ اٽڪل ٢٠ ورهيہ مسلسل جاري رهي. هن مدرسي مان پنج ڇهہ طالب علم فارغ التحصيل ٿيا، جن جا نالا هت پيش ڪجن ٿا.

١- مولوي وڏيره عبدالقيوم خان خلف سردار قوم وڏيره حاجي غلام محمد خان ٻرڙو، ٢- مولوي حاجي امير بخش ولد ڏٽي بخش خان ٻرڙو، ٣- مولوي احمدعلي ولد عرس محمد جوکيہ ساڪن ٻيگوديرو تعلقہ ڪڪڙ، ٤- مولوي محمد دلاور ولد رستم خان بلوچ. هي مولوي صاحب، ميان صاحب مرحوم جو عزيز پڻ آهي.

٥- مولوي عبدالهادي کونهارو ساڪن سنگهڙ تعلقہ ڪڪڙ. ان کان پوءِ ضعيفي ۽ پيرسنيءَ سبب تعليم ذهن بند ڪري ڇڏيائون.

اوائلي بيعتون ۽ حج:-

پهريون پير لواري جا مريد ٿيا پر پوءِ ان کي ڇڏي مدينہ منوره جي هڪ بزرگ سان تعلق رکيائون جنهن سان سندن ملاقات ١٣٣٢هہ ۾ حج دوران ٿي. ان جي وفات تائين ساڻس خط و ڪتابت جاري رکيائون.

ميان صاحب پهريون حج ١٣٤٥ هجري ۾ ادا ڪري آيا، جنهن جو مختصر احوال فارسي ۾ "مختصر سفر حج" جي عنوان سان قلمبند ٿيل آهي. ميان صاحب مرحوم ٻيون ۽ آخري حج سن ١٣٥٧ هجري مطابق ١٩٣٩ع ڌاري ادا ڪري آيا. هن حج جي سفر جو احوال حاجي مولوي امير بخش ٻرڙي وٽ قلمبند ٿيل آهي جو ساڻن رفيق هو.

ميان صاحب جي معرفت لاءِ تلاش جاري رهي. هڪ لڳا رمضان شريف جا روزا ڳوٺ ڪرم علي لغاري متصل جهڏو گدام تعلقہ ڏگهڙي ضلع ٿرپارڪر ڏانهن گذارڻ لاءِ ويا تہ اتي رئيس محمد حسن لغاري زور آندن تہ هاڻ قرآن شريف جي تعليم واسطي انهن وٽ رهن. پاڻ صرف هڪ سال اتي رهڻ جو وعدو ڪيائون.

اتي کين گجراڙيءَ جي ڳوٺ ۾ حافظ عبدالله عرف حافظ ڳلهو جو پتو پيو تہ هو طريقت جو مالڪ آهي، ان وٽ ڪهي ويا، اهو لاڳاپو اهڙو وڌي ويو جو ان بزرگ جي هٿ تي بيعت ڪري ڪانهوءِ ذڪر و اذڪار ۾ مشغول رهندا هئا. حافظ عبدالله، حافظ علي اڪبر شاهہ ڪڇ ڀڄ واري جو خليفو هو. شاهہ صاحب وري ملاڪاتيارن

واري بزرگ ميان ولي محمد درس جو خليفو هو. ٻاوٻهن سالن جي صحبت کان پوء ميان صاحب حافظ دين محمد جو باطني مقصد حاصل ٿيو.

## شادي ۽ اولاد:-

مرحوم ميان صاحب جن جي پهرين شادي سن ١٣٢٧-٣٦هه ڌاري پنهنجن عزيزن مان ٿي. کين پهرين گهر مان نرينه اولاد ڪونه ٿيو، فقط ۲ نياڻيون ڄايون، جن مان ڪافي اولاد موجود آهي.

ميان صاحب مرحوم جي ٻي شادي سن ١٣٦٢-٦١هه ڌاري ٿي هئي. هن ٻي شادي مان ميان صاحب کي ۲ پٽ ۴ هڪ نياڻي تولد ٿيا. ميان صاحب کي پهرئين گهر مان پيدا ٿيل وڏي ۴ ٻوڻين گهر مان ڄاول وڏو پٽ سندن ئي حياتي ۾ وصال ڪري ويا، باقي ۲ نياڻيون ۴ هڪ پٽ اڃا حيات آهن. هي خداوند جي ڪرم جي چئجي جو مرحوم ميان صاحب مرحوم کي حياتي جي سانجهي ۾ فرزند ارجمند مسمي قاضي حسن الله تولد ٿيو. ميان صاحب جن هن ايزدي امداد تي نهايت شاڪر هوندا هئا. سندن دلي تمنا اها هئي، ته سندن ئي زندگي ۾ سندس نور نظر لخت جگر ديني علوم جي فيوضات سان مالا مال ٿي فارغ التحصيل ٿئي. تازو قاضي حسن الله ديني علمن جي تڪميل ڪري فارغ التحصيل ٿيو آهي. دعا آهي ته هو پنهنجي والد جي نقش قدم تي هلي دين جي خدمت ڪندو.

## حفظ قرآن:-

ميان صاحب کي چاليهن سالن جي عمر کان پوء پنهنجي نياڻيء کي قرآن مجيد پڙهائيندي حفظ جو خيال ٿيو، نيٺ ايڪيهن مهينن ۾ قرآن ياد ڪري ورتائون. هن احوال بابت سوانح حفظ القرآن ڪتاب لکيائون.

ميان صاحب جي ١٧ شوال سن ١٢٧٩هه، مطابق ١٣ اپريل سن ١٩٦٠ع جي رات بعد نماز مغرب وفات ٿي. سندن وصيت موجب کين ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي عاليشان قبرستان ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو. سندس وفات تي مولانا دين محمد اديب فيروزشاهي هن لفظن مان تاريخ وفات ڪڍي آهي.

"بخلد خاص او آمد" نوشتم سن ترحيل مولانا اديبا

١٣٧٩

**شعر و شاعري ۽ تصانيف:-**

مرحوم ﺑﻨﺎئي صاحب پڻ خود پڻ سان گڏوگڏ شاعر ۽ اديب به هئا. شاعري ۾ پنهنجو تخلص "ﺑﻨﺎئي" رکيو ائون. ۽ سندس شعر تي تصوف ۽ حقيقت جو رنگ چڙهيل آهي. سندن سمورو ڪلام مداحن، مولودن، خطبن، غزلن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي. نعتيہ ڪلام چوڻ سندن خاص عادت هئي. پاڻ سنڌي ڪلام سان گڏ فارسي، سرائڪي ۽ اردو ۾ به ڪي ڪافيون ۽ غزل چيا ائون.

پاڻ ڪيترن ڪتابن جا مصنف ۽ مؤلف پڻ آهن. جن جو جملہ تعداد وڏن خواه ننڍن رسالن سميت (٢۴) آهي. جن سان هيٺيان ڪتاب قابل ذڪر آهن.

(١) نشان نبوة (نظم) هي اصل ڪتاب "مثاثر النبوة" فارسي، تاليف شيخ عبدالحق محدث دهلوي جو منظوم سنڌي ترجمو آهي. مذڪور ڪتاب ٧ (ستن) حصن تي مشتمل آهي ۽ چئن جلدن ۾ ورهايل آهي. هن لاءِ فهرست طور ڪتاب "سوانح حيات سرور ڪائنات" نثر ۾ لکيو ائون. ٢- ڪتاب آئينہ معراج سنڌي نثر ۾. ٣- تصديق الخلفا سنڌي- هي خلافت راشده تي لکيل بهترين ڪتاب آهي جنهن ۾ مدلل طرح خلافت بابت اعتراضن جا جواب ڏنل آهن. ۴- ڪتاب الاعجاز- سنڌي نظم ۾. هن ۾ ٥٥ معجزا صحيح روايت سان مدح طور شعر ۾ لکيل آهن. هي ڪتاب پڻ جلدن تي مشتمل آهي. ٥- استاد صرف فارسي مع مقدمہ استاد صرف. ٦- اصول عشره شيعہ مع تقرير دلپذير. ٧- سوانح حفظ القرآن مع فضائل قرآن. ٨- قاعده ابواب قرآن. ٩- ميزان القرآن- منظوم سنڌي. ١٠- احراق القلوب. (مسٽر الهہ بخش ڪشڪوري ليڪچرار لاڙڪاڻہ الرحيم ٢- ١٩٦٨).

# مولانا حمزه

مولانا حمزه ابن جيوڻ سرهيہ ڏکڻ پالا تعلقہ جوهي ۾ تولد ٿيا. مولانا محمدحسن ڪوسہ وٽ پڙهيا. اتي ئي تڪميل ڪيائون.

فراغت بعد ڏکڻ پالا ۾ پڙهائيندا رهيا. ٣٠-۴٠ مسافر طالب علم رهندا هئا ۽ وڏو درس گاه هو. سڀ فن پڙهائيندا هئا. مفتي هئا سندن تحرير جو قدر هو.

سندن شاگرد:- مولوي محمد قيصر برهماڻي راجو ڪنڊو- مولوي قاضي علي محمد چاڪر ڪولي ۽ پيا.

سنڌن وفات ١٣٦١ھ ۾ فوت ٿي پنهنجي مسجد لڳ مدفون آهن. اولاد ۾ هڪ نياڻي ڇڏي ويا (محمد ابراهيم ٿهيم- جوهي)

تعلق جوهي جي علي خان لغاري جي ڳوٺ ۾ مناظرو رکيل هو. اهلسنت جي طرفان مولانا حمزو هو. اهو مولانا محمد سليمان دادوي کي ولي هليو. مان به گڏ هيس. مخالف مناظر خادم حسين ملتاني هو. (جنهن بستول حيدري ڪتاب لکيو هو) مولانا حمزه مناظري ڪان اڳ ۾ ٻه رڪعتون نفل پڙهيائون. مولوي سليمان غلام مرتضى ابن شير خدا جو شاگرد هو. عربي ادب تي عبور هين. فقه اللغة ۽ منجد ياد هين. ڪراچي ۾ ٻئو جي قاتل مجاهد جو لاش حڪومت مسلمانن کي نه پئي ڪڍڻ ڏنو. مولانا سليمان ان تي هڪ زبردست قصيدو چيو هو ان جو مندو هو "تناهي الظلم في ارض الكراشي" ان مناظري ۾ خادم حسين کي ڪليل شڪست آئي (مولانا نثار احمد بهاولپوري)

## مولوي محمد عمر ڪاتب

بختيارپور جي اولهه ۾ ننڍڙو ڳوٺ آهي اتي جا رهاڪو هئا. ان جا اکر نه هئا موتيءَ جا داڻا هئا. هڪ پيري مولانا غلام احمد ملڪاڻي کي چيائين. هي اکر تو لکين. ظلم نه ڪر. سياح ماڻهو هو سانگهڙ طرف حرن جي هٿان شهيد ٿيو. ان جو پٽ محمد ابراهيم خليل الله ۽ ان جو پٽ اسماعيل ذبيح الله آهي (مولانا نثار احمد بهاولپوري)

## سيد امير محمد شاه حسيني اميناڻي

سيد امير محمد شاه بن سوڀل شاه اميناڻين ۾ تولد ٿيا. نوابشاه جي هڪ عالم وٽ پڙهيا ۽ دستاربندي اتي ڪيائون. اهي قاضين جي مسجد دادو ۾ پڙهائيندا هئا. مولوي محمد صالح سيالن واري وٽ به پڙهيا هئا.

فارغ ٿي پنهنجي ڳوٺ ۾ مدرسو کوليو. فتوي ۽ تحرير جي فن جا قابل هئا. عالم باعمل هئا. وڏو فيض هيو. ١ھ ڪن طالبن دستاربندي ڪئي. فقه جا وڏا ڄاڻو هئا

مولانا جا شاگرد:- مولوي محمد موسى ڇڄڙو- مولوي عبدالله بروهي- مولوي نور محمد رودناڻي- مولوي احمد رودناڻي- حڪيم عزيزالله ٻير- مولوي عبدالباقي ۽ ٻيا.

اولاد:- ٻه فرزند بشير احمد شاه ۽ نذير احمد شاه (حڪيم مولوي عزيزالله ٻير- دادو)

سندن وفات ٢٩ شـوال ١٣٧٩هه مطابق ٢٦ اپريل ١٩٤٩ع تي ٿي (مولوي عبدالرحيم لغاري- مورو)

## مولانا محمد صديق سيتائي

معقول ۽ منقول جو وڏو ماهر عالم ۽ مناظر متڪلم ۽ فقيه هو. هن وڏي ڄمار ۾ مخدوم حاجي حسن الله پاٽائي وٽان علومن جي تحصيل ڪئي ۽ پنهنجي خداداد قابليت ۽ ذهانت سان وڏي شهرت حاصل ڪئي. علم طب ۾ مهارت سبب وقت جا خواص ۽ عوام ماڻهو وٽس رجوع ڪندا هئا. سيتا ۾ مدرسه قائم ڪري درس جو شغل جاري رکيائين جنهن ڪري سوين ماڻهو وٽانئس علمي فضيلت جي دستاربندي ڪري فارغ ٿيا جيئن ته مولوي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مولوي عبدالعزيز ملڪاڻي، مولوي عبدالرزاق بوبڪائي، مولوي عبدالله سيتائي، مولوي رحمت الله سيتائي، مولوي عبدالقيوم بختيارپوري ۽ مولوي عبدالرحيم بختيارپوري (تذڪره مشاهير سنڌ)

## مولوي عبدالوهاب بوبڪائي

مخدوم عبدالڪريم متعلوي مهاجر (مڪي) جي وڏن شاگردن مان هڪ بزرگ فقيه عالم هو. مولوي عبدالرؤف بختيارپوري روايت ڪئي آهي ته: مان ڪيس تمام ڀڄاڻ جي حالت ۾ ڏٺو جو تقريباً ٩٠ سالن جي ڄمار کي پهتل هو. هٿن ۾ رعشو يا ڏڪڻي پيدا ٿيل هوس. جوانيءَ جي زماني ۾ ڪيترن ئي ڪتابن جا پنهنجي دستخط سان نقل ورتا هئائين. جيئن ته:

(١) تحفة الاخيار حاشية الدر المختار مصنف ابراهيم الحلبي ۽

(٢) بياض مخدوم محمد هاشم

(٣) بياض مخدوم عبدالحليم سيوستاني.

سندس قلم جا لکيل (ڪتاب) مولوي عبدالرؤف ڏٺا هئا. ازانسواءِ ٻيا به ڪيترا ناياب ڪتاب سندس ڪتبخاني ۾ موجود هئا. هو صالح ماڻهو ١٣٢٠هه ۾ هن دنيا جي مطالعه ڪان اکيون بند ڪري ٻئي جهان ڏانهن روانو ٿي ويو (تذڪره مشاهيرسنڌ)

# مولوي عبدالله ٽڪنائي

عالم، صالح، قوم ڀنهور، مخدوم حاجي عبدالڪريم متعلوي، مهاجر مڪيءَ جو شاگرد هو. فقه جي جزئيات ۽ مسئلن ۾ محققانه راءِ جو مالڪ هو. هن گهڻن سالن تائين پنهنجي ڳوٺ ٽڪنائي ۾ تدريس جو شغل جاري رکيو ۽ ڪيترن طـــالب علمن ولائنس فائدو پرايو.

پنهنجي همعصر عالمن مان جيئن ته مولانا عبدالحي لکنوي (متوفي ١٣٠٤هه) ۽ حڪيم خليفو غلام محي‌الدين سيوستاني سان بعض مسئلن تي تحريري مناظرا رهيس ۽ تحقيق ۾ هن بزرگ جو پهلو هميشه غـــالب رهندو هو. هو فقهي تحقيق ۾ ڪيترن اڳوڻن فقيهن سان اختلاف رکندي پنهنجي راءِ کي دليلن سان ثابت ڪندو هو.

مون کي مولوي عبدالرؤف صاحب بختيارپوري روايت ڪئي ته: مولوي عبدالله صاحب جو،

(١) زڪواة جي نصاب تي هڪ مستقل رسالو

آهي، جنهن ۾ مولانا عبدالحي لکنوي تي رد ڪيو اٿس، مولانا عبدالحي جي تحقيق آهي ته موجوده انگريزي رپين جي حساب سان ٤٠ رپين تي زڪواة لاڳو ٿئي ٿي، پر مولوي صاحب پوري تحقيق سان درم ۽ دينار جي جـَوَن ۽ ماشن سان تور ڪري ثابت ڪيو آهي ته زڪواة جي نصاب لاءِ چالو انگريزي رپيا ٥٣ هجڻ گهرجن. هن بزرگ جو هڪ ٻيو

(٢) رسالو به آهي، جنهن ۾ مثل ماڻهن جي نمازن ۽ روزن جي ڪفاري لاءِ قرآن شريف بخشائڻ جي عدم جواز جي فتويٰ ڏني اٿس.

هن بزرگ کي ڪتابن گڏ ڪرڻ جـو ڏاڍو شوق هـو جنهن ڪري هڪ وڏو ڪتبخانو جمع ڪيو هئائين، جنهن مان طالب علم ۽ عالم فائدو وٺندا رهندا هئا.

تصوف ۾ نقشبندي طـريقي موجب خـواجه حــاجي عبدالرحمان مجددي سرهندي (متوفي ١٣١٥هه) جو بيعت هو. آخر عمر ۾ اکين کان نابينا ٿــي رهيو ۽ انهيءَ حالت ۾ قريباً ١٣٢٥هه ۾ وفات فرمايائين (تذڪره مشاهير سنڌ)

تطيب الاخوان بذڪر علماءالزمان ۾ به ان جو اجمالي ذڪر (عبدالوهاب)

# مولانا حڪيم غلام محمد خاصخيلي

سرزمين ڪوهستان جو هي چمڪندڙ روشن ڏيئو اندازاً ١٨٠٠ع جي آخر ڌاري ٿاڻي ٻولاخان کان ٨ ميل اولهه طرف ڌماچ ڳوٺ ۾ خاصخيلي قوم جي هڪ غريب گهراڻي مان پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم ڳوٺ وڏيري ٻهڊي خان ڌماچ نمبر ١ ۾ پرائمري اسڪول ۾ حاصل ڪيائين. سنڌي ٧ درجا تائين تعليم حاصل ڪيائين. فائينل جو امتحان ڏيڻ والدين جي سهاري لاءِ ملازمت ڪري انهن جي روزگار جو وسيلو ٿي سگهي ها. ان وقت تعليم جي فقدان ڪري سنڌي فائينل ۾ هڪ اعليٰ ڊگري سمجهي ويندي هئي مگر قدرت هن مجاهد کي ٻئي ڪنهن مقصد لاءِ پيدا ڪيو هو. والد بزرگوار صوم و صلواة جو پابند هو. هن جو خيال ڪرڻ ديني تعليم ڏيارڻ جو هو. ان زماني ۾ ڪوهستان ۾ ديني تعليم جو ايترو ته فقدان هو جو ڪوهستان جي ڏورانهن ننڍن ننڍن ڳوٺن ۾ شادي غمي ۾ نڪاح خواني ۽ ميت کي غسل ڪرائڻ لاءِ ڪو ماڻهو نه ملندو هو. ٿاڻي ٻولا خان ۾ آخوند حاجي حامد ميمڻ جو خاندان ان وقت ديني تعليم ۾ مشهور هو. ٻهراڙي جي ڳوٺن مان نڪاح خواني ۽ ميت کي غسل ڪرائڻ لاءِ ماڻهو انهن جي سواري تي ان آخوند خاندان مان ماڻهو گهرائي نڪاح پڙهائيندا ۽ ميت کي غسل ڪرائيندا هئا، تيستائين نڪاح يا ميت جو غسل روڪيو ويندو هو. والد صاحب جي مرضيءَ مطابق پاڻ آخوند صاحب جي ننڍڙي مڪتب ۾ قرآن شريف پڙهڻ لاءِ داخل ٿيا. قرآن شريف ۽ ڪجهه ديني ڪتاب نورنامون وغيره اتي حاصل ڪيائون.

تعلقه لڪ جي ڳوٺ سونڊن ۾ ان وقت مولانا مولوي احمد بخاريءَ جو عربي مدرسه ديني تعليم جو مرڪز هو. ديني علم جو طلبگار هي نوعمر مجاهد خدا جاڻي ڪهڙي طريقي سان ڪوهستان جا اڙانگا لڪ لانگها لتاڙي هڪ ڪوهستاني تاجر قافلي سان پيدل سفر ڪري علم جي تلاش لاءِ سونڊن ۾ پهتو. فارسي، فقه ۽ حديث جو علم هتي حاصل ڪيائون.

ڪراچي ۾ محله کڏي ۾ مولانا و مخدوم حضرت مولوي محمد صادق صاحب جو مدرسه مظهرالعلوم ان وقت عربي تعليم ۾ عروج تي هو. دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان فارغ التحصيل طالب علم حديث شريف جي آخري دوري لاءِ هتي ايندا هئا. هي مرد

مجاهد ۽ ٻئي ڪين ٿيو. ڪراچي پهچي مدرسي ۾ داخل ٿيو. آخري جماعت جا سمورا ڪتاب هتي ختم ڪيائون. ڪين عربي ڪتابن جي خريديءَ جو گهڻو شوق هوندو هو. طالب علمي جو زمانو هو. والدين کان امداد ۽ سهاري ملڻ جو ته ڪو سوال ئي پيدا ڪونه ٿي ٿيو جو هو خود "آئين ۽ چاڙهين 'ذت' ڏهاڙي سومرا" جي مصداق نسان شبينه لاءِ حيران هئا. ان ڪري ڪراچيءَ سوسائٽي لين ۾ هڪ مسجد شريف جي پيش امامي اختيار ڪري ملندڙ وظيفي مان ڪتاب خريد ڪندا رهيا. ساڳي وقت ڪين شريفاڻي زندگي بسر ڪرڻ لاءِ طب جي مولوياڻي شريف هنر سکڻ جي به تمنا دامنگير ٿي. ڪراچي گاڏي کاتي ۾ سنڌ جي مشهور حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي مطب ۾ فراغت وقت حاضر ٿي حڪمت مان به چڱي واقفيت حاصل ڪيائون. ١٩٣٤-٣٥ع ڌاري حضرت مولانا محمد صادق جن جي دست مبارڪ تي ڪين دستار بندي نصيب ٿي. مولوي صاحب جن جو پاڻيجو استاديم جناب حافظ فضل احمد ۽ مولوي احمد بخاري جو فرزند جناب مولوي قاضي عبدالحڪيم ۽ ٻين ڪيترن سائين گڏ دستاربندي ڪئي.

تعليم کان فارغ ٿيڻ بعد سنڌي سائين پنهنجي روزگار لاءِ مدرسي ۽ پيش امامي وغيره جا خيال ڏيکاريا. ڪين ۽ ڪراچي ۾ مدرسي ۽ پيش اماميءَ جون ڪئين آڇون آيون. سنڌس سائين ۽ ڪين اهائي صلاح ڏني ته ڪراچي جهڙي وسندڙ شهر ۾ درس وغيره جو ڌنڌو اختيار ڪري روزگار ڪمائين مگر پاڻ فرمايائون ته آئون هڪ اهڙي علائقي جي پيدائش آهيان جتي علم جو قحط ۽ ديني علم جو فقدان آهي. اسان جي علائقي جا ماڻهو جاهليت سبب ڪئين مشرڪاڻي رسمن، بدعتن ۽ سماجي برائين جو شڪار آهن. ان ڪري مون تي پهرين پنهنجي علائقي جي سڌاري جو فرض عائد ٿئي ٿو. جنهن لاءِ چاهي مونکي فاقا ڪشي ڇونه اختيار ڪرڻي پوي!!

اهڙيءَ طرح هن مرد مجاهد الله تي توڪل رکي ڪوهستان جهڙي اڻ وسندڙ جابلو ويران علائقي ۾ پنهنجي ڳوٺ ڏماچ ۾ مدرسه رحمانيه جو بنياد وڌو. مدرسي جو نالو پنهنجي ننڍڙي مرحوم فرزند عبدالرحمان جي يادگار طور رکيائون جيڪو ڪين ننڍڙيءَ ئي عمر ۾ داغ مفارقت ڏيئي ويو. ٿوري ئي عرصي اندر ڪوهستان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان شاگرد اچڻ لڳا درس و تدريس جو دور شروع ٿيو. قرآن، حديث ۽ فقه جي تنوار ٿيڻ لڳي. پنهنجي ڳوٺ ۽ آس پاس وارن ڳوٺن مان مشرڪاڻي ريتن، رسمن

۾ بدعتن جي ٻاڙ ٻنڌ لڳا. ڪين هن ديني ڪم ۾ چڱي ڪاميابي نصيب ٿي. ڳوٺ ۾ ڪچي مسجد شريف هئي چندا ڪري پڪي اڏاوت جو ڪم شروع ڪيائون. پنهنجي شاگردن ســان گڏ تقريبون ڪئي رات ڏينهن محنت ڪري هڪ عاليشان جامع مسجد تيار ڪيائون جا اڄ به سندن يادگار آهي.

ٻن ٽن سالن جي لڳاتار قحط سالي ۾ ڏڪر سبب ڪوهستاني ماڻهو پنهنجا ڳوٺ خالي ڪري سنڌ جي مختلف علائقن ۾ چوپائي مال جي چاري جــي سانگي پنهنجو اباڻو وطن ترڪ ڪرڻ لڳا. ڳوٺ جا ماڻهو به هڪ ٻئي پٺيان ٻوري تعلقي لڳ مولاچند ٻيلي ۾ پنهنجا مـال ڪاهي روانا ٿيا. مولانا صاحب به پنهنجي شــاگردن سميت هن خانه بدوش ڪوهستاني قافلا سان منزلون طئي ڪندا مولاچند ٻيلي پهتا. مدرسه جي پڙهائي اتي به شروع ٿي. سال ڪن اتي رهڻ بعد ڪوهستان جي ٻي زبان اپوجهه. چوپائي مال تي خدا راضي ٿيو. مينهن پيو ۽ وطن جا سڪل وڻ ساوا ٿيڻ لڳا. ساروڻڙا پنهنجي ماڪ وڃڻ جون تياريون ڪرڻ لڳا. مولانا صاحب جو هي ننڍڙو قافلو به سانڻ گڏ پيدل منزلون طئه ڪندو جهمپير اسٽيشن پهتا. جهمپير ڪوهستان جو سينٽر هجڻ سبب ڪوهستاني پنهنجو وڻج واپار هتي ڪندا هئا. وطن واپس ٿيڻ بعد هـن قافلا ڪي ان ڪري هڪ ٻه ڏينهن جهمپير رهي ضروري خريد فروخت ڪرڻي هئي. جهمپير شهر ۾ انوقت مسلمانن جو هڪ گهر به ڪونه هو. سارو شهر هندن جي قبضي ۾هو. ٻهراڙيءَ جا مسلمان روزگار خاطر ڏينهن جـو شهر ايندا هئا. مسلمانن کي جمع نماز پڙهـڻ لاءِ به شهر ۾ ڪا مسجد ڪانه هئي. موجوده جامع مسجد جي لڳ هڪ ڪجين جي وڻن جي وڏي هٽڙي هئي هتي ڪجهه ميدان خالي هو. جهمپير جي هڪ مجاهد تڪيه خان ڪوپانگ ان ٽڪري تي سرن جي ڪچي اڏاوت ڪري هڪ ننڍڙي مسجد جـو بنياد وڌو هو. مگر هندن جو چوڻ هو ته هي اسانجي ٻائي جو آستان آهي هنکي "ٻـائي جي هڙي" جـو نالو ڏيئي سرڪاري زمين هنن پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ تــي گهري ۾ مسجد شريف جي شهيد ڪرڻ جا سانباها ڪرڻ لڳا. جهمپر جي منزل وقت مجاهد تڪيه خان کي مولانا صاحب جي اچڻ جي خبر پئي. هن مولانا کي هندن جي سازش مسجد شريف جي شهيد ڪرڻ ۾ خالي پٽ تي قبضه ڪرڻ کان واقف ڪيو ۾ ڪين صلاح ڏني ته سال بسال جي لڏ پلاڻ ۾ خانه بدوش زندگيءَ کان بهتر آهي ته اوهان

هن خالي پٽ تي مدرسي جو بنياد وجهو. آئون اڪيلو مسلمان آهيان جو هيستائين هندن مان ڏڪر ڪائيندو رهيو آهيان. پيو ڪو به ماڻهو ڪونه ڏنو ڏئي سڀ مسلمان هندن جا مقروض آهن ۽ ڏڄڻان آهن. اها حقيقت ٻڌندي ئي هن مجاهد ڪي دل ۾ ولولو اچي لڳو ۽ ٻڪو ٻه ڪيائون ته ڪجهه به ٿئي هتي خدا جو گهر ۽ مدرسو ضرور آباد ٿيندو. پنهنجن عزيزن ۽ ڳوٺ وارن کين گهڻيئي منت زاري ڪئي مگر هنن کي ملڪ روانو ڪري شاگردن سميت جهمپير رهجي پيا. راتو رات ڪچين جي ٿانرن مان مدرسي جي اڏاوت شروع ٿي ويئي. صبح ٿيڻ بعد هندن ۾ واويلا مچي ويئي. ڪئين جهيڙا جهڳڙا ٿيا مگر هي اهي پاڪ مجاهد ساڻن مردانه وار مقابلا ڪندا رهيا. پنهنجي جوشيلي تقريرن سان مسلمانن ۾ جوش ۽ غيرت پيدا ڪندا رهيا. مسجد شريف لاءِ چندا ڪري هڪي مسجد جو بنياد وڌو ويو. ڪراچي رنڇوڙ لائن جو هڪ سخي مرد حاجي محمد اسحاق مارواڙي ان وقت ريلوي جو ٺيڪدار هو. ڪراچي ۽ ڪوٽڙي جي وچ ريلوي لائن جو کين ٺيڪو هو. مولانا جون جوشيليون تقريرون ٻڌي هن سخي مرد مسجد شريف جو باقي رهيل ڪم پنهنجي ذمي ڪيو ۽ جلد ئي هڪ عاليشان جامع مسجد تيار ٿي ويئي. باقي خالي ميدان تي ننڍا ننڍا دڪان مسجد جي خرچ لاءِ تيار ڪيا ويا. مولانا جن کي تڪليفون ڏيڻ ۽ کين هي جايون خالي ڪرائڻ لاءِ هندن ڪئين حيلا هلايا، سازشون ڪيون، ڪيس ڪيا، مگر ڪابه ڪارگر نه ٿي. مولانا جي گرفتاري لاءِ هنن هڪ وڏي سازش ڪئي. شهر کان ڏيڍ فرلانگ تي جهمپير جو قبو ۽ قدرتي پاڻيءَ جا چشما آهن هتي هندن جو مندر به آهي. سندن چوڻ موجب جهمپير سندن پير هو. مندر جي چوڪيداري ۽ چشمن جي سنڀال لاءِ هڪ غريب مسلمان جمع فقير ميربحر هندن پگهار تي رکيو هو. مسلمانن جو قبرستان به مندر جي لڳ آهي. هڪ ڏينهن هندن شرارت ڪري پنهنجي مندر مان ڪي مورتون ۽ بت لڪائي ڇڏيا ۽ ٿاڻي پوليس ۾ مولوي صاحب ۽ سندس شاگردن تي بتن ڀڃڻ ۽ چورائڻ جي ڪوڙي تهمت رکي. ٿاڻي جو صوبيدار هڪ ظالم سفاڪ عبدالمجيد پٺاڻ هو. هنکي هندن پنچاتن مان چندا ڪري ڪافي رقم ڏني هئي ته مولوي صاحب کي گرفتار ڪري. جاچ هلي مولوي صاحب تي ڪو به ڪوڙي شاهدي ڏيڻ لاءِ تيار نه ٿيو. ڪيترن کي پئسا ڏيئي شاهدي لاءِ چيو ويو مگر ڪو به تيار نه ٿيو. مندر جي چوڪيدار جمع

فقير تي صوبيدار زور بار رکيو ته مولوي صاحب ۽ سندس شاگردن جا نالا ڏي مگر هن انڪار ڪيو. ڪيس لڳ ڀڳ ٻه هفته ڪن سخت مارڪٽ ڪري ڪيس ڏندن چپن مان زخمي ڪيو ويو مگر شاهدي آخري دم تائين نه ڏنائين. هن غريب مسڪين فقير جو پوليس جي سخت مارڪٽ سبب پوليس حوالات ۾خون ناحق ٿي ويو. صوبيدار کي هاڻي سر جي لڳي. رات وچ ۾ لاشي کي لڳ ڀڳ مان جنگشاهي رستي جهمپير اسٽيشن جي ريل جي پٽي تي جامع مسجد جي آمهون سامهون خودڪشي جو ڪيس ڏيکارڻ لاءِ رکيو. هاڻ رات وچ ۾ لڳ ڀڳ پڇي ويو! صبح ٿيڻ سان فقير جو لاش ريل جي پٽي تي اڏو اڏ ڪٽيل ڏسي ماڻهن جا هشام گڏ ٿيڻ لڳا ڪليڪٽر ۽ پوليس کي تارون ڪيون ويون. ان وقت جناب مرحوم ملڪ پولا خان فرسٽڪلاس جاگيردار جهمپير ۾ منزل انداز هو. مرحوم وڏو قانوندان هو مولانا ۽ مسلمانن جي هن موقعي تي ڪافي مدد ڪئي. صوبيدار کي هاڻي جند ڇڏائڻ مشڪل ٿي پيئي. مگر هندن سندس ڪشاده دليءَ سان مدد ڪئي. آفيسر گهڻا هندو هئا آخر ڏي وٽ ڪري صوبيدار جند ڇڏائي بدلي ڪرائي ويو. اهڙيءَ طرح هندن جو هي منصوبو ب ناڪامياب ٿيو. مولانا جو خدا جي فضل سان وار ب ونگو نه ٿيو.

هن منصوبي ۾ ناڪامياب ٿيڻ بعد وري ٻي سازش ڪئي. جهمپير جي مقام تي مسلمانن جي جنازي نماز پڙهڻ ۽ وقتي نماز لاءِ مسلمانن هڪ ڪچي ڪروٽ نماز لاءِ ٺهرائي. هندن هن تي ب واويلا شروع ڪئي. ڪليڪٽر ڪراچي کي تارون ڪيون ته مولوي هتي مسلمانن جا ميلا وغيره هڻائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري جنهنڪري هندو مسلم فساد جو انديشو آهي. هي ڪروٽ شهيد ڪئي وڃي ٻي صورت ۾ هندن جي جان ۽ مال کي خطرو آهي. هندن وٽ پئسن جي فراواني هئي. آخر مقام جي مسجد شريف کي شهيد ڪرڻ جو حڪم ڪليڪٽر کان وٺي آيا.

انگلنڊ مان تازو آيل هڪ نئون رنگروٽ نوجوان يورپين لڳ جو اسسٽنٽ ڪليڪٽر، ڪليڪٽر جو حڪم کڻي مسجد شريف شهيد ڪرڻ لاءِ جهمپير پوليس سان گڏ مقام تي پهتو. مگر هن کان اڳ مولانا جا مجاهد ۽ پاڻ سر زمين تي پهچي ويا. يورپين آفيسر جيئن ئي هڪ ديوار جو پٿر هيٺ ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪئي ته مولانا ۽ سندس مجاهد مسجد جي ديوار تي ديوانن وانگر چانئجي ويا. هن آفيسر مولانا ۽

سندس سائين کي گهٽائي دڙڪا ڏنا مگر هنن جو چوڻ هو ته ڀلي پوءِ اسانکي شهيد ڪري ڇڏيو. انهن ڪسان پوءِ مسجد شهيد ڪندا اسان موت کان ڊڄڻ وارن مان نه آهيون، ڇا به ٿئي خدا جو گهر هتي قائم رهندو. سمجهو آفيسر هو ڏٺائين ته مسلمان خدا جي گهر تان سر ڏيڻ تان به نه گسندا تنهنڪري پوليس کي واپس ڪري پنهنجي رپورٽ ڪليڪٽر کي موڪليائين. اهڙي طرح هيءَ سازش به هندن جي مولاناموصوف کي قابليت جي ڪارگر نه ٿي ۽ اهو خدا جو گهر اڄ به جنازي آهيندڙ ماڻهن جي نماز لاءِ قائم آهي!!

سال ١٩٤٦ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ ۾ ٦٥ سال عمر ۾ وفات پاتائون. سندس مقبرو ٿائي پولا خان ۽ ڳوٺ ڏماچ جي وچ ”درس لاکي“ جي هڪ سنسان ۽ ويراني مقام ۾ آهي. جتان ڪڏهن فضا ۾ هي صدا گونجندي رهي ٿي.

”بر مزار ما غريبان نے چراغ و نے گل“
”نے پر پروانہ سوزد نے صدائے بلبل“
(مسٽر عبدالله ڪوهستاني رٽائرڊ مختيارڪار نائبو پاڻ مولانا مرحوم)

# مولانا محسن صاحب

مولوي محسن ٽيونڊو مرزا واه شهر (تعلقه ميهڙ) ۾ تولد ٿيا.

مولانا الحاج الاهي بخش پاڻهي لاکير وٽ پڙهيا. ڪجهه پين هنڌن ۾ تعليم ورتائون. مولانا مسجدي وٽ به تعليم ورتائون. تعليم جي شروعات به مولانا لاکير وٽ ۽ تڪميل به اتي ڪيائون. مولانا طب جو به ماهر هو. فرصت ۾ پهريائين رنگريز ليو ان بعد ڊڪاڻڪو ڏنڊو ڪندا رهيا. اهو سڀ هن لاءِ ته پنهنجي هٿ جي حلال ڪمائي حاصل ڪري. انهيءَ ڏنڊي سان گڏ تعليم ڏيندا رهيا. پنهنجي ڳوٺ ۾ ئي سال کن ٿيندا جو فوت ٿي ويا آهن.

اولاد:- هڪ پٽ بشير احمد پنهنجي ابي وٽ ڪجهه پڙهيو هو ۽ هاڻي لوهارڪو ڌنڌو ڪري ٿو (مولانا ڪريم بخش مگسي)

# مولوي احمد چنو

مولوي احمد بن مخدوم عبدالله وچ چنو فيروزشاه ۾ تولد ٿيو.

مخدوم محمد عثمان درپيلي وٽ تعليم حاصل ڪيائون. پنهنجي استاد جي ڏاڍي خدمت ڪيائين. هڪ رات ڪانئس پنهنجي استاد مخدوم محمد عثمان پاڻي گهريو. مولوي صاحب پاڻي کڻي آيو ته مخدوم صاحب کي ننڊ وٺي ويئي. هو پاڻي جهليو بيٺو هو. اسر جو تهجد لاءِ مخدوم صاحب اٿيو ته هن کي بيٺو ڏسي فرمايائون ابا اڃا تائين بيٺو آهين. پوءِ ان لاءِ دعا گهريائون. اهو دعا جو نتيجو آهي جو ان جي نسل ۾ علم هلندو اچي ٿو.

علم جي تڪميل ڪري پنهنجي ڳوٺ پيروزشاه ۾ پڙهائيندا رهيا. مولانا عبدالمجيد کان ٻيهارو کن سال اڳي فوت ٿيا. اولاد ۾ ـــ ٿيو ۽ مولانا عبدالرحمان ثاني ان جي نسل مان آهن. سندس مزار پنهنجي والد سان گڏ آهي (مولانا ڪريم بخش مکسي)

# مولانا گلاب الدين

مولوي گلاب الدين بن ميان خدابخش چنو فيروزشاه ۾ تولد ٿيا.

ابتدائي تعليم مولانا حاجي عطاءالله وٽ پنهنجي شهر ۾ ورتائون ۽ تڪميل مولانا محمد آڳره وٽ ڪيائون.

فراغت بعد فيروزشاه جي قريب پنهنجو ڳوٺ هڻي اتي تعليم ڏيندا رهيا. مورخه ٢٨ صفر ١٣٢٨هه ۾ فوت ٿيا. اولاد ۾ ٻه نياڻيون ڇڏي ويا (مولانا ڪريم بخش مکسي)

# مولوي حاجي محمد قريشي آڪنڙائي

سنڌ جي مردم خيز دادو ضلعي ۾، ٻوبڪن جي اوسي پاسي ڳوٺ "اڪنڙ" ۾ استاد حاجي محمد بن خان محمد قريشي، لڳ ڀڳ ١٣٢١ هجري ۾ تولد ٿيو.

مولوي محمد قريشي قرآن مجيد ته پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهيو پوءِ فارسي تعليم ٻن استادن وٽ حاصل ڪيائين. ١- مولوي محمد صادق، ڳوٺ پارو جو ڪوهه، ٢- مولوي عبدالرؤف بختيار پوري.

فارسي کان پوءِ عربي علم امروٽيءَ جي مدرسي "عين العلوم" ۾ سيد امير محمد شاهه وٽ پڙهڻ شروع ڪيو، ۽ پنهنجي آخري ڪتاب به اتي پورا ڪيائين. سندس ذهني ۽ علمي صلاحيتون ۽ لياقتون ڏسي، سندن مهربان استاد، اتي مدرسي ۾ پنهنجي ماتحت "مدرس" ڪري رکيو. ڪجهه وقت کان پوءِ، علمي پياس ۽ استاد جي اجازت سان علم ميراث ۾ "سراجي" جي دوري واسطي لاڙ ۾ ٽر جي بزرگ مولوي محمد عثمان پنهوري وٽ وڃي رهيو.

مولوي محمد قريشي جو حديث شريف سان دلي لڳاءُ هو. ان ڪري حديث جي دوري واسطي اجمير شريف جو سفر ڪيائين ۽ علم حديث ۾ ڪمال حاصل ڪيائين. دوره حديث کان پوءِ سنڌ جي مختلف هنڌن تي درس ۽ تدريس جو مڪمل آغاز ڪيائون. ٽهرپائين ٽنڊي آدم جي پير ۾ سال کن پڙهايائون. سندن اتي جو شاگرد مولوي منٺار هينئر به ٽنڊي آدم جي ويجهو مدرس آهي.

ڪجهه وقت حيدرآباد جي جامعه عربيه ۾، مخدوم امير احمد سان گڏ رهيا ۽ پوءِ لاڙ ۾ درگاهه نورائي شريف ۾ رهڻ لڳا. پير محمد بخش مرحوم سندن اتي جو شاگرد آهي. ان کان پوءِ ڳوٺ غلام حيدر ڏاهري تعلقو مورو ضلع نوابشاهه ۾ درس ڏيڻ لڳا. ست سال اتي رهڻ کان پوءِ، الهي ڳوٺ جي ويجهو مقيم ڏاهري ۾ مدرسي "افضل المدارس" ۾ ١٨ سالن تائين پڙهائيندا رهيا. آخري وقت ۾ ڪن سببن ڪري اتان ڇڏي ڳوٺ راڄ محمد ساهڙ ۾ ٻه سال کن مطالعي ۽ آرام ۾ گذاريائون.

مولوي محمد قريشي عالم دين ۽ بهترين مدرس ۽ شفيق استاد هو. آزادي جو خواهان ۽ باهمت انسان هو. مولوي محمد قريشي تحريڪ آزادي جو ڪارڪن به رهيو آهي. ١٩٢٠ع تي لاڙڪاڻي جي خلافت ڪانفرنس ۾ به شريڪ ٿيا هئا ۽ رئيس المجاهدين جان محمد جوڻيجي جو ساٿي به رهي چڪو هو. افغانستان ڏانهن هجرت به ڪئي هئائون. انهي دور جون ڳالهيون ڪندي، سندس دل ڀرجي ايندي هئي ۽ انهن سڄڻ ساٿين کي ساريندا هئا.

سندن شاگردن جا نالا هي آهن:- منٺار ٽنڊو آدم، پير محمد بخش نورائي، خان محمد ڏاهري، پير بخش عمراڻي، مولوي عبدالجبار، مولوي عزيز الله ڀانوٺو،

مولوي رضا محمد غفاري، مولوي محمد وارث ملاح، مولوي محمد ادريس ڏاهري، مولوي پير بخش، مولوي عبدالقادر، مولوي محمد صالح، مولوي غـــلام رسول ڏاهري، مولوي محمد حسن چنه، مولوي غلام رسول ساهو، مولوي عبدالڪريم ساهو، مولوي حـــافظ محمد عظيم ٿاٿوي، ابو عبدالوهاب، مولوي محمد ڏاهري ۾ پيا.

"فتويٰ محمدي" سندن يادگار آهي. سندن وفات ١٢ ربيع الاخر ١٣٩٦ هجري تي ٿي ۽ سندن مزار دادو ۾ آهي (مولوي محمد ادريس ڏاهري)

---

# خيرپور ضلع

## راشدي خاندان

هن خاندان جي نسبت حضرت سائين محمد راشد روضي ڌڻي رح متوفي شعبان ١٢٣٤هه جنهن جو والد ۽ مرشد حضرت سائين محمد بقاء شهيد لڪياري حضرت پير سائين سيد عبدالقادر خامس ۽ حضرت مخدوم محمد اسماعيل پريالوءِ وارن جو خليفو هو ۽ ١١٩٨هه ۾ شهيد ٿيو. حضرت روضي ڌڻي رح گهڻيون شاديون ڪيون. انڪري حضرت روضي ڌڻي لاءِ مشهور ٿي ويو ته ان ڇهن ڪان وڌيڪ شاديون ڪيون آهن. پر هاڻ وضاحت ڪيائون ته مان حضرت حسن رضه جي طريقي تي عمل ڪريان ٿو. پنجين نڪاح ۾ اچڻ کان اڳي چوٿين کي طلاق ڏيان ٿو. حضرت پير محمد راشدرح کي ١٤ پٽ هئا جن مان چار سندن زندگي ۾ ئي فوت ٿي ويا.

صبغةالله شاه پاڳارو، پير حسن شاه، پير هدايت‌الله شاه (انهن جي والده کهري هئي). پير محمد ياسين شاه جهنڊي وارو، پير محمد بقا شاه (سندن والده ڪلهوڙه هئي) پير محمد صادق (هڪ والده مان)، پير محمد شاه (پنهنجي قوم جي سيده مان)، پير اسماعيل شاه (هڪ والده مان)، پير حامد شاه (پنهنجي قوم جي سيده مان)، پير مهدي شاه، پير محمد احسن، پير غلام محي‌الدين، پير مبارڪ شاه، پير شاهنواز شاه.

گاديءَ جي پڳ صبغةالله شاه کي ۽ جهاد جو جهنڊو پير محمد ياسين کي مليو.

پير صبغةالله شاه حضرت مولانا سيد احمد شهيد ۽ حضرت مولانا شاه اسماعيل شهيد رح جو دوست ۽ ساٿي هو. سيد صاحب وارا پنهنجا پار پيرڪوٽ ۾ رهائي انگريزن ۽ انگريزن جي حليف رنجيت سنگهه سان لڙڻ ۽ ملڪ جي ساڳي پڇيل حصن کي انگريزي غصب کان بچائڻ لاءِ پشاور طرف هليا ويا. رنجيت سنگهه کي خط لکيائون ته اسان جي لڙائي انگريزن سان آهي تون ۾ اسان سان شريڪ ٿي وڃ انهن جو ايجنٽ ۽ طرفدار نه ٿيءُ! پر هو انگريزن جو پڪو حليف هو. انهيءَ جهاد ۾ پير سائين رح حضرت شاه اسماعيل شهيد رح وارن جي پوري مدد ڪئي. حر ۾ انهن

مجاهدن جو عنوان مقرر ٿيو جيڪي انگريزن خلاف حضرت شاه اسماعيل شهيد رح ۽ سندس مرشد شهيد جي ڪمان هيٺ جهاد ۾ شموليت ڪن. سيد صبغةالله شاه (تجرڏني) ۵ رمضان ۱۲۴٦هه ۾ وفات ڪري ويو ته ان جي جاءِ تي سندس پٽ پير علي گوهر شاه "اصغر" (بنگلي ڌڻي) پڳدار ٿيو. اهو سيد سڳورو سنڌي زبان جو لاثاني شاعر هو. ان جي وفات ۱۱ جمادي الاول ۱۲٦۳هه ۾ ٿي ته ان جي جاءِ تي سيد حزب الله شاه ويٺو. حضرت تجرڏني جي پٽ پير علي محمد شاه جي اولاد مان راشدي برادران آهن. ۽ ٽئي پٽ عبدالقادر شاه جو پوٽو سيد تراب علي شاه بن عبدالله شاه قنبر وارو مشهور قومي ليڊر ۽ علمي شخصيت هو ان جو ذڪر لاڙڪاڻه ضلع ۾ گذري آيو آهي.
(عبدالوهاب چاچڙ)

# پير سيد حزب الله شاه راشدي

هي بزرگ ۱۲۵۵هه ۾ تولد ٿيو. سندس والد هن جي ننڍڙي عمر ۾ فوت ٿي ويو. تعليم ۽ تربيت جو ڪم خانداني ميمبرن جي حوالي رهيو. شروع ۾ آخوند محمد پير ڪوڻائي وٽ قرآن شريف ۽ ابتدائي تعليم حاصل ڪيائون. ان کان پوءِ مولوي حاجي عيسيٰ مشهور محدث کي پاڻ وٽ رهائي ان کان فارسي ۽ عربي علومن جو ابياس ڪيائون ۽ مولوي عيسيٰ صاحب جو ڏاڍو ادب ۽ احترام ڪندو هو ۽ آخر ۾ پنهنجا وڏا فرزند به مولوي صاحب جي حوالي ڪيائون جن مولوي صاحب وٽ تعليم ورتي. شعر شاعري سندن خاندان ۾ هلندو آيو ٿي. پاڻ فارسي شاعري ڏانهن گهڻو لاڙو رکيائون. تخلص "مسڪين" مان گهڻو شعر چيو اٿس. مولوي بهاءالدين "بهائي" ۽ مولوي محمد عاقل "عاقلي" سندس ڪلام ڏسندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن بهائي اصلاح به ڪندو هو.

اگرچه هو ننڍپڻ ۾ سجاده نشين ٿيا پر ان مان ڪڏ علم ۽ هنر ڏانهن سندس ڏاڍو لاڙو رهيو. نقاشي ۽ ڪاشي سازي، خوشخطي ۽ حڪمت ۽ طب ۽ موسيقي جا پاڻ وڏا ماهر استاد هئا. ڪتابن سان تمام گهڻو شوق هوندو هون. هندستان ۽ ايران مان خوشخط ۽ طلائي منقش ڪتاب سندن دربار ۾ فروخت لاءِ ايندا هئا ۽ گهربون گهربون قيمتون ڏيئي ڪتاب خريد ڪندا هئا. ان ڪري هو جو تمام گهڻو شوق هون

جنهن ۾ تمام گهڻو ڪمال حاصل ڪيو هئائون. انهيءَ زماني جا انهي فن جا مالڪ گهڻو ڪري وٽن مهمان ٿي اچي رهندا هئا ۽ مخفي مجلسون ٿينديون رهنديون هيون. سخن جا قدر شناس هن حد تائين هئا جو هڪ دفعو سنڌس مداح مولوي ڀائي صاحب کي فقط هڪ شعر تي راضي ٿي فرمائڻ لڳو ته: مولوي صاحب مون وٽ ڀيو ته ڪجهه ڪونه آهي هڪ هاٿي ٻڍو آهي اهو ڪاهه! مولوي صاحب هاٿي کي ڏسي حيران رهجي ويو. عرض ڪيائين ته هن کي ڪارائي ڪير سگهندو؟ آخر اهو هاٿي مولوي صاحب ڪنهن رياست جي راجا وٽ وڃي نيڪال ڪيو. سواري ۽ تيراندازيءَ جو ته ڏاڍو شوقين هو ۽ ڪمال جو مالڪ هو.

پير حزب الله شاه جي سجادگي، راشدي خاندان ۾ تمام اوج عروج واري ٿي گذري آهي. هڪ طرف قادري راشدي طريقي جي ذڪر جي تلقين ٿيندي رهندي هئي ته ٻئي طرف اميرانو ٺاٺ ۽ وڏائي ته رياست خيرپور جي والي سر مير علي مراد خان سان ٽڪر هڻندي رهي ٿي. سر علي مراد کي هڪ دفعو پير صاحب جي هڪ حر پوري فوج اندر نڊر ٿي گولي هڻڻ، مير بچي ويو ۽ حر کي پيادن قتل ڪري ڇڏيو. ان ڪان پوءِ پير صاحب جن کي قاعدي جي موجب تڪليف پهتي ڪجهه وقت ڪوس حيدرآباد رهايو ويو مگر پوءِ صاف آزاد ٿي ويا.

هن پير صاحب جي زماني ۾ پير سيد فضل الله (جهنڊي واري) ولد پير محمد ياسين ولد پير سائين روضي ڌڻي کي حرن سفر جي حالت ۾ شهيد ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري ۵ پير سائين حزب الله شاه کي قانوني ڇڪتاڻ ۾ اچڻو پيو مگر پوءِ پير شهيد جي پاڻ پير سيد رشيدالدين صاحب العلم الثالث (ٽئين جهنڊي واري) مقدمه جي پيروري کان انڪار ڪيو ۽ معاملو رفع دفع ٿي ويو.

پنهنجي پوئين زماني ۾ پير صاحب شاديون تمام گهڻيون ڪيون ۽ ۱۲ فرزند پنهنجي يادگار ڇڏيائون جن مان سنڌس حياتيءَ ۾ سنڌس وڏو فرزند پير علي گوهر شاه درگاه جو ڪاروبار سنڀاليندو رهندو هو ۽ مريدن جو نذر نياز وصول ڪندو هو ۽ پير سائين وڏي يعني پنهنجي والد جي ارشاد موجب سمورن حقدارن کي حصه رسد روزينو ۾ پهچائيندو هو.

پير صاحب درگاه راشديه قادريه جي سجادگي تي برابر ۵۴ سال نهايت اوج ۽ عروج سان فقيري ۽ اميري ۾ گذاري ۷۳ ورهين جي عمر ۾ ۴ محرم ۱۳۰۸ھ ۾

هن دنيا فاني جي مطالعہ کان اکيون بند ڪري دائمي دنيا ڏانهن رحلت فرمائي ويا.
مون سان مولوي محمد عاقل عاقلي ڳالهہ ڪئي تہ حضرت پير سائين حزب اللهشاه (تخت ڌڻي) جو لاڏاڻو زهر ڏيڻ جي ڪري ٿيو. مولوي صاحب چيو تہ مان ان وقت پيرڳوٺ ۾ موجود هوس، اهو واقعو تمام ٿورڙين گهڙين ۾ ٿي گذريو. سندس مهر ۾ هي شعر اڪريل هوندو هو:

هست ورد زبان حزب الله　　ڪلمہ لااله الاالله

سندس وفات تي مولوي بهائي هڪ تاريخي مرثيو لکيو آهي جنهن جا ٻہ شعر هيٺ درج ڪجن ٿا:

بظهر چارم عاشوره نيک روز خميس　　ازين جهان بجهان جنان ڪشيد عنان
زروي خود چو منور نمود جنت را　　بگفت سال وصالش خرد چراغ جنان

۱۳۰۸ھ

پير صاحب جي وفات تي ڪيترن مريدن کان خودڪشي جا واقعا ٿيا (تذڪره مشاهيرسنڌ)
پير سيد حزب الله شاه (تخت ڌڻي) جو تخلص مسڪين هو. عربي، پارسي ۽ سنڌي جا صاحب ديوان شاعر هئا.

# پير سيد علي اصغر شاه راشدي

هي بزرگ، حضرت پير سائين حزب الله شاه (تخت ڌڻي) عليه رحمت جو فرزند، پير پاڳاري خاندان جي وڏن بزرگن جي آخري يادگار ۽ علمي نشاني، تاريخ ۲۲ ربيع الاول ۱۲۷۸ھ تي پيرڳوٺ ۾ تولد ٿيو.

حضرت پير سائين تخت ڌڻيءَ کي اٺ فرزند هئا. هيءُ پير صاحب سندن ٻيون نمبر فرزند هو. پير صاحب مرحوم کي ننڍي هوندي کان ولي شعر چوڻ جو شوق هو سندن صغرسنيءَ جي وقت جو هڪ ديوان بہ لڀي آهي. ان زماني ۾ فارسيءَ جو وڏيڪ رواج هو. پاڻ چوندا هئا تہ "حضرت پير سائين تخت ڌڻي (سندن والد) سان گهڻو ڪري فارسيءَ ۾ گفتگو ٿيندي رهندي هئي. ان وقت فارسي زبان ۾ هڪ اخبار پير سائين جن وٽ ايندي هئي، جا بغير مطالعي جي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪندو پڙهندو ويندو هوس. اهڙيءَ طرح، سنڌي زبان ۾ اخبار يا ڪو ڪتاب يا درخواست ايندي هئي، تہ هڪدم فارسيءَ ۾ پڙهڻي پوندي هئي". پاڻ تعليم پيرڳوٺ ۾ آخوند

محمد ۽ مولوي محمد عيسيٰ وٽ ورتائون. ڪين حاضر جوابيءَ ۽ في البديهه شعر گوئيءَ ۾ خاص ملڪو هو. پاڻ چوندا هئا ته ”اسين سڀ پـــائر گڏجي، حضرت پير سائين تخت ڌڻي (پنهنجي والد) وٽ صبح جو سلام تي ويندا هئاسين: هڪ دفعي صبح جو دستوري طرح وياسين، ته پاڻ بنگلي جي در وٽ بيٺا هئا، ۽ پري کان هڪل ڪري روڪيائون، ۽ مان ڏي مخاطب ٿي فرمايائون ته: ”اصغرا اسان هڪ مصرعو چيو آهي، ان جو پيو بند پڌاءِ“. ان وقت سندن طبع مونجهه ۾ هئي. مان عرض ڪيو ته ”قبلا سائين، حڪم ڪريو“. پاڻ مصرعو چيائون: ”اگر شمشير در کف آن بت بيباڪ برخيزد“ مان هڪدم عرض ڪيو: ”فغان از ساڪنانِ عالمِ افلاڪ برخيزد!“ پاڻ هڪدم هليا آيا، ۽ ڀاڪر پائي ڪيترو وقت چميون ڏيندا رهيا، ۽ انعامن اڪرامن سان نوازي چڏيائون. پوءِ مون سارو غزل تيار ڪري خدمت ۾ پيش ڪيو“.

پير صاحب جن فرمائيندا هئا ته ”پير سائين تخت ڌڻي جي ”ديوان مسڪين“ ۾ ڪيترا غزل پير سائينءَ جا ۽ منهنجا گڏ چيل آهن: مصرع جو هڪ بند پير سائين جن چوندا ويندا هئا، ۽ هڪ بند آءٌ چوندو ويندو هوس. ويئي ويئي غزل تيار ٿي ويندو هو“.

فارسي زبان سان ڪين خاص رغبت هئي، ان ڪري پاڻ اڪثر شعر فارسي زبان ۾ چوندا هئا. سندن ٻي ديوان فارسي زبان ۾ آهن، ۽ هڪ ديوان سنڌي زبان ۾ آهي. ڪين سنڌي، فارسي ۽ عربيءَ تي هڪجيترو عبور ۽ قدرت هئي. اردو ۽ عربي زبان ۾ به سندن ڪيترا شعر چيل آهن. فارسي زبان ۾ سندن ديوان ۾ اڪثر شعر بي نقط نظر ايندا. ان فـــن ۾ ڪين خـاص ملڪو هـو. ان کـان ســواءِ چند تصنيفون پڻ نظم ۾ ڪيل اٿن. انهن ۾ ”سلسلهٔ قادريه“ خاص تصنيف آهي، جنهن ۾ فرقهٔ قادريه جي عطا ٿيڻ جو احـوال، ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه کانوٺي حضرت پير ســائين محمد راشد (روضي ڌڻي) عليه رحمت تائين هڪ هڪ بزرگ جو مختصر احوال ڏنل آهي. ڪتاب ۾ چار هزار کن بيت ٿيندا. اول ۾ سنڌ جي مختصر تاريخ به ڏنل آهي. نثر ۾ پڻ ڪيتريون تصنيفون ڪيل اٿن. طب جي فن ۾ پاڻ وڏا ماهر هئا، ۽ علم طب ۾ به ڪتاب لکيا اٿن. ان کان سواءِ مذهبي علوم—حديث، فقه، تفسير—۽ علم ادب ۾ به ڪين وڏو ملڪو حاصل هو. سندن خوشنويسي ۽ نقاشي ڏسبي، ته ايراني آرٽ جو رنگ نظر ايندو. درگاه شريف جي وڏيءَ مسجد ۾ اندر جيڪا نقاشي ٿيل

آهي، ان ۾ ٻه ڪيترا ڳل مرحوم پير صاحب جا نڪتل آهن، مگر جن ڪاريگرن کم ڪيو آهي، انهن سان هي ٻه ساڳيءَ لائين ۾ بيٺا آهن، فرق معلوم نه ٿيندو.

سندن ڪيتريون تحريرون بينظير، ديده زيب، اڄ ٻه موجود آهن. سندن ڪيترا شعر پنهنجي هٿن سان خوشخط، ۽ مٿان پاڻ سان ان جي نقش نگاري ٿيل، ڏسڻ وٽان آهن. ڪيترا ماڻهو پري کان سندن تعريف ٻڌي زيارت لاءِ ايندا هئا، ۽ سندن شعر، خوشخط تحرير ۽ نقش نگاري ڏسي، حيرت ۾ پئجي ويندا هئا.

وڏن بزرگن جي هن آخري نشانيءَ، تاريخ ۲۴ ذوالقعد ۱۳۵۴ھ، تي وفات فرمائي. سندن مزار، روضي شريف جي پاهران اتر طرف پهريون نمبر مزار آهي. خداتعاليٰ کين غريق رحمت فرمائي (منشي محمد پريل- مهراڻ س- ن)

# پير شاهه مردان شاهه

پير شاهه مردان شاهه (ڪوٽ ڏني) جو تولد ۷ صفر ۱۲۷۹ھ ۾ ٿيو. حضرت تخت ڏنيءَ رحه جي وفات بعد وڏي پٽ علي گوهر شاهه کي گادي تي وهاريو ويو مگر ستت ئي جلندر جي بيماري ۾ رحلت ڪيائون. ڏيڍ سال کن گادي سنڀاليائون. ان کان پوءِ ٻئي پٽ علي مظفر شاهه بجاءِ سيد شاهه مردان شاهه کي گادي تي ويهاريو ويو. پاڙن جو جهيڙو هليو. پروي ڪونسل تائين مقدمو لڙيو ويو مگر آخرڪار ڪامياب پير ڪوٽ ڏني ٿيو. (تذڪرو مشاهير سنڌ) حضرت شاهه مردان شـــاهه ٻه وڏن وانگر عالم ۽ علماء جو دوست هو. هن جيڪو تفسير ڪوثر لکايو ان ۾ اهڙي ته پڪي توحيد آهي جهڙي شاهه اسماعيل شهيد رحه جي تقويةالايمان ۾. آخر ته شاهه شهيد رحه جي دوست ۽ ساٿي سيد صبغةالله شاهه جو پوٽو هو. علماء ڪرام وٽ وڃي انهن کان فيض حاصل ڪرڻ جو ٻه شائق هو. سندن وفات ۷ ربيع‌الاول ۱۳۴۰ھ ۾ ٿي.

# سيد صبغةالله شهيد رحه

سيد صبغةالله شاهه (پڳ ڌڻي) بن شاهه مردان شاهه رحه جي ولادت ۱۳ صفر ۱۳۲۷ھ ۾ ٿي ۱۲-۱۳ ورهين جا هئا ته سندن والد جو انتقال ٿي ويو. انهيءَ ننڍڙي وهي ۾

ڪيس ڳاڍي تي ويهاريو ويو. سڄي خاندان ۾ عموماً ۽ هن نينگر ۾ خصوصاً انگريزن خلاف جذبو عروج تي هو. حضرت سيد احمد شهيد ۽ شاهه اسماعيل شهيد رح جي دلي دوست سيد صبغةالله شاهه رح، جو هي پوٽو ۽ همنام هو. سندن ڏاڏي علي گوهر شاهه جي ناني انگريزن جو آفرين نامو فريم ۾ بنگلي جي اندر ٽنگيل هو. شاهه صاحب اهو ڏسي چيو اسان جا وڏا ته ڪيترا نه سادا هئا. خدا تعاليٰ سندن ذاتي عزت ايتري بلند ڪئي آهي ته هو هي رکي ڇڏيا اٿن. انگريزن کي هن خاندان تي خصوصي نظر هئي. انهن کي سيد احمد شهيد ۽ شاهه اسماعيل شهيد رح سان هن خاندان جي وابستگي وسري نه وئي هئي. ويتر جو ڪڏهن هن نئين پڳدار جون اهي ڳالهيون ٻڌائون ته هن کي ڪيسن وغيره ۾ تنگ ڪرڻ لڳا. انهن ڪيس ۾ آٺ ڪيس اٺ سال سزا ڏيئي سنڌ کان ٻاهر موڪلي ڇڏيو. ڪجهه وقت رتنا گري جيل ۾ ۽ ڪجهه وقت مدناپور مرڪزي جيل ۾ ڪيس رکيو ويو. شاهه صاحب جيل ۾ ڪتابن جو مطالعو ڪندو رهيو خاص ڪري حضرت روضي ڌڻي رح جي ملفوظات جو ڪجهه مطالعو ڪيائين. جيل ۾ حاصل مطالعه به مرتب ڪري لکيائين. آزاد ٿي سنڌ ۾ آيو ته مجاهدن جا جٿا تيار ڪرڻ کي لڳي ويو. سانگهڙ ضلع ۾ گڙنگ لڳ بنگلو ٺهرائي مجاهدن جو معائنو اتي ڪندو هو. مريدن سان ڪافي ٻڌرسمن ڪڍڻ جي ڪامياب ڪوشش ورتائون. پير صاحب کي ٻهريون گڙنگ واري بنگلي تان گرفتار ڪري ڪراچي وٺي ويا. اتي ڪيس ڪراچي جي حدود ۾ رهڻ جو زباني حڪم ڏنو ويو. سنڌ جي وزير اعظم سر غلام حسين سان پير صاحب ڳالهايو ته منهنجي مٿان ڪيس داخل ڪورٽ ۾ هلايو وڃي يا نظربندي جو لکت ۾ حڪم ملي جيئن اسان ان کي چئلينج ڪري سگهون. باقي زباني حڪم جي پابندي مونکان ڪونه ٿيندي. جڏهن اهي ٻئي ڳالهيون نه ٿيون ته پير صاحب جن پنهنجي ڳاڏي تي گڙنگ ڪسان ٿيندا ڪوٽ هليا آيا. هاڻي ڪين يقين هو ته انگريز مونکي نه ڇڏيندا. هن مستقبل لاءِ جماعت جي سرڪردن کي احڪام ڏيئي ڇڏيا ۽ آئيندي جي حالات کان آگاهه ڪري ڇڏيو. نظربندي کان اڳ ۾ پير صاحب کي سکر جي ڪليڪٽر جي معرفت انگريز حڪومت طرفان انعام طور ترار ۽ بندوق ۽ خطاب ڏيڻ جي منظوري کان آگاهه ڪيو. پير صاحب ڪليڪٽر کي جواب ته هٿيار اسان وٽ موجود آهن ۽ پير پاڳاره جو خانداني خطاب اسان لاءِ ڪافي آهي. پير صاحب کي درگاهه تان گرفتار ڪري ڪراچي جيل ۾ رکيائون گورنمنٽ،

پوليس جي معرفت پير صاحب جي مجاهدن سان جهڙي ڪيس ڪيا اهي ناقابل بيان آهن. پير صاحب تي بغاوت جو ڪيس مڪر ۾ هليو. پير صاحب جي رازن ڪڍڻ ۾ سندن ڪن تعليم يافته رشتيدارن جو وڏو هٿ هو. سنڌ جي انهيءَ سورهيه محب وطن ۽ حضرت شاه اسماعيل شهيد رحه جي قافلي سان منسلڪ مجاهد کي ۲۰ مارچ ۱۹۴۳ع ۾ ڦاسي ڏني وئي. ڦاسي جو ڪيس ڪوئي احساس ئي نه هو. معافي لاءِ چيو ويو ته حقارت سان چيائون معافي هڪ خدا کان گهربي نصاري کان ڪهڙي معافي وٺبي.

پير صاحب صاحب علم ۽ علماء دوست ماڻهو هو. پير صاحب نماز جو پابند هو. پاڻ ايترو ته خوش خلق هو جو ڪن موقعن تي ڪنهن لوڙهي ڏبي يا بار ڍوئي ۾ فقيرن سان گڏجي به ڪم ڪندو هو. پاڻ پيسي جو نذرانو هٿ ۾ نه وٺندا هئا. هر ڪوئي ڏنڊ ڪٺي اچي ته اهو پنهنجي هٿ سان پاڻ وٺندا هئا. پير صاحب جن رتانگري جيل ۾ جيڪي نوٽ لکيا آهن انهن مان ڪي ٽڪرا هي آهن ”ناجنس جي دوستي کان موت کي ڀلو چاڻ ۽ ان جي دوستيءَ ۾ پلو نه ڏسندين“ ”ڪوڙي جي حڪومت ڪن لمحن تائين هلي سگهندي ۽ سچي جي حڪومت تاقيامت آباد هوندي اي يار ڪوڙ کان بچ جو ڪنهجي ايمان جي آهي ۽ ڪوڙي تي خدا جي لعنت آهي“ (رتانگري جيل آچر ڏينهن ۲۸ جمادي الاول ۱۳۵۰ هه مطابق ۱۱ آڪٽوبر ۱۹۳۱ع صحي سيد پير محمد صبغةالله هاشمي جلالي وقت تو ساڍا) پير صاحب ٻارهين سزا پوري ڪري وطن وريو ان موقعي تي جمعية علماء سنڌ جي اخبار اصلاح لکيو ”پير صاحب پاڳارو جنهن جي حيثيت سنڌ ۾ نه فقط هڪ پير جي آهي بلڪ هو هڪ وڏي امير جي حيثيت رکي ٿو. اميرن جي حڪومت ته ماڻهن جي جسمن ۽ زمين جي محدود ٽڪري تي هوندي آهي مگر پير پاڳاري جي حڪومت مريدن جي دلين ۽ انهن جي وسيع جذبن تي آهي. اهڙي حيثيت جو صاحب تقدير الاهي سان ڪن ناگفته سببن جي ڪري حڪومت وقت جي حبس تعزيري ۾ اچي ويو جو نيٺ الن سالن سان پڻ سالن جي ڪنجهه ڪري وقت کان اڳي آزاد ٿي پنهنجي وطن وارد ٿي ويو. ٻڌجي ٿو ته پير صاحب انهيءَ عرصي ۾ اصلاح نفس ۽ صلاحيت طبع جي چڱي مشق ڪئي آهي. الله تعاليٰ شال انهيءَ عظيم الشان خاندان جي عزت ۽ شان کي برقرار رکي ۽ حوادث زمانه کان محفوظ فرمائي ۽ شال موجوده پير صاحب کي پنهنجن معتقدن لاءِ

سبب سعادت جو ۽ باعث برڪت جو ڪري آمين. اسين پير صاحب جـسي خدمت ۾ خاص طرح ۽ سنڌ جي مخلص معتقدن کي عام طرح هزارين مبارڪون پيش ڪريون ٿا.
(اصلاح ۴ ڊسمبر ۱۹۳۶ع)

پير صاحب هڪ انسان هو ان ۾ اوصاف حميده سان گڏ ڪي اوڻايون به هيون پر حميده اوصاف غالب هيون. ان جي مريدن جون زيادتون سڀ پير صاحب جي حڪم سان ڪونه ٿينديون هيون. پيرصاحب جو علماء سان تعلق هو. مولانا محمد عاقل عاقلي کان شاهنامه فردوسي جو سنڌي ترجمو ڪرايو هئائين جيڪو الن جلدن ۾ هو ۽ انهن مان ٻه ڀريان پ جلد سنڌي ادبي بورڊ وٽ آهن. حضرت مولانا محمد صادق رح لواري جي مسئلي بـــابت هڪ سوالنامو لاهي سنڌ جي علماء ۽ مشائخ ڏانهن موڪليو هو. حضرت پير صاحب جي ياران درگاه شريف کان جيڪو جواب آيو ان جي حاشيه تـي پير صاحب پنهنجي قلم ۽ صحيح سان هڪ علمي نوٽ لکيو. مون اهـــو بعينه نوٽ پڙهيو ان مان سندس علمي مزاج واضح آهي. ڪجهه ڳـــالهيون انگريزن ان ڏانهن منسوب ڪري مشهور ڪيون ۽ ڪجهه ان جي مريدن زيادتيون ڪيون. مجموعي طور تي پير صاحب عمده انسان هو. ڦاسي ۾ کان پـــوءِ سندس پٽن شاه مردان شاه ثاني ۽ سيد نادر شاه کي انگلينڊ کڻي ويا ۽ اتي انهن جي پنهنجي نوع جي تربيت ڪيائون. پوري طرح تربيت ڏيڻ کان پوءِ واپس موڪليائون (عبدالوهاب چاچڙ)

## سيد رشيدالدين شاه جهنڊي وارو

سيد ياسين شاه جنهن کـي والد ماجد حضرت روضي ڌڻي رح جهاد جـــو جهنڊو عنايت ڪيو هـو اهو پير نمبر ۴ ڏاڏو پيارو پٽ هو. والد رح جي وفات بعد ڀائرن جو ڪجهه اختلاف ٿيو ته پير جي ڳوٺ (ڪنگري) کي ڇڏي رحيمڏنه ڪلهوڙي جي ڳوٺ لڏي آيو. پير صبغةالله رح کيس برچاڻي ڳوٺ موڪلائي آيو پر ڪجهه وقت کان پوءِ ڏوڪري طرف فريدآباد وڃي رهيا پوءِ وري ڀالرالي ڀاسي للاه ۾ اچي رهيا آخر حيدرآباد ضلع ۾ پنهنجو ڳوٺ اچي ٻڌائون جنهن کي ڳوٺ پير جهنڊو چيو ويندو آهي گهڻين جائن مٿانئن ڪري ان کي پير سائين جائن وارو ڪوٺيو آهي. لاڙ جي سفر دوران ۶۳ ورهيه عمر ۾ مورخه ۱۵ رجب ۱۲۷۵ھ ۾ وفات پاتائون. ان سفر ۾ سيد رشيدالدين،

سيد صديق رسول ۽ حاجي سيد هدايت الله ٻ، ساڻن گڏ هئا. پوءِ سيد فضل الله شهيد
سندن جسم مبارڪ اتان کڻائي ٽلاهه ۾ دفنايو. سيد محمد ياسين رحه عالم ۽ ڪامل هو.
سندن ڪتاب صراط الطالبين تصوف ۾ لکيل آهي جنهن جو سنڌي ۾ ترجمو حاجي
هدايت الله ٽلاهي ڪيو ۽ ۱۳۱۵هه ۾ ڇپيو هو. سندن وفات بعد حضرت پير رشيدالدين
صاحب العلم الثالث (پيهت ڌڻي) گادي سنڀالي. پير صاحب جن وڏي علم ۽ فضل جا
مالڪ هئا. پاڻ شـــاعر ٻ هئا تخلص سيد هين. مولانا عبيدالله سنڌي رحه انهن لاءِ
لکيو آهي ته ”پير رشيدالدين صاحب العلم الثالث کی صحبت سے مستفیض ہوا. اسکی
کرامتیں دیکھیں، ذکر اسماء حسنیٰ اس سے سیکھا. دعوت توحید و جہاد کے مجدد
تھے“. اسماء حسنيٰ جي ذڪر ۾ خاص ملڪو هين. سندن ڪتاب ”اسماء حسنيٰ“ جو
سنڌي ترجمو مياڻ عبدالوارث ڇپرايو آهي. جهاد ۽ صبر تي مريدن کان بيعت وٺندا هئا.
سڀ کان پهريون سندن فـــرزند بيعت ڪئي. ڪن فقيرن کان هي بيعت وٺندا هئا.
(۱) رات ڏينهن کان وڌيڪ پاڻ وٽ نہ رکندس. (۲) ڪنهن کي پنهنجي نفس لاءِ
سوال نہ ڪندس (۳) جيڪو اسان کان ڏکائيو ته ان جـــي حق ۾ دعا گهرندس
(۴) ڪوڙ نہ ڳالهائيندس. فرمائيندا هئا نماز پڙهڻ کان اڳ ۾ استغفار پڙهي ته پوءِ
ڏاڍي لذت ايندي. پيسي جي تنگي ٿئي ته ڪجهہ خيرات ڪجي ته اها کلي پوندي.
گنهگار سان بغض نہ ڪجي پر گناهہ سان بغض ڪجي. فرمايائون حافظ محمد صديق
وٽ فيض لاءِ نہ ويا هئاسين پر مرشد جي محبت وڌائڻ لاءِ ويا هئاسين. پير سائين
روضي واري رحه جي ملفوظات ۾ ڪي اهڙيون ڳالهيون آهن جي روضي وارن جي علم
موافق نہ آهن. چڱو ته اهي ڪڍي ڇڏجن. جماٽا ٺيڪ نہ آهن ۽ پوءِ زالن جو نہ
پرٽائڻ چڱو نہ آهي پاڪ پنهنجي پيءُ کي چيائون ته ڪنهن کي اسان کان پوءِ
شادي جو خيال ٿئي ته اسان جي منع ڪانہ آهي. پاڻ قبرن تي نذرانہ ۽ باسون ۽
قبرن ڪهائڻ جي بالڪل خلاف هئا. فرمائيندا هئا جيڪي ماڻهو پرپٺ ولين ۽ قبرن
وارن کي سڏيندا آهن اهو اسان جو دين نہ آهي. هيءَ دنيا، دنيا وارن جـــي زال
آهي جيڪو ان کي تڪيندو سو دنيا وارن کي نہ وڻندو. الله تعاليٰ پڳل دلين وارن
۽ مسڪينن ســـان آهن. فرمايائون حضور جن جي زماني ۾ لطيفا نہ هوندا هئا پر
اصحابي زيارت مان فيض حاصل ڪندا هئا. سندن وفات ۷ ربيع الاول ۱۳۱۷هه ۾ ٿي.

# سيد رشدالله شاه (خلافت ڏڏي)

سيد رشيدالدين رحہ جي وفات بعد مسند تي سيد رشدالله صاحب العلم الراسم ويٺو. جيد عالم ۽ محقق هو. ان لاءِ مولانا عبيدالله سنڌي جا هي تاثرات آهن. "ان سے صحبتيں رهيں علم حديث کے بڑے جيد عالم اور صاحب تصانيف تهے حضرت شيخ الهندرحہ سے خاص نسبت رکهتے تهے" پير صاحب جن مسند نشيني کـــان ۾ سال پوءِ مولانا عبيدالله سنڌي رحہ کي امروٽ شريف کـــان گهرائي پير جهنڊي ۾ مدرسہ دارالرشاد کولي ڏنو. عهد ڪيائين ته مدرسہ ۾ مان ڪو ۾ دخل نه ڏيندم. مطالعي لاءِ هڪ عظيم الشان ڪتب خانو مزين ڪيائون جنهن ۾ هر موضوع تي خطي ڪتاب ۽ اهي ۾ گهڻو ڪري مصنفين جا پنهنجا لکيل هٿ ڪيائون. انهيءَ ڪتب خاني مان استفاده لاءِ حضرت علامہ انور شاه ڪشميري رحہ ڪيترا ڏينهن پير جهنڊي ۾ اچي ترسيو هو. مدرسہ جو افتتاح رجب ۱۳۱۹ هہ مطابق ۱۹۰۱ ع ۾ ٿيو. چ-وليءَ جا استاد پڙهائيندا هئا. مدرسہ ۾ السواد الاعظم جي عنوان سان نظام هو جنهن تحت مـــدرسہ مظهر العلوم ڪڏه جي فتوئ مدرسہ دارالرشد جي صحيح لاءِ ۽ مـدرسہ دارالرشاد جي فتوئ مدرسہ مظهرالعلوم جي تصحيح لاءِ موڪلي ويندي هئي ان بعد ئي مستفتي جي حوالي ڪئي ويندي هئي. مولانا عبيدالله سنڌي جي ڪابل روانگي ڪانپوءِ ۾ مدرسو هلندو رهيو پر ريشمي رومـال تحريڪ دوران ۱۳۳۵ هہ ۾ انگريزن زوري مـدرسو بند ڪرايو. ان سالن ڪان پوءِ پير صاحب درخواست ڪري مدرسو کولايو ۽ وڏو جلسو ڪوٺائي مدرسہ جـو پـهر افتتاح ڪيو. پير ابـــو تراب رشدالله رحہ تحريڪ خلافت ۾ ڀرپور حصو ورتو. لاڙڪاڻ واري خلافت ڪانفرنس جنهن ۾ حضرت مدني رحہ ۽ حضرت امروٽي رحہ ۾ شريڪ هئا. اها پير رشدالله رحہ جي صدارت ۾ هلي هئي. انگريز سرڪار ريشمي خطوط واري تحريڪ جو مواد گڏ ڪيو ۽ مواد جي اندر آيل جائن ۽ ماڻهن جو پنهنجي طور تي تعارف لکيو. حضرت پير رشدالله رحہ جو تعارف هن طرح ڪيو اٿون "۱۹۲- پير رشدالله رحہ پير جهنڊي والا مشهور سنڌي پير ساڪن موضع ڳوٺ پير جهنڊو تعلقہ هالا ضلع حيدرآباد ڏاڍو متعصب (قوميت ۾ ڪٽر) ۽ جنوني آهـــي. سنڌ ڪاٺياواڙ بلوچستان رياست بهاولپور وغيره ۾ چهه لک مريد اٿس. عام طرح پنهنجي معتقدن ۾ گشت ڪندو رهندو آهي. پنهنجي ڳوٺ ۾ مذهبي تعليم لاءِ مدرسہ

دارالرشاد قائم ڪيو ائين. ايم عبيدالله ان اداره جو ١٩٠٩ع تائين ڪيتي سال هيڊ مولوي ۽ ناظم رهيو. پر رشدالله ڪٽر وهابي بڻجي ٿو. بڻجي ٿو ته هن هڪ موقعي تي پنهنجي نمائنده ســان مجاهدن ڏانهن پيسا موڪليا هئا. انگلينڊ جـو سفر ڪري چڪو آهي. عبيدالله جو خاص شريڪ ڪار چيو وڃـي ٿو. ان ڪي ڪابل وڃڻ ۾ مدد ڪئي هلائين. مولوي عبدالله سنڌي جا فتح محمد جيڪي ڪابل مان خـط آندا هئا تن ۾ عبيدالله جو خط پير جهنڊي واري ڏانهن ۽ هو جنهن ۾ پير کي درخواست ڪيل هئي ته جهاد ۾ مدد ڪري. ريشمي خط آڻڻ واري شيخ عبدالحق، عبيدالله جو هڪ خط پير لاء آندو هو جنهن ۾ چيل هو ته ايم احمد علي جي ذريعي هڪ هزار روپيه مولانا (غالباً مولانا محمودالحسن) ڏانهن موڪليو جيڪو حج تي وڃڻ وارو آهي. جنگ شروع ٿيڻ کان ٦-٧ سال پهريون مذهبي جنون جو اظهار ڪندو هو ۽ پنهنجي بيان مطابق انگريزي تهذيب ۽ عيسوي مذهب جي برائي ۽ مذمت ڪندو هو. جنگ چڙڻ بعد آزادي سان جرمني جي فتح ۾ ترڪي شامل ٿي ته ترڪي جي ڪاميابين جون ڳالهيون شروع ڪيائين. شايد عبيدالله جي خراب اثر سان اهو اظهار خيال ۾ محتاط ٿي ويو. پوء جي تحقيقات مان ظاهر ٿيو ته پير رشدالله جو رابطو ديوبند جي سازشون سان به هو. چيو وڃـي ٿو ته جهنڊي وارو پير پنهنجي مريدن کان جهاد جـي بيعت وٺندو هو". ڪتاب ۾ رشدالله کي غلطي سبب رشيدالله لکيو ويو آهي. پير صاحب مجاهد سـان گـڏ محقق مصنف به هو. سندس تصنيف تمام گهڻي آهــي جيئن تـه (١) تجريد صحيح بخاري جـو سنڌي تـرجمو (٢) المعونة الصمدية في رد اوهام الهدية الاسدية (علم غيب تـي سيد اسدالله شاه ٽکڙائي جـي رسالہ جو مسبوط رد) (٣) درج الدرر في وضع الايدي علي الصدر (٤) الغريمة في الرد علي العزيمة (آخر ظهر واپت لکيل مخدوم حسن الله پاٽائي جي ڪتاب جو رد آهي) (٥) رجال الطحاوي (شرح معاني الاثار جي اندر آيل رجال جي ذڪر ۾ آهي) (٦) سمر آخرت ترجمہ سنڌي سفر سعادت. اها شاه صاحب جي آخري تصنيف آهي ان جو سن ساڳيو وفات وارو سال ١٣٤٠ھ آهي. شاه صاحب فرمائيندا هئا ڪتب خانہ رکڻ جو وڏو مقصد اهو هـو ته فيروز آبادي جي سفر سعادت جـو ترجمو ڪريان ۽ اهو پـورو ٿيو (٧) ڪشف الحقيقة عن احكام العقيقه (٨) الاجوبة المرضية في اشتراط الولاية في النكاح (٩) رفع الشكوك عن حكم المتروك (١٠) فلق الصباح في شهادة النكاح (١١) هـدية القلامس بحكم لبس القلانس اهـو

ڪتاب ۱۳۰۸ھ جو لکيل آهي. قاضي فتح محمد نظاماڻي کي حڪم ڏنائون ان تفسير مفتاح رشدالله ۴ جلد لکيو. حيدرآباد دکن جي دائره المعارف جو رڪن هو. مولانا قطب الدين انبڙ ۽ مولوي محمداڪرم هالائي کي نادر مخطوطات اوتارڻ لاءِ حيدرآباد دکن موڪليو هو. حضرت پير رشدالله رح ۲۲ رمضان مبارڪ ۱۳۴۰ھ مطابق ۱۹۲۲ع ۾ وفات ڪاتي (عبدالوهاب چاچڙ)

# حاجي امام الدين راشدي

سيد امام الدين ولد پير رشيدالدين (صاحب العلم الثالث) ولد پير محمد ياسين (صاحب العلم الثاني) ولد پير سيد محمد راشد (روضي ڌڻي) رضي الله عنهم.

هن بزرگ پنهنجي والد بزرگ جي تربيت ۾ تصوف ۽ سلوڪ جون منزلون طي ڪري قادريه راشديه طريقي ۾ خرقهِ خلافت ورتو. ظاهري علوم گهٽ انداز ۾ تحصيل ڪيل هوس مگر علماء جي صحبت ۽ مذهبي ڪتابن جي اردو شرحن جي مطالعي سبب، سندس علمي معلومات بيحد وسيع هئي. سندس مذهبي ميلان اهل حديث ڏانهن هو مگر عملي زندگي حنفي مذهب موجب رهندي هوس.

حڪمت ۽ طب جو وڏو ماهر هو ۽ بعض خانداني نسخا هن بزرگ وٽ تير بهدف هوندا هئا. خصوصاً قوت مردانگي جا ڪشتا ۽ بواسير خوني جو نسخو اهڙا مجرب هئا جو فقط استعمال ڪرڻ جي دير هوندي هئي. ڪن ماڻهن جو گمان هو ته هو ڪيميا جو به ماهر هو. هڪ دفعي هن ورتن جي جامع مسڪين وفائي ڪائونس ان بابت پڇا ڪئي هئي جنهن جو جواب هائو ۾ ڏنو هئائون. علم رمل ۽ جفر جو به وڏو ماهر هو. متحصل نقشو جو هڪ ناياب شئي جئي وٽي ئي- ان جو به ماهر هو. پيا به عمليات خانداني تمام گهڻا ۽ مجرب جاڻندو هو. ڏاڍو سخي ۽ مهمان نواز ۽ سائلن جا ڪم ڪندڙ بزرگ هو. بعض وقتن تي فاقن تي فاقو به پوندا هئا مگر اها حالت گهڻو زمانو ڪانه هلي.

نوجوانيءَ جي زماني ۾ سندس والد بزرگ جي حڪم سان لاڙ شريف ۾ باقرائي لڳ اچي مقيم ٿيو ۽ اتي ئي تمام وڏي جماعت سندس فيض ۽ ارشاد سان بهره ور ٿي. هن بزرگ ۱۳۲۲ھ ۾ پنهنجي ڳوٺ لاڙ ۾ وفات ڪاتي (تذڪره مشاهير سنڌ)

# پير ضياءالدين شاه

پير ضياءالدين بن رشدالله رحه مدرسه دارالرشاد ۾ پڙهيو. مولانا عبدالقادر لغاري رحه جڏهن شوال ۱۳۲۷هه مطابق ۱۹۱۰ع ۾ دارالرشاد ۾ داخل ٿيو ته مولانا اڪرم هالائي، مولانا احمد علي لاهوري، مولانا محمد الياس جمالي، مولانا محمد علي دڪني ۽ پير سيد ضياءالدين شاه، مولانامحمد وٽ مسلم شريف پڙهندا هئا ۽ پڙهائيندا به هئا. والد جي وفات بعد گادي تي ڀائرن ۾ اختلاف ٿي پيو. هڪ ڌر ٻي ڌر کي زخمي ڪري ڳوٺ مان ڪڍي ڇڏيو. وڏو صاحبزادو ميان ضياءالدين شاه پنهنجي زمين ڳوٺ نئون ڪيريو تعلقه سڪرنڊ ۾ وڃي ويٺا ۽ اتي مدرسه دارالرشاد جاري رکيائون. ڪجهه زماني کان پوءِ ڪمشنر ڪراچي مسٽر ريو سڪرنڊ ۾ منزل ڪئي، پيرصاحب کيس شڪايت ڪئي ته اسان کي ڳوٺ ۾ حق کان تڙيو ويو آهي ۽ جائن جا ڪلف پڃي سامان ڪڍي ويا آهن. ان چيو اوهان جي والد جهڪي اسان کي تڪليفون ڏنيون انجو بدلو ڏيئي رهيا آهيون. اهو ٺورو آهي جو اوهان جي والد جي اولاد کي گهرن مان تڙائي ڇڏيو اٿئون. مقدما انصاف سان هلندا. ان وقت سول جا مقدما پروي ڪائونسل لنڊن ۾ هلندا هئا ۽ ڪيئي سال هلندا هئا. سال ۱۹۳۷ع ۾ پروي ڪائونسل لنڊن مان فتوىٰ آئي ته پير رشدالله وفات کان اڳ سال اڳي جيڪي پير ميان ضياءالدين شاه کي ڏنو آهي اهو اسلامي قانون موجب صحيح آهي ان ڪري شهر ۽ درگاه سان لاڳو شين جو مالڪ پير ضياءالدين شاه آهي، پير احسان‌الله شاه جو ان ۾ ڪوئي حق نه آهي. اها فتوىٰ لنڊن جي شادي لال ڏني. هالا جو مختيارڪار مسٽر الياس يوسفاڻي مرحوم آيو ۽ فتوىٰ جي بنا تي پير جهنڊي جي درگاه، لائبريري ۽ باغ وغيره جو قبضو امن و امان سان پير صاحب کي وٺي ڏنو. مدرسه جي بلڊنگ نئين سر ٺاهي وئي ۽ اها ۱۹۳۸ع ۾ ٺهي تيار ٿي. مولانا سنڌي موٽي آيا ڪجهه وقت اتي تعليم ڏنائون. مولانا جي وفات کانپوءِ به پير صاحب جن مدرسه جاري رکيو. پير صاحب جن پنهنجي وڏي صاحبزادي وهب‌الله‌شاه کي چيو مون کانپوءِ وڏي پاڳ جو مدرسو ڌ هلائي سگهو ته حضرت بيعت ڏني (سيد رشيدالدين شاه) وانگر عالم بدران حافظ رکڻ تي اڪتفا ڪجو. پير ضياءالدين شاه تاريخ ۱۴ رجب ۱۳۷۶هه مطابق ۱۵ فبروري ۱۹۵۷ع

جمعہ جي ڏينهن فوت ٿيا. سندن وڏي صاحبزاده پير وهب الله شاه کي ان جي گادي تي ويهاريو ويو (مولانا مفتي عبدالقادر لغاري- شاه ولي الله ۽ ان جي سياسي تحريڪ)

# پير احسان الله شاه راشدي

مرحوم احسان الله شاه ولد رشدالله شاه راشدي جن جو تولد، ۲۷ رجب ۳۱۳ ھ ۾، ڳوٺ پير جهنڊو تعلقي هالا ۾ ٿيو. عمر جو اڪثر حصو پاڻ ڳوٺ پير جهنڊي ۾ ئي گذاريائون. پوءِ برادري تنازعي سبب اهو ڳوٺ ڇڏي، ان جي ڀرسان پيو ڳوٺ "درگاه شريف" جي نالي سان ٻڌائي، اتي سڪونت اختيار ڪيائون. ليڪن تقريباً ڏيڍ سال کن بعد ۱۵ شعبان ۱۳۵۸ ھ ۾ وفات ڪيائون.

پاڻ تعليم پنهنجي ئي ڳـوٺ (پير جهنڊو) ۾ سندن والد ماجد جي قائم ڪيل مدرسي مان ورتائـون. سندن استاد ڪرام هي آهـن: حضرت مولانا عبيدالله سنڌي، مولانا محمد، مولوي الاهي بخش، مولانا احمد علي لاهوري، مولوي خدابخش ۽ مولوي محمد اڪرم هالائي. فارغ التحصيل ٿيڻ بعد پاڻ باقاعدي ويهي ڪنهن به درسگاه ۾ تعليم ڪانه ڏنـائون، ان ڪري ڪنهن خاص شاگرد جو نالو وٺي نٿو سگهجي، البت پاڻ سندن معتقدن کـي پنهنجي پيشرو مرشدن جـي نقش قدم تي هلڻ لاءِ ارشاد ۽ هدايـت ڪندا رهـنـدا هئا، ۽ بحمدالله سندن صحبت اڪسير مـان بيشمار فيضيافتا موجود آهن.

سندن حلقهءِ احباب بلڪل وسيع هو. ساري هندستان، بلڪ ان کان ٻاهر به بي انداز علماء سان سندن تعلق هو. خاص طرح اڳوڻي سلطان ابن سعود مرحوم سان سندن ڪافي تعلقات هئا، ۽ خط و ڪتابت جو سلسلو به جاري هو. سندن طريقو "قرآن ۽ حديث تي عمل" هو. ٻين ڪنهن جي راءِ کي انهن پنهنجي ماخذن کان مٿي نه سمجهندا هئا. سندن طريقت جو سلسلو قادري هو، ۽ پنهنجي والد بزرگوار حضرت پيرسائين رشدالله شاه (صاحب اللواء الرابع) جي دست مبارڪ تي بيعت ڪيائون.

پير صاحب جن ٻه ٽي ڪتاب تصنيف ڪيا: جهڙوڪ (۱) رسالو "المقالة المحبوبة في الدعاء بعد صلواة المكتوبه"، جو اردوءَ ۾ آهي ۽ ڪٿي عربي عبارت به آندل آهي، هن ۾ فرضي نماز کان پوءِ هٿ کڻي دعا گهرڻ جو مسنون هجڻ، احاديث مان ثابت

ڪيو ويو آهي. (۲) پيو هڪ رسالو لکيو هئائون، جنهن جو نالو ياد نه آهي، مگر ان جو موضوع هو نيڪ انسانن جي هٿن چمڻ جي جواز جي اثبات ۾، اهو رسالو گم آهي. (۳) پاڻ ابن ماجه جو شرح به لکڻ شروع ڪيو هئائون. ان جو نالو رکيائون "خيمة الزجاجة في شرح ابن ماجة"، مگر کين ايتري فرصت ڪانه ملي جو ان جو اتمام ڪن ها، ڪافي عرصو بيمار رهڻ بعد آخر پاڻ وفات ڪيائون، ۽ شرح رهجي ويو، جيڪو شرح لکيائون سو به گم آهي. (۴) هڪڙي سندن تقرير آهي، جا پاڻ خانپور جي جلسي ۾ ڪئي هئائون، اها تقرير اردوءَ ۾ آهي.

سندس زندگيءَ جو مقصد هو- ڪتاب‌الله ۽ سنت رسول‌الله جي نشر و اشاعت. حديث پاڪ جي علوم ڏي سڀ کان وڏيڪ توجهه هون. حديث ۽ حديث جي علوم جي ڪتابن جو کين ايترو ته شوق هو، جو ڪيترن ئي ملڪن- جهڙوڪ شام، مصر مديني منوره، مڪي معظم ۽ هندستان جي ڪن شهرن مان ڪيترائي ڪتاب ڪثير رقم خرچ ڪري ماهر ڪاتبن کان لکارآيائون: حيدرآباد دکن ۾ مولانا قطب‌الدين هاليجوي ۽ قاضي لعل محمد کي اماڻي، نظام نواب عثمان علي خان جي خاص ڪتبخاني مان ڪيترائي ڪتاب اتارايائون. پاڻ اتي جي "دائرة المعارف" جي اراڪين مان هڪ رڪن هئا. "دائرة المعارف" جي ڪتبخاني ۾ جيڪي ڪتاب ڇپايا ويندا هئا، سي سندن ڪتبخاني عاليه علميه کي مفت ملندا هئا. سندن علمي ذوق اهڙو هو، جو مشهور "تاريخ بغداد" خطيب بغداديءَ جي اڃا مطبوع نه ٿي هئي، تڏهن پاڻ ۱۵-۱۶ سؤ روپيا خرچ ڪري ان جو مصر مان فوٽو حاصل ڪيائون- پوءِ ڪافي عرصي بعد اها تاريخ ڇپجي شايع ٿي. "تاريخ اصفهاني" جو فوٽو به لنڊن جي ڪتبخاني مان ڊاڪٽر ڪرنڪو، محافظ ڪتبخانه لنڊن جي معرفت حاصل ڪيائون. ڪرنڪو صاحب جي وساطت سان جرمني حڪومت تائين "صحيح ابن خزيمه" ۽ ٻين ڪتابن جي لاءِ ٻڌ ڪوشان ٿيا. ليڪن اتي ڪاتب ۽ فوٽو نه ملڻ سبب اهي ڪتاب حاصل ڪري نه سگهيا. حديث جي علوم مان خاص طرح رجال جي فن ۾ کين ڪافي درڪ هو. هڪ دفعي مولانا ثناءالله امرتسري وٽن آيو ۽ ٻه ٽي ڏينهن قيام ڪيائين. پنهنجي، قيام جي دوران ۾ مرحوم پير صاحبن جن سان رجال جي متعلق ڪافي گفتگو ڪيائون. پوءِ جڏهن مولانا صاحب واپس ويو، تڏهن چيائين ته "اڄ (هن وقت) جيڪڏهن ڪو رجال جي فن جو امام آهي ته پير احسان‌الله شاه راشدي آهي".

خلافت واري تحريڪ جي وقت جڏهن سندن والد ۽ مرشد حضرت پير سائين خلافت ڌڻي عليه رحمت پنهنجي دستار مبارڪ لاهي "انگورا فنڊ" ۾ ڏني، ۽ پٺي ڏينهن جمعي نماز تي پير سائين خلافت ڌڻيءَ جي فرزند جناب پير محمد امام شاه صاحب وٽڻ جو هوڪو ڏنو ته "ڪير ٿو هيءَ خريد ڪري"، تڏهن احسان‌الله شاه صاحب جن اوڏيءَ مهل ٻه سو روپيه رقم ڏيئي دستار خريد ڪئي. پاڻ پنجيتاليه ورهيه عمر ۾ فوت ٿيا (مهراڻ س – ن)

سيد احسان‌الله شاه رحه مولوي عطاءالله انڙ ۽ مولوي محمد مبارڪ پڻ ۽ ٻين سان گڏ سال ١٣٣٣هه مطابق ١٩١٥ع ۾ دستاربندي ڪئي (عبدالوهاب چاچڙ)

# پير هدايت‌الله راشدي ٿلاهي

پير هدايت‌الله بن پير محمد ياسين بن حضرت روضي ڌڻي رحه قادري طريقي جو صوفي ۽ جماعت جو مالڪ وچين درجي جو عالم بزرگ هو.

هن کي ڪتابن جمع ڪرڻ جو بيحد شوق هو. فقه حنفي جي پابنديءَ سان گڏ اهل حديث مذهب ڏانهن ميلان رکندو هو، جنهن ڪري سندس ڪتبخاني ۾ اهل حديث مذهب جا ڪتاب تمام گهڻا جمع ٿيل هئا. جي پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي پنهنجن فرزندن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيا هئائين.

هن بزرگ جي پنهنجي والد کان بيعت ٿيل هئي ۽ پنهنجي والد جي

(١) ملفوظات: قديم سنڌي زبان ۾ هڪ ڪتاب جي صورت ۾ جمع ڪيائين.

(٢) رسالو "ارشادالطالبين": مصنف پير محمد ياسين رحه جو تحت لفظي سنڌي ترجمو ڪري ڇپارايائين جنهن ۾ قادري راشدي طريقي جي سلوڪ جا سبق ڏنل آهن.

هن صاحب جا بمبئي، ڪراچيءَ ۽ بلوچستان ۾ گهڻا مريد ۽ معتقد هئا جن جي دعوتن تي به سفر ڪندو هو. تمام گهڻي اولاد ڇڏي ٦٣ سالن جي ڄمار ۾ ١٨ ربيع‌الثاني شام جو ٧ بجي ١٣٣٢هه جو هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو ۽ پلاه شريف ۾ پنهنجي والد جي مقبري ۾ دفن ٿيو (تذڪره مشاهير سنڌ)

# ابوالبقا پير مظهرالدين راشدي

مظهرالدين ولد حاجي هدايت‌الله ولــد پير سيد محمد راشد روضي ڌڻي رضي‌الله تعاليٰ عنهم اجمعين.

عالم، فاضل، حڪيم، ذهين ڪامل پير مظهرالدين، راشدي خــاندان جو هڪ چمڪندڙ ستارو هو. پنهنجي والد بزرگ جي خدمت ۾ رهي ظاهري علوم حاصل ڪيائين ۽ ان کان پوء پنهنجي خداداد ذهانت جي زور تي پنهنجي مٿي علمي استعداد وڌائيندو رهيو. سندس سوٽ پير سيد رشدالله صاحب (صاحب العلم الرابع) سان تمام گهاٽي دوستي هون. هنن ٻنهي بزرگن جو علمي استعداد وڌائڻ ۾ گڏوگڏ مقابلو رهندو ايندو هو، جنهن ڪري پير مظهرالدين وڏي ڪماليت ۽ علم جو مالڪ ٿي ويو.

هن هڪ ليٿو ڇاپخانو لاڙه شريف ۾ قائم ڪيو جنهن مان "هداية لاخوان" نالي هڪ ماهوار رسالو جاري ڪري ماڻهن کي فائدو ڏيندو رهيو. پيا ، ڪي رسالا ان ۾ ڇپيندا رهيا. اهو رسالو فقط هڪ سال هلي بند ٿي ويو. وڏس علماء وقت جو هميشه ميڙو رهندو هو ۽ انگريزي ۽ يونــاني طبيب هجڻ ڪري روزانو ڪيترا مريض ۽ سندس علاج هيٺ رهندا هئا.

سندس عربي، سنڌي ۽ فارسي ۾ ڪيترائي رسالا تصنيف ڪيل آهــن جي گهڻو ڪري مذهبي يا طبي آهن. هيٺيان رسالا منهنجي نظر مان سندس فرزند پير حــاجي محمد بقا مٺل شاه جي ڪتبخاني ۾ گذريا.

(١) تکوير الامة علي ان‌القلنسوة لايكره فيها الاقتداء والامامة.

(٢) الفوائد الجمة في احكام العمامة (هن مٿين رسالي کي قدري بسط سان لکيو ويو آهي)

(٣) القوائد المهمة للفوائد الجمة (هن رسالي ۾ سندس همعصر مولوي محمداسماعيل تي رد آهي جنهن سندس پهرين رسالي تي اعتراض ڪيا هئا).

انهن رسالن ۾ هڪ ئي مسئلي جي صفائي ڪيل آهــي ته ٽوپي ۾ جماعت جــو امام ٿي نماز پڙهڻ جائز آهي. هن رسالي جو سندس ڪنهن مريد سنڌي جــي جهڙني نظم ۾ ترجمو به ڪيو آهي جنهن جو ديباچو هن طرح آهي:

پڇاڻا حمد و صلواة جي ٿو چري شيخنا
شيخ مرشـــد سيد عـــالم تحريرا
ابوالبقا پير مظهرالدين سندن اسم مگورا
جو پٽ شيخ عالم، مقتدي، متدين صاحب تقوي
حاجي ميان هدايت‌الله شاه اسم منيفا

(٤) تحريرات مباحثه قراءت قرآن جهر در جماعت
(٥) تحصيل‌الصحة عن‌السقامة بما جاء في‌الفصدو الحجامة
(٦) افحام الافحم بتائيد ابراء المتهم
(٧) تحقيق‌الخبر في صلاة الجنازة علي‌القبر
(٨) مجربات مظهرية يوناني
(٩) رساله در فن ڪيميا فارسي
(١٠) سنڌي ڪافين جو ڪتاب

هو ايڏو ذهين ماڻهو هو جو وڏي عمر ۾ ٿوري انگريزي سکي، ان زبان ۾ هڪ غزل به لکيو اٿس. چيو وڃي ٿو ته انگريزي لکي نه سگهندو هو پر پڙهي ويندو هو.

هي بزرگ نهايت ڪامياب حياتي گذاري جوانيءَ جي وقت ۾ جنهن سندس چمار مس ٤٢ سالن کي پهتي هئي، اربع ڏينهن ٩ بجي صبح ٢٢ ربيع‌الثاني ١٣١٨ھ جي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو ۽ پنهنجي خاندان جي مقبري ۾ ٽلاه شريف ۾ مدفون ٿيو. (ت-م-س)

## مولانا مفتي سعدالله

مولانا مفتي سعدالله جو اصلي نالو عبدالرحيم هو. رياست ۾ اچڻ کان پوءِ سعدالله نالو سڏيائون. پاڻ انصاري هالا جا ويٺل هئا. هالا ۾ تعليم ورتائون. هن جو خاندان عالم ۽ حافظ هئا. پوءِ عربستان ۾ وڃي پڙهيو ۽ حرمين شريفين ۾ ساڍا ٿي سال پڙهايائون موٽي آيو ته حيدرآباد صدر جي جامع مسجد جو امام ٿيو. سيني علمن ۽ اديان کان واقف هو. نجوم، عروض ۽ ٻين فنن جو ماهر هو. ١٩٠١ع ۾ اخبار ۾ خيرپور رياست لاءِ مفتي جي جاءِ جو اشتهار آيو. مولانا جن آيا ۽ ٻيا عالم به آيا.

۾ مولانا جن کي ئي منتخب ڪيو ويو. قادر داد پٺاڻ وزير هـو ان انتخاب ڪيو. هتي پڙهائيندا ۽ هئا. سرڪاري ڪم قضا جو ۽ ڪندا هئا ۽ عام فتوي ۽ ڏيندا هئا. پهرين سرڪاري هنري اسڪول ۾ عربي پڙهائيندو هو. افتاء ڇڏڻ بعد ناز هاء اسڪول ۾ پڙهائيندو هو. مولوي خادم حسين شاه ملتاني جيڪو اهل تشيعه جي طرفان مفتي هو ان پستول حيدري لکيو جنهن ۾ سنين کي گهٽ وڌ لکيائين. ان جـي جواب ۾ مفتي صاحب توپ محمدي لکيو جنهن ۾ بنا ڪنهن زيادتي جي مخالفن جـي ڪتابن جي حوالي سان سندن حقيقتون لکيون. خيرپور جي والي کيس مفتي جـي عهدي تان لاهي شهر نيڪالي ڏني. وائسراء فيصلو ڪيو ته شرارت پستول حيدري واري جي آهي توپ محمدي ۾ ڪائي خرابي ۽ زيادتي نه آهي. رياستي حڪومت کي هدايت ڪئي وئي ته پستول حيدري جي مصنف کي سمکت ڏني وڃي. باقي ڪتاب ٻئي ضبط ڪيا ويا. ان فيصلي ڪانپوء مفتي صاحب تان پابندي لٿي. ملڪيت ضبط ٿيل واپس ٿيس ۽ نوڪري ۾ مليس ئي مگر پينشن قبولائين ۽ نوڪري نه ڪيائين. پوء ناز هاء اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو ۽ کيس شهر وارن مـدرسو کولي ڏنو ان ۾ تعليم ڏيندو هو. شهر نيڪالي واري زماني ۾ ست گهر ٿي محله جي مطيع الله سومره وٽ رهندا هئا. ان زماني ۾ هن سرڪار کي شهر نيڪالي خلاف اپيل ڪئي جنهن جي فيصلي تائين اتي رهيا. وڏو حاذق حڪيم هو. حضرت امروٽي ۽ حضرت هاليجوي مسئلن ۾ هن ڏانهن رجوع ڪندا هئا.

اولاد:- هڪ ٻئي پٺيان ١٤ مختلف قومـن ۽ ملڪن مان شاديون ڪيائين انهن مان اولاد ٿيس پر اهو فوت ٿي ويئي ۽ آخر ۾ هڪ نياڻي ٿيس حـافظ عبدالڪريم حڪيم ۽ ڊاڪٽر هالائي کي ڏنائون (ميان عبدالرحيم آخر پوري مفتي صاحب جو خاص دوست)

١٩٢٩ع ۾ خيرپـور رياست جا مفتي هئا ۽ ناز هـاء اسڪول ۾ سني فقه جو پيرڊ وٺندا هئا. ان وقت نـاز هـاء اسڪول جـو پرنسپال عبدالرزاق بن عبدالسلام ميمڻ هو. انهيءَ ڪوشش ڪئي ته عربي پاڙهجي جو بمبئي يونيورسٽي ۾ عربي يا پارسي پڙهڻ تي داخلا ملندي هئي. ان جي ڪوشش سان مولاناجن عربي ۽ پاڙهيندا هئا. خيرپور جي ٩٥ فيصد سني آبادي هئي ۽ اهل تشيعه جي. ماٺهن کي ۽ پنهنجي مذهب جي خبر نه هئي. پـر ميرن شيعي مذهب جو مفتي خادم حسين شاه ملتاني کي رکايائون ان پستول حيدري لکيو جنهن جو رد مفتي سعدالله لکيو توپ محمدي جنهن تي شيعن

۽اشتعال پيدا ٿيو جو ان ۾ ڏاڍو صاف ۽ واضح ڪري مخالف مسلڪ جي قلعي کولي ڇڏيائون. مير ٽالپر کين ڪرت ڏيجي گهرايو ڪاشس ڇپيائين ته هي ڇا لکيو اٿوَ. مفتي صاحب چيو مان پنهنجي طرفان ڪابه شيءِ نه ملائي آهي. امام اوهان جا وڏا آهن ته اسان جا به وڏا آهن. انهن جا قوال نقل ڪيا اٿم. چيائين هي جو لکيو اٿئي ته عشره محرم ۾ پهن ڏينهن جي پٺت ۾ خيرپور جي اندر مساڪ، سرخي، پوئڊر ۽ ٻيو زيبائش جو سامان وڏيڪ هلندو آهي (مفتي صاحب دڪاندارن کان سڄو تفصيل ولي مٿن ۽ سورن جي حساب سان پهن مهينن ۾ ان مهيني جو وڪرو انگين اکرين ڇاڻايو هئائين). مفتي صاحب فرمايو اهو منهنجو قصور نه آهي. دڪاندارن جي غلطي آهي جو اهو تفصيل مونکي ڏنائون. ان تي مير صاحب ملڪيت ضبطي ۽ شهر نيڪالي جو حڪم ڏنو. مولانا کي مان ۽ منهنجو پاڻ پنهنجي ٽانگي ۾ ڪٺي روهڙي آيا سين کنهن کي خبر ئي نه پئي ته ٽانگي ۾ ٻار آهن يا ٻيو ڪو آهي. اسان ته نڪري روانا ٿياسين ته مولانا کي شهيد ڪرڻ لاءِ ان جاءِ تي حملو ٿيو پر جاءِ خالي پئي هئي.

مفتي صاحب جن خيرپور ۾ ٻاران نماز پڙهائي هئي ماڻهن کي حڪم ڏنائون ته اجابل ڏور ڏيکا نماز واري هنڌ ڪاهي اس ۾ پڌو ۽ پاڻ به اس ۾ ويهو ماڻهو آيا ته پير ئي سڙن پيا ڪڪر جو ڪو نشان ئي ڪونه هو. نماز شروع ڪيائون ته سجدي ۾ نڪ کپ ۾ هو. نماز کان پوءِ اپتا هٿ ڪري دعا گهريائون. ٽي ڏينهن مينهن اهڙو وٺو جو خلق ڪڪ ٿي پئي. حيدرشاهه به هڪ ڀيرو ٻاران نماز پڙهائي هئي ۽ مينهن وٺو هو.

مولانا عبدالله شاه فتاحي ناز هاءِ اسڪول ۾ پڙهائيندو هو بورڊنگ ۾ رهندو هو. حضرت هاليجوي رحه ان وٽ آيا. مولانا مفتي سعدالله سائن ملڻ ويا. مفتي صاحب سندن ڏاڍو عقيدتمند هو. موڪلائڻ مهل مفتي صاحب پٺرءِ پر پيرين اگهاڙا نڪتا. ٻري وڃي جتي پاتائون ۽ روئندا هليا. مولانا مفتي صاحب وفات پاتي جنازو غسل لاءِ ٻاهر آندو ويو ته سنهي بوند وسڻ لڳي. جنازو اندر ڪٺي وياسين ته بوند بند ٿي وئي. وري دفن لاءِ جنازو ٻاهر آندو ويو ته دفن تائين مسلسل عجيب قسم جي بالڪل سنهي بوند پئي ولي. مولانا جي شاگردن ۾ مولوي حيدرشاهه، مولوي محمد صديق سومرو

۽ مولوي فقير محمد ميمڻ (ليڪچر لقمان جا) آهن. مولانا جو هڪ پٽ امدادالله ۱۴ سالن عمر ۾ فوت ٿي ويو ۽ ٻيو پٽ عبدالله وڏو ٿيو پوءِ فوت ٿي ويو (محمد ابراهيم راجپوت رٽائرڊ ڊپٽي ايجوڪيشن آفيسر خيرپور)

مولانا جن شاعر به زبردست هئا. تذڪره مشاهير سنڌ ۾ آهي ته مخدوم امين محمد ثاني هالائي جي وفات ۱۳۰۳هه ۾ ٿي. مفتي صاحب ان جو قطعه تاريخ چيو:

شه ماز دنيا چون تشريف برد — بعقبيٰ شده نيز مسند نشين
سرو بي سر دير گفت اين نويد — "شهنشاه جنت محمد امين"

حضرت مفتي صاحب جن جا اکر به موتين جا داڻا آهن. مفتي صاحب جن، مولانا عبدالغفور همايوني جا رسالا پاڻ نقل ڪيا آهن انهن جي ڪتابت جي تاريخ آهي ۽ اهي مفتي صاحب جن جي دور جا لکيل آهن. انهن جو ذڪر اڳ ۾ اچي چڪو آهي. سماع موتيءَ واري رسالي تي جاءِ بجاءِترديدي نوٽ لکيا اٿن. توب محمدي ۳۲۸ صفحا پيرزاده عبدالرزاق جي ڪتابت سان تاريخ ۱۸ رمضان ۱۳۵۱هه ۾ شايع ٿي. ان زماني ۾ هڪ رسالو "اعداء ثقلين" نهايت مدلل ۽ مختصر رسالو هڪ پٺي مولوي صاحب جي نالي سان ڇپايو هئائون. جو مفتي صاحب اڳي ئي بازپرس ۾ هو. سندس وفات بعد حافظ شمس الدين ساڪرو مفتي صاحب جي نالي سان ڇاپيو.
(عبدالوهاب چاچڙ)

حضرت مفتي صاحب جو لکيل ڪتاب "ضرب المداس بجواب واقعة القرطاس" غير مطبوعہ مون حضرت مفتي صاحب وٽ ڏٺو هو جيڪو هاڻي ناپيد آهي (مولوي حيدرالله خيرپور).

# مولانا مفتي عبدالڪريم

مولانا عبدالڪريم بن آخوند عبدالرحيم ٻچہ ڳوٺ تعلقہ ننوعاقل ۾ تولد ٿيا. ابتدائي تعليم سنڌ مان حاصل ڪري ديوبند ويا سڄي تعليم اتي مڪمل ڪيائون. شوال ۱۳۳۰هه ۾ دارالعلوم ديوبند ۾ داخل ٿيا. فنون، تفسير ۽ حديث ڇهہ سال اتي پڙهيا. مولانا اميد علي رحہ به سندن دوري هئا هدايہ، توضيح ۽ ٻيا ڪتاب پڙهيا. سندن استاد هئا حضرت مولانا انور شاه ڪشميري صدر مدرس، مفتي عزيزالرحمان،

سيد اصغر حسين، مولانا اعزاز علي، مولانا رسول خان، مولانا محمد ابراهيم بلياوي، مولانا عبدالسميع ۾ پياه سندالفراغ ۱۳۳۶هه ۾ کين مليه ابتدائي تعليم پنهنجي والد ماجد وٽ ورتي هئائون. مولانا نورمحمد ملڪ عادلپوري ۾ مولانا نورمحمد انهيءَ وٽ ۾ پڙهيا هئا. ڪجهه وقت مکر ۾ حضرت امروٽي جي ڪولبل مدرسي ۾ پڙهايائون. ان زماني ۾ مولانا پنهنجي مرشد حضرت امروٽي سان گڏ تحريڪ آزادي ۾ پرجوش حصو وٺندا رهيا. پنهنجي ڳوٺ ٻچ ڏاريجه ۾ پڙهايائون. اهو مدرسو گهوٽڪي ۾ قاسم العلوم جي نالي سان منتقل ٿيو ته اتي ٻه ڪافي وقت پڙهايائون. وري موٽي پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهائي پوءِ علي شاه جي ڳوٺ (چڪ لڳ) پڙهايائون پوءِ روهڙي شهر ۾ ڪوڙي شيخ جي دلچسپي سان مدرسو هلندو هو جتي ٻه سال پڙهايائون ان کان اڳ ۾ اهل علم وزير محمد ابراهيم جي دور ۾ خيرپور ميرس جي بالا آفيس ۾ سب رجسٽرار هئا. ان زماني ۾ مير علنواز خان کي انگريزن سنڌ نيڪالي ڏني هئي اهو اجمير رهندو هو ان جي بيگم صاحبه مولانا کي چوايو ته حضرت سائين امروٽي کي اجمير وٺي اچو. مولانا جن حضرت جن وٽ ويا ته ٻاڻ پڻ سردارن جي فيصلي تي ويل هئا. مولانا اتي ويا ته اهي ڪنهن ڳالهه تي نه پيا پيهن. حضرت جن کان اجازت وٺي مولاناجن انهن جو فيصلو ڪيو ۽ حضرت جن جي مرضي مطابق فيصلو قبول ڪيائون. مولانا جن حضرت جن کي اجمير شريف وٺي ويو اها ڳالهه حضرت جن جي وفات کان چند سال اڳ جي آهي.

هتان ٿي پوءِ ٻچ ڳوٺ، علي شاه ۽ روهڙي ۾ پڙهايائون پوءِ ۱۹۳۴ع ۾ خيرپور موٽي آيا. مولانا مفتي سعدالله سان خيرپور جي والين جو اختلاف ٿيو جو مفتي صاحب توب محمدي لکي بستول حيدري جو جواب ڏنو هو. ان زماني ۾ مفتي عبدالڪريم جن مفتي ٿي آيا. هتي مسجد ۾ مدرسه تعليم القرآن جو بنياد وڌائون. حضرت مولانا استادالڪل مولانا محمد جن پڙهائي آيا جيڪي مولانا مفتي صاحب جن جا ٻه استاد هئا. ۱۹۵۵ع تائين افتاء جي منصب تي فائز رهيا. عمر وڏي ٿي وئي ان ڪري رٽائر ٿيا. پوءِ ٻه سال ڪن آرام ۾ گذاريائون.

۱۹۵۷ع ۾ فوت ٿيا. شعر ٻه چيو اٿن ماسون تخلص هين.

اولاد:- پهرين شادي حضرت مولانا نورمحمد عادلپوري جي نياڻي سان ڪيائون ان مان اولاد ٿيو پر اهو فوت ٿي ويو. اها اهليه فوت ٿي وئي ته حضرت پير فخرالدين شاه

پاڻ پوءِ تعلقي ايض گنج جا مختيارڪار ٿيا، هيڊڪوارٽر ڀڪن چانڪن ۽ ان هڪ کوهه کوٽايائون ۽ باغ رکايائون، جتي ٻئي اڃا تائين موجود آهن. ڀڪن چانڪن وارو کوهه ۽ اڃا تائين مٺي ۽ ٿڌي پاڻيءَ کان مشهور آهي.

ان کان پوءِ پاڻ تعلقي ڪمبٽ جا مختيارڪار مقرر ٿيا ۽ گهڻو وقت اتي مختيارڪاري ڪيائون. انهيءَ وقت پير صـــالح شاه جيلاني سجاده نشين درگاه رانيپور شـــريف، پير خميس علي شاه جيلاني سجاده نشين درگاه شريف ڪمبٽ، سخي قبول محمد سجاده نشين درگاه درازا شريف ۽ مخدوم ڪهڙن وارن سان سندن تمام گهرو ۽ گهاٽو، ظاهري ۽ روحاني رستو هو، ۽ پاڻ پنهنجي استاد ميان غلام محمد مهيسر جن جي زيارت لاءِ مهيسرن جي ڳوٺ ۾ ۽ پنهنجي مختيارڪاريءَ ڪمبٽ جي وقت ۾ گهڻو ويندا هئا. انهيءَ بعد پاڻ تعلقي ميرواه جا مختيارڪار ٿيا، جتي ان کوهه کٽايائون ۽ باغ رکايائون. تنهن کـــان پوءِ پاڻ ميرواه ڊويزن جا نـــائب وزير مقرر ٿيا، ۽ سندن هيڊڪوارٽر لاڙ ري ٿيو.

نون ڏهن مهينن بعد پاڻ، فالج جي بيماريءَ سبب، سال ۱۹۲۵ع مطابق ۲۱ ذوالحج ۱۳۴۴هه ۾ جان بحق تسليم ڪيائون. سندن تربت والد سان گڏ هالاڻيءَ جي مشهور مسجد شريف، جنهن ۾ مرحوم فتح علي شاه جن جا والد سيد محمد عاقل شاه مفتي اعظم سنڌ پنهنجي شاگردن کي عربي درس ڏيندا هئا، تنهن مسجد شـــريف ۽ کوٽ جي وچ ۾ آهي. پاڻ بهترين انشاء پرواز ۽ نهايت خوشخط، خوشخلق هئا. ڏوهارين کي سزا ڏيڻ کان بهترين قرآن و حديث پڙهي تلقين ڪندا هئا (سيد محمد حسن شاه مهراڻ س. ن مختصراً)

# مخدوم الله بخش کهڙوي

سندن نالو مخدوم عطا محمد هو، مگر عـام طور کين مخدوم الله بخش سڏيندا هئا. سندن مهر تي هيءَ سجع نقش ٿيل هئي: "سعادت دوجهانم عطا محمد کرد". پاڻ عباسي خاندان جا چشم چراغ هئا. سندن سلسلهء نسب ڪهڙن جـــي مشهور ولي الله مخدوم عبدالرحمان شهيد سان هيٺين طرح ملي ٿو. مخدوم عطا محمد بن مخدوم محمد عاقل عرف مخدوم پير محمد بن مخدوم عبدالخالق بن مخدوم محمد عاقل بن مخدوم احمدي بن مخدوم عبدالرحمان شهيد.

سندن وڏن مان هرهڪ بزرگ پنهنجي وقت جو علامه ۽ صاحب فيض ٿي گذريو آهي. سندن والد ماجد مخدوم محمد عاقل رحه هڪ نهايت جيد عالم، قرآن ۽ حديث جو ماهر، فقه حنفيءَ جو وڏو ڄاڻو ۽ مير عليمراد خان جي وقت ۾ سموريءَ رياست جو وڏو قاضي هو. مير صاحب جي ڪچهريءَ جو هي دستور هوندو هو، جو فقط مير صاحب پاڻ پلنگ تي ويهندو هو ۽ ٻيا سڀ هيٺ ويهندا هئا. مگر مخدوم محمد عاقل کي اهو امتياز حاصل هو جو نه فقط مير صاحب سان گڏ ويهندو هو، پر مير صاحب پاڻ پيرانديءَ کان ٿي ويهندو هو ۽ مخدوم صاحب کي سيرانديءَ کان جاءِ ڏيندو هو.

مخدوم محمد عاقل جا ڪيئي ڪتاب تصنيف ٿيل آهن، جن مان دنيا جي تاريخ "آئينهٔ جهان نما"، "رياض محفل"، "تفسير پاره عم" ۽ هڪ فقه حنفيءَ جي مشڪل مسئلن جو ڪتاب قابل ذڪر آهن. "آئينهٔ جهان نما" ٽن ضخيم جلدن ۾ لکيل آهي. پهريان ٻه جلد دنيا جي تاريخ سان تعلق رکن ٿا، باقي ٽيون جلد خاص سنڌ تي آهي، جنهن ۾ سنڌ جي بادشاهن، عالمن، صوفين، مشهور شهرن ۽ مشهور جاين جو ذڪر ٿيل آهي. رياست خيرپور جي درگاهن ۽ ولين جو ذڪر خاص طور تي جيترو هن تاريخ مان ملي ٿو، اوترو ڪنهن ٻيءَ تاريخ مان نٿو ملي. "رياض محفل" فارسيءَ ۾ مجلس جي آداب تي لکيل آهي، جنهن ۾ مخدوم صاحب جا پنهنجا شعر به ڪافي داخل آهن. هڪ نهايت عجيب ڪتاب آهي، ڏسڻ سان تعلق رکي ٿو. پهريان ٻئي ڪتاب مخدوم صاحب جي اڙ پوٽي مخدوم عبدالخالق عرف مخدوم شفيع محمد وٽ موجود آهن. چوٿون نمبر ڪتاب به پنهنجي فن ۾ هڪ عجيب ۽ بينظير ڪتاب آهي. هيءُ ڪتاب مصنف جو دستخطي راقم‌الحروف وٽ موجود آهي. مخدوم محمد عاقل مرحوم، راقم‌الحروف جو سڳو نانو هو.

مخدوم محمد عاقل کي چار پٽ هئا. (۱) مخدوم فضل‌الله، جو مجذوب‌الطبع هو ۽ سندس زبان ۾ ڏاڍو تاثير هو. (۲) مخدوم عبدالخالق عرف مخدم دين محمد، هي صاحب به نهايت قابل ۽ دانشمند هو. مخدوم محمد عاقل مرحوم جي موت ٿيڻ بعد باالاتفاق کيس ئي سندس والد جو جانشين چونڊيو ويو، ۽ نهايت ڏاهپ سان خاندانيءَ جو ڪاروبار هلائيندو رهيو. هيءُ صاحب بڻ هڪ تاريخي هستي آهي. سندس به پوٽا مخدوم شفيع محمد ۽ مخدوم فيض‌محمد حيات آهن. (۳) مخدوم عطامحمد

عرف مخدوم الله بخش: (۴) مخدوم دوست محمد. مخدوم فضل الله ۽ مخدوم دوست محمد لاولد فوت ٿيا. مخدوم دوست محمد جي وفات ڀرپور جوانيءَ ۾ ٿي.

مخدوم الله بخش صاحب جي ولادت جي صحيح تاريخ معلوم نه ٿي سگهي آهي. منهنجي والده سائڻ، جا مخدوم الله بخش جي سڳي ڀيڻ هئي ۽ کانئس عمر ۾ وڏي هئي، سا ڳالهه ڪندي هئي ته ”مخدوم الله بخش ۽ انهيءَ جو ڀاءُ مخدوم دوست محمد، بابي سائينءَ کي پيريءَ ۾ ڄاوا هئا، ۽ اڃا ننڍا ئي هئا ته سندن سر تان والد جي شفقت جو سايو ڪجهي ويو، ۽ هي ٻئي ڀائر، جن جي پيشانيءَ مان ننڍي ئي سعادتمندي ۽ بخت جي بلندي پکي رهي هئي، سي يتيميءَ جي زندگي گذارڻ لڳا. اسان جي امڙ، شڪارپور جي مشهور پٺاڻ سخي مدد خان جي گهراڻي مان هئي ۽ نهايت ناز پرورده هئي، تنهن ويچاريءَ ڏاڍا ڏاکڙا ۽ تڪليفون سر تي سهي پنهنجي ٻچن جي پرورش ڪرڻ شروع ڪئي. وڏي ڀاءُ ۽ سجاده نشين جي مخالفت هن حد تي پهتل هئي جو مولانا غلام محمد مهيسر ڪمالديري واري کي (ابتدا ۾ مخدوم محمد عاقل رحه جو شاگرد هو، ۽ سندس وفات کان بعد شهدادڪوٽ وڃي مولانا گل محمد مرحوم وٽ رهيل علم جي تڪميل ڪئي هئائين، ۽ پوءِ کهڙن ۾ مخدوم عاقل رحه واري مدرسي ۾ شاگردن کي تعليم ڏيندو هو) تنهن کي به منع ڪري ڇڏي هئائين ته الله بخش ۽ دوست محمد کي نه پاڙهي! جنهن تي مولانا صاحب چيا ڪندو هو جو مخدوم صاحب کي ساڻ ولي ”ابل واهه“ ٿي، وڃي پير سرهنديءَ جي روضي ۾ ويهي لڪي ڪيس پاڙهيندو هو، جيئن ميان دين محمد کي خبر نه پوي. اهو ابل واهه اڃا به هڪ منبر جي صورت ۾ ساڳئي هنڌان وهي رهيو آهي، جنهن جي اوڀارين ڪپ تي مخدومن جي عاليشان مسجد ۽ مدرسو ڦٽل حالت ۾ موجود آهن، ۽ اولاهين ڪپ تي مسجد جي سامهون سرهندي بزرگ جي درگاه آهي.

والده سائڻ فرمايو ته آخر ادو الله بخش انهن سختين ۽ ڏکن کان تنگ اچي، پيرين پيادو پنڌ ڪري، پرچوندي شريف حافظ محمد صديق وٽ ڪهي ويو. حافظ صاحب، جنهن جو مخدوم محمد عاقل سان دلي رابطو هو، ۽ هونئن به پير سائين روضي ڌڻيءَ جي مريد جي حيثيت ۾، کهڙن جي مخدوم گهراڻي لاءِ سندس دل ۾ وڏي عزت هئي. چاڪاڻ ته پير سائين، مخدوم محمد عاقل وڏي جو شاگرد هو. تنهن کي رات جو وڃي پڌايائون ته هن طرح هڪ مخدوم نينگر آيو آهي. چون ٿا ته انهيءَ

وقت حافظ صاحب کي پيٽ ۾ سُور هو، سو هڪدم پاڻيءَ چڪو موڪليائين ته مخدوم نينگر کي چئو ته هن تي ڪا قرآن پاڪ جي آيت دم ڪري ڏئي ته آءٌ پيان. مخدوم الله بخش، حڪم جي تعميل ڪندي، انهيءَ وقت جيڪي ڪجهه خيال ۾ آيو سو پڙهي انهيءَ پاڻيءَ تي دم ڪري ڏنو. خدا جي فضل سان حافظ صاحب جو سُور لهي ويو. حافظ صاحب جن پنهنجي خليفن کي سخت تاڪيد ڪيو ته هن نينگر جي سک ۽ آرام جو سڀڪو انتظام ڪيو وڃي. آخر صبح جو نماز کان پوءِ حافظ صاحب مخدوم الله بخش کي گهرائي ڪانئس احوال ورتو، ۽ نهايت پيار سان پيش آيو. سندس حق ۾ دعا ڪيائين.

حضرت حافظ صاحب جي دعا سان ان تي علم آسان ٿيو ۽ ٿوري وقت ۾ فارغ التحصيل ٿيو.

مخدوم الله بخش جڏهن علم جي تحصيل پوري ڪئي ۽ اڃا ڪيس ڪنهن به روزگار نه مليو هو، تڏهن ڪنهن ڏينهن ڪا ورثي ترڪي جي تحرير لکيائين ۽ تحرير لکائيندڙ کيس هڪ روپيو نذراني طور ڏنو. اهو روپيو کڻي اچي پنهنجي ڳهڻيءَ ماءُ جي هٿ تي رکيو. پوءِ ته ڪو امڙ جي خوشيءَ جي حالت ڏسي ها! خدا جي شڪراني مان نه ڍائي- چوي ته ”اي الله! تنهنجا لک شڪرانا جو تو منهنجي الله بخش کي اهڙو ڪيو جو اڄ روپيو ڪمائي کڻي آيو آهي!“ مگر افسوس جو والده سائڻ پنهنجي الله بخش جو اوج نه ڏٺو، ۽ پياري پٽ جي ڪمائيءَ مان پنهنجي اکين سان فقط اهو ئي هڪ روپيو ڏٺائين: ٿوري وقت کان پوءِ بيمار ٿي پئي، ۽ هن فاني جهان مان باقي جهان ڏانهن لڏي وئي.

والده جي وفات کان پوءِ، مخدوم الله بخش راڻيپور شريف جي درگاهه غوثيه جي سجاده نشين حضرت پير ابو محمد صالح شاهه افنديءَ وٽ وڃي منشي ٿيو، ۽ اتان کيس پورو پنو ملندو هو، جنهن مان ڏکيو سکيو پنهنجي پڄڻ جو گذران ڪرڻ لڳو.

مخدوم الله بخش، پير صالح شاهه صاحب جي ڪم سان، خيرپور رياست جي وزيراعظم سردار محمد يعقوب خان وٽ ويو. سردار صاحب، مخدوم صاحب جي قابليت ڏسي، پهرين ئي ملاقات ۾ مٿس مفتون ٿي پيو، ۽ ضروري ڪم پوري ڪرڻ کان پوءِ مخدوم صاحب کي چيائين ته ”اسان کي توهان جهڙي قابل ۽

دلير ماڻهوءَ جي سخت ضرورت آهي، توهان پير صاحب جي نوڪري ڇڏي هتي اچو ته مان توهان کي پنهنجو حاضري - منشي (Persional Assistant) ڪري رکان".
مخدوم الله بخش اهو خيال ڪري ته خانگي نوڪريءَ تي ڪو اعتبار ڪونهي، نه وري اتي ڪي ترقيءَ جا امڪانات آهن، گذر به ڏکيو ٿي رهيو آهي، پير صاحب کان موڪلائي اچي سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو. پهريائين بالا آفيس (وزير صاحب جي آفيس کي انهن ڏينهن ۾ بالا آفيس چوندا هئا) ۾ وزير صاحب جي حاضري - منشيءَ جي حيثيت ۾ مقرر ٿيو. جلد ئي رياست جي قانون جو امتحان (Higher Examination) پاس ڪري ورتائون، جنهن تي کيس فيض گنج تعلقي جو هيڊ منشي مقرر ڪيو ويو. سندس قانوني مهارت ڏسي، انهيءَ وقت جي وزير شيخ صادق عليءَ کيس خيرپور جو ريز يڊنٽ ماجسٽريٽ مقرر ڪيو. خيرپور ۾ مختلف هنڌن ريزيڊنٽ رهندو هو، کيس دڪن رليف انڪٽ مطابق، ساريءَ رياست جو رليف جج مقرر ڪيو ويو.
آخر ۾ مير امام بخش خان مرحوم جي تقاضا تي، کيس مير صاحب جو خاص مير منشي مقرر ڪيو ويو، جنهنڪري کيس مير صاحب سان گڏ هميشه گشت ۾ رهڻو پوندو هو. اتي کيس ڪا گرميءَ جي لهس اچي وئي ۽ سلھ جو شڪار ٿي پيو، جنهن مان جانبر نه ٿي سگهيو. آخر تاريخ ۲ رجب سنه ۱۳۳۵ ھ ۾ وفات ڪيائين.
مخدوم الله بخش عربي ۽ فارسي زبانن، تفسير، حديث، فقه ۽ ٻين مروج علمن جو تمام قابل ۽ ماهر هو. جيستائين ڪنهن شرعي تحرير تي سندس صحيح نه ٿيندي هئي، تيستائين اها تحرير مجيءَ رياست ۾ ڪٿي به قبول نه ٿيندي هئي. سندس لکيل قلمي تحريرون اڃا تائين موجود آهن، جن جي ڏسڻ سان ائين پيو معلوم ٿئي ته گويا علم جو هڪ سمنڊ آهي، جو ڇوليون هڻي رهيو آهي. هو هڪ خوش بيان واعظ به هو. گهڻو ڪري پنهنجيءَ مسجد ۾ هر جمعي تي وعظ ڪندو هو، جنهن ۾ عجيب تاثير هوندو هو ۽ پري پري کان ماڻهو سندس وعظ ٻڌڻ لاءِ هلي ايندا هئا.
فارسيءَ ۽ عربي زبانن ۾ انشاء پردازيءَ ۽ شعر گوئي ۾ ڪمال حاصل هوس.
مخدوم الله بخش اگرچه ساري عمر نهايت اهم سرڪاري عهدن تي رهيو، ۽ انهيءَ ڪري کيس وقت تمام ٿورو ملندو هو، تاهم تصنيف تاليف کان غافل نه رهيو. سندس تصنيف ڪيل هيٺيان ڪتاب دستياب ٿي سگهيا آهن.
"تفسير تسهيل القرآن". هيءَ هڪ نهايت عجيب نموني جو مختصر مگر جامع

تفسير لکڻ شروع ڪيو هئائين، جنهن جا فقط چار ٻهريان پارا پورا ڪري سگهيو. انهن مان ٽي پارا سندس زندگيءَ ۾ شيخ علي محمد نو مسلم ڇپائي پڌرا ڪيا، باقي چوٿون پارو، راقم الحروف وٽ قلمي صورت ۾ موجود آهي. هي تفسير سنڌي زبان ۾ آهي ۽ اسرائيليات کان پاڪ آهي.

۲- ”فوزالا خلاف ۾ فيض الاسلاف عرف تذڪره مخاديم کهڙا“. هيءُ ڪتاب فارسي زبان ۾ لکيل آهي ۽ کهڙن جي مخدومن جي حالات تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو اصل مصنف جو لکيل نسخو راقم الحروف وٽ موجود آهي. انهيءَ جو هڪ نقل پير حسام الدين راشدي ۽ هڪ نقل سنڌ يونيورسٽيءَ جي لائبريريءَ ۾ موجود آهي.

۳- ”علم غيب متعلق هڪ رسالو“. هيءُ رسالو سنڌي زبان ۾ پير صاحب شاهه مردان شاهه پاڳاري جي چوڻ تي لکيو هئائين. رسالي ۾ هن معرڪة الآراء مسئلي جي نهايت انوکي نموني تي تحقيق ٿيل آهي. هيءُ رسالو به راقم الحروف وٽ موجود آهي.

۴- منطق جي مشهور متن ”ايساغوجي“ تي فارسي زبان ۾ هڪ نادر حاشيو لکيو هئائين جو راقم الحروف وٽ قلمي صورت ۾ موجود هو مگر افسوس جو هڪ بيرحم دوست کڻي ويو ۽ گم ڪري ڇڏيائين.

۵- تنهن کان سواءِ عربي ۽ فارسي زبانن ۾ ڪي مختلف فقهي تحريرون لکيل آهن جيڪي هڪ طرف ادبي شه پارا آهن ته ٻئي طرف متعلقہ مسائل بابت جامع ۽ مانع تحقيق آهن.

مخدوم الله بخش صاحب کي خداوند ڪريم وڏو ذهن ۽ ذڪاءُ عطا ڪيو هو. سندس حافظي جي قوت جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي، عربي ۽ فارسي ڪتابن جون عبارتون جون عبارتون کيس ياد هونديون هيون، ۽ جيڪڏهن ڪنهن به وقت سندس روبرو ڪو علمي بحث ڇڙي پوندو هو ته ائين معلوم ٿيندو هو ڄڻ گويا پوري لئبرريءَ جا ڪتاب سندس اڳيان کليا رکيا آهن ۽ هو انهن ۾ ڏسندو، عبارتون پڙهندو ۽ صفحن جا حوالا ڏيندو ٿو وڃي. حاضر جوابيءَ ۾ خاص ملڪو حاصل هوس.

ايران جي هڪ مجتهد سان مير فيض محمد خان هن جو بحث ڪرايو. مجتهد صاحب جواب نه ڏيئي سگهيو ۽ چيائين مان ڪتاب سکر ۾ ڇڏي آيو آهيان جنهن تي مير صاحب مشهور مقولو پڙهيو ”علم همان است که درجلد خويش، علم همان نيست که درجلد ميش“ مخدوم صاحب جن ميرعلينواز علوي جي صحبت ۽ پنهنجي مطالعي جي

زور تي علم طب جا ماهر هئا. ان جي معمولي نسخن سان وڏين بيمار بـون هاـون ويندبون هيون سندن طبي بياض جوبي سائنز مون وٽ محفوظ آهي (مخدوم امير احمد مهراڻ ص-٥٠ مختصراً)

آئينه جهان نما جو ڪجهه مطالعو نصيب ٿيو الـ هڪ بهترين تاريخ آهي. سنڌي ادبي بورڊ کي گهرجي ته جيترو جلد ٿي سگهي ان کي ڇاپي. دنيا ۾ سنڌ جي اهم ۽ نئين انڪشافات تي مشتمل اها تاريخ مخدوم محمد عاقل وڏي (استاد حضرت روزي ڌڻيءَ) جي لکيل آهي جيڪو مخدوم احمدي جو پٽ هو مخدوم امير احمد ان کي مخدوم محمد عاقل ثاني ڏانهن نسبت ڪري غلطي ڪئي آهي (عبدالوهاب چاچڙ)

# مخدوم دين محمد کهڙوي

مخدوم دين محمد ابن مخدوم محمد عاقل عرف مخدوم پير محمد بن مخدوم عبدالخالق بن مخدوم عاقل محمد بن مخدوم احمدي بن مخدوم عبدالرحمان شهيد ابن مخدوم محمد بن عاقل محمد بن عبدالخالق قريشي هاشمي عباسي.

اسان جو وڏو سيدنا ابراهيم متوفي ٣٤٨ ھ خليفه معتصم بالله جي زماني ۾ مدينه منوره کان ايرن ڪوٽ جي ويجهو ڪلور ڪرتي اچي رهيو هو. پوءِ اڪبر بادشاه جي طرفان قاضي القضاة ٿي مخدوم الملڪ اسد الله متوفي ٩٦٦ ھ. کهڙن لڳ پوري ۾ آيو پوءِ ان جو پڙ پوٽو مخدوم عبدالخالق متوفي ١٠٦٢ ھ پوري کي ڇڏي کهڙن ۾ آيو. گهوٽڪي جي سادات جو اسان جي وڏن سان گهرو ربط هو. پير موسيٰ شاه وڏو گهوٽڪي وارو مخدوم عبدالرحمان شهيد جو شاگرد هو. مخدوم صاحب جي شهادت کان پوءِ پير صاحب صاحبزادن جـي تعليم لاءِ مـخدوم ابوالمعالي کي سيوهڻ مان وٺي کهڙن ۾ رهايائين.

مخدوم دين محمد سيوهڻ ۽ لڪي ننگر مان پڙهي آيو. والد کان پوءِ پڳ ٻڌائين. اڳيان مخدوم پاڻ پڙهائيندا هئا. هن بزرگ کان اهو سلسلو ختم ٿيو. هن پاڻ جي جانشينن پاڻ پڙهائڻ ڇڏي ڏنو. تعليم لاءِ مولانا غلام محمد مهيسر کـي رهايائين جيڪو کهڙن جو پڙهيل هو ۽ آخري ڪتاب شهدادڪوٽ مان پڙهي دستاربند ٿيو هو. وڏا سڀ قادري سلسلي جا هئا. مخدوم عبدالخالق دوم حاجي عبدالرحمان فاروقي

سرهندي نقشبندي جو مريد ٿيو جيڪو مسافر ٿــي هتان لنگهيو هـو. ان جـي مزار کهڙن جي پاهران آهي. اهو اصل جالنڌر ضلع جو هو. مخدوم پير ﷫ پيءُ کان فيض ورتو ۽ مخدوم دين ﷫ ، پنهنجي پيءُ کان. سندس وفات ماه صفر ۱۳۲۶ھ ۾ ٿي.
(مخدوم نيڪ ﷫ سجاده نشين)

## مخدوم نيڪ محمد ۽ شفيع محمد

مخدوم نيڪ ﷫ بن مخدوم دين ﷫ پيءُ جي جاءِ تي پڳ ٻڌي. ان جي تعليم مولانا غـلام عمر سوني جتوئـي واري وٽ ٿـي. سندس وفات ۲ ربيع الاول ۱۳۳۷ھ ۾ ٿي. ان جي جاءِ تي مخدوم شفيع محمد ويٺو جيڪو مولانا غلام عمر ۽ مولانا ميرمحمد نورنگي وٽ پڙهيو. اهو خواجه حسن جان سرهندي جو مريد ٿيو. ان جي وفات اپريل ۱۹۷۳ع مطابق ۴ ربيع الاول ۱۳۹۳ھ ۾ ٿي (مخدوم نيڪ محمد سجاده نشين)

## مخدوم امير احمد

مرحوم مخدوم امير احمد جـو تعلق کهڙن جي مشهور و معروف مخدوم خـاندان سان آهي جيڪو ٽين صديءَ هجريءَ جـي شـروعات ۾ خليفي معتصم بـالله عباسيءَ جي دور خلافت ۾ سندس ڏـي التجا تـي سنڌ ديس ۾ دين اسلام جي تبليغ ۽ ترويج لاءِ تشريف فرما ٿيو.

مرحـوم مخـدوم امير احمد جـو سلسلهٔ نسب پنهنجن والسطن سـان حضرت سيدنا عباس عم رسول الله صلي الله عليه وسلم سان هن طرح ملي ٿو.

مخدوم امير احمد بـن مخدوم احمدي بـن مخدوم عصمت الله بـن مخدوم احمدي بن مخدوم عبدالخالق بن مخدوم محمد عاقل بن مخدوم دين محمد بن مخدوم پيرمحمد بن مخـدوم عبدالخالق بن مخدوم محمد عـاقل بـن مخدوم احمدي خدائي بن مخدوم عبدالرحمان شهيد بن مخدوم محمد بن مخدوم محمد عاقل بن مخدوم عبدالخالق (مـدفن کهڙا) بن مخدوم يحيٰ (مـدفن پيري) بن مخدوم جمال الدين بن مخدوم اسد الله بن مخدوم احمدي بن (اڏيهي ڪائي وٺي آهي ۸۰ ۾ نئو اچي) بن مخدوم عبدالله بـن مخدوم جمال الديـن بن مخدوم عبدالله بن مخدوم ابراهيم شـهيد

(از دست سارقان) بن مخدوم اسحاق بن مخدوم معرف بن مخدوم محمد بن مخدوم عبدالله بن مخدوم محمد بن مخدوم علي بن مخدوم عبدالله بن حضرت عباس رضي‌الله تعاليٰ عنهما.

مخدوم امير احمد جن خير سان سن ۱۹۰۱ع ۾ شهر کهڙن ۾ تولد ٿيا ۽ ٻارهن سالن کانپوءِ سن ۱۹۱۲ع ۾ شهر کهڙن جي سنڌي اسڪول ۾ داخل ڪرايا ويا ۽ چئن سالن ۾ چوٿون درجو امتيازي نمبرن سان پاس ڪيائون. انهن ڏينهن ۾ رياست خيرپور جي وڏي وزير جناب سردار محمد ابراهيم خان کي رياست خيرپور جي ناز هاءِ اسڪول (جيڪو هز هائينس مير علي نواز خان ناز جي نالي تي قائم ڪيو ويو هئو) کي وڌائڻ ۽ زور وٺائڻ جو ڏاڍو اونو دامنگير هو ۽ انهيءَ ئي سبب ڪري سرڪاري حڪم نافذ ڪيو ويو هو ته رياست خيرپور جي حدن اندر ڪو به هوشيار شاگرد نظر اچي ته انکي فوراً ۽ جبراً ناز هاءِ اسڪول پهچايو وڃي جنهن جو رائج‌الوقت نان نفقه تعليمي اخراجات ۽ ٻيون ضروريات زندگيءَ جو خرچ رياست سرڪار برداشت ڪندي جيستائين اهو شاگرد ناز هاءِ اسڪول ۾ زير تعليم رهندو.

جيئن ته مخدوم صاحب جن به هميشه پنهنجي ڪلاس ۾ پهريون نمبر هوندا هئا تنهنڪري لامحاله هن پڪڙ ڌڪڙ ۾ اچي ويا ۽ زبردستي کين رياست جي حڪم موجب سن ۱۹۱۶ع ۾ ناز هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو ۽ مخدوم صاحب موصوف فقط اتي هڪ هفتو رهيا، ڇا لاءِ ته کهڙن جي مخدومن جو اوج هو زبردستي داخلا واري حرڪت بالڪل معيوب ۽ ناقابل برداشت سمجهي وئي. تنهنڪري آغا گل حسن خان شڪارپوريءَ (نائب وزير رياست خيرپور) جي معرفت مخدوم صاحب جن کي انهيءَ رياست جي حڪم کان مستثنيٰ رکندي کين هڪ هفتي بعد پنهنجي والدين ڏانهن واپس ڪيو ويو. سندن والدين جو دنيوي علم پڙهائڻ ۾ قطعاً ارادو ڪونه هو تنهنڪري مخدوم صاحب جن کي ڪنهن جوڳي بندوبست ٿيڻ تائين کهڙن جي خواجه حافظ محمد سليمان وٽ في‌الحال قرآن شريف حفظ ڪرڻ لاءِ ويهاريو ويو جتي مخدوم صاحب جن خير سان ٻه سيپارا حفظ ڪري ورتا. ان وچ ۾ حضرت مولانا بخشعلي دادوءَ کي ڳڍي شهبازي ضلع دادوءَ مان مخدوم صاحبزادن کي ديني تعليم ڏيڻ لاءِ مخدوم صاحبن واري جامع مسجد شريف سان متصل پراڻي مدرسي ۾ رهايو ويو. ان لاءِ مخدوم صاحب جن کي خواجه حافظ محمد سليمان وٽان اٿاري حضرت مولانا

ممدوح وٽ ديني علم پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. پر خدا جو شان ته فقط ٽن مهينن گذرڻ بعد مولانا بخش علي جن هن فانيءَ دنيا سان باقي دنيا ڏي لاڏاڻو ڪيو. تنهنڪري هاڻي مخدوم صاحب جن خواجه حافظ محمد سليمان وٽ، حفظ سان گڏوگڏ فارسيءَ جي پڙهيل ڪتابن جو تڪرار به شروع ڪيو ۽ ڪيقدر اڳتي به پڙهندا رهيا.

ٿوري ئي وقت ۾ حضرت مولانا محمد هاشم انصاري دادويءَ ڪـي قلعي سان گهرائي مخدوم صاحبزادن جي ديني تعليم ۽ تربيت لاءِ ساڳي ئي مدرسي ۾ ويهاريو ويو ۽ مخدوم صاحب جن کي وري به خواجه محمد سليمان وٽان اٿاري حضرت مولانا محمد هاشم جي حوالي ڪيو ويو. جتي مخدوم صاحب جن پنهنجي اعلىٰ فهم ۽ ذڪاءَ جو مظاهرو ڪندي فارسيءَ جو مروج نصاب فقط ٽن مهينن اندر پورو ڪري ورتو ياد رهي ته مولانا محمد هاشم، حضرت مولانا محمد حسن جوڻيءَ واري جو شاگرد رشيد ۽ مولانا محمد حسن وري حضرت مولانا عبدالرحمان ڏامراهيءَ جو شاگرد رشيد ۽ مولانا عبدالرحمان وري حضرت مولانا نظر محمد پنگ واري جو شاگرد رشيد هو.

فارغ التحصيل ٿيڻ بعد مخدوم صاحب جن پنهنجي اباڻي مدرسي ۾ درس و تدريس جو سلسلو شروع ڪيو ۽ وٽس پري پري جا طالب علم فيض پرائڻ لاءِ جوق درجوق ايندا رهيا ۽ مدرسه جي معاونت ڪهڙن جا ماڻهو دل کولي ڪندا رهيا ۽ مدرسه وڏي اوج ۽ احترام سان هلندو رهيو. پر افسوس ته ڪن خانداني رنجشن ۽ نه سهپ ڪري مخدوم صاحب جن مدرسه جي ٻن سالن خدمت ڪرڻ بعد لاچار مدرسه ۽ ڪهڙن کي خيرباد چئي سن ۱۹۲۶ع ۾ نوشهري فيروز ۾ حڪيم قاضي ميان احمدي جي رفاقت سان قاضين جي مسجد ۾ مدرسه قائم ڪيو ۽ مخدوم صاحب جن ڇهه سال انهيءَ مدرسه ۾ مسلسل تعليم ڏيندا رهيا. اتان ڪافي طالب ديني علم جي زيورن سان آراسته ٿيا.

قاضي حافظ عبدالله مرحوم نوشهرويءَ بنده راقم سان ذڪر ڪيو ته هڪ دفعي رات جو قاضين واري مسجد شريف مان رمضان شريف جون تراويحون پڙهي نڪتاسي ته مخدوم صاحب جن فرمايو ته انشاءالله تعالىٰ آئينده رمضان شريف جون تراويحون اسان انهيءَ مصلي تان پڙهائينداسي ۽ خدا جو شان جو ٿيو به ائين جو انهيءَ

رمضان المبارڪ کان ولي مخدوم صاحب جن قرآن شريف حفظ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ فقط اٺن مهينن جي قليل عرصي ۾ سڄو قرآن شريف حفظ ڪري ورتو ۽ ايندڙ رمضان شريف ۾ اهڙو ته صحيح ۽ فوحت بخش ختم پڙهيو جو اسان ته ميڙئي حيران ۽ دنگ رهجي ويا سين. سبحان الله ڪهڙو نه اعليٰ ذهن ۽ ذڪاءُ هو.

مخدوم صاحب جن جي علم جي سڄي نوشهري ۾ خوشبوءِ پکڙيل هئي. انهيءَ کان متاثر ٿي ١٢ مئي ١٩٣٣ع انهيءَ وقت جي نوشهري فيروز جي مدرسه هاءِ اسڪول جي هيڊ ماستر مسٽر انصاري صاحب جي ذاتي ڪوشش سان مخدوم صاحب جن نوشهري فيروز جي مدرسه هاءِ اسڪول جا عربڪ ٽيچر مقرر ٿيا. ۽ انهيءَ سال چوٿين درجي کان عربي پڙهائڻ شروع ڪئي ويئي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (حال وائيس چانسيلر اسلاميه يونيورسٽي اسلام آباد) ان وقت چوٿين درجي ۾ نوشهري فيروز مدرسه هاءِ اسڪول ۾ زير تعليم هئا ۽ فرمائين ٿا ته اها اسان جي خوشقسمتي هئي جو مخدوم صاحب جهڙا لائق ۽ فائق استاد اسان کي نصيب ٿيا. جن اسان جي دلين ۾ عربي ٻوليءَ لاءِ شوق پيدا ڪيو ۽ اها انهيءَ ابتدائيءَ شوق جي ئي برڪت هئي جو اسان ايم. اي عربيءَ ۾ ڪئي. مخدوم صاحب جن جي شاگردن عربيءَ ۾ ان وقت ڏاڍو نالو ڪڍيو. مدرسه هاءِ اسڪول جي اها حالت ڏسي سال ١٩٣٨ع ۾ نواب شاه لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول جي هيڊ ماستر حاجي خواجه مهر علي جن کي مخدوم صاحب کي پاڻ وٽ گهرائڻ جو ڏاڍو شوق ٿيو نيٺ سندس اڻ ٿڪ ڪوشش بار آور ٿي ۽ مخدوم صاحب جن نوشهري فيروز مدرسه هاءِ اسڪول کان اچي لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول نواب شاه ۾ عربڪ ٽيچر مقرر ٿيا. هتي به مخدوم صاحب جن بهترين عربڪ ٽيچر هئا. جن شاگردن ۾ عربيءَ لاءِ بي پناه شوق پيدا ڪيو. لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول جي ترقيءَ لاءِ به مخدوم صاحب جن خواجه صاحب سان ڳڻيءَ طرح پاڻهن پيلي ٿي ويا. بورڊنگ هائوس جي چارج به سندن ئي حوالي هئي. هاءِ اسڪول جو بهريون باغ مخدوم صاحب جن پنهنجيءَ ذاتي نگرانيءَ ۾ لڳرايو. سال ١٩٤٤ع ۾ حيدرآباد ۾ الجامعة العربيه في السند (سنڌ عربڪ يونيورسٽي) جي جناب سيد علي اڪبر شاه ميهڙوي جي ذاتي ڪوشش سان ڪانفرنس ٿي جنهن ۾ مخدوم امير احمد جن لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول نواب شاه پاران شرڪت ڪئي جنهن ۾ مخدوم صاحب جن عربيءَ ٻوليءَ جي موجوده مروج نصاب جي ترميم ۽ تبديل ڪرڻ تي ايتري ته مدلل تقرير ڪئي جو ميٽنگ

ھندڙن جي دلين ۾ گھر ڪري ويئي ۽ انهيءَ ئي سبب ڪري سال ١٩٤٥ع ۾ ڪين اتفاق راءِ سان الجامعة العربيه جي عربي ڊپارٽمينٽ جو سربراه مقرر ڪيو ويو ۽ بعد ۾ سال ١٩٤٦ع ۾ الجامعة العربيه جا پهريان پرنسپل مقرر ٿيا.

مخدوم صاحب جن جي علمي مقام کي خيال ۾ رکندي ڪين انهيءَ ئي سال سنڌ يونيورسٽي جي سينيٽ جو ميمبر چونڊيو ويو. سال ١٩٥٢ع ۾ پاڻ حج تي خير سان اسهيا ۽ واپس موٽڻ تي اتان ناياب عربي ڪتابن جو تحفو آندائون ۽ جڏهن ته حج بيت الله تان موٽڻ بعد ڪين سنڌ اورنٽيل ڪاليج جو پرنسپل مقرر ڪيو ويو ۽ اها ناياب ڪتابن جي سموري ميڙي تحفي طور اورنٽيل ڪاليج جي لئبرري کي ڏنائون. ۽ سنڌ اورنٽيل ڪاليج کي وڏي شان ۽ شوڪت سان هلائيندا رهيا. سال ١٩٥١ع کان ١٩٥٣ع تائين مخدوم صاحب جنکي مسلم گرلس ڪاليج ۾ پارٽ ٽائيم عربي ليڪچرر ڪري بي. اي آنرس ڪلاس کي عربي پاڙهڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو سندن شاگرديائي ميڊم امينه هاليپوٽو صاحبه (موجوده پرنسپل گورنمينٽ زبيده گرلس ڪاليج حيدرآباد) سڄيءَ يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آئي.

سال ١٩٥٥ع ۾ سندن ئي ڪوشش سان اسلاميه ماڊرن هاءِ اسڪول وجود ۾ آيو جنهن جا پاڻ جنرل سيڪريٽري مقرر ٿيا. ۽ انهيءَ ڪانسواءِ مرحوم خان بهادر محمد بخش شيخ جي برپا ڪيل حمايت الاسلام هاءِ اسڪول ۽ ڪاليج حيدرآباد ۾ سندن وڏو هٿ هئو. ۽ پاڻ حمايت الاسلام جا سرگرم رڪن هئا.

مخدوم صاحب جن جناب قاضي حڪيم شمس الدين جي وفات کان پوءِ سندن برپا ڪيل سنڌ طبيه ڪاليج جيڪو سنڌ يونيورسٽيءَ سان پڻ ملحق هئو جا سربراه هئا ۽ اورنٽيل ڪاليج جي بلڊنگ ۾ وڏي آب ۽ تاب سان هلائيندا رهيا جنهن جا پرنسپل جناب ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل صاحب هئا. هميشه کين سينيٽ سان گڏ سنڊيڪيٽ جو ميمبر پڻ مقرر ڪيو ويو.

مخدوم صاحب جن سنڌ جا بي نظير عالم ۽ اديب هئا کين عربي لغت ۽ ادب تي وڏو عبور حاصل هئو.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جن فرمائين ٿا ته مان رياست جهونا ڳڙه ۾ ڍهندو هوس ۽ انٽر آرٽس ۾ عربي کنئي هئم ابن دريد جو مشهور قصيدو "المقصوره ابن دريد" ڪورس ۾ رکيل هئو. هي قصيدو نه فقط ڪلاسيڪل رنگ ۾ لکيل آهي پر مشڪل

مان مشڪل عربي لفظن، محاورن ۽ استعارن مان پڻ لبريز آهه علامه ابن دريد لغت جو امام ليکيو ويندو آهه ۽ پنهنجي هن قصيدي ۾ تمام ڏکيا لفظ ڪم آندا اٿس مون ڪلاس کان سواءِ پنهنجي روه سوه انهيءَ کي سمجهڻ ٿي گهريو. انهيءَ ڪري ونڪيشن ۾ نواب شاهه وڃي مخدوم صاحب جن کان پڙهندو هوس. پهريون ته مون سمجهيو ته شايد مخدوم صاحب جن کي پڙهائڻ ۾ دقت ٿيندي پر منهنجي ته حيرت جي حد نه رهي جڏهن مون ڏٺو ته مخدوم صاحب جن اهو ڪتاب بنان تڪليف لفظ به لفظ ڪري سمجهايو ڪتاب فقط هڪڙو سو به منهنجي طرف ڏو کليل پاڻ الٽي ڪتاب کي پڙهندا ۽ سمجهائيندا ويندا هئا. ڪن جزوي لفظن کان سواءِ ڪين ڪا به دقت نه ٿيندي هئي جا ڪڏهن لغت ڏسي حل ڪندا هئا.

عربيءَ تي مڪمل عبور ڪري ڪين سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪن پيپرن پڙهائڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو جتي پاڻ بي. اي ۽ ايم. اي آنرس جا ڪي ڪتاب پڙهائيندا هئا.

مخدوم امير احمد صاحب جن پنهنجي نوشهري واري زماني ۾ انگريزي زبان پنهنجي روه سوه پڙهڻ شروع ڪئي ۽ آخر وقت تائين سندن انگريزي استعداد ڪنهن به صورت ۾ بي اي کان گهٽ ڪو نه هئو. ۽ سنڌ اورينٽل ڪاليج جي پرنسپاليءَ واري زماني ۾ انگريزي لکپڙهه بنان ڪنهن تڪليف جي هلائيندا هئا.
مخدوم امير احمد صاحب جن سنڌي ادب جا ماهر هئا ۽ شروع کان ئي ولي ڪين ادب سان وڏو شغف هوندو هئو. نوشهري ۽ نوابشاهه ۾ به ڪين ادب سان وڏي دلچسپي هوندي هئي. نوشهري مدرسه هاءِ اسڪول ۾ بزم مشاعره و بزم ادب قائم ڪيون هئائون جنهن جا سيڪريٽري ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هوندا هئا ۽ نوابشاهه لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول ۾ بزم مشاعره و بزم ادب جا سيڪريٽري مرحوم شفيع محمد شاهه هوندا هئا. جتي شاگردن جي نظم خواه نثر جي اعليٰ اصلاح ٿيندي هئي. پر افسوس ته حيدرآباد اچڻ کان بعد عديم الفرصتيءَ ڪري سندن اهو شوق ختم ٿي ويو حتيٰ ڪه سندن اڳيون مواد به سنڀالجي نه سگهيو.

حيدرآباد اچڻ بعد سندن سنڌي ادب ۾ پوري ولڻ جو مواد پڻ ڪيترو موجود آهه. شاهه عبداللطيف يادگار مخزن- اورينٽل ڪاليج مخزن، الرحيم رسالي ۽ رسالي مهراڻ جي مشاهير نمبر ۾ سندن مضامين سندن اعليٰ مضمون نويسي ۽ انشا پردازيءَ جي بخوبي ساک پرين ٿا.

مخدوم صاحب جا سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپيل ڪتاب فارسيءَ مان سنڌيءَ ۽ عربي ٻوليءَ ۾ ترجمو ۽ تحقيق ٿيل آهن جي سندن علمي تعمق جو بين ثبوت آهن.

١- فتح نامون سنڌ (چچ نامون) ٢- تحفة الڪرام ٣- تاريخ معصومي ٤- حيات القاري في اطراف صحيح البخاري ۽ ٥- بذل القوة في حوادث سني النبوة (ٻئي تصنيف حضرت علامه محمد هاشم صاحب ٺٽوي) جي تحقيق.

سندن وفات ١ محرم ١٣٩١ هه ۾ ٿي- ڇڏيائين ٣ پٽ مخدوم غلام احمد ايم. اي بي-ٽي- مخدوم ڊاڪٽر نذير احمد (٣) مخدوم بشير احمد اسسٽنٽ پروفيسر ۽ نياڻيون ۽ اهليه محترمه ڇڏي وياه (مخدوم ڊاڪٽر نذير احمد)

مخدوم صاحب جن کي حضرت مولانا ڪريمداد ٺرڙهي وارن به پنهنجي مدرسه ۾ پڙهائڻ لاءِ گهرايو هو. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولوي محمد علي شاهه شهيد

سونهاريءَ سنڌ جي ضلعي سکر (هاڻي خيرپور) ۾ ديهه الرا جاگير جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ. سيد ڳوٺ ۾ ١٩٠٥ع ۾ سيد ولايت شاهه بخاري جي حويلي ۾ مظلوم اي وس ۽ ابوجهه عوام جي آزاديءَ جو علمبردار مولوي محمد علي شاهه پيدا ٿيو. شاهه صاحب جن پرائمري تعليم پنهن جي ڳوٺ کان هڪ ميل پنڌ تي ڪوٽ مير محمد ۾ حاصل ڪئي. پرائمري تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ شاهه صاحب کي ديني تعليم پرائڻ لاءِ سندس والد سائين سنڌ جي مشهور ديني درسگاهه دارالهديٰ ٺيڙهيءَ ۾ حضرت مولانا حبيب الله جي حوالي ڪيو. شاهه صاحب جي ذهانت کان متاثر ٿي. مولانا قاضي حبيب الله مٿن پدرانه شفقت جو هٿ رکيو.

جنهن سال مولانا عزيز احمد صاحب تحصيل علم لاءِ ديوبند ويا ته شاهه صاحب سائن گڏ هئو ۽ عربيءَ جا منتهي ڪتاب ان وقت جي صدر مدرس مولانا انور شاهه ڪاشميري رحه ۽ مولانا شبير احمد عثماني وٽ پڙهيائون.

دارالعلوم ديوبند ۾ هڪ سال قيام بعد شاهه صاحب پنهنجي مربي استاد مولانا حبيب الله صاحب وٽ واپس ٺيڙهي آيا. جتي باقي رهيل ڪتاب ۽ دوره حديث پورو ڪري دستار فضيلت پڌائون.

دستار بندي وقت شاهه صاحب جو والد اڳ ۾ ئي رحلت ڪري ويو هيو. سندن والده زنده هئي جنهن پنهنجي فرزند کي عالم جي حيثيت ۾ ڏٺو ۽ ساڳي ڏينهن سندن والده به وفات ڪئي. جيڪا بيبي صاحبه اڳ ۾ ئي نزع جي حالت ۾ هئي ۽ فقط پنهنجي عظيم فرزند جي مولويت جي پڳ (دستار فضيلت) واري آس اکين سان ڏسڻ لاءِ بيتاب هئي. شروع ۾ شاهه صاحب جن دارالهدىٰ ٺيڙهي ۾ درس تدريس جو ڪم شروع ڪيو. بعد ۾ ناظم اعليٰ ۽ مجلس شوريٰ جو ميمبر ٿي رهيو ۽ ٺيڙهي جي مدرسه جي ترقي ۽ توسيع لاءِ آخري دم تائين پاڻ پتوڙيندا رهيا. پنهنجي حياتي ۾ ئي سندن محسن ۽ مربي استاد مولانا حبيب الله صاحب جن جي لائق ۽ فائق فرزند مولوي قاضي فضل الله صاحب کي سياسي ۽ سماجي سکيا ڏئي خيرپور ضلعي جو بهترين سياسي ۽ سماجي رهنما ثابت ڪري ڏيکاريو. مرحوم قاضي فضل الله شاهه صاحب جي شهادت کان اڍائي سال پوءِ ١٩٧٠ع ۾ شهيد ٿيو. ساڻس گڏ پڙهندڙن سان مرحوم مولوي حافظ عبدالحميد پٽي سڪر، ڊاڪٽر محمد عمر شيخ سکر ۽ مولوي امدادالله جتوئي ڳوٺ الله داداڻي جا نالا قابل ذڪر آهن.

شاهه صاحب کي تقرير خواهه تحرير ۾ ڪمال حاصل هيو. شاهه صاحب ننڍپڻ کان انقلابي ذهنيت رکندڙ هيو. اهو دور جاگيردارن ۽ وڏن زميندارن جي بربريت جو هيو غريب هاري جاگيردار ۽ زميندار جي ظلم جي چڪيءَ ۾ پيسندا اچي رهيا. شاهه صاحب ١٩٢٧ع ۾ سيد محبوب علي شاهه سکر واري سان گڏجي هاري جماعت ٺاهي، رجسٽرڊ ڪرائي. اها هلچل سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي وئي. شاهه صاحب جي انقلابي تقريرن ان وقت جي مرده دل هاري ۽ هيسايل هاريءَ ۾ زندهه رهڻ ۽ پنهنجي حق کي حاصل ڪرڻ جي سگهه پيدا ڪئي. لوڪس پارڪ سکر ۾ ڪيل سندس انقلابي تقرير سبب انگريز سرڪار کيس جيل ۾ وڌو ۽ ساڻس گڏ سکر ضلعي جا ڪيترا هاري به هيا.

شاهه صاحب جن غريب هارين جي رهنمائي ۽ رهبري لاءِ سندرو ٻڌي مرد مجاهد ٿي ميدان تي نڪري پيا. پوري زندگي غريب پرور ۽ اسلام جو سچو سپاهي ٿي گذاري.

نيٺ ١٩٤٠ع ۾ جاگيرداري ايڪٽ پاس ٿيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ١٩٥١-٥٢ ۾ سنڌ جي حڪومت هارين جي خوشحالي لاءِ زرعي ڪميشن مقرر ڪئي

جنهن ڪميشن جو چيئرمين غالباً مرحوم مير غلام علي خان ٽالپر هيو ۽ ان وقت روينيو منسٽر پير علي محمد شاه راشدي هيو. ان ڪميشن ۾ شاهه صاحب کي ٻه ميمبر چونڊيو ويو. جي- ايم سيد ٻه ان ڪميشن جو ميمبر هيو. ان ڪميشن سنڌ جي هارين جي خوشحالي ۽ سنڌ اندر زرعي پيداوار کي ميڪانڪي طريقي سان وڌائڻ ۽ غير آباد زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ نهايت اهم ۽ ڪارائتيون تجويزون پيش ڪيون. صدرايوب خان جي دؤر حڪومت جيڪي لئنڊ فارم (زرعي سڌارا) نافذ ڪيا ويا اهي ان زرعي ڪميشن جي سفارشن تجويزن ۽ رڪارڊ جي روشنيءَ ۾ تيار ڪيا ويا هيا.

شاهه صاحب سموري زندگي عوامي ۽ ديني خدمت ۾ گذاري جنهن جي پڇاڙي شهادت جي عظيم موت تي ٿي ١٨ جولاءِ ١٩٦٧ ع مطابق ٩ ربيع الثاني شام جو الرا جاڳير جو آفتاب هميشه لاءِ گروپ ٿي ويو.

شاهه صاحب جي ديني ۽ انقلابي زندگيءَ جو شروعاتي حصو حضرت مولانا تاج محمود امروٽي جي زير قيادت گذاريو. عالمن ۽ اديبن ۾ سندن هم صحبت مولانا عبدالڪريم چشتي رحه مرحوم مولانا دين محمد وفائي، حافظ عبدالحميد پنهور جيئل شاهه راشدي وغيره هئا.

١٩٤١ ع ۾ يونين ڪائونسل جا چيئرمين ٿي رهيا ۽ ضلعي سکر ۽ خيرپور ضلعي ڪائونسل جا سرگرم ميمبر ٻه ٿي رهيو ڪيس ١٩٤١ ع ۾ ئي ضلعي سکر جو بهترين چيئرمين قرار ڏنو ويو. شاهه صاحب ساڳي وقت سول اسپتال سکر جي ايڊوائيزري ڪميشن جو ٻه ميمبر ٿي رهيو. (احمد علي شاه ابن مولانا محمد علي شاه مرحوم)

# مولوي عبدالرحيم مانڌڻ

مولوي عبدالرحيم مانڌڻ سن ١٢٧١ هجري ۾ مانڌڻ (جيڪو لڙي مير واه کان ٻه ميل مفاصلي تي آهي) ۾ جنم ورتو. سندس مائٽ اڻ پڙهيل جهنگلي هئا جن سندس نالو چار پيو رکيو تنهن وقت ۾ ٻهراڙيءَ ۾ تعليم پرائڻ جو ڪو به شوق ڪو نه هيو چار پيو پنهنجي والد کان پڙهڻ جي اجازت گهري ته سندس والد کيس اجازت ڏني ۽ چيائين ته ٻيو ڪجهه ڪجهه نه پڙهه مگر صرف قرآن شريف پڙهه. مولوي عبدالرحيم کي تعليم پرائڻ لاءِ مشڪل دور ڏسڻو ۾ آيو. مگر هن کي پختو يقين هيو ته ڪوشش ڪاميابيءَ جي ڪنجي آهي. سو هن پنهنجي عزيزن کان اجازت ولي علم جي کولا

لاءِ ڪمر بند ٿي نڪتو هي بزرگ جڏهن جو گهران نڪتو ته واپس تڏهن آيو جڏهن سندس دستار بندي ٿي.

جڏهن مولانا عبدالرحيم صاحب ۱۳۰۴ هجري ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ آيو ته ڪيس ڪو به شهر جو ماڻهو يا عزيز سڃاڻي نه سگهيا سندس والدين هن جي موٽڻ کان اڳ فوت ٿي چڪا هئا. سندس هڪ ننڍي ڀيڻ جنهن ڪيس اکين نشانين تي سڃاتو. ۽ ساڻس ملي گهر ولي ويئي. مولوي صاحب وٽ هڪ اٺ ڪتابن جو موجود هو. جڏهن ماڻهن کي معلوم ٿيو ته هي ٻارهيو آهي. مگر عالمن سندس نالو عبدالرحيم رکيو آهي تڏهن سندس تمام گهڻي تعظيم ڪرڻ لڳا. تنهن وقت خيرپور رياست ۾ ٽالپرن جي حڪومت هئي مير صاحب جڏهن به ڪنهن شڪار سانگي ايندا هيا ته مولوي عبدالرحيم کي گهرائي سندس خدمت ۽ وڏي احترام سان ساڻس ملندا هيا. مولوي عبدالرحيم صاحب حضرت مولانا تاج محمود امروٽي سان گڏ تعليم حاصل ڪئي هڪ دفعي حضرت مولانا تاج محمود امروٽي سان مولوي عبدالرحيم جو هڪ عزيز مليو حضرت امروٽيءَ ڪانئس پڇيو ته عبدالرحيم ڪهڙي حال ۾ آهي. هن وراڻيو ته مولوي صاحب تمام خوش آهي حضرت امروٽي فرمايو وڏو افسوس آهي جو اهڙو باعمل عالم گمنام جاءِ ۾ گذاري رهيو آهي. مولوي عبدالرحيم صاحب کي پير آف رانيپور سيد صالح شاهه اچتو ته ٻاڦيندو هيو جو ڪيس پنهنجي ڀرسان وهاري ساڻس سچو ڏينهن گفتگو ڪندو هيو. ۽ سندس شاگرد پڻ هيو. مولوي عبدالرحيم صاحب پنهنجي شهر ۾ هڪ مدرسو کوليو. جنهن جو خرچ پاڻ برداشت ڪندو هيو. ديني تعليم لاءِ آس پاس جا طالب اچي پڙهندا هيا هڪ دفعي وقت جو حاڪم مير فيض محمد ٽالپر سندس مدرسي جو معائنو ڪيو ڪانئس ايترو ته متاثر ٿيو جو مدرسي لاءِ گرانٽ جي منظوري ڏنائين. جيڪو مولوي صاحب کي هر سال ملندو هيو. اهو منظور ٿيل گرانٽ اڄ تائين سندس پوين جي نالي ملي رهيو آهي. ڪيس چار پٽ ۽ هڪ نياڻي هئي. جيڪي پڻ عالم هئا. مولوي عبدالرحيم صاحب سن ۱۳۳۴ هه ۾ سورت "ياسين" پڙهندي انتقال ڪري ويو سندس غسل ۽ جنازي ۾ پڻ غيرمعلوم شخصن شرڪت ڪئي. جنازي نماز کان پوءِ اهي غائب ٿي ويا. (محمد اسماعيل صاحب)

# رهجي ويل

## مولوي عبدالرزاق پيرزاده

مولوي عبدالرزاق پيرزادو ساڪن ڳوٺ ڦراهن تعلقہ سکر- مرحوم جي والد جو نالو حاجي ڪمال الدين هو. ڦراهن جي پيرزادن جي هيءَ شاخ قريشن سان واسطو رکي ٿي. ۽ هتان جي پيرزادن جو مورث اعليٰ حضرت مخدوم شاه عثمان قريشي ستينءَ صديءَ جو هڪ بزرگ هيو. حضرت شاه عثمان قريشي رحہ برصغير جي ممتاز روحاني بزرگ حضرت شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني رحمت الله عليہ جو مريد ۽ خــاص خليفو هيو. ۽ پنهنجي مرشد سان سندس وڏي عقيدت هئي. سال ۾ ڪيترا دفعا حضرت شيخ ملتاني رحہ جي خدمت ۾ حاضري ڀريندو هو. ان زماني ۾ يعني ستين صدي هجري کان وٺي قريشن جو هيءُ خاندان ڦراهن ۾ سڪونت پذير آهي ۽ پنهنجي جدامجد جـي تعليمات تي هلي پنهنجي هٿن سان محنت ڪـــري ٻين پيرن ۽ پيرزادن کان منفرد حيثيت رکندڙ آهن. جو ته عام طرح اهي بزرگ خانواده محنت مشقت کان پري رهي قوم جي مٿان وبال هوندا آهن. حضرت شاهہ عثمان قريشي رحہ جن پنهنجي اولاد ۽ معتقدين ۽ عام مسلمانن کي سختي سان دين جـــو پابند ۽ شرڪ بـدعت ۽ ٻين غير شرعي ڪمن کان سختي سان منع ڪندا هئا. ايتري قدر جو ڪن هدايت هئي ته ناس، تماڪ وغيره کي هٿ به نہ لائين جنهن هدايت تي اڄ به ڦراهن جـا پيرزاده صاحبان سختيءَ سان پابند آهن. منهنجي خيال ۾ مشائخن ۽ ٻين خـــاندانن مان اها افضلت گهڻو ڪري حضرت شاه عثمان رحہ جي اولاد يعنيٰ ڦراهن جي پيرزادن کـــي آهي. نہ ته ناس ۽ تماڪ جهڙين شين جو ڪيترن ئي وڏن خـاندانن ۾ رواج آهي. حالانڪ هتان جا پيرزاده ناس ۽ تماڪ کي هٿ لائڻ به گناه سمجهندا آهن- سندن دڪان آهن جن تي اهي چمڙو به رکندا آهن.

حضرت مخدوم صاحب جي اولاد مان اسان جو مولوي ميان عبدالـرزاق پيرزادو پيدا ٿيو. سندس ابتدائي تعليم اُن هن ئي علائقي ۾ ٿـــي. عربي، فارسيءَ سان گڏ سنڌيءَ ۾ ورنيڪيولر فائينل جو امتحان پاس ڪري سنڌ جــي تعليم کاتي ۾ استاد

مقرر ٿيو. مرحوم مولوي صاحب جيئن ته ديني جذبي ۽ قومي خدمت جي جذبي سان سرشار هيو ۽ سندس طبع آزادي پسند ۽ اهل الله جي صحبت ۾ نهايت عقيدت سان حاضري ڀريندڙ هئي ان ڪري مرحوم جو روحاني رشتو چوڏهين صديءَ جي مشهور ۽ ممتاز ولي ڪامل ۽ استاد اڪمل جنگ آزادي جي سورهيه سوڀ سالار سيد الاحرار حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽي رح سان پيدا ٿيو ۽ سيدنا امروٽي رح جي پيارن جان نثارن سرفروش مريدن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. جڏهن سڄي برصغير ۾ فرنگي سامراج جي خلاف آزاديءَ جي جنگ شروع ٿي تڏهن ان تحريڪ جو سنڌ ۾ امروٽ شريف جو بزرگ امير المجاهدين سيدنا تاج محمود رح روح روان ۽ سالاراعظم هو ان وقت قوم پرور وطن دوست ۽ آزادي پسند ماڻهن انگريزن جا لقب ۽ ملازمتون ڇڏيون تڏهن ڦراشن جي حضرت مولوي ميان عبدالرزاق پيرزادي به هيڊ ماستري ڪــــي لت هڻي سرڪاري ملازمت سان نڪري سرفروش جماعت ســــان گڏجي اسلام ۽ آزادي جي تحريڪ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو.

مرحوم مولوي عبدالرزاق خلافت تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن رهيو جڏهن هندستان جي آزادي جي تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ هجرت جي تحريڪ شروع ٿي ۽ سنڌ هن تحريڪ ۾ سڄي برصغير کان وڏيڪ حصو ورتو ۽ اهي سنڌ جي مشهور حريت پسند رهنما مرحوم جان محمد خان جوڻيجي بارايت لا جي اڳواڻيءَ ۾ سوين سنڌ جا مسلمان هجرت ڪري افغانستان ويا. تڏهن مرحوم عبدالرزاق پيرزاده به هجرت جي پوئين قافلي ۾ ڦراشن کان ڪراچي روانا ٿيا. اتي پهچڻ تي معلوم ٿيو ته تحريڪ بند ڪئي وئي آهي جنهن ڪري واپس گوٺ آيا امروٽي جماعت جي بزرگ شخصيت ۽ سنڌ جــي مشهور صحافي، اديب عالم سبحان سنڌ مولانا عبدالڪريم چشتيءَ سان گڏجي ديني سياسي ۽ سماجي تحريڪن ۾ زوردار حصو ورتو. ان زماني ۾ سکر تعلقي جو هڪ پيو بي باڪ ۽ نڊر مانجهي مرد ابو شوڪت حمزه مهر چڪ وارو جيڪو تعليم کاتــي ۾ ماستر هو سو به سرڪاري نوڪري ڇڏي ڪري آزاديءَ جي تحريڪن ۾ مولوي عبدالرزاق سان گڏ ڪم ڪرڻ لڳو. پوئي صاحب پاڻ ۾ پائرن وانگر هئا ۽ گڏجي ڪم ڪيائون. جڏهن سکر براج جي واهن جي کاٽيءَ وقت ڪچهه، مسجدون واهن ۾ اچــي ويون تڏهن سيد الاحرار سيدنا تاج محمود امروٽي رح تحريڪ المساجد جي نالي سان هڪ تحريڪ شروع ڪئي ان ۾ به مرحوم مــــولوي عبدالرزاق پيرزاده وڏو حصو ورتو ۽

سنڌ‌ا گر ۾ شريڪ ٿيو. انهي دور ۾ سندس ڪيترا مضمون مولانا چشتي جي اخبار تنظيم ۾ شايع ٿيا.

مرحوم پنهنجي سڄي عمر دين ۽ قوم جي خدمت لاءِ وقف ڪئي هئي ۽ ان ۾ هٿي ۽ پيو مرحوم پيرزادو پاڻ چوندو هو ته دين جي تبليغ لاءِ حضرت سيدنا تاج محمود امروٽي صاحب مونکي ۽ حضرت مولانا حماد الله هالیجوي مرحوم کي گڏ تبليغ تي موڪليندا هئا. اسان پياده گهوٽن ۾ گهمي خدا ۽ ان جي رسول پاڪ جو پيغام پهچائيندا هئاسون ۽ اهو سلسلو ڪجھ وقت هليو.

مرحوم پيرزادو مرنجان مرنج طبيعت جو مالڪ هو سندس تعلقات نه فقط سياسي ۽ ديني طبقي سان هئا پر سماج جي اهن طبقن سان به سندس سهٺا تعلقات هئا.

خان صاحب امير بخش مهر ٺماچاڻين وارو سندس وڏو معتقد هو ۽ مرحوم جو وڏو احترام ڪندو هو. جناب آغا بدرالدين خان دراني مرحوم به مرحوم پيرزاده جو خاص خيال رکندو هو. ۽ مولوي عبدالرزاق سندس اخبار نواء انقلاب جو معاون مدير رهيو. سکر جو مشهور تاجر حڪيم عبدالحق جنهن جا اڪثر ڪتاب مرحوم پيرزاده جا ڪتابت ڪيل آهن. سکر جو سرگرم سياسي ۽ سماجي رهنما جناب ڊاڪٽر محمد عمر مرحوم سنڌ جو مشهور مورخ ۽ مصنف پير حسام‌الدين شاه راشدي، سيد محبوب علي شاه سکر وارو ۽ ٻيا ڪيترا صاحب سندس دوست هئا.

پنهنجي ڪتاب "هو ڏولي هو ڏينهن" ص ۲۴۹ ۾ مرحوم بابت جناب پيرحسام‌الدين شاه‌راشدي هيٺين طرح ذڪر ڪيو آهي.

"مولوي عبدالرزاق سکر تعلقي جو وڏيل نهايت قابل، ڏاڍو سنجيدو ۽ خوشخطيءَ جو وڏو استاد، نستعليق هجي خواه نسخ، ٻئي جڻ موتي. خلافتي هو. الوحيدي هو. علمي اندر جيڪي اسلامي تحريڪون ٿيون، تن سڀني ۾ هن ڪم ڪيو. حڪيم عبدالحق وٽ سائس ٻهرين ڏينٽ وينٽ ٿئي سيد محبوب علي شاهه وٽ گهڻو رهندو هو. اسان سان به دلچسپي هيس. اسان جي سائس محبت هئي. مولوي وفائيءَ جا جيڪي ڪتاب ليٿو ۾ ڇپيا، انهن سڀني جي ڪتابت گهڻو ڪري مولوي صاحب جي ٿيل آهي. اسان جي زماني ۾ اهڙي عمر ڪان مٿي چڙهي هلو هو. سال ٿي ويا، سڌ نه آهي ته ڪٿي آهي، هيتي يا هتي! بهرحال جتي به هجي. خدا کيس عزت ۽ مان سان رکي، جاڪان ته اهي پيئي کيس ڏاڍيون عزيز هيون."

مولوي عبدالرزاق جي اولاد ۳ پٽ ۽ ۷ ڌيئر آهن. سندس پٽن مان وڏو فرزند عالم ۽ حڪيم هيو جنهن جو نالو هو حڪيم مولوي غلام قادر پيرزادو جنهن وفات ڪري ويو آهي. مرحوم حڪيم صاحب فقهي مسئلن تـــي هڪ ڪتاب به لکيو هو. جيڪو ڇپجي ڪيترن خطاب خانن ۽ مدرسن ۾ پڙهايو وڃي ٿو. باقي سندس ٻه فرزند ۱- ميان محمد قاسم ۽ ٻيو سليم الله آهن. ميان محمد قاسم پيرزادو نهايت حليم طبع ۽ قومي خادم آهي.

ميان محمد قاسم هن وقت ضلع ڪائونسل جو ميمبر ۽ ديهه فراش زڪوات ڪاميٽي جو چيئرمن بہ آهي ۽ سکر شهر ۾ سندس ڇاپ خانو "ڪمال پرنٽنگ پريس" جي نالي سان قائم آهي. مرحوم مولوي عبدالرزاق جـــي اس ماندن ۾ سندس ڏهٽا جيڪي وڏي تعداد ۾ آهن جن مان ڪيترا گريجوئيٽ، قرآن مجيد جا حافظ ۽ ڪئي صحافي ۽ پريس وارا آهن. جن مان ميان بشيراحمد پيرزادو مالـــڪ همدرد پرنٽنگ پريس، مسٽر عبدالسميع پيرزادو ڊسٽرڪٽ رپورٽر روزانہ سنڌ نيوز، مسٽر نياز احمد پيرزادو ۽ سندس پوٽو حافظ عمر فاروق بن محمد قاسم ڊگري ڪاليج سکر جو هڪ لائق شاگرد آهي.

مرحوم مولوي عبدالرزاق تقريبن اسي ورهين جي ڄمار ۾ ۳۰ رمضان المبارڪ ۱۳۸۸ ھ جو وفات ڪئي (محترم مولوي محمد صالح "عاجز" ايڊيٽر هفتيوار صبح صادق)

مولوي عبدالرزاق بهترين شاعر هو. همايون جي مولوي عبدالباري حضرت مولانا همايوني رح جي وفات تي هڪ عمدو مرثيہ پڙهيو ۽ ڇپائين تہ اهو مولوي عبدالرزاق پيرزاده ڇپيو هو جڏهن همايون ۾ ماستر هو. مولانا مفتي سعدالله خيرپوري جي جڳ مشهور ڪتاب توب محمدي جي ڪتابت بہ مولوي عبدالرزاق ڪئي هئي. بهشتي زيور جو سنڌي ترجمو بہ مولوي صاحب ڪيو هو جيڪو بهشتي ڪوثر جي نالي سان حڪيم عبدالحق ڇپرايو هو. سندن ولادت پهرين اپريل ۱۸۸۴ع ۾ ٿي. (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا عبدالعزيز قريشي

مولانا عبدالعزيز بن گل محمد (ملا محمد) متوفي ۱۳۳۵ ھ قريشي صديقي.
مولانا عطا محمد بن ميان جي گل محمد ڪلهوڙو پنهون وسائي واري وٽ ابتدائي تعليم ورتائون پوءِ بہ مهينا مولانا محسن شاه وٽ پڙهيا پوءِ مولانا عبدالغفور همايوني

وٽ ڪجھ وقت پڙهيو. ان زماني ۾ مولوي عبدالباقي پارسي جا سبق مولانا عبدالعزيز وٽ پڙهندو هو. مولانا غلام رسول شيخ وانڍ واري وٽ ، پڙهيو هو. پوءِ هندستان هليو ويو دارالعلوم ديوبند ۾ ۽ سهارنپور ۾ پڙهيو. سندس همسفر مولانا عبدالحڪيم ۽ مولانا محمد عثمان ڏريچاڻوي هئا. حضرت مولانا خليل احمد وٽ پڙهيا. ڪيئي سال هندستان ۾ گذاريائون. سنڌ مان سيالڪوٽي نصاب جي تحصيل ڪري پوءِ حديث جي علم لاءِ هندستان هليا ويا هئا. سهارنپور پڙهڻ دوران ڪيئي علمي رسالا نقل ڪيائون جيئن لباس بابت حضرت شيخ عبدالحق جو ۽ حل المشڪلات في شرح المهمات از مولانا احمد رضا حسن بهاري ۽ ٻيا رسالا ۱۳۳۴هه ۾ نقل ڪيائون. مولانا جن موٽي آيا ته واڳهه ۾ مدرسه جاري ڪيائون. پوءِ بزرگ چشموي جي مشوري سان علي پور (نور واه لڳ پنگرن جو ڳوٺ آهي) ۾ مدرسه جاري ڪيائون. شهيد الهه بخش سومري جو ان مدرسه تي هٿ هو. ۵ سال اتي مدرسه هليو پوءِ اوتال جي پر ۾ غلام نبي جي شهر ۾ مدرسو نقل ڪري ويا. ۴-۵ سال اتي رهيا. پاڻي جي قلت سبب طالب علم ڇڏي ويا. ڪي نمازون تيمم سان پڙهڻ جي ، نوبت آئي پوءِ اتان ڇڏي پنهنجي سالن وٽ فيملي لائن جيڪب آباد ۾ اچي رهيو اتي ، پڙهائيندو رهيو پوءِ سوڍي خان جمالي ڪيس گهرايو. سوڍي خان پاڻ ، پڙهڻ شروع ڪيو. مان سوڍي خان واري زماني ۾ ڪونه ويم باقي سيئي مدرسن ۾ وٽن پڙهندو رهيس. سندن شاگردن مان هي ٻندو، مولوي عبدالرحمان بروهي جيڪب آبادي، مولوي غلام قادر بروهي، مولوي محمد عارف بروهي، مولوي غلام رسول جوڻيجو، مولوي عبدالباقي سندس پٽ ۽ ٻيا.

مولانا جن سنڌي، سرائڪي، پارسي ۽ عربي جا ماهر شاعر هئا. سندن شعر محفوظ آهن. مولانا جي وفات ۱۱ ذوالقعد ۱۳۶۲هه جمعه ڏينهن جيڪب آباد ۾ ٿي ۽ ڪهن واڳهه ۾ دفن ڪيو ويو جو سندن باقي عزيز ، اتي مدفون آهن.

اولاد :- هڪ پٽ مولوي عبدالباقي حال حيات آهن.

تصوف ۾ خواجه عمر جان چشموي سان تعلق هين ۽ سندس خليفه مجاز هو.

(مولوي نور محمد قريشي ٻيل پٽ وارو)

قاضي صاحب پنهنجي استاد علامه همايوني رحه جي مشهور قالي "مهران هزارين مان نه رکو" جي جواب ۾ قالي ڇپي. مولانا عطا محمد پنهون وسائي واري ۽ مولانا عبدالڪريم ڪورائي جي وچ ۾ تحريري مقابلو ٿيو. مولانا ڪور وارن جو چوڻ هو ته جمعه جي ٻن خطبن جي وچ ۾ دعا مع رفع يدين

مشروع آهي ۽ مولانا وسائي ان جي مخالفت ڪئي. مولانا عبدالعزيز پنهنجي استاد جي تائيد ۽ مولانا ڪورائي جي رد ۾ تحرير لکي جنهن تي سنڌ جي وڏن ۽ مشهور عالمن جون صحيحون پيل آهن جيئن ته مولانا مفتي عبدالغفور همايوني، مولانا خادم‌حسين، مولانا مير محمد، مولانا عبدالله ننگل ديرائي، مولانا عبدالرحمان شڪارپوري، مولانا عطا محمد وسائي، مولانا دين محمد ٻٺي، مولانا نظر محمد پنگ وارو، مولانا ابو عبدالله محمد عمر ڪنڌري، مولانا عبدالله ڪنڌري، مولانا حامدالله، مولانا عبدالرحمان مدرس مدرسه پير صاحب پاڳارو. سيد علينواز شاه علوي تصديق ڪندي لکيو "شڪ نيست ڪه ازان حضرت صلي‌الله عليه وسلم درهين خطبه دعا رفع تحط مع رفع يدين ثابت شده ليکن آن مخصوص است بحالات مخصوصه و آزان ثابت نمي گردد ڪه دعا بين‌الخطتين مع رفع اليدين مشروع گردد خصوصا بصورتيڪ نڪننده آن را ملامت ڪرده شود چه التزام مالا يلزم مڪروه است آ ري دعا سري درين حالت ممنوع نيست ڪما نطقت به الروايات وهوالحق والحق احق بالاتباع" حرره احقرالعباد سيد مير علينواز شاه علوي. مولانا عبدالعزيز پنهنجي تحرير ۾ مولانا عبدالڪريم کي ڪريم بخش لکيو آهي. مولانا عبدالعزيز هڪ هنڌ لکيو آهي: سوال:- نام حق (مقدمة‌الصلواة) ۾ آهي "صد و هفتاد بيت ده باب است" جڏهن ته ابتدا کان ۱۸۳ ۽ باب اول کان ۱۴۴ بيت آهن. جواب:- ابتدا کان مراد آهي ۽ اصل ۾ صد و هشتاد هيو ۽ ناقل جي غلطي سبب هفتاد ٿي ويو. سوال- ٻوه ۾ ٻي بيت وڌيڪ آهن. جواب- انهن مان ٻ بيت حڪيم سنائي جا آهن غم دين خور الخ ۽ هڪ بيت مشترڪ آهي ۽ ان جو هڪ مصرع "پيش ازين گفته اند اهل سلف" مصنف جو آهي ۽ ٻيو مصرع "عذر من صنف قد استهدف" سلف جو مقوله آهي. هڪ هنڌ لکيو اٿين: سوال اصحاب از رسول ڪريم "الصلواة ڪم من ڪم علي ڪولي ڪم مع ڪم" جواب رسول‌ڪريم الصلواة اثنين (فرض و سنت) من اثنين (الله و رسوله) علي اثنين (انس و جن) في اثنين (ليل و نهار) مع اثنين (الماء والصعيد)- مولانا جي شاعري جو نمونو

حمدت الله حمدا بالڪمال — علي آلائه بالا بتهال

مولانا جن ڏانهن مولانا محمد عثمان ٽريچانوي خط لکيو آخر ۾ هي شعر لکيائين "اذا ڪتب‌الحبيب الي حبيب — لحق واجب ردالجواب" مولانا عبدالعزيز بهترين

مرايي ۾ مولانا عبدالحڪيم شڪارپوري جي خط جو جواب ٢٠ جمادي الاخر ١٣٣۴هه ۾ لکيو ان جو هڪ ٽڪرو آهي "صدقت ان ملاقات الاحباء خير من محافل الوزراء"
(عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا حڪيم غلام صديق

پاڻ قوم جا نوناري، مشهور صرفي عالم مولانا حبيب الله چنگل وارن جا سوٽ هئا. علائقي جي مختلف عالمن کان پڙهيا ۽ دستار بندي حضرت مولانا خوش محمد ميروخاني وٽ ٿين پوءِ دارالعلوم ديوبند پڙهڻ ويا. مولانا قاري عزيز احمد لبڙهي وارن سان گڏ ديوبند ۾ پڙهيا. پاڻ حاذق حڪيم ۽ سياستدان به هئا. تدريس ۾ به پنهنجو مٽ پاڻ هئا. تعليم ۾ مولانا اميد علي مرحوم جا همسر هئا. علي خان ۾ پير تراب علي شاهه جي مدرسي ۾ پڙهائيندا هئا. صرف ۾ چڱي شهرت هين صرف جو علم ڪن مولانا خوش محمد کان مليو. مولانا خوش محمد فصول اڪبري مولانا عبدالوهاب ڪولاچي کان پڙهيا هئا جيڪو ان فن جو امام هو (حضرت مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي)

مولانا غلام صديق پنهنجي دور جو اهم ماڻهو هو. مورخه ١۴-١۵ آگسٽ ١٩٣٧ع ڪراچي ۾ جمعية علماء سنڌ جو جيڪو عظيم اجلاس زير صدارت حضرت مدني رحه جي ٿيو هو ان ۾ شرڪت ڪندڙن بابت هفت روزه اصلاح مورخه ٢٠ آگسٽ ١٩٣٧ع جو هڪ ليک آهي "ڪن نمايان هستي رکندڙ بزرگن جو ذڪر خير" هن علماء ڪانفرنس ۾ هيٺيان حضرات بغرض شموليت رونق افروز هئا. حضرت مولانا حسين احمد مدني (مدظله)- حضرت مولانا احمد سعيد، حضرت مولانا احمد علي، حضرت مولانا محمد صادق، مولانا مولوي محمد صديق، مولانا حماد الله، مولانا خوش محمد ميروخاني، حضرت مولانا پير محمد حسن جان سرهندي، حضرت مولانا پيرشاهه آغا سرهندي، حضرت مولانا پير غلام مجدد سرهندي، حضرت مولانا عبدالستار جان سرهندي، حضرت مولانا حافظ پير هاشم جان سرهندي، مولانا نذير حسين، مولانا حبيب الله آف لبڙهي، مولانا عبدالعزيز ٽريچالي، مولانا سليمان پنوي، مولانا پير عبدالله قريشي آف ڪامارو شريف، مولوي غلام صديق قمبر، مولوي محمد دائود محبوب تنه ضلع لاڙڪاڻو، مخدوم معين الدين نواب شاهه، مولوي عبدالڪريم چشتي، مولوي محمد عثمان ميرپور بٺورو" حج لواري خلاف ٽيل سٽيہ ڪره ۾ لاڙڪاڻي ضلع جي اهم شرڪت ڪندڙن ۾ مولانا

حڪيم غلام صديق، مولوي غلام فريد خلافتي ڳوٺ سهور تعلقہ قنبر ۽ مولوي عبدالڪريم خلافتي ٻني تعلقہ ميرو خان ڪي اصلاح ۾ خصوصاً ذڪر ڪيو ويو آهي. مولانا غلام صديق ستيہ گره واري جيل ڪان آزاد ٿي مولانا فتح محمد سيوهاڻي کي خط لکيو جيڪو اصلاح ٢٥ فبروري ١٩٣٨ع ۾ ڇپيو "السلام عليڪم- گذارش تہ مورخہ ١٤ فبروري ١٩٣٨ع سومر ڏينهن آزاد ٿياسون. اوهان جي برادرزاده ڊاڪٽر محمد اڪبر صاحب ۽ حاجي شاه بخش صاحب بي نظير همدردي جو اظهار ڪيو ۽ هرطرح اسان جي خاطر داري ڪئي. اوهان جي خاندان جي ڪشاده دلي ضرب المثل آهي. خير سلامتي سان اڳاري ڏينهن رفيقن سميت قنبر پهتاسين. اوهان بزرگن جو احترام ۽ عزت پوري طرح اسان جي دل ۾ آهي. الوحيد جي غلط پروپيگنڊه ڏسندي ڏاڍو ڏک ٿو ٿئي. جا اخبار علماء ڪرام جي دست همت سان پرورش حاصل ڪيل آهي اڄ ساڳي اخبار جمعية العلماء جي شروع ڪيل تحريڪ جي اثر گهٽائڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي. مولاناچشتي ۽ مولانامحمدهاشم ۽ ٻين حضرات جو ڌيان الوحيد جي فتنہ پردازي طرف ڇڪايو وڃي. اصلاح جي سرمايہ گڏ ڪرڻ لاءِ ڪوشش ورتي وڃي. اصلاح کي ڏيرائي گهٽ ۾ گهٽ هفتہ ۾ ٻہ دفعا ڪيو وڃي زياده خير والسلام". (عبدالوهاب چاچڙ)

# ڊاڪٽر حاجي محمد يامين قريشي

سندس والد جو نالو قمرالدين ولد شهاب الدين هو. ذات قريشي صديقي، سال ١٨٨٨ع ۾ انبالہ ڇانوڻي (اوڀر پنجاب) ۾ ڄائو. اصل ويٺل بستي شيخ درويش، جلندهر (اوڀر پنجاب)، سکر ۾ ١٩١٦ع ۾ وارد ٿيو.

آزاديءَ جي تحريڪ ۾ زوردار حصو ورتائين ۽ ڪانگريس ڪاميٽيءَ ۾ گهڻو وقت شامل رهيو ۽ ان سلسلي ۾ سندس گهر جي ڪيترا دفعا تلاشي ورتي ويئي. ۽ جڏهن تحريڪ آزاديءَ کي دٻائڻ لاءِ ڪن هندن طرفان شڌي ۽ سنگهٽن تحريڪ شروع ڪئي ويئي، تڏهن ڊاڪٽر صاحب ڪانگريس ڇڏي، "تحريڪ تبليغ اسلام" شروع ڪئي ۽ ١٩٢٨ع ۾ هڪ هفتيوار اخبار "دعوت اسلام" شروع ڪيائون جيڪا ٻهريائين اردوءَ ۾ ۽ پوءِ سنڌيءَ ۾ نڪرندي هئي.

سال ١٩٣٠ع ۾ جڏهن پيرصاحب پاڳاري پير صبغت الله شاه تي انگريزن ڪيس

ڪيو ته ان ڪيس جي احوال لاءِ پاڳارو نمبر ۽ خاص نمبر شايع ڪرڻ سبيان اخبار جي شهرت ۾ واڌارو ٿيو. ١٩٣٠ع ۾ انجمن تبليغ اسلام جو بنياد وڌائين جنهن جو پاڻ جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو. انهيءَ سلسلي ۾ ڪيترا دفعا تبليغ ڪانفرنسون ڪرايائين جن ۾ مولانا ظفر علي خان، مولانا ثناءالله خان امرتسري ۽ ٻيا ڪيئي اڪابرين شرڪت ڪندا هئا.

١٩٣٨ع ۾، خيرپور ميرس مان هفتيوار اخبار "سياست" جاري ڪيائين.

١٩٣٩ع ۾ انجمن اتحاد ملت جي طرفان مسجد منزل گاه جي واڳذاريءَ جي تحريڪ هلايائين. ساڳي سال جڏهن مسلم ليگ جي طرفان مسجد منزل گاه بحالياتي ڪاميٽي قائم ٿي ته ڊاڪٽر صاحب ان جو ميمبر چونڊيو ويو. ان تحريڪ کي زور وٺائڻ ۽ ڪامياب بنائڻ لاءِ هفتيوار "دعوت اسلام" کي روزانو ڪيائين. ان وقت اخبار جي انگريزي سيڪشن جو ايڊيٽر پير علي محمد راشدي هو. ١٩ نومبر ١٩٣٩ع تي ڪاميٽيءَ جي ٻين ميمبرن سان گڏ ڊاڪٽر صاحب به گرفتار ٿيو. انهيءَ زماني (١٩٣٩ع) ۾ اخبار ۾ هڪ مضمون شايع ڪرڻ سبيان قلم ١٥٣-الف هيٺ مٿس مقدمو هليو ۽ ١٩٤٠ع ۾ هڪ سال جي سزا مليس. ١٩٤١ع ۾ قيد مان آزاد ٿيڻ تي، پهر "دعوت اسلام" جاري ڪيائين ۽ مسلم ليگ تحريڪ ۾ حصو وٺڻ لڳو. ١٩٤٥ع ۾ صحت جي خرابيءَ سببان سياست کان ڪناره ڪشي اختيار ڪيائين ۽ "دعوت اسلام" بند ڪري، عبادت الاهيءَ ۾ مصروف رهڻ لڳو. حج تي وڃڻ جي بيپناه تمنا هيس. آخر ١٩٥٨ع ۾ اها سعادت به نصيب ٿيس ۽ حج جي پڇاڙي ڏينهن يعني ١١ ذوالحج ١٣٧٨ھ مطابق ٢٨ جون ١٩٥٨ع تي منا ۾ مڪہ معظم جي لڳ وفات ڪيائين. سندس جسد خاڪيءَ کي اتي ئي دفن ڪيو ويو.

ڊاڪٽر صاحب ڏندن جو ڊاڪٽر هو ۽ پنهنجي فن ۾ ڪمال مهارت رکندو هو. مرحوم پير پاڳارو، هزهائينيس مير علي نواز خان (خيرپور) ۽ مسٽر لائيڊ (جنهن جي ولت ۾ سکر بيراج لهيءَ ۽ سندس نالي تي منسوب ٿي)، ڊاڪٽر صاحب جي فن مان استفادو ڪندا هئا. مشهور سول سرجن ڊاڪٽر پيٽيڪوار سندس مداح هو، سندس ڪيترا شاگرد سنڌ ۾ آهن.

اسٽيشن روڊ تي سندس رهڻ واري جاءِ ۽ مطب، اصل دڪان ۽ اخبار جو

دفتر ڪريڪر روڊ (سکر) تي ۱۹۵۸ع ۾ مون ڏانهن ساڻس ملاقات ٿي، ڪسي هئي، نهايت جوشيلو ۽ مومن مرد هو (مسٽر ڪريم بخش خالد)

# سيٺ عبدالستار آدم

سيٺ عبدالستار ميمڻ قوم جو فرد هو، سندس والد سيٺ آدم ڪڇ رياست کان هجرت ڪري، اٽڪل هڪ سؤ سال کان سکر ۾ ڌنڌو ڪرڻ آيو. سنڌ ۽ بلوچستان جي ڪيترن شهرن ۾ پنهنجا دوڪان کوليائين ۽ ان علائقي جي ڪُٺي ڪاٽي واپار تي سندس قبضو رهيو.

سيٺ عبدالستار ڪراچي ۾ پيدا ٿيو. اڃا ڇهن پنجن سالن جو هو ته سندس والد انتقال ڪري ويو ۽ هن جي پرورش جو بار سندس والده تي پيو جنهن کيس ديني تعليم کان علاوه سنڌي، اردو، فارسي ۽ انگريزي جي تعليم ڏياري. سندس نيڪبخت ۽ خدا ترس ماءُ کيس غريبن سان محبت ۽ همدردي ڪرڻ جي تلقين ڪندي هئي ۽ انهن جي مصيبتن ۾ مدد ڪرڻ جو تاڪيد ڪندي هئي.

جڏهن عبدالستار جوان ٿيو ته پنهنجي ڌنڌي جي سنڀال سان گڏوگڏ قومي خدمت ۾ حصو وٺڻ لڳو. سن ۱۹۱۴ع واري پهرين مهاڀاري جنگ ۾ جڏهن سلطنت عثمانيه تي زوال آيو ته سيٺ صاحب ايڏو پريشان ٿي پيو ۽ پنهنجي ڌنڌي کي بند ڪري، خلافت هلچل ۾ شامل ٿي ويو ۽ مرندي دم تائين سکر خلافت ڪاميٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري رهيو.

خلافت ڪاميٽيءَ جي دفتري ڪم کي سنڀالڻ سان گڏوگڏ هو تحريڪ کي اڳتي وڌائڻ لاءِ نيون نيون رٿون سوچيندو هو ۽ پهراڙيءَ جي ڪُنڊ ڪُڙڇ ۾ وڃي تقريرون ڪري ماڻهن ۾ جوش پيدا ڪندو هو. سمرنا جي يتيمن ۽ خلافت فنڊ لاءِ پڻ چندا ڪندو رهيو. ان جدوجهد ۽ جانفشانيءَ جو نتيجو هيءُ نڪتو جو عوام سندس ويجهو ٿي ويا ۽ خلافت ۾ سکر ضلع ۾ خلافت تحريڪ جو ايترو ڪم ٿيو جو سڄي سنڌ جو رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيائين. ماڻهن ۾ ايترو جوش ۽ جذبو پيدا ٿيو جو هو وڏي ۾ وڏي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويا، ايتريقدر جو زالون پنهنجا ڳهه لاهي چندي ۾ ڏينديون رهيون.

سيٺ عبدالستار وقت بوقت ڪانفرنسون ڪوٺائيندو هو جن ۾ ڪيئي آل انڊيا ليڊر ايندا هئا. خلافت سان گڏ هو ڪانگريس جو به ميمبر رهيو ۽ سکر ميونسپالٽي جو وڏي اڪثريت سان ميمبر چونڊيو ويو.

هڪ دفعو سکر ميونسپالٽي ۾ اهڙا رٺ پيش ٿي ته هڪ ميونسپل هاءِ اسڪول جو نالو "تلڪ هاءِ اسڪول" رکيو وڃي. مسلمان ميمبرن ان جي مخالفت ڪئي. سيٺ صاحب انهن کي سمجهايو ته ميونسپل ۾ هندن جي اڪثريت آهي جنهن جي زور تي هو انهن ٺي ٺهراءُ پاس ڪرائي ويندا، تنهن ڪري چونڊ سندن تائيد ڪري، ڪانئن پنهنجو ڪم ڪڍرايو وڃي. ٻي ڏينهن تي ميونسپل ۾ رٺ پيش ڪيائين ته اسڪول تي تلڪ جي نالي رکڻ سان گڏ ميونسپل ٽائون هال تي مولانا محمد علي جوهر جو نالو رکيو وڃي. ميونسپل ميمبرن جي اڪثريت ان رٺ جي مخالفت ڪئي، جو اهي گهڻو ڪري سرڪار جا ٽوڊي هئا، جنهن تي سيٺ صاحب تقرير ڪندي چيو ته: "اهي مخالف سرڪار پرست آهن. ڪانگريسي هندن جو فرض آهي ته اهي منهنجو ساٿ ڏين، جو ته هيءُ قومي سوال آهي." اهڙي طرح هندن جي حمايت سان ريزوليوشن پاس ٿي ويو ۽ ٽائون هال جو نالو "مولانا محمد علي جوهر ٽائون هال" رکيو ويو.

هڪ ڀيري خانبهادر محمد پناهه ڊکڻ جي ڪورٽ ۾ خلافت ڪارڪنن کي ايذاءُ ڏيڻ مارڪٽ ڪئي ويئي، جنهن کي ٻڌي، سيٺ صاحب تمام پڇين ٿيو. انهيءَ وقت ڊکڻ ڪورٽ وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. ماڻهن گهڻوئي سمجهايس ۽ جهلوس پر نه مڃيائين ڊکڻ ۾ هڪ زبردست جلسو ڪيائين ۽ پوءِ وڃي خانبهادر سان مليو، جنهن سندس مهماني ڪئي ۽ پشيمانيءَ جو اظهار پڻ ڪيائين.

هڪ دفعي هڪ جابر صوبيدار، علي خان، هڪ خلافتي ڪارڪن امان الله کي بنا ڪنهن ڏوهه جي، ناحق بند ڪيو. ان کي سسپينڊ ڪرائي، پنهنجي خرچ سان سندس خلاف ڪيس داخل ڪرايائين. حڪومت خلافتين کي پريشان ڪرڻ خاطر ڪيس مختيارڪار جي ڪورٽ ۾ ٽرانسفر ڪرايو جيڪو پنهنجي گشت جي دوران، لنڊن لنڊن گهوٽن ۾ حاضريون رکي ڪيس هلائيندو هو. سيٺ عبدالستار ان جو مقابلو هن طرح ڪيو، جو جنهن ڳوٺ ۾ مختيارڪار حاضري رکندو هو اتي سيٺ صاحب جلسو

ڪرائيندو هو ۽ جلوس ڪڍرائيندو هو جنهن ڪري پسگردائيءَ جا ماڻهو گهڻي تعداد ۾ اچي گڏ ٿيندا هئا، جنهن سببان پوليس ۽ ڪامورا وائڙا ۽ هراسان ٿي پوندا هئا.

هڪ ڀيري محمد شاه مڪي جي قبرستان ۾، انجنيري ڪاتي وارا پنهنجو دفتر لهرائڻ لڳا. مسلمانن گهڻيون رڙيون ڪيون پر ڪو اثر نه ٿيو. نيٺ هڪ ڏينهن سيٺ عبدالستار تمام بيمار هئڻ جي باوجود، پاڻ کي اسٽريچر (بيمارن جي ڏولي) تي کڻائي قبرستان پهتو. اتي جلسو ڪرائڻ ڪانپوءِ، جيڪو آخرو ڪجهه رهيو هو، ان ۾ پاڻ سمهي پيو. ان تي ماڻهن ۾ ڏاڍو جوش خروش پيدا ٿيو ۽ لاچار سرڪار ڪم بند ڪرايو. سرڪٽ هائوس ۾ به اهڙيءَ طرح قبرون کوٽيون ويون پئي، اتي به ڪم بند ڪرايائين. خواجه خضر جو آستانو، جيڪو روهڙي ۽ سکر جي وچ ۾ درياءَ ۾ آهي، ان تي هندن جو قبضو هو. انهن جو قبضو ڇڏائي، روهڙيءَ جي قريشن جي حوالي ڪرايائين. (قريشين جو ان سان ڪوئي تعلق نه رهيو آهي- ايڊيٽر)

سيٺ عبدالستار آدم ۵ مارچ ۱۹۲۱ع تي، پنجٽيهن سالن جي عمر ۾، عين جواني ۾ وفات ڪئي ۽ پونئتان ٻي پٽ، هڪ نياڻي ۽ ضعيف والده ڇڏيائين. سندس هردلعزيزيءَ جو هيءُ عالم هو، جو هزارين ماڻهو جنازه ۾ شامل ٿيا، جن ۾ مسلمانن سان گڏ هندو، سک، پارسي، هرطبقي جا ماڻهو هئا. سڀني جون اکيون اشڪبار هيون. ميونسپل آفيس ۽ اسڪول بند ٿي ويا، ملازمن جي حاضري نه ٿيڻ ڪري، ريلوي ورڪشاپ ۽ سرڪاري آفيسون خودبخود بند ٿي ويون.

سيٺ صاحب جي سڄي عمر ماڻهن جي خدمت ۾ گذري، جنهن ڪري عوام کي سائس بيحد پيار هو. هن جي قبر شيخ شيخون پادشاه جي مقام ۾ آهي. ان تي هيءُ ڪتبو لڳل آهي- "عبدالستار آدم خادم خلافت"- سندس خدمتن جي اعتراف ڪندي، سکر ميونسپل يادگار طور، ان رستي جو نالو "عبدالستار آدم روڊ" رکيو، جيڪو ريلوي ڦاٽڪ ۽ چوڪرين جي اسڪول کان نڪري ٿو ۽ اڳ ان کي "موچي گهٽي" چيو ويندو هو.

سيٺ عبدالستار آدم جي وفات تي قومي اخبارن ۾ رنج و الم ۽ همدرديءَ جا مضمون ڇپيا. ڪيترن ليڊرن جن ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا شوڪت علي ۽ مولانا ظفر علي خان شامل هئا، تن تعزيت جون تارون موڪليون. ڪراچيءَ مان شايع ٿيندڙ

"الوحيد" اخبار هڪ هفتي تائين سيٺ صاحب جي قومي خدمتن جي باري ۾ مضمون ڇاپيا. (مسٽر ڪريم بخش خالد)

# مولوي تاج محمد خان دراني عليگ

دراني صاحب بابت مسٽر احمد بخش ولد مستري جيوڻ بخش مرحوم لکيو آهي ته: "مولوي تاج محمد صاحب سان سکر جا مسلمان غالباً ١٩٢٠ع ۾ متعارف ٿيا. انهيءَ سال مولوي صاحب عليگڙه مان بي. اي پاس ڪئي. مولانا محمد علي جوهرجي حڪم موجب هو قومي خدمت لاءِ سکر ضلع ۾ مقرر ٿيو هو ۽ انهيءَ ڪري ڪمس وڏيڪ تعليم کي خيرآباد چوڻو پيو. سيٺ عبدالستار آدم جي فوت ٿيڻ کان پوءِ هو خلافت ڪاميٽي ضلع سکر جو سيڪريٽري ٿيو ۽ سڄي ضلعي ۾ گهڻا ڪارڪن پيدا ڪيائين. جلسا ۽ ڪانفرنسون ڪرايائين ۽ ڪيترن ٿوڙين ۽ اسن ميائين سان ٽڪر کاڌائين. ڳڙهي ياسين تعلقي جي ڏکڻ ڳوٺ ۾، خانبهادر محمد پناه جي مخالفت جي باوجود، ڪامياب ڪانفرنسون ڪوٺايائين. سلطنت عثمانيه جي ختم ٿيڻ ۽ مصطفيٰ ڪمال جي اقتدار ۾ اچڻ ڪري، خلافت جي خاتمي تي تحريڪ خلافت جي ڍري ٿيڻ کان پوءِ، هو سکر ڇڏي، پنهنجي شهر احمد پور شرقيه (بهاول پور رياست) ڏانهن هليو ويو.

جيستائين سکر ۾ هو، ته معصوم شاه جي مناري جي سامهون واري ميدان ۾ ڏاڍا جلسا ڪندو رهيو، جن ۾ انگريزن جي خلاف زوردار تقريرون ڪندو هو. انهن مان ڪنهن تقرير جي بناء تي سندس خلاف، ملڪ معظم (شهنشاه) سان جنگ جوٽڻ جي الزام هيٺ مقدمو هلايو ويو. مولوي صاحب هڪ دليرانه بيان ڏنو پر حڪومت کيس هڪ سال جي سزا ڏني. سکر جيل ۾ وڃڻ شرط هن حڪومت برطانيه جي برخلاف ڪم شروع ڪري ڏنو. پهرين ڏينهن جيل جي قاعدن جي انحرافي ڪندي، هڪ مٿاهين جاء تي بيهي، بلند آواز سان آذان ڏنائين، جنهن سبان جيل ۾ ٽرٿلو پئجي ويو ۽ جيل جي آفيسرن الارم (خطري جي گهنٽي) وڄائي. جيلر ۽ سپرنٽينڊنٽ کيس آذان ڏيڻ کان جهليو ۽ چيائونس ته هيءُ ڪم قانون جي خلاف آهي. مولوي صاحب ورائيو ته جيڪڏهن مان انگريز جي قانون کي مڃيان ها ته هتي ڇو اچان ها. توهان وانگر ڪو وڏو آفيسر هجان ها. مان فقط الله جي قانون کي مڃان ٿو. تنهنڪري هن

جي حڪم موجب ضرور آذان ڏيندس ۽ نماز باجماعت پڙهندس. آفيسرن ڪجهہ سختي ڪئي تہ جيل جا قيدي باغي ٿي ويا ۽ سيئي قيدي نماز باجماعت پڙهڻ لاءِ شامل ٿي ويا. جنهن تي آفيسر لاچار ٿي پيا ۽ پنهنجي چڱائي انهيءَ ۾ سمجهيائون جو مولوي صاحب کي سکر جيل مان تبديل ڪري، ڪراچي جيل ڏانهن اماڻيو ويو.

مولوي صاحب ڪراچي جيل ۾ وڃڻ سان ئي ساڳي ڪارروائي شروع ڪئي. نيٺ آفيسرن کي آڻ مڃڻي پئي ۽ مولوي صاحب جيل ۾ هڪ قيدي نہ پر حاڪم ٿي رهڻ لڳو. سيئي سپاهي توڙي قيدي، سندس عزت ڪندا هئا ۽ انتظام رکڻ خاطر آفيسرن بہ مولوي صاحب جي عزت ڪرڻ شروع ڪئي.

مولوي صاحب جيل ۾ ئي قرآن پاڪ حفظ ڪيو. هو سچو ڏينهن بيمار قيدين جي طبع پرسي ۽ سندن جائز ضرورتن جي پورائيءَ لاءِ واسطيدار عملدارن سان لڪر ڪائيندو رهيو.

مولوي صاحب جي سکر ۾ قيام جي ڏينهن ۾، هڪ دفعو ريلوي جي جنرل اسٽرائيڪ ٿي هئي. ريلوي ملازمن جي همدرديءَ ۾، هو "نئين سنڌ" جي پرسان، ريلوي ڦني (؟) ڪارڊن ۾ تقرير ڪندو هو ۽ انهن کي پنهنجن حقن لاءِ منظم نموني ۾ جدوجهد جاري رکڻ لاءِ همٿائيندو رهندو هو.

رياست بهاولپور ۾ واپس وڃڻ کان پوءِ هو تعليم کاتي ۾ ملازم ٿيو ۽ ترقي ڪندي انسپيڪٽر آف اسڪولس جي عهدي تي پهچي رٽائرڊ ٿيو. هو مارچ ۱۹۶۷ع ۾ احمد پور شرقيہ ۾ فوت ٿيو.

سکر ۾ جيترو وقت رهيو تہ سندس رهائش سيد سردار علي شاه مرحوم جي جاءِ ۾ هئي، جتي پيا ئي گهٽيءَ اڳواڻ، قومي ڪارڪن ۽ وڏا وڏا عالم ايندا رهندا هئا.

(مسٽر ڪريم بخش خالد)

# شيخ عبدالعزيز

شيخ جان محمد نو مسلم جو پوٽو ۽ شيخ محمد سليمان "الحق" اخبار جي باني جو فرزند هو. سندس ڏاڏو سولجر بزار ڪراچيءَ ۾ فوجي راشن دوڪان ۾ ملازم هو. اتي سولجر بزار مسجد جي پيش امام، مولوي تاج محمد مرحوم جي همٿ سان مسلمان ٿيو. شيخ محمد سليمان پنهنجي والد جي مسلمان ٿيڻ کان پوءِ ڄائو هو ۽ ۱۹۰۱ع

ڏاري هفتيوار "الحق" اخبار، ٻهريائين سکر مان جاري ڪئي هئائين. اخبار ٻوهه حيدرآباد ڪئي آيا ۽ وري ۱۹۰۷ع ڌاري سکر مان واپس جاري ڪئي ويئي.

شيخ محمد سليمان کي ٽي فرزند ٿيا. ۱- شيخ عبدالعزيز، ۲- شيخ عبدالحڪيم ۽ ۳- ڊاڪٽر شيخ عبدالباقي. اِن جي وفات کان پوءِ، شيخ عبدالعزيز اخبار ۽ پريس جو ڪم سنڀاليو. آزاد خيال ماڻهو هو. انگريزن جي وفاداريءَ کان بيزار ۽ ڪامورا شاهيءَ جو دشمن. تنهنڪري ٻورن ٽي ڏينهن اندر ڪمس اخبار کان بدخل ٿي سکر ڇڏڻ تي مجبور ٿيڻو پيو. ڏاڍو جوشيلو قومي ورڪر هو. تقريرن ۾ انگريزن جي خبر وٺندو هو. خلافت تحريڪ جي سلسلي ۾ ڪمس جيل ۾ ٻوڪئو پيو ۽ سندس همت ۽ اصول ان هوندي ۾ نه ٽٽا. انيڪ ڏکن ۽ تڪليفن ڪري سندس زبان ۾ تلخي پيدا ٿي چڪي هئي. هرڪو ڪانئس پاسو ڪرڻ لڳو ۽ ڪنهن ۾ سندس سرپرستي ڪانہ ڪئي. فقيراڻي ۽ عسرت جي زندگي بسر ڪندو رهيو پر نه سياسي نظريو تبديل ڪيائين ۽ نه خود داريءَ کي هٿان ڇڏيائين. پڇاڙيءَ ۾ پير ضياءالدين صاحب جهنڊي واري سان وابستہ ٿيو ۽ سندس خدمت ڪندي زندگيءَ جو باقي عرصو پورو ڪيائين. سندس وفات فيبروري ۱۹۴۵ع ۾ ٿي (مسٽر ڪريم بخش خالد)

# محمد ادريس چاچڙ

پنوعاقل تعلقي جي ڳوٺ حسين چاچڙ جو ويٺل هو. پوليس ۾ گهوڙيسوار هو. حضرت امروٽيءَ جو مريد هو. سندس صحبت جي اثر سبيان نوڪري ڇڏي، تحريڪ خلافت ۾ شامل ٿيو ۽ سڄي عمر خلافتي رهيو (مسٽر ڪريم بخش خالد)

# ابو شوڪت حمزه خان

ابو شوڪت حمزو خان ذات جو مهر ۽ ڳوٺ هنباه لڳ ڇڪ ضلعي سکر جو ويٺل هو. ڄمين جون ۱۸۹۴ع تي ڄائو. ست درجا سنڌي پاس ڪري، ڪاميٽي پاس ڪيائين. ٽريننگ ڪاليج جو ٽن سالن جو ڪورس ۾ پاس ڪيو هئائون. پهريائين شهدادڪوٽ تعلقي جي دوداپور اسڪول ۾ ماسٽر ٿيو، جنهن سان پوسٽ ماستريءَ جو ڪم ۾ لاڳو هو. دوداپور کان الڪل الن سهلن تي محمد پور جو ڳوٺ هو، جتي

حضرت صاحب امروٽيءَ جو خليفو مولوي عبدالڪريم "کھاڙو" رھندو ھو. انان جو زميندار، آڏن جو سردار ھو ۽ مولوي صاحب جي حق گوئي ۽ حق پسنديءَ جي ڪري، مائس تنازعو ھو. ھن ھڪ سازش ھيٺ، مولوي صاحب ڏي سرحدي قبيلن جي سردارن طرفان لکيل ٻه ھٿرادو خط تيار ڪيا، جن ۾ لکيل ھو ته اوھان اڳ اسان وٽ اچي وعظ ڪيو ھو، جنھن جو اسان جي ماڻھن تي ڏاڍو اثر ٿيو ھو. ھينئر اسان سڀئي وري اوھان جو وعظ ٻڌڻ جا ڏاڍا مشتاق آھيون. مھرباني ڪري، ھيڪر وري اسان ڏي اچو ته اڳي وانگر جيترا ٻه ھٿيار گھرندا اوترا ڏينداسين. اھي خط پوسٽ ماستر دوداپور جي معرفت مولوي صاحب ڏانھن موڪليا ويا، جو ته محمدپور ۾ پوسٽ آفيس ڪانه ھئي.

خط ٿيال ۾ وجھڻ کانپوءِ، ھٿين وڏيري جو ماڻھو ماستر حمزي خان سان مليو ۽ کيس چيائين ته مون کي وڏيري صاحب موڪليو آھي. سندس چوڻ آھي ته ٻه خط مولوي عبدالڪريم جي نالي اوھان جي معرفت اچڻ وارا آھن. جڏھن اھي خط مولوي صاحب کي ڏيڻ جي بدران اسان کي ڏيندين ته توکي ان جو معاوضو پنج سو روپيه ڏينداسون.

تن ڏينھن ۾ ماستر حمزو خان دنيادار ماڻھو ڪونه ھو. پنجن سؤ روپين جي رقم ٻڌي، سندس ڪن کڙا ٿيا. پر قدرت طرفان کيس قلب سليم عطا ٿيل ھو. ايتري زبردست آڇ ملڻ تي لالچ پيدا ٿيڻ جي بدران، سندس دل ۾ نيڪيءَ جو جذبو سجاڳ ٿيو. وڏيري جي ماڻھوءَ کي دلاسي ۾ رکيائين ۽ خطن ماڻ شرط سخت گرميءَ جي موسم ۾، پيرين اگھاڙو، گوڏ ۽ ٽُهت ٻڌي پنڌ محمدپور ڏانھن راھي ٿيو ته، جيئن کيس ڪوبه سڃاڻي نه سگھي.

مولوي صاحب خط کولي ڏٺا، سازش ظاھر ٿي پئي، جنھن تبي حضرت امروٽيءَ جي صلاح سان، ٻئي خط سي. آءِ. ڊي پوليس ۾ پيش ڪيا ويا. جاچ ڪانپوءِ وڏيرو ڦڪڙجي پيو ۽ سرڪار سندس ھٿيارن جا ليسن ضبط ڪيا.

تنھن کان پوءِ حمزو خان، مولوي صاحب جي صحبت ۾ رھڻ لڳو ۽ کيس حضرت امروٽيءَ جي زيارت جو شوق ٿيو. ھڪ ڏينھن خبر مليس ته حضرت صاحب ٽرڪ اسٽيشن لڪ لنگھي آھن سو اتي وڃي پھتو. جڏھن حضرت جن کي خبر پئي ته ھيءُ مولوي

عبدالڪريم جي واقعي وارو حمزو آهي ته هاڻ اسين ٻئي ڪيس ڀاڪر ڀاتائون. اوشوڪت جو چوڻ آهي ته سندس ڀاڪر پائڻ تي، هن ائين محسوس ڪيو ته بجلي سندس سڄي بدن ۾ ڊوڙي رهي آهي ۽ سندس جسم ساڻو ۽ بيجان ٿيندو ٿو وڃي، جنهن جي ڪري، ڀاڪر مان نڪرڻ شرط زمين تي، مُردن وانگر ڪري پيو. حضرت صاحب سندس حق ۾ ڏکي دعا گهرندا رهيا. نيٺ هو ڪجهه وقت ڪان پوءِ هوش ۾ آيو.

ان ڀاڪر ڪانپوءِ حمزي خان جي ڪايا پلٽ ٿي ويئي. هو هڪ وڏو ديندار شب خيز ۽ پرهيزگار ماڻهو ٿي پيو ۽ مرڻ تائين پنون نمازون ته ٺهيو پر تهجد نماز به ڪڏهن قضا نه ڪيائين. هن جي دل کي ايتري ته تقويت اچي ويئي جو ڪيس دنيا جي ڪنهن وڏي ۾ وڏي طاقت کان به خوف ڪونه ٿيندو هو. ان وچ ۾، سندس ملڪيت به جائز ذريعن سان وڌي. هن ٿي مبال اسڪول ماستري ڪيائين ۽ ان کان پوءِ استعفا ڏيئي، خلافت ڪاميٽيءَ جو مبلغ ٿيو ۽ مرڻ تائين اهو فرض بجا آڻيندو رهيو.

هو پنهنجي تر ۾ هميشه زميندارن جي مقابلي ۾، هارين جي حمايت ڪندو هو ۽ جيڪو غريب ڪنهن ڪم لاءِ وٽس ايندو هو ته ڏنڊو هٿ ۾ کڻي، هڪدم سندس مدد لاءِ تيار ٿيندو هو.

هڪ دفعو، ڳوٺ پياسين ۽ سکر تعلقي جي صوبائي چونڊن ۾، ڳوٺ پاسين جي شمس‌الدين خان پارڪزئي پٺاڻ ۽ وڏيري امير بخش مهر جي مقابلي ۾ بيٺو. وٽس موٽرون يا ٻي ڪا سواري ڪين هئي. نه ڪارڪن ۽ اخبارن توڙي اشتهارن جي پروپيگنڊا هيس. پولنگ اسٽيشن تي سندس ورڪر يا ايجنٽ به ڪونه هئا. مقابلي، پنهي سرمايه دارن جو هيانو ڪائي وڏو هو. ڪيس ووٽ فقط ڏيڍ هزار مليا باقي زميندارن ۽ وڏن ماڻهن سان مقابلي لاءِ قومي ورڪرن جي همت وڌي. حضرت مولانا حماداللهه، مولانا عبدالهادي ديپوري ۽ ٻين بزرگن ان جي حمايت جو اشتهار ڇپرايو هو.

جنوري ۱۹۴۵ع ۾ نمونيا ٿيڻ ڪري، وفات ڪيائين. سندس ٽي پٽ آهن: شوڪت علي، محمد علي ۽ ظفر علي.

انقلابي ڏنڊو:- اوشوڪت حمزه خان جو، ميان عبدالرزاق پيرزادو خاص رفيق

هو ۽ سندن ٻولي ۾ ڏاڍي محبت هئي. اهو شوڪت وقت جي حالتن جو اظهار ڪندو هو. ميان عبدالرزاق انهن کي شعرن جو روپ ڏيکاريندو هو. اهڙي طرح نظمن جا ٻه ڪتاب تيار ٿي ويا. هڪ ”انقلابي ڏنڊو“ جيڪو سرڪار شاگردن کي انعامي ڪتاب طور ڏيڻ منظور ڪيو هو. ٻئي ڪتاب جو نالو ”انقلابي ام ڳولو“ هو جيڪو ڇپجي نه سگهيو ۽ اهو به معلوم ڪونهي ته ان جو مسودو به محفوظ آهي يا اهو شوڪت وانگر اهو به هن دنيا مان گجي ويو.

”انقلابي ڏنڊو“ مان ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا:-

خدا پاڪ توکان مدد ٿــو گهران،
تهان پوءِ هٿ ۾ قلم ٿــو کڻان.
لکان حال هــارين غريبن سندو،
دنيا جــي وڏن بد نصيبن سندو.
جهن تا اهي ظلم جـــي سر مٿان،
وڏيرن مٿان ســود خورن مٿان.
وڏي ڏيک، آهي انهيءَ ڳالهه کي،
نه طاقت قلم کي، لکي جـــا لکي.
هجي عمر خضري ڪريان جي بيان.
نه پورو ٿئي ان جـو هڪ داستان.
اکين ۾ هجي آب تـــالاب جـــان،
وڃي خشڪ ٿي جي انهن تي روئان.
نکو دين تـــن وٽ نه دنيا وٽن،
جهالـــت ڪيو آ بـــرو حـــال تن.

هارين جي عام اخلاقي حالت:

ڏسڻ ۾ ته انسان آهــن اهي،
حقيقت ۾ حيــوان آهــن اهي.
نه تن ۾ ٿو پورو بدن ڪپڙن ڏکن،
گذارو بچن جو ڪري ڪين سگهن.

جهڳا ٻن جڏا، تنگ تاريڪ تن،
نہ گرمي، نہ سردي، نہ ٻارش جهلن.
نہ تهذيب تن ۾ ڪا گفتار جي،
منجهن آهہ عادت بري ڪار جي.
ڏين ماڻ کي ڪار جيئن زال کي،
ڏکي ڏور کي خواه ٻي مال کي.
نہ آداب مجلس جو ڄاڻن اهي،
نڪي ڪنهن چڱي کي سڃاڻن اهي.
قسم ڪالهہ هرهڪ تي سؤ سؤ کڻن،
خدا کان اهي ڪين هرگز ڏڄن.
کهٽائي نہ ڪارين ۾ زالون سندن،
سکن ٻار ٻولي آها جا ٻڌن.
ننڍپڻ سکن علم جهڙي آهو،
لڄ چا ٻڌايان انهن جو ٻيو.
ورا حال زالن سندا ٻان ڪن،
سڄو ڏينهن مردن سان رونبو هڻن.
سڄو ڏينهن مردن سان ڏاڙو هڻن،
ڪري ڪاه، سو ڏر تنئي جو کڻن.
وري شام جو ڪاه سر تي کڻن.
اچي گهر ۾ سانجهہ جو سعيو ۾ ڪن.
هڻن تي اهي موڪلن جوه کي،
نہ سوچن ڪري غور اڪ ٻوه کي.
سڀهن، خواه ڪائين ٻچائين اتي،
ڏکا ڏور پيشاب چيٽو جتي.
چڏن چوٽ پيشاب ٻاڇي منجهان،
نہ ڄاڻن سي ڪعبہ ۽ قبلہ منجهان.

(مسٽر ڪريم بخش خالد)

# مولانا محمد عبدالحڪيم رحه

حضرت مولانا عبدالحڪيم صاحب جو شمار سنڌ جي مشهور عالمن مان آهي، جو سڄي زندگي اسلام جي خدمت ۾ ۽ تعليم ۾ گذاريائون. پاڻ پنهنجي وقت جا جيد عالم ۽ سڀني فنون ۾ يڪسان مهارت رکندڙ هئا. پاڻ بهترين معلم، مدبر ۽ عظيم محدث هئا. سندن تقرير نهايت ساده هئي مگر سندن گفتگو ۾ ايترو ته اثـــر هو جو ٻڌندڙ نهايت حظ حاصل ڪندا هئا. پاڻ هميشه ساده لباس پهريندا هئا. سندن تعلق هڪ علمي خاندان سان هو. سندن والد مولانا نور محمد صاحب ۽ ڏاڏو مولانا عبد الله صاحب پنهنجي وقت جا جيد عالم ۽ پرهيزگار هئا. مولانا عبد الله صـــاحب جن ننڍي هوندي ٻڪريون چاريندا هئا ۽ علم حاصل ڪرڻ لاءِ مال جهنگ ۾ ڇڏي هليا ويا ۽ ايستائين گهر واپس نه آيا جيستائين علم جي تڪميل نه ڪيائون. سندس واپس اچڻ تي کين ڪنهن به نه سڃاتو مگر والده کيس قميص لهرائي نشان ڏسي سڃاتو ۽ ٻڌايو ته هي عبدالله آهي.

مولانا جو آبائي ڳوٺ چوڏهو سڏايو تعلقه شڪارپور هو سندن ولادت باسعادت پنهنجي آبائي ڳوٺ ۾ ١٨٩٥ع ۾ ٿي. سندن والـــد جي وفات جلد ٿي ويئي. سندن تعليم جو بندوبست والده جي زير نگراني ٿيو. شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائون ان کانپوءِ مختلف مدرسن ۾ سڀني علوم دينيه تفسير، حديث، فقه، منطق جي تڪميل ڪيائون. ان کان بعد دورهٔ حديث پڙهڻ لاءِ ديوبند وڃڻ جو ارادو ڪيائون. ۾ سال دورهٔ حديث پڙهيائون. مولانا حسين احمد مدني، مولانا انورشاه ڪشميري ۽ شيخ الهند مولانا محمودالحسن صاحب جن وٽ کين اسباق پڙهڻ جو موقعو مليو. موجوده مهتمم مدرسه دارالعلوم ديوبند قاري محمد طيب صاحب سندن سان شريڪ اسباق رهيو. پاڻ امتحان ۾ امتيازي نموني ۾ ڪامياب ٿيا ۽ پهريون نمبر آيا. فراغت تعليم کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ واپس آيا ۽ شاهل سڏايو ۾ جيڪو چوڏهو سڏايو کان هڪ فرلانگ جي مفاصلي تي آهي. هڪ مدرسه جو قيام ڪيائون جنهن جو نالو مدرسه دارالحڪمت رکيائون. سندن روحاني تعلق وقت جي غوث حضرت مولانا تاج محمود صاحب امروٽي سان هو. مذڪور مـدرسه ۾ ڪيترا سال تعليم ڏيندا رهيا ۽ سنڌ بلوچستان جا ڪيترا شاگرد تعليم پرائي ويا جن مان ڪن مشهور جا نالا هي آهن. مولانا علي محمدصاحب

ڪاڪيپوٽا وارا، خليفه. حضرت احمدالدين صاحب جرار پوري، مولانا ولي محمد صاحب ڇجڙا، مولانا خدابخش صاحب، مولانا تاج محمد صاحب، مولانا الاهي بخش صاحب اعوان شڪارپوري، مولانا پير فضل احمد صاحب سرهندي شڪارپوري، قاضي عبدالصمد صاحب قاضي القضاه قلات وغيره. ڪجهه سالن کان پوءِ مختلف مدرسن ۾ تدريسي خدمتون انجام ڏيندا رهيا. سندن زندگي جو سارو وقت درس و تدريس ۾ رهيو. دين جي تبليغ ۽ اشاعت ۾ مصروف رهيا سندن شمار سنڌ جي وڏن عالمن مان هو. سندن وفات به، هڪ ديني مدرسه جونگل ۾ ٿي آخر ۾ پاڻ جونگل جي مدرسه ۾ تعليم ڏئي رهيا هئا. وات جوڪين دوره ٿيو جنهن ۾ غشي طاري ٿي صبح جو اتان جي مهتمم حاجي نير محمد کين شڪارپور پنهنجي گهر کڻائي آيا. مگر ان بيماري ۾ ئي سندن وفات ٿي ۽ پنهنجن متعلقين کي مغموم ڪري خالق حقيقي سان وڃي مليا. سندن وفات ١٩٦١ع ۾ ٿي (مولانا عبدالحي سومرو ابن مولانا مرحوم)

مولانا جن سومرالي ۾ حضرت مولانا عبدالقادر وٽ پڙهيا ۽ پنهنجي استاد جي ڏاڍي خدمت ڪيائون. فراغت مولانا غلام رسول شيخ (شاگرد حضرت شيخ الهند) وٽ حاصل ڪيائون. ان بعد دارالعلوم ديوبند پڙهڻ ويا. جيد عالم ۽ وڏا مفتي هئا.

(عبدالوهاب چاچڙ)

# مولوي محمد ابراهيم مشوري

مولوي محمد ابراهيم، منشي لعل بخش مشوريءَ جي گهر نئون ديرو (ضلع لاڙڪاڻو) ۾ ٦ جنوري ١٩٣٨ع تي صبح جي وقت جنم ورتو.

اهو جڏهن تعليم پرائڻ جهڙو ٿيو تڏهن سندس والدڪيس قاري عبدالحميد صاحب جي حوالي ڪيو جيڪو پاڙي جي مسجد شريف ۾ قرآني تعليم ڏيندو هو.

محمد ابراهيم قرآني تعليم سان گڏوگڏ پرائمري اسڪول نئون ديري ۾ سنڌي تعليم به حاصل ڪرڻ لڳو.

قاري عبدالحميد جڏهن پنهنجي شاگرد ۾ خداداد علمي صلاحيتن جو عڪس ڏٺو تڏهن کيس قرآن شريف پوري ڪرڻ بعد شروعاتي ديني تعليم ڏيڻ سان گڏ قرآن پاڪ حفظ ڪرائڻ شروع ڪيو. ديني تعليم سان گڏ دنيوي تعليم به حاصل ڪندو رهيو. ٿيڙهي وغيره ۾ پڙهيا. ١٩٥٧ع قاري دستار فضيلت پڏائين ۽ سندس تقرير ۾

وڏو الر رکيل هـو جنهن ڪري ڪيترا غير مسلم مسلمان ٿيا. هـان محڪمه تعليم ۾ عربي ٽيچر ٿيا ۽ ديني ۽ دنيوي ڪافي ڊگريون حاصل ڪيائون.

مولوي محمد ابراهيم جن دين جي باقائدي تعليم ڏين لاءِ نئون ديرو ۾ قاري صاحب واري مسجد ۾ مدرسو قائم ڪيو ۽ پنهنجي ساري زندگيءَ تائين بنا ڪنهن معاوضي جي ديني تعليم ڏيندا رهيا. هـان شاگردن کي پنهنجو روحاني اولاد تصور ڪندا هئا ۽ سندن مانيءَ ٽڪيءَ جو بندوبست به پاڻ ڪندا هئا. سندن چوڻ هو ته "طالب کي قالم کٽي در در پناه سان سندس خود داري ختم ٿيو وڃي جنهن ڪري منجهس عزت نفس جو مادو مفلوج ٿي ٿو".

مولوي صاحب جن گورنمينٽ هاءِ اسڪول رتو ديرو ۾ به ڪافي وقت رهيا. جيترو وقت هتي هئا پاڻ جوين واري مسجد شريف ۾ ديني تعليم ڏيندا رهيا.

مولوي صاحب جن کي تقرير ۾ قدرت طرفان تاثير ۽ ذات عطا ٿيل هئي. سموري سنڌ ۾ ديني جلسن ۾ مبلغ جي حيثيت سان تقريرون ڪيائون کين تقرير جي فن ۾ خاص مهارت حاصل هئي پاڻ هرڪنهن مـــوضوع تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ تقرير ڪندا هئا ۽ ٻڌندڙن تي سڪتو طاري ٿي ويندو هو ۽ گريو جاري ٿي ويندو.

پاڻ بهترين اديب هجڻ سان گڏوگڏ بلند پائي جا شاعر هئا سندن حمد، ۽ نعتيہ ڪلام ڪانسواءِ ڪافي اصلاحي ڪلام موجود آهي مگر دستياب نه ٿـــي سگهيو آهي. شعري ذخيري ڪانسواءِ سندن نثري ديني تحريرون به ڪافي تعداد ۾ هيون مگر اهي به نه ٿيون ملن. افسوس جو سندن قلمي ڪاوشون منظر عام تي نه اچـڻ ڪري مفيد ثابت نه ٿيون.

مولوي صاحب جن آخري وقت ۾ جگر جي بيماري ۾ مبتلا ٿيا ڪافي علاج ٿيو مگر ڪين فرق نه ڪيو ۽ ٻهرين آگسٽ ١٩٦٨ع تي هي علم جـو روشن چـراغ موت جي هوا هميشه لاءِ وسائي ڇڏيو. وفات وقت سندس عمر ٿيه سال هئي. کين ڪو به نرينہ اولاد نه هو کين هڪ نياڻيءَ جي اولاد هئي. سندن مزار قاري صاحب جـــي مسجد لڳ نئون ديري ۾ آهي (سنڌ مقصود گل- رتوديرو)

# مولوي عبدالمجيد جتوئي

مولوي عبدالمجيد ڪڇي اندر هڪ ننڍڙي ڳوٺ متصل الهدادائي ريلوي اسٽيشن

ضلع شڪارپور ۾ تولد ٿيو هو، جتوئن جي راڄاڻي پاڙي مان هو سندس والد جو نالو رضا محمد هو. هو هڪ غريب گهر ۾ ڄائو سندس وڏا ڪرڙت جو ڪم ڪندا هئا. مرحوم جا مت مائٽ ۽ عزيز رئيس الموحدين قطب الاقطاب حضرت مولانا تاج محمود امروٽي رح. جا مريد هئا ان ڪري ديندار هئا ۽ ان دينداري جي ڪري چوري چڪاري ۽ ٻين ڏوهن ڏڱن کان پري رهندا هئا. ان سبب ڪري سندن مائٽن کي هرڪو "فقير" جي لقب سان ياد ڪندو هو. مولوي صاحب جڏهن سمجهه جهڙو ٿيو تڏهن کيس قرآن شريف پڙهايو ويو ۽ ان بعد کيس سنڌ جي جليل القدر ۽ جهوني مدرسي "دارالهديٰ" ٺيڙهي ۾ ديني تعليم لاءِ ويهاريو ويو. اتي مولانا صاحب فارسي ۽ پڙهيو ۽ ڪجهه عربي جا ڪتاب به پڙهي پورا ڪيا. ان بعد سندس ڳوٺ جي پرسان مدڻجي ۾ باز محمد پٺاڻ (رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر) هڪ ديني مدرسو کوليو جنهن ۾ مولانا عبدالرحمان پروهي درس ڏيندو هو. ڪجهه وبجهڙائي جي ڪري ۽ ڪجهه مولانا عبدالرحمان جي اصرار جي ڪري مولوي صاحب ٺيڙهي کان ڇڏي مذڪوره بالا مدرسي ۾ پڙهڻ شروع ڪيو. مولانا باقي رهيل ڪتاب اتي پڙهي پورا ڪيا ۽ دستار بندي به اتان ئي ڪيائون. مولوي صاحب جي فارغ التحصيل ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ سندس مائٽن پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ جلسو ڪرايو جنهن ۾ مولوي محمد سليمان ٺرڙي محبت وارو، مولانا عبدالرحمان (سندس استاد) ۽ ميان باز محمد شاه (باني مدرسه) شريڪ ٿيا. فراغت بعد مولانا صاحب دارالهديٰ ٺيڙهي جو سفير مقرر ٿيو. جيئن ته مولوي عبدالمجيد خوش الحان حاضر جواب ۽ زنده دل هيو ان ڪري پنهنجي سفارت ۾ ڏاڍو ڪامياب ٿيو. مولانا صاحب ماڻهن کان مدرسي جو چندو به وٺندو هيو ۽ کين کلائيندو به هو ۽ ان کل ٻوڪ ۾ حڪمت ۽ دانائي جون اهڙيون ڳالهيون ڪري ويندو هيو جو ان ۾ اکين وارن لاءِ عبرت ۽ اهل دل لاءِ بصيرت هوندي هئي. مولوي صاحب کي مدرسي جا مدرس ۽ شاگرد سڀ پسند ڪندا هئا. مولوي صاحب جڏهن دوري تي ڪجهه وقت دير لڳائيندو هو ته اهي ڏاڍا اٻالڪا ۽ غمگين ٿيندا هئا ۽ مولوي صاحب جون واٽون نهاريندا هئا. مولوي صاحب جي اچڻ سان هرڪنهن جا غم دور ٿي ويندا هئا ۽ مولوي صاحب جي موجودگي ۾ سڄو مدرسو پيو ٽهڪندو هو.

مولوي صاحب عبدالمجيد جي زنده دلي ۽ خوش طبعي جون هڪ ٻه ڳالهيون لکان ٿو.

هڪ دفعي مولوي صاحب ۽ مولوي عزيز احمد صاحب (صدر مدرس مدرسہ دارالهديٰ) ريل گاڏيءَ ۾ گڏ سفر تي نڪتا. جنهن گاڏي ۾ مولوي صاحب جن ويٺا هئا اتي هڪ سوٽ ڪوٽ سان آفيسر به ويٺو هو. آفيسر صاحب مولوي عزيزاحمد تي ٽوڪون ۽ چٿرون ڪرڻ لڳو ۽ مولوي صاحب خاموشي سان ٻڌڻ لڳو ۽ ان خاموشي جي ڪري آفيسر جو من وڌندو ويو ۽ مولوي صاحب کي ڏاڍو تنگ ڪيائين. مولوي عبدالمجيد کان رهيو نه ٿيو. آخر هن آفيسر جي مناسبت تي هڪ نقل ڪٿي ٻڌايو جنهن جي ٻڌڻ سان آفيسر جون ڏڪيون لڳي ويون ۽ اهڙو خاموش ٿيو جهڙي ڄٽ. آخر جڏهن اسٽيشن آئي ته آفيسر صاحب اچ ٻاني ولي ٻڪو ۽ ساري گاڏي ۾ کل پنجي وئي. هڪ دفعي مولوي عبدالمجيد ريل گاڏيءَ ۾ سفر ڪري رهيو هو. سندس ڀر ۾ ويٺل هڪ ماڻهوءَ تڏڙو ساه پري چيو "يا پيران پير دستگير" مولوي صاحب جڏهن اهي لفظ ٻڌا ته ان ماڻهو کان پڇيائين ته ادا تون ڪنهن کي سڏ ڪيو؟ ان ماڻهو وراڻيو ته پيران پير کي. ڌڻي جي حب مون کي گهڻي هوندي آهي. سو جڏهن اچي ته مون کي ٻڌائجانءِ ته انجي زيارت ڪريان. ان ماڻهو وراڻيو ته ايندو وريڪ ٿي. تنهن تي مولوي صاحب چيس ته جي ايندو نه ته پوءِ تون سڏيس ڇو؟ سڏيو ان کي آهي جيڪو سڏ ٻڌي ۽ اچي. اهي لفظ ٻڌي اهو ماڻهو لاجواب ٿي پيو ۽ ڪٿي ڪنڌ هيٺ جهڪايائين.

وفات:- مولوي صاحب جي وفات جو ذڪر نهايت ڏک ڀريو آهي. چاڪاڻ ته مولوي صاحب وفات به گهر کان ٻاهر سفر ۾ ڪئي ۽ دفن به اتي ٿيو ايتريقدر جو هينئر سندس قبر جي به خبر نه آهي ته اها ڪٿي آهي. چا ٿيو جو مولوي عبدالمجيد سلهہ جي عارضي جي علاج ڪرائڻ لاءِ حيدرآباد ويو ۽ هڪ هوٽل ۾ رهي پيو. رات جو ان هوٽل ۾ سندس روح قفس عنصري مان پرواز ڪري ويو. انا لله وانا اليه راجعون مولوي صاحب جو ڪفن دفن ۽ جنازي جو انتظام ميونسپالٽي طرفان ٿيو ۽ ڪنهن شهر جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. اها خبر سندس وارثن کي سندس فوت ٿيڻ کان ڇهه مهينن بعد پئي. مولوي صاحب پويان ڪوبه اولاد نه ڇڏيو (عبدالرحمان جتوئي الهداداڻوي).

# سيد فخرالدين شاه رحه

کھوڙڪي جي مبارڪشاهي سيد خاندان ۾ وڏي پائي جا اهل الله هئا. اڳي ته کھوڙڪي جو تقريباً هر سيد سگهورو عالم ۽ اهل دل هوندو هو. هر گهر ۾ علماء ۽ عالمات ۽ ڪتب خانا هئا پر چوڏهين صدي ۾ چند سيد عالم ۽ اهل الله وڃي بچيا. انهن مان سيد فخرالدين شاه جو مقام مٿاهون هو. حضرت پيرصاحب سيد محمد عارف شاه جو پٽ هو. جواني ۾ گهڻو علم حاصل ڪري ڪيائين پر جڏهن مولانا محمد اسماعيل پٽ رحه جي مشوره سان حضرت مولانا اشرف علي ٿانوي سان سندس تعلق ٿيو ته انهن تي روحاني ۽ علمي رنگ لڳي ويو. فقه جي مکيه ڪتابن جا اردو ۽ فارسي ترجما گهرائي انهن جو گهرو مطالعو ڪيائون. عالمگيري، هدايه، شرح وقايه، ڪنزالدقائق ۽ ٻين ڪتابن جا ترجما پوري عبور سان پڙهيائون. پاڻ شرعي فيصلا ڪندا هئا ۽ ڪڏهن ڪالهيون پڌي صورتحال علماء جي آڏو رکي فتوا وٺندا هئا ۽ ان مطابق فيصلو ڪندا هئا. توحيد ۾ پوري طرح رچيل هئا. پير ميول شاه تي تمام گهڻو شرڪ ٿيندو هو. حضرت پيرصاحب جن شجرو تيار ڪري ميول شاه جي وارثي جا ڪاغذ تيار ڪري وڃي ميول شاه جي مقبري تي قبضو ڪيائون. شرڪ جا اڏا ٽوڙي سڪ ۽ نياز وارن کي پڇائي ڪڍيائون. موالين ۽ واڳوندڙن کي هڪلي ڪڍيائون. ان ڪم ۾ ڪين تمام گهڻو وقت خرچ ڪرڻو پيو. پاڻ پنهنجي مريدن ۾ ڪيترا ڏينهن ان مقصد لاءِ ترسي پيا.

مولانا ٿانوي جي تعلق ڪري سندن لاڙاڪو ليگي مولوين سان گهڻو هو. هڪ پيري ڊپٽي ڪمشنر کين گهرائي ڪري هدايت ڪئي ته اوهان مسلم ليگ ۾ رهو. پاڻ فرمايائون هميشه لاءِ وعدو نٿو ڪري سگهان ٿي سگهي ٿو ته اسان جي مرشد جو لاڙاڪو بدلجي وڃي ته منهنجو به تعلق بدلجي ويندو. وري ڊپٽي ڪمشنر چيو ته مولانا تاج محمود امروٽي کي پاڻ وٽ اچڻ نه ڏيو ڇو ته اهو مسلم ليگي نه آهي بلڪ انگريز سرڪار جو دشمن آهي. تنهن تي پيرصاحب فرمايو ته اهو هڪ ليکي اسان جو رشتيدار آهي تنهن کي اچڻ کان آءٌ جهلي نٿو سگهان. تنهن تي ڊپٽي ڪمشنر چيو ان صورت ۾ اوهان جون خاص موڪل زمينون ضبط ڪيون وينديون. پيرصاحب فرمايو خاص موڪل ته پنهنجي جاءِ تي پر جڪڏهن قبولي زمينون کسيون وڃن ته به حضرت

امروٽي کي اچڻ کان نه جهليندو. اها ڳالهه سندن وڏو پٽ سيد حبيب الله شاه روايت ڪندو هو جنهن کي مولانا سيد خليل الله شاه ابن مولانا سيد حبيب الله شاه پنهنجي نوٽ بوڪ ۾ لکيو آهي. پاڻ ترڙي حضرت ڳاڙي جا خليفه مجاز هئا ۽ ملڪي سياست ۾ صحيح راه تي هليا. هڪ پيري اشتهار آيو ان ۾ لکيل هو حضرت مولانا شبير احمد عثماني جانشين حضرت شيخ الهند رح. پير صاحب پڙهي ڪري فرمايو اڙي! ٺهيو ته ڪونه. ڪجهه ڏينهن بعد ٻيو اشتهار آيو ان ۾ حضرت مدني رح کي جانشين شيخ الهند لکيل هو. پاڻ فرمايائون هائو اهو ٺهيو. حضرت پير صاحب جن جو حضرت امروٽي سان ۽ حضرت هاليجوي سان تمام گهرو تعلق ۽ عقيدتمندي هئي. سيد خليل الله شاه پنهنجي والد جي روايت سان لکيو آهي ته مدرسه قاسم العلوم شروع ۾ سن ۱۳۳۰هه ڌاري ٻني عاقل جي هڪ ڳوٺ "بچل ڳوٺ" ۾ حضرت مولانا محمد صالح پاٿيجوي جي سرپرستي ۾ قائم ٿيو بعد ۾ ڪر منتقل ٿي ويو اتي ۽ ساڳي سرپرستي ۾ اٺ سال تائين هلندو رهيو تنهن کان پوءِ گهوٽڪي شهر ۾ پرائمري اسڪول واري هنڌ آندو ويو مدرسه جو خرچ حضرت پير فخرالدين شاه ۽ حضرت پير شير محمد شاه جن ذاتي طور تي ڪندا هئا. ٻن سالن بعد اهو پير محمد عارف شاه واري موجوده اوطاق ۾ منتقل ڪيو ويو. ڪافي سال اتي هلندو رهيو ۽ ۱۳۶۰هه ۾ موجوده هنڌ ڪچي اڏاوت ڪري منتقل ڪيو ويو. حضرت پيرصاحب جن ديانت ۽ دانائي ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. جج ۽ ٻيا آفيسر ڪيترا منجهيل ڪيس حضرت پير صاحب ڏانهن موڪلي ڏيندا هئا. سيد خليل الله شاه پنهنجي والد مرحوم کان نقل ڪيو آهي ته علامه دائود پوٽو ڊائريڪٽر تعليمات سنڌ مدرسه جو معائنو ڪرڻ هليو. علامه صاحب حضرت پير سائين جن کان احتراماً ۳ قدم پوئتي ٿي هليو جڏهن ته پير رسول بخش شاه علامه جي عهدي جو خيال ڪري علامه کان ٽي قدم پوئتي ٿي هليو.

حضرت پير صاحب جنهن اعليٰ پيماني تي مدرسه کي هلايو اهو سندن اخلاص ۽ اعليٰ صلاحيتن جو پڪو ثبوت آهي. ديانت جو هيءُ حال هو جو حضرت پير صاحب جن وٽ ٻه قلم ۽ ٻه مس ڪپڙيون رکيل هونديون هيون. ڪڏهن ٻه مدرسه جي قلم ۽ مس کي ٻي ڪنهن ڪم ۾ ڪتب نه آڻيندا ئون. ۱۹۵۶ع واري ٻوڏ ۾ امريڪي امداد آئي هئي ان ۾ خشڪ کير ۽ ڳيهه جا دٻا به شامل هئا. مختيارڪار مدرسه ۾ ڪٽي آيو. پاڻ فرمايائون ته خبر نه آهي ته اهي حلال شين مان ٺهيل آهن يا حرام مان. ان ڪري

مان اهي مدرسه لاه نه ونندو. ان موقعي تي حضرت مولانا محمد اسماعيل پڻ مرحوم موجود هئا انهن چيو فتوىٰ جي لحاظ کان اهي حرام نه آهن. اوهان نه لـا ولو ته مونکي ڏيو. پوءِ کيه مولانا جن کڻائي ويا.

حضرت پير صاحب جن جي زندگي تي ڪنهن مبسوط ڪتاب لکڻ جي ضرورت آهي. سندن ٻه فرزند مولانا سيد حبيب الله شاه ۽ سيد محمد عارف شاه پيءُ فـوت ٿي چڪا آهن. سيد حبيب الله شاه جو فرزند مولانا سيد خليل الله شاه پنهنجي والـد وانگر مدرسه سنڀالي رهيو آهي ۽ سيد محمد عارف شاه جو فرزند سيد عبدالجبار شاه سندن ديرو ۽ مسجد سنڀالي رهيو آهي. پاڻ سن ١٩٦٣ع ۾ فوت ٿيا (عبدالوهاب چاچڙ)

# حضرت مولانا قاري شير محمد شاهه

حضرت پير فخرالدين شاه جو ننڍو ڀاءُ هو. اهو ٻه حضرت ثانوي جو خليفو هو. پير فخرالدين شاه جي طبع جمالي هئي ۽ پير شير محمد شاه جي طبع جلالي هئي. فقهي مسائل ۾ خاص ڪري حج جي مسائل ۾ وڏي دسترس هين. حضرت مولانا مفتي محمود فرمايو ته پير شير محمد شاه سنڌي مهاجر مدني حج جي مسائل ۾ حجة هـو. علامه بدر عالم ميرٺي کان نقل آهي ته فرمائيندا هئا پير صاحب حج جي مسائـل ۾ مجتهد آهي. علامه بنوري، مولانا مفتي محمد شفيع ۽ ٻين جيد عالمن کـان ٻه اهڙا الفاظ منقول آهن. مولانا مفتي محمد شفيع مرحوم حيات القلوب جي خاتمه طبع ۾ فرمايو آهي "طبع اين نسخه ازمسوده قلمي بعد اهتمام تصحيح اول مـرتبه در مطبع کريمي بمبئي بحسن سعي حاجي حسن ميمن متوطن جام نگر من مضافات کاٺياواڙ مقيم رنگون شده بود و در تاريخ ٢٥ ذي الحج ١٢٩٩هه مطابق ماه نومبر ١٨٨٠ع باتصرام رسيد ليکن از مد تهائي دراز اين نسخه مطبوعه ناياب شده است و باز کسے بطبع آن نه پرداخت و بنده ضعيف احقر محمد شفيع اين نسخه مطبوعه در مکتبه دارالعلوم ديوبند مطالعه کرده بود و در فکر آن بود که اگر اين نسخه بدست آيد سعي کنم در طبع جديد. الحمدلله که محب محترم و مخدوم مکرم حضرت حـاجي شير محمد صاحب من مکان گهوٽکي (سنده) و مهاجر مدينه منوره که او سدت دراز هجرت بمدينة الرسول کرده بود و مدت دراز در جوار سيدالانبياء و صفوة الرسل اقامت کرده بود. در ايام ضعف و مرض ايـن

نسخہ مطبوعہ را بقلم خود نقل کردہ برائے این احقر فرستاد و این نقل در ماہ رمضان المبارک ۱۳۷۸ھ بانصرام رسید۔ بندہ ناچیز حسب ایماء آن مخدوم از همان وقت ارادہ کردہ بود کہ در طباعت این در نایاب سعي نمايد و ليکن الامر بيدالله سبحانہ تا این مدت اتفاق نہ شد و این تمنا آنگاہ بوجود آمد کہ مهاجر مخدوم وفات یافتہ در بقیع مدینہ مستقر یافت والله المستعان" حضرت پير صاحب مرحوم جي هٿ اکرن سان حيات القلوب جو هڪ نسخو مدرسہ قاسم العلوم ڪهڙڪي جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي ان تي پيرصاحب جن جا حواشي مفيده بہ ڪافي چڙهيل آهن. اهڙي طرح علامہ رحمت الله سنڌي جي المنسک المتوسط ۽ ملا علي قاري جي شرح تي بہ سنڌن ڪافي حاشيہ لڳل آهن. پيرصاحب جن رڍن ۽ ٻڪرين جي ڪڻل نصابن جي ضم بابت هڪ استفتاء لکي وقت جي جيد عالمن کان فتويٰ گهري جنهن نهايت دلچسپ بحث جي شڪل ورتي. مولانا عبدالغفور همايوني، مولانا نظر محمد پنگوي، مولانا اشرف علي ٿانوي، مولانا مفتي عزيزالرحمان ۽ ٻين عالمن فتويٰ ۽ جواب فتويٰ لکيون. پير صاحب جن انهن فتوائن کي ترتيب ڏيئي رسالہ جي شڪل ۾ ڇپايو هو. پير صاحب جن جو حج جي مسائل تي لکيل زبدة المناسک ان لئي بحرف آخر ڪتاب آهي. پاڻ جمال القرآن جو سنڌي ۾ ترجمو ڪري شايع ڪرايو هئائون. رسالہ صوت الضاد بہ لکيو اٿئون. پاڻ نہ ڇڙو عمدہ قاري هئا پر پنهنجي دور ۾ سنڌ اندر قراءت کي عام ڪرڻ ۾ سنڌن وڏو هٿ هو. مٿن عشق رسول جو ايڏو تہ غلبو هو جو هر وقت پاڻ سڳورن جي يــاد ۽ حب ۾ روئندا هئا. معاملات ۾ نهايت صاف هئا. هجرت واري زماني ۾ هن تر جا سڀ حاجي ساڻن ملڻ ويندا هئا. انهن کي هيءَ خاص وصيت ڪندا هئا تہ پنهنجون عورتون اسان سيدن جي حويلين ۾ نہ موڪليو. پيرن ۾ حال نہ رهيو آهـــي. اها وصيت هر ملندڙ کي ڪندا هئا. پاڻ ۱۹۵۲ع ۾ هجرت ڪري ويا. اتي ماني پچائڻ کان ڪپڙن ڌوئڻ تائين سڀ ڪم پاڻ ڪندا هئا. هزارين پروانہ مريدن جو مرشد ڪنهن بہ مريد کي ڪم ڪرڻ نہ ڏيندو هو. پاڻ غالباً ۱۹٦۷ع ۾ وفات ڪري اٿون ۽ جنت البقيع ۾ جاءِ ورتائون.

(عبدالوهاب چاچڙ)

## مولانا سيد حبيب الله شاه

سيد فخرالدين شاه رحہ جو وڏو فرزند هو. سندس ولادت ۱۳۲۳ھ ۾ ٿي. سندس

فرزند سيد خليل‌الله شاه نقل ڪيو آهي ته پير فخرالدين شاه جو والد سيد محمدعارف شاه
فارسي ۾ وڏي دسترس رکندو هو. ان پنهنجي پوٽي سيد حبيب‌الله شاه جي ولادت تي
هڪ ڏکهو تاريخي شعر چيو هو جنهن جا ڪي شعر هي آهن.

هزاران شکر در درگـاه صانع — کند از آب گـوهر چند لامع
بفخرالديـن حبيب الله عطاشد — بشب دو شنبۂ گرديد تـــولد
هزاره، صد و سنہ بيست سوم — رسيد احوال روشن گشت چشم

سيد حبيب‌الله شاه جي لاءِ علم حاصل ڪرڻ جا موقعا ميسر هئا. عاليشان مدرسه
۾ اعليٰ پائي جا عالم موجود هئا. هن علم حاصل ڪرڻ لاءِ پورو توجهه ڏنو. مولانا
اميد علي، مولانا نورمحمد انڊڙ ۽ ٻين وڏن عـالمن کان علم حاصل ڪيائون. پـــاڻ
فرمائيندا هئا ته ڪافيه مولانا نورمحمد چاچڙ وٽ پڙهيم اهـو معقول ۽ نحو جـو ابو
هو. سيد حبيب الله شـاه فرمائيندو هـــو ته تفسير بيان القرآن ۽ ٻي تصنيف ۾ مولانا
ثانوي کان ڪي ڪمزور ڳـــالهيون لکجي ويون هيون. ان تـي مـان کين لکيو ۽
ڪڏهن والد رح، جي معرفت لکت موڪليم ۽ ڪيترن جاڻن تـي مولانا جن رجوع
فرمايو. پير صاحب جن جو تعلق علماء ديوبند سان هو. خواجه غلام فريد سان جنرن
جي حد تائين عشق هين. خواجه صاحب جا شعر برزبان ياد هين. خواجه صاحب جا
پنهنجا ۽ خواجه صاحب متعلق لکيل سڀ ڪتاب وٽن موجود هئا. بريلوي مولوين سان
ڪيترا پيرا مناظرو ڪري کين شڪست ڏنائون. علم غيب جي مسئلي ۾ گهوٽڪي
جي فريدي سڏائيندڙ نئين ٽولي کي فوائد فريديه جي هيءَ عبارت ”علم غيب خاصه
خدا است“ ڏيکاري مات ڪرائي. اها ڳالهه سيد خليل‌الله شاه بيان ڪئي آهي- پاڻ
مطالعي جو شائق هو. نظر ڪمزور ٿي ويئي ته ٻين کان ڪتاب پڙهائي ٻڌندو هو.
سيد فخرالدين شاه جي وصال بعد مدرسي جو اهتمام مٿس آيو. ڏاڍي سهڻي نموني سان
اهتمام سرانجام ڏنائين. طـــويل بيماري بعد ٢٣ محرم ١٣٩٧ع سـومر ڏينهن وفات
ڪاتائين. سندس اولاد ۾ سيد خليل‌الله شاه تازو دستار بند عالم ٿي آيو هو. شاه صاحب
جي اها آس پوري ٿي ۽ وصال ٿيس. هاڻي مدرسه جو اهتمام سيد خليل‌الله جي حوالي
آهي (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا سيد موسيٰ شاه

سيد موسيٰ شاه ولد حافظ فيض الله شاه لوه صاحبان (کهوڙڪي) جو نيڪ صالح ۽ عالم سڳورو هو. هن گهڻن عالمن کان علم حاصل ڪيو. پاڻ پڙهائيندا هئا ته مولانا نور محمد چاچڙ ڪڍي وارو سندنجو استاد هو. سندن دستار بندي مدرسه قاسم العلوم کهوڙڪي ۾ ٿي هئي. نوجواني ۾ وفد ڪاهي تبليغ ۽ اصلاح لاءِ نڪرندا هئا. ماڻهن جا فيصلا ڪندا هئا ۽ ڳوٺن ۾ وڃي ماڻهن جا جهڳڙا معلوم ڪري انهن کي گهرائي سندن لاه ڪرائيندا هئا. آخر عمر ۾ دائم المريض ٿي پيا ۽ گهڻو زمانو ان حال ۾ گذاريائون. ڪتابن جا ڏاڍا شائق هئا. سندن ذاتي ڪتب خانو ڏسڻ وٽان هو. کين ڪافي اولاد آهي. ان جا پٽ برسر روزگار ۽ ساڃها آهن. پير صاحب جي وفات ۱۶ شوال ۱۳۹۵هه مطابق ۲۵ آڪسٽ ۱۹۷۵ع سومر ڏينهن ٿي. سندن مزار جامع مسجد جي ڏکڻ ۾ آهي (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا قاضي حبيب الله

مولانا حبيب الله ولد قاضي عبدالله بن قاضي محمد حسن ميمڻ. مولانا جا وڏا ميرن جي صاحبي ۾ قضا جي عهدي تي فائز هئا. قاضي کي پنچ مختار چيو ويندو هو. انهن کي ٦ مهينا جيل يا ۵۰۰ روپيه ڏنڊ رکڻ جو اختيار هو. کين جيل هو ته هو پهراڙي ۾ رهي اتي ان منصب کي سنڀاليندا اچن. هلڪيون سزائون پنهنجي گهرٽ ۾ ئي ڏيندا هئا. وٽن ڪاٺ جو اسڪنجو ٺهيل هو ڏوهي جون ٽنگون ان ۾ ڦاسائي ڇڏيندا هئا. سنڌ ۾ اهي اسڪنجا گهڻو استعمال ٿيندا هئا ان ڪري ته اڄ به جيل پوڻ کي ڪاٺ ۾ پوڻ سان تعبير ڪيو ويندو آهي. قاضي محمد حسن رحه، مير علمراد خان جو پويون زمانو ڏٺو هو اهو به پنچ مختار هو. ان کي ٽي پٽ هئا. قاضي محمد صالح، قاضي عبدالله ۽ قاضي محمدابراهيم. انهن مان قاضي عبدالله مرحوم عالم دين، قاضي (پنچ مختار) ۽ زميندار هو. کيس ٽي پٽ ٿيا قاضي لطف الله جنهن پنهنجي والد کان پوءِ زمينداري سنڀالي، مولانا حبيب الله ۽ مولانا عزيز الله.

مولانا حبيب لله گهڻي پارسي پنهنجي والد وٽ پڙهيو باقي رهيل پارسي ۽ سڄي عربي حضرت مولانا حماد الله هاليجوي رحه وٽ پڙهيو. حضرت جن ايڏهي جي هڪ

مسجد ۾ پڙهائيندا هئا اها مسجد نئين تعمير سان هن وقت به قائم آهي. مسجد جي پر ۾ هڪ حجرو هو طالب علم مسجد ۽ حجري ۾ رهندا هئا ۽ پاڻ عيال سميت شهر ۾ رهندا هئا. حضرت هاليجوي رح. مائٽن جي اصرار تي ڳوٺ هليا ويا ته مولانا حبيب‌الله به ساڻن گڏ ويو ۽ اتي وڃي پڙهيو. مولانا حبيب‌الله سمورو علم حضرت هاليجوي کان حاصل ڪيو. البت آخري سال مدرسه دارالرشاد پير جهنڊي ۾ پڙهيا ان زماني ۾ مولانا عبيدالله سنڌي مدرسه جا پاڻ منتظم هئا ۽ پڙهائڻ لاءِ چوٽيءَ جا عالم مقرر هئا. مولانا حبيب‌الله جن استادالڪل مولانا محمد لغاري ۽ مولانا نجم‌الدين پنجابي وٽ پڙهيا. مولانا محمد اڪرم وٽ ارشادالعرف به پڙهيا. هڪ سال رهي فراغت لهي واپس ٿيا. مولانا حبيب‌الله جي عمر ان وقت ويه. سال هئي اها ڄڻ جي سال هين جو دوره حديث ڪامل ڪري جهنڊي کان موٽيا. فراغت کان پوءِ پير جهنڊي کان ڪي طالب علم آيا جن جي ڪري مدرسه قائم ڪرڻ جو خيال ٿين. قاضين جي هڪ مشترڪ جاءِ هئي جنهن ڪسي هو پنهنجي مشترڪ مسائل ۾ ڪم آڻيندا هئا انهن جي اجازت سان اتي حضرت مولانا تاج محمود امروٽي قدس سره جن مدرسه جو بنياد رکيو. پراڻي مدرسه واري عمارت اهائي اوائلي تعمير آهي. مدرسه جي تعمير لئي تائين سيٺ محمد الياس ميمڻ عارية جاءِ ڏني جنهن ۾ ٻه ٽي سال مدرسه هلندو رهيو. ڪجهه سالن کان پوءِ اهو مدرسه طالب علمن لاءِ ڪافي نه ٿيو. قاضين جو هڪ پيو وڏو پلاٽ خالي پيو هو ان جي وڏي حصي ڪي مدرسه لاءِ منتخب ڪيو ويو. ان ميدان جو هڪ حصو ٻاهر ڪليو ويو جنهن تي هينئر قاضين جا گهر آهن. افتتاح لاءِ وري به حضرت امروٽي رح. تشريف فرما ٿيا. حضرت جن ليڙهي کهڻو اپندا هئا. حضرت جن ايڏي وڏي پلاٽ کي به ننڍو محسوس ڪيو ۽ پلاٽ جي ڪجهه حصي ٻاهر ڪڍڻ کي پسند نه ڪيائون ۽ فرمايائون منهنجو خيال هو ته سمورو پلاٽ مدرسه کي ڏيندا. ابا! سان اوهان جي فائدي لاءِ ٿو چوان منهنجون اکيون ڏسي رهيون آهن ته اڳتي هلي اها جاءِ ڪفايت نه ڪندي. مدرسه جي باقاعده شروعات ۱۳۳۲ هه ۾ ٿي. مولانا حبيب‌الله جن ان جا صدر مدرس ٿيا ۽ مولانا عزيزالله ثاني مدرس (مولانا قاري عزيزاحمد مرحوم. شريعت ج ۴ ص ۱)

مولانا حبيب‌الله جي علم جي وڏي برڪت ٿي سڄي سنڌ ۾ دارالهدى ليڙهي جو مقام مٿاهون ٿي ويو. ڪيئي عالم اوضيانته ٿي نڪتا. جيئن حضرت مولاناغلام‌محمد،

مولانا عبدالهادي، مولانا غلام قادر، مولانا شاه محمد مرحوم، مولانا شاه محمد دارالهديٰ جو ٻهريون شاگرد هو. مولوي حافظ عبدالحميد ڀٽي المنار اخبار مکر مان ڇڏي تنهن ۾ پاڻ کي سند يافته دارالهديٰ ٺيڙهي لکندو هو. مولانا حبيب الله جو مجاهد علماء سان تعلق هو. جمعية علماء هند سان وابسته رهي ديني سياسي ملڪي خدمتون سرانجام ڏيندا رهيا. سنڌ جي آزادي بعد ۱۹۴۷ع ۾ اليڪشن ميان عبدالستار پيرزاده جي ڀرپور ورڪ ڪيائين. پيرزاده جي ڪاميابي بعد حافظ عبدالحميد المنار ۾ لکيو "رفيق محترم پيرزاده ميان عبدالستار جي شاندار ڪاميابي. استادالڪل حضرت امير شريعت مولانا حبيب الله ۽ خطيب جامع مسجد تالاب مولانا نورالحق جي شاندار فتح" المنار جون ٻيون خبرون ۽ قارئين جي آڏو پيش ڪجن ٿيون.

### ۵ مولانا عبدالحڪيم

نهايت ڏک ۽ افسوس سان لکڻو ٿو پوي ته روهڙي انجمن شيخ واري مسجد جو پيش امام مولانا عبدالحڪيم صاحب راڄپوري گذريل هفتي اربع واري ڏينهن هن فاني عالم کان رحلت ڪري ويو انالله و انا اليه راجعون. مرحوم و مغفور سکر ضلع جي باعمل عالمن مان هڪ عالم هو. سندن حياتي گهڻو ڪري سفر ۾ گذري هئي. پاڻ فن ڪتابت ۾ بنهنجو نظير پاڻ هو. ٿورو وقت اڳ مدرسه جامع العلوم سکر جو صدر مدرس هو ۽ ان کان پوءِ روهڙي انجمن شيخ ۾ پيش امامت اختيار ڪئي هئائون. ۽ تدريس پڻ ڪندو هو. سندن وفات جو سبب گرده جو سور ۽ جيري ۾ پٿري پيدا ٿيڻ چيو وڃي ٿو جو هڪ قسم جي شهادت آهي. اسان انهيءَ حادثه جانڪاه ۾ مرحوم و مغفور جي پس ماندن خاص طرح حافظ مولوي عبداللطيف سان همدردي جو اظهار ڪندي دعا ٿا گهرون الخ (المنار ۲ جولاءِ ۱۹۴۸ع)

مدرسه قاسم العلوم گهوٽڪي جي ڪمرن جي مهاڙي، کوه ۽ مسجد جي تڪميل ۾ خاص مدد ڪندڙن جو مهتمم نالي وار شڪريو ادا ڪيو. ان ۾ رئيس بلند خان پٽو ۽ هڪ ڪلوڙ وڏيرو ۽ مذڪور آهن. ۽ ڊپٽي ڪليڪٽر روهڙي جناب حافظ صاحب جي منظور ڪيل ۱۸۰ روپيه جو ذڪر ۽ آهي ۽ گهوٽڪي ميونسپالٽي جي مسلم ۽ هندو ميمبرن جي اتفاق سان ۽ سو روپيه مدرسه لاءِ منظور ٿيا ان لاءِ لکيائون: ان ۾

مسلمانن خواه هندو ميمبرن حسن اتفاق ڪيو آهي. اسان سڀني ميمبرن جي حق ۾ دعاگو آهيون (المنار ١٩ مارچ ١٩٣٨ع)

مولانا حبيب الله جي وفات بعد سندن وڏو پٽ مولانا قاضي فضل الله مهتمم ٿيو ان نوجوان ۽ ذهين عالم مدرسه کي چڱي قوة ولرائي ان جي شهيد ٿيڻ تي سندس ٻيو پٽ مولانا قاضي عبدالله مهتمم ٿيو ان جي شهادت بعد مولانا قاضي حمدالله ولد قاضي عبدالله شهيد هن وقت مهتمم آهي اهو به نوجوان عالم آهي (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا قاضي عزيزالله رحه

مولانا حبيب الله رحه جو ننڍو ڀاءُ هو. ٻهراڙيون ايڙهي ۾ ٻيوءِ هاليجي شريف ۾ پنهنجي ڀاءُ سان گڏ حضرت مولانا حمادالله هاليجوي وٽ پڙهيو. مولانا حبيب الله جي فراغت بعد مولانا حبيب الله وٽ باقي رهيل ڪتاب پڙهي تڪميل ڪيائين. تڪميل واري مرحلي ۾ هيٺين درجي جا ڪتاب به پڙهائيندا هئا. پير جهنڊي ۾ مولانا حبيب الله سان گڏ پڙهن ويا هئا. مولانا حبيب الله جي وفات بعد مولانا عزيز الله مدرسه جا صدر مدرس ۽ صدر مهتمم ٿي رهيا. نهايت ساده مزاج بزرگ صفت عالم هو. سندس ولادت تقريباً ١٣١٤ه ۾ ٿي ۽ ٨١ سال عمر ۾ رمضان المبارڪ ١٣٩٥ه ۾ وفات ڪيائون ۽ پنيان ڪافي اولاد ڇڏي ويا جن مان مولانا مفتي امداد الله مرحوم ناميارو ماڻهو ٿي گذريو آهي (عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا قاري عزيز احمد رحه

سندس پنهنجي لکايل سوانح حيات پيش ڪجي ٿي جيڪا ماهوار شريعت جولاءِ ١٩٧٦ع ۾ شايع ٿي هئي—

قاضي محمد حسن جي ٽين فرزند قاضي محمد ابراهيم کي ٽي فرزند ٿيا. قاضي نورمحمد، قاضي نور احمد، قاضي عزيزاحمد. منهنجا پيءُ وڏا پنهنجي مدرسي جا اوائلي استاد هئا. ٻهراڙيون معلم القرآن ۽ ٻيو فارسي جو معلم هو. منهنجي ولادت سن ١٣٣٠ه ۾ ٿي. ننڍي هوندي سمجهه کان اڳ ۾ منهنجو والد مرحوم گذاري ويو. مولانا حبيب الله مرحوم منهنجي تربيت ڪئي. مولانا حبيب الله منهنجو سوٽ هو هڪ پڻ لحاظ کان

منهنجو مامون ۽ ٿي جو منهنجي ناني قاضي نورمحمد مرحوم جي وفات کانپوء منهنجي نانيءَ مرحوم قاضي عبدالله سان شادي ڪئي جنهن مان مولانا حبيب الله جن پيدا ٿيا. انهيءَ طرح مولانا حبيب الله مرحوم منهنجي والده جو مائيٽو ڀاءُ ٿيو. مولانا حبيب الله مرحوم پنهنجي نيائي منهنجي نڪاح ۾ ڏني سو مولانا جن منهنجا سهرا به ٿين.

تعليم ۽ تربيت:- ڳوٺ جي هڪ شخص ميانجي عبدالرحيم ميمڻ وٽ قرآن مجيد پڙهيم باقي گهٽي پاڳي تعليم حضرت مولانا حبيب الله مرحوم کان حاصل ڪيم. معقول جا ڪي ڪتاب مولانا محمد استادالڪل وٽ پڙهيم ۽ ڪجهه تعليم مولانا عزيزالله ۽ مولانا قطب الدين وٽ به حاصل ڪيم (مولانا قطب الدين گهڻو مولانا حبيب الله وٽ پڙهيا ۽ هڪ سال مدرسه دارالرشاد پيرجهنڊي ۾ پڙهيا) ١٣٥٥هه ۾ منهنجي فراغت ٿي.

طالب علمي جي دوران ۾ پڙهائيندو هوس. ڪنز، قدوري ۽ شرح تهذيب تائين ڪتاب پڙهايا هيم. فراغت کان پوءِ متصل هڪ سال مدرسه دارالهديٰ ۾ استاد مقرر ٿيس. ٻي سال حضرت مولانا مرحوم جي مشوري سان دارالعلوم ديوبند ڏانهن وڃڻ جي تياري ٿي. ١٣٥٧هه جي آخر ۽ ٥٨ جي اوائل ۾ هڪ سال ديوبند ۾ حديث جو دوره پڙهيم. حضرت مولانا حسين احمد مدني رح. وٽ صحيح بخاري ۽ سنن ترمذي جو پهريون جلد، صحيح مسلم مولانا محمد ابراهيم بلياوي رح وٽ، سنن ترمذي جو ٻيو جلد ۽ شمائل ترمذي مولانا اعزاز علي رح وٽ، سنن ابو دائود جو اڌ ۽ ٻچاڙي ميان اصغر حسين وٽ ۽ ابو دائود جو باقي وچون حصو مولانا مفتي محمد شفيع وٽ، موطا امام مالڪ مفتي محمد شفيع وٽ، موطا امام محمد مولانا عبدالحق وٽ پڙهيم. اهو مولانا عبدالحق پٺاڻ هو ۽ نافع گل سان مشهور هو. اهو مولانا عبدالحق اڪوڙه خٽڪ وارو هو؟ مون (عبدالوهاب) عرض ڪيو. مولانا جن فرمايو نه، هيءُ ٻيو مولانا هو. مولانا عبدالحق اڪوڙه خٽڪ وارو ان وقت اڃا دارالعلوم ديوبند ۾ پڙهندو هو. شرح معاني الآثار مولانا شمس الحق افغاني رح وٽ پڙهيم. مولانا انهيءَ سال جي وچ ۾ قلات جا وزير معارف مقرر ٿيا ۽ اوڏانهن هليا ويا. سنن نسائي مفتي رياض الدين وٽ ۽ سنن ابن ماجه جو ڪجهه حصو (غالباً) مولانا مفتي محمد شفيع وٽ پڙهيم. انهيءَ سال حضرت مولانا عبيدالله سنڌي مرحوم وطن واپس وريا ۽ ديوبند ۾ آيا اتي سندن زيارت ٿي. مون امتحان ۾ انعامي نمبر ڪٿي سند ولي واپس آيس. توهان سان سنڌ جا

پيا ڪهڙا عالم سگورا، ديو بند ۾ شريڪ سفر هئا؟ مون عرض ڪيو. فرمايائون ته لاڙ جو مولانا خان محمد دوره حديث ۾ گڏ هو. سنڌ جا پيا طالب علم ۽ هئا جيڪي هيٺيان ڪتاب پڙهندا هئا. حضرت مولانا نورنگي جو فرزند مولانا غلام محمد ۽ هيٺيان ڪتاب پڙهندو هو. مون کان پوءِ ٻي سال مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ مولانا قطب الدين صاحب جن دارالعلوم ديوبند ويا. دارالعلوم ديوبند ۾ فارغ وقتن ۾ مولانا بلياوي رحمه يا ٻي ڪنهن عالم وٽ معقول جا ڪتاب به پڙهيو؟ عرض. ارشاد فرمايائون ته نه اهڙو ڪو موقعو ڪونه مليو. البت مولانا عثماني رحه جي ننڍي ڀاءُ قاري عتيق الرحمان وٽ تجويد جي مشق ڪيم ۽ مونکي تجويد جي سند به ملي.

ديو بند کان موٽي هڪ سال مدرسه دارالهديٰ ۾ عربي جا ڪتاب پڙهايم. مولانا حبيب الله مرحوم فرمايو ته مدرسه ۾ تجويد جو شعبو قائم ڪجي. انهيءَ شعبي لاءِ مونکي منتخب ڪيائون سو مونکي تجويد جي مهارت لاءِ سهارن پور موڪليائون. رمضان جو مهينو اتي قاري عبدالخالق وٽ رهي سند وٺي آيم. قاري عبدالمالڪ جيڪو آگري طرف رهندو هو سو مذڪور قاري صاحب جو ڀاءُ هو. مولانا احتشام الحق، قاري عبدالمالڪ کي دارالعلوم ٽنڊوالهيار ۾ مقرر ڪيو هو پر جلدي اتان ڇڏي ويو ۽ پوءِ ملتان ۾ گذاري ويو. شروعاتي تجويد گهوٽڪي ۾ قاري شيرمحمدشاه مرحوم وٽ سندن گهر جي پرواري مسجد ۾ رمضان شريف جي مهيني ۾ پڙهيو هوم. مطلب ته تجويد جو شعبو منهنجي حوالي ٿيو. انهيءَ سان گڏ عربي جا ڪتاب به پڙهائيندو رهيم. ڪجهه سالن کان پوءِ تجويد جو شعبو قاري محب الله جي سپرد ڪيو ويو جڏهن قاري صاحب ٽي سال مديني منوره جي شيخ القراء کان پڙهي موٽي آيو. انهيءَ وقت کان هيل تائين عربي جي تعليم ۾ مشغول آهيان. مولانا مرحوم، تبليغ جو شعبو منهنجي حوالي ڪيو ۽ سڄي سنڌ ۾ تبليغي دورا ڪيم ۽ هن وقت ڪمزوري هوندي به تبليغي ڪم جاري آهي.

هن سال توهان ڪهڙا ڪتاب پڙهايا؟

فرمايائون بيضاوي شريف، صحيح مسلم ج ۱، هدايه اول ۽ شرح تهذيب.

سنڌ جي مرڪزي مدرسه ۾ پڙهائڻ ڪري توهان جا شاگرد ته تمام گهڻا هوندا پر انهن مان ڪن مخصوص شاگردن جا نالا ٻڌائيندا؟

جواب ڏنائون ته مولانا عبدالهادي ڪانسواهه ٻاقي سڀ مقامي عالم منهنجا شاگرد آهن. جيئن ته مولانا قاضي فضل الله مرحوم، مولانا مفتي امداد الله، مولانا محمدامين اهڙي طرح مولانا محمد ٻلاول، مولانا غلام قادر، مولانا عبدالرحمان دريا خان مري وارو، مولانا غلام محمد ۽ سندس ڀاءُ مولانا حسن ڪولاب جيئل وارا ۽ سنڌ جا اڪثر نوجوان عالم منهنجا شاگرد آهن.

منهنجي اولاد متعلق فرمايائون ته، ڏي پٽ ۽ ٻه نياڻيون منهنجو اولاد آهي. منهنجون ٻئي نياڻيون با اولاد آهن. پڻ مان قاضي امير احمد فارغ التحصيل ڏي پڙهايو. نهايت ذهين هو. پڙهڻ دوران هر جڳهه پهريون نمبر آيو ۽ ڪيترا پيرا تفسير ۽ قرآن مجيد جا نسخا ڪهس انعام ۾ مليا. سندس شادي ڏي ان مان اولاد (ڏي پٽ ۽ هڪ نياڻي) ٻه اٿس. هدايه اولين ۽ جامي تائين سڀ ڪتاب پڙهايا هن. ٢١ سالن جي عمر ۾ ماليخوليا جي بيماري ۾ مبتلا ٿيو. علاج لاءِ ڪراچي ويو. اتي جاءِ جي ڇت تان ڪري پيو ۽ شهيد ٿي ويو. ٻيو پٽ رشيد احمد ۽ ٽيون پٽ شفيق احمد اهي گهٽو ڪونه پڙهيا.

# حضرت مولانا عبدالله رحه

مولانا عبدالله ولد قاضي اله بخش، پرچوندي شريف واري حضرت ميان حافظ محمد صديق رحه جو ٻانئيو ۽ جانشين هو. ١٢٨٣هه ۾ سندن ولادت ٿي. قرآن پاڪ حفظ ڪرڻ بعد ڪوٽ سبزل جي مولانا محمد اسحاق وٽ درس نظامي ٢٠ سال عمر ۾ مڪمل ڪيائون. ڪوٽ سبزل کان پيدل ايندا ۽ ويندا هئا. هڪ ڀيري گهوڙي خريد ڪري ان تي چڙهي گهرٽ آيو. حضرت حافظ صاحب رحه معلوم ڪري ناراض ٿيا ۽ گهوڙي وڪڻي رقم فقراء تي خرچ ڪيائون ۽ فرمايائون تون هاڻي ٿي صاحبزاده ٿيڻ چاهين ٿو. فراغت بعد پنج سال پنهنجي چاچي بزرگوار جي تربيت ۽ صحبت ۾ گذاريائين ۽ انهيءَ وچ ۾ حضرت جن سندس شادي ٻه هڪ حافظ، قرآن مان ڪرائي. پاڻ موحد عالم هئا. فرمائيندا هئا "اولياء ڪرام جي قبرن تي ٻڪرا ذبح ڪرڻ حرام آهن ۽ اتي عورتن جو ڳائڻ وڄائڻ ٻه حرام آهي. ٻاهر ڪٺي طعام ڪرائي مسڪينن کي کارائڻ درست آهي" آخر ته حضرت شاه اسماعيل شهيد مان سندن نسبت هئي

جو حضرت حافظ رحہ جڏهن صغر سني ۾ حضرت مولانا سيد احمد شهيد ۽ ان جي خاص مصاحب شاه اسماعيل شهيد رحہ سان سوئي شريف ۾ مليا هئا ۽ فيوض حاصل ڪيا هئائون "عبادالرحمان" جي مصنف تعصب جي ڪري ان ملاقات جو انڪار ڪيو آهي. ان جو اهو ڪتاب غلط روايتن جو مجموعو ۽ تاريخي خيانتن تي مشتمل آهي. چند سال ٿيا آهن جو اهو ڪتاب لکيو ويو آهي. جڏهن ته حضرت مولانا عبيدالله سنڌي رحہ جنهن جو تعلق ۽ سماع حضرت حافظ صاحب رحہ سان براه راست آهي ان التمهيد ۾ نه ڇڙو ان ملاقات جي تصريح ڪئي آهي پر تعليم لاءِ نڪتو ته پنهنجي شيخ رحہ جي هم مشرب جماعت جي تلاش ڪندي حضرت حافظ رحہ جون ٻه صفتون سامهون رکيون حنفيت ۽ حضرت شاه شهيد رحہ سان عقيدت. انهن ٻنهي صفتن ڪري ديوبند ۾ ڏسي اطمينان سان پڙهڻ لڳو. مولانا سنڌي رحہ التمهيد ۾ ان کي تفصيلي سان بيان ڪيو آهي. ميان عبدالله جي زماني ۾ اهو اعتراض اٿيو ته خالي الاالله جو ذڪر صحيح ۾

نہ آھي. حضرت مولانا سيد محسن شاہ جي تحرير ۾ حضرت مولانا اميد علي رح. جي تائيد سان اھو اعتراض ختم ٿيو. انهن پنهنجي تحرير ۾ حضرت مخدوم ﷺ ھاشم ٺٽوي رح جو ھيءُ قول سندس ڪتاب الادعيۃ والاذڪار مان نقل فرمايو "فلو قال مرة لااللہ الااللہ ثم يڪرر الااللہ ڪما شاع حملا علي التاڪيد جاز ڪما سمعتہ من مشائخ خوارزم"

وفات:- اھو علم ۽ عرفان جو پيڪر ۲۵ رجب ۱۳۴۶ھ فوت ٿيو. مولوي احمد خانگڙھي ان جي وفات تي ھڪ مرثيہ چيو ۽ ھن مصرع مان وفات جي تاريخ ڪڍي

"در بغل معراج آمد شد وصال"

عبادالرحمان جي مصنف حضرت امروٽي، حضرت دينپوري، حضرت سهارنپوري ۽ ٻين انگريز دشمن علماء کي گھٽ وڌ ڳالهايو آھي ۽ مشائخ ڀرچونڊي کي انگريزن جو دوست ڏيکاريو آھي تہ عجب ڪونهي ان جي قلم کان تہ صحابہ ڪرام ۾ نہ بچيا آھن. ميان عبداللہ جي وفات تي لکندي ھي ٻول ٻوليا اٿس "قدرت کے ھر کام نرالے ہوتے ہیں. حضرت ابو بکر صدیق رض کو خلافت کیلئے ہونے دو سال ملتے ہیں اور امیر معاویہ رض. کو بیس سال. جس نے ملت کی ڈوبتی کشتی کو بچالیا جو امت کی گرتی دیوار کا پشتیبان بنا. اگر اسے دس سال خلافت کا موقع دیا جاتا تو نہ معلوم اسلام کے چمن میں کتنی شادابی آتی. جس شخص نے خلافت راشدہ ختم کرکے اسلام میں ملوکیت کا آغاز کیا. پھر یزید جیسے فاسق و ظالم بیٹے کو ولیعھد بناکر اسلام میں نئی بدعت رائج کر ڈالی اسے بیس سال کا موقع دیا جاتا ہے الخ"
ص ۱۲۹- ڇا اھي لفظ ڪنهن سني جا ٿي سگھن ٿا؟ (عبدالوھاب چاچڙ)

# ميان عبدالرحمان

ميان عبداللہ جو پٽ ميان عبدالرحمان بہ دين جو جذبو رکندڙ جوشيلو پير ھو. ۱۳۱۰ھ ۾ سندس تولد ٿيو. ھريون مولانا سراج احمد خانپوري وٽ پڙھيا پوءِ ڀرچونڊي شھر ۾ مولانا عبدالڪريم ميانوالي واري کي رھائي ان وٽ پڙھيا. ميان عبداللہ رح. پنهنجي پٽ جي تعليم لاءِ ڪجھ وقت مولانا نورمحمد چاچڙ ڪنڊوي کي بہ رهايو ھو. والد صاحب جي وفات بعد مسند تي ويٺو گھڻو وقت پنهنجي ڏاڏي ۽ والد وانگر موحد ۽ حريت جي جذبي وارن عالمن سان تعلق ھيس. حضرت استاد مولانا نورمحمد

انھن مرحوم ٻڌائيندا هئا تہ هڪ ڀيري ڪراچي مان ريل تي چڙهيس ۽ پير ميان عبدالرحمان بہ ان گاڏي ۾ هو. مان بالڪل اڳين گاڏي ۾ هوس ۽ ميان صاحب بالڪل آخري حصي ۾. جيئن منهنجي خبر پيس تہ صرف منهنجي ملڻ لاءِ تيز رفتاري مان ڀڄندي اچي مليو ۽ وري ڀڄندي وڃي پنهنجي گاڏي ۾ سوار ٿيو. اهو واقعو ڪراچي اسٽيشن جو آهي. پنهنجي مشائخ ۽ علماء جو حد کان وڌيڪ احترام ڪندو هو. چاچو مولوي محمد يوسف بن مولانا نور محمد چاچڙ پرچونڊي جي تر ۾ زمينن جي ماپ ڪندو هو (جو هو ضابط تپيدار هو) تہ ميان عبدالرحمان سچي عملي جي ماني صدائين موڪليندو هو ۽ ڪڏهن پاڻ بہ ماني کڻائي گڏجي ايندو هو جو چاچو سائين سندس استاد جو پٽ هو. پڇاڙي ۾ ميان صاحب جو تعلق پين مولوين مان ٿيو ۽ علماء سوءِ ان وٽ گهڻو ايندا ويندا هئا. مسجد منزل گاه ۽ پين ديني معاملن ۾ ان جو ڪردار شاندار رهيو. مورخہ ۹ جمادي الاول ۱۳۸۰ هہ مطابق ۳۰ آڪٽوبر ۱۹۶۰ع آچر ڏينهن سندس وصال ٿيو (عبدالوهاب چاچڙ)

---

# مولانا شير محمد جتوئي

مولانا شير محمد تائب ڳوٺ ۾ ڄائو. مختلف مدارس مان علم حاصل ڪيائين. مولانا محمد قاسم چاچڙ شاگرد رشيد حضرت مولانا نورمحمد ڪنڊوي کان ۾ علم حاصل ڪيائين. صرف ۽ نحو جو چڱو ماهر هو. صرف ۾ هڪ ڪتاب لکيو هئائين. ڪجهه وقت درگاه عاليه هاليجي شريف ۾ رهيو. حضرت قدس سره جن جي روبرو صبح جو درس قرآن ڏيندو هو. سکر ۾ ڀريون منزل گاهه، پوءِ الهوالي مسجد ۾ تعليم ڏيندو رهيو ۽ آخر عمر ۾ مدرسه انوارالعلوم نزد ڊگري ڪاليج سکر جو بنياد وڌائين. تعويذات وغيره جو ڪم ۾ خوب هلندو هوس. مورخه ۲۵ رمضان المبارڪ ۱۳۸۶ھ ۾ وصال ڪيائين. مولانا محمد انور سندن خلف رشيد هاڻي ان مدرسه ۾ ڪم کي هلائي رهيو آهي.

(عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا رحيم بخش سومرو

مولانا عبدالحڪيم وارا چار ڀائر هئا گل محمد، حافظ مومن، مولانا رحيم بخش ۽ مولانا عبدالحڪيم. اهي يتيم هئا ۽ سڀ سومرائي ۾ پڙهيا. اتي دستاربندي ڪري پوءِ مولانا عبدالحڪيم دارالعلوم ديوبند ويو. مولانا عبدالحڪيم پير جهنڊي ۾ مولانا محمد وٽ به پڙهيا ۽ ڳوٺ واري مولانا غلام محمد وٽ به پڙهيا. مولانا عبدالحڪيم فارغ ٿي امروٽ شريف آيا. ڪجهه وقت اتي پڙهايائون پوءِ پير ضياءالدين شاه جي چوڻ تي پير جهنڊي پڙهائڻ ويا. مختصر طريقي سان سمجهائڻ ۾ سندس نمونو نرالو هو سندن زبان ڏاڍي فصيح هئي جڏهن ته مولانا اميد علي جي زبان ثقيل هئي. جهنڊي کان پوءِ شاهل سڏايا آيا اتي جا ماڻهو حضرت امروٽي جا خاص مريد هئا. مولانا نحو، فقه ۽ ميراث ۾ خاص شهرت يافته هو. مولانا عبدالحڪيم مولوي فضل الله جي مدرسه اشرفيه ۾ پڙهائيندو هو ته مولانا محمد کي اتي مقرر ڪرايائين خاص فلسفه ۽ اقليدس پڙهائڻ لاءِ. مولوي فضل الله ان جي پوڙهپ کي ڏسي لهرائيندو هو ۽ مولانا چيو مان پنهنجي پگهار مان ڪجهه ڪيري استادالڪل کي ڏيندس. مولانا رحيم بخش به پاڻ وانگر سومرائي ۾ پڙهيا ۽ اتي ئي دستار بندي ڪيائون. چوڌهن

جي ۾ ڏيڻ لڳ سيدن جي بنگلي ۾ پڙهائيندو هو. اتي جا سيد مولانا جي اثر ۾ اچي ويا موحد ٿيا. مولانا خليفو احمد دين رح. ۾ وٽن اتي پڙهيا هئا. پوءِ مولانا جن درٻش ڪاڪيپوٽا. ڳوٺ ۾ پڙهائيندو هو. مولانا جن وڏا متقي ۽ دين جي معاملي ۾ حد کان وڌيڪ جذبو رکندڙ هئا ڪيترن خطرناڪ موقعن تي وچي تقريرون ڪري غلط ڪمن کي روڪيائون. ڪاڪيپوٽن ۾ رهڻ دوران مولانا جن جي اهليه فوت ٿي ويئي هڪ ماڻهو ڪنواري ٻانهن آڻي ۾ پاڻ فرمايائون مان پوڙهو آهيان ڪا رن زال شادي ڪندم البت مولوي عبدالقادر جوان آهي ان کي پرڻايو ته بهتر آهي. مولانا جن نيٺ هڪ رن زال سان شادي ڪئي اها ڏاڍي نيڪ ۽ پارسا عورت هئي. مولانا جي وفات کان سال پوءِ فوت ٿي وئي. مولانا رحيم بخش وارا شاهل سڏايو کي ۾ دين جي ڪري ڇڏي آيا جو اتي جي وڏيري نڪاح پڙهي عورت هن کي پرڻائي هئي. مٿس ڪيس داخل ٿيو. مولانا جن کي چيائين اوهان منهنجي خلاف شاهدي نه ڏجو پر مولانا جن فرمايو حق جي شاهدي ضرور ڏبي. پوءِ مولانا جن کي هن تنگ ڪيو ۽ نيٺ ڳوٺ کي خيرباد چيائون. شاهدي صحيح ڏنائون ۽ وڏيري کي سزا آئي. مولانا رحيم بخش ڪاڪيپوٽن ۾ بيمار ٿيو. بيماري حالت ۾ گهر موٽي آيو ۽ فوت ٿيو. مولانا عبدالحڪيم کان سال اڳي فوت ٿيو. مولانا کي هڪ پٽ نورمحمد هو ان ٻه شاديون ڪيون پر اولاد ڪونه ٿيس ۽ لاولد فوت ٿيو (مولانا عبدالقادر ڇهواڻ ڇهي وارو مولانا جو خاص شاگرد)

## مولانا مخدوم غلام مصطفيٰ

محمد پور (تعلقہ کھوکڪي) جا مخدوم ڪنهن تعارف جا محتاج نه آهن. مولانا غلام مصطفيٰ انهيءَ خاندان جو درويش عالم هو. مولانا محمد هاشم ٻاسيني کان پڙهي علوم ديني جي فراغت لڌائين. مولوي ابراهيم ياسيني پنهنجي هڪ بياض ۾ لکيو آهي ”مخدوم غلام مصطفيٰ شخصي ماهر عالم فاضل زاهد عابد متخلق باخلاق محمدي بوده مريدان سنده و بلوچستان چون پروانه برسرش قربان بودند“ ۱۳۳۲ه ۾ سندس وصال ٿيو. مولوي ابراهيم ياسيني هن شعر مان ان جي تاريخ ڪڍي آهي.

سال تاريخ او طلب کرم — گفت هاتف چراغ حقبازي

(عبدالوهاب چاچڙ)

# مولانا احمدالدين کوسہ

مولانا احمدالدين رحہ والد خدابخش کوسہ ضلع ڪڇي (بلوچستان) جي ڳوٺ ساٺڪ خان کوسہ ۾ سن ۱۳۰۱ھ اندر پيدا ٿيا. پاڻ ابتدائي تعليم ڳوٺ جي هڪ درويش ساٺڪ خان کوسہ وٽ قرآن شريف پڙهي شروع ڪيائين. ان کانپوءِ پاڻ بلوچستان مان هجرت ڪري ضلع جيڪب آباد تعلقہ ٺل ۾ ڪريم آباد ڳوٺ ۾ رهيا. پاڻ فارسي جي تعليم ڳوٺ جي وبجهي مدرسي ۾ مولوي محمد عظيم وٽ حاصل ڪيائون. ان کان پوءِ پاڻ عربي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ عودي ۾ مولانا نبي بخش سومرو جن وٽ آيا ۽ گهڻي تعليم حاصل ڪيائون. پاڻ ان کانپوءِ سنڌ جي وڏن مدرسن ۾ ديني تعليم حاصل ڪندا رهيا. وري آخري تعليم ساڳئي استاد مولانا نبي بخش وٽ حاصل ڪري دستاربندي هيٺين عالمن سان گڏ ڪيائون. ۱- مولانا درمحمد ڊول، ۲- مولانا محمد اسماعيل سومرو ۳- مولانا عبدالغفور ۽ ٻيا بہ عالم هيا جن جي ائڊريس جي خبر نہ آهي.

دستاربندي کان پوءِ مولوي صاحب پنهنجن وڏن سميت هجرت ڪري تعلقہ ٺل جي ڳوٺ ٻچڙي ۾ وڃي رهيا ۽ اتي مدرسو کوليائون. تقريباً ۷۰ يا ۷۵ مسافر طالب تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ رهندا هئا.

مولوي صاحب بنا ڪنهن معاوضي جي رات ڏينهن غريب طالبن کي تعليم ڏيندا هئا ۽ ديني علم کي ڦهلائڻ لاءِ ڏينهن رات طالبن کي سکيا ڏيندا رهيا. پاڻ انهن طالبن جي کاڌ خوراڪ لاءِ پسگردائي ڳوٺ وارن کان مدد وٺندا هئا.

ٿوري وقت ۾ مولانا صاحب جي تعليم ڏيڻ جي ايتري مشهوري ٿي وئي جو تمام ٻين وارن مدرسن جا طالب بہ ڇڏي اچي هن وٽ تعليم حاصل ڪندا هئا. پاڻ طالبن کي بہ نماز جي سختي سان تلقين ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪو بہ طالب جماعت سان نماز نہ پڙهندو هيو تہ کيس سخت سزا ڏيندا هئا.

مولانا صاحب خاص ڪري علم نحو ۽ صرف جا گوهر هيا ۽ سندس رفيق علماء کيس "ام الصرف" ڪري سڏيندا هئا.

پاڻ انگريزن جي دور ۾ تحريڪ خلافت ۾ ڀرپور حصو ورتائون ۽ تمام وڏي جماعت گڏ ڪري انگريزن جي خلاف آواز اٿاريائون.

مولانا صاحب جي تعليم جي شهرت ۽ ديني خدمت جو جذبو ٻڌي بلوچستان جي ضلع ڪڇي جي بزرگ گـــادي نشين جناب فقير محمود لانڊي جي پٽ فقير سلطان مولانا کي مجبور ڪري پنهنجي ڳوٺ جماعت سميت وٺي ويا. مولانا جو نالو ٻڌي بلوچستان جي مختلف شهرن مان ماڻهو اچي مولانا صاحب وٽ تعليم وٺڻ لڳا. خاص ڪري فقير سلطان صاحب، مولانا احمدالدين کي پنهنجي خاندان جي هيٺين نالي وارن کي ديني تعليم لاءِ آندو هو.

فقير عبدالحي ولد فقير سلطان، فقير عبدالرشيد ولد فقير عبدالغفور، فقير عبدالرزاق ولد فقير عبدالغفور، فقير عبدالحميد ولد فقير عبدالغفور، ميان صاالله ولد مـــولوي محمد يوسف سيال، ميان هدايت‌الله ولد مولوي محمد يوسف ۽ ٻين سوين طالبن کي تعليم ڏنائون. پاڻ اتي پنجن سالن تائين دين جي خدمت ڪيائون.

ان کانپوءِ مولانا صاحب کـــي بلوچستان جـي شهر طاهرڪوٽ جي هڪ وڏي جماعت گڏ ٿي مجبور ڪري پنهنجي ڳوٺ مدرسه هلائڻ لاءِ وٺي آيا. پاڻ اتـان جي ماڻهن کي ۳ يا ۴ سالن تائين ديني تعليم ڏيندا رهيا ۽ ان ڳوٺ جي ماڻهن کـي ديني تعليم سان روشن ڪيائين.

ان کان پوءِ مولانا صاحب کي پنهنجي عزيزن ۽ قوم جي مـاڻهن مجبور ڪري ساڳئي پنهنجي ڳوٺ ٻچڙي ۾ وٺي آيا. مولانا صاحب پنهنجي حياتي جو بـاقي عرصو پنهنجي ڳوٺ ۾ تعليم ڏيندا رهيا.

ان کان پوءِ مولانا صاحب کي ضلع لاڙڪاڻه تعلقه شهدادڪوٽ جي رهنڙ کوسه قوم، جيڪي مولانا جا رشتيدار هيا اهي دعوت ڪري پنهنجي ڳوٺ وٺي ويا. اتـي مولانا کي سرڏي لڳڻ سبب نمونيا ٿي پيئي ۽ هن دنيا مـان موڪلائي ويا. مولانا صاحب ۱۳۴۹ هه ۾ هن دنيا مـان لاڏائو ڪري ويـا. سندس مقبرو ضلع لاڙڪاڻه تعلقه شهدادڪوٽ جي يونين بگو ڏڙو ۾ واقع آهي.

مولانا صاحب جڏهن پنهنجي عزيزن وٽ دعوت تي آيا ته کين شوق پيدا ٿيو ته هتي تمام وڏو مدرسو کولي پنهنجي کوسه قوم ۽ هتان جي ٻين ماڻهن کـي ديني تعليم سـان روشن ڪيان. پـــر حياتي پوري هئڻ سبب پاڻ اهو شوق پـــورو ڪونه ڪري سگهيا.

مولانا احمدالدين جن هڪ شادي مانڊن مان ڪئي، سندس اولاد ۾ پٽ ۴ هڪ ڌيءَ هيس. مولانا صاحب نيڪ دل ۽ بزرگ شخص هو. دستار بندي ڪانپوءِ مولانا وظيفو ڪندو هو ته هفتن جا هفتا چوهارن تي گذر ڪري الله پاڪ جي عبادت ۾ محو هوندو هو. مولانا صاحب جڏهن لاڙڪاڻه ضلع آيا ته قيم سعيد خان جي پرسان زمين هاري تي ولي ڪجهه پنهنجا عزيز ڇڙي مان لڏائي اچي اتي ويهار پائين ۽ پنهنجو اهو ئي خيال هين ته بوئين ڪائونسل ٻکو دڙو ۾ وڏو مدرسو ڪرايو وڃي چو ته انان جي ماڻهن کي اسلام جي طرف مائل ڪيان. مولانا صاحب جو وڏو پٽ خدا بخش ۴ يا ۵ سالن جي عمر ۾ اچا قرآن شريف پڙهندو هو ته مولانا احمدالدين هن فاني دنيا مان رحلت فرمائي ويا. نه ڇڙو سندس پٽ پر سنڌ ۽ بلوچستان جا ماڻهو مولانا جي تعليم کان محروم ٿي ويا. مولانا صاحب جي بيماري دوران نواب غيبي خان سندس عيادت جي لاءِ آيو هو (مسٽر بدرالدين کوسه - شهدادڪوٽ)

تمت بالخير

احمد خان "آصف" مصرائي

## قطعہ تاريخ طباعت "سوانح حيات نمبر"

# عجب تذڪرو

۱۴۰۱

۱- شريعت رسالي، جو عمدو ڪتاب
مرتب ڪيو جنهن ڪي عبدالوهاب

۲- ٿيو عالم دين، چاچڙ جناب
۽ فياض فاضل فضائل مآب

۳- سندس ڪاوشون قابل قدر ٿيون
سندس ڪوششون سڀ ٿيون ڪامياب

۴- ٿيو هي ڪتاب، سوانح حيات
۽ تاريخ علماء جو هڪڙو باب

۵- صدي چوڏهين جا جي عالم هئا
اچي ويو انهن جو گهڻو انتخاب

۶- مواد آهه پاڪيزو هن ۾ ڇپيل
مطالع ڪرڻ آهه ڪار ثواب

۷- اشاعت جي ماده جو جيئن پڇه اسم
ٻڌايو اچي اهان هاتف جناب

۸- عجب تذڪرو هي ڇپيو با شرف

۱۴۰۱ھ ۸۰ع - ۱۹۸۱ع

اي "آصف" ٿي سن انهن لڪ شتاب

## روهڙي شهر ۾

# مدرسه دينيه عربيه جو قيام

روهڙي شهر ڪنهن زماني ۾ علم ۽ دين جو مرڪز رهيو آهي، چوندا آهن ته روهڙي ۾ صحيح بخاري جي حافظ عورتن جو ڪثير تعداد ٿي گذريو آهي. هر محلي ۾ مسجدين جي ڪثرت دينداري جو زنده دليل آهي.

افسوس جو علم ۽ دينداري جو اهو مرڪزي شهر هن وقت جهالت، گمراهي ۽ بي راه روي ڏانهن تيزي سان وڌي رهيو آهي، جڏهن ته ان غلط رفتار کي روڪڻ لاءِ ڪوئي ادارو موجود نه هو.

انهن افسوسناڪ حالتن کي ڏسي، ديني درد رکندڙ دوستن سان مشورو ڪري روهڙي مختيارڪاري آفيس لڳ مين روڊ کان چند قدم دور ڪنڊرا روڊ تي مولانا محب الله شاه جي وقف پلاٽ ۾ عظيم الشان مدرسه دارالعلوم الشرعيه جو قيام عمل ۾ آيو.

۾ عربي جا استاد رکيل آهن. عربي ۽ فارسي جي مسافر طالبن جو چڱو خاصو تعداد پڙهي رهيو آهي. ان سان گڏ شهر جا ٻار ۾ قرآني تعليم پرائي رهيا آهن.

چند مهينن ۾ ٻه پڪا ڪمرا، هڪ ڪلبل چونرو، هڪ استاد جو گهر ۽ ٽن طرفن جو احاطو تقريباً مڪمل ٿي ويا آهن. ٻن ڪمرن جو بنياد پئجي ويو آهي. پاڻي جي ٽانڪي، غسل خانن ۽ بيت الخلاء جي تعمير جي ابتدا ٿيڻ واري آهي. شريعت پبليڪيشن جي دفتر جي تعمير ۾ عنقريب شروع ٿيندي.

مخير حضرات کي اپيل ٿي ڪجي ته نهايت اهميت واري انهيءَ اداره جو مالي تعاون ڪن.

(مولوي) عبدالوهاب چاچڙ
نائب مهتمم ۽ صدر مدرس
مدرسه دارالعلوم الشرعيه ڪنڊرا روڊ- روهڙي

وَلَلْاٰخِرَةُ خَیْرٌ لَّکَ مِنَ الْاُوْلٰی ۝
وَلَسَوْفَ یُعْطِیْکَ رَبُّکَ فَتَرْضٰی ۝

سورۃ والضحیٰ

بے شک آنے والا وقت تمہارے لئے بہتر ہے اس وقت سے جو گزر چکا
اور بے شک تمہارا رب ایسی نعمتوں سے تم کو نوازے گا جو تم کو خوش کردینگی۔

یہ الفاظ مبارکہ جو اللہ تعالیٰ نے نبی صلی اللہ علیہ وسلم سے خطاب
فرمائے، تمام سچے مسلمانوں کیلئے طمانیت کا پہلو رکھتے ہیں۔
آیئے ہم اللہ تعالیٰ کے حضور میں سر جھکا کر ان رحمتوں کا
بجالائیں جو امتِ مسلمہ پر اب سے پہلے ہوتی رہیں اور عہد کریں کہ
آئندہ اور زیادہ عنایات کا مستحق بننے کی کوشش کرینگے۔
ایک فریضہ جو ہم پر عائد ہوتا ہے، نظام اسلام کی تعمیر۔
جو بفضلہ تعالیٰ پاکستان میں شکل پذیر ہو رہا ہے۔
نیشنل بینک اس مبارک مہم میں حسبِ توفیق شریک رہے گا۔

نیشنل بینک آف پاکستان — قومی ترقی قومی بینک

ited

PID-I-14/80